# حر گوريلا جنگ

## TERRORIST

H. T. Lambrick

ايچ. ٽي. لئمبرڪ

---

عطا محمد ڀنڀرو




نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ

2000ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر ٻه سؤ ستٽيھہ

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس، ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، سنڌ. |
| ڇپيندڙ | ذڪي پرنٽنگ پريس، ڪراچي. |
| پهريون ايڊيشن | نومبر 2000ع |
| قيمت | -/■■■ رپيا |



(سڀ حق ۽ واسطا قائم)

HURR GUERILLA JUNG (Terrorist) Written by: H. T. LAMBRICK. Translated by: ATTA MUHAMMAD BHAMBHRO. Published by: New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad, Sindh. Pakistan. First Edition November 2000.
Price Per Copy Rs. ■■■/-
Book No. 237

# انتساب

آءُ پنهنجو هيءَ قلمي پورهيو شهيد بچو بادشاهہ، شهيد پيرو وزير، شهيد رحيم هنگورو بادشاهہ، شهيد والي ڏنو ٻهڻ، شهيد جيئندو ٻهڻ، شهيد لوٿو نظاماڻي ۽ وزير الهہ بچائي خاصخيلي رحمت الله عليهم جي نالي منسوب ڪريان ٿو.

**عطا محمد ڀنڀرو**



Part of SIND, to Illustrate "THE TERRORIST"
Scale in miles:—
0
16
24
Mir Saheb's Territory
KHENWARI
JAMRAO HEAD
× SWEET WELL
Jamrao Canal
Nara
Sau Nara
JHAKRAO
Dim Canal
Makhi Dhandh
PAKSIRI
BAKAR
(TO NAWABSHAH)
SHAHPUR CHAKAR
BHIRI
MIANI
SANGHAR
KOT NAWAB
BAKHORO
DABHRI
MIR'S VILLAGE
SINJHORO
CHOTIARI
Nara
Khipro Canal
GANANG
MANTHAR BHAMBHRO
GHUNDAN
SHAHDADPUR
JHOL
KHORI
Barne Canal
PESUMAL
KHIPRO
HATHUNGO
USMAN HINGORO
Jamrao Canal
Charao
Rohri Canal
(TO HYDERABAD)
MIRPUR KHAS
(TO MARWAR AND BOMBAY)
(TO HYDERABAD)
H.T.L.
1972



Wali Kalat Territory
Indus
Daudpotra Nawab's Territory
RETI
SHIKARPUR
(Pir Saheb's Estate)
SUKKUR
ROHRI
LARKANA
KINGRI
KHAIRPUR MIRS
Indus River
Rohri Canal
Nasrat Canal
Mir Saheb's Territory
(Rao Saheb's) Rajput Territory
JAISALMIR
(Marwar)
NAWABSHAH
Makhi
SANGHAR
Jamrao Canal
Nara
JINHAR
VERI
HYDERABAD
MIRPUR KHAS
UMARKOT
MATLI
LAGHARI'S VILLAGE
KARACHI
Lar
Indus River
Arabian Sea
Rann of Cutch
Cutch
Kathiawar
Map of SIND to illustrate "THE TERRORIST"
Scale in miles:-
0 10 20 30 40 60 80 100 120
H.T.L. 1972

# مهاڳ

هن مزاحمتي يا دهشتگرد تحريڪ کي تيستائين سمجهي نہ سگهبو، جيستائين زمين مٿان ان جي اصلي روپ کي نہ سمجهبو.

هن واقعن جو راوي سائين رکيو نالي هڪ ارڏو ۽ اهنڊ حر آهي، جيڪو ڪڏهن انگريز سرڪار جو هڪ اشتهاري ڏوهاري هو. سندس گوريلا ويڙهہ جا واقعا سنڌ جي سرحدن سان تعلق رکن ٿا، جيڪو هاڻي پاڪستان جو حصو آهي. پر تن ڏينهن ۾ هي علائقو انگريزي هندستان ۾ شامل هو. هي ملڪ مکيہ ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. هن جي الهندي پاسي خشڪ جبل ۽ ٽڪريون آهن. وچ وارو علائقو سنئون سڌو پٽ آهي، جتان سنڌو وهندو آهي. آبپاشيءَ جي مقصد سان هن مان ڪيترائي واهہ کوٽيا ويا آهن. اوڀر پاسي ٿر جو رڻ پٽ آهي. جتي رڳو ڀٽون ئي ڀٽون ڏسبيون. هتان جو ڏيک ۽ آبهوا هندستان بدران مصر سان هڪ جهڙائي رکي ٿي. هتان جي ماڻهن جو مزاج انفرادي، الڳ ۽ نرالو آهي.

1947ع کان اڳ هتان جي آدمشماري 3/4 مسلمانن تي مشتمل هئي. باقي حصي ۾ هندن جي گهڻائي هئي. پوئين طبقي جا اڪثر ماڻهو، هٽ واڻيا، واپاري، ڊاڪٽر، انجنيئر، پروفيسر ۽ ٻيو ڌنڌو ڪندا هئا، جيڪي شهرن ۽ وڏن ڳوٺن ۾ آباد هوندا هئا. مسلمان زميندار هاري ناري ڪڙمي ڪاسبي هئا، جن جي گهڻائي ڳوٺن، واهڻن ۽ وسندين ۾ رهندي هئي. هزارن جي تعداد ۾ اڪيليون ڇنون بہ ڏسڻ ۾ اينديون هيون، جيڪي سنڌ جي جهنگن جي وٽ پاسي ۾ ٿهيل هونديون هيون. هتان جو سماجي جوڙجڪ بہ گهڻو ڪري جاگيردارانہ آهي. سنڌ جي آباد زمين جو وڏو حصو جاگيردارن ۽ وڏن زميندارن جي هٿ ۾ آهي، جيڪي مقامي طور وڏي اثر رسوخ جا مالڪ هوندا آهن. هي ماڻهو پاڻ کي طاقتور ڏسڻ چاهيندا آهن ۽ طاقت جو احترام ڪندا آهن ۽ ان کي تسليم ڪندا آهن. هن ماڻهن جون ضرورتون تمام ٿوريون ۽ سياءُ مقدر پسند هوندو آهي. تنهن ڪري ڏکن سکن ۾ راضي رهڻ وارا ماڻهو آهن.

هن قسم جي تحريڪ شروع ٿيڻ کان اڳ سنڌ انگريز حڪومت جو امن آشتيءَ وارو صوبو رهيو آهي. هن کان اڳ انگريز انتظاميہ کي ڌاڙيلن ۽ ڪڏهن

قبائلي جهيڙن کي منهن ڏيڻو پوندو هو. هتان جا هندو مسلمان پاڻ ۾ سک سلت صلح ۽ سانت سان رهندا آيا آهن. هندو ڌرم ۽ اسلام جو ڪٽرپڻو سنڌ جي ڌرتيءَ تي نظر نه ايندو، توڙي جو هتان جي گهڻائي مسلمانن جي آهي. ٻنهي ڌرين تي تصوف جو تمام گهڻو اثر آهي. هتي ڪيترين ئي درگاهون آهن جن جا هندو ۽ مسلمان هڪجهڙا مريد آهن ۽ زيارتن لاءِ چنيءَ چماهيءَ پيا پيرا پريندا آهن. هنن ٻنهي معاشرن وٽ انهن درگاهن جا نالا ۽ تاريخ مختلف آهي.

سنڌ ۾ هاڻي اڳيان صوفي ۽ درويش نه رهيا آهن. هتي تصوف هڪ ورثو بڻجي ويو آهي. اهڙن بزرگن ۾ تقويٰ ۽ پرهيزگاري ڪانه رهي آهي. هر مسلمان کي پوءِ اهو سچو سڪڻو هجي يا پريو پاڳيو، پنهنجو مرشد ضرور هوندو آهي. اهڙي مرشد لاءِ ضروري هوندو آهي ته سندس ابا ڏاڏا ڪانيءَ ڪرامت جا صاحب هجن ۽ ڪيترين پيڙهين کان وٽي مريد ان درگاهه جي هر گادي نشين وٽ زيارت ۽ دعا ڦيٽي لاءِ ويندا آهن. جيڪڏهن درگاه پري هوندي آهي ته مريدن لاءِ ڏهاڙي زيارت لاءِ وڃڻ ضروري نه هوندو آهي، پر ٻارهين مهيني حد جي خليفي کي ساري سنيالي ڏن ڏيڻو پوندو آهي، جيڪو اوڳاڙيءَ لاءِ مريدن وٽ ضرور اچي پهچندو آهي.

مشهور مرشد کي هزارن بلڪ لکن ۾ مريد هوندا آهن. اهڙن مشهور معروف مرشدن ۾ ڪنگريءَ جو پير پاڳارو به آهي، جنهن کي سنڌ خيرپور، جوڌپور، جيسلمير ۽ بهاولپور رياستن ۾ تمام گهڻا مريد آهن. ايتري وسيع مريدي خادمي ڪري وٽس بي انتها اثر رسوخ ۽ بي پايان دولت آهي. سندس مريدن کي حر سڏيو ويندو آهي، جن جو پنهنجي مرشد ۾ ايترو صدق ۽ ويساهه هوندو آهي جو سندس حڪم تي جان قربان ڪرڻ لاءِ سندن سر سدائين ترين تي رکيل هوندا آهن. انهيءَ ڪري ڪنگريءَ جو پير صاحب پنهنجي هڪ نرالي ۽ خاص حيثيت جي ڪري خطرناڪ طاقت جو مالڪ آهي. اهڙن ماڻهن جي گهڻائي اڻ پڙهيل هارين نارين ۽ ڌنارن سان واسطو رکي ٿي، جيڪي مختلف نڻاتن (Class) سان لاڳاپيل آهن. اهڙيءَ ريت حر جماعت به ٻن حصن ۾ ورهايل آهي، جن مان هڪ کي فرق وارا ۽ ٻين کي سالم جماعت سڏجي ٿو. فرق وارن مريدن جي ڀيٽ ۾ سالم جماعت وارن جو تعداد گهڻو آهي. حر؛ پير صاحب کي هن ڌرتيءَ تي هڪ ديوتا جيترو رتبو ڏيندا آهن ۽ سندس فقير کي به هڪ اتم درجي وارو انسان تصور ڪندا آهن. هي ماڻهو مرشد جي چوڻ تي پنهنجو الهه تلهه ۽ زندگيون قربان ڪرڻ تي فخر ڪندا آهن ۽ ڀلا ڀاڳ سمجهندا آهن. اڳئين پير صاحب ۽ سندس مريدن

وچ ۾ موجود تعلقات قرون وسطيٰ جي ڪراڙي جابلو ماڻهوءَ جي حشيش طريقي واري باطني فرقي جي ياد تازي ڪري ڇڏن ٿا.

هن حرن اڻيهين صديءَ جي آخري ڏهاڪي ۾ انگريزن خلاف بغاوت جا پنيٽ پڙڪائي ڇڏيا هئا. هن پهرينءَ بغاوت کان پنجاهه سال کن اڳ سنڌ کي انگريز سرڪار ۾ شامل ڪيو ويو هو. هن واقعي کان پوءِ حرن جي (آزاديءَ لاءِ) هيءَ پهرين هٿياربند جدوجهد هئي. سندن بغاوت جي هيءَ باهه انگريزن ڏاڍي سورن سان وسائي هئي. حرن کي ٿڏي ڪرڻ لاءِ انگريزن خود پير صاحب کان واهر طلب ڪئي هئي. ان کان پوءِ ڪرمنل ٽرائيبس ائڪٽ (Crimenal Tribes Act) تحت حرن مٿان سخت پابنديون لاڳو ڪيون ويون هيون. هڪ نسل اڳ واري دؤر سان لاڳاپيل، هي قصو قديم تاريخ جو حصو معلوم ٿي رهيو آهي. اهڙين ڳالهين کي ڏسي انگريزن ڪي سياسي سڌارا به آندا هئا. ان کان پوءِ سنڌوءَ تي سکر وٽ لائيڊ نالي هڪ بئراج تعمير ڪيو ويو، جنهن وسيلي آبپاشي جي مقصدن لاءِ سنڌ کي ٻارهوئي پاڻي ميسر ڪري ڏنو ويو. اهي پنهنجي ان دور جون نهايت پرڪشش ڳالهيون هيون. پر مون اهڙن من موهن مفادن کي تڇ سمان سمجهي اک کڻي نهاري به نه ڏٺو هو. معلوم ائين ٿي رهيو هو ته ماٺار واري متاچري هيٺان ڪنهن روحاني طاقت جو دونهون دکي رهيو هو. پر جڏهن ان کي اٻڙڪي مٿي ظاهر ٿيڻ جو سڏ مليو ته هڪدم جهڙڪي پنيٽ جيان پڙڪي هڪ جراٽ جي شڪل اختيار ڪري ويو.

"اپر سنڌ فورس" جي آپريشن تي 1944ع واري لکيل رپوٽ کان سواءِ به ڪي سرڪاري ڳجها دستاويز آهن جن جي جاچ مطابق حُرن جي ٻي گوريلا ويڙهه سان لاڳاپيل فقط به حوالا ملي سگهيا آهن جن مان هڪ ٽن صفحن تي مشتمل آهي. پهريون حوالو سن 1954ع ۾ فلپ ووڊرف (Philip Woodruff) جي ڪتاب "Men whor uled India" جي ٻئي جلد "The Guardian" ۾ ڇپيو آهي. ٻيو حوالو سر پرسيول گريفٿس "Sir Percival Greffiths" جي 1971ع ۾ لکيل ڪتاب "To Guard my People" ۾ نظر اچي ٿو جيڪو هندستاني پوليس جي تاريخ آهي. اهي ٻئي حوالا منهنجي 4500 لفظن تي مشتمل ان نوٽ سان تعلق رکن ٿا جيڪو مان مسٽر ووڊرف جي چوڻ تي سن 1950ع ۾ لکي ڏانهس موڪليو هو. هن صاحب مون کي اهڙي گذارش ان ڪري ڪئي هئي جو سنڌ حڪومت ٻي حر بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ مون کي مقرر ڪيو هو ۽ مان سن 1942ع کان 1946ع تائين پورا چارسال هن مقصد سان سنڌ ۾ رهيل هوس. ساڳيءَ ريت "انڊين پوليس

ايسوسيئيشن" جي صدر 1967ع ۾ هن پراجيڪٽ جي ڪارڪردگيءَ جي معلومات لاءِ پڻ مون کي گذارش ڪئي. مان ڪين ووڊرف طرف روانو ڪيل نوٽ جو نقل موڪلي ڏنو هو.

سر بي. گريفتس پنهنجي ڪتاب ۾ پهرينءَ حر بغاوت جو ذڪر ڪيو آهي. ان ناتي مان پنهنجي هيءَ اوٺائي قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهيان ته مون پنهنجي نوٽ ۾ اڻويهينءَ صديءَ جي نائين ڏهاڪي جي انهن انگريز عملدارن کي اهميت ڪانه ڏني آهي جن ان وقت جي حر گوريلا ويڙهه کي مرثيءَ سان منهن ڏنو هو. اسان کي 1940ع واري ڏهاڪي ۾ حر گوريلا ويڙهه سان منهن ڏيڻ وارن ڪامورن کي مذڪوره عملدارن جو ثوراٿتو هئڻ گهرجي. پهرينءَ حر گوريلاويڙهه سان لاڳاپيل چونڊ دستاويز اڻويهينءَ صديءَ جي ختم ٿيڻ کان پوءِ بمبئي سرڪار ڇاپيا هئا ۽ اهڙو فائل 113 صفحن تي مشتمل هو. هن مواد ۾ حر تحريڪ جي اصليت ۽ اوسر، تحريڪ ۾ حصو وٺندڙ اهم شخصيتن جو احوال ۽ مٿن ڪيل سخت ڪاروائين جي پيرائتي جاچ موجود آهي. ٻيءَ حر بغاوت دوران بمبئي حڪومت طرفان ڇپايل مٿي بيان ڪيل ڪتاب جا ڪيترا نقل اسان جي حوالي ڪيا ويا هئا، جيڪي هن بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڏاڍا ڪارائتا ثابت ٿيا هئا. هيءَ بغاوت گذريل صديءَ واري بغاوت کان گهڻي طاقتور هئي. حرن خلاف هن آپريشن جو ڏکيو سلسلو منهنجي نگرانيءَ ۾ هليو. گذريل ٽن سالن ۾ هن آپريشن جو دائرو سنڌوءَ کان اوير پاسي ساري سنڌ تائين وڌايو ويو هو. ان دوران مون هن ماڻهن سان لاڳاپيل مختلف قسم جو تمام گهڻو مواد ميڙي چونڊي گڏ ڪري ورتو هو. انهيءَ مواد ۾ حر جٿن جا پوئتي رهجي ويل ڪاغذ هئا، جيڪي اسان جي پيڇي ڪرڻ جي نتيجي ۾ تڪڙ ۾ ڪاٺن ڪري پوندا هئا. ڪڏهن انهن جي ٺُمن تي اوچتي ڇاپي دوران به اهڙا ڪاغذ ملي ويندا هئا. ان کان سواءِ سرڪاري دستاويز، شاهدن جون ڏنل شاهديون اوڳاهيون، جهليل حرن جو اعترافِ جرم ۽ اهڙا ڪي ٻيا ڪاغذ به مٿي ذڪر ڪيل مواد ۾ شامل آهن. پينشن تي لهڻ کان پوءِ به ڪي سنڌي ۽ بلوچ دوست ڪافي عرصي تائين بغاوت يا گوريلا ويڙهه سان لاڳاپيل اهم مواد پڻ مون ڏانهن موڪليندا رهيا، جيڪا پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ عملي طور تي ختم ٿي چڪي آهي.

هي ڪتاب، سائين رکئي حر جي ٻڌايل حال احوال ۽ ٻين اهڙن قلمي دستاويزن کي ميڙي چونڊي هڪ جاٿتو ڪري مرتب ڪيو ويو آهي. جيڪي ان آپريشن دوران هٿ اچي ويا هئا. هن ڪتاب جي پهرئين صفحي تي هڪ نالو ڪي.

غلام "چبرو" K.Ghulam Chibro نظر اچي ٿو. چبرو شايد سندس عرف آهي، جنهن لاءِ انگريزي ۾ لفظ آئـول (Owl) آهي. معلوم ائين ٿئي ٿو تہ هي ماڻهو سائين رکئي جي پرسان کوليءَ ۾ بند هو. غلام چبري جي قيد مان ڇٽڻ مهل سائين رکئي کيس گذارش ڪئي هئي تہ هو سندس بدران معافي نامو لکي ڏئي. غلام چبري، سائين رکئي جي چوڻ مطابق عمل ڪيو هو يا نہ سو ظاهر نہ آهي. اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ هن سندس چوڻ مطابق عمل نہ ڪيو هجي يا جيڪڏهن عمل ڪيو بہ هوندائين تہ اهڙي معافي نامي کي بيڪار سمجهيو ويندو هو. 1947ع واري سال ۾ اتر اولهہ هندستان جي ڪيترن ماڻهن پنهنجي اميدن ۽ آسرن تي ڪي اهڙيون ڳالهيون ضرور ڪيون هيون. چبري جي اکرن ۾ ڪن گول مول نالن سان گڏ ڪي صحيح لکيل نالا بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جنهن مان اهڃاڻ ملي ٿو تہ ان وقت تائين کيس صحيح لکڻ جو ڏانءُ اچي ويو هو. اهو بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ کيس ڪي بدايل نالا وسري ويا آهن. پر مون اهڙن نالن کي جيئن جو تيئن رهڻ ڏنو آهي. مون ڪن ماڻهن جا صحيح نالا حاشيي ۾ لکي ڇڏيا آهن. چبري نالي وارو ماڻهو خبر نہ آهي ڪير هيو، پر مون ان جو ذڪر ڪرڻ نہ وساريو آهي، سندس ڏنل احوال گهڻو ڪري ٽڪرن ٽوٽن ۾ آهي ۽ منجهن ربط نہ آهي. پر مليل اتفاقي مواد وسيلي سندس احوال ۾ سلسلو ۽ ربط پيدا ڪري سگهجي ٿو. اهڙو احوال آءُ مٿي ڏئي چڪو آهيان. هن ڪتاب ۾ بيان ڪيل قصو بہ مختلف حصن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ سرڪاري دستاويز ۽ ماڻهن جا بيان آهن. معلوم ائين ٿي رهيو آهي تہ احوال اوريندڙ ماڻهوءَ جو نالو "سائين رکيو" آهي، پر سندس هيءُ نالو سچو نہ هو. ان ماڻهوءَ جو اصلي ۽ حقي نالو ڪو ٻيو هوندو. تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو تہ سندس بيان ڪيل حرن جي دهشتگرد ڪارواين ۾ اڪيلي ماڻهوءَ انفرادي طور حصو نہ ورتو آهي. هن قصي ۾ بيان ڪيل گهٽن واقعن کي سرڪاري دستاويزن سان ڀيٽائي ڏنو ويو آهي . پنهنجي شخصي معلومات مطابق انهن جي سچائيءَ کي جاچي پرکي ڏنو ويو آهي. ڪيترن واقعن کي اسان جي توقع ۽ سوچ کان مختلف رنگ روپ ۾ پيش ڪيو ويو آهي. ڪن واقعن جي اهڙي سمجهاڻي ڏني وئي آهي جو اسان ان وقت وسوڙجي ويا هئاسون. حر لکڻهارن جي سچائيءَ ۽ سادگيءَ کي هٿ نہ لاتو اٿم ۽ ان کي جيئن جو تيئن رکيو ويو آهي. هن سرڪار طرفان ڪيل ڪاروائين کي ڏاڍ ۽ ظلم سڏيو آهي. سائين رکيو اهڙين ڪاروائين کي هڪ عملدار جي غلطي ۽ ناڪامي ٿو ڪوٺي، جن جي نالي کان هو پوري ريت واقف بہ آهي. مذڪوره عملدار کي هيءُ ۽ سندس دوست ليمرڪ (Limerick) ڪڏهن ذومعني

طور لمبر ايڪ (Lumber Ek) يعني نمبر ون (Number one) ڪري بہ سڏيندا هئا.

حرن خلاف ڪارواين جي ڊگهي سلسلي دوران مان حرن جي بي انتها بهادري جي واقعن ڪان متاثر ٿي سندن انفرادي ۽ اجتماعي طور تمام گهڻي عزت ڪندو هوس. ان جو ڪارڻ اهو هو تہ هو ناقابل شڪست سگهہ ۽ سهپ جا ڌڻي هئا. هو پنهنجي گوريلا ڪارواين ۾ بي انتها سفاڪ ۽ بي رحم بہ هئا ۽ پنهنجي مقصد خاطر ساهہ کي صدقي ڪرڻ لاءِ باهہ جي آڙاهہ ۾ اکيون ٻوٽي ڪاهي پوندا هئا. هو جيڪي ڪجهہ بہ هئا نهايت کرا، سچا، ارڏا ۽ اڏول هئا ۽ پنهنجي مرشد لاءِ جنگ جي صف ۾ ييانڪ آڙاهہ ۾ ڪڏ ڏئي ٽپي پيا هئا. مان جڏهن هنن خلاف سخت ڪاروان ۾ رڌل هوس تہ منهنجي دلي تمنا اها هئي تہ هنن جي مضبوط ۽ محڪم ارادن ۽ سرفروشيءَ وارن مقدس جذبن کي ڪنهن ٻئي نيڪ ڪم ۾ استعمال ڪجي تہ واهہ واهہ ٿي وڃي. خوشيءَ جهڙي ڳالهہ اها آهي جو منهنجي اها آرزو ويهن سالن کان پوءِ پوري ٿي. اهڙو مختصر احوال آخر ۾ ڏنل قلم تازه Postscript ۾ بيان ڪيو اٿم. پڙهندڙ اهو ضرور جاڻڻ چاهيندو تہ سائين رکئي جي بيان ڪيل واقعن جو ترت نتيجو ڪهڙو نڪتو ۽ مون اهڙي ڄاڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

هن ڪتاب ۾ سنڌ جا بہ نقشا ڏنا ويا آهن، جن ۾ پيش آيل واقعن جي نشاندهي ڪئي وئي آهي. حرن ير وارين رياستن جا پڻ نالا کنيا آهن، جن بابت حوالا هن ڪتاب ۾ موجود آهن. هتان جي واهہ جو نالو منڙائو آهي. سرڪاري ڪاغذن ۾ بہ سندس نالو اهو آهي پر هتان جا ماڻهو هن کي هڪ انگريز انجنيئر جي نالي پٺيان بارني (Barne) واهہ سڏيندا آهن. جيڪو اٽڪل هڪ صدي اڳ هن نالي واري انجنيئر جي نگرانيءَ هيٺ تيار ڪيو ويو هو. منهنجي خيال مطابق مختلف علائقن ۽ جڳهن جا نالا صحيح آهن. ڪتاب جي منڍ ۾ هڪ تصوير آهي جيڪا پانيان ٿو تہ سائين رکئي ۽ ميرڻ مريءَ جي آهي. جن پوليس سان سخت مقابلو ڪيو هو. اهڙو احوال باب سورهين ۾ موجود آهي.

# تمهيد

مون شايد اهو سچ ٻڌو آهي تہ تون قيدي دوستن طرفان مون تي مڙهيل الزامن جي مون کان ترديد ٻڌڻ ٿو چاهين. سندن چوڻ آهي تہ مان پنهنجي ٽوليءَ جي اڳواڻ الهہ بچائي خلاف پوليس وٽ چغلي ڪري غدار ٿي ويو آهيان. تون ڏاڍو ڀلو ماڻهو آهين. تنهنجا منڙا ٻول ٺر تي پلر جي پالوٽ جيان آهن، جيڪي ٻڏي منهنجون مٺل آسون ۽ اميدون جيئريون ٿي پيون آهن.

مان ڀانيان ٿو تہ تون سمجهندو هوندين تہ مان هي جتن پاڻ کي اپي ڪرڻ لاءِ ڪري رهيو آهيان. مان توکي هيءَ ڳالهہ مڃائڻ جي ڪوشش ڪندس تہ هي ڏوهہ اندر جي ساڙ کان مون تي ناحق مڙهيو ويو آهي. مان تہ سچو حر آهيان. پير سائينءَ جو فرقي مريد ۽ حر جماعت سان مخلص آهيان. منهنجي تہ هر شيءِ داءُ تي لڳي چڪي آهي. گهڙي ڪن لاءِ منهنجي هيءَ ڳالهہ تہ ٻڌ. مون کي پڪ آهي تہ ڪير بہ اوڏو نہ آهي ۽ اسان جو هي پٽڪو ڪير بہ نہ ٻڌندو هوندو. اسان فقط پنهنجي پنهنجي ڪوليءَ ۾ سيخن پٺيان هڪ ٻئي جي ويجهو، ڪن اپڙا ڪري خبردار ٿي ويهنداسون، تہ ڪير لڪي چوري بہ اسان جون هي ڳجهيون ڳالهيون ٻڌي نہ سگهندو. ان کان سواءِ هنن ڪولين جي اندروني چؤديواري ايڏي محفوظ آهي، جو ڀر وارين ٻن ڪولين ۾ رهندڙ قيدين جي سرٻاٽن ڏانهن ڪو واربن اک ڪٽي بہ نہ ڏسندو هوندو. اسان ٻئي تہ نماز بہ گڏجي پڙهندا آهيون، سمجهين ٿو نہ؟ چڱو هاڻي منهنجي هيءَ ڳالهہ دل سان بہ ٻڌ تہ ڪن سان بہ ٻڌ. هي نهايت اهم نياپو آهي جيڪو پير سائينءَ جي ڀلي لاءِ آهي. هي نياپو مان توکي جيل مان ڏئي رهيو آهيان ۽ ٻيءَ ڌر کي بہ ائين پهچڻ ڪپي جهڙيءَ ريت مان بيان ڪري رهيو آهيان. تون ماٺ آهين. مان ڀانيان ٿو تہ تون ماٺ انهيءَ ڪري آهين جو توکي منهنجيءَ ڳالهہ تي ويساهہ نہ آهي. تون ٿوري سانت ڪري مون کي ٻڌ. جڏهن مان هيءَ ڳالهہ ٻڌي تہ تون قيد مان ڇٽي رهيو آهين تہ منهنجي دل خوشيءَ وچان نچڻ لڳي تہ مون کي اهڙو سونهري وجهہ مليو ويو آهي. پر پوءِ مون کي پنهنجي هيءَ اياڳي حيثيت ياد اچي وئي ۽ دل ۾ چيم، ميان سائين رکيا! تڏو ٿيءُ هيءُ فقير بہ توکي ٻين جيان غدار ۽ ڪرڀ جهڙو ڪُريتيو ماڻهو سمجهي رهيو آهي ۽ هو

تنهنجي لاءِ پنهنجي جيءَ کي جنجال ۾ هرويرو ڇو وجهندو؟ هيءَ ته توکي منهن تي وهائي ڏيندو ته "جهڙا ڪانو تهڙا ٻچا" ۽ تنهنجي چيل هن ڪم کي هو نڀيءَ جو ناهه سمجهندو جيڪو ڪيس يا ٻين کي پنڻ ۾ ڦاسائي وجهندو. ان لاءِ پهريون شرط اهو آهي ته ڪيس پڪ ٿئي ته تون سچو حر آهين ۽ پوءِ تنهنجي ڏنل نياپي تي سچي هئڻ جو ويساهه ڪندو؟ مان اهو چڱيءَ ريت سمجهان ٿو ته مون کي پهريائين جبل جيڏي ڪاري ڪوڙ کي هٿاٺو پوندو. مهينو کن ٿيندو جو جيلر اسان ٻنهي کي گڏ ڪم تي موڪليو هو. تو اتي موجود ڪن عام قسم جي حرن واتان منهنجي خلاف ڪي گٿا لفظ ٻڌا هئا ۽ منهنجي لاءِ چيو هئائون ته تون ڪافر ۽ غدار آهين. پوءِ هن سيني گڏجي مون کي ماري نساهو ڪري ڇڏيو هو. پوءِ ته آءُ وچي اسپتال ۾ پيس. ڪولين جي هن قطار جي صفا ڇيڙي ۾ اسان جي ٽوليءَ وارا حر (ڪولين ۾) بند آهن. تون منهنجي باري ۾ انهن کان ته پڇي سگهين ٿو؟ حسن ۽ عادل ٻئي مانَ مرجاتا وارا ماڻهو آهن، جيڪي ڪڏهن اسان جي ٽوليءَ جا اڳواڻ هئا. اندر ٿو سڙيم جو اهي به مون تي غداريءَ جو بهتان هڻي رهيا آهن. الهه بچايو فقير اسان جي ٽوليءَ جو اڳواڻ مٿير مڙس ۽ جهونجهار جوان هو. سندس شهادت جي واقعي جي ڪين ڪابه خبر نه آهي. ٻين جي گِندِ ٻڌي ٻڌايل ڳالهين تي ٻيهي رهيا آهن، ڇاڪاڻ ته هو گهڻو وقت اڳي جهلجي پيا هئا ۽ هتي قيد هئا. پر تو مون کي ٻڌايو آهي ته عادل به مون تي اهو الزام هڻي رهيو آهي ته جڏهن اسان جي ٽولي به ٽي سال اڳ ٿر ۾ موجود هئي، ته مان ڪيترن مهينن کان گم هوس ۽ منهنجي دوستن کي به اها ڪل ڪانه هئي ته مان ڪٿي آهيان؟ ان سمي مان وچي اختياريءَ وارن سان هن ڳالهه تي ناهه ڪيو هو ته مونٽي وچي ٽوليءَ سان گڏ ڪاروايون ڪريان ۽ ڳجهيءَ ريت وري پوليس لاءِ ڪم ڪندو رهان. حسن وري ڳالهه کي نوڙيءَ مان نانگ بڻائي هن ريت ٻڌائي ٿو ته مان ۽ الهه بچايو هن ڳالهه تي نه ٺهندا هئاسون جو هن مون کي ٽوليءَ جو اهم عهدو ڏيڻ کان انڪار ڪيو هو ۽ گم ٿي وڃڻ کان پوءِ مان جڏهن ٻيهر اچي ٽوليءَ ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي ته هن مون کي پنهنجي جٿي ۾ شريڪ ڪرڻ کان ڪتو جواب ڏئي ڇڏيو هو. تنهنڪري ڪيس پڪو يقين ٿي ويو آهي ته مان هن ۽ ٽوليءَ خلاف پوليس کي اطلاع ڏنو هو.

غدار ته واقعي موجود آهن جيڪي حر جماعت کي اندران ٿي اندران ائين ڪائي رهيا آهن، جيئن اڏوهي ڪاٺ کي ڪائي ناس ڪري ڇڏيندي آهي. اها به حقيقت آهي ته منهنجا مائٽ واقعي غدار آهن. تون ٻڌ توکي سڀ خبرون پٽجي وينديون ته انهن حرامين غدارن جي ڪارنهن جو نڪر مون تي ڇو ٿو پڳو وچي ۽

ماڻهن جي روبرو منهنجي منهن تي دانگي چو ٿي مَلي وجي؟

تون اهڙو ماڻهو آهين، جنهن جو نالو اسان نهايت ادب ۽ احترام سان ڪٺندا آهيون. توکي اهو اعزاز حاصل آهي تہ تون پير سائين سردار جي دشمن کي قتل ڪري تمام گهڻو پوڳيو آهي. منهنجي پيءُ بہ مون کي تو بابت ٻڌايو هو. محبت بہ تو بابت گهڻو ڪجهہ ٻڌايو آهي، جنهن کي تو پاڻ بہ پير سائينءَ جي اردليءَ ۾ ڏٺو هوندو. مون کي اهو بہ چڱيءَ ريت پتو آهي تہ تو واري ڏينهن ۾ حر جماعت ۾ ڏاڍو ايڪو ۽ ٻڌي هوندي هئي ۽ غداريءَ جو تڏهن تہ تصور ئي موجود نہ هوندو هو. هن ڪريت لاءِ پوئين قسم جي حرن کي ننڌين تنهن کان اڳ مان پنهنجي لاءِ تہ ڪجهہ بہ چئي نہ سگهندس. ويچار اهو ڪرڻو آهي تہ گهڻي وقت کان وٺي اسان پير سائينءَ جي هدايتن کان بہ طرفو وانجهجي ويا آهيون. تو وارن ڏينهن ۾ هو سدائين اسان جي دلين ۾ رهندو هو ۽ حر جماعت جي هر ٻڌي، جوان، عورت ۽ معصوم ٻار کي بندوق هٿن ۾ هوندي هئي ۽ هرڪو ظلم جي ٻاهہ کي منهن ڏئي سگهندو هو. اچرج جهڙي ڳالهہ اها آهي تہ پرک مهل هزارن حرن مان رڳو ڪن ٿورڙن همت ٻڌي هئي ۽ اڪثر ثابت قدم رهي نہ سگهيا هئا. پر گهڻ ۾ گهڻ مان اهڙن ماڻهن مان نہ هوس جيڪي امتحان وقت هيٺائي باسي ٻيٺا هئا.

توکي جلا وطني دوران اها گهڻ خبر هوندي تہ پير سائينءَ جي اعليٰ مقصد ماڻڻ لاءِ حر جماعت تمام گهڻيون هيٺايون مٺاهيون ڏسي چڪي آهي ۽ توکان پوءِ ڪنهن بہ حر کي سزا طور اندمان ٻيٽ ڏانهن نہ موڪليو ويو آهي، جيڪو تنهنجي بيان مطابق ٻئي جهان جيترو ڏور آهي. مونڻ کان پوءِ تو پاسي واري قيد ۾ رهي گهڻيون غلط ڳالهيون ۽ افواهہ ٻڌا هوندا. اهي ڳالهيون ۽ افواهہ ڪوڙا آهن يا سچا، تن کي اسان اتي ڇڏي ٿا ڏيون، پر جيڪي ڳالهيون مان توکي ٻڌائي رهيو آهيان اهي لوهہ تي ليڪو سمجهہ ۽ منجهن تر جيترو بہ ڪوڙ نہ هوندو. تون ٿورو وقت اڳ حر جماعت جو پهريون اصول "سر ڏيو پر حر جماعت جو راز نہ ٻڌايو" پڙهيو هوندو. مان سمجهان ٿو تہ تو انهيءَ مان ڪهڙو مقصد ورتو هوندو؟ مان سائين رکيو پٽ واليڏنو جنهن تي هن اصول پڄڻ ۽ حياتي بچائڻ جو الزام آهي، ان اصول جي للڪار کي خوشيءَ سان قبول ڪريان ٿو. مون کي مڪمل ويساهہ آهي تہ تون حر جماعت جي راز جي ڳوري بار کڻڻ جي هر طرح لائق آهين. جيڪڏهن منهنجي خلاف ڪا شاهدي آهي تہ مان پنهنجو سر تنهنجي هٿن ۾ ڏيڻ ٿو چاهيان ۽ سر نہ هجڻ ڪري پوليس مون کي ڦاسي ڏياري ڪانہ سگهندي. ان کان پوءِ جيڪڏهن تون سمجهين تہ مان پير سائين سردار جي مقصد سان ۽ پنهنجي سائين سان غداري

ڪئي آهي تہ ہين سائين کي نقصان پهچائڻ کان سواءِ مون کي قتل ڪري هن راز جو سولائي سان انڪشاف ڪري سگهين ٿو، پر جيڪڏهن تون مون کي هن الزام مان آجو ڪندين ۽ حرن کي ائين سچو سمجهندين جهڙيءَ ريت مان توکي سمجهي رهيو آهيان تہ پوءِ مان توکي آزاد ٿيڻ وقت اهو اهم راز ضرور ٻڌائيندس. پوءِ توکي اهو نياپو منزل مقصود تي ڪيئن بہ ڪري پهچائڻو پوندو ۽ اها پير سائين سردار جي حڪمن جي پوئواري ٿيندي.

تون اتر سنڌ جو آهين ۽ آءٌ وچولي علائقي سان تعلق رکان ٿو ۽ جنهن جُوءِ ۾ مون پنهنجو ڪم ڪيو آهي، تنهن کان تون اڻ واقف آهين. مشهور فقيرن جي جنهن ٽوليءَ سان مون گڏجي ڪم ڪيو آهي سي موجوده دؤر سان تعلق رکن ٿا. ڪاري پاٽي وجڻ کان اڳ جڏهن تون هتي آزاد هئين تڏهن اهي سڀ ٻار هئا ۽ اهڙيءَ ريت مان بہ ٻار هوس.

مان توکي هڪ اهم ڳالهہ ٻڌائي رهيو آهيان، پر توکي ائين سوچڻ سمجهڻ گهرجي جڻ توکي موجوده دؤر جي حر جماعت بابت ڪا بہ خبر نہ آهي. توکي اهو بہ اندازو ڪرڻو پوندو تہ مون ڪهڙي طريقي سان سوچيو ۽ عمل ڪيو آهي. توکي هتي اهو بہ محسوس ٿيندو تہ ڏکئي وقت ۾ مون پاڻ کي سچو حر ثابت ڪيو آهي، ان کان سواءِ تون آزاد ٿيڻ کان پوءِ منهنجي چوڻ مطابق هي ڪم ڪجانءِ. مون کي پڪ آهي تہ تون اهو ڪم ضرور ڪندين تہ پوءِ انهن ماڻهن سان ملي منهنجي تصديق بہ ڪرين سگهين ٿو. دنيا ۾ ڪي اهڙا ماڻهو بہ موجود آهن جيڪي سائين رکئي ٻهڻ کي اجا بہ پلوڙ ماڻهو سمجهن ٿا.

# ليمبرڪ جي من جون تنتائون ۽ رب جون رٿائون

هڪڙي ويريءَ من ۾، ٻي جا صاحب سيباٽي
(ليمبرڪ سنڌ جي حرن لاءِ ڪهڙيون رٿون پئي رٿيون ۽ رب سائين ليمبرڪ جي قوم لاءِ ڪهڙيون رٿون پئي رٿيون!)

خدا نہ ٿو ڀلائي تہ اهو 1998ع جو آگسٽ هو جو ڊاڪٽر نواز علي شوق، پروفيسر محسن علي شاهہ، مرحوما عبدالله خان ورياهہ، خليفہ مير محمد نظاماڻي، الهورايو ٻهڻ ۽ آءٌ محترم عطا محمد ڀنڀري وٽ ويٺا هئاسون جنهن ٻڌايو تہ هو ايچ. ٽي. لئمبرڪ جي مشهور ڪتاب "ٽيررسٽ" جو ترجمو ڪري رهيو آهي. مان ڀنڀري صاحب جي ڳالهہ ٻڌي ڪيس چيو تہ ان ڪتاب جو مهاڳ آءٌ لکندس. مون کي خوشي ٿي آهي جو ڀنڀري ياءُ سان هن "حر گوريلا جنگ" ڪتاب جي مهاڳ لکڻ جو واعدو پورو ڪري رهيو آهيان.

1941ع جي آگسٽ- آڪٽوبر ۾ جڏهن پير صاحبؒ کي گرفتار ڪري ڳجهي نموني ڪنهن اهڙي هنڌ (ناگپور جي پرسان سِٺوني) جيل موڪلي ڇڏيو ۽ ٻہ لک عورتون، مرد ۽ انهن جا ٻار جيلن ۽ لوڙهن ۾ سڙندا رهيا، اُن وقت سرڪاري سطح تي ليمبرڪ ۽ سندس هيٺ وارا ۽ مٿيان عملدار حرن جي خلاف وڏا وڏا منصوبا رٿي رهيا هئا. انهن رٿن مان ڪي رٿون هھڙيءَ طرح هيون:

1. دِمِ واهہ کي بند ڪرڻ، جيئن اتي جي ماڻهن جو گذران مشڪل ٿئي ۽ ماڻهو اتان لڏي ٻئي پاسي وڃن هليا.
2. مکيءَ جي مالوندن کي مکيءَ ۾ مالُ چارڻ کان روڪڻ.
3. سِول عملدارن جيڪي اختيار استعمال ڪري ماڻهن جو ساهہ مُٺ ۾ ڪري وڌو هو انهن اختيارن ۾ اجا بہ واڌارو ڪرڻ، جيئن عوام الناس تي جيڪي ظلم ڪن، جيڪو ڪين وٺي سو بنا روڪ ٽوڪ جي ڪري سگهن.
4. سنڌ جي حرن کي ويڙهي سيڙهي ڪنيي ڪٽي اندمان جي ٻيٽن ۾ وٺي وڃي

آباد ڪرڻ.

5. ٻين علائقن مان بروچ، ڪابلي (پناهه)، پنجابي سِک ۽ مسلمان آڻي سانگهڙ ۾ آباد ڪرڻ.

6. سانگهڙ ۽ ٿرپارڪر جون زمينون پنجاب جي ريٽائرڊ فوجين کي ورهائي ڏيڻ.

اهي تجويزون جيڪي ملڪ جي ماڻهن کي ڪڍي، ڌارين کي اُتي آڻي وَسائڻ جي متعلق هيون، انهن جي متعلق ٻن ڳالهين ڏانهن خاصطور توجهه ڪرڻ جي ضرورت آهي.

(1) اول تہ ڏسجي تہ ڪيئن اهو هٿيار انگريز حڪومت اڳ بہ 1890ع جي ڏهاڪي ۾ استعمال ڪري چڪي هئي. اهو بہ ڏسجي تہ اهڙي قدم مان حڪومت جو اصل مقصد ڪيتري قدر حاصل ٿيو ۽ ان قدم جو ملڪ جي ثقافتي، تمدني ۽ معاشي حالت تي ڪيترو ڏورانهون اثر پيو؟

(2) ٻيو تہ اهو ڏسڻ جي ضرورت آهي تہ ڌاريون حڪومتون ڪيئن هڪڙي قبيلي يا قوم يا مذهبي فرقي يا پيري مريديءَ جي نظام جي آڙ ۾ هڪڙن ماڻهن کي ٻين ماڻهن کان جدا ڪري، انهن جي وچ ۾ ويڇو وجهي، نِوڪلا ٿي، پنهنجي "دشمن" کي ختم ڪندا آهن ۽ ٻيا قبيلا ۽ قومون ڪيئن "ٻين" کي ڌاريون سمجهي انهن جي تباهيءَ ۾ نہ رڳو خوش ٿينديون آهن، پر انهن کي تباهہ ڪرڻ ۾ حڪومت جا "هٿ مضبوط" ڪنديون آهن ۽ ڌاڙن جي هيٺڻ جي خلاف واهر ڪنديون آهن. ايستائين جو چوڱرد ڌارين ماڻهن جو آزار تي ويندو آهي– ۽ ٺرتيءَ جا ماڻهو هر طرف کان موچڙا کائيندا رهندا آهن تہ ڪير بہ سندن واهر ڪرڻ وارو ڪونہ هوندو آهي.

1. سال 1890ع جي آخريءَ ڏهاڪي ۾ سانگهڙ جي بچو ۽ ٻين کان پوليس وارن کو "ڌاڙ مڙسي" وارو ڪم ڪري، ڪين ٻهر–واٽيو (ٻِڳل) (Out Laws) قرار ڏياري ڇڏيو. انگريز حاڪم سان وڙهندڙ اهي ماڻهو ٻارهن کان وٺي ٽيهن تائين هئا، جن کي انگريز پنهنجي طاقت سان مغلوب ڪرڻ تي چاهيو. جڏهن انهن ٻارهن ماڻهن مان هڪ بہ حڪومت کي هٿ نہ آيو تہ اسٽيل (Steele) چريو ٿي ويو، لوڪاس (Lucas) ۽ سندس لشڪر زور لڳائي بيٺا، پر حر هٿ نہ آيا.

(الف) جن ماڻهن ۾ شڪ هو تہ حرن سان همدردي رکن ٿا تن جون جاگيرون ضبط ڪيائون.

(ب) جن ماڻهن ۾ شڪ ڪيائون ٿي تہ حرن سان همدردي ڪن ٿا ياسندن مدد ڪن ٿا تن تي ڪوڙا ڪيس هلائي، ڪين ڳريون سزائون ٿي ڏناڻون. ڪورٽن ۾ ڪيس اڪثر ڪوڙا ثابت ٿيندا هئا.

(ت) غريب ماڻهن کي "بدڪردار" (Bad Charactor) قرار ڏئي جيلن ۾ ٿي موڪلياڻون.

(ج) مکيءَ مان مالوندن کي ڪڍي ڇڏياڻون.

(د) چاهر- چٽي پوليس ٺاٺا قائم ڪيائون جيڪي هڪڙي پاسي غريبن تي سختي ڪندا هئا، تہ ٻئي پاسي انهن جي پگهار بہ انهن ئي غريبن کي ڀري ڏيڻي پوندي هئي. انهن ٺاڻن جو مقصد سر جيمس (Sir James) جي لفظن ۾ اهو هو تہ ماڻهن تي ايڏي سختي ڪجي جو هو بيزار ٿي نہ رڳو حرن جي مدد ڪرڻ ڇڏي ڏين، پر انهن کي هٿئون وٺي آئي حڪومت جي حوالي ڪن. (سر جيمس جو ليٽر 1896ع، پيرا 12) نواب شهباز خان بگٽيءَ کي بلوچستان مان آئي ويهاريائون ۽ سندس ماڻهو چٽي پوليس ۾ ڀرتي ٿيا.

(ذ) بروچ، پٺاڻ (ڪابلي) ۽ پنجابي آئي سانگهڙ ۾ وساياڻون تہ ماڻهن جو زور ڀڃي ۽ انهن تي چوڪسي رکڻ وارا ٻاهريان ماڻهو هجن.

(ر) ان کان سواءِ، پير صاحب علي گوهر تي هر طرف کان دٻاءُ وڌائون تہ انهن حرن کي چئو تہ اچي پيش پون.

(ز) پر پير صاحب جي حڪم سان جڏهن حرن بنا مقابلي جي پاڻ کي مارائڻ لاءِ پيش ڪيائون، يا حڪومت وارن وٽ وڃي پيش پيا تہ حڪومت جو ردِعمل ٻن قسمن جو ٿيو:

(i) هڪڙي پاسي تہ پنهنجي بي عزتي سمجهياڻون تہ هيڏي مستُ هاٿيءَ واري طاقت هوندي بہ هو سر جيمس جي لفظن ۾ هڪڙي "روحاني" (Eccelesiastices) جي مدد کان سواءِ انهيءَ سازش کي دٻائي نہ سگهيا.

It does seem a little undignified that, after two and a half years' hard work, we should still have been baffled without the aid of the Pir... It is impleasant to dipend upon a ecclesiastic, so to speak, to restore order in the very heart of Sindh....

(Pragraph 16, Page: 58)

(ii) ٻيو تہ دنيا جو دستور آهي تہ جيڪڏهن ڪا هڪڙي ڌر جهيڙي کان بس ڪندي تہ ٻيءَ ڌر کي بہ جهيڙو ڇڏي صلح وارو پوندو. جيڪڏهن طاقت واري ڌر صلح وارڻ جي جي بجاءِ پنهنجي طاقت استعمال ڪرڻ جي عمل کي جاري رکندي تہ هيٺي ڌر بہ صلح جي ڪم کي جاري رکي نہ سگهندي. اهو تہ نٿي ٿي سگهيو تہ حر تہ پير صاحب جي چوڻ تي پاڻ مارائڻ لاءِ بہ پاڻ آڇين ۽ حڪومت وٽ اڇي پيش بہ پون، پر حڪومت وارن وٽان اهي چٽي پولسيون قائم هجن، ماڻهن کي آزارڻ جا اهي هٿ ڪنڊا استعمال ٿيندا رهن. حڪومت رڳو اهو سمجهي تہ پير صاحب کي سندس مرضيءَ جي خلاف شمس العلماء جو لقب ڏيڻ کان پوءِ حرن تي ساڳيا ظلم جاري رکندا اچن.

اهو هڪڙو نئون سياسي اخلاق هو- جيڪو انگريز، پنهنجي طاقت جي زور تي نافذ ڪرڻ ٿي چاهيو، پر سنڌ جي ماڻهن جي ڪنهن ڪتاب ۾ اڳي لکيل ڪونہ هو. نہ اهو اسلامي قانون هو، نہ اهو حضرت موسيٰ عليہ السلام يا حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو قانون هو. اهو ميڪاولي جي سياست جو نئون قانون هو جيڪو انگريز حڪومت سنڌ تي نافذ ڪرڻ ٿي چاهيو پر انسان جي اخلاقي قانون کان اهو قانون تمام پراڻهون هو. اهو ڪنهن صورت ۾ ڪامياب ٿي نٿي سگهيو.

ان وقت 1890ع جي ڏهاڪي ۾، انگريزن جيڪي قدم کنيا تن مان ڪوبہ ڪارگر نہ ٿيو سواءِ پير صاحب جي حڪم ڪرڻ جي- پر ان کي حڪومت پنهنجي بيعزتي ٿي سمجهيو. اهي ساڳيا قدم ليمبرڪ 1940ع جي ڏهاڪي ۾ انگريز حڪومت جي زور تي ڪٽڻ ٿي چاهيا. اهي گيدي ۽ ڪمين ماڻهن جي طرفان گيدي ۽ ڪميڻن ماڻهن کي دٻائي رکڻ لاءِ تہ وقت سر استعمال ٿي سگهيا ٿي، پر حُريت پسند ڪنهن قوم جي انساني حريت جي جذبي ۽ حوصلي کي ڪنهن بہ صورت ۾ ٽوڙي نہ ٿي سگهيا.

(2) ٻئي طرف جي ڏسجي تہ جڏهن انگريزن جي دور ۾ حرن جي خلاف نہ رڳو حڪومت وڙهندي رهي، پر انهن جي خلاف هڪڙي وڏي پروپيگنڊا ڪري سڄي سنڌ جي "صلح پسند" ماڻهن کي پنهنجي پاسي ڪري جيئن وٺيئين تيئن حرن سان ڪيائون ۽ سنڌ جو ضمير اهڙو سمهي رهيو جو اٺ جو نالو ٿي نہ ورتائين، تہ ان جو نتيجو بالآخر اهو نڪتو جو جڏهن پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ شهرن

۽ زمين تي هندوستان مان آيل مائهن ۽ پنجاب مان آيل فوجي ۽ غير فوجين قبضو ڪرڻ شروع ڪيو ته انهيءَ سيلاب کي ڪير به روڪي نه سگهيو. جڏهن هڪ سؤ سال تائين توهان جا پاڙيسري ٻوليءَ پاڻي، دين پاڻي، اوهان لاءِ غير هئا ۽ انگريز جي حڪومت مٿن ظلم تي ڪيا ته اوهان جي روح کي فرحت تي آئي ته هاڻي هن طوفان کي اوهان پاڻ منهن ڏيڻ جي ڪوشش ڪندؤ ته ڪير اوهان جي مدد لاءِ اڳتي وڌندو.

• مکيءَ کان سواءِ، سانگهڙ جي پرسان وهندڙ دِمُ واهه هو- جنهن تي اڪثر هارين جون پوکون ٿينديون هيون ۽ ان علائقي جي مائهن جي گذران جو هڪڙو وسيلو هو، تنهن کي ختم ڪرڻ جون رٿون، ايريگيشن کاتي جي بدران، ليمبرڪ جي آفيس مان ٿيون. ليمبرڪ جي فائل نمبر MSS/ Eur. F. 208/83 ۾ اهل لکپڙهه جاٿائي وئي آهي جنهن سان دم جي قسمت تي سوچ ويچار ڪيو ويو. جيئن ته انگريز حڪومت سمجهيو ٿي ته واهه جو جاري رهڻ انگريز جو انهن مائهن تي هڪڙو احسان هو. پر جيئن تہ انهيءَ واهه جي پرسان رهندڙ مائهو حرن سان تعلق رکندا هئا، جن حڪومت سان مهاڏو اٽڪايو هو. ان ڪري فيصلو ڪيو ويو ته هن علائقي کي دم جي نعمت کان محروم ڪيو وڃي. نتيجاً دِمُ واهه بند ڪيو ويو. (اسان اهو واهه وهندي ڏٺو هو ۽ ان جي بند ٿيل ڍورن ۽ ڪپن جي دڙن کي ڏٺو هو ۽ وري انهن دڙن کي پرواربن زمينن ۾ مدغم ٿيندي ڏٺو) ايئن جو گهٽي علائقي ۾ دم واهه جو اڄ نالو نشانڀئي ڪونهي.

• ليمبرڪ جي زماني ۾ جيڪي اختيارات عملدارن کي هئا، انهن انسانن کي هيٺ ڪيرائي ڍورن جي سطح تي آڻي بيهاريو هو، پر حڪومت اڃا به مطمئن نه هئي. ليمبرڪ ۽ سندس پاڻر عملدارن اڃا به چاهيو ٿي ته سندن اختيارات وڌايا وڃن. اهڙي تقاضا هر حڪومت کان ڪندا ٿي رهيا. فائل نمبر MSS/ Eur. F 208/88 ۾ اها لکپڙهه جاٿايل آهي، جنهن سان ليمبرڪ چاهيو ٿي ته سول عملدارن جا اختيار وڌايا وڃن. انهيءَ زماني ۾ ليمبرڪ ۽ سندس مددگار عملدارن جنهن ظلم، ڏاڍ ۽ زبردستيءَ جو ٻج ڇٽيو هو، اهو هاڻي وڌي وڻ ٿي ويو آهي ۽ ميوو ۽ ڦر ڏيڻ شڙوع ڪيو اٿس. اڄ پوليس ۽ سول حڪومت جي ڪارستاني اها آهي جو جيڪڏهن هڪ سؤ ڀار گم ٿي وڃن ٿا، انهن جي بي حرمتي ڪري ڪو ڪين ڳترا ڳترا ڪري ايسڊ (تيزاب) ۾ وجهي ڇڏي ٿو ته پوليس ۾ ڪو رپورٽ لکڻ وارو

ڪونهي- عملدارن مان ڪو اٿي ڪنهن جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي! جيڪي پوڪبو سو نيٺ ايئن لڻو پوندو، اها ڪنهن کي خبر هئي!

• ٻن لک ماڻهن جي حيدرآباد دکن تائين پکڙيل لوڙهن ۽ جيلن ۾ بند هئڻ مان ليمبرڪ جي سڙيل دل تي اڃا ٺنڊو نه پيو هو. فائل نمبر MSS/Eur 208/88 ۾ ڊسمبر 1944ع کان وٺي اپريل 1946ع تائين واري چاٺايل لکپڙهه مان ظاهر ٿئي ٿو ته ڪيئن ليمبرڪ تجويز پيش ڪري رهيو هو ته (جيئن روس وارا پنهنجي قبضي هيٺ آيل علائقن جي قومن کي سائبيريا ڪٺي وڃي ليبر ڪيمپن ۾ وسائيندا هئا ۽ جيئن برطانيا وارا پنهنجي ڏوهارين کي ڪٺي آئي آسٽريليا ۾ ڇڏيندا هئا) تيئن حرن کي ڪٺي وڃي اندمن جي ٻيٽن ۾ ڦٽو ڪجي. جيتوڻيڪ ليمبرڪ کي ان وقت خبر هئي ته جنگ جي دوران 1942ع کان وٺي اندمان ٻيٽن تي جپان وارن جو قبضو هو ۽ جنگ جي آخري سالن ۽ مهينن ۾ سڀاش چندربوش جي اڳواڻيءَ ۾ مليشيا، سنگاپور، اندمان ۽ برما جي علائقن ۾ رهندڙ هندوستان جي ماڻهن آزاد هند فوج ۾ ڀرتي ڪري جنگ جي ٻارڻ بنائڻ لاءِ خود هندوستاني انگريزي فوج سان مقابلي ۾ موڪليو پئي ويو، جڏهن 1945ع ۾ انگريزن ورائي اندمان ٻيٽن تي قبضو ڪيو ۽ اتي سندن بند ڪيل قيدين مان ورلي ڪو قيدي باقي ڏٺائون، تڏهن انگريز حڪومت فيصلو ڪيو ته اندمان کي انهي کان پوءِ جيل ۽ ڪيمپ طور استعمال نه ڪيو ويندو، پر انهن سڀني ڳالهين هوندي به ليمبرڪ انهي آسري ۾ حرن کي اوڏانهن موڪلڻ جون لکپڙهون ڪري رهيو هو ته حرن کي برباد ڪرڻ جي سلسلي ۾ هيستائين جيڪا ڪٽر رهجي وئي هجي، ته اها ڪين اندمان ٻيٽن ڏانهن موڪلي پوري ڪئي وڃي.

• جيڪڏهن هڪڙي پاسي ترتيءَ جي ماڻهن کي ملڪ مان ڪڍي ٻين ملڪن ۾ بند ڪرڻ جون تياريون ٿي رهيون هيون، ته ٻئي پاسي اهي ساڳيا عملدار انهيءَ سوچ ويچار ۾ ڏينهن رات هڪ ڪري رهيا هئا ته ڪيئن مکيءَ جي علائقي ۾ ٻاهريان ماڻهو آڻي وسائجن جيئن انگريز حڪومت جو ڪاروبار آسان ٿئي. جيئن فائل MSS/Eur. F208/82 ۾ چاٺايل مارچ 1845ع کان وٺي مارچ 1946ع خط ۽ ڪتابت مان ظاهر ٿو ٿئي ته ليمبرڪ ۽ سندس دوستن جي اڳواڻيءَ ۾ تجويزون پيش ٿي رهيون هيون ته مکيءَ جي علائقي ۾ پنجاب جي سابق فوجين کي آڻي وسايو ۽ آباد ڪيو وڃي. ان تجويز تي عمل درآمد انگريزن جي ڏينهن ۾ شروع ٿي

چڪو هو- پر پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ان عمل کي وڌيڪ تيز ڪيو ويو ۽ مکيءَ جي زمين کي نہ رڳو پنجاب جي فوجين ۾ ورهايو ويو، پر تجويز ٿي تہ چوٽيارين وارو ڍيم ٺاهي مکيءَ جو بنياد ئي ختم ڪيو ويو تہ جيئن آئينده ڪڏهن مکيءَ جي علائقي کي ڪا بہ "شرپسند" قوت آزاديءَ جي ڪنهن تحريڪ لاءِ استعمال نہ ڪري سگهي. حيدر بخش جتوئيءَ کان سواءِ، ورلي ڪنهن سنڌي سياسي اڳواڻ زمين جي اهڙي طرح نيڪالي ۽ اصلي مالڪن کي سنڌن علائقي مان بي دخل ڪرڻ ۽ ان علائقي جي ثقافت ۽ معاش کي تباهہ ڪرڻ جي باري ۾ ڪو لفظ چيو هوندو. اڄ بہ چوٽيارين جي ڍيم جي منصوبي کان متاثر ٿيل مکيءَ جا رهاڪو الائي ڪهڙين ڪهڙين مصيبتن کي منهن ڏئي رهيا آهن، پر سنڌن دانهون ۽ واڪا ٻڌڻ وارو ڪير بہ ڪونهي.

بهرحال، ليمبرڪ پنهنجي من ۾ هڪڙيون رٿيون پئي رٿيون تہ عين انهيءَ وقت ڌڻي تعاليٰ رٿون پئي رٿيون. جيئن چوندا آهن تہ هڪڙي ويريءَ من ۾ بہ جا ڪري الله، هڪڙي دشمن من ۾ بہ جا سائين سيبالي، جڏهن هن پاسي ليمبرڪ ۽ سندس ديسي پرديسي مددگار ترتيءَ کي ٺامڻي بڻائڻ کان پوءِ بہ ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي، وڏا منصوبا رٿي رهيا هئا تہ ڪيئن آزادي پسند قوتن کي برباد ڪجي ۽ برطانيہ جي سلطنت کي ابديت بخشجي، تہ ٻئي پاسي ڌڻي رب غفار جي حڪم سان اهڙا حالات پيدا ٿي رهيا هئا جن سان ظلم ۽ ڏاڍ جي انهيءَ حڪومت جون پاڙون کوکليون ٿي رهيون هيون ۽ اهڙا حالات پيدا ٿي رهيا هئا جو حڪومت لاءِ ناممڪن ٿي رهيو هو تہ اتي رهي حڪومت ڪري- ۽ حڪومت جي وڏن ايوانن ۾ ملڪ کي آزادي ڏيڻ جون نہ، پر ملڪ مان جند ڇڏائڻ جون تياريون ٿي رهيون هيون ۽ ليمبرڪ جهڙن ننڍن هٿوندن کي خبر ئي نہ هئي، تہ مٿي حڪومت وارا ڇا پيا سوچين.

پهرين وڏي جنگ وانگي انگريز جيڪا ٻي وڏي جنگ کٽي سا دراصل ان مالي ۽ انساني طاقت جي ڪري هئي، جيڪا هندوستان تي حڪومت ڪرڻ جي ڪري حاصل ٿي هئي. پر جنهن زور ۽ ٻل تي ٻئي جنگيون کٽيون هٿائين سو هٿان ٿٽندو نظر ٿي آيو.

(الف) هڪڙي پاسي جنگ جي ڪري برطانيہ جي حڪومت ڪمزور ٿي چڪي هئي.

(ب) سنڌ ۾ هڪ سال لاءِ هڪ لک فوج سيڙائڻ کان پوءِ هيترن سخت قانون ۽ ڏاڍ جي باوجود سنڌ جي حرن کي حڪومت هيٺو ڪري يا هيسائي نه سگهي هئي.

(ت) ٺئي پاسي آزاد هند فوج ۾ انگريزي فوجن جي خلاف اهي ماڻهو وڙهي رهيا هئا جيڪي خود انگريز جي فوج سان واسطو رکندڙ هئا ۽ جپانين وٽ قيد ٿي ويا هئا ۽ سياش چندريرس جي آيارڻ تي انگريز فوجن سان وڙهي رهيا هئا. اهڙي طرح انگريز جي فوج ورهائجي چڪي هئي. ان جو مطلب اهو ٿيو ته انهي قوت تي هاڻي اهو ڀروسو ڪرڻ مشڪل هو ته انگريز جي چوڻ تي پنهنجي ماڻهن کي ماريندا.

(ث) آمريڪا ۾ رهندڙ ڪي سک پنهنجا لشڪر گڏ ڪري انگريزن جي خلاف وڙهڻ لاءِ موڪلي رهيا هئا. اهڙي طر انهن سکن تي وڏيڪ ڀروسو نٿي ڪري سگهيا، جن 1857ع جي "غدر" ۾ انگريز جي سلطنت قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪئي هئي.

(ج) پنجين طرف نيوي وارن بغاوت جو اعلان ڪري ڇڏيو هو.

(ح) ڇهين پاسي ملڪ جي چٽني ڪندن مان آزاديءَ جي لاءِ جيڪي مختلف سياسي تنظيمون ڪم ڪري رهيون هيون تن جون سياسي سرگرميون وڌي ويون هيون ۽ انهن جي گهٽجڻ جو ڪو امڪان نظر ڪونه ٿي آيو.

انگريز جي لاءِ هاڻي انهن سيني آوازن کي دٻائڻ مشڪل ٿي ويو هو. پر عين ان وقت جڏهن ليمبرڪ ۽ سندس قماش جا ديسي ۽ پرديسي عملدار انگريز سلطنت کي نه رڳو بچائڻ پر ان کي ابديت بخشائڻ جي خيال ۾ سنڌ جي حرن تي اهي ظلم روا ڪي رهيا هئا. اهڙي طرح انگريز سلطنت پنهنجي موت کان اول اها آخري ۽ مايوسانه ڪوشش يا هچڪي هئي جيڪا بحڪم ربي الجليل باالآخر ناڪام ٿي! ليمبرڪ کي انهيءَ ڳالهه جي جيڪڏهن ڀڪ نه پر رڳو وهم ۽ گمان به هجي ها ته انگريز سنڌ مان ايترو جلدي نڪرڻ وارا هئا ته هو ويچارو ڏرتيءَ جي ماڻهن تي هيڏا ظلم ڇا لاءِ ڪري ها!

ليمبرڪ جو حال ته انهيءَ ماڻهوءَ وانگي ٿيو جنهن ڪُتي به ڪاڌي ۽ ڪک به نه ڀريس! اهوئي سبب آهي جو سنڌ مان هليي وڃڻ کان سڄا سارا 26 سال پوءِ به اهو سوچيندو رهيو ته ماڻهو ڪيس سندس ڪئي تي حق بجانب سمجهن. انهيءَ

ڪري دل جي قاضيءَ کي پرچائڻ لاءِ ڪتاب "Terrorist" ويهي لکيو اٿس! پر دل ۾ ڪو قاضي هجيس ها تہ پرچيس ها! نبيءَ پاڪ صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ "شرم ڇڏ، پوءِ جيڪي وڻئي سو ڪر!" سنڌ جي ماڻهن جن ليمبرڪ جو ساٿ ڏنو ۽ جنسات نہ بہ ڏنو- سيني کي انهيءَ گناهہ جي پاداش ۾ اهو ڏينهن ڏسڻو پيو جو سنڌ جي جن ماڻهن انگريزن جي مدد پٺي ڪئي تن مان هڪڙا اهي هئا جن کي يقين هو تہ انگريز سدائين سنڌ جي ڌرتيءَ تي حڪمران هوندا، ٻين کي جي انگريزن جي ابديت جو يقين نہ بہ هو تہ بہ ڏنائون ٿي تہ وقت سارو سرسي ۽ ڏاڍائي انگريزن کي حاصل آهي، ان ڪري سندن ساٿ ڏيڻ عين سياڻپ هئي. اهڙي زماني ۾ اهي وري حرئي هئا جن جي مردن توڙي عورتن، ننڍن توڙي وڏن، ٻارن توڙي ٻچن وَتِ ٿي هڪڙي واڻي هئي تہ اهو پنيءَ ڳاڙهو لنگور الله جي حڪم سان هن ملڪ مان نڪرندو، اسان جو ملڪ ڪافر حاڪم جي تسلط ۽ بار ڪان آجو ٿيندو، ۽ هتي اسلامي حڪومت ايندڙ جيڪي ديسي پوليس وارا ۽ عملدار طاقت جي نشي ۾ بچو مري منڌري جهڙن بيگناهہ ماڻهن کي گولي هڻي ڪيرائڻ ڪان پوءِ ورائي ڦتل نار جي ڪائين جي ڏِڀ تي اڇلي ڪين زنده ساڙيندا هئا، انهن کي مظلومن جون ماڻرون پاراتا ڏئي چونديون هيون تہ "توهان جو اهو وات ڳاڙهو انگريز لنگور تہ ويندو هليو، اوهان کي تہ وري بہ اسان سان هتي رهڻو آهي...!"

انهن حالتن جو نيٺ نتيجو نڪتو جو انگريز تہ نيٺ ويا هليا. ٻئي طرف جن کي ليمبرڪ اندامان جي ٻيٽن ڏانهن تي موڪليو سي اوڏانهن وڃڻ ۽ وڏيڪ سختين سهڻ ڪان بچائي ورتو.

هڪڙي پاسي جيڪڏهن ڏسجي تہ برطانيہ جي بادشاهت هند ۽ سنڌ تي ڪجهہ سال وڌيڪ اجا بہ رهي ها تہ گهٽ ۾ گهٽ اهي 6513 حر جيڪي Criminal Tribes Act هيٺ 1943ع ۽ 1944ع ۾ رجسٽر ٿيا هئا ۽ سمجهجي تہ گهٽ ۾ گهٽ اوترائي سندن ٻار زبردستي اندمان ٻيٽن ڏانهن موڪليا وڃن ها. ٻئي پاسي ڏسجي تہ جيڪڏهن ليمبرڪ ۽ جهڙس ٻيا انگريزي راڄ جا گهٽگهڙا سنڌ ۽ هند ۾ اهڙي انصاف سان هلن ها جهڙا هو پنهنجي ملڪن ۾ پنهنجي ماڻهن سان هلن ٿا ۽ ظلم جو ايڏو ليڪو لنگهي نہ وڃن ها تہ شايد هند ۽ سنڌ تي اجا بہ انگريز جو راڄ هجي ها!

قدرت جي طرفان انگريز کي وڃڻو هو سو نيٺ ويو، پر قوم جي ٻين ماڻهن

جي بي حسيءَ جي ڪري ملڪ تي وري اهڙن ظالمن پوليس، سول، فوج ۽ انگريز جي ورسايل جاگيردارن جهڙن بين حاڪمن جو تسلط ٿيو جيڪي دراصل انگريز جي حڪومت ۾ انگريز جا ساٿياري هئا ۽ ظلم جي ڪمن ۾ سندس ياگي ياٿيوار هئا. اهوئي سبب آهي جو آزادي ملڻ ڪان پوءِ اهي لُٽ مار جي ڪمن ۾ مشغول ٿي ويا. هندوستان مان آيل سول سروس وارن جي زور تي هندوستان ۽ پنجاب جي ملٽري ۽ پوليس جي زور تي پنجاب وارن سنڌ کي پاڻ ۾ ورهائي ڪائڻ شروع ڪيو. ۽ سنڌ جا ماڻهو جيڪي انگريز جي زماني ۾ حرن تي آيل ڏکئي وقت خوش ٿي ٿيا يا ماٺ ڪيو ويٺا هئا سي ٻاهرين جي انهيءَ ناگهاني يلغار جي ڪري اهڙيءَ تہ تڪليف ۾ اچي ويا جو قيامت تائين انهيءَ تڪليف جو روئڻ ويٺا روئندا، پر ڪو مداوو ڪون ٿيندو. انهيءَ عذاب ۽ ڏک جو مداوو نہ ڪي ٿيڻو آهي، نہ ڪي ٿيندو. هن وقت سنڌ جو حال اهو آهي جو ان جا شهر، بستيون ۽ واهڻ نہ رڳو ڌارين جي تسلط ۽ تصرف هيٺ آهن، پر جيڪي اڳئين زماني ۾ تعليم ۽ صحت وغيره جا ٿورو ڪي گهڻو مهذب ادارا هئا، سي سڀ ناس ٿي ويا آهن ۽ ملڪ جو اهو حال آهي جو جيڪو ڏاڍو آهي، تنهن کي جيڪي وڻي سو لٽي ڦري کڻي وڃي! پوليس ٿاڻي ۽ عدالت وٽان ڪوبہ شريف ماڻهو انصاف جو آسرو نٿو رکي سگهي. اهو نتيجو آهي انهيءَ تربيت جو جيڪا ليمبرڪ جهڙن عملدارن جي نظرداريءَ هيٺ عملدارن حاصل ڪئي. جيڪو ٻج سئو ورهين ڪان ڇٽجي رهيو هو ۽ ان جي آبياري ٿي هئي، سو زهر جو سلو هائي وڏي وڻ ٿيو آهي ۽ هائي زهر جو ميوو پچي راس ٿيو آهي! ڪائڻ بنا چارو ڪونهي ۽ جيڪو ڪائيندو سو پورو ٿيندو، سو بچيو سو ڏيهن کي ڏس ڏيندو!

## ليمبرڪ- اديب يا سرڪاري پرچاري دهشتگرد ڪير؟

پراڻي زماني ۾ اديب، شاعر ۽ فنڪار پنهنجي تخليق ڪيل ڪردارن ڪان ٿورو پرپرو ٿي، پوئتي ٿي، الڳ يا (Detached) ٿي، اهو تاثر ڏيندا هئا تہ هو لکندڙ يا فنڪار جي حيثيت سان غير جانبدار آهن، ڪنهن ڌُر جي پاسي ناهن. زندگيءَ کي جيئن ڏسن ٿا، تيئن پڙهندڙ جي آڏو پيش ٿا ڪن. جيتوڻيڪ سٺو ۽ بڇڙو، گناهہ ۽ ثواب، نيڪي ۽ بدي (Good and evil) پڌرا هوندا هئا، پر لکندڙ يا ايڪٽر

يا فنڪار ٻنهي جي نقطئہ نظر جي پڌرائي انهن جي تعارف ڪان، غير جانبدار ٿي پيش ڪندا هئا. ادب ۽ پرچار ۾ اهوئي فرق هو جنهن جو احترام ڪرڻ تمام ضروري سمجهيو ويندو هو.

هاڻي هن زماني ۾، ليمبرڪ صاحب جهڙا پرچاري اديب پيدا ٿيا آهن جيڪي ان وقت انگريز راڄ ڪي قائم ۽ دائم رکڻ جي شوق ۾ ڌرتيءَ جي ماڻهن سان غير انساني، بلڪہ انسان دشمن انتظامي ورتاءُ رکڻ ۾ سيني ڪان اڳ هئا، سي برطانيہ جي حڪومت ختم ٿيڻ ڪان پنجويهہ سال پوءِ اٿي، پنهنجي انسان دشمن انتظامي ڪاروائين ڪي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ جڏهن ادب جي آڙ وٺي "سائين رکيو" جو جڙتو ڪردار ٺاهي، ان جي زباني پڌرائي ٿو تہ حر قبيلي جا ماڻهو ڪيئن نہ ڪٽر، سفاڪ، دهشتگرد ۽ ڌاڙيل يا "Terrorist" هئا.

انصاف جي تہ تقاضا اها هئي تہ ٻيو ڪو اديب لکي ها تہ ٻنهي ڌرين مان کهڙي ڌر وڌيڪ ڌاڙيل، دهشتگرد يا "Terrorist" هئي. ليمبرڪ جيڪڏهن حرن کي Terrorist نہ چوندو تہ ٻيو ڪير کين ٽيررسٽ چوندو. پر هي ڪتاب تہ جڻ بيان ٿيل "سائين رکئي" جو- جيڪو انصاف رُوءِ هوند ليمبرڪ جي دهشتگرديءَ جون ڳالهيون ڪري ها، تہ ڪيئن هزارن حر عورتن جون لڄون ليمبرڪ جي سپاهين لٽيون، ڪيئن هزارين حُر عورتن کي پنهنجي مردن ڪان ڌار ڪري جيلن ۽ لوڙهن ۾ ذلت جي زندگي گهارڻ تي مجبور ڪيو ويو ۽ ننڍڙن ٻارن کي پنهنجي مائن، پيئن ۽ ڀين ماٽٽن ڪان الڳ ڪري تمام ڪسمپرسي ۽ محتاجيءَ جي زندگي گذارڻ تي مجبور ڪيو ويو، ۽ ڪيئن ٻارن ۽ وڏن کي لوڙهن ۽ جيلن ۾ زوري زبردستي ڪري سرڪاري دوائون پياري ماريو ويو. اهي سڀئي ڪاروايون تہ تمام گهٽي دهشتگرديءَ واريون ڪاروايون هيون، جيڪي عورتن جي حقن، ٻارنجي حقن ۽ انسان جي حقن جون ڀڃڪڙيون هيون، جيڪي جينيوا ڪنوينشن (Geneva Convention) جون ڀڃڪڙيون هيون، پر انهن ڀڃڪڙين جو ذڪر تہ هن فنڪار ڪيو ئي ڪونهي. نہ ئي قسم جو هيءُ پرچاري اديب، پنهنجي هن ڪتاب مان رڳو اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري تہ حر دهشتگرد، ڌاڙيل يا ٽيررسٽ هئا.

ليمبرڪ پنهنجي هن ڪتاب ۾ اديب ڪان وڌيڪ مبلغ، مشتهر يا Propagandist آهي. جديد نفسياتي جنگ جي اصولن کي استعمال ڪندي،

ليمبرڪ پنهنجي ويريءَ (دشمن) کي (Antagonist) اٿڻ کان اڳ ئي ڪيرائي ڇڏڻ يا چِٽ ڪرڻ ٿو چاهي تہ حر سفاڪ، ظالم ۽ دهشتگرد هئا. ليمبرڪ، پنهنجي فنڪار ۽ اديب جي حيثيت کي پاسيرو رکي، مبلغ يا مشتهر (Propagandist) جي حيثيت سان پڙهندڙن کي ٻڌائي ٿو. هن ڪتاب لکڻ مان سندس مقصد ڪهڙو آهي. پاڻ حر تحريڪ کي دهشتگرديءَ جي هڪ ڳجهي يا زير زمين (Undergournd) تحريڪ سڏيندي، پڙهندڙ کي ان جي مثاچري واري حيثيت جو ذڪر ڪرڻ چاهي ٿو- حالانڪہ ڪير هئا، انهن مان ڪهڙا فرق وارا هئا ۽ ڪهڙا سالم هئا، اها ڪا ڳالهہ ڳجهي هئي ڪانہ ڪا. سڄي سنڌ کي خبر هئي، سيني عملدارن کي سڄي حر جماعت سيني قسم جي ماڻهن جا نالا بہ معلوم هئا. اهڙي تعارف کان پوءِ:

## ڌهڪاري، دهشتگ پسند يا دهشتگرد ڪير؟

هڪ سچ پرست اديب جو ڪم آهي تہ ان ڳالهہ جي فائدي جو ذڪر ڪري جنهن سان ڪيس محبت هجي، ۽ ان ڳالهہ جي خلاف لکي جنهن سان ڪيس نفرت هجي. ليمبرڪ کي جيتري قدر حرن سان وير هو ۽ جنهن تن دهي ۽ اڻ ٽڪ انداز سان حرن جي ”جڻ ٻچي ٻچي کي ناس“ ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳل هو، ۽ ڪين اند مان ٻيٽ موڪلڻ جون، يا مکيءَ کي پنجاب جي سپاهين جي حوالي ڪرڻ جون جيڪي رٿون اجا بہ رٿي رهيو هو، ان نقطہ نظر کان تہ وڌيڪ سچ ۽ صداقت واري ڳالهہ اها ٿئي ها جو هيءَ ڳالهہ محمد صالح ڌهراج، محمد حسين پاٽولي يا خود ليمبرڪ جي زباني ڪجي ها. ان ۾ انهن تڪليفن ۽ سرفروشين جو ذڪر هجي ها، جيڪي فوجون حرن کي دٻائڻ جي لاءِ ڪري رهيون هيون، انهن عورتن جو ذڪر هجي ها جن کي دهشتگرد سمجهي انگريزي فوجين لوڙهن ۽ جيلن ۾ وڌو هو. اهڙي طرح گهٽ ۾ گهٽ ليمبرڪ تي خيانت ۽ ڪوڙ جو الزام نہ لڳي ها.

هاڻي جيڪا ڳالهہ لکي وئي آهي سا جڏهن سائين رکئي جي زباني ٿئي ٿي ۽ هو پاڻهي پاڻ کي دهشتگرد، ڪٽر، ظالم ۽ ڏاني ۽ بي غيرت ڪري پيئي ٻڌائي يا پيش ڪري، تہ سُر صحيح نٿو معلوم ٿئي، فنڪار جي فن ۾ ڪوٽ جي خبر ٿي

پوي، خائن جي خيانت جي خبر تي پوي. جنهن طرح سائين رکيو 1946ع ۾ پنهنجي معصومي تو ڏيکاري، حر اهڙي قسم جي معصوميءَ جو شڪار ڪڏهن به ڪونہ ٿيا. جڏهن حرن کي دٻائڻ کان معذور ٿي ليمبرڪ پنهنجي ڪرسي 1946ع ۾ ڇڏي ۽ جڏهن انگريز هندوستان تي قبضي جاري رکڻ جي خواب کي پريشان ٿيندو ڏسي، 1947ع ۾ ملڪ ڇڏي هليو ويو، تہ بہ حرن نڪي ڪڏهن هيٺي ٻولي، نڪي ڪڏهن هو مايوس ٿيا. پر پنهنجي مقصد تي قائم رهيا تہ نصارو اسان جي ملڪ کي ڇڏي وڃي ۽ سندن پير جي گادي بحال ٿئي.

اها ڪانگريس پارٽي، اها آزاد هند فوج، ۽ اهي ٻيون پارٽيون جن انگريز کي ملڪ مان ڪڍڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ۽ جيڪي انگريزي راڄ جي نقطۂ نظر کان غدار ۽ دهشتگرد هئا. تن کي هندوستان ۽ پاڪستان جي آزاد ٿيڻ کان پوءِ ملڪ جي ٻين ماڻهن حريت پسند چيو. پر هڪڙو ليمبرڪ ئي هن راند ۾ ايترو پٺتي رهجي ويو جنهن آزاديءَ کان پنجويهہ سال پوءِ بہ پنهنجي دل جي حسرت پوري ڪرڻ لاءِ حرن کي دهشتگرد ۽ ڌاڙيل ٽيررسٽ چوڻ پسند ڪيو ۽ توقع ٿي رکيائين تہ سنڌ ۾ اڃا بہ ڪي ماڻهو اهڙا هوندا جن کي هيءَ نقطۂ نظر پسند ايندو.

## سڻا ۽ بُڇڙا انگريز حاڪم: ليمبرڪ ڪهڙن مان هو؟

جڏهن نيپئر سنڌ "فتح" ڪئي، يا سنڌ تي قبضو ڪيو، يا ان کان اڳ جيڪي ايجنٽ ٿي خيرپور جي دربار ۾ آيا تن مان هڪڙن انگريزن ۽ سندن هندستان مان آندل ديسي نوڪرن يا منشين سنڌ جي اڳوڻن حاڪمن ٽالپورن کي تمام بڇڙا حاڪم ڪري پيش ڪيو. بيل راس (Bell Ross) جهڙو موذي مڙس جڏهن جولاءِ 1841ع ۾ مئو تہ ايسٽ وڪ (Eastivick) چيو تہ خيرپور جي اميرن تان وڏو عذاب لٿو ۽ انهن کي هڪڙو عارضي آرام (Temporary Relief) مليو. اهڙيءَ طرح ايسٽ وڪ پنهنجي ڪتاب ۾ ايلن بورو (Ellen Bourough) کي زماني جو نئون فرعون ٺو سڏي (224 ص) ۽ چوي ٿو تہ ڪي انگريز حاڪم اهڙا هئا جن جي ڪوڙن ۽ غلط قدمن انگريزن جي مٿن تي رسوائي ۽ ٽوٽي (Disgrace & Loss) کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آندو. (226 ص) چارلس نيپئر ۽ سندس ڀاءُ وليم نيپئر سنڌي حاڪمن توڙي عوام کي ذليل سڏڻ جي ڪم ۾ سڀني کان اڳ

۽ اڳرا هئا.

اهڙن انگريزن آفيسرن وري جيڪي هندوستان مان ديسي عملدارن آندا، تن جي دلين ۾ پنهنجي لاءِ وڏائي ۽ برتريءَ جو احساس هو ۽ اهي سنڌ جي ماڻهن کي حقارت ۽ ذلت جي نظرن سان ڏسندا هئا. ايسٽ وِڪ چوي ٿو تہ اهي ايجنٽ، جيڪي پنهنجي لاءِ تريبانيا ساها (Trebania Saha) جهڙا منشي ۽ ميرن لاءِ شيخ علي حسن جهڙا صلاحڪار هندوستان مان وٺي آيا هئا، سي وڏا رهزن، مڪار ۽ سازشي (Intriguing) عملدارن هئا. اهي نہ رڳو رشوتون وٺي سرڪاري لکت پڙهت ۾ کوٽ ۽ ٺڳي ڪندا هئا، پر رشوت وٺي سرڪار وٽ رکيل دستاويز ڪڍي ڏيندا هئا. ايسٽ وڪ ٻڌائي ٿو تہ ڪيئن نہ پاڻ ۾ ساز باز ڪري مير علي مراد ۽ مير رستم وارن کي نہ رڳو پاڻ ۾ ويڙهائي پاڻ جاوا ڪندا رهيا، پر سنڌ جي زوال ۾ وڏو رول ادا ڪيائون. ( 55-254 ص) سنڌين سان نفرت ڪرڻ وارن اهڙن هندوستان مان آندل عملدارن مان اهڙو تہ ڪو ماڻهو آندائون ٿي ڪونہ جيڪو سنڌين کي عزت جي نظر سان ڏسندو هجي.

پر اهڙن جابر ۽ ظالم انگريز آفيسرن ۽ رشوت خور هندوستان مان آندل ديسي عملدارن جي مقابلي ۾ وقتي بوقتي ڪي اهڙا سٺا انگريز حاڪم آيا جن، بقول ايسٽ وڪ، انگريزن جو نالو روشن ڪري ويا. ايسٽ وڪ چوي ٿو تہ ڪي سٺا انگريز سياسي ايجنٽ بہ هئا. ارڙهن سؤ پنجاهہ (1850) جي ڏهاڪي تائين، جڏهن ايسٽ وڪ پنهنجو جڳ مشهور ڪتاب لکي ڇپايو، ڪيس جيڪي سٺا انگريز سجهيا ٿي تن مان ملڪلم (Malcolm)، ايلفنسٽن (Elphinston)، مونرو (Monroe)، ڪلوز (Close)، پوٽنگر (Pottinger)، آئوٽرام (Outrm) ۽ لارينس (Lawrence) جا نالا ڄاڻايا اٿس. پاڻ هن وقت پنهنجي نظر ڪري جن بين سٺن حاڪمن جا نالا ڳڻائي سگهون ٿا تن ۾ خود ايسٽ وڪ کان پوءِ فريئر (Frere)، جيڪب (Jacob) ۽ جيمس (James) اچي ويندا. انگريز حڪومت جي آخري ڏينهن ۾ وري ايڇ. ٽي سورلي (H.T. Sorley) جهڙا ڪي ماڻهو اديب ۽ اسڪالر هئا، تہ سر لينسلاٽ گراهام (Sir Lancelot Graham) جهڙا سٺا حاڪم بہ هئا. ۽ اهي ماڻهو هئا جن ڪوشش ڪري سنڌ جي ماڻهن سان سٺا تعلقات رکيا ۽ سنڌن گهٽگهرائيءَ وارا ڪم ڪيائون. جن سنڌ جي ماڻهن کي نہ رڳو پسند ڪيو، پر سنڌ جي ماڻهن کي عزت جي نظر سان ڏٺائون ۽ وقت اچڻ تي سنڌ جي اڳوڻن

حاڪمن ۽ عوام جي طرفداري ڪيائون، يا انهن جو پاسو ورتائون.

آئوٽرام ۽ ايسٽ وڪ اهڙا انگريز عملدار هئا جن ميرن تي ڪيل ظلمن جي خلاف آواز اٿاريو ۽ سنڌن دفاع ۾ ڪتاب لکيا ۽ انهن جي حق تي هئڻ ۽ سائن نيپئر جهڙن بين انگريزن جي زيادتين تان پردو کنيائون، دنيا ڪي ٻڌايائون تہ سنڌن نظر ۾ ڪير ظالم ۽ ڪير مظلوم هو. آئوٽرام جي باري ۾ ايسٽ وڪ لکي ٿو تہ "جيڪڏهن انهي عملدار يا ايجنٽ آئوٽرام کي وڌيڪ عرصي لاءِ سنڌ ۾ رکيو وڃي ها تہ سنڌ جا ميدان ڪڏهن بہ مياڻي ۽ ڏُبي جي ميدانن ۾ ذبح ٿيندڙ اتي جي هزارن رهواسين جي رت سان نہ رڱجن ها! (257 ص)

ايسٽ وڪ جي انهيءَ خيال تي هلندي اسين تصور ڪري سگهون ٿا تہ جيڪڏهن سر جيمس سنڌ مان وري وري موڪل تي نہ ويندو رهي ها ۽ پوءِ تي سر چارلس اوليونٽ (Sir Charles Olivant)، لوڪس (Lucas) ۽ سردار محمد يعقوب جهڙا عوام دشمن، سنڌين سان نفرت ڪندڙ عملدار ڇڏي نہ ويندو رهي ها تہ اوڻويهين صديءَ جي آخري ڏهاڪي ۾ سنڌ ۾ جيڪا مارشل لا لڳي ۽ ويهين صديءَ جي شروع کان وٺي جهڙي طرح سنڌ جا ماڻهو لوڙهن ۽ جيلن ۾ سڙندا رهيا، سي ايئن ظلم جو شڪار نہ ٿي ها. بلڪل اهڙيءَ طرح وثوق سان چئي سگهجي ٿو جيڪڏهن سر لينسلاٽ گراهام 1941ع ۾ بدلي نہ ٿئي ها، ۽ ان جي جڳهہ تي هيو ڊو (Hugh Dow) جهڙو سنڌ دشمن عملدار ۽ سائس جوڙِ پيچي تي ڪم ڪرڻ وارا ليمبرڪ ۽ جنرل رچرڊ سن نہ اچن ها تہ سنڌ جي ڌرتي ايئن تپي ٽامڻي نہ ٿئي ها ۽ ايترن ماڻهن، مردن، عورتن، ٻارن ۽ ٻڍڙن سان ايڏو ظلم نہ ٿئي ها. جنهن جو ابتو داستان ليمبرڪ اچي لکيو.

اهڙن ڇڱن آفيسرن جي مقابلي ۾ اسٽيل (Steele)، لوڪس (Lucas)، جي. اي. ٽامس (G.A. Thomas) جيڪو پاڻ کي "خدا (God Almighty Thomas)" سڏائيندو هو ۽ هيوڊو، ليمبرڪ ۽ جنرل رچرڊ سن جهڙا حاڪم هئا جن انگريز جي بادشاهت کي ابديت بخشڻ جا خواب پورا ڪرڻ جي خيال ۾ ملڪ تي ايڏا ويهي ظلم ڪيا جو ڌڻيءَ جي ڌرتي تپي ٽانڊا ٿي پئي ۽ انگريز حاڪم جو نالو نشان سهڻ لاءِ تيار نہ ٿيو. اهڙي طرح اوچتو ڌڻيءَ وٽان حڪم آيو تہ "سنڌ جي ڌرتي انگريز کان خالي ڪيو!" اهڙيءَ طرح مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي صاحب جا لفظ سچا ثابت ٿيا. اهي لفظ اهي آهن جن کان ليمبرڪ ۽ سندس جاسوسي ساٿي

ڏکندا ۽ ڪنبندا هئا ۽ گرهوڙي صاحب جي پيشنگوئيءَ ڪي ڇاپڻ تي پابندي وجهي ڇڏي هئائون. گرهوڙي صاحب چيو هو تہ انهيءَ پير جي زماني ۾ انگريز ملڪ مان، نگوسر ٿي، مردود ٿي نڪري ويندو.

هاڻ بيان پير جو صحيح سٽيجاهہ
نَنڍڙو نيشان ٿيندو بلوغت بادشاهہ
سن تيرهن سؤ ڇاونجاهہ ۾ ٿيندو زلزلو زمانا
نصارو ويندو نگوسر ٿي هندو ۽ سنڌ منجهان
نصارو ويندو مردود ٿي قادر جي قهرا

ليمبرڪ ڪي اها پيشنگوئري تمام گهٽي ڏکي ٿي لڳي، پر جنهن سلطنت کي بچائڻ لاءِ ويهن ننهن جو زور لڳاياائين، هٽلر ۽ جپان سان وڏي پيماني تي جنگ هئڻ جي باوجود، اهڙي ڏکئي زماني ۾ هڪ لک فوج ۽ ان جو ساز ۽ سامان حرن جي خلاف وڙهڻ تي سيڙاياائين، ٻہ لک مرد، عورتون ۽ ٻار دربدر ٺوڪرون کائڻ لاءِ ڏوراهن ۽ پرانهن علائقن ۾ لوڙهن ۽ جيلن ۾ بند ڪراياائين. پر جنهن سلطنت کي بچائڻ لاءِ اهي سڀ جتن ڪيائين، سا حڪومت ۽ سلطنت "مرشد جي دعا سان" ۽ گرهوڙي صاحب جي پيشنگوئي مطابق نگوسر ٿي وئي ۽ ٻين انگريزن سان گڏ ليمبرڪ بہ ٽپڙ ٻڌي، وڃي پنهنجي اصلي ماءُ جي ڪڇ ۾ ويٺو.

**پروفيسر محمد عمر چنڊ**
نيوزيلينڊ

# [1]

منهنجو ڏاڏو جنهن جو نالو مون تي رکيو ويو آهي سو بچو خاصخيليءَ جو پروسي جوڳو ماڻهو هو، جنهن کي عام طور تي بچو بادشاهه ڪري سڏيندا هئا. هن مکي ڍنڍ کي پنهنجي سرگرمين جو مرڪز بڻائي ڪن حالتن تائين انگريز سرڪار خلاف جنگ جوٽي رکي هئي. منهنجو ڏاڏو سائين پيرو وزير جي ماڻهن سان گڏ وڙهندي شهيد ٿي ويو هو. هن ڪاروائيءَ ۾ ساڻن گڏ ٻيا به ڪي ٿورا مريد هئا، جن رت جي آخري ڦڙي تائين ۽ ڏکين حالتن تحت دشمن سان مڙس ٿي مقابلو ڪيو هو.[1] منهنجو پيءُ واليڏنو هڪ مشهور حر فقير ٿي گذريو آهي. انگريز عملدار ليوڪس (Lucas) بچوءَ واري بغاوت کي ختم ڪرڻ سبب شهرت ماڻي هئي ۽ کيس پوءِ سنڌ جو ڪمشنر مقرر ڪيو ويو هو. واليڏني بچوءَ جي انگريزن خلاف بغاوت ۾ هڪ مٿير جوان جيان حصو ورتو ۽ انهن حرن مان هڪ هو جن کي پوءِ دکن[2] (Deccan) ڏانهن جلاوطن ڪيو ويو هو. ان کان پوءِ ڊپٽي ليوڪس سنڌ ۾ حرن لاءِ لوڙها قائم ڪيا هئا. اهڙيءَ ريت سانگهڙ کان ڇهه ميل پري پڙي نالي هڪ ڳوٺ ۾ پڻ هڪ لوڙهو قائم ڪيو ويو هو، جتي سالن جي جلاوطنيءَ کان پوءِ واليڏني کي پڻ آڻي رهايو ويو هو. مان ته ڄاڻو به لوڙهي ۾ هوس جنهن جي ڦاٽڪ وٽ پوليس وارا بيٺا هوندا هئا. ان ڪري جيڪڏهن آءُ هن جيل اندر مري به ويس ته اچرج جهڙي ڳالهه ڪانه هوندي. توکي ته اها خبر هوندي ته لوڙهي ۾ رهيل حرن جي پوليس صبح ۽ شام حاضري پريندي هئي. توکي خبر هوندي ته اهي سندن نالي وٺڻ سان ڪين کهڙي طريقي سان جواب ڏيندا هئا. صبح مهل مرد ماڻهو ڪم ڪار سانگي نڪري هليا ويندا هئا. پر رات جو ڪين لوڙهي اندر رهڻو پوندو هو. عورتون ڏينهن جو به لوڙهي کان ٻاهر نه نڪرنديون هيون. پر لاٻارن واريءَ رُت ۾ پنهنجي آهرن سان هٿ ونڊائينديون هيون. اها به حقيقت آهي ته لوڙهن ۾ رهندڙ عورتن جي گهڻائي ٻارن سميت سانگهڙ جي اوسي پاسي ۽ دِمَ واهه جي ويجهو ٻنين ۾ لاٻارو لائي ڪندي هئي. سندن چيٽ مکيءَ ۾

1. هي اشارو پهرين حر بغاوت ڏانهن آهي جيڪا 1893 کان 1896 تائين هلي هئي.
2. نربدا نديءَ جي ڏکڻ ۾ اپيٽ جهڙو هندستان جو علائقو.

گذرندو هو. جتي اسان حرن کي قديم دور کان وٺي پوڪي راهي جو حق هو. پر اسان جي گهٽائي پاڳين جي هئي جيڪي مال چاري پيٽ گذر ڪندا آهن. جڏهن آءُ ٺورو وڏو ٿيس تہ بابا سان گڏجي گهمڻ ويندو هوس. هن مون کي مکي ڍنڍ جي جُوءِ ۾ اهي ٻيٽ ۽ ڳجهيون جايون ڏيکاريون جتي بچوءَ بادشاهہ ويهي انگريز سرڪار کي مهاڏو ڏنو هو. اهو چڱو ٿيو جو آءٌ ٻالجتيءَ واريءَ اوسٽا ۾ مکيءَ جي هن جهنگل، ڍنڍ ۽ پٽ جي چپي چپي جو ڄاڻو ٿي چڪو هوس. منهنجا پيءُ ماءُ حر جماعت جي اصولن جي سختيءَ سان پابندي ڪندا هئا ۽ پير سائينءَ جي قدرتي ذات ۽ ڪاني ڪرامت کان بہ مون کي واقف ڪندا رهندا هئا. ان خوشيءَ کان ڪپڙن ۾ ٿي نہ ماپندا هئا تہ اسان سچا حر آهيون. جيئن تہ لاباري واري رت اسان لاءِ آچپي جي موسم هوندي هئي، تنهن ڪري اسان کي سچو آٿت ۽ آنند تڏهن ملندو هو جڏهن پير سائين اسان واريءَ جُوءِ ۾ زيارتن لاءِ ايندو هو. پر ايئن هر سال نہ ٿيندو هو. پير سائين عليہ رحمت جيڪو هاڻي هتي موجود نہ آهي، سو ڏورانهن مريدن وٽ تمام گهٽو گهٽ ايندو هو. پر ڏن پٽ جي اوڳاڙيءَ لاءِ سندس مقرر ڪيل خليفا تہ هر سال ايندا رهندا هئا.

توهان ۽ ٻيا اهڙا مريد جيڪي درگاه پرسان ويٺل آهن سي پير سائين جي هر هفتي زيارت جي سعادت حاصل ڪري وٺندا آهن. اهي سمجهي نہ سگهندا آهن تہ جڏهن مرشد سائين پنهنجي سر اسان مريدن وٽ ايندو آهي تہ اسان کي ڪيڏي روحاني راحت ۽ خوشي محسوس ٿيندي آهي. تون هن ڳالهہ کان بہ واقف نہ هوندين تہ پير سائين جي منزلن جو بندوبست ڪهڙيءَ ريت ڪيو ويندو هو. مان توکي پنهنجي پهرينءَ زيارت جي ڳالهہ ٿو ٻڌايان. اهڙي ڳالهہ ٻڌائڻ سان مون کي بہ دلي خوشي ٿيندي ۽ تون بہ سرهائي محسوس ڪندين. خدا نہ ٿو ڀلائي تہ اها زيارت روضي ڌڻيءَ جي گاديءَ تي ويهڻ کان سنت پوءِ ٿي هئي ۽ اسان کي اها خوشخبري ٻڌائي وئي تہ پير سائين سردار زيارت ڪرائڻ جي مقصد سان اسان واريءَ جُوءِ ۾ اچي رهيو آهي. مون کي چڱيءَ ريت ياد آهي تہ منهنجي امڙ ۽ بابا مرشد سائين کي وڌ کان وڌ ڏن ڏيڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهيا هئا. ان مقصد سان هنن پلا ڊور ڍڳا بہ وڪيا هئا. تن ڏينهن ۾ آءٌ ٻار هوس، پر ڳوٺ جي هر ماڻهوءَ کي لڱل چونرا ڪوڻرا ۾ مان بہ شامل هوس. ڏهاڙي اهي خبرون پيون پونديون هيون تہ اڄ مرشد جي منزل ڪٿي آهي ۽ اها بہ ڄاڻ ملندي هئي تہ زميندار مريد جنهن کي مرشد جي دعوت جهلڻ جو سونهري وجهہ مليو آهي، تنهن ڪهڙيءَ ريت اهو بندوبست ڪيو ۽ ڪيئن پنهنجي ذميواريءَ کي سهڻي نموني سان نباهي پورو

ڪيائين. جڏهن هن سانگهڙ پرسان اچي منزل ڪئي هئي تہ پوليس مريدن کي زيارت ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ جا زور لاتا هئا پر پوءِ بہ پڇي ڪانہ سگهي هئي. ان کان پوءِ اسان کي چيو ويو هو تہ مختلف ڏينهن تي ننڍين ٽولين جي صورت ۾ پير سائين جي زيارت ڪري سگهو ٿا. امڙ ۽ بابا اسان ٻنهي ڀينرن کي وٺي مرشد جي زيارت تي پرواري ڳوٺ ويا هئا. تن ڏينهن ۾ آءٌ معصوم ٻار ۽ منهنجي ڀيڻ پنڌ ڪرڻ مس شروع ڪيو هو ۽ ٻاتا ٻول ڳالهائڻ سکي هئي.

مون ماڻهن جو ايڏو وڏو ميڙاڪو اڳي ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو ۽ منزل جي وسعت ۽ پکيڙ کي ڏسي وائڙو ٿي ويو هوس. چوڌاري قنات (Canvas screen) ڦيريل هئي. وچ تي ٽنهي جون قطارون هيون جن جي چوڌاري هڪ خوبصورت قسم جو لوڙهو ڏنل هو. اهڙو بندوبست خاص ڪري هن موقعي لاءِ ڪيو ويو هو. لنگهہ وٽ پهريدار بيٺا هئا. بابي مون کي ٻڌايو تہ اهي پير سائينءَ جا خليفا ۽ مشهور فقير هئا. ڦاٽڪ پرسان ماڻهن جي ڏاڍي پيهہ هئي. منهنجي امڙ منهنجي ڀيڻ جنڊيءَ کي هنج تي کنيو ۽ بابا مون کي ڪٽي پنهنجي ڪلهي تي ويهاريو. ماڻهو مرشد سائين جا نعرا هڻي رهيا هئا. نيٺ زيارت جو وقت اچي ويو. دربان قنات جو پلوُ پاسي ڪيو. پهريدار واڪا ڪري رهيا هئا تہ اسان مريد انبوهہ تي هڪ ٻئي کي ڌڪا ڏيندا اڳتي نہ وڌون ۽ نظم ۽ ضبط قائم رکون. مريد چرين وانگر اندر ڪاهي پيا. پهريدارن مردن ۽ عورتن جي مٿن ۽ ڪلهن تي سوٽيون وسائڻ شروع ڪري ڏنيون. اسان تہ ايئن تڪڙو نڪري هليا وياسون جهڙي ريت تيز رفتار وهڪري جو منهن کلي ويو هجي. پهرين تہ هڪ پلنگ وٽ پهتاسون جنهن مٿان هڪ سهڻي چادر وڇايل هئي. اسان کي آندل ڏن اتي رکڻو هو. ويجهو پهتاسون تہ ڏاتن جي اچلائڻ ڪري کڙڪات ٻڌڻ ۾ آيا ۽ عورتون چوڙيون ۽ ٻيا ڳهہ لاهي رهيون هيون. جڏهن اسان جو وارو آيو تہ ڏٺوسون تہ پلنگ تي ڳهن جو ڍير ٿي ويو هو. بابا ٿيلهي ۾ آندل پنجاهہ روپيا رکيا. امڙ چانديءَ جون چوڙيون لاٿيون. منهنجي ڀيڻ جي هٿ کي پهرينءَ چوڙيءَ سان ڇهيو ۽ چوڙيون پلنگ تي رکيون. بابا وري مون کي ريبو اچلائڻ لاءِ ڏنو انهيءَ لاءِ تہ جيئن آئون بخت ۽ ڀاڳ جو مالڪ ٿيان. اتي پير سائين جا خليفا ۽ خاص ماڻهو بيٺا هئا جيڪي ڏن ڏيندڙ مريدن جون پٺيون ٺپي شابسون ۽ واڌايون ڏئي رهيا هئا ۽ وڏ کان وڏ ڏن ڏيڻ لاءِ همٿائي ۽ دعائون ڪري رهيا هئا. اهڙي ريت اسان جا امنگ ۽ اڌما اڃا بہ وڌي رهيا هئا. ان کان پوءِ اسان مرشد جي زيارت لاءِ اڳيرو وڌياسون.

توکي ياد هوندو تہ تن ڏينهن اسان جو مرشد سائين ڏاڍو سهڻو جوان هو.

سندس اکيون تيز هيون. منهن ۾ مٽيان ايڏي جو کيس نهاري بہ نہ سگھبو هو. کيس ڏسي منهنجو تہ هيانءُ ئي هٿن کان ڇٽي ڇڏائجي ويو. هن کي سون ۽ موتي مڙهيل ۽ جواهر جڙيل ٽوپي پاتل هئي. سندس ڪوٽ تي نهايت خوبصورت ڀرت ڀريل هو ۽ هڪ اعليٰ قسم جي غاليچي تي هڪ گاديلي تي ويٺو هو. غاليچو بہ ايڏو اوچو ۽ خوبصورت هو جو معلوم ائين ٿي رهيو هو ڄڻ اهو ڪڏهن بهشت تي وڇايو ويندو هو. ڏاڍو نرم ۽ مٿس گلن جي نقش نگاري ٿيل هئي. پير سائين مٿان ڇٽي جهليل هئي جنهن جي ڪنڌن ۾ ڏل لڪڙن کي ماڻهو جهليو بيٺا هئا. پير سائين جي پيرن کي ڇهڻ ۽ دعا لاءِ ماڻهن جي پيهہ لڳي پئي هئي ۽ ماڻهو اڳتي وڌڻ لاءِ هڪ ٻئي کي ڌڪي رهيا هئا. اسان جڏهن مرشد سائين جي ويجهو پهتاسون تہ پنيان اجهل مريدن وٺي اسان کي اڳتي ڌڪيو اسان وڃي سائين مٿان انبوهہ ڪري بيٺاسون. پيهہ ڪري انهن ماڻهن جا پير نڪري ويا جيڪي سائين مٿان ڇٽي جهليو بيٺا هئا. پير سائين پيهہ پٽڻ ۽ ڌڪن ڏيڻ وارن ماڻهن کي پٽڻ پاراتا ڏيڻ شروع ڪيا، جن کيس تڪليف پهچائي هئي ۽ پنهنجي ماڻهن کي حڪم ڪيائين تہ جتيون لاهي ڪين ڪٽيو وڃي. ان وقت ڏاڍو گوڙ گهمسان مچي ويو، تنهن تي مان وٺي روئڻ شروع ڪيو. بابا ماڻهن جي هن گوڙ مان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جيڪي وري ڪين اڳتي ڌڪي رهيا هئا، پر ماڻهن جي ايڏي ميڙ مان هڪ ماڻهوءَ جو پوئتي موٽڻ ممڪن ئي نہ هو. پوءِ اسان ڌڪيو سڪيو ٿي مرشد سائين جي پيرين پياسون، پر اهڙي ادب ۽ احترام واري طريقي سان سندس پير نہ ڇهياسون جنهن لاءِ اسان سوچي آيا هئاسون. امڙ منهنجي ننڍڙي ڀيڻ کي دعا لاءِ اڳتي ڪيو، پر پنيان ماڻهن جي ايڏي پيڙ هئي جو امڙ کان ننڍڙي هٿن مان ڇڏائجي وئي جيڪا سڌو وڃي مرشد سائين جي پيرن ۾ ڪري. سائين ان وقت ماڻهن جي انبوهہ ۾ ڦاسي ويو هو ۽ جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. تنهن ڪري منهنجي ڀيڻ ڪجهہ وقت لاءِ سندن پيرن ۾ پئي رهي. اسان پير سائين سردار کي پيرين پئي خوشيءَ کان ڪپڙن ۾ نہ پئي ماپياسون ۽ ٻهڪندا ٽهڪندا اچي گهر پهتا هئاسين.

جڏهن پير سائين اسان واري علائقي جي دوري تي هو تہ محبت سائين بيهڻ اسان وٽ آيو هو. جيڪو اسان جو ويجهو مائٽ هو. هي وڏي اثر رسوخ وارو مفتي هو. مان توکي هن بابت ٻڌائڻ چاهيان ٿو تہ: ڪجهہ عرصو اڳ هو ڪنگريءَ ۾ رهندو هو جنهن کان تون ضرور واقف هوندين. هو سنهڙو هوندو هو ۽ ننڍڙي ڏاڙهي هوندي هيس. گهٽو ڪري ڊگهو ڪوٽ ۽ ٽوپي پائيندو هو جيڪا عام طور تي ديني عالمن کي پاتل هوندي آهي. هي گفتگو جو بادشاهہ هو. طبيعت جو مائيٽو

بااخلاق هوندو هو ۽ پير سائين سردار جي ڪچهريءَ جو خاص ماڻهو هو. هو جڏهن حرن واري لوڙهي ۾ آيو هو ته مون کي پهريون پتو پيو ته اسان جو گهراڻو ڪيڏو نه معزز آهي. سندس هلي وڃڻ کان پوءِ حر اسان جي تمام گهڻي عزت ڪندا هئا. محبت فقير جي پيڻ سونَہائي پير وساڻ جي گهر واري هئي جنهن کي بچو بادشاهہ جو وزير سڏيو ويندو هو. پير وزير ۽ منهنجو ڏاڏو سائين رکيو انگريزن خلاف بغاوت ۾ ليوڪس واري زماني ۾ شهادت ماڻي هئي. محبت فقير ۽ منهنجو بابا گهڻي وقت تائين ڪچهري ڪندا رهيا. هو مون کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو هو ۽ چيو هئائين ته ”تون به وڏو ٿي هڪ مشهور حر فقير ٿيندين.“

گهڻي عرصي گذرڻ کان پوءِ پير سائين اسان جي علائقي ۾ آيو. مون کي ياد نه آهي ته اهو پهريو يا ٽيون ڦيرو هو. پر هر ڦيري مون کيس اڳئين کان وڌيڪ شان شوڪت ۽ دٻدٻي سان ڏٺو. مون کي سندس انداز گفتگو مان لڳندو هو ته ڪو وقت جو امام ڳالهائي رهيو آهي. ڪڏهن هو مکي ڍنڍ جي ڪنار سان سوئرن ۽ هرڻن جو شڪار به ڪندو هو. ان وقت هو اهڙين جهوپڙين ۾ رهندو هو جيڪي عام طور تي ميربحرن جي پيهين جهڙيون هونديون هيون. سفر دوران سندس عبادت ۽ آرام جي مقصد سان اهڙيون پيهيون تيار ڪيون ويون هيون ۽ اهڙين پيهين ۾ رهڻ دوران هڪ چوڪري سندس خدمت چاڪري ڪندي هئي. مرشد سائين هڪ ڀيرا آڙهڙ ۾ به آيو هو ۽ باراني واهہ ۾ وهتو به هو. جڏهن هو واهہ مان ٻاهر نڪتو هو ته ڪن حرن ڏو وڃي واهہ ۾ ٽپ ڏنو انهيءَ لاءِ ته مرشد سائين جي جسم مبارڪ سان ڇهنڊڙ برڪت ڀريو پاڻي سندن تن بدن کي لڳي. ماڻهو ان موسم ۾ هن واهہ ۾ ٻڏي وڃڻ جي ڊپ کان وهنجندا ئي ڪونہ هئا. سندن تصور هو ته جيڪڏهن هن وقت واهہ ۾ وهجندي ٻڏي مري ويا ته هو بهشت جا حقدار هوندا. مان پنهنجين اکين سان ڏٺو وڏا زميندار ۽ سردار جيڪي بي انتها عزت ۽ احترام جا مالڪ هوندا هئا، پر پير سائين جي آڏو ڪجهہ به نه هوندا هئا. سانگهڙ جا هٽ واڻيا هندو به سندس آڏو انڪساري ۽ عاجزيءَ ۾ هڪ ٻئي کان گوءِ کڻڻ جي ڪوشش پيا ڪندا هئا ۽ سندس مريد پڻ هئا. پوليس ۽ ٻيا سرڪاري ملازم پڻ سندس تمام گهڻو ادب ۽ احترام ڪندا هئا. مون کي اهو ڏسي ڏاڍي سرهائي ٿيندي هئي ته ڳاڙهين پٽڪين وارا جيڪي اسان هارين نارين سان هونءَ ته جئيون ڪندا هئا پر سندس روبرو ڳوٺ جي لوسي ڪتي جيان پيچ پيا لوڏيندا هئا. بابا هڪ ڏينهن مون کي ٻڌايو ته اسان جو مرشد پنهنجي والد بزرگوار کان به وڌيڪ حر جماعت جي غريب حرن سان پيار ڪندو آهي. اهڙيءَ ريت محبت فقير جي

سالم جماعت جي خليفن کان بہ گھڻي عزت هوندي هئي. حقيقت اها هئي تہ اسان ٻڌو هو تہ پير سائين سردار سالم جماعت جي ڪن حرن کي ڪڍي ڇڏيو هو. فقيرن جڏهن ڏٺو تہ مرشد سائين ڪانئن ناراض آهي تہ ڪين قتل ڪري ڇڏيائون. پر مان پنهنجي وڏڙن کان ٻڌل اهڙيون ڳالهيون توکي ڇو ٿو ٻڌايان. تو تہ اهڙين ڳالهين ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو، جنهن جي نتيجي ۾ تو ڪيترا ڏکيا ۽ ڏچا بہ ڏٺا؟ مان اهو بہ ٻڌو آهي تہ سرڪار بہ اهڙن حرن کي سزا ڏيڻ لاءِ وَر ڪنجيون ٻيٺي آهي. پر اهڙي مثل هڪ ماڻهوءَ جو لاش ئي نہ ٿو ملي. جڏهن تہ ٻئي ماڻهوءَ جا مائٽ حرن کان ايترو تہ ڏهڪائجي ويا آهن جو سندن خلاف شاهديون ڏيڻ کان ڇرڪن ٿا. مان تنهنجيون ڳالهيون توسان انهيءَ مقصد سان ڪري رهيو آهيان جو مان انهيءَ زماني کان وٺي سمجهڻ شروع ڪيو هو تہ اسان جو مرشد سائين اپار سگهارو ۽ حر جماعت بہ عزت ۽ احترام لائق آهي. منهنجي آرزو هئي تہ جڏهن مان وڏو ٿي جوان ٿيندس تہ مان پنهنجي سچائي ۽ اخلاقن سان هڪ مشهور حر ٿيندس. هي اهو زمانو هو جڏهن اسان جي گهر ۽ ٻين ڪن ٽوڙن کي لوڙهي مان آزادي ملي هئي ۽ پنهنجي ڳوٺ ۾ رهڻ لڳا هئاسون. منهنجي پيءُ آزادي لاءِ اختياري وارن کي درخواستون موڪليون هيون تہ هن ڪنهن بہ قسم جو ڏوهہ نہ ڪيو آهي ۽ لوڙهي ۾ رهڻ دوران ڪو ڊگهو ڊور بہ نہ چوري ڪيو آهي. منهنجو پيءُ هڪ غريب ماڻهو هو ۽ اهڙي آزادي حاصل ڪرڻ ۾ سوڀارو نہ ٿئي ها. پر محبت فقير پير سائينءَ کي ايلاز منٿ ڪري اختياري وارن ڏي اهڙو خط لکرايو هو. اهڙيءَ ريت اسان کي ٻارهن سالن کان پوءِ لوڙهي مان آزادي ملي هئي. پر ان هوندي بہ بابا هر هفتي سنجهوري ٿاڻي تي حاضر ٿيندو هو. اسان پنهنجي گهر جي نئين سر اڏاوت ڪئي هئي ۽ پنهنجي زمين ڪيول هندوءَ کي ٺيڪي تي ڏني هئي. اسان سندس هاريو ڪندا هئاسون ۽ ڏاڍو ريان ڪيان هئاسون.

اسان کي هن گهر ۾ رهي اڃا سال بہ نہ گذريو هو تہ اسان کي هڪ ڏکوئيندڙ خبر لوڏي رکيو. سنڌ سرڪار پير سائين کي گرفتار ڪيو هو جنهن تي مختلف قسمن جا الزم مڙهيا ويا هئا ۽ ڪيس اهڙن معاملن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪورٽن ۾ ويٺو هو. هڪ هڇاريءَ عورت سکر جي پوليس ڪئپٽن وٽ دانهيو هيو تہ پير صاحب سندس پٽ کي ڪنگريءَ واري ڪوٽ اندر قيد ڪري رکيو آهي. حقيقت اها هئي تہ اهو ڇوڪرو پير سائينءَ جو نوڪر هو، جيڪو پڇي هليو ويو هو. مرشد سائين ان کي واپس آڻي پڇڻ کان روڪڻ لاءِ ڪيس قيد ڪري ڇڏيو هو ۽ ساڻس پيار بہ ڪندو هو. سندس ماءُ ڪنگريءَ ۾ پير سائينءَ کي گهٽ وڌ

ڳالهائيندي وتندي هئي. تنهنڪري سائين جن مٿس ناراض ٿي پيا ۽ فقيرن مائي کي قتل ڪري ڇڏيو. پوليس ڪئپٽن هڪ عملدار ۽ سپاهيءَ کي موڪليو جيڪي رات جي وڳڙي ۾ ڪوٽ ٽپي اندر آيا جيڪا توهين ڪان گهٽ ڳالهه ڪانه هئي. هنن اندر اچي تلاشي ورتي ۽ اختيارين کي ٻڌايائون ته ڪين بيشمار بندوقون ۽ بارود هٿ لڳو آهي جنهن کي رکڻ جو پير سائين کي حق نه هو. سرڪاري عملدارن مختلف قسمن جا افواهه وٺي اٿاريا ته اهو ڇوڪرو هڪ صندوق ۾ واڙيل هو. حقيقت ڪٿي ڪيئن به هجي پر اهو ڇوڪرو نافرمان نوڪر هو ۽ پير سائين کي ڪيس سزا ڏيڻ جو حق هو.

اسان جي مرشد کي اهڙي قسم جي ڏوهن جو مجرم سمجهيو ويو هو. ان سان گڏ عورت به قتل ٿي وئي هئي. ان ڪري سکر جي ڪورٽ ۾ مٿس ڪيس هلايو ويو. اسان مريد وسوڙجي ويا هئاسون ته حڪومت ايڏي جرئت ڪيئن ڪئي آهي جو اسان جي مرشد کي عام ماڻهوءَ جيان سمجهي ان سان اڻ سونهون رويو اختيار ڪري رهي آهي. اسان اجا ٻڌتر ۾ هئاسون ته ڇا ڪجي ۽ ڇا نه ڪجي جو خليفا اوڳاڙيءَ لاءِ اچي نڪتا ته پير سائينءَ جي بچاءَ لاءِ بمبئي جو ڪو بهترين وڪيل آڻجي. منهنجي پيءُ گهٽا ڊور ڊڳا وڪٽي چڱي خاصي رقم خليفي کي ڏني. اسان جي پيٽ ۾ اهڙن ماڻهن ايترو پئسو ڏوڪڙ نه ڏنو هو. ان جو ڪارڻ اهو هو ته منهنجو پيءُ مخلص ۽ جذباتي مريد هو. منهنجي ماءُ به ڏهاڙي سانگهڙ ويندي هئي. ڪباب وڪڻڻ وارن وٽ ايندڙ واٽين ۾ ٻين ماڻهن کان پڇندي هئي ته اخبارن ۾ ڇا لکيل آهي. پر اهو پتو پئجي نه سگهندو هو ته اخبارن ۾ لکيل خبرون ڪوڙيون آهن يا سچيون. تنهن ڪري اسان کي ڏاڍي ڇوڻرا ڪوڻرا لڳل هوندي هئي. هلي هلي ڪيس نيٺ ختم ٿيو. پوليس طرفان بيهاريل هچارا شاهد جيڪي عورت ۽ ٻين ماڻهن جي قتل خلاف پير سائين مٿان شاهد هئا سي ڪورٽ ۾ سندس سامهون ٻڙڪ به ٻولي نه سگهيا. پر جج پوءِ به پنهنجي فتويٰ ۾ ٻڌايو ته پير سائين نوڪر ڇوڪري کي صندوق اندر بند ڪري رکڻ ۽ بيشمار بندوقن ۽ بارود رکڻ جو ڏوهاري آهي تنهن ڪري ڪيس اٺن سالن جي قيد جو فيصلو ٻڌايو ويو.[1] اهڙي قانون تي لعنت ۽ اهڙي جج تي ڦٽڪار هجي. هو انگريز نه پر ايراني هو. اسان حر آخري وقت تائين ائين سمجهندا رهيا هئاسون ته سرڪاري عملدار پنهنجي عزت ۽

---

1.. تاريخ 28 اگسٽ 1930 تي پير سائين کي ابراهيم نالي هڪ ڇوڪري کي صندوق ۾ بند ڪري رکڻ، ٻارنهن رائفلن، ٽن بندوقن ۽ پنجويهه هزار گولين رکڻ جي ڏوهه ۾ اٺ سال قيد جي سزا ٻڌائي وئي هئي. ڪيس قتل جي ڪيس مان آزاد ڪيو ويو هو.

وقار خاطر ائين ڪري رهيا آهن نہ تہ سندن اصلي مرضي ڪيس ڇڏي ڏيڻ جي آهي. اسان جي خليفي اعليٰ اختياري وارن ڏانهن سوين درخواستون موڪليون هيون. ان ڪان سواءِ پير سائينءَ خلاف بيهندڙ شاهدن کي ڌمڪائڻ ۽ ڊيڄارڻ لڳا هئا. جڏهن جج پنهنجو فيصلو ٻڌايو تہ سيني جي پيرن هيٺان ڄڻ ڌرتي نڪري وئي. منهنجي پيءُ جيان جيڪي ماڻهو قرباني ڏيڻ لاءِ تيار هئا سي تہ وائڙا ٿي ويا هئا تہ ڇا ڪجي. حڪومت اهڙو بندوبست تہ اڳيئي ڪري چڪي هئي. ان جي پيٽ ۾ اسان ڪجهہ بہ نہ ڪيو هو. جيستائين اسان پاڻ سنڀاليون تيستائين پير سائين وڃي بمبئي پهتو هو. اهڙيون گنديون خبرون توکي جلاوطنيءَ دوران تہ ضرور پهتيون هونديون. حرن جا سيئي ڳوٺ ڏڪ جي سمنڊ ۾ ٻڏي ويا هئا. حڪومت پنهنجي طاقت جي نشي ۾ حرن مٿان ڪيتريون ئي پابنديون مڙهي ڇڏيون هيون. ڇاڪاڻ تہ سرڪار کي خدشو هو تہ حر پنهنجي ردعمل جو ضرور اظهار ڪندا ۽ اهڙن حرن ۾ منهنجو پيءُ بہ شامل هو مون تنهن زماني ۾ اهي خبرون بہ ٻڌيون هيون. اتر سنڌ ۾ سنڌوءَ ۾ وڏو چاڙهہ اچي ويو آهي ۽ هندن کي يڙڪائڻ واسطي شهر ۽ ضلعي سکر ۾ هندو- مسلم فساد ٿي ويا آهن. سرڪار کي اهو سمجهڻ گهرجي ها تہ اهي مصيبتون، جن ڪري سرڪاري عملدار ڏچي ۾ ڦاسي ويا آهن سي اسان جي مرشد سان انصاف نہ ڪرڻ جي ڪري تہ نہ پيدا ٿي پيون آهن؟ خير اهي ڏکيا ڏينهن بہ گذري ويا. ان زماني ۾ اسان ماٺ رهي ڏاڍي غلطي ڪئي هئي. ڇاڪاڻ تہ اسان کي ويساهہ هو تہ انگريز سرڪار ضرور نياءُ ڪندي. اسان کي تہ بگهڙن وارو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي ها. پر اسان تہ بنا ڏنار جي رڍن جو ڌڻ ٿي پيا هئاسون. منهنجي پيءُ جي آزاديءَ ڪان ٿورو پوءِ اسان کي ڏڄ هو تہ مٿان سرڪار اسان کي وري لوڙهي اندر بند ڪري. انهيءَ زماني ۾ محبت فقير سمنڊ رستي وڃي پير سائينءَ جي زيارت ڪري آيو هو جيڪو بمبئيءَ ڪان ڏکڻ پاسي هڪ قيد خاني ۾ بند هو. هن اچي اسان کي ٻڌايو تہ مرشد سائين نهايت خوش هو ۽ سرڪار ڪيس جيل اندر گهڻيون سهولتون ڏنيون آهن، جيڪي عام قيدين کي نہ ڏنيون وينديون آهن. هو ان وقت مرشد سائينءَ سان ٿيل سيني ڏاڍاين کي تمام گهڻو نندي رهيو هو. پر ان جو ڪوبہ فائدو نہ هو. ان ڪان سواءِ مرشد سائينءَ جي وڪيل جناح جي ناڪاميءَ تي گهڻو ڪاوڙيل ٿي ڏٺو جنهن جي ڪاميابيءَ جو سيني کي آسرو هو. ڪيس ڪنگري واري درگاہ جي بندوبست جو بہ گهڻو اُڌڪو هو. ان بابت محبت جيڪو ڪجهہ چيو هو سو ٿورو ٿڪو مون کي ياد آهي. مون کي خبر هئي تہ هو اسان جو ويجهو مائٽ ۽ پير سائين سردار جي

اهم فقيرن مان هڪ هو، تنهن ڪري مون کي سندس چيل لفظ گهٽو ڪري ياد آهن. تن ڏينهن ۾ آءٌ ايڏو وڏو نہ هوس. ان هوندي بہ آءٌ سندس چيل لفظ ورجائي سگهان ٿو جيڪي مون ڪيس بابا سان ڳالهائيندي لڪي ٻڌي ورتا هئا. هو پيو پيرو اسان وٽ آيو هو. مان سمهيو پيو هوس ۽ هنن سمجهيو هو تہ آءٌ ننڊ پيو آهيان.

"واليڏنا ٻڌ! مرشد سان ڏاڍي غداري ٿي رهي آهي. پير سائينءَ کي نہ رڳو ڪوڙهي انگريزي سرڪار ڏک ۽ ڏجها ڏئي رهي آهي پر سندس ويجها مائٽ بہ سندس ويري بڻجي ويا آهن. انهن سان سالم جماعت جا ڪي پڙهيل ڳڙهيل فقير بہ ٻٽ ۽ جهٽ تي بيٺا آهن. سندن چوڻ آهي تہ پير سائين ظلم ڪيو آهي ۽ پنهنجا ڪيتا لوڙي رهيو آهي. تو ٻڌو هوندو تہ مرشد سائين جي پڳ ٻڌڻ مهل انهيءَ جماعت جي ماڻهن اعتراض ڪيو هو تہ پڳ جو حقدار زندا شاهہ (Zinda Shah) (جيئل شاهہ) آهي ۽ ان کي ٻڌائي وڃي ڇاڪاڻ تہ اهو وڏي ياءُ جو پٽ آهي. اسان کي خبر آهي تہ اسان جي اڳيئن مرشد وصيعت ڪئي هئي تہ پڳ زندا شاهہ کي نہ، پر مرشد سائينءَ کي ٻڌائي وڃي. پڳ تي پاڳاري جي پٽ جو حق ان ماڻهوءَ کان وڌيڪ آهي جيڪو پاڳاري جو پٽ نہ آهي. اهڙي اصول جي خلاف سوچڻ غلطي آهي. ٻنهي خاندانن جو ڏاڏو تہ ڪٺي هڪ هو پر اها ڪا وڏي ڳالهہ ڪانہ آهي. هي بي شرم بي حيا زندا شاهہ چئي رهيو آهي پير سائين سردار کي سرڪار جيل ۾ وڌو آهي سو مريدن کي سنئين دڳ لائڻ جهڙو نہ آهي، بلڪہ ان لائق ئي نہ آهي، تنهنڪري ان جي جاءِ تي ڪيس پير پاڳارو تسليم ڪيو وڃي."

هن ماڻ ڪئي تہ منهنجي پيءُ ڪجهہ چيو جيڪو آءٌ سمجهي نہ سگهيو هوس. محبت سائين اها ڳالهہ بہ ٻڌائي هئي تہ سکر جي اختياريءَ وارن پير سائين جي ملڻ لاءِ ڪيس ٻي پاس ڏني آهي. منهنجي پيءُ کي اهو بہ چيو هئائين تہ هتان واپس موٽڻ کان پوءِ هو ڪنگري اچي سائس ملي. بابا کي هفتي کن کان پوءِ سنجهوري ۾ پوليس وٽ حاضر ٿيڻو هو. بابا سائين مون کي چيو تہ سائين! مان ڪنهن ضروري ڪم سانگي پير سائينءَ سان ملڻ وڃي رهيو آهيان. اتان اچڻ لاءِ مون کي ڇهن مهينن لاءِ ضرور قيد ڪيو ويندو، ڇاڪاڻ تہ مان ان دوران سنجهوري پوليس وٽ حاضري ڀري نہ سگهندس. اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ مان ڪڏهن بہ موٽي نہ سگهان. مرشد سائين جي ڪم جي ڀيٽ ۾ هيءَ ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي، پر جيڪڏهن آءٌ نہ ٿو موٽي سگهان تہ ٻچا منهنجا هي لفظ ضرور ياد ڪجانءِ تہ: "پير سائين پاڳاري جو سچو مريد ٿي رهجانءِ ۽ سندس نالي مٿان هر

شيءِ گهوري چڏجانءِ. ان خلاف جيڪڏهن توکي ڪا لالچ ملي تہ ان ڏانهن اک کڻي بہ نہ واجهائجانءِ، پر جيڪڏهن ڏک ڏوجهرا منهن ۾ اچي وڃن تہ بسم الله ڪري اکين تي رکجانءِ. هي ڳالهہ ڌيان ۾ ضرور رکجانءِ تہ هو ڪيئن ڪري بہ موٽي ايندو ۽ انهن ماڻهن کان چڪي پلاند وٺندو جن ڪيس ڏکن ڏوجهرن ۾ وجهي ڇڏيو آهي. انهن کي بہ سزائون ملنديون جن کي هن وقت تائين ڪجهہ بہ نہ ٿيو آهي ۽ کيس ڇڏي ويا آهن. پيو تہ حر جماعت سان سچو رهجانءِ. پهرين حر ثابت ٿجانءِ ۽ اسان جي جماعت توسان هر ڏکيءَ ويل واهر ڪندي. تنهنجو سوٽ سچل توکي ضرورت موجب هر ڳالهہ سمجهائيندو ۽ سيکاريندو. آخر ۾ هيءَ ڳالهہ بہ ٻڌ، تون هاڻي سمجهہ سان تي ويو آهين. چار ڏوڪڙ ڪمائي ماءُ جي تريءَ تي ضرور رکجانءِ. مان ڪيول سان پڻ ڳالهائي ڇڏيو آهي. تون سندس رڍون ٻڪريون، پنهنجي رڍن ۽ ٻڪرين سان گڏ چارجانءِ. هو توکي ٽي رپيا مهينو چاراڻي ڏيندو. توکي هميشہ اهو ياد رکڻو پوندو تہ ڪنهن جو پٽ آهين؟ تنهنجو گهر بهادريءَ جي ڪارنامن ڪري وڏيءَ عزت وارو ۽ گهڻو مشهور آهي. آس آهي تہ تون بہ پنهنجي سورهيائي جي ڪارنامن سان سون تي سُهاڳ ثابت ٿيندين.“

مون کيس وراڻيو تہ، ”بابا مون کي پاڻ سان گڏ وٺي هل تہ مان ڏسان تہ اوهان غدارن کي ڪهڙي طريقي سان قتل ڪري رهيا آهيو.“ اها ڳالهہ ٻڌي هو اچرج ۾ پئجي ويو. مون کيس گوڏن تي ٿڦڪيون هڻندي ٻڌايو تہ مان هن ۽ محبت فقير جي وچ ۾ ٿيل ڳالهيون ٻڌي ورتيون آهن. هو مون تي ڪاوڙجڻ بدران ڏاڍو خوش ٿيو ۽ امڙ کي سڏي چيائين تہ هي ننڍڙو تہ هاڻي ٿي سچو حر ٿي پيو آهي ۽ هن وقت ٿي فقيرن سان گڏجي ڪارروايون ڪرڻ ٿو چاهي. هاڻي مون کي پڪ ٿي وئي آهي تہ هي منهنجو پٽ آهي. هن مون کي انهيءَ ڳالهہ لاءِ زور ڀريو تہ مان اکيون، ڪن کوليان ۽ وات بند رکان. ملهہ وڙهندو ۽ قيد ٿيڻ واري راند کيڏندو رهان، ٻارن سان شرطون رکي ڊوڙندو ۽ ميلا ملاکڙا ڏسندو رهان ۽ وڏيرن جي اوطاقن ۾ ٿيندڙ پهلوانيءَ جي مقابلن ۾ ضرور حصو وٺان. انهيءَ لاءِ تہ جيئن مان ڦڙت ۽ سگهارو ٿيان. پوءِ هن مون کي ۽ امڙ کي ڀاڪر پاتو. اهڙيءَ ريت موڪلائي هلڻ وقت ڏاڍو خوش نظر اچي رهيو هو.

اسان کي ڪجهہ عرصي لاءِ ڏاڍيون آسون ۽ اميدون هيون. هفتيوار حاضري لاءِ بابي بدران امڙ مون کي سنجهوري ٿاڻي موڪليو تہ پوليس کي ٻڌايان تہ منهنجي پيءُ واليڏني کي ڏاڍو تپ آهي ۽ هلڻ چلڻ جهڙو نہ آهي. مان بابا بدران هي ڪم ڪري ڏاڍو خوش ٿيو هوس جيڪو وڏو ڪم نہ هو. مون پنهنجي مقصد

ڪان گهٽ وڌ هڪ اکر به نه ڳالهايو. پوليس عملدار منهنجو بيان لکيو پر ڳالهه جي تصديق لاءِ ڪنهن گهوڙي سوار کي اسان جي گهر نه موڪليائين. هاڙهه ۽ ڪاڙهه جي رُت هئي. هن موسم ۾ پوليس وارا ۽ ٻيا ماڻهو ڪم ڪرڻ کان ٻيا گوٺ ناٺ ڪندا آهن. انهيءَ زماني ۾ يوسف فقير حرن کي هن ڳالهه تي آماده ڪرڻ لاءِ نڪري پيو هو ته هو لوڙهن جي ڦاٽڪن ۽ خزاني جي آفيسن سامهون بک هڙتال ڪن ته جيئن سرڪار مٿن رحم ڪري پير سائين کي آزاد ڪري ڇڏي. منهنجي امان هن طريقي کي اجايو سمجهيو هو ۽ چئي رهي هئي ته هن مان هڙ حاصل ڪانه ٿيندي. مون واري سوٽ سچل به چيو ته اهڙيون ڳالهيون فقط هندن کي سونهن ٿيون جيڪي ڪنهن ماڻهوءَ کي ڏک به نه ڏئي سگهندا آهن. ان وقت اتر پار ڪان هڪ خاصي خبر آئي ته پير سائين جي پائيٽي ڪارمنهين زندا شاهه کي ڪنگريءَ پرسان ڪن فقيرن ڀڳهيءَ تان لاهي قتل ڪري ڇڏيو آهي. مان چئي سگهان ٿو ته ڪجهه وقت اڳ بابي مون سان اها ڳالهه ڪئي هئي. هن ڪاروائيءَ ۾ ستن يا اٺن حرن حصو ورتو هو. محبت فقير اهڙن مجاهدن جي خبرداريءَ سان ۽ مختلف علائقن مان چونڊ ڪئي هئي ۽ انهيءَ ۾ حر جماعت جي سيني حرن پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪيو هو. انهن مان ٽن جو تعلق جمڙائو واري علائقي سان هو. اسان واري حصي جي نمائندگي اڪيلي سر بابي ڪئي هئي. اسان جي مخالفن مان ٻن سنجرائين حصو ورتو هو جيڪي واهه جي ڀڄي پاسي ميوجي ڳوٺ جا رهاڪو هئا. بابي گهوڙي جي واڳ هٿ ۾ وجهي ڀڳهيءَ کي جهلي ورتو. ٻين پنهن طرف کان اچي دشمن کي جهنم رسيد ڪيو هو. وٽس پستول هو پر هو فائر ڪري نه سگهيو هو. بدقسمتي جي ڳالهه اها هئي ته روڊ ماڻهن سان ڀريل هو ۽ ڪيترن ئي ماڻهن اها ڪاروائي اکين سان ڏٺي هئي. فقيرن کي ان وقت ڪيس قتل ڪرڻ نه ڪپندو هو. پوليس به اک ڇنڀ ۾ جاءِ واردات تي پهچي وئي ۽ واردات جا ان کي ڪيترا اهڃاڻ ملي ويا. ان ڪان جلد ئي پوءِ هڪ سنجرائي ۽ هڪ ٻروچ جهلجي پيا. منهنجو پيءُ روپوش ٿي ويو. ڪيس ڳوٺ ايندي گهر ويجهو جهليو ويو هو. پوليس ڪيس ڏوهاري ثابت ڪري ڪانه سگهي هئي. ڪجهه عرصي کان پوءِ هڪ هڪ ڪري سيئي ڏوهاري جهلجهي پيا هئا. سيئي ثابت قدم حر هئا. آخر ۾ ڪورٽ ٻن سنجرائين کي ڦاسيءَ جي فتوي ٻڌائي هئي. حرن جون اهڙيون خطرناڪ ڪاروايون ڏسي سرڪار ڏاڍي ڏمرجي پئي هئي ۽ مشڪوڪ حرن کي جلاوطن ڪري دکن ۾ قائم ڪيل لوڙهي ۾ رکيو ويو هو.[1] دکن ڏانهن وڃڻ کان

1. سينٽرل جيل حيدرآباد.

اگ ۾ امڙ بابا سان حيدرآباد واري سينٽر ۾ ملاقات ڪئي هئي. پابنديءَ ڪري هو پاڻ ۾ ڳالهائي ڪونہ سگهيا هئا ۽ پوليس وارا بہ مٿان بيٺا هئا. جيجل ڪانٽس فقط هڪ سوال پڇيو هو تہ هوءَ ٻارن ٻچن سميت ساڻس گڏجي دکن هلڻ لاءِ اختياري وارن کي درخواست ڏئي يا نہ؟ بابا کيس ائين ڪرڻ کان منع ڪئي هئي. امڙ ڏاڍي عقل واري هئي جنهن اختياري وارن ڏانهن جهٽ پٽ هڪ درخواست موڪلي ڏني تہ سندس مڙس هن کان ڪاوڙيل آهي تنهن ڪري کيس حياتيءَ جو خطرو آهي. ان کان سواءِ هن پنهنجي پٽ ۽ ڌيءُ کي پرڻائڻ جو فيصلو ڪيو آهي. پر حقيقت اها هئي تہ اسان ٻئي پرڻي واري عمر کان بلڪل ننڍا هئاسون. ان کان سواءِ اهو بہ لکيو هئائين تہ جيڪڏهن کيس دکن ڏانهن جلاوطن ڪيو ويو تہ هو تباهہ ٿي ويندا. اهو بہ عرض ڪيو هئائين تہ سندس طبيعت نيڪ ڪانہ آهي ۽ اتان جي آبهوا برداشت ڪري ڪانہ سگهندي ۽ پنهنجي ۽ پنهنجي ٻچن جي پيٽ گذر لاءِ ٻني ٻارو پاڻ سنڀاليندي آهي. انهن کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترا ڪارڻ ٻڌايا هئائين. سنجهوري جي صوبيدار کي خوش ڪرڻ واسطي هن ڏانهن قيمتي سوڪڙيون پاڪڙيون بہ ڪٺي وئي هئي. صوبيدار کيس يقين ڏياريو هو تہ سندس درخواست تي سندس فائدي ۾ نوٽ هڻندو. هتي مان هي ذڪر ڪرڻ بہ ضروري ٿو سمجهان تہ امڙ ڏکهہ ٻچن جي ماءُ هئي پر پوءِ بہ ڏاڍي سهڻي هئي. صوبيدار بہ ائين سمجهيو هوندو تہ هوءَ گهر ۾ اڪيلي رهي تہ ڏاڍو ڀلو ٿيندو. تنهن ڪري هن امڙ جو ڪيل عرض اگهايو. امڙ مون کي چوريءَ ٻڌايو تہ بابا جي خواهش هئي تہ هوءَ هتي حر جماعت جي نظر هيٺ سنڌ ۾ رهي پوي. سنڌ سرڪار زندا شاهہ جي قتل جي مکيہ مجرم کي جلاوطن نہ ڪري خوش ڪانہ هئي. ان کان پوءِ مشهور معروف حر محبت فقير، بچو بادشاهہ جي پٽ وريام فقير، يوسف ۽ سندس پٽ، محمود فقير لغاري ۽ سندس ٻيءُ کي جلاوطن ڪري ڇڏيو جيڪو سيني خليفن جو مک هو. ان کان سواءِ اسان جي سوٽ سونہائي کي پڻ جلاوطن ڪري ڇڏيو. فقط انهيءَ ڪري تہ هوءَ پيروءَ وزير جي گهر واري ۽ محبت فقير جي ڀيڻ هئي. انهيءَ وقت اسان ماٺ رهڻ تي مجبور هئاسون تہ مٿان پوليس مجرجي پوي.

ان وقت آءٌ ڳنڍر ٿي چڪو هوس. ڀيڻ جيئندي ڏاڍي وڻندي هئي. ٻئي گڏجي راند ڪڏندا هئاسون. هوءَ ڏاڍي ڦڙت چالاڪ ۽ عقلمند هئي. اسان ٻئي هڪ ٻئي کي پير سائين ۽ ان جي ڪانيءَ ڪرامت جون ڳالهيون ٻڌائيندا هئاسون. اهڙيون ڳالهيون اسان کي پنهنجي ماءُ ٻڌائيندي هئي. مان بابا جي هدايتن کي وساري ڪونہ ڇڏيو هو ۽ پنهنجي ٿهيءَ جي ٻارن کان ڊوڙڻ ۾ تکو هوس. سانگهڙ

يا سنجهوريءَ تائين پورا پنج ميل هڪ ساهيءَ ڊڪي ويندو هوس ۽ ڪو بہ ٻار مون کي پڄي ڪونہ سگهندو هو. ملھ ۾ بہ هڪ شيدي ڇوڪري کان سواءِ سيني کي ماري ويندو هوس. هي ڇوڪرو وڏي ملھ جو پٽ هو جنهن کي تر جو وڏيرو ملاڪڙن ۾ ملھ وڙهڻ لاءِ تاتي رهيو هو. هو ملھ جا سيئي داءَ ڄاڻندو هو. مان وري اهي اٽڪلون ڪاٽس سڪيس. مان ان وقت ان عمر ۾ پهچي چڪو هوس جو رت ۾ هڪ قسم جو نئون جذبو پيدا ٿي چڪو هو جيڪو راند ڪيڏڻ سان ماٺ ڪونہ پئي ٿيو. چاهيم پئي تہ ملھ واري پڙ کان سواءِ ٻئي هنڌ بہ جيڪر ڪنهن کي پاڪر پايان. مان پانيو تہ عشق سان لاڳاپيل ڳالهيون هوريان پٽڪيون نہ وڃن. ان ڪري مان عشقيہ راڳ ڳائڻ سکي ورتو ۽ ڪنهن سان ملڻ جي خواهش ٿي رهي هئي. پاڻ کي سينگارڻ ۽ محبوبہ کي سوکڙي ڏيڻ لاءِ پئسي ڏوڪڙ جي بہ ضرورت محسوس ٿي. پوءِ مان پاڙي جي هڪ جيڏن واندن سان گڏجي جوا ڪرڻ بہ شروع ڪئي ۽ ان کان پوءِ ڍڳي چوريءَ جي هشي بہ پئي جنهن وسيلي ضرورت کي منهن ڏيڻ لاءِ چار ڏوڪڙ بہ ملي پوندا هئا جن مان ڪجھ خرچ پڪي لاءِ امڙ کي بہ ڏيندو هوس.

اها چڻ هڪ فطري ڳالھ هئي. منهنجي ننڍڙي پيڻ اهڙي ياءُ جي سارسنيال هيٺ هئي جيڪو اڌ سامايل ڇوڪرين ۾ دلچسپي وٺي رهيو هو. سانگهڙ جي بازار ۾ جوا ڪيڏندو هو ۽ نالي وارن چورن سان گڏجي ڍڳا چورائيندو هو ۽ مکيءَ ۾ پاتاريدارن جي حوالي ڪندو هو. جڏهن مان گهر ويندو هوس تہ هوءَ مون کي ڏاڍو قرب ڏيندي هئي. هڪ پيار ڏيندڙ ڀيڻ جيان ساھ پئي صدقي ڪندي هئي. مان بہ کيس سڀ ڳالهيون ٻڌائي وڃي توڙ ڪندو هوس. دل چاهيو تہ جيڪر امڙ کي چوان تہ مان پنهنجي ڀيڻ جيئندي جو وري بہ سرپرست ٿيڻ ٿو چاهيان. چڱيءَ ريت سمجهي چڪو هوس تہ هوءَ پوکي راهي ۽ ڍور ڍڳي چارڻ پيارڻ ۾ منهنجو سيرو ۽ سهر ساٿي ثابت ٿي سگهي ٿي. هوءَ سامائي ڪانہ هئي. پر سندس خواهش هئي کيس ڇوڪريءَ بدران ڇوڪرو تصور ڪيو وڃي. معلوم ائين ٿي رهيو هو تہ هوءَ وڏي ٿي ڏاڍي سهڻي عورت ٿي پوندي. مان اهڙي ڳالھ امڙ کي ٻڌائي تہ ان نهہ پهہ ورائيو تہ تون ڪري خراب ٿيو آهين، پر مان پنهنجي نيائيءَ کي ائين ٿيڻ نہ ڏينديس. جيئندي اسان جي ڪر جو ننگ ناموس ثابت ٿيندي. تنهن ڪري تنهنجو جيئنديءَ سان واسطو نہ اڄ نہ سڀاڻي ۽ مون کي اهڙي ڳالھ چوڻ جي ڪڏهن بہ جرئت نہ ڪجانءِ.

ڍڳي چوريءَ مان جيڪي چار پئسا ملندا هئا سي کپائيندو ڪونہ هوس پر

جئنديءَ جي پرٽي لاءِ نٽ، بولو، ڪڙيون، ۽ چوڙيون وٺندو ويندو هوس. امڙ بہ هن جي چولي ڳنڍي پرڻ لاءِ چارئي پهر پٺي سٺي هلائيندي هئي. انهيءَ زماني ۾ وهاڻ تي ويو. منهنجي ڪنوار جو نالو عزت هو جيڪا منهنجي ننڍي چاچي جي ڌيءَ هئي. هوءَ ٿورو وقت ٽيندو جو گذاري وئي آهي. اسان جو ننڍي کان مڱڻو ٿيل هو. هوءَ ٿانڊي ٽيپٽي رکي ۽ بي حس هئي. ڪنواري هئي، مون کي عورت جي نفسيات سمجهڻ جو تجربو هو. مون سمجهيو تہ جيڪڏهن هن مون سان پيار نہ ڪيو تہ اها اچرج جهڙي ڳالهہ هوندي. امان سان تہ سندس ترسنوان هئا، پر جيئندي جي سونهن سوپيا کان پٺي سڙندي پچندي هئي. مان جيئندي کي گاريون ڏيڻ تي ڪيس بہ تي پيرا ماريو بہ هو. اسان ٻنهي زال مڙس جو وقت ڏاڍو سٺو گذرندو هو. امان کي هڪ يا ٻہ ماڻهو چاهيندا هئا. سندن تعلق حر جماعت سان هو جيڪي ڪڏهن اسان جي گهر بہ ايندا هئا. هو مون کي پاڻ جهڙو حر سمجهندا هئا. سندن ڳالهين مان نوان جذبا جاڳي پوندا هئا ۽ دل گهرندي هئي تہ جيڪر مان بہ حر جماعت جو اهل فرد هجان.

پير سائين هڪ فقير کي معتقد مريدن سان رابطي قائم ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو هو جنهن کي ڪڏهن دکن ڏانهن جلاوطن ڪيو ويو هو. مرشد سائين پنهنجي بنديخاني مان ڪيس کي هدايتون ۽ حڪم لکي ڏنا هئا. مون کي اهو پتو ڪونہ آهي تہ اهي ڪاغذ سنڌ ۾ ڪهڙي طريقي سان پهتا هئا. پر انهن خطن جو مفهوم هوريان هوريان لڪڙتار وسيلي جيڏانهن تيڏانهن پکڙجي ويو. توکي خبر هوندي تہ اسان پنهنجي مرشد جي چيل لفظن جو ڪيترو انتظار ڪري رهيا هئاسون. پهرين پيغام ۾ هن سوٽ محبت فقير جي ڪاروائن کي تمام گهڻو ساراهيو ۽ اطمينان جو اظهار ڪيو هو. ان پيغام ۾ بابي جو بہ اڻ سڌي طرح ذڪر هو. مرشد سائينءَ جو اهو پيغام مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي.

”محبت هڪ سچو مريد ۽ بهادر غازي آهي. مون ڪيس فاتح جو لقب ڏنو آهي. الله تعالي بہ ڪيس انهيءَ نالي سان سڏيندو. هو غازي آهي ۽ قيامت جي ڏينهن هو مون سان گڏ هوندو.“ ان کان پوءِ پير سائينءَ جا چيل لفظ هن طرح آهن:

”محبت جي ٽوليءَ جا ماڻهو بهشت جي دروازي تي موجود فرشتن جهڙا مقدس آهن. پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن بہ مشڪل وقت پنهنجن اصحابن کان وفاداري جو عهد ورتو هو. محبت ۽ سندس ماڻهن بہ مون سان جڻ قسم سان عهد ڪيو آهي. اهي پيغمبر صلي الله عليه وسلم جي اصحابن جيان سچا آهن. اهي

غازي آهن."

پير سائينءَ حڪم ڪيو هو تہ ساري حر جماعت محبت فقير ۽ ٻين جي عزت ڪري جن ۾ سوڻ سچل جو بہ نالو هو. سندس چيل وڏيڪ لفظ هن ريت هئا:

"جنهن کي مرشد چڱو سڏي ٿو سي رسول صلي الله عليه وسلم جن جي آڏو بہ چڱا هوندا ۽ جيڪو رسول پاڪ وٽ چڱو هوندو سو خدا وٽ بہ چڱو هوندو. اهو ماڻهو جيڪو کين عزت ڏيندو اهو قيامت جي ڏينهن عزت وارو ٿيندو. جيڪڏهن ڪو ائين نہ ڪندو تہ ان لاءِ هن دنيا ۾ عذاب هوندو."

امڙ مرشد سائينءَ جي اهڙن لفظن ڪري گهڻي خوش هئي تہ سندس گهر ياتين کي تمام گهڻي عزت ڏني وئي آهي. جڏهن هوءَ سانگهڙ جي بازار مان موٽندي هئي تہ تڪي توري وڪ ڪٽندي هئي. گنديءَ جي ٻُڪر هٽي هلندي هئي تہ سندس اکين مان شان ۽ وقار پيو بڪندو هو. ايڏي سهڻي هوندي هئي جو سندس مٿي تي سبزي ترڪاري جي هڙ هوندي هئي تہ بہ جڻ ڪنهن ملڪ جي راڻي لڳندي هئي. اسان جي پاسي وارا حر جماعت جا ماڻهو ڪيس ڏاڍي عزت ڏيندا هئا. گل نظامائي ۽ سندس مائٽ خليفي کي تمام گهڻي زمين هوندي هئي، جيڪا سانگهڙ جي چوڌاري پکڙيل هئي. انهن مان هرهڪ پنهنجي پٽ لاءِ جيئنديءَ جو سڱ گهريو هو. پر منهنجي ماءُ کين مختلف بهانا ڏئي انڪار ڪري ڇڏيو.

مان بہ پنهنجي ليکي ڀاڻ کي گهڻو ڪجهہ سمجهندو هوس ۽ چوريءَ ۾ ڪنهن جي بہ پرواهہ ڪونہ ڪندو هوس. هڪ ڏينهن مينهن جي چوريءَ ۾ سڳ سوڌو پڪڙجي پيس. پوليس مون کي جهلي وئي ۽ سنجهوري واريءَ ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويو. مان سمجهان ٿو تہ منهنجي ڪنهن چور ساٿيءَ ساڙ وچان جوٽي ڪنئي هوندي. پر مان جهلجي گهڻو ڪجهہ سکي چڪو هوس. صوبيدار ڪورٽ ۾ بيان ڏنو تہ "هي عادي چور آهي ۽ هن جو لاڳاپو ملڪ جي خطرناڪ حر گهرائي سان آهي."جڏهن مئجسٽريٽ پڇيو تہ توکي ڇا چوڻو آهي تہ مون ڪيس ورائيو تہ "اهو سڀ ڪوڙ آهي ۽ صوبيدار جو ڪوڙو الزام آهي. هي منهنجي ماءُ سان ناجائز تعلقات رکڻ ٿو چاهي. اهڙي انڪار ڪان پوءِ هن اهو جڙتو ڪيس جوڙي ورتو آهي." منهنجي بيان ڪيل پوئين ڳالهہ تہ سچي هئي پر چور عام طور تي بچاءُ خاطر اهڙا بيان ڏيندا رهندا آهن. مئجسٽريٽ کي ويساهہ ڪونہ آيو ۽ مون کي نو مهينا سزا ڏئي ڇڏيائين. جڏهن مون کي پهريون ڀار ڇائو تہ مان هتي حيدرآباد واري

جيل ۾ هوس جيڪو جمڻ سان ئي مري ويو. مون کي ان ٻار جي وفات تي ڪو ڏک ڪونہ ٿيو هو. ڇاڪاڻ تہ مون موت جي منظر کي ڪونہ ڏٺو هو. مان خوش هوس تہ لڪيل ٽري نہ سگهندو آهي. مان ۽ منهنجي زال جوان آهيون تنهن ڪري گهڻي اولاد جي اميد هئي. هتي جيل ۾ ڪيترائي تجربيڪار ماڻهو موجود هئا جن وٽان آءٌ گهڻو ڪجهہ پرائي رهيو هوس. گهر موٽڻ کان پوءِ منهنجي لاءِ دنيا ۾ گهڻا رستا کليل پيا هئا. انهيءَ زماني ۾ پير سائين سردار کي سمنڊ رستي وٺي وڃي بنگال جي ڪلڪتي پرسان جيل ۾ رکيو ويو هو. مرشد سائينءَ جو مريدن سان لڳاتار ڳانڍاپو موجود هو. ڪامورن کي اهڙي تعلق تي سخت اعتراض هو. نظر ائين اچي رهيو هو تہ سندس لڪيل ڪجهہ خط پوليس کي هٿ اچي ويا هئا. مان پير سائينءَ جي لفظن کي گهڻو وقت پوءِ سمجهڻ لائق ٿيو هوس جيڪي ڪجهہ هن ريت هئا:

”ڏسو تہ فقط ٻہ ٽي لک ماڻهو هندستان جي ٽيهن ڪروڙن کان وڌيڪ انسانن تي حڪومت ڪري رهيا آهن. ان جو ڪارڻ اهو آهي تہ هندستان جا ماڻهو گيدي ۽ نش آهن. سنڌ هندستان جو حصو آهي. اهي ٽي لک ماڻهو انگريزن جي فوج آهي ۽ هي حقيقت ضرور ياد رکڻ گهرجي.“

”هٿيار بهادر ماڻهن جي سونهن آهي ۽ هٿيار سان سندس دل بهادر ٿي ويندي آهي جنهن جي مدد سان جيڪو چاهيندو آهي ڪري سگهندو آهي. ڪهاڙي ۽ لٺ بہ هٿيار جو قسم آهي.“

”سنڌ جو گورنر جيڪو فوجي جرنل آهي ۽ ڪمشنر هن حقيقت کي ضرور ڄاڻيندا پرکيندا تہ مريدن پنهنجي مرشد جا چيل لفظ هنئينءَ سان هنڊايا آهن يا نہ. ان سان گڏ هن ڳالهہ کي بہ نہ وساريو وڃي تہ:

”هرڪنهن کي مري هي جهان ڇڏڻو آهي. تنهن ڪري ان کي سچو شهيد ٿي مرڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو موت کان ڊڄي گهر ۾ ويهي رهندو پوءِ بہ تہ ڪيس مرڻو آهي. جيڪڏهن هو بهادر آهي ۽ دشمن سان وڙهي مري ٿو تہ ان کي مثل نہ ڇٽبو ڇاڪاڻ تہ سندس نالو قيامت تائين وڄندو رهندو.“

جيڪڏهن سرڪاري ڪامورا اهو سمجهي رهيا آهن تہ مرشد کي هندستان جي ٻئي پاسي جيل ۾ بند ڪيو ويو آهي ۽ دکن جي لوڙهي ۾ موجود مريد ڪائنس ڪو پيغام حاصل ڪري ڪونہ سگهندا سا سندن ڀل آهي. ٻين مريدن کان جلد ئي پوءِ محبت فقير جي پاءُ کي بيجاپور واري لوڙهي ڏانهن روانو ڪيو ويو هو. ڪيس خبر هئي تہ پير سائين جي مريدن ۾ هڪ اهڙو ماڻهو بہ هو جنهن جو نالو هن

جي نالي جهڙو هو ۽ سندس تعلق اتر سنڌ سان هو جيڪو گهٽو مشهور بہ ڪونہ هو. ان ماڻهوءَ کي چيو ويو تہ مرشد سان بنگال جي جيل ۾ ملڻ لاءِ پاس واسطي سرڪار کي درخواست ڪري. جيڪڏهن اها قبول ڪئي وئي تہ محبت فقير جي ياءُ حوالي ڪئي ويندي جيڪو ان ماڻهو جو همنام هو. اهڙي چالاڪي ڪامياب وئي. ڪامورن کي اها خبر ڪانہ پئي تہ پير سائينءَ جي ملاقات لاءِ ڪنهن غلط ماڻهوءَ کي موڪل ملي آهي. سرڪار کي اهڙي حقيقت جي خبر پوڻ تائين تمام گهڻي دير ٿي چڪي هئي. تنهن ڪري اهڙي ملاقات رڪجي ڪانہ سگهي هئي.

ان ڪان پوءِ بہ ٿي سال ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيو جنهن جو بيان ڪري سگهجي. مان ڏڱن جي چوريءَ ۾ ڌمر لائي ڏني. اهڙن ڪڌن ڪمن ۾ نظامائي وڏيرا منهنجا پرجهلا ٿي بيٺا هئا. ڪين منهنجي پيڻ جيئندي جي سگ جو آسرو هو جيڪا ذري گهٽ جوان ٿي چڪي هئي. سونهن ۾ بہ سرس هئي. آڪڙ ۽ وڏائي بہ ڏاڍي هئس. امڙ جي لاڏ ڪري هوءَ گهر مٿان ڇانيل هئي ۽ ڪنواريءَ ڇوڪريءَ لاءِ ايئن ڪرڻ چگو ڪونہ سمجهيو ويندو آهي. منهنجي زال کي تہ ڪير ڪنگهندو بہ ڪونہ هو جيڪا ڏاڍي ڇيڙاڪ ۽ تيسياري هوندي هئي. اهڙين ڳالهين ڪري ڪيس ڇڪي اچي وئي ۽ ٻار ضايع ٿي ويس. منهنجي اچڻ ڪان جلد ئي پوءِ اميدواري ٿي وئي هئي ۽ گهر ۾ بہ صلح ۽ سانت ڇائنجي وئي هئي. مان بہ پوکيءَ راهي جي ڪرت سان لڳي ويس ۽ هڪ ٻئي نظامائيءَ جو هارپو ڪرڻ لڳس جيڪو گهٽو پري ڪونہ هو.

مون کي پٽ ڄائو. هو ٻارنهن مهينن جو ٿيو تہ سڄي ملڪ ۾ هو هواءِ ٿي وئي تہ پير سائين جيل مان آزاد ٿي رهيو آهي. ان ڪري اسان پڪو پهہ ڪيو تہ سيني مريدن ڪان پهريان سندس زيارت اسان ڪنداسون.[1] مان ڪيول ڪان هڪ سؤ رپيا اڌارا ورتا ۽ ڏاند گاڏيءَ ۾ چڙهي شهدادپور روانا ٿياسون. سيني گهر ڀاتين کي پلا لٽا پاتل هئا. اتي پهچي ڏٺوسون تہ اوسي پاسي جا بيشمار مريد گڏ ٿيا بيٺا هئا. غريب غربو ڏاڍو خوش هو. سياري جي رت هئي. اسان پاڻ سان هنڌ بسترا ڪونہ کنيا هيا. اسٽيشن پرسان هڪ وڻ هيٺان وڃي لڏو لاٿو. اسان ڪيترن ڏينهن تائين مرشد سائين جي اوسيئڙي ۾ ويٺا رهياسون. هڪ رات جو پتو پيو تہ پير سائين هڪ اسپيشل ٽرين وسيلي بهاولپور ڪان روانو ٿي چڪو آهي. باڪ ڦٽيءَ ڪان اگ ئي اسٽيشن تي ٻنهي پاسن ڪان مريد قطارون ڪري بيهي ويا. مون کي

1. پير صاحب سزا ڪاٽي آڪٽوبر 1936ع ۾ سنڌ موٽي آيو هو. ڪيس سزا جي معافي بہ ملي هئي.

الڪو هو تہ متان ننيڙي کي پيهہ ۾ ڪو ڏک نہ لڳي تنهن ڪري عورتن کي چيم تہ جاءِ جي ڇت تي چڙهي ويهن ۽ انهيءَ طريقي سان مرشد سائينءَ جي چڱي ريت زيارت ڪري سگهنديون. مون کي ماڻهن جي ميڙ ۾ چڱو موقعو ملي ويو هو. وڏن ماڻهن ۽ پوليس جي موجودگيءَ ۾ مان اڳيان بيٺو هوس جيڪي عام ماڻهن کي پوئتي ڌڪي بيهارڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. جڏهن اسٽيشن تي گاڏي آئي تہ ڏٺم اها وڏن ماڻهن سان ڀريل هئي جيڪي پئسو خرچ ڪري وڃي بهاولپور پهتا هئا ۽ پير سائينءَ جي اچڻ جو بندوبست ڪيو هئائون. اهي لهندا مرشد سائين جي گاڏي جي سامهون بيهندا ويا. منهنجا ڀاڳ ڀلا هئا جو مان هيٺ لهڻ کان اڳي ئي سندس زيارت ڪري ورتي هئي. هو ڪن پل لاءِ دروازي وٽ اچي بيهي رهيو. سندس شاندار ٽوپي ۽ ڪپڙا صبح جي سج ۾ چلڪي چمڪي رهيا هئا. سندس هٿ ۾ چانديءَ جي عصا هئي. پر مان سندس منهن جي مٺيان ڏسي دنگ رهجي ويو هوس. جيڪڏهن هو جلاوطن ٿيڻ کان اڳ شهزادو هو تہ هو هاڻي بادشاهہ ٿي اسان وٽ پهتو هو. هن پير پٽ تي مَس رکيو تہ بيشمار حرن جا نعرا هوا ۾ گونجڻ لڳا:

پيج پاڳارا... پيج پاڳارا...

جن ماڻهن سندس گذرڻ لاءِ قطار ٻڌي رستو جوڙيو هو تن سندس آرام سان گذري وڃڻ لاءِ بندوبست ڪيو. جڏهن اسٽيشن جي دروازي ڏانهن وڌڻ لڳو تہ پنيان سندس قدمن واريءَ جاءِ تي مريد سمهي پيا ۽ ان جاءِ کي چمڻ لڳا. عام پوليس، ريلوي عملدار بہ مرشد سائينءَ کي خوش ڪرڻ لاءِ بناوٽي قسم جا سلام ڪري رهيا هئا. جڏهن ماڻهن جو وڏو ميڙ مرشد جي ڪڍ لڳي پيو تہ مان نم جي ٽارين ۾ هٿ وجهي بل ڏنو تانجو ريل جي پٽڙيءَ تي وڃي ڪريس. اسٽيشن کان ٻاهر مرشد جي سواريءَ لاءِ پالڪي بيٺي هئي ۽ مٿس چڙهڻ کان اڳ هن هٿ لوڏي مريدن کي دعا ڪئي. منهنجي دل ڀرجي آئي ۽ اکين مان ڳوڙها ٽمڻ لڳا. اتي بيٺل ماڻهن مون کي ڌڪي پوئتي هٽائي ڇڏيو. ان وقت ڪنهن مون کي چولي کان وٺي پوئتي ڇڪيو. ڪنڌ ورائي ڏٺم تہ امڙ هئي جيڪا اڳتي وڌي رهي هئي. منهنجي پيڻ ۽ زال بہ ان پيهہ مان ڌڪي مکي اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪري رهيون هيون ۽ منهنجي گهر واريءَ جي هنج تي ٻار هو. مون رڙ ڪري کين چيو تہ: ”اوهان هيٺ ڇو لهي آيون آهيو. توهان تہ جاءِ جي ڇت تي آرام سان ويٺا هئا.“ تنهن تي امڙ ورائيو تہ، ”گندا ڇوڪرا، تون ڇوين ٿو تہ مان مرشد کان مٿي ويٺي هجان ۽ هو هيٺ ڌرتيءَ تي بيٺو هجي.“

مان اهو ٻڌي لڄي ٿي ٻيهي رهيس ڇاڪاڻ تہ هوءَ صحيح ۽ آءٌ غلط هوس. مون ڪين چيو تہ اڳتي وڃان تہ جيئن مون کي مرشد جي پالڪيءَ جي هڪ لڪڙي کي ڪلهو ڏيڻ جو سونهري وجهہ ملي. امڙ چيو تہ پلي. وڏيڪ ڇپائين تہ هوءَ ۽ گهر جا ٻيا ڀاتي مرشد سائين جي ڪڍ ڪنگريءَ تائين هلندا.

مان انهن ٿورن خوشقسمتن مان هڪ هوس جنهن کي مرشد سائينءَ کي ڪلهو ڏيڻ جو موقعو مليو هو، نہ تہ سوين ماڻهو ائين ڪرڻ لاءِ سڪي رهيا هئا. اهڙيءَ ريت پير سائينءَ کي ويجهي ڏسڻ جو وجهہ ملي ويو هو. هلندا هلندا نيٺ سائينءَ جي وڏڙن جي ٺاهيل شاندار ڪوٽ جي ڦاٽڪ کان اندر داخل ٿياسون جيڪو درگاه سون سان سينگاريل قبي پرسان هو. هتي پير سائينءَ جي غير موجودگيءَ ۾ درگاه جي بندوبست رکڻ وارن فقيرن آيل مريدن واسطي چانور رڌائي ڍير ڪري ڇڏيا هئا. مون ۽ مون سان گڏ آيل عورتن ڏاڍي شوق سان لنگر کاڌو ۽ ٻي انتها خوش ٿياسون.

## [2]

پير سائينءَ سان ملڻ لاءِ وڏا وڏا زميندار ۽ اهم ماڻهو انتظار ۾ ويٺا هئا. اهڙن موقعن تي اسان جهڙن غريب ماڻهن کي زيارت جو موقعو گهٽ ملندو آهي. ٻن ٽن ڏينهن رهڻ کان پوءِ مان پنهنجي گهر جي ڀاتين کي ساڻ ڪري ڳوٺ روانو ٿيس. ان کان اڳ مون درگاه تي ڏن ڏئي ڇڏيو هو. ڪنگريءَ جي بازار ۾ اهي افواهه هلي رهيا هئا ته ڪائونسل جي مک چونڊڻ لاءِ انتخاب ٿي رهيا آهن. ۽ ڪراچيءَ ۾ هندو ۽ مسلمان گڏجي ڪمشنر بدران سنڌ جو انتظام سنڀاليندا، جيڪو هن وقت تائين هن ملڪ جو انتظامي سربراهه رهندو آيو هو.[1] اها ڪائونسل پير سائينءَ جي مدد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي. ڇاڪاڻ ته اهي اوسي پاسي جي ماڻهن کان ووٽن وٺڻ جي ڪوشش ڪندا. اها چونڊ به لوڪل بورڊ جي چونڊ جهڙي هوندي، جنهن ۾ هاري ناري ڪمي ڪاسبي ۽ هٽ واڻيون به ووٽ ڏيندو. پير سائين سردار جا به لکين ووٽ آهن جيڪي سندس حڪم مطابق ووٽ وجهندا ۽ اميدوارن کي سندس واهر کان سواءِ ڪاميابي ڪانه ٿيندي. اسان هتي اوڙي پاڙي جا ڪيترائي وڏا ماڻهو ڏٺا جن ۾ اڳيئين ڊپٽي ليوڪس جو پٽ به شامل هو، جنهن کي حرن تي ڏاڍ ۽ ظلم ڪرڻ جي بدلي انعام ۾ زمين ملي هئي، جيڪو پڻ پير سائينءَ جي آڏو لوسي ڪتي جيان پڇ لٽڪائي رهيو هو. بارني واهه جي ڪڙ سان هن جي ڳوٺ سان تعلق رکندڙ هڪ ڪراڙو ۽ ٿلهو ماڻهو به هتي ڏسجي رهيو هو. ان کان سواءِ کپري ۽ عمرڪوٽ جا به ٽي وڏا زميندار به سائينءَ جن سان ملڻ لاءِ واجهه وجهي رهيا هئا. اهڙين نين ڳالهين مان محسوس ٿي رهيو هو ته اسان جو مرشد سائين طاقتور آهي. اهو وايومنڊل ڏسي اسان ڏاڍو خوش ٿياسون، ڇاڪاڻ ته اسان کي آسرو هو ته اڳتي اسان مٿان پوليس کو ڏاڍ ڪانه ڪندي ۽ ڪڏهن اهو سياڳو ڏينهن ٿيندو جو مرشد سائين اسان جي پٽ تي پيرو ڪندو.

ڪجهه عرصي کان پوءِ اسان ٻڌو ته پير سائين هوائي جهاز رستي حج تي ويو آهي. ٿورو وقت ته اسان سندس اچڻ جو انتظار ڪيو. ٻن ٽن مهينن کان پوءِ خير

---

1. سنڌ بمبئي سان نوي سال گڏ رهڻ کان پوءِ هاڻي تازو الڳ ٿي هئي ۽ کيس صوبي جو درجو مليو هو. اهي چونڊون نئين صوبائي اسمبليءَ لاءِ ٿي رهيون هيون.

سلامت سان موٽي آيو. اسان اهي خبرون ٻڌيون ته اتي سندس وقت جي وڏي امام جيان آجيان ڪئي وئي هئي.

هن سال اسان جي پوڪ ڏاڍي ڀلي ٿي هئي. فقط اها ڳڻتي هئي ته ڪيئن ڪري ٻه بابو موٽي اچي. سندس اچڻ جو پڪو آسرو ٻه هو. چاڪاڻ ته سمجهيوسون پئي ته مرشد سائين ضرور پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪندو. ٿوري وقت کان پوءِ مرشد سائين زيارتن لاءِ سفر تي نڪري پيو هو. امڙ کي زيارت وقت کيس اهڙي درخواست ڏيڻ جو موقعو ملي ويو. هن موقعي تي اڳئين کان وڌيڪ مريد زيارت لاءِ اچي گڏ ٿيا هئا ۽ مرشد سائين امڙ کان درخواست وٺي هڪ پاسي رکي ڇڏي هئي. پر امڙ کي پڪ هئي ته مرشد سائين ڪنهن ٻئي موقعي تي کيس پاڻ وٽ گهرائيندو. پر هن اسان کي ڪونه گهرايو ۽ منزل ڪٽي اڳتي روانو ٿيو. امڙ مون کي ٻيءَ منزل واري جاءِ ڏانهن روانو ڪيو ته جيئن خليفي کان درخواست بابت احوال پڇان، جيڪو پير سائين سردار جي خدمت چاڪري لاءِ مقرر هو. انهن مان هڪ ماڻهوءَ مون کان نالو ۽ ڪم پڇيو ۽ چيائين ته ٻچا! تون پير سائينءَ کي انهيءَ ڪم لاءِ تڪليف نه ڏي. منهنجيءَ ڳالهه تي ويساهه ڪر ته جن فقيرن کي سرڪار پنج سال اڳ جلاوطن ڪيو هو سي مهيني ٻن ۾ واپس اچي رهيا آهن، جن ۾ تنهنجو پيءُ واليڏنو به آهي. پير سائين سردار پنهنجي هن خواهش جو اظهار اهڙن اسيمبلي ميمبرن سان پڻ ڪري ڇڏيو آهي جن کي سائين چونڊن ۾ مدد ڪئي هئي. تون ڪو الڪو نه ڪر، ٻانهن سيرانديءَ ڪري وڃي گهر ويهه. رب مڙئي سٺائي ڪندو.

بدقسمتيءَ جي ڳالهه اها هئي جو ان وقت پير سائين جي حاضري ۾ اسان جا ڏٺل وائٺل ماڻهو ڪونه هئا. انهن حُرن جو تعلق ڪنگريءَ اتر سنڌ سان هو. شايد تون انهن جي پيئرن جي نالن کان ضرور واقف هوندين. سانگهڙ جي نوري وساڻ ۽ ٻين ٻن کي منزل سان گڏ رهڻ جو چيو ويو هو ۽ اهي پير سائينءَ سان لاڙ ۽ ٿر وارين زيارتن دوران گڏ هئا. اسان هنن ٽنهي کي ته سڃاڻندا هئاسون، پر نوري جي دل اسان ڏانهن ڪوسي هئي جيڪو ڪن ڳالهين ڪري بابي سان ڪاوڙيل هو. مون کي پير سائينءَ سان ملڻ جي موڪل ڪانه ملي. امڙ اهڙيون ڳالهيون ٻڌي مايوس ٿي وئي پر اهو چئي ماٺ ٿي وئي ته اسان کي محبت جي موٽي اچڻ تائين ڪجهه نه ڪرڻ گهرجي. پير سائين انصاف وارو آهي. جڏهن کيس ياد آيو ته اسان تي تمام گهڻيون مهربانيون ڪندو. ڪڏ پئي مٺو نورو.

پير سائين راجپوتن جي حڪمرانيءَ ڏانهن نڪري ويو. اسان کي اهي

خبرون پيون پونديون هيون تہ هو خير سلامتيءَ سان اڳتي وڌي رهيو آهي. مارواڙ ۾ پهچي سائين هرڻن جو شڪار ڪيو تہ اتان جا بت پرست هندو چڙي پيا. اتان جو راجا تعصب پسند هو ۽ شڪار ڪرڻ جي منع ڪري ڇڏي هيائين. اتان جي هندن سندن توهين ڪئي تنهنڪري مرشد سائين بہ ڏمرجي ويو ۽ حرن کي حڪم ڪيائين تہ انهن ڪافرن کي ڪٽي ڍير ڪيو. انهيءَ مار موچڙي ۾ ڪيترائي هندو گهائجي پيا هئا. پوءِ مرشد ٽر جي هڪ خليفي کي راجا ڏانهن موڪليو تہ جيئن ان کي ساري صورتحال سمجهائي سگهي. راجا کي جڏهن ساري قصي جي خبر پئي تہ شڪار ڪرڻ جي پاس ڪيڏي ڏنائين جنهن مطابق مرشد سائين سندس ملڪ ۾ ڪٿي بہ شڪار ڪري ٿي سگهيو. ٽر جي راءِ بہ پير سائين جي ڏاڍي شانائتي آجيان ڪئي هئي ۽ ڪيس سنجيل گهوڙو ۽ چاندي ڏن ۾ ڏني هيائين. ٽر وارين راجپوت رياستن ۾ تمام گهڻا حر رهندا هئا، پر اُن وقت منهنجي ساڻن ڪا ڏيٺ واٺ ڪانہ هئي.

ڪجهہ عرصي کان پوءِ مرشد ٽر کان موٽي سنڌ پهتو. هتي مان بہ ڳالهيون بيان ڪندس جنهن مان سندس طاقت ۽ انصاف جو پتو پئجي وڃي ٿو. جيل ۾ هجڻ دوران هن پنهنجي ڪن خانگي معاملن جي بندوبست ۽ سنڀال ڪرڻ لاءِ اسان جي پاڙي جي هڪ وڏي ماڻهوءَ کي مقرر ڪيو هو جيڪو سندس متعقد مريد بہ هو. هن مريد هڪ ڀيري مرشد سائين جي منزل جو بندوبست بہ ڪيو هو. هن پيري وارين دعوتن ۾ جڏهن سائين پر واري ڳوٺ ۾ اچي منزل ڪئي تہ ان ساڳئي ماڻهوءَ کيس وري بہ دعوت قبول ڪرڻ جي گذارش ڪئي جيڪا سائينءَ قبول نہ ڪئي. اها ڳالهہ جاڏي تاڏي هو هواءِ ٿي وئي. سائين جڏهن ٽر کان موٽيو تہ هن ماڻهوءَ وري بہ دعوت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي جيڪا قبول ڪئي وئي، پر پير سائين جڏهن سندس ڳوٺ پهتو تہ پتو پيو تہ هن لعنتيءَ پنهنجي اوطاق ۾ بہ پوليس وارا ويهاري ڇڏيا هئا. مرشد جي هن توهين ڪري مٿس ڏمرجي پيو هو، ڇاڪاڻ تہ اها ساري جڳ کي خبر هئي تہ پير سائين ۽ سندس مريد پوليس کي ڏسڻ بہ ڪونہ سهي سگهندا آهن ۽ ائين ڪرڻ کان گهٽو لهرائيندا آهن. انهيءَ ڪري مرشد اها دعوت ڪانہ کاڌي ۽ نوڪرن کي حڪم ڪيائين تہ هن کي موچڙن سان ڪٽڻ جي دعوت کارائن ۽ سندس ڪارو منهن ڪن تہ راڄن کي خبر پوي. ان کان پوءِ وري اهي بہ خبرون پيون تہ سائينءَ جي ملڪيت سنڀالڻ کان پوءِ ڪيس اطمينان جوڳو حساب ڪتاب پيش ڪونہ ڪيو هيائين.

ٿورن ڏينهن کان پوءِ سائين دعوت کي مهمل ڪري انهن ٻنهي سنجرائين جي

قبرن تي ويو جن کي زندا شاهہ جي قتل جي ڏوهہ ۾ ڦاسي ڏني وئي هئي. ڦاسي کان پوءِ سندن لاش هنن جي وارثن حوالي ڪيا ويا هئا جن کين آٽي مير جي ڳوٺ واري قبرستان ۾ دفن ڪيو هو. سائين اٿين چوندي پري کان گهوڙي تان لهي پيو تہ هتي اسان جا سورهيہ جوان ستل آهن ۽ سيني کي سندن نقش قدم تي هلڻ گهرجي. هاڻي هنن جي ڏکويل ڪٽنبن جي هر نموني واهر ڪئي وڃي. سندس اها ڳالهہ ٻڌي مريد لٽا ۽ پٽسا ڏوڪڙ شهيدن جي قبرن ڏانهن اڇلڻ شروع ڪيا. ٿورن ڏينهن کان پوءِ هزارين رپيا گڏ ٿي ويا. پير سائين سندن قبرن مٿان ڇٽي تعمير ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ اسان ٻڌو تہ منهنجو پيءُ والپڏنو، محبت فقير ۽ ٻيا جن کي سرڪار جلاوطن ڪري ڇڏيو سي سائين جي شخصي ضمانت تي آزاد ٿيڻ وارا آهن.

سنڌ جي مسلمان اسيمبلي ميمبرن جن جي پير سائين چونڊن ۾ مدد ڪئي هئي تن بہ پنهنجا واعدا پورا ڪيا هئا. هن ڪم ۾ هندو ميمبرن بہ گهڻو ساٿ ڏنو هو. ان کان سواءِ گورنر بہ پوليس جي ڪوڙن بيانن کي نظر ۾ رکندي پير سائين جي اخلاقن جي تمام گهڻي تعريف ڪئي هئي ۽ ساڻس واعدو ڪيو هيائين تہ سندن مريدن سان ظلم نہ ڪيو ويندو. ٿوري وقت کان پوءِ ڀڙي (Bhiri) ۽ ٻين جڳهن وارا لوڙها ختم ڪيا ويا.

تون پاڻ اندازو ڪري سگهين ٿو تہ اسان فقيرن جي واپس اچڻ جي ڪري ڪيڏو نہ خوش هياسون. مان ۽ امڙ سندن آجيان لاءِ ميرپورخاص وڃي پهتا هئاسون. اسان کي توقع هئي تہ اهي گاڏيءَ رستي اچي جهول پهچندا. اسان سان ياڪر پاڻي ملڻ کان پوءِ محبت فقير چيو تہ آزاد ٿي آيل سيئي حر پهريائين ڪنگريءَ ويندا ۽ سائينءَ جي زيارت ڪندا ان کان پوءِ منهنجو پيءُ ۽ سچل تہ وهلو ٿي ڳوٺ موٽيا پر محبت فقير مرشد سائين وٽ درگاهہ تي رهي پيو.

هن چيو تہ تون اعتبار ڪر تہ پير سائين جڏهن بہ سياري جو اوهان واري جوءِ ۾ زيارت ڪرائڻ ايندو تہ اسان جي گهر جي وفاداري ۽ سچائيءَ جو ضرور ذڪر ڪندو.

ٿورن ڏينهن کان پوءِ بابا اچي اسان سان گڏ گذارڻ لڳو ۽ پنهنجي ننڍڙي پوٽي کي ڏسي اسان سيني کي مبارڪون ڏنيون. ان کان پوءِ هن جلاوطني ۽ پير سائين جي ڪيل سندن آجيان جا احوال ڏنا ۽ اسان کان بہ خير صلح جا حال احوال پڇڻ لڳو. هڪ ڳالهہ جي مون کي ڳڻتي هئي جنهن کي ٻڌي امان جو تہ

ڪن ٿي ڪونہ لڏندو هو. ان وقت جيئندي ۽ منهنجي گهر واري ٻاهر هيون ۽ ٻڪري ڏهي رهيون هيون. مون موقعو ڏسي بابا کي چيو تہ بابا مون کي جيئنديءَ جي شاديءَ جو فڪر آهي. هوءَ ڪيترن ڏينهن کان ساماڻي وڃي آهي ۽ گهر ۾ اڏو ساماڻو وياءُ وهارڻ چڱو ڪونہ آهي. ميوو جڏهن پچي راس ٿئي تہ ان کي پٽي وٺجي نہ تہ ڪنو ٿي هيٺ ڪري پوندو. امان توکي ٻڌايو آهي الائي نہ، تہ گل خان نظاماڻي ۽ سندس سئوٽ خليفي هر هڪ پنهنجي پٽ لاءِ جيئنديءَ جو سگ گهريو آهي. اهو سکيو ستابو گهر آهي. جيڪڏهن اسان انهن سان ڳنڍياسون تہ ڏاڍي چڱي ڳالهہ ٿيندي. امڙ تہ ڪونہ ڪو بهانو ڏئي پٺي نٽائيندي رهندي آهي. شايد اها تنهنجي اوسيئڙي ۾ ويٺي هئي تہ تون پاڻ اچي اهڙو نبيرو ڪندين. توکي اها بہ خبر هوندي تہ انهن سان تہ اڳي بہ ويجهڙائپ آهي.

امڙ منهنجيون اهي ڳالهيون ٻڌي آپي مان نڪري وئي ۽ چوڻ لڳي تہ مون توکي ڪيترا ڀيرا چيو آهي تہ تون پنهنجي ڪم سان ڪم رک. جيئنديءَ سان تنهنجو ڪو واسطو ڪونہ آهي. ڏاڙهي اچي منهن ۾ لٿي اٿئي ۽ پٽ جو پيءُ بہ آهين. جيل بہ ڪمائي آيو آهين. اڃا نہ سمجهہ تہ لهي ايري رڳو مون تي ٿي، مان ۽ پٺهين موڳا مٺر آهيون ۽ ڪجهہ بہ نہ ٿا ڄاڻون. مان وري بہ چوانءِ ٿي تہ گهر جي ڳالهين ۾ ٽنگ نہ اڙاءِ. اکين اڳيان ٽري وڃي ٻاجهريءَ جي جهار هڪل.

بابي ٻڙڪ بہ ڪانہ ٻولي. مون کي هٿ جي اشاري سان ٻاهر وڃڻ جو چيو. مان اتان اٿي ٻنيءَ ڏانهن هليو ويس، پر دل گهائون مائون هئي. پڪو پهہ ڪيم تہ اها ڳالهہ بابي سان اڪيلائي ۾ ڪوليندس. جڏهن بابي سان اهڙي ڳالهہ ڪوليم تہ ڏٺم تہ هو نظاماڻين کي جيئنديءَ جي سگ ڏيڻ واري معاملي ۾ ٿڌو هو ۽ ڪيس ڏاڍو اڇرج ٿيو. پر پوءِ سوچيم تہ جيڪڏهن گهر ۾ جاءِ هجي تہ پوءِ هو ٻاهر ڦٽي نہ ڪجي. مون کي پڪ هئي تہ هن معاملي ۾ سچل تہ ڪجهہ بہ نہ چوندو. جڏهن مون اها ڳالهہ ڪيس ٻڌائي تہ چيائين تہ ادا هن دنيا ۾ ڪنهن کي ڪل ڪانہ آهي تہ ڇا ٿيندو؟ جيڪو تقدير لکيو هوندو سو ٿيندو ۽ اهڙيون اڻ چٽيون ڳالهيون عام هونديون آهن. مون کي ڪا پڪ ڪانہ هئي پر محسوس ائين ٿي رهيو هو تہ امڙ ۽ سچل جيئندي جي سگ بابت فيصلو ڪري چڪا هئا. پر ڪين ڪاميابيءَ جي ايڏي پڪ ڪانہ هئي. تنهن ڪري اهي هن کي پنهنجي دل جي مونجهہ ٻڌائڻ کان نٽائي رهيا هئا. منهنجيءَ زال کي ڪابہ خبر ڪانہ هئي. هن جا جيئندي سان ترِ سوان ڪونہ هئا تنهن ڪري منهنجي زال ٻاهور ٻاهر ڪانہ ڪڍي هئي ۽ مان بہ هن کي ڳالهہ کي وسارڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس.

ٿوري وقت کان پوءِ محبت فقير اسان جي گهر آيو. هو پير سائينءَ کان موڪل وٺي ٻه ٽي ڏينهن ڳوٺ گذارڻ آيو هو. مون ڏٺو ته هو جيئنديءَ ڏانهن توجهه سان ڏسي رهيو هو ۽ هلڻ چلڻ کي تاڙي رهيو هو ۽ ڪيس ائين تڪي توري رهيو هو ڄڻ مال پڙيءَ ۾ ڪو خريدار ڊور کي جاچي پرکي ڏسندو آهي. اهو ڏسي مون کي پڪ ٿي وئي ته هو جيئنديءَ جي سڱ بابت سوچي رهيو آهي. اهو به شڪ ٿيم ته هو جيئنديءَ جو سڱ پنهنجي لاءِ نه وٺي رهيو آهي. هو ته بابي جي عمر جو آهي. ڪيس اڳي به زالون آهن جيڪي سندس عمر جيتريون آهن، پر هڪ ڏينهن پوياڙي جو ڊورن کي مال جي مَنهن ۾ ٻڌي گهر ۾ داخل ٿي رهيو هوس ته محبت کي هي لفظ چوندي ٻڌي ورتا هيم:

چوڪري ته تانيءَ پيٽي پٽ آهي. مان ڪيس اها ڳالهه ٻڌائيندس پر شال منهنجا اکر سندس سونهن ۽ سوبيا جي حقي نمائندگي ڪري نه سگهن. جهڙي طرح آئيني جو عڪس صورت جي نمائندگي ڪندو آهي. توهان به تسبيحون سوريو ته من اوهان جي من جون مرادون پوريون ٿين ۽ هو ڪيس ڏسڻ جي خواهش جو اظهار ڪري پر.... ايترو چئي هو ماٺ ٿي ويو. شايد هن گهر جي ٻنيي مان منهنجو پاڇو ڏسي ورتو هو. ان کان پوءِ هو ڳالهه بدلائي چوڻ لڳو ته مير صاحب جي ڳوٺ ۾ هڪ وهابي مولوي واعظ ڪري رهيو هو ته مسلمان پيرن جي زيارتن لاءِ نه وڃن ۽ نه وري پيرن جي درگاهن تي سڪاؤن ۽ ڏن پٽ ڏين. اهڙي ڳالهين ڪري الله پاڪ ناراض ٿي ويندو آهي. معلوم ائين ٿي رهيو آهي ته هن مولويءَ جو مقصد پير سائين سردار جي توهين ڪرڻ ۽ حرن جي دلين ۾ شڪ وشبها پيدا ڪرڻ آهن. ڪنگريءَ منجهان نوجوان حرن جي هڪ ٽولي انهيءَ ڳوٺ ڏانهن موڪلي وئي هئي جن اچي محبت سان ڳالهايو ۽ ان (مولويءَ) جي مذهبي اصول تي تبصرو ڪيو. ان کان پوءِ مولوي ۽ ان جي چاڙتن سان گرما گرم بحث شروع ٿي ويو. ڳوٺ ۾ هنگامي صورتحال پيدا ٿي وئي هئي. هن وڳوڙي وايومنڊل کي منهن ڏيڻ لاءِ سکر پوليس جو ڪئپٽن پاڻ آيو جنهن اسان جا ڏهه ماڻهو جيل موڪلي ڇڏيا. انهن ۾ ڪي ماڻهو پير سائين جا نوڪر به هئا، جنهن ضرورت کي محسوس ڪندي پنهنجي هڪ ويجهي مائٽ کي مکيه شاهدن ڏانهن هن مقصد سان موڪليو ته ڪورٽ ۾ شاهديون نه ڏين.

پوءِ هن بابا ڏانهن منهن ڪري چيو ته واليڏنا! پير سائينءَ منهنجي ڳوٺ ۾ پوليس خلاف بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. هن سکر جي بااثر هندن کي به پوليس خلاف پڙڪائي ڇڏيو آهي جن ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ڪانگريس جو ميمبر ۽

اخبارن جا بہ ايڊيٽر بہ آهن جيڪي هن خلاف تقريرون بہ ڪري رهيا آهن ۽ پنهنجي اخبارن ۾ پوليس جي زيادتين خلاف خبرون بہ ڏئي رهيا آهن. ڪين ڪنگريءَ جي پنچات کي مخاطب ٿيڻ لاءِ گهرايو بہ ويندو آهي. تنهنڪري هتان جا هندو پير سائين جي مريدن جهڙا معتقد ٿي پيا آهن. ڪجهہ وقت اڳ ڳوٺ جي هڪ هندوءَ اسلام قبول ڪيو هو جنهن تي هندو پسرجي پيا هئا. پير سائين ڪيس گهرائي چيو تہ مسلمان صوبيدار خلاف اختياري وارن وٽ دانهين ٿيءُ تہ هن هڪ هندوءَ کي زوري مسلمان ڪيو آهي جيڪو هڪ ننڍو ۽ ڪچي عمر وارو آهي ۽ سندس سوچ سمجهہ ۾ پختگي نہ آهي. ان کان پوءِ پير سائين هڪ اعلان جاري ڪيو تہ هندن کي اهڙي طريقي سان مسلمان ڪرڻ تي خدا ڏمرجي ٿو. ان سان گڏ هندو پنچات جي ماڻهن کي چيو هئائين تہ هو جيڪڏهن مسلمان ٿيل هندو ڇوڪري کي وري هندو ڪندا تہ هو ساڻن هر قسم جي مدد ڪندو. مان محبت سائين جي اها ڳالهہ ٻڌي ڪيس وراڻيو تہ پير صاحب هندن ۽ انهن جي اهڙن تڇ سمان معاملن ۾ دلچسپي وٺي پنهنجي ايڏي وڏي حيثيت ۽ معيار کان ڪجهہ هيٺ تہ نہ لهي آيو آهي؟ چاڪاڻ تہ مان محبت جون اهڙيون ڳالهيون ٻڌي ۽ ڪيس مطمئن ڏسي اچرج ۾ پئجي ويو هوس. تنهن تي هن مون کي وراڻيو تہ ڏس! سائين رکيا تون وات ڳاڙهو ڇوڪر آهين تون سياسي حڪمت عمليءَ کي سمجهي نہ سگهندين. ميان اهي واڻيا انهن چورن کان بهتر آهن جن کي مسلمانن جو دوست سمجهيو ويندو آهي. پر چيتي لاءِ گدڙ جهڙي مخلوق فائدي واري هوندي آهي. پير سائين جڏهن بنگال واري جيل ۾ بند هو تہ اتي قيد ٿيل ڪانگريس وارن سان بحث مباحثا ڪندا هئا ۽ انهن وٽان گهڻو ڪجهہ سکيو هئائين. اهي ڏاڍا ذهين هئا جن مان ڪيترا سائين جا چاڻو هئا جيڪي ٻہ ۽ ٻيا هٿيار بہ جوڙي سگهندا هئا. سنڌ جا هندو، ڪانگريس جي انهن ماڻهن جي پيٽ ۾ ڪجهہ بہ نہ آهن. ڪانگريس معرفت اسان اهو ڪجهہ ڪري سگهيا آهيون جو سنڌ جا هندو پوليس جي خلاف ڪم ڪري رهيا آهن ۽ پنهنجي خاص قسم جي طريقہ ڪار سان پوليس جون وايون ولڙهيون ڪري ڇڏيون آهن. اهوئي ڪارڻ آهي جو پير سائين انهن جي تعريف ڪري کين خوش ڪرڻ جون ڪوششون ڪري رهيو آهي. پر دل ۾ ڪانئن نفرت ڪري ٿو.

بابا هن جون ڳالهيون ٻڌي ڪنڌ ڌوڻي رهيو هو. مان پير سائين جي ايڏي وڏي سوچ ۽ سمجهہ جو ٻڌي ٿبيءَ ۾ اچي ويو هوس جو سڀ ڏريون هن جي لاءِ ڪم ڪري رهيون هيون. محبت فقير ٿورو وقت ڳوٺ رهي ڪنگريءَ هليو ويو.

پير سائين زيارتن ڪرائڻ جي مقصد سان جڏهن اسان واري علائقي ڏانهن آيو تہ پنهنجي بنگلي ۾ اچي قيام ڪيو هئائين. ان وقت مون بہ ٻين ميل اڳتي وڃي سندس زيارت ڪرڻ پٽي گهري. مرشد سائين اتر ڪان هڪ ننڍڙي واهہ جو انسپيڪشن پاٿ ڏئي سڌو سنجهوري ڏانهن وڌي رهيو هو جيڪو ٻہر جي وٽن سان چانيل هو. ان جي هڪ پاسي سرڪاري بنگلو آهي. تنهن وقت ان ۾ نوابشاهہ جو پوليس ليفٽيننٽ منزل ڪيو ويٺو هو. پير سائين جن پنهنجن مريدن ۽ خادمن جي وڏي اٿالي سان جڏهن اچي اتان لنگهيو تہ هي انگريز پوليس عملدار بنگلي جي ڇت تي چڙهي ڪيس ڏسڻ لڳو. چاڪاڻ تہ واهہ جي ٻنهي ڪنڌين سان هزارين مريد قطارون ڪري سندس انتظار ۾ ويٺا هئا ۽ منزل ڪرڻ ڪان پهريائين زيارت ۽ استقبال ڪرڻ جا خواهشمند هئا. پير سائينءَ جي قافلي اڳيان هلندڙ فقير جيڪي سائين جي غاليچي وڇائڻ ۽ رستي کي صاف ڪرڻ جي خدمت تي مامور هئا تن جڏهن ڏٺو تہ انگريز عملدار مٿي بنگلي جي ڇت تي ڪرسيءَ تي ويٺو آهي تہ هو ٻنا ڏڙڪ جي مٿي هليا ويا ۽ ڪيس هيٺ لهڻ لاءِ آماده ڪيائون. مان اهو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو هوس. مون کي ياد آهي تہ ڪجهہ وقت اڳ امڙ بہ مون کي اهڙيءَ ڳالهہ تان چنڊ ڪڍي هئي تہ پير سائين ڪنهن کي بہ پاڻ کان مٿي ڏسي ناراض ٿيندو آهي. سائين جي منزل تي مان انهن فقيرن کان پڇيو تہ اوهان انگريز عملدار کي ڪهڙي طريقي سان هيٺ لهڻ تي راضي ڪري ورتو هو. هنن وراڻيو تہ ان معاملي ۾ اسان کي ڪابہ تڪليف پيش ڪانہ آئي. اسان ساڻس نهايت نرميءَ سان ڳالهايو ۽ سڌو سنئون احوال ٻڌايو جنهن تي هو چوڻ لڳو تہ منهنجو مٿي ويهڻ جو مقصد پير صاحب ۽ سندس مريدن کي ناراض ڪرڻ نہ آهي. مان پاڻ سندس منزل تي اچي ساڻس ملڻ چاهيان ٿو.[1] پير سائين زيارتن ڪرائڻ جي مقصد سان هي دورو هاٿيءَ تي سوار ٿي ڪيو جيڪو سندس هڪ دولتمند مريد ڪيس ڏن طور ڏنو هو. اهي ڳالهيون بہ ٻڌڻ ۾ اينديون هيون تہ اڳئين پير سائين ٽر جي حڪمران راءِ صاحب کي پنهنجي طرفان ڪا سوکڙي موڪلي هئي. ان عيوض راءِ صاحب پير سائين کي پيٽيءَ جي پاڪڙيءَ سان ڀلو مهري اٺ موڪليو هو. ان کان پوءِ راءِ صاحب پير سائينءَ کي خالص جنس جو ڪانياواڙي ڀلو گهوڙو ڏنو هو جيڪو اڳي ڏنل اٺ کان وڌيڪ قيمتي هو.

محبت فقير پنهنجي واعدي جو پڪو هو. هن هڪ منزل تي خاص اسان جي

---

1. ان وقت پوليس عملدار ايچ – اي – گلبرٽٿ هو جنهن پڻ مون کي اطلاع ڏنو هو تہ اهو واقعو ائين ئي ٿيو هو جيئن هتي ٻڌايو ويو آهي.

گهر ياتين جي زيارت جي لاءِ پير سائينءَ کان اجازت ورتي هئي. ان وقت مرشد جي ڪچهريءَ ۾ محبت فقير ۽ ياروءَ نالي سندس دل پسند ڇوڪرو موجود هو جنهن جون اکيون ڏاڍيون سهڻيون هيون. اسان جي گهر جون ٽئي عورتون شالن ۾ ويڙهيون سيڙهيون تنبوءَ جي ڪنڊ ۾ ويٺيون هيون. ان وقت بابي مون کي دعا لاءِ سائينءَ آڏو پيش ڪيو ۽ محبت فقير چيو ته مرشد سائين هيءُ ڇوڪرو به پنهنجي ماڻن جيان جان نثار فقير ٿيڻ چاهي ٿو. مرشد سائين جڏهن سندس سامهون غاليچي تي ويهڻ جو حڪم ڪيو ته مان سندس احترام خاطر پٽڪو لاهي پنهنجا پير ڍڪي ڇڏيا. هن پنهنجي رعبدار آواز سان مون کي چيو ته واه! سائين ڏنو ته ڏاڍو پلو نالو آهي. اسان کي پنهنجن وڏڙن تنهنجي ڏاڏي سائين ڏني بابت ٻڌايو هو. شال سندس روح جنت ۾ هجي. واليڏني کي به اسان جنت جي خوشخبري ڏني آهي. هن دنيا ۾ هي اسان سان سچو رهيو آهي ته عقبيٰ ۾ به هو اسان جي ويجهو هوندو. اسان کي اجا به گهڻو ڪجهه ڪرڻو آهي جنهن لاءِ سچن مريدن جي ضرورت آهي. تعريفن لاءِ فقط الله تعاليٰ آهي. پر اسان به سچن حرن کي سمجهي وٺندا آهيون. سو سائينءَ ڏنا ٻڌاءِ تنهنجي ڪهڙي خواهش آهي؟

مان سائين جون اهڙيون ڳالهيون ٻڌي اچرج ۾ پئجي ويو هوس ۽ هٻڪندي هٻڪندي عرض ڪيم، ”شل قربان ٿيان، منهنجو عرض آهي ته اوهان پنهنجي خدمت ۾ رکو.“

واهه مان به تو جهڙن سچن ماڻهن کي پنهنجو غازي بڻائي رهيو آهيان. محبت! تون ڪنهن مناسب موقعي تي هن جوان بابت مون کي ياد ڏيارجانءِ. سائين رکيا! توکي اسان جون دعائون آهن. ان کان پوءِ مان اٿي تنبوءَ پاسي سان وڃي ويٺس ۽ بعد ۾ ڇوڪريءَ جو ذڪر نڪتو جنهن جو مون کي شڪ هو. منهنجي ماءُ جيٺنديءَ کي ٻانهن کان وٺي اوچتو اڳتي وڌي آئي ۽ مرشد سائينءَ کي ڪجهه چوڻ لڳي جنهن ۾ ڪو ربط ئي نه هو. پوءِ هن جيٺنديءَ جو اگهاڙو مٿو جهڪائي وڃي غاليچي سان لاتو ۽ ان وقت تائين سندس اگهاڙو مٿو غاليچي تي پيو رهيو جيستائين پير سائين ڪيس قبول ڪرڻ جا لفظ نه چيا: ”چڱو اسان هن نادر خوبصورت شيءِ کي ضرور ڏسنداسون.“ جنهن تي منهنجي ماءُ جيٺنديءَ کي اٿاري پنهنجي ڇاتيءَ سان لاتو ۽ دڙڪا ڏئي کيس شال لاهڻ لاءِ چيو. منهنجي ڀيڻ کي پرت پريل هڪ سنهڙو چولو ۽ ڳاڙهي رنگ جي پٽ جي سٿڻ پاتل هئي جيڪا سونهن ۾ شهزادي لڳي رهي هئي. سندس منهن ۾ وقار هو ۽ وار ڪنوارين ڇوڪرين جيان ويڙهيل هئا ۽ پير صاحب آڏو الهڙ سونهن جيان بيٺي هئي. گهڙي

کن لاءِ مانار چانئي رهي. ان وقت پير سائين سردار سندس سونهن کي جاچي پرکي رهيو هو ۽ آخر ۾ چيائين:

نهايت شاندار! ڏيءَ مان تنهنجي ڏنل هيءَ سوغات قبول ڪئي. هن سوکڙيءَ بدلي اوهان تي خدا راضي ٿيندو. توهان جان نثار مريد آهيو. مناسب موقعي تي محبت فقير اوهان وٽ ايندو ۽ پوءِ هن سهڻيءَ ڇوڪريءَ کي سنوارجو ۽ سينگارجو.

مان سمجهي چڪو هوس تہ امان جي جيٺنديءَ لاءِ ڪهڙي خواهش هئي جيڪا هاڻي پوري ٿي وئي هئي. کيس پير سائينءَ جي اٿي ٿيڻ لاءِ تيار ڪيو پئي ويو. گهر پهچڻ کان پوءِ منهنجي ماءُ جيٺنديءَ جي وارن کي منو تيل هنيو، اکين ۾ ڪجل وڌو ۽ سندس هٿن تي تازي ميندي لڳائي ۽ کيس هڪ نئين خوبصورت تجربي لاءِ تيار ڪري رهي هئي.

پير سائينءَ وٽان ان شام تائين ڪو بہ حڪم نہ پهتو ۽ امڙ کي اچي اڏڪو لڳو. سندس ويچار هو تہ سندس گهر کي اهڙيءَ عزت ملڻ ڪري ٻيا مريد ساڙ ۾ سڙي رک ٿي ويا آهن ۽ اسان جي خلاف سازش سٽڻ ۾ رڌل هوندا. کيس اها بہ چنتا ٿي پئي تہ دشمن مرشد سائين جا ڪن ڀريندا هوندا. کيس اهو بہ شڪ هو تہ پير سائين تي ڇوڪري ياروءَ جو بہ وڌو اثر آهي تنهن کيس شراب پياري نشو ڏئي ڇڏيو هوندو ۽ ساري رات کيس اهو ونڊڪو لڳو رهيو. نئون سج اڀريو تہ کيس نئون الڪو لڳو هو. بابا کيس دڙڪا ڏنا ۽ چيائينس تہ، "توکي ايمان نہ آهي. تنهنجيون اهي ڀڏيون ڳالهيون ٻڌي ڇوڪريءَ کي ڳڻتي ورائي ويندي ۽ ملول ٿي ويندي ۽ سندس سونهن ۽ سوڀيا ۾ گهٽتائي اچي ويندي. خوشقسمتيءَ سان اسان جي اها ڳڻتي گهڻو وقت ڪانہ هلي. هڪ شام جو محبت گهوڙي تي چڙهي آيو ۽ جيٺنديءَ کي پاڻ سان ٻيلهہ ويهاري وٺي ويو. ڪيترن ڏينهن تائين جيٺندي گهر ڪانہ آئي ۽ امان ايڏي خوش هئي جو ڪپڙن ۾ ڪانہ ٿي ماپي.

پوريون چار راتيون، اها ڪا گهٽ ڳالهہ ڪانہ هئي. اسان کي شڪ هو تہ کيس مستقل طور حرم ۾ رکيو ويندو تہ ڪٿ ناهي. پر اسان جا اهڙا آسرا ۽ اميدون گهٽيون نہ هليون ۽ جيٺندي پنجين ڏينهن موٽي آئي. هن سان گڏ پير سائينءَ جو هيو نوڪر هو جنهن اچڻ سان اسان کي مبارڪون ڏنيون ۽ جلد ئي هليو ويو. توکي خبر آهي تہ حرن ۾ اهو قاعدو نہ آهي تہ انٿيءَ کان حال احوال پڇجي. پر جيٺنديءَ جي هلت چلت مان ڀانئجي رهيو هو تہ سندس اهو تجربو شاندار رهيو آهي. سندس وڏائي ۽ آڪڙ امان کان سواءِ اسان سيني کي چيڙائي ٻڙ

ڪري ڇڏيو هو.

جيتري قدر منهنجو تعلق آهي تہ مون کي بہ پنهنجي مقدر بابت چنتا لڳل هئي، ڇاڪاڻ تہ مون کي پير سائين سردار جو غازي بنجڻو هو. اسان ٻڌو هو تہ سائين پنهنجي ٽر جي اڳئين دوري ۾ بيشمار حرن جا نالا لکيا هئا ۽ سنڌ فوجي سکيا لاءِ بندوبست ڪيو ويو هو. پير سائين اهڙن ماڻهن کي غازيءَ جي لقب سان سڏيندو هو. ڇاڪاڻ تہ انهن پنهنجون جانيون جڻ وقف ڪري ڇڏيون هيون. مان ائين سمجهي رهيو هوس تہ حرن جي اهڙي تنظيم ڪنهن خاص مقصد واسطي بنائي پئي وڃي، جنهن وسيلي ٿر ۽ مارواڙ جي هندو راجائن کي مجبور ڪيو ويندو تہ پنهنجن ملڪن ۾ هو حرن ۽ ٻين مسلمانن سان سهڻي نموني پيش اچن. منهنجو پيءُ هن معاملي ۾ صفا چپ هو ۽ مون کي ڪجهہ ٻڌائڻ لاءِ تيار نہ هو. ان ڪري مان سانگهڙ جي نوجوان حرن کان پڇا ڳاڇا ڪندو رهيس. انهن ٻڌايو تہ "نورو وساڻ ۽ ٻيو هڪ حر توڪي غازي ٿيڻ بابت گهڻي معلومات ڏئي سگهندا. ڇاڪاڻ تہ اهي حر جماعت ۾ اهم عهديدار آهن." مان سنڌن اهڙيون ڳالهيون ٻڌي مايوس ٿي ويس. پير سائينءَ کي پنهنجي وفاداري ڏيکارڻ لاءِ تہ تيار هوس، پر نوري هيٺ رهي سنڌس حڪمن مڃڻ لاءِ تيار نہ هوس، جيڪو ڪجهہ وقت اڳ بابي سان تڪرار ڪري چڪو هو. هن ماڻهوءَ صلاح ڏني تہ، "تون محبت جي ٽر کان موٽي اچڻ کان پوءِ ساڻس مشورو ڪر ۽ ڪانئس پڇ تہ پير سائين سردار ڪڏهن دوري تي اُسري رهيو آهي."

محبت جي هن وقت اهم حيثيت هئي ۽ پير سائين ڪيس محمود لغاريءَ کان بہ گهڻي عزت ڏيندو هو. جيڪو اجايو سجايو منهن ڏئي پنهنجي ڳوٺ لاڙ هليو ويو هو. محبت فقير غازي تنظيم جو مکيہ عهديدار هو.[1] جڏهن مون ڪيس غازي ٿيڻ جي ڳالهہ ڪئي تہ هو خوش ٿيو ۽ چيائين تہ، "جڏهن هاڻي غازين جي نئين ڀرتي جي ضرورت پئي تہ تنهنجو نالو ضرور لکيو ويندو." تنهن تي مون ڪانئس پڇيو تہ پير سائين سکر[2] ۾ ٿيندڙ فسادن کي منهن ڏيڻ لاءِ غازين جي ڀرتي تہ نہ ڪري رهيو آهي ۽ جيڪڏهن ائين آهي تہ مان بلڪل تيار آهيان. منهنجي انهيءَ سوال جي جواب ۾ محبت چيو تہ، "نہ! اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪانہ آهي." وڌيڪ چيائين تہ "شايد تون انهن ڳالهين کان اڻ واقف آهين. هن لاءِ مان فقط ايترو چئي سگهان ٿو

1. هي مسجد منزل گاهہ وارو جهڳڙو هو. جنهن ڪري سکر ۾ 1939ع ۾ فرقيوارانا فساد ٿيا هئا.
2. سنڌس اصلي نالو الله بخش هو. چيرٽوڪ وچان سنڌس اهو نالو ٻڌائي ٿو. اهو اشارو مسٽر الله بخش سومري ڏانهن آهي.

ته هي فساد اسيمبليءَ ۾ پارٽي اختلافن سان لاڳاپيل آهن. مسلم ليگ خداداد جي پارٽي کي ناڪام ڪرڻ ٿي چاهي، جنهن کي عام طور تي "ڊڪڻ" ڪري سڏيو ويندو آهي ۽ اهو هاڻي گذريل سال کان سنڌ جو وزير اعليٰ آهي. پير سائين سردار ليگ وارن کان نفرت ڪندو آهي، جنهن جو سندس سؤٽ به ميمبر آهي. ان کان سواءِ ٻي ڳالهه اها آهي ته حر مسلمانن جي اهڙيءَ ڪنهن پارٽيءَ ۾ شريڪ نه ٿيندا، جيڪا پير سائين کان سواءِ ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ ٺاهي آهي. جن نفرت جوڳن ماڻهن پير سائين جي جيل ۾ هئڻ وقت ساڻس ملاقات ڪانه ڪئي سي، ڪامياب ٿيڻ کان پوءِ به پنهنجي اها عزت ماڻي نه سگهندا. پير سائينءَ وٽ ڪانگريس لاءِ تمام گهڻي عزت آهي ۽ اهي به سندس تمام گهڻي عزت ڪندا آهن ۽ پنهنجي مقصد ماڻڻ واسطي کيس مدد به ڪري سگهندا." محبت مون کي اڳي به ڪجهه ٻڌايو هو جيڪو مون کي چڱيءَ ريت ياد آهي. هن ٻڌايو هو ته، "مان سمجهان ٿو ته مرشد سائين هن خيال جو آهي ته ڪانگريس جو نقطه نظر آهي ته جيڪڏهن سائين هن پارٽيءَ سان اتحاد ڪندو ته مسلمانن جي مخالفت هوندي به اها پارٽي سنڌ ۾ به طاقتور ٿي ويندي. مسلمان ڪانگريس کان انهيءَ ڪري نفرت ڪري رهيا آهن جو ان پارٽيءَ ۾ هٽ واڻيان، اسڪولي ماستر ۽ هيٺين طبقي جا هندو شامل آهن. تنهن تي مون ڪانئس پڇيو ته اهڙي معاملي ۾ غازين جو ڪردار ڪهڙو هوندو. منهنجي اهڙي سوال تي محبت ٿوري گهڙي ماٺ ڪري سوچڻ لڳو ۽ پوءِ چيائين ته پير سائين جيل ۾ هجڻ مهل ڪانگريس وارن سان گهڻا بحث مباحثا ڪندو هو جنهن وسيلي کيس هيءَ ڄاڻ ملي هئي ته ڪانگريس جي ليڊر گانڌي کي ماڻهن کي انگريزن خلاف ڀڙڪائڻ جي ڏوهه ۾ جيل ۾ بند ڪيو ويندو آهي ته ڪارڪن تيستائين دهشتگرديءَ جون ڪارروايون ڪندا رهندا آهن جيستائين تنگ ٿي سرڪار ان کي آزاد نه ڪندي آهي. ان ڪري جڏهن سرڪار توکي به جيل ۾ بند ڪري ته تنهنجي آزاديءَ واسطي به ساڳيو طريقو استعمال ڪيو وڃي." پير سائين جڏهن آزاد ٿي مريدن جي زيارت ڪرائڻ جي مقصد سان ٿر واري جوءِ ۾ پهتو هو تڏهن پوليس کان ٿورو وٿيءَ تي پري هڪ ڊاهي جي موقعي تي مريدن کي گڏ ڪري کين خطاب ڪندي چيو هئائين ته، "جڏهن مون کي گرفتار ڪيو ويو هو ته اوهان هٿ هٿ تي رکي رنن جيان گهر ويٺا هئا ۽ اها ڪيڏي نه شرم جهڙي ڳالهه آهي، جڏهن ته گانڌيءَ جي پوئلڳن سندس گرفتاريءَ تي ساري هندستان خاص ڪري گجرات ۽ ٻين علائقن ۾ باهه ٻاري ڇڏي هئي. سرڪار کيس گرفتار ڪري گهڻو پڇتايو هو. پر منهنجي پيٺ ۾ گانڌي جي ڪابه حيثيت ڪانه ٿو

رکي. مون کي بہ کيڏي نہ خوشي ٿئي ها جيکڏهن منهنجا حر بہ منهنجي آزاديءَ
واسطي پليون تباهہ کن ها، ريلوي پٽي اکيڙي ناس کن ها ۽ ٽيليفون جون تارون
ڪپي ان جو نظام درهم برهم ڪري ڇڏين ها. ٽر جي سادن ماڻهن واڪا ڪندي
چيو هو تہ اسان ان وقت بي خبر ۽ اڻ ڄاڻ هئا سون. پر جيکڏهن هاڻي ايئن
ڪيو ويو تہ هو پنهنجي زندگيءَ سان گڏ هر چيز قربان ڪري ڇڏيندا. پير سائين
سندس اهڙي عقيدت ۽ جان نثاريءَ کان گهڻو متاثر ٿيو ۽ پنهنجي منشيءَ کي
حڪم ڪيائين تہ جيڪي مريد قسم تي جان نثاريءَ جو واعدو ڪن. تن جا نالا
قلمبند ڪيا وڃن. اهڙن جان نثار حرن جي نالن لکڻ کان پوءِ کين مختلف حصن ۾
ورهايو ويو. هن ڳالهہ کان پوءِ اهي حر، جماعت ۾ وڌيڪ اهم ۽ اثر رسوخ وارا
سمجهيا ويندا آهن. ان کان پوءِ هر حصي جو جدا مک مقرر ڪيو ويو. مک جي
اها بہ ذميواري هوندي آهي تہ هو پنهنجي پنهنجي حد جي حرن ۾ نظم ۽ ضبط
پيدا ڪري. ڪيس اهو بہ ڏسڻو هوندو آهي تہ کين پير سائينءَ جي فرمان مطابق
فوجي سکيا ملي رهي آهي يا نہ. ان کان سواءِ ان مک کي هن ڳالهہ تي پڻ ڌيان
ڏيڻو آهي تہ سندس سنگت جا ماڻهو پير سائين جي سڏ تي اک ڇنڀ ۾ حاضر ٿي
سگهن ٿا يا نہ. هڪ ڀيري ٽر جي دوري وقت مان بہ پير سائينءَ سان گڏ هوس.
هن انهن غازين کي پاڻ وٽ سڏايو هو جن کي هڪ سال اڳ ڀرتي ڪيو ويو هو.
اهي هر منزل تي اڳي حاضر ٿيندا هئا ۽ هو رات جي وڳڙي ۾ سندن فوجي پريڊ
جو معائنو ڪندو هو ۽ ڏسندو هو تہ سندس جاري ڪيل حڪمن تي باقاعدگيءَ
سان عمل ٿي رهيو آهي يا نہ. پير سائين جڏهن انهن ماڻهن کي خطاب ڪندو هو تہ
نهايت سهڻا لفظ ڪتب آڻيندو هو ۽ چوندو هو تہ سائين رکيا! هن کي جان نثاري
۽ وفاداري جي عظمت بابت سکيا ڏي ۽ کين هدايت تہ منهنجي سڏ تي هڪدم پهچي
پنهنجي ايمان ۽ اعتقاد جي ثابتي ڏين. ان کان پوءِ هنن لاءِ جنت جا دروازا هميش
لاءِ کليل هوندا.

مون محبت کي چيو تہ هتي ڪي ڳالهيون ٻڌڻ ٿيون پر انهن جو تعلق ٽ
سان آهي جن سان سنڌ جي ماڻهن جو ڪو بہ تعلق ڪو نہ آهي. تنهن تي ه
وراڻيو تہ اهڙيون ڳالهيون ثابت قدم ۽ سچن حرن لاءِ آهن. پير سائين هاڻي غاز
جي عام ڀرتيءَ جو حڪم ڪيو آهي.

هن مون کي اهو بہ سمجهايو تہ انگريز هاڻي پنهنجي پراڻي دشمن جرمن سـ
جنگ ۾ رڌل آهن. اسان جي مرشد جو خيال آهي تہ هن ڀيري کين ضرور شڪسـ
ايندي ۽ هن موقعي لاءِ اسان کي هر طرح تيار رهڻ گهرجي. ان ڪري هن . .

منزل وجي پنيءَ ۾ ڪئي آهي جيڪا مير جي رياست ۾ آهي ۽ ڪنگريءَ بہ ڪڏهن ڪڏهن ايندو آهي. پاڻ هن ڳالهہ جو اظهار ڪيو اٿائين تہ ڪنگري واري ڪوٺ جون پٽيون اوچيون آهن جيڪي جرمن هوا بازن کي ضرور ڏسڻ ۾ اينديون ۽ بمن وسيلي تباہ ٿي سگهن ٿيون.

محبت وڏيڪ ٻڌايو تہ مرشد سائين زمين تي رهڻ کي وڌيڪ ترجيح ڏئي رهيو آهي. هن ڪري جو غازين کي فوجي سکيا ڏيڻ جي سهولت آهي. ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان ايندڙ مکن کي سولائيءَ سان هدايتون ڏئي سگهندو. ان کان سواءِ نوس نوس ڪندڙ پوليس جي ڪاوڙ کان بہ پري ۽ آجو هوندو. توکي معلوم هئڻ گهرجي تہ غازين کي گڏ ڪرڻ کان جلد ئي پوءِ سکر جي ڪليڪٽر ڪانئس پڇيو هو تہ ايترن ماڻهن گڏ ڪرڻ جو مقصد ڇا هو؟ پير سائين ڪيس هي جواب ڏئي مطمئن ڪري ڇڏيو تہ اهي ماڻهو ڪنگريءَ جي حفاظت لاءِ گهرايا ويا هئا پر حقيقت اها آهي تہ اهڙي مقصد لاءِ تہ چاليهن يا وڌ ۾ وڌ پنجاهہ ماڻهن جي ضرورت هئي. ان ڪانپوءِ هن مير جي ملڪ ۾ اچي غازين جي ڀرتي جاري رکي جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جو خلل نہ پيو. پر مان ڪير آهيان جو اهڙيون اهم ڳالهيون ٻڌايان. پير سائين پاڻ اچي پنهنجي اعليٰ سوچ ۽ فڪر مطابق توکي ڪي اهم ڳالهيون ٻڌائيندو."

## [3]

مان محبت فقير جو مائٽ هجڻ ڪري ڏينهن ڏٺي جو پير سائين جي زمين تي ايندو ويندو هوس. سنڌ جي مختلف علائقن کان ايندڙ حرن لاءِ رات جي وڳڙي ۾ اچڻ جو دستور هو ۽ اهي درياهه واري پاسي کان هڪ گهاٽي ٻيلي مان گذري ايندا هئا. لاڙڪاڻي واري پاسي کان ايندڙن لاءِ پير سائين ٻيڙين جو بندوبست ڪرائي ڇڏيو هو. اسان ڪنگريءَ کان پنڌ ايندا هئاسون ۽ رستي سان ٻه ٽي ميل هلي اچي هڪ وڏي لوڙهي وٽ پهچبو هو، جيڪو رستي جي پهرئين وڪڙ وٽ هو. محبت مون کي ٻڌايو تہ اهو لوڙهو ٻہ ٽي مهينا ٿيندا جو پير سائين جي ساري زمين جي چوڌاري ڦيرايو ويو آهي جنهن جو گهيرو ڪيترن ميلن ۾ ٿيندو. ٻہ لنگهہ اٿس. هڪ اتر واري پاسي کان ۽ ٻيو ٻيلي واري طرف اولهہ کان آهي. هر لنگهہ وٽ حرن جي هڪ گارڊ پوسٽ هئي. جڏهن محبت فقير اتان لنگهندو هو تہ کيس سلامي ڏني ويندي هئي. ان کان ٻہ هڪ ميل ڪن اڳتي اچا ٻہ وڌيڪ اوچو لوڙهو هو جيڪو اسان کي پري کان نظر اچي رهيو هو، جيڪو ڇهچ سائي ٻيلي جي وٽ سان هو. لوڙهي جي لنگهہ کان ٿورو اڳتي هڪ کليل ميدان هو. ان جو اندر ٻہ سؤ قدم هوندو. ان کان پوءِ ٻہ لوڙهي جو هڪ ٻيو وانگاڙو هو. اهو ٻہ اسان ٽپي اند ٿياسون. هن لوڙهي کان ٿورو اڳئي اچا ٻہ اتاهون لوڙهو ڏسجي رهيو هو. محبت ٻڌايو تہ انهيءَ لوڙهي جي اندر پيهون نهيل آهن، جنهن ۾ پير سائين ۽ سندس گهہ جا ڀاتي رهندا آهن.

حرن جي گڏ ٿيڻ کان پوءِ غازين جي انفرادي نہ پر ٽولين جي صورت ۾ پرت ٿي رهي هئي. محبت کي گهڙيءَ گهڙيءَ لوڙهي کان اندر گهرايو ٿي ويو. هن ٻڌا تہ پير سائين سردار ٻي پرتي سياڻي صبح جو ڪندو جنهن ۾ نوان آيل حر ڪن ويندا. سندس زمين جي ٻئي حصي ۾ وٽن هينان رهيا پيا آهن. پرتيءَ جي اها رسم ٻئي لوڙهي اندر ۽ اندرئين لوڙهي جي لنگهہ پرسان ادا ڪئي وئي هئي. حر گا دستي جي رهڻ واري ڪمري پرسان هڪ ٿلهو نهيل هو جنهن تي سائي رنگ جهنڊو جهولي رهيو هو. جڏهن اسان اٽڪل هڪ سؤ حر گڏ ٿي وياسون تہ پ سائين آيو ۽ اچي ٿلهي تي بيهي رهيو. سندن مٿي سان سيدن واري سائي دس

ٻڌل ۽ خاڪي سلوار قميص پاتل هئي. شڪار وقت ﺑﻪ مان ڪيس انهيءَ لباس ۾ ڏٺو هو. سندس هڪ پاسي کان تلوار ۽ ٻئي پاسي کان پستول لڙڪي رهيو هو. اسان سندس احترام خاطر گوڏن ڀر تي ويناسون، پر سائين اٿي ويهڻ جو حڪم ڪيو ۽ چيو ﺗﻪ مان جيڪو ڪجهه چئي رهيو آهيان دل جي ڪنن سان ٻڌو وڃي. مون کي سندس چيل هر لفظ ياد آهي:

”توهان اسان جا جان نثار مريد آهيو جن پري کان اچي اسان کي پنهنجي قربانيءَ واري جذبي جي ثابتي ڏني آهي. اسان کي جلد اوهان جهڙن جان نثار ۽ بهادرن جي ضرورت پوندي. توهان سڀئي قرآن شريف تي انهيءَ وعدي ڪرڻ لاءِ تيار آهيو ﺗﻪ اوهان اسان جي هر حڪم جي فرمانبرداري ڪندا ۽ ضرورت مهل اوهان پنهنجا سر ﺑﻪ قربان ڪرڻ کان ﻧﻪ ڊڄندا؟“

اسان ورائيو ﺗﻪ بلڪل تيار آهيون. پوءِ پير سائين منشيءَ کي سڏ ڪيو جنهن ريشمي پوتڙين ۾ ويڙهيل قرآن شريف ڪڍي اچي ڪيس ڏنو. مرشد سائين بسم الله چئي اهو قرآن کانئس ورتو. پير سائين جي بسم الله چوڻ تي اسان ﺑﻪ بسم الله جا لفظ ورجايا. پوءِ سائين قرآن شريف جون هڪ کان سواءِ سڀ پوتڙيون لاهي ورتيون. ان کان پوءِ محبت ۽ ﭘﻥ اڳيان ويٺل اسان فقيرن کي هڪ ٻئي پٺيان قطار ۾ ويهڻ جو حڪم ڪيو. ان کان پوءِ منشيءَ هر هڪ غازيءَ جو نالو پيءُ جو نالو ذات ۽ ڳوٺ جو نالو قلمبند ڪيو. ان ڪارروائي پوري ٿيڻ کان پوءِ هڪ هڪ ٿيندا مرشد سائين وٽ تلهي تي پهچندا ويا. اهڙيءَ ريت مرشد سائين هر هڪ غازيءَ جي مٿي تي قرآن رکي هن ريت قسم کڻائي رهيو هو ﺗﻪ جڏهن ﺑﻪ پير سائين سردار حڪم ڪندو ﺗﻪ هو بنا دير اچي حاضر ٿيندو ۽ سندس حڪم تي جان جي قرباني ﺑﻪ ڏيندو.

جڏهن سڀني غازين قسم کڻي پورو ڪيو ﺗﻪ پير سائين کين مختصر خطاب ڪيو. هن ان جهنڊي ڏانهن اشارو ڪيو جيڪو هن مڪي شريف کان آندو هو ۽ چيائين ﺗﻪ هي جهنڊو امامت جي علامت آهي. اهو وقت جلد اچڻ وارو آهي جڏهن هو جهاد دوران اهو جهنڊو جهولائيندو.

توهان مان گهڻن کي اهو اچرج ٿيندو ﺗﻪ ڪافرن جي حڪومت لاءِ اهو ڪهڙي ريت ممڪن هو جو توهان جي مرشد کي جيل ۾ بند ڪيو هئائين، پر جيڪڏهن توهان پيغمبرن ۽ وڏن امامن جي تاريخ پڙهندا ﺗﻪ اوهان کي معلوم ٿيندو ﺗﻪ کين اهم ذميواري سونپڻ کان پهريائين آزمائش وسيلي سندس اهليت کي پرکيو ويندو هو. توهان مون سان پنهنجي جان قربان ڪرڻ جو قسم کڻي چڪا

آهيو. هاڻي مان اوهان کي هيءَ ڳالهه واضح ڪري ٻڌائي رهيو آهيان تہ مان سنڌ جو آزاد حڪمران ٿيڻ وارو آهيان ۽ پڻ اها تقدير جي منشا آهي. مان انگريزن کي هتان تڙي سنڌن ملڪ جو حڪمران ٿيندس. اهڙي پيشنگوئي پير عبد الرحيم گرهوڙي سؤ سال کان بہ وڌيڪ عرصو اڳ ڪئي هئي ۽ ان جي چيل لفظن ڌانهن ڌيان ڏنو وڃي.

ان کان پوءِ مرشد سائينءَ هڪ ڪتاب مان بيت پڙهيو ۽ ٿورو وقت ترسي ان جي معنيٰ بيان ڪئي ۽ ٻڌايو تہ اهڙيون نشانيون هاڻي ظاهر ٿي چڪيون آهن جهڙو جهازن جي ايجاد ۽ مختلف ملڪن ۾ جنگيون ۽ انقلاب وغيره. ان کان پوءِ عبدالرحيم فقير اسان جي مرشد جي شجري مان اٺين گادي نشين جو ذڪر ڪري ٿو ۽ ٻڌائي ٿو تہ سنڌ تي اهو گادي نشين حڪمراني ڪندو جنهن جي منهن تي مائيءَ جا سياندا Pock-marks هوندا ۽ راڄڌاني ڪنگري ٿيندي. پير سائين جڏهن ننڍڙو ٻار هو تہ کيس وڏي ماتا نڪتي هئي. تنهن ڪري کيس منهن تي مائيءَ جا سياندا هئا. سيني کي اها خبر هئي تہ پاڻ اٺون گادي نشين آهي. هن پير اسان واري پٽ ۾ بہ اچي درگاه قائم ڪئي هئي. تون پاڻ ئي سمجهہ تہ مرشد جون اهڙيون ڳالهيون ٻڌي اسان جي اندر ۾ ڪيڏا امنگ ۽ اڌما پيدا ٿي چڪا هوندا. اسان سمجهي چڪا هئاسون تہ پير سائين جي هن سپني کي ساڀيان ڪرڻ لاءِ اسان کي ڪهڙو ڪردار ادا ڪرڻو هو. مرشد سائين اسان جي قربانيءَ جو جذبو ڏسي گهڻو متاثر ٿي چڪو هو ۽ اسان کي خبردار ڪيو هئائين تہ سنڌس حڪمن جو انتظار ڪرڻو پوندو.

هن چيو هو تہ سڀ ڪجهہ ٺيڪ ٿي ويندو ۽ انگريز سرڪار جا سڀ پو پولا پيچي ڇڏيو. هن حڪومت جو ڪنگريءَ ۾ ڪهڙو حال آهي؟ اتي ٿيندڙ ڏوهن جي رپورٽ پوليس وٽ داخل ٿيندي آهي يا مون وٽ ۽ منهنجن خاص فقيرن وٽ؟ اهڙا ڪيس ڪير اڪلائيندو آهي روهڙي جو مئجسٽريٽ يا منهنجا مقرر ڪيل امين؟ هن شهر جو محصول ڪير اوڳاڙيندو آهي؟ هتان جي پنچات جا ميمبر منهنجا نوڪر آهن. مان هتان جي ماڻهن جو اهڙيءَ ريت تحفظ ڪندو آهيان جهڙي ريت حڪمران پنهنجي رعيت جو تحفظ ڪندو آهي. جيستائين هو منهنجي فرمانبرداري ڪندا ايندا مان سنڌن تحفظ ڪندو ايندس. سکر ۾ هن کي رڌن ٻڪرين جيان ڪنو ويو. مان کين بندوقن جي ويهن ليسنن ڏيڻ لاءِ بہ ڪوشش ڪئي هئي. پر اهڙا هٿيار سنڌن فائدي جا نہ آهن. منهنجو هڪ حر جيڪڏهن ڏنڊو هٿ ۾ ڪري سنڌن ڪيڏ پوندو تہ هو بندوقن سان مسلح ويهن ئي واڻين کي ڊوڙائي پيٽ ۾ سور

وجهندو. جڏهن اهو وقت آيو تہ فقيرن جي هٿن ۾ ڏنڊن بدران ٻيو ڪجهہ هوندو.

مان وري بہ اوهان کي چئي رهيو آهيان تہ اوهان کي حڪومت کان ڪڏهن بہ ڏجڻ نہ کپي. هاڻي اسان ڪنهن ڪمشنر جي حڪمرانيءَ هيٺ رهڻ وارا نہ آهيون. گورنر منهنجو ذاتي دوست آهي. مان کيس چئي ڇڏيو آهي تہ ضلع آفيسرن جي رپورٽن ڏانهن ڌيان نہ ڏئي جيڪي منهنجي ذاتي حيثيت کان سڙي رهيا آهن. جيڪڏهن وزيرن بہ منهنجي خلاف شڪايت ڪئي تہ انهن ڏانهن بہ ڌيان نہ ڏريندو. ڪٿي ڪير بہ هجي پر انفرادي طور منهنجي مدد ۽ مريدن جي ووٽن جي ضرورت پوندي. ڪانگريس بمبئي ۽ هندستان ۾ هڪ طاقتور پارٽي آهي. هن پارٽيءَ جا سنڌي اڳواڻ سنڌن پارٽي جي هدايتن موجب مون سان گڏ آهن ۽ منهنجي سلام تي ايندا رهندا آهن. سنڌ اسيمبليءَ جي ڪانگريسي ميمبرن جي مدد سان پنهنجي مک فقيرن کي جيل مان آزاد ڪرائڻ ۾ سوڀارو ٿيو آهيان جيڪي اوهان مان ڪن جا پيءُ، چاچا، ڀاءُ ۽ سوٽ، ماسات هوندا. جيڪي ڪجهہ وقت اڳ دکن جي لوڙهن ۾ بند هئا. انهن جي سهڪار سان حرن مٿان لوڙهن ۾ رهڻ واريون پابنديون بہ ختم ٿي ويون آهن، پر اوهان کي هيءَ ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ توهان قرآن شريف تي قسم کنيو آهي ۽ حر جماعت جو بہ اصول آهي تہ توهان هنن معاملن بابت ڪنهن غازيءَ کان سواءِ ٻئي ماڻهوءَ کان منهنجي اشاري کان سواءِ ٻڙڪ بہ نہ ٻڌائيندا. ممڪن آهي تہ ڪانگريس ۽ ان جا وزير اسان جي هنن مقصدن حاصل ڪرڻ ۾ اسان جي واهرَ ڪن. اوهان غازين کي منهنجا هي لفظ ضرور ياد هئڻ کپن تہ اوهان کي اهڙيون ڳجهيون علامتون ٻڌايون وينديون، جن وسيلي توهان اڻ سڃاتل غازيءَ کي سڃاڻي وٺندا. اهو بہ اوهان تي فرض آهي تہ اوهان منهنجن يا منهنجن نائبن جي حڪمن جو انتظار ڪريو ۽ حڪم ملڻ کان پوءِ اهي ڪم ڪيئن بہ ڪري پورا ڪرڻا آهن.

پير سائين جي هلي وڃڻ کان پوءِ محبت ۽ ٻيا فقير ۽ رجسٽر سميت منشي اڳتي وڌيو. ڪن ڳڻ کان پوءِ اسان کي علائقن موجب ٽولين ۾ ورهايو ويو هو. مون هتي بہ ماڻهو پنهنجي جوءِ جا ڏٺا جن کي مان سڃاڻندو هوس. مون هنن سان صلاح مشورو ڪيو. محبت جڏهن اسان سان ڳالهائڻ آيو تہ مان کيس چيو تہ اسان نوري وساڻ هيٺ ڪم ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيون. بهتر تہ ائين آهي تہ تون اسان کي پنهنجي ڪمانڊ هيٺ رک. تنهن تي هن ڪلندي چيو تہ جيڪڏهن اوهان نوري هيٺان رهندؤ تہ نورو وري منهنجو ما تحت هوندو. مان غازين جو چيف آف اسٽاف آهيان.

ھئي ڏينھن اسان جي فوجي سکيا شروع ٿيڻي ھئي. مان ھيءَ ڳالھہ قبول ڪرڻ لاءِ تيار آھيان تہ مان فوجي ڊرل (Drill) کي ڏسي ڏاڍو دل شڪستو ٿي پيو ھوس. اھا ساڳي ڊرل تہ سنجھوري ۽ سانگھڙ جا پوليس سپاھي بہ ڪندا ھئا پر اسان واري فوجي سکيا مارچ ۽ زمين تي زور سان پير ھڻڻ کان مختلف ھئي. اسان جي چر پر ڊڪ ڊوڙ سان لاڳاپيل ھئي جنھن تي سنگنل (Singnal) ۽ سيٽيءَ سان ضابطو رکيو ويندو ھو. اسان کي اھو بہ سيکاريو ويو ھو تہ غازين جون بندوقن سان مسلح آمھون سامھون بيٺل بہ ٽوليون دشمن تي ڪھڙي طريقي سان فائر ڪنديون؟ پر جيڪڏھن انھن مان ھڪ ڌر کھاڙين سان مسلح آھي تہ ان کي وچ مان نڪري وڃڻ گھرجي. اسان کي فائر ڪرڻ جي ٿوري ٿوري مشق ڪرائي ويندي ھئي. بندوقن جو تعداد تمام ٿورو ھو. مون کي اھڙي ڳالھہ ڪانہ تي وٺي. مان اھا ڳالھہ محبت سان ڪئي جيڪو ھن ساري فوجي سکيا جو نگران اعليٰ ھو. ڪيس اھو بہ ٻڌايم تہ پير سائين اسان جي انسپيڪشن تي بہ ڪڏھن ڪڏھن ايندو آھي. محبت منھنجي اھڙين ڳالھين ڪري مون کي چند ٻٽي ۽ چيائين تہ توکي اھو نہ چيو ويو ھو تہ سڀ ڪجھہ نيڪ ٿي ويندو. توکي مرشد ۾ ڪو ويساھہ نہ آھي ڇا؟ پر ھاڻي توکي اھو ٻڌائڻ ۾ ڪو حرج نہ آھي تہ پير سائين ٿر جو دورو ڪيو آھي ۽ اتان جي راجپوتن حڪمرانن تحفي ۾ بندوقون ڏنيون آھن انھن ملڪن ۾ بندوقن تي ڪا بہ پابندي نہ آھي. جڏھن سائين سنڌ ڏانھن واپس اچي رھيو ھو تہ ھن گورنر ڏانھن انھن بندوقن بابت لکيو ۽ ان سان گڏ انھن جي استعمال جي مقصد کان بہ کيس واقف ڪيو ھيائين. گورنر کيس جواب ۾ لکيو ھو تہ اھي بندوقون انگريز راج جي حدن ۾ آڻي نہ ٿيون سگھجن ۽ راجپوتن جي ملڪ ۾ رکيون وڃن. تنھن ڪري مرشد سائين اھي بندوقون دنگ تي رھندڙ ھڪ معتقد مريد جي حوالي ڪيون ۽ کيس تاڪيد ڪيائين تہ انھن جي چڱيءَ ريت سار سنڀال ڪئي وڃي ۽ ڪڏھن ھنن کي ڪتب آڻڻ جي ضرورت محسوس ٿيندي. جيڪڏھن ڪانئس ڪير پڇا ڳاڇا ڪري تہ کيس ٻڌايو وڃي تہ ھن سڀ بندوقون وڪڻي ڇڏيون آھن. تنھن تي مون ڪانئس پڇيو تہ مرشد سائين گورنر کي ڇو ٻڌايو تہ کيس انھن ملڪن مان ڏن ۾ بندوقون مليون آھن؟

سائين (سائين رکيا) تون ڏاڍو ڏاھو آھين پرتو ۾ تڪڙ جي عادت آھي ۽ سوچڻ کان اڳ ۾ ڳالھائڻ شروع ڪري ٿو ڏئين. تون اھا ڳالھہ ٻڌي ھوندي تہ گھٽي ھٿيار بارود ڪري مرشد سائين کي قانون پيڇڻ جو مجرم قرار ڏنو ويو ھو. ان ڪري کيس گھٽيون تڪليفون بہ ڏسڻيون پيون ھيون. تو کي خبر آھي تہ ھتي

پيلي جون جهرڪيون بہ وجي ساريون خبرون حڪومت کي پڌائينديون آهن، پر تر ۾ اهڙي قسم جا پکي نہ ٿيندا آهن ۽ جيڪو ڪجهہ سنڌ جي دنگ کان ٻاهر ٿئي ٿو، تنهن کان هتان جا ڪامورا واقف نہ هوندا آهن. هتان جا ماڻهو اهي اجايون سجايون ڳالهيون پيا ڪندا آهن تہ پوليس کي ساريون خبرون ڪڏهن نہ ڪڏهن معلوم ٿي وينديون آهن. تون هڪ ڳالهہ ياد رکي ڇڏ، پير سائينءَ کي ساري دنيا جي خبر آهي ۽ هن حڪومت کي اهو سارو احوال پڌائي ڇڏيو آهي، تنهن ڪري هتان جا ڪامورا پير پساري آرام سان ويهي رهندا. مرشد سائين جيڪڏهن اهي سارا هٿيار بارود ڪڍائي اچي زمين تي هتي رکي ها جيڪا سير جي رياستن جي حدن اندر آهي جتي انگريزن جو هٿيارن تي ليسن وارو قانون پڻ موجود آهي. اهڙي ڳالهہ هلندي وجي نيٺ وزير جي ڪن ۾ پئي ها ۽ اهو وري پنهنجي ذاتي انا جو مسئلو سمجهي پير سائين کي زير بار ڪري ها ۽ زمين جي تلاشي وٺي سنڌس توهين ڪري ها. تنهن ڪري هو سڀ هٿيار ۽ بارود سنڌ جي دنگ تي راجپوتن جي ملڪ ۾ ڇڏي آيو آهي. هتي ڏهہ ٻارهن بندوقون آهن جيڪي جڻ تہ شڪار ڪرڻ جي مقصد سان رکيون ويون آهن جن جي ليسن تي ٻين ماڻهن جا نالا بہ لکيل آهن.

سندس اهڙيون ڳالهيون ٻڌي چپ ٿي ويس. اٽڪل مهيني کن کان پوءِ مون درخواست موڪلي تہ اسان جي ٽوليءَ کي ٻئي قسم جون مشقون ڪرايون وڃن.

جڏهن آءٌ ڳوٺ وريس تہ ڪٽڪ لاب تي هئي، پر اسان جو ڌيان ڪنهن ٻئي ڪم ڏانهن ڇڪايو ويو هو. جڏهن مرشد سائين اسان واري جوءِ ۾ اچي ڊاهو ڪيو تہ تمام گهڻا مريد گڏ ٿي ويا هئا. تنهن ڪري زيارت ڪرڻ وقت سائينءَ کي تمام گهڻي تڪليف اچي وئي هئي. ٻن يا ٽن جڳهن تي جتي ڪيس مريدن کي ڪجهہ هدايتون ڪرڻيون هيون بہ ٽي هٿ اوچا تلها تعمير ڪيا ويا هئاجيڪي ويڪرا بہ هئا. انهن تلهن تي ويهي مرشد مردن کي زيارت پڻ ڪرائي هئي. اهي ايترا متي هئا جو هزارين مريد سائين جو آواز بہ سولائي سان ٻڌي سگهيا پئي. اهڙو هڪ تلهو مير واري ڳوٺ پرسان آهي جتي سنجراڻي مريدن جي گهڻائي آهي. ٻيو تلهو سانگهڙ ويجهو آهي ۽ ان ڪوارٽر جي نزديڪ آهي جتي ڪڏهن حرن جو لوڙهو هوندو هو. نظاماڻي ذات جي خليفن هن تلهي کي ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريو آهي ۽ مٿس مرشد سائين جو اسم گرامي ۽ ٻيا نالا لکيل آهن. سندس چوڌاري چوديواري بہ ڏني وئي آهي. اوسي پاسي جي حرن جو هيءُ تلهو جڻ زيارت گاهہ بڻيل آهي. جيڪڏهن هن ايراضيءَ جي حرن کان پڇنداين تہ ڪٽي وينو

آهين؟ تہ توکي وراٿي ڏيندو تہ آءُ ڪوٽ هيٺان ويٺل آهيان جنهن جي معنيٰ ٿيندي ٿلهو. جڏهن حرن وارا لوڙها ختم ٿي ويا تہ معتقد حرن اعلان ڪيو تہ عيد جي نماز عيد گاهہ بدران پير سائينءَ جي ٿلهي پرسان ادا ڪئي ويندي ۽ اهو عيد گاهہ سانگهڙ جي جامع مسجد ويجهو آهي جيڪو اتر - اولهہ طرف ۽ گهٽو پري بہ نہ آهي.

انهيءَ زماني ۾ ان مسجد جو پيش امام هڪ مولوي هو جنهن کي مولوي نور العين پنجاب مان سانگهڙ آندو هو. هي ہئي مولوي پير سائينءَ جي عزت ۽ احترام کي ڏسي ساڙ ۾ پيا سڙندا هئا. اهي ہئي ماڻهو وعظ دوران ماڻهن کي چوندا هئا تہ پير سائينءَ جي ٿلهي پرسان عيد نماز پڙهڻ جائز ڪانہ آهي. اهي عيد نماز عيد گاهہ ۾ ۽ حر ٿلهي پرسان پڙهندا آهن. اسان حر چوندا هئاسون تہ جيڪي عيد گاهہ ۾ نماز پڙهن ٿا اهي مولويءَ جا مريد آهن. جڏهن آءُ اتر ڪان موٽي اچي ڳوٺ پهتو هوس تہ اسان جا ٻہ خليفا انهيءَ ارادي سان پير سائينءَ سان ملڻ لاءِ سندس زمين تي ويا هئا تہ هنن مولوين جو وات بند ڪيو وڃي تہ ڀلو. هنن موٽي اچي انهيءَ پنجابي مولويءَ کي چيو تہ جيڪڏهن هو عيد نماز ہئي هنڌ نہ پر پير سائين جي ٿلهي وٽ پڙهندو تہ ٺيڪ آهي پر جيڪڏهن هو پنهنجي ڳالهہ تي ڳت ڏئي بيهي رهيو ۽ حرن جي دلين کي ڏکوئيندو تہ کيس قتل ڪيو ويندو. مولويءَ خليفن جي ڳالهہ کي کنگيو بہ نہ. تون پاڻ قبول ڪندين تہ هن مولويءَ کي موقعو ڏنو ويو هو، پر هو پنهنجي هوڏ تان هيٺ نہ لٿو ۽ قتل ٿي ويو. ان قتل جو ڏوهہ ہئي تي نہ پر مٺس آهي. ميلن تائين سيني فقيرن کي خبر هئي تہ هن مولويءَ کي قتل ڪرڻ ۾ ڪهڙا فقير شريڪ هئا. پوليس کي اچي ڪاري جي ساري سڌ هئي، پر خون جي ڪيس ڪٿان بہ شاهدي ۽ ثابتي ملي نہ سگهي .

هن واقعي کان جلد ئي پوءِ اسان ٻڌو تہ پير سائين سانگهڙ اچي رهيو آهي. مون کان وسري ويو آهي تہ توکي ٻڌايو اٿم الائي نہ، تہ سائينءَ شهر کان ٻہ ٽي ميل پري گڙنگ وٽ هڪ بهترين گهر تعمير ڪرايو آهي جيڪو ٻہ يا ٽي ماڙ آهي. اها جڳهہ سنڌ واپس ورڻ کان ٿورو اڳ هتان جي هڪ اهم مک ان زمين تي نهرائي هئي جيڪا هڪ جان نثار مريد، سائينءَ کي وقف ڪري ڏني هئي. اسان کي ٻڌايو ويو تہ مرشد سائين پنهنجي نينگرن جا طهر رجبي عيد تي هن گهر ۾ ڪرائيندو. مريدن طرفان رجبي عيد جي زيارت ۽ نينگرن جي طهرن لاءِ تياريون تہ مڪمل ٿي چڪيون هيون. پري کان ايندڙ ماڻهن جي رهڻ لاءِ هن جڳهہ کان اوير پاسي ۽ مسجد ويجهو ڪچا منهہ تعمير ڪيا ويا هئا. اناج جون ڪيتريون جنسون ۽ گيهہ

ڪنگري ڪان آندو ويو هو. ڪاج جو بندوبست پير سائينءَ جي شاهاڻي حيثيت موجب ڪيو ويو هو.

سائينءَ جن جي پهچڻ ڪان جلد ئي پوءِ نوري وساڻ کي حڪم ڪيو تہ گڙنگ واري روڊن ۽ ڪچن رستن سان پہ ٽي غازي مقرر ڪيا وڃن جيڪي گڙنگ ڏانهن ايندڙ ماڻهوءَ کان پڇن تہ هو ڪهڙي ارادي سان آيو آهي؟ جيڪڏهن ڪين اطمينان جوڳو جواب نہ ملي تہ ان کي اڳتي اچڻ جي موڪل نہ ڏين. هي وساڻ پير سائينءَ جو سانگهڙ لاءِ خاص ماڻهو هو. مون کي بہ هن ڪم سان لڳايو ويو هو. اسان جو راشن پاڻي اتان ايندو هو. نوري وساڻ انهن سنجراڻين کان روبرو پيش ڪرڻ لاءِ سائينءَ کان اجازت گهري هئي جنهن پنجابي مولويءَ کي قتل ڪيو هو انهيءَ لاءِ تہ جيئن سائين اهڙي ڪم کي قبول ڪري. اسان کي هدايتون مليل هيون تہ پير سائين کي انهن ماڻهن جي نالن کان واقف ڪريو جن مولوي صاحب جي پٺيان سانگهڙ ۾ عيد نماز پڙهي هئي. ڪن ماڻهن سائينءَ کي معاف ڪرڻ لاءِ گذارش بہ ڪئي هئي پر هن اهو فيصلو نظاماڻي خليفن جي حوالي ڪري ڇڏيو، جن في ماڻهو ٻہ رپيا ڏنڊ وڌو. پر انهن ماڻهن تي ٻہ سئو رپيا ڏنڊ وڌو ويو، جن پنجابي مولويءَ جي قتل جو اطلاع پوليس کي ڏنو هو. ان کان سواءِ سندن زبانون بہ ڪٽيون ويون هيون ۽ اهو پير صاحب جو پنهنجو حڪم هو.

مرشد سائينءَ جي اچڻ کان هڪ هفتو پوءِ عيد آئي هئي. حرن جو ايترو تعداد اچي گڏ ٿيو هو جيترو مون اڳي ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو. لاڙ هالا جو اوسو پاسو، جمڙائو، نارو ۽ ٿر ڄڻ اٿلي پيو هو. اها گهڙي تہ مون کان ڪڏهن نہ وسرندي جڏهن پير سائين سردار اوچتو اچي پنهنجي گهر جي ڇت تي بيٺو. ڪيس نهايت شاندار ڪپڙا پاتل هئا. صبح جو سدورو سمون هو. سائين ائين چمڪي ۽ ٻهڪي رهيو هو، ڄڻ جنت مان اوچتو ڪو فرشتو لهي آيو هجي. گهڙيءَ ڪن لاءِ تہ ماٺ ٿي وئي. پوءِ اهڙو سوسات ٻڌڻ ۾ آيو ڄڻ لاباري تي آيل ڪٽڪ مان تيز هوا گذرندي هجي ۽ اسان مرشد کي سامهون ڏسي پنهنجا ڪنڌ جهڪائي ڇڏيا. پير سائين حر ڀائپي ۾ پيار ۽ ڀاءُپي تي زور ڏنو ۽ هدايت ڪئي تہ پاڻ ۾ ايڪو ۽ ٻڌي قائم ڪئي وڃي ۽ حر جماعت جو راز ڪنهن کي بہ نہ ٻڌايو وڃي. ۽ ٻين ماڻهن سان تعلقات ختم ڪيا وڃن. هن ڪانگريس ۾ موجود ايڪي، ٻڌيءَ ۽ منجهس سياسي تنظيم کي گهڻو ساراهيو. هن چيو تہ اها ڳالهہ غلط ٿيندي جو ڪين هندو سمجهي ڪانئن نفرت ڪئي وڃي. سندن اصول جهڙوڪ پيسي کي هرويرو ضائع نہ ڪرڻ يا ڳئون نہ ڪهڻ ڏاڍا سٺا آهن ۽ مسلمانن کي بہ سندن اصولن جي پوئلڳي

ڪرڻ ڪيپ. هن ارادي جو به اظهار ڪيو هئائين ته هو اهڙيون ڳالهيون دوردراز وارن مريدن ڏانهن لکي موڪليندو. ان ڪان پوءِ جرمنيءَ ۽ انگريزن جي وچ ۾ هلندڙ جنگ ڏانهن اشارو ڪيائين ۽ ٻڌاياڻين ته جرمنيءَ ڪيترن ئي ملڪن کي تباهه ڪري ڇڏيو آهي ۽ دنيا ۾ ايندڙ اهم تبديلين لاءِ تيار رهڻ گهرجي ۽ اهوئي ڪارڻ آهي جو حر جماعت جي ايڪي ۽ ٻڌيءَ لاءِ اڳي کان وڌيڪ زور ڏئي رهيو آهيان ۽ ايندڙ ڏکئي وقت ۾ سندن تحفظ لاءِ جاکوڙي رهيو آهيان. ان کان سواءِ حر جماعت جي تنظيم لاءِ اهڙن ماڻهن کي عهديدار مقرر ڪيو اٿم جن گهڻيون مصيبتون ڏٺيون آهن. مرشد پڙهيل مريدن تي زور ڏنو ته سندس ڳوٺ مان جاري ٿيندڙ اخبار ضرور خريد ڪن ۽ پڙهن. انهيءَ وسيلي هو سندن خيالن کان ۽ ڪانگريس جي نقطه نظر کان واقف ٿي سگهندا.

رات جو غازين ۽ اهم فقيرن جون گڏجاڻيون سڏايون ويندڙيون هيون. جن مان هڪ ۾ مان ۽ بابو به شريڪ ٿياسون. جيڪا گهر جي آڏو اوچي چوديواري اندر ڪوٺائي وئي هئي. پير سائين وراندي ۾ ويٺو هو. سندس ڀنهي پاسن کان گولا ٻري رهيا هئا ۽ اسان سڀ سندس سامهون هيٺ ويٺا هئاسون. هن اسان کي ٻڌايو ته انگلينڊ جي وڏي شهر جو نالو لنڊن آهي. جتان جا گهڻا رهاڪو انگريز آهن. هن شهر تي هاڻي جرمنيءَ جا هوائي جهاز مينهن جيان بم وسائي رهيا آهن. هاڻي پڪ آهي ته ٿورن ڏينهن اندر انگريز هٿيار ڦٽا ڪندا ۽ آڻ مڃيندا. اهي خبرون هن پاڻ ريڊيو مشين تان اردوءَ ۾ ٻڌيون هيون جيڪو هن پنهنجي زمين واري رهائش گاه تي هڻي ڇڏيو آهي. هن ڳالهه ۾ ڪو شڪ شبهو نه هئڻ ڪيپي ته اها ريڊيومشين هو پاڻ موٽر ۾ کڻي آيو هو ۽ اسان پاڻ ۾ اهڙيون خبرون ٻڌندا رهندا هئاسون. ان ريڊيو مشين کي سيٽ به پاڻ پير سائين ڪندو هو. ٻيون ڪيتريون ريڊيو اسٽيشنون ايندڙيون هيون، پر اهي هو ٻڌڻ نه چاهيندو هو ۽ جڏهن گهربل اسٽيشن ايندي هئي ته ٻڌڻ شروع ڪندو هو. هڪ ڏينهن اسان کي به ٻڌڻ لاءِ چيو هئائين. انهن ڏينهن ۾ مون کي اردو ڪانه ايندي هئي. باقي ڏڳي چوريءَ ۾ پڙ هئس. پر منهنجو ٻيءُ دکن واري لوڙهي ۾ رهيو هو، جنهن ۾ هندستان جا سياسي ڪارڪن پڻ رهندا هئا. تنهن ڪري ڪيس هيءَ ٻولي سمجهه ۾ ايندي هئي. هي ۽ ٻيا ماڻهو جيڪي اردو سمجهي سگهندا هئا، اهڙيون خبرون ٻڌي ڏاڍا خوش ٿيندا هئا. بابي مون کي مناسب موقعي تي ريڊئي ذريعي ٻڌل خبرون چڱيءَ ريت سمجهايون ته جرمني اختياريءَ وارا چئي رهيا آهن ته سندن فوج لنڊن تي جلد قبضو ڪري وٺندي، جيڪو اڳي ئي جلي رهيو آهي. انگريزن کي مڪمل تباهه ڪرڻ کان پوءِ

هندستان ۽ ٻيا ملڪ آزاد ٿي ويندا، جن تي انگريزن ڏاڍائيءَ سان قبضو ڪري ورتو آهي، تنهن ڪري هر ملڪ جا ماڻهو اهڙين ڳالهين لاءِ تيار رهن. ان ڪان پوءِ پير سائين هيءَ ڳالهه ٻڌائي ته سنڌ جو گورنر سنڌس حيثيت ڪان پوريءَ ريت باخبر آهي. سنڌس ويجهو دوست آهي ۽ هو گورنريءَ وارا سارا اختيار ڪيس ڏيڻ لاءِ راضي ٿي ويندو. پر هن وقت اسان لاءِ اهڙين حالتن کي منهن ڏيڻ واسطي تيار رهڻ ضروري هو ۽ اسان کي اهڙيون ڳالهيون حڪم ڪان سواءِ ڪرڻ نه گهرجن. ڳوٺ موٽي اچڻ ڪان پوءِ مون ڏٺو ته امان جيئنديءَ کي سٺا ڪپڙا پارايا هئا ۽ هار سينگار ڪرايو هو. ڪيس توقع هئي ته سائين هن پيري به گڙنگ واريءَ جاءِ ۾ رهڻ لاءِ اڪيلو ايندو. بابا چيو ته مرشد سائين هن پيري ڪن ضروري ڪمن ۾ ايڏو ته مشغول آهي جوڪيس هاڻي جيئندي ياد به ڪانه ايندي. منهنجي ماءُ اهڙي ڳالهه اسان جي گهر لاءِ اڻائي ۽ نياڳي سمجهي رهي هئي. اها سمجهي رهي هئي ته پير سائين زمين جي سار سنڀال لاءِ محبت کي پوئتي ڇڏي ڏنو آهي. پر جيڪڏهن هو ساڻس گڏ هجي ها ته جيئنديءَ کي ضرور گهرائي وٺي ها.

پير سائين اسان واريءَ جوءِ ۾ رهڻ دوران حرن ۾ موجود جهيڙا جهڳڙا آچار ويچار ڪري نبيري ڇڏيا ۽ داعين مدعين کي ياڪر پارائي کير کنڊ ڪري ڇڏيو هو. فيصلن دوران جيڪي ڌريون ڏوهي ثابت ٿيون هيون تن مان ڪن کي ڏنڊ ڏيڻا پيا هئا ته ڪن کي موچڙن جون مارون مليون هيون. جن ڌرين وٽس اجايو دانهيه هو، تن جون سزا طور ڏاڙهيون مڇون ڪوڙايون ويون هيون. اهڙيءَ ريت نوري وساڻ ۽ بابي جون پاڻ ۾ دليون ڪوسيون هيون، تن ۾ به ٺاهه ڪري ڇڏيائين. سنڌس چوڻ هو ته هن جي اهم فقيرن جي پاڻ ۾ مٽ ڦوڪ به نه هجي. ان وقت سائين سچل تي ڪجهه ناراض هو. پير سائين اعلان ڪيو هو ته سنڌس حر جماعت ۾ ڪير به ڪنوارو يا وانڍو نه هئڻ گهرجي. انهيءَ طريقي سان سنڌس جانثار مريدن جي تعداد ۾ واڌارو اچي ويندو. اهڙن معاملن ۾ ڪڏهن مرشد سائين پاڻ ڪنوار ۽ گهوٽ ڳولهي جوڙا بنائيندو هو. سچل جي گهر واري گذاري وئي هئي ۽ پير سائين ڪيس هڪ رن زال سان شادي ڪرڻ لاءِ چيو. تنهن تي سچل ڪيس عرض ڪيو ته قربان وڃان! هوءَ بيمار آهي، جيڪا ڪنهن بار ڄڻڻ بدران منهنجي ساري آکهه بيمار ڪري تباهه ڪري ڇڏيندي. اها ڳالهه گهڻن ماڻهن ٻڌي ته سچل مرشد سائين جي نافرماني ڪئي آهي، ان ڪري سائين کي پنهنجي وقار کي بحال ڪرڻ لاءِ ڪجهه ڪرڻو هو ۽ مٿس به هزار روپيا ڏنڊ ڪيو ويو. سچل زمين ۽ ڍور ڍڳا وڪڻي ڏنڊ جي پورت ڪئي. تنهن ڪان پوءِ ڪيس معافي ملي، ان

ڪان پوءِ ان عورت جو ڪنهن به نالو نه ورتو. پر هن واقعي ڪان بعد منهنجي سؤٽ ۾ وڏي تبديلي اچي وئي هئي.

اتر سنڌ جي هڪ پير جي بلوچ مريدن ڪجهه مانڌاڻ مچائي ڇڏيو هو. جيڪو پاڻ کي پير سائين سردار جو مٽ ثاني سمجهندو هو. ناري جو هڪ سميجو زميندار پير سائين جو پيارو مريد آهي، جنهن اچي مرشد سائين کي دانهن ڏني ته انهن پروچن منهنجو هڪ ماڻهو ماري وڌو آهي ۽ سندس هٿ ڦري لٽي ٻهاري کڻي ويا آهن. تنهن هن مجرمن جي پيءُ کي گهرائي تمام گهڻو ڏنڊ رکيو ته جيئن مظلوم ڌر جي نقصان جو ڪجهه پورائو ٿي سگهي. اهو ماڻهو ڏنڊ ڏيڻ ڪان گوٽنات ڪرڻ لڳو. ان ڪان پوءِ اسان کي اها خبر پئي ته نوري وساڻ کن ٻين غازين کي ساڻ ڪري انهن پروچن جون ڏزن ڪن عورتون ۽ ٻار اغوا ڪري اچي ٿر ۾ يرغمال ڪيا. لاڳاپيل پروچن ٻجي وڃي پوليس وٽ فرياد داخل ڪئي. پوليس پنهنجي پر ۾ ته هر هلائي ڇڏيا پر ڪين ڪٿان اهڃاڻ ملي نه سگهيو. ان جوءِ جا وڏا ننڍا زميندار، عام ماڻهو ۽ ٻين پيرن جا مريد سمجهڻ لڳا ته پير سائين سردار جي طاقت ته حڪومت ڪان به گهڻي آهي ۽ هنن سان حرن جا ترسنوان نه آهن. تنهن ڪري ڏچ جهلي نه سگهيا ۽ پنهنجا تر تڏا ڇڏي لڏي ڪيڏاهن هليا ويا. هنن مان جند ڇڻ تي اسان به ڏاڍا خوش ٿيا سون. پوليس به معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ ڪين استعمال ڪندي هئي. پر اهي اسان وٽان ڪک به حاصل ڪري نه سگهندا هئا.

پير سائين مکيءَ ۾ ڪيمپ ڪرڻ دوران ٻه ڏينهن سوئرن جو شڪار ڪيو ۽ جهنگل ۾ اسان غازين جي پريڊ جي به انسپيڪشن ڪئي. مان سمجهان ٿو ته مرشد سائين جي اچڻ جي هن موقعي تي بندوق جي فائرن سان ٻه ٽي ماڻهو ماريا به ويا هئا. پر اهڙي دانهن پوليس کي ڪانه ڏني وئي هئي. ٻه ٽي ڏينهن ٽڪي مرشد سائين موٽي ڪنگري هليو ويو.

سائينءَ پٺي اجا مس ڏني ته ڳاڙهين پٽڪين وارا اچي پهتا جيڪي مرشد جي موجود هجڻ وقت هيڏانهن اچڻ ڪان پيا ڇرڪندا آهن. هنن اچڻ سان پڇا ڳاڇا ڪري ماڻهن کي ڌمڪائڻ ۽ هيسائڻ شروع ڪيو. مولوي نورالدين سانگهڙ جي مئجسٽريٽ وٽ شاهدي ڏيڻ ويو هو. نوري وساڻ ڪن فقيرن کي خاص حڪم ڏئي ڇڏيا هئا. حر جماعت جو پراڻو دشمن مولوي نورالدين پنهنجو زهر هاري ۽ مئجسٽريٽن جا حرن خلاف ڪن ٻري ڳوٺ ڏانهن موٽي رهيو هو ته پنجابي مولويءَ جيان هن کي قتل ڪيو ويو. ان ڪاروائي ڪان پوءِ غازي پير سائينءَ کي مبارڪ

ڏيڻ لاءِ سندس زمين تي ويا تہ هنن حر جماعت جي دشمن کي ماري ڇڏيو آهي.

اسان کي آس هئي تہ مرشد سائين اسان واري جوءِ ڏانهن سگهو ايندو ۽ هتان جي سيني غازين کي پاڻ وٽ گهرائي پنهنجي امامت جو ڦريرو ڦڙڪائيندو ۽ انگريزن جي حڪومت کي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪندو. جڏهن حج واري عيد جي موقعي تي پاڻ هتي پهتو تہ رجبي عيد جيان هتي سندس جڳهہ جي آڏو واري ميدان تي مريد تمام گهڻا گڏ ٿي ويا هئا. اسان کي هدايو ويو هو تہ اهڙيءَ ڳالهہ جو اڃا ڪو امڪان نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ ان مقصد کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ اڃا بہ وڌيڪ تعداد ۾ غازين جي ضرورت هئي. يقين ڪر تہ اها ڳالهہ ٻڌي الائي ڪيترا نوجوان مريد ٻاهر نڪري آيا. آزاديءَ جي اهڙي جهاد لاءِ گهڻي پيسي جي پڻ ضرورت هئي. ان ڪري خليفن ٻنهي زيارتن مهل پيسي ڏوڪڙ گڏ ڪرڻ جي تمام گهڻي ڪوشش ڪئي هئي. غازين جي مختلف ڪيپٽن اسان کي هدايو تہ رضاڪارانہ طور گڏ ڪيل اهڙو پيسو ڏوڪڙ تمام ٿورو آهي. تنهن ڪري انهيءَ مقصد لاءِ اسان کي ڪي ٻيا طريقا اختيار ڪرڻا پوندا.

ان وقت بابي ۽ نوري وساڻ وچ ۾ ناهہ ٿي چڪو هو، جنهن نوري کي اهڙين ڪاروائين ڪرڻ لاءِ مون کي چونڊڻ لاءِ چيو. اسان جي ٽولي پير سائينءَ جي هڪ دولتمند مريد جي گهر کي وڃي ڌاڙو هنيو جيڪو اڳي بہ تمام گهڻو چندو ڏئي چڪو هو. هن وڃي پوليس وٽ فرياد داخل ڪئي جنهن تي پوليس، پيرانوءَ جي مدد سان اسان جا پير هڪ حر ڳوٺ ۾ اچي وڃايا. اسان تہ ڌاڙي واري ساري مڏي اچي حر جماعت جي خزانچيءَ وٽ جمع ڪرائي هئي. نظاماڻي خليفا تہ ظاهر ۾ پوليس ۽ ياڳئي سان ٻٽ جهٽ تي بيهي رهيا. پر ڪين ترڻ‌ءَ تيل ئي لائڻ نہ ڏنائون ۽ اهڙيون تہ ابتيون سبتيون پٽيون پڙهايائون جو هو اعتبار ڪري ويا تہ مجرم هتان جا نہ آهن.

ٻين ڪيترن جڳهن تي ساڳيون ڪاروايون ٿيون پر مون کي گڏ هلڻ لاءِ نينڊ ڪانہ ڏني وئي هئي. تن ڏينهين اسان گل خان نظاماڻيءَ جي ٻني ڪندا هئاسون ۽ بابو ٻنيءَ تي موجود هو. خير سان لابارا بہ لهي چڪا هئا ۽ آرهڙ جي ڪوسي رت هئي جو پير سائينءَ اچي گڙنگ ۾ منزل ڪئي. ساڻس گڏ پنهنجو اهل عيال هو جيڪو ڪيترن موٽرن تي سوار ٿي اچي خير سان هتي پهتو هو. پير سائينءَ پنهنجي نينگرن جا ظهر ڪرايا جيڪي اڳي ڪجهہ وقت لاءِ مهمل ڪيا ويا هئا. اهڙي ڪاج لاءِ سارو سيڌو سامان اتر ڪان آيو هو. جيڪو اچي شهدادپور جي ريلوي اسٽيشن تي لٿو هو. ان سامان ڪٽي اچڻ لاءِ اسان جي ڏاند گاڏي بہ وئي

هئي. مون ڏٺو هو تہ گهر جي ڦاٽڪ وٽ ٺهيل توشا خاني ۾ ايترو سامان هو جو اهو ڇت تائين پرجي ويو هو جنهن ۾ چانورن جون ڳوٿيون ۽ پيٽرول جا دٻا بہ هئا. هن موقعي تي بہ اڳي جيان تمام گهڻا مريد اچي گڏ ٿيا هئا. اسان غازين کي رات جو لڪ چوريءَ ۾ پير سائينءَ پاڻ وٽ سڏايو هو.

هن اسان کي ٻڌايو تہ توهان جي حقيقي ڪم وارو ڏينهن هاڻي ويجهو اچي پهتو آهي. سندس وڌيڪ بيان هن ريت هو تہ عربستان ويجهو عراق نالي هڪ ملڪ آهي جتي راشد علي نالي هڪ اڳواڻ بغاوت ڪئي آهي ۽ هن انگريزن جي ڇاڙتي سرڪار جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو آهي.[1] انگريز حڪومت راشد عليءَ جي بغاوت کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ موجود انگريزي فوج اوڏاهن موڪلي رهي آهي.[2] پير سائين اهو بہ چيو تہ انگريزن کي پنهنجي ملڪ ۾ جتي ڪٿي جرمني ڪٽي رهي آهي. ڪين جلد ئي مصر مان ڪڍي گهر پيڙو ڪيو ويندو. هن اسان کي سمجهائيندي چيو تہ جرمنيءَ جي نہ رڳو عراق، پر ايران ۽ افغانستان ۾ بہ آجيان ڪئي ويندي. ڇاڪاڻ تہ هي ملڪ اتي پنهنجي جاسوسن وسيلي اهڙو بندوبست ڪري چڪو آهي.

پر جيستائين جرمني اوستائين پهچي، تيستائين مون کي هڪ اعلان ڪرڻو پوندو ۽ پنهنجي غازين ۽ جان نثار مريدن جي مدد سان سنڌ جي انگريز حڪومت کي ختم ڪري پنهنجي آزاد حڪومت قائم ڪندس. اوهان کي سمجهڻ کپي تہ اهڙو سچ ضرور ايرندو. اوهان کي منهنجي اهڙي اوچتي سڏ تي سچ لهڻ کان اڳ پهچڻو پوندو.هن سفر تي اسهڻ وقت پنهنجي اولاد ۽ زال کان موڪلائي اچڻو پوندو ۽ هن نياري سفر لاءِ اوهان کي جلد ئي نينڊ ڏني ويندي. جنهن لاءِ هن دنيا ۽ هن زندگي کي پڻ الوداع چوڻو پوندو. ڇا اوهان انهيءَ لاءِ تيار آهيو؟

توکي يقين هوندو تہ مرشد سائينءَ جي هنن لفظن چوڻ تي سيني غازين ۽ جان نثارن لبيڪ چئي هوندي. پر مان سمجهان ٿو تہ حر جماعت جي هن وڏي اجتماع ۾ ان گهڙيءَ پنهنجي جيري ۽ آنڊن ۾ هڪ ڪبنٽي محسوس ڪئي هئي.

ان کان پوءِ مرشد سائينءَ حڪم ڪيو تہ هڪ ٻئي پرسان قطار ۾ سمهي پؤ. پوءِ اسان پٽڪا ۽ شالون مٿان وجهي اهڙيءَ ريت سمهي پياسون جو اسان جو لِڱ بہ ڏسڻ ۾ نہ ٿي آيو. ان ويل منهنجي دل گائون مائون هئي. مون کي الڪو ٿي پيو تہ مرشد سائين اسان کي قتل ڪري ڇڏيندو. شايد هو اسان کي آزمائڻ چاهي

1. سر هيو ڊو Sir Hugh Dow اپريل 1941 ۾ سنڌ جو گورنر ٿي آيو هو.
2. پير صاحب کي آڪٽوبر 1941 ۾ سنڌ کان ٻاهر نظربند ڪيو ويو هو.

ٿو تہ اسان مرڻ وقت ماٺ هونداسون الائي نہ. پوءِ مان هڪ قسم جو عجيب آواز ٻڌو، جنهن جا لفظ مون کي سمجهہ ۾ نہ آيا. پر محسوس ٿيو تہ اهي اڳي بہ ٻڌل آهن. نيٺ اها رسم پوري ٿي وئي ۽ مرشد سائين پنهنجي اصلي آواز ۾ اسان کي اٿي بيهڻ لاءِ چيو ۽ فرمايو:

”اوهان موت جي پاڇي کان لنگهي چڪا آهيو ۽ زندگي جيڪا هاڻي محسوس ڪري رهيا آهيو، سا بلڪل نئين آهي، جيڪا منهنجي لاءِ يعني اوهان جي امام لاءِ وقف آهي. وڃو اوهان هاڻي هر خوف خطري کان آجا آهيو ۽ منهنجي سڏ لاءِ هر وقت تيار رهجو.“

مان ٻين غازين سان گڏجي سانگهڙ وارو روڊ ڏئي گهر پهتس. مون پنهنجي عمر کان وڏي هڪ غازي کان پڇيو تہ مرشد سائين جيڪا اسان مٿان دعا پڙهي، تنهن جو مطلب ڇا هو؟ مان سمجهان ٿو تہ مون اهڙي دعا اڳي بہ ڪاٿي ٻڌي آهي، مسجد ۾ ڇنيءَ ڇماهيءَ ويندو آهيان تنهن ڪري مون کي ڇٽي ياد ڪانہ ٿي بيهي. ان ماڻهوءَ وراڻيو تہ، ”اهڙن لفظن ٻڌڻ لاءِ مسجد ۾ وڃڻ هرويرو ضروري نہ هوندو آهي. جيڪڏهن تون ڪنهن مسلمان جي مئٽ جو ڪلهي ڪانڌي ٿيو هوندين تہ توکي ضرور ياد هوندو تہ اها جنازي جي نماز هئي، جيڪا مردي کي دفن ڪرڻ کان اڳ ملان پڙهائيندو آهي.“

## [4]

هن رسم جي ادائگي کان وهلو ئي پوءِ پير سائين ڪراچي هليو ويو. سنڌ جو اڳيون گورنر جيڪو ڪيس تمام گهڻي عزت ڏيندو هو، بدلي ٿي ويو هو. ان جي جاءِ تي هڪ ٻيو ماڻهو آيو هو. جنهن ساڻس ملڻ جي خواهش ظاهر ڪئي هئي. پير سائين هفتي ڪن کان پوءِ موٽي آيو، پر ڪيس ڪراچيءَ جي آبهوا وڻي وئي هئي. هتي مهينو ڪن رهڻ کان پوءِ هو واپس ڪراچي هليو ويو. اها منهنجي لاءِ ڪا نئين ۽ اچرج جهڙي ڳالهہ ڪانہ هئي، پر بابي کي چنتا ٿي پئي. تنهن ڪري هن محبت کي پاڻ وٽ سڏايو ۽ ماني ٽڪي بہ هن سان گڏجي ڪاڌائين. هيءُ مرشد سان گڏ ڪراچي ويو هو. مون ڏٺو تہ منهنجو سؤٽ محبت وسوڙيل هو. پر هو عورتن کي ڪراچيءَ جا حال احوال ڏيڻ ۾ مشغول ٿي ويو. سندس ڳالهيون ٻڌي مان بہ هرکي پيس تہ جيڪر مان بہ هي وڏو شهر ۽ سمنڊ ڏسان، جتي وڏا وڏا آگبوٽ پيا ايندا آهن. ماني ڪائڻ کان پوءِ اسان عورتن کي گهر ۾ ڇڏي اچي ڪرٽي تي ٻير هينان ٿهيل ٿلهي تي ويناسون. اهڙيءَ ريت اسان جي ڳالهہ ٻولهہ ڪير ٻڌي بہ نہ ٿي سگهيو. ٻيو اتي اولهہ کان هوا جي ٿڌڙي هوا کُهلي رهي هئي، سو ڏاڍو مزو پئي آيو. نئين گورنر ۽ سائينءَ جي ملاقات دوران محبت موجود نہ هو، پر پير سائين ڪن مريدن جي منهن تي پنهنجي پريشانيءَ جو اظهار ضرور ڪيو هو، جن ۾ محبت بہ موجود هو. جن جان نثار مريدن کي ان ڳُڻتيءَ جهڙي ڳالهہ کان واقف ڪرڻ ضروري سمجهيو هو، تن ۾ اسان جو گهر بہ شامل هو. هو چوڻ لڳو تہ، ”واليڏنا! جڏهن مون نئين گورنر ڊو (Doe) جي مقرريءَ بابت اخبار ۾ پڙهيو تہ مون کي پِرون پٽجي ويا هئا، پير سائين سردار هن مان ڪنهن همدردي جي اها توقع نہ ڪندو، جيڪا ڪيس اڳئين گورنر مان هئي. مون کي اتفاق سان اها بہ ڄاڻ ملي وئي تہ هن پنهنجي جوانيءَ جو دور سنڌ ۾ گذاريو آهي. هن سفر ڪري ساري سنڌ گهمي ڏٺي هئي. هن علائقي جي جاسوسي ڪرڻ جي نيت سان هو مهاڻن ۽ ڪمين ڪاسبين سان ڪچهريون ۽ ڊاڙا ڊشما هڻندو وتندو هو. اڳيون ڪمشنر بہ هن قسم جو ماڻهو هو. پر ڪنهن گورنر کي ائين هجڻ نہ ڪپي. گورنرن جهڙا ماڻهو تہ دهلي جي نوابن ۽ راجائن سان اٿندا ويهندا آهن يا سندن سملا ۾

رهيل اعليٰ رتبن جي انگريزن سان تعلقات هوندا آهن. انهن کي نوابن ۽ اميرن جي عزت جي خبر هوندي آهي ۽ پوليس جي رپورٽن تي ڌيان نہ ڏيندا آهن. انتقامي درخواستن ۽ چرين ماڻهن جي فرياد ڏانهن بہ واجهائي نہ ڏسندا آهن. اهڙا مسئلا تہ اڄ ڪلهہ وزير نبيريندا آهن. پر اسان کي هن ڳالهہ لاءِ تيار رهڻ گهرجي تہ "ڊُو" هر ڳالهہ جي ضرور جاچ پرک ڪندو هو. هي ليوڪس جي زماني ۾ ڊپٽي هوندو هو. ۽ ڊپٽي بہ صحيح معنيٰ ۾ هوندو هو. هي بہ اهڙو ظالم آهي جهڙو سندس اڳيون اعليٰ عملدار هو.

تنهن تي بابي ڪيس وراڻيو تہ، "ان جي معنيٰ تہ منهنجي چوڻ ڪوڙا اجائي ڪانہ آهي تہ نئين گورنر پير سائين کي ڪراچيءَ ۾ رهڻ لاءِ مجبور ڪيو آهي، جيڪو سنڌ ۾ سندس طاقت کان هيسجي ويو آهي." محبت پنهنجي هٿن جو اشارو ڪري چيو تہ، "اهو ڪو نہ ٻڌو اٿئي تہ بہ شينهن هڪ ٻيلي ۾ رهي نہ سگهندا آهن. ظاهر آهي تہ ڪراچيءَ ۾ هزارن جي تعداد ۾ فوج ۽ پوليس آهي. تنهن ڪري اتي گورنر وڌيڪ طاقتور آهي."

"پوءِ پير سائين سندس اها ڳالهہ ڇو قبولي؟"

"مون کي اها خبر ڪانہ آهي تہ سندس دل ۾ ڇا آهي؟" هن وڌيڪ چيو تہ سندس رهائش جي بندوبست لاءِ هڪ مهينو لڳي ويندو. هڪ مهيني ۾ ٻيو بہ گهڻو ڪجهہ ٿي سگهي ٿو. ان کان پوءِ پتو پوندو تہ سائينءَ جو ڪهڙو فيصلو آهي. هن تہ اڳيئي چئي ڇڏيو آهي تہ اسان کي هر ڳالهہ کي منهن ڏيڻ لاءِ هميشه تيار رهڻ گهرجي." ان کان پوءِ گهڻو وقت ماٺ ڇانيل رهي ۽ پوءِ محبت اعتماد سان ڳالهائڻ شروع ڪيو:

"اهو سوچڻ بہ ڪفر آهي تہ پير سائين جي ذات ۽ ڏاهپ ٻه کي شڪست ڏئي ڪانہ سگهندي. هڪ تہ ڇا هڪ سو ٻه هجن تہ بہ شڪست سندن مقدر آهي. موجوده گورنر پنهنجي طاقت جي گهمنڊ تي سمجهي رهيو آهي تہ هو اڳين حڪومتن جيان جبر ۽ ڏاڍ ڪري حالتن تي ضابطي رکڻ ۾ سوڀارو ٿي ويندو. سنڌي وزير پنهنجي طاقت کان دستبردار ٿيندا؟ جيڪڏهن ٻه بہ ليوڪس جيان وڏيون وکون کڻي ٽڪرو ٻوڙڻ ٿو گهري تہ سندس جنگهون نڪري وينديون ۽ چوٽيءَ پر وڃي ڪرندو. سنڌ جو موجوده وزير پير سائينءَ جو هڪ بهترين دوست بہ آهي. وڏو وزير خداداد جنهن کي عام طور ڊکڻ سڏيو ويندو آهي، تنهن جي وڏي وزارت جو سارو دارومدار ٻاهر نڪري ويندو تہ ڪنگريءَ مان نڪرندڙ اخبار جي هندو ايڊيٽر کي ڪن ۾ ڦوڪ ڏيندو تہ هو سنڌ جي ڪانگريسي اڳواڻن کي

ڳجهيءَ ريت ٻڌائي تہ پير صاحب ڪانگريس پارٽيءَ ۾ داخل ٿي رهيو آهي ۽ پنهنجي سيني مريدن خادمن کي ائين ڪرڻ لاءِ چئي رهيو آهي تہ گورنر جي دماغ مان هوا نڪري ويندي. سنڌ جو ڪانگريس اڳواڻ گانڌي جو پڳ مٽ يار آهي، جيڪو هندستان، دکن ۽ سنڌ جي ڪانگريس جو چڻ پير آهي. هن وقت تائين ڪن عياش قسم جي مسلمانن کي پنهنجي پارٽيءَ ۾ شامل ٿيندو ڏسندو هو تہ ٻئي هٿ ڪٽي اکين تي رکندو. پوءِ تہ گورنر جا تہ ڇهہ ئي ڇجي پوندا. پير سائين خلاف ڪجهہ ڪرڻ لاءِ منجهس دل ئي ڪانہ ٿيندي ۽ ڪيس پنهنجي مقصد ماڻڻ ۾ ڪا دير ئي ڪانہ لڳندي. اسان ڪانئس پڇيو تہ عراق ۽ ٻين ملڪن جو ڇا حال آهي، جتي پڻ انگريز جنگ ۾ رڌل آهن. محبت وراڻيو تہ انگريزن جو چوڻ آهي تہ راشد علي ڀڄي وڃي ايران ۾ پناه ورتي آهي، اهي بہ خبرون پيون ٻڌجن تہ انگريزن دمشق تي پڻ قبضو ڪري ورتو آهي، انهيءَ لاءِ تہ جيئن جرمن وارا اڳتي وڌي نہ سگهن. پر حقيقت بہ اها آهي تہ هو پنهنجي فوج کي ائين ڪٽب آڻي رهيا آهن ۽ شڪست کان بچڻ لاءِ انهن ملڪن تي پڻ قبضا ڪري رهيا آهن، جن جو جنگ سان تہ ڪو واسطو ئي نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ يورپ ۾ هنن جڏهن بہ جرمنيءَ جو مقابلو ڪيو آهي تہ هن ڪين سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو آهي. ڏسڻ ۾ ائين اچي رهيو آهي تہ مصر ۾ بہ انگريزن کي اهڙي شڪست ايندي جو ڪين ڇٽيءَ جو کير ياد اچي ويندو، جنهن جو نتيجو اهو ٿيندو تہ دمشق ۾ موجود سندن فوج ڪٽجي ڪٽا ٿي ويندي.

مون کي انهن ملڪن جي وايومنڊل جي ڪابہ سڌ ڪانہ هئي ۽ منهنجي لاءِ سندس ڳالهيون ڄڻ تہ دبي ۾ ٺڪريون هيون، پر سمجهيم تہ بابي جهڙو تجربيڪار ماڻهو مطمئن ٿي ويو آهي تہ پوءِ مون ۾ بہ اعتماد اچي ويو، ٻئي ڏينهن صبح جو جڏهن محبت اسان کان موڪلايو تہ اسان جو هياءُ سڌير ٿي چڪو هو.

مون ڏٺو تہ هو جيئنديءَ جي ڏاڍي عزت ڪري رهيو هو ۽ ڪيس بندم سڏي رهيو هو، جڏهن هوءَ سائس ڳالهائي رهي هئي تہ ڪيس مان مرجاتا سان ٻڌي رهيو هو. اهڙي عزت ۽ احترام عام قسم جي ڇوڪرين جو نہ ڪيو ويندو آهي. محبت فقير جي اهڙي روش جيئنديءَ جي مزاج تي وڏو اثر ڪيو. امڙ بہ ڏاڍي متاثر ٿي وئي هئي، جنهن سدائين پنهنجي لاڏ ڪوڏ سان جيئنديءَ کي ڪٽي آسمان تي پهچايو هو. مون واري زال ويچاري تہ ڄڻ نڌڻڪي هئي، جو ڪير ڪيس ڪنگهندو بہ نہ هو. چارئي پهر پئي گهر جو ڪم ڪندي هئي. ٽورن ڏينهن کان پوءِ پير سائين جو خاص ماڻهو بابي ڏانهن نياپو کڻي آيو تہ هو جهٽ گڙنگ واري بنگلي

تي پهچي، جڏهن هو موٽي آيو تہ ڏٺم تہ سندس اکين ۾ نانگ ويٺا هئا ۽ سندس منهن اهڙو خوفناڪ هو، جيئن سندس زندا شاه کي قتل ڪرڻ وقت هو ۽ ٿاڏ ڪري ڇيو هٽائين تہ مڙسن تان جهڙ ۽ جهيڙا تہ لهندا ئي نہ آهن، هاڻي انگريزن سان هڪ هڪاٽي ڪرڻ جي ويل اچي وئي آهي. پير سائين سردار حڪم ڪيو آهي تہ مان ۽ ٻيا اهم فقير جيڪي پوليس وٽ هفتي وار حاضري ڏيندا آهن، روپوش ٿي هليا وڃن، انهيءَ لاءِ تہ متان حڪومت اوچتو تجربيڪار گوريلا ويڙهاڪن کي گرفتار ڪري مرشد جي فوج جي اهم اڳواڻن کي ڪانئس جدا ڪري ڇڏي. سرڪار هن ڪان اڳ بہ اهڙي ڪارروائي ڪئي هئي. مرشد سائين هيءُ ڪيڏو نہ دانشمنديءَ جو ڪم ڪيو آهي، مان تہ ويڙهاند جون ڳالهيون ٻڌي وڏي ڳيرو جوان ٿي ويو آهيان، مون کي پڪ آهي تہ منهنجا ساٿي بہ پنهنجن پيئن ۽ ڇاڇن جي لڄ ۽ عزت رکندا، جن سان گڏجي دشمن سان ٻولاٽي جهيڙيو هو. هي اهو زمانو هو، جڏهن منهنجا ڪي ساٿي ڇاوا بہ مس هئا.

مون پڇيو تہ پير سائينءَ ٻيا ڪهڙا فقير چونديا آهن، تنهن تي بابا انهن جا نالا ٻڌايا. مون ڏٺو تہ اهي غازين جا مکيہ ڪمانڊر هئا، انهن ۾ وريام فقير هو، جيڪو بچو بادشاه جهڙي شينهن مڙس جو پٽ هو. ٻيو گل خان نظاماڻي هو، جنهن جا اسين هاري هئاسون. انهن کان سواءِ امام بخش سنجراڻي بہ هو، جنهن هاڻي تازو انگريز پرست ڌر خلاف زبردست ڪارروايون ڪري پنهنجو ڌاڪو ڄمائي ڇڏيو هو. مٿين ڪونڌرن ۾ سانگهڙ پوليس اسٽيشن وارو الله بچايو خاصخيلي بہ هو جنهن ارڏي جوان جو خون منهنجي ڳچيءَ سان ٻڌو ويو آهي. هاءِ گهوڙا ڏسو تہ ٿهرا! توکي شايد اهو پتو نہ آهي تہ مان پنهنجي ٻاروتڻ کان وٺي هن الله بچائي کان ڏاڍو متاثر هيس، دل ۾ چوندو هيس تہ اهڙو ڪو ڏينهن ضرور ايندو جو آئون هن سان گڏجي ڪم ڪندس ۽ بهاديءَ جو اهڙو ڪم ڪندس، جو هو مون کي پنهنجو دوست سمجهندو ۽ منهنجي عزت ڪندو. هو هڏڪاٺ ۽ قد ۾ سيني کان اُتر ۽ ڏاڍو سهڻو جوان هو، اوسي پاسي جون حُر عورتون هن مٿان ساهہ ڇڏينديون هيون. اکيون شيريون هونديون هيس، تنهن ڪري هرڪو کيس پناهہ ڪري سڏيندو هو. سياءَ ۾ ڳنڀير ۽ پنهنجي احساس ۽ جذبي جو کليو اظهار نہ ڪندو هو. مان بہ کيس هرويرو ويجهو نہ پوندو هيس، منهنجو خيال هو تہ اهڙو ڪم ڪيان جو هو مون کي اهميت ڏيڻ لڳي.

مون بهتر سمجهيو تہ بابا کي چوان تہ هو مون کي پاڻ سان وٺي هلي، هو جڏهن جهنگل وسائيندو آهي تہ مون کي گهر ڇپرا ڏيندو آهي. جڏهن مان کيس

اها ڳالهه ڪئي تہ وراڻيائين تہ جيستائين مون کي ڪو حڪم نہ ملندو، مان پري نہ ويندس. اهو وقت مان مڪيءَ ۾ گذاريندس. سائين ڏنا! تون مون سان اتي اچي ملي سگهين ٿو، پر ايترن حرن جي گهرن تي پهري ڏيڻ لاءِ پوليس جو تعداد تمام ٿورو آهي، سو مان وچو واڙيءَ ڪڍهن دم واهہ ڏئي اوهان سان ملڻ پيو ايندس.

اسان اهڙو طريقو اختيار ڪيو جو پوليس جي ڌيان ڇڪائڻ کان سواءِ اسان پاڻ ۾ ملندا رهندا هئاسون. هڪ ڏينهن بابا اسان کي الله واهي چٽي هليو ويو، بوچڻ چنبي، هٿين خالي فقط ڪهاڙي ڪلهي تي رکيو نڪري ويو، جنهن کي هو هيانءَ برابر سانديندو هو.

محبت پير سائين سان گڏ هو. منهنجو انومان هو تہ هو سندس حڪم مطابق انگريزن سان جهيڙي ڳنڍڻ لاءِ تيارين ۾ مشغول هوندو، مهيني کان پوءِ سائين ڪراچي هليو ويو ۽ ان جاءِ ۾ رهڻ لڳو، جيڪا لاڙ جي سندس هڪ دولتمند مريد هن لاءِ جوڙائي هئي. اها ڳالهہ مون کي محبت ٻڌائي هئي، جنهن سان پير سائينءَ جي ڪراچيءَ اسهڻ کان ٿورو اڳ ملي چڪو هوس. هن چيو هو تہ واليڏني کي سلام ڇئجانءِ ۽ ڇئجائنس تہ هاڻي مايوسيءَ جي ڪا ڳالهہ ڪانہ آهي، اجان کي ٿوريون تياريون رهيل آهن، جيڪي پير سائين ڪراچيءَ ۾ ويهي پاڻ پوريون ڪندو. سائينءَ جا گهر ياتي گڙنگ ۾ رهيل آهن ۽ پهريداريءَ جي مقصد سان ٽر مان غازي گهرايا ويا آهن. پر سرڪاري ڌر ان کي ٻي ڳالهہ سمجهي روڪڻ جي ڪوشش ڪندي. سائين رکيا! مان هن بابت فقط ايترو چئي سگهان ٿو تہ سائين ڏينهن ٻن ۾ پهچي ويندو، پر ايندو جلدي.

مان اها ڳالهہ تہ ٻڌائي نہ ٿو سگهان تہ منهنجي اوسيئڙي وارو اهو وقت الائي ڪيئن گذريو. پوليس اسان جي گهر پهچي اچي بابي بابت پڇا ڳاڇا ڪئي ۽ اسان ان جي غير حاضريءَ جي ساري حقيقت ٻڌائي ڇڏي تہ هو هتان هليو ويو آهي، هو ڪٿي آهي؟ تنهن جو پتو اسان کي نہ آهي. پوليس اسان تي حُر هجڻ جي ناتي گارين جا ڍير لائي ڏنا. سندن اگهاڙيون ۽ ڪچيون گاريون ٻڌي امان ڏمرجي پئي ۽ رڙيون ڪندي کين چيو تہ، ”توهان ڪيس جهنگل ۾ ڇونتا ڳوليو، سيئي ماڻهو اتي هتيڪا اٿو ۽ اهي شڪار لاءِ ويا آهن.“

مون کيس چيو تہ، ”چري چپ ٿي وڃ! نہ تہ هي اسان سڀني کي گرفتار ڪري وٺندا.“ منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي جهنگ ٻليءَ جيان مون تي چڙهي وئي ۽ چوڻ لڳي، ”چريو آهين تون، توتي شل لعنت وسي. جيڪي ڪجهہ مان چوان ٿي، سا ڪا ايڏي وڏي ڳالهہ آهي.“ پوليس وارن کي چڳيءَ ريت خبر هئي تہ فقير

سيئي هڪ وقت ۽ بنا ڪنهن ڪارڻ جي نڪري نه ويا آهن. پوليس پاڻ فقيرن کان ڊڄي رهي آهي. پر توکي اها ڳالهه ڏسڻ لاءِ اک ئي ڪانه آهي. جيڪڏهن هو اسان کي گرفتار ڪندا ته سندن لاشن جا به ٿاڻن ۾ ڍير لڳا پيا هوندا. پير سائين جڏهن سنڌ جو بادشاهه ٿيو ته پوءِ جيل پرڻ وارا ماڻهو ڀيا هوندا.

پوليس وارا اسان کان وٺيءَ تي بيٺا هئا ۽ اسان جون ڳالهيون ٻڌي نه ٿي سگهيا. پر مان وسوڙي ۾ اچي ويو هوس ته امڙ جي هنبي تنبي ڪرڻ ڪري ٽپي ٻاهه نه ٿي ويا هجن. ان وقت ته اسان کي سندن شڪ شبها دور ڪري ڪين ٿڌي ڏاڍي وجهڻي هئي. امان ته رهندو به اٿندي ٿي ڪٽي پنيور کي باهه ڏني. اهي ته ان وقت به مون کي گرفتار ڪري پئي سگهيا. ان جو نتيجو اهو ٿئي ها ته مان وڃڻو جيل جو اٺو ڪانوان ها ۽ منهنجا جيسي ۽ جيڏا پير سائينءَ جي هلايل آزاديءَ جي تحريڪ ۾ هڙئون وڙئون ۽ جانيون ماليون حصو وٺن ها. مان جيل جي دروازي کان ان وقت ٻاهر اچان ها جڏهن هو سارو ڪٽ ڪٽي اچي توڙ ڪن ها. مان اها ساري ڳالهه امڙ کي به ٻڌائي پر انهيءَ عمر ۾ امڙ جهڙي عورت کي اها ڳالهه لفظن ۾ سمجهائڻ ممڪن ئي نه هئي ته تون غلط آهين. هفتي کان پوءِ مون وٽ نوٽيس اچي پهتو ته تون پنهنجي پيءُ واليڏني بدران سنجهوري پوليس وٽ هفتيوار حاضري ڏيندو ڪر.

پير سائين جي اچڻ واري ڏينهن جي مون کي ڪا اوچتو خبر ڪانه پئي هئي. مان ڏينهن ۾ به پيرا شهداد پور سانگهڙ روڊ تي دم واهه تي نهيل ڳنڍن واري پل تي وڃي ڪلاڪ به ويهندو هوس. تنهن زماني ۾ اهو پڪو رستو اڃا نئون ٺهيو هو. ڪڏهن ڏنن وائنن سان بازار ۾ ڳالهه ٻولهه تي ويندي هئي. جڏهن مون کي اولهه پاسي کان ڌوڙ يا دڦ ڏسڻ ۾ ايندو هو ته خوشيءَ کان هيانءُ هٽن مان چڏائجي ويندو هو. پر پوءِ پتو پوندو هو ته اها لاري ڪنهن نه ڪنهن وڏيري يا ڪاموري جي هوندي هئي. پوءِ ته ابوءِ ڪري چيلهه تي هٿ ڏئي ٻيهي رهندو هوس. هڪ ڏينهن پوپاڙيءَ جو آءُ ڏهاڙيءَ جيان پل تي بيٺو هوس. خدا نه تو پلائي ته تن ڏينهن ووٽن جي پهرين چونڊ ٿي چڪي هئي. ائين ڪندي هڪ موٽر ڏٺم جنهن جي ٻنهي پاسن کان بندوقن جون ناليون لنبن جيان ٻاهر نڪتل ڏٺم. مون سمجهيو ته ڪو وڏو ماڻهو شڪار سانگي نڪري پيو هوندو. ويجهي اچڻ تي سڃاڻي ورتم ته اهو پير سائين سردار هو. ڪيس خاڪي ڪپڙا پاتل هئا هڪ وڏي ملهه جيان سندس منهن مبارڪ ۽ سونهاري ڌوڙ ۾ ڏنڌائيل هئي. مان ته گهڙيءَ ڪن لاءِ گهومائجي ويس. پر پوءِ پاڻ کي سنڀالي زور سان نعرو هيم ”ڀيج پاڳارا“. مان

سمجهان ٿو تہ مرشد سائين اهو نعرو ضرور ٻڌو هوندو. موٽر تيز رفتاريءَ سان روڊ وٺي سانگهڙ ڏانهن وڃي رهي هئي. سائينءَ ڪنڌ ورائي مون ڏانهن ڏٺو ۽ مرڪيو. مان گهڙي ڪن لاءِ پنهنجو مٿو احترام کان جهڪائي روڊ تي رکيو. پوءِ اٿي ڪڙو ٿيس ۽ اوير طرف ڊوڙڻ لڳس. ان وقت مون کي ڪو هوش ۽ حوصلو نہ هو.

گڙنگ ڏانهن وڃڻ لاءِ ڀهريائين سانگهڙ وڃڻو پوندو آهي، پوءِ يا تہ توري واهہ جو ڪپ ڏئي اڳتي وڌڻو پوندو آهي، يا وري گاڏر دڳ ڏئي نظامائين جي ٻنين کان ڦري وڃڻو پوندو آهي، اهو دڳ ٻنيءَ مان ور وڪڙ ڪري گذرندو آهي، تنهن ڪري ٻيڻو پنڌ آهي. مان پيچڻ ۾ ڏاڍو اچهرو هوس. هن کان اڳ ۾ حياتي بچائڻ واسطي ڪيترا ڀيرا تيز بہ ڊوڙيو هوس. پر مان هنن ٻن ميلن جي پنڌ هٽڻ ۾ جهاٽڪو ڪري ڏيکاريو، مون کي ياد آهي تہ مان ڪڏهن بہ اڳي هيٺن واچ مينهن تي نہ پڳو هوس. جڏهن مان گڙنگ واري بنگلي کان سڏ پنڌ تي پهتس تہ مون کي هڪ غازي للڪاريو. "خبردار! متان اڳتي وڌيو آهين." تنهن تي مان ڪيس سهڪندي چيو تہ، "منهنجي رستي کان هٽي بيهہ مرشد سائين اچي رهيو آهي."

منهنجي ڳالهہ ٻڌي هن بہ وٺي ياج شروع ڪئي، پر مان ڪيس پهچڻ ئي نہ ڏنو. مون بنگلي جي در وٽ ان وقت پهتس، جڏهن سائين جي موٽر پر واري رستي ڏانهن مڙي مسجد وٽان گذري رهي هئي. مان رڙ ڪري ڀهريدارن کي چيو تہ ڦاٽڪ کولي ڇڏيو ۽ شهزادن کي جاڳايو ۽ کين ٻڌايو تہ مرشد سائين اچي رهيو آهي.

هنن اهو ڪم اک ڇنڀ ۾ ڪري ورتو. ان وقت موٽربہ اچي آڳند ۾ بيٺي ڦاٽڪ وٽ ڀهريدارن سلامي ڏني. شهزادا تيار ٿيا بيٺا هئا. سائين جڏهن موٽر مان ٻاهر نڪتو تہ ساڻس پيرين پئي مليا. مرشد سائين چوڌاري نهاري چيو تہ توهان کي بهترين ڀهريداريءَ ڪري مبارڪون هجن. پوءِ سندس نظرون مون تائين اچي بيهي ويون ۽ پڇڻ لڳو، "هي ڪير آهي؟" تنهن تي شهزادن وراڻيو تہ، "سائين! اسان کي خبر ڪانہ آهي تہ ڪير آهي؟ وڏيڪ چياٺون تہ ٿي سگهي ٿو تہ متان ڪو نئون ڀهريدار هجي. عقابي نظرن واري هڪ ماٺهوءَ جواب ڏنو، جيڪو غازين جو شايد ڪو ڪئپٽن هو تہ سائين هي منهنجي سنگت جو ماڻهو نہ آهي. هن رعبدار آواز ۾ مون کان پڇيو تہ "تون ڪير آهين ۽ هتي ڇو آيو آهين؟" مون کان هڪ اکر بہ واتان اُڪلي ڪونہ سگهيو. پير سائين اڳتي اچڻ جو اشارو ڪيو. مون پٽڪو لاهي هيٺ اڇليو ۽ جهڪي پنهنجي نرڙ کي سندس پيرن تي رکڻ جي ڪوشش ڪيم. سائينءَ مون کان پڇيو تہ، "تون سهڪي ڇو رهيو آهين" مون گذارش ڪئي، "بچائيندڙ مون تي رحم ڪريو، مان سائين رکيو ٻهڻ آهيان."

پير سائين فرمايو، اهو نالو تہ مون کي ياد آهي. تنهنجو منهن مهانڊو بہ چڻ ڏٺل ٿو لڳي. تون واليڏني فقير جو پٽ آهين. پر گهنڊن واري موريءَ وٽ تو منهنجو سلام ڪيو هو نہ؟ ادب سان ورائيم، ”هائو قربان وجان.“

”توکي پَرَ آهن ڇا؟ جو تون اسان کان اڳي هتي پهچي وئين؟“

”مالڪ آءُ ڊوڙي پهتو آهيان.“

منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي پير سائين سردار پوٺتي منهن ڪري غازين کي فرمائڻ لڳو تہ، ”سڀ تعريفون الله تعالىٰ واسطي آهن. اسان کي ننڍڙن ننڍڙن واقعن مان پتو پئجي وڃي ٿو تہ آسمان کان ڪي علامتون ظاهر ٿي رهيون آهن. هن نوجوان جي ڪرامت جهڙي تيز ڊوڙ مان اسان کي جدوجهد جي ڪاميابيءَ جو يقين ٿي وڃي ٿو. جيڪڏهن اهڙا جان نثار اسان جا ويڙهاڪ سپاهي هوندا تہ اسان کي ڪابہ طاقت روڪي ڪانہ سگهندي. هي تہ سون کان وڌيڪ هڪ جان نثار ۽ تيز رفتار غازي آهي. سنڌ جي آزاد حڪمران طور جيڪي ماڻهو مون کان انعام اڪرام وٺڻ جا خواهشمند آهن، تن کي سائين رڪئي بهڻ جيان هلڻ چلڻ کپي.“

منهنجا سڄڻ مان توکي ڇا ٻڌايان تہ جڏهن سائينءَ منهنجي لاءِ اهي لفظ چيا ۽ منهنجي تعريف ڪئي تہ مون چاهيو پئي تہ مان جيڪر مرشد مٿان قربان ٿي وڃان ۽ مان هميشه اهوئي سوچيندو رهيو آهيان تہ جيڪر منهنجو موت ائين ٿئي. جڏهن مرشد سائين منهنجي ڪلهي تي هٿ رکيو تہ مان پنهنجو ساهہ سڪائي بيهي رهيس. مان هن جاکوڙ ۾ لڳو رهيو آهيان تہ پير سائين جيڪا جان نثاري ۽ قرباني جو جذبو مون ۾ ڏنو هو، تنهن کي عملي طور ثابت ڪري ڏيکاريان. جڏهن مون کي اها گهڙي ياد ايندي آهي تہ منهنجي ويرين جو وڪريل وِهُ منهنجو آڱوٺو بہ پٽي ڪونہ سگهندو. اهڙي خوشي ڪان پاڻ کي ڏاڍو سگهارو ٿو سمجهان، جو چوان ٿو تہ ڪوليءَ جون ٿلهيون سيخون مروڙي ٻاهر نڪري هن واردر جو هڪ مُڪ سان جيڪر مٿو وڃي پچان ۽ ٽپانگ ڏئي جيل جي اوچي ديوار بہ جيڪر اورانگهي وڃان.

مرشد سائين اندر هليو ويو. محبت سائينءَ سان گڏ آيو، جيڪو پوءِ موٽر مان هيٺ لٿو ۽ مون کي مبارڪ ڏنائين. سندس اکين ۾ چمڪ اچي وئي هئي. اتي بيا غازي بہ گڏ ٿي ويا ۽ منهنجون تعريفون ڪرڻ لڳا. پر مون کي سندس اهڙيون ڳالهيون پل هيٺان لنگهندڙ پاڻيءَ جي شور جيان ڪجهہ منجهيل معلوم ٿي رهيون هيون. ائين محسوس ٿي رهيو هو چڻ آءُ فخر ۽ خوشيءَ جي نشي ۾ چُور ٿي ويو آهيان. مون کي اها بہ سڌ ڪانہ هئي تہ محبت مون کي ڇا چيو. پير سائين سردار

حر غازين کي آخري حڪم ڏيڻ آيو هو، خاص ڪري خزاني ۽ هٿيار بارود لاءِ، جيڪي هن مناسب موقعي لاءِ گڏ ڪري رکيا هئا. آيو به نقط انهيءَ مقصد سان هو ۽ انهيءَ ساڳئي مقصد خاطر ڪيس ڪنگريءَ ڏانهن به وڃڻو هو. ان وقت محبت مون کي چيو ته پنهنجي مانائتي پيءُ ۽ ماءُ کي جهجها سلام ڏجانءِ. هن پيري ايڏو رذل آهيان جو مٽي کڻڻ جي به ويسند ڪانهيم. مون کي پڪ آهي ته اسان جلد ئي آزاديءَ جا پلا ڏينهن ڏسنداسون.

ڪيس اندران سڏ ٿيڻ تي هو مون کان موڪلائي هليو ويو. تون پاڻ سمجهندو هوندين ته پير سائين جي عزت افزائي ڪري مان ڪيڏو خوش هوس ۽ الائي ڇا ڇا سوچي رهيو هوس. پر مون کي ان وقت ڪا اُمنا گُمنا به ڪانه هئي ته مان ائين ڪري ڪن غازين ۽ غازين جي ان ڪئپٽن جو وير وهائي رهيو آهيان، جيڪو ان وقت پير سائين سان گڏ اندر بنگلي ۾ ويٺو هو. هن جون مدايون مون پنهنجي اکين سان به ڏٺيون هيون. گهر موٽڻ ويل مون ۾ ايڏي آڪڙ ۽ وڏائي هئي جڻ مون ملاکڙي ۾ پهرين جوڙ جي سيني ناميارن ملهن کي دسي سرسي ڪئي هجي. پير سائين منهنجي تيز رفتاري جي تعريف ڪئي هئي ۽ پنهنجي خواهش جو اظهار ڪيو هئائين ته شل حرن ۾ اهڙا سو ماڻهو تيز رفتار هجن. ان ڪري سمجهڻ لڳو هوس ته مان واقعي تيز رفتار آهيان. ان وقت آءٌ ننڍو هوس ۽ ٽرجي حرن کي ڪونه سڃاڻندو هوس، جيڪي ٽر جي هرڻن جهڙا تيز رفتار ۽ چيتي جهڙا خوفناڪ هوندا آهن.

منهنجي عزت افزائي جي جڏهن امڙ کي خبر پئي ته هوءَ به ڏاڍي خوش ٿي. پر هوءَ منهنجي ڦڙتيءَ ۽ تيزرفتاري کان وڌيڪ مرشد سائينءَ جي درياه دليءَ جي تعريف ڪرڻ لڳي هئي. مون واري ٻانهن (زال) مون کي ڏسي مون تان ٻلهار پئي وئي. پر ڪجهه ٻڙڪ به ٻاڦي ڪانه پئي سگهي. پر سمجهه ۾ ائين پئي آيو ته منهنجي هن ڳالهه ڪري جڻ آسمان تي اُڏي رهي هئي. رات جي مانيءَ کان پوءِ جيئندي مال کي ڇوڙي اندر ٻڌڻ ڪانه وئي ۽ مون کي سڏي پاسي تي وٺي وئي ۽ مون کان پڇڻ لڳي ته پير سائين خوش هو ۽ هن مون سان ڪهڙن لفظن ۾ گفتگو ڪئي ۽ اهڙيون ڳالهيون بار بار پڇڻ لڳي ۽ اهو به پڇيائين ته ان جو اسان جي گهر لاءِ ڪهڙو خيال هو.

نيٺ هن هڪ سوال پڇي ورتو ته، "ان کان سواءِ بيو ڪجهه به ڪونه ٿيو ۽ مون کي مٿس جهٻو اچي ويو. مون ڪيس وراٽيو ته مون ائين محسوس ڪيو ته جڏهن سائين سنڌ جو بادشاه ٿيندو تڏهن اسان جي گهر کي ضرور ياد ڪندو.

جيئندي اها ڳالهہ ٻڌي ماٺ ٿي وئي ۽ پنهنجي بي انتها خوبصورت اکين سان مون ڏانهن گھورڻ لڳي.

ان کان پوءِ هن ڪنڌ ورائي ٻئي طرف ڏٺو ۽ چيو تہ امڪان آهي تہ اسان سيني کي دل ۾ ياد ڪندو هوندو. پر جيڪڏهن اوهان هن جنگ ۾ جوڌن جيان وڏي ويڙهاند ڪئي تہ بابي ۽ توکي ضرور ياد ڪندو. پر آءٌ تہ موڳي آهيان، اجايو ويٺي سندر سپنا ڏسان. پر سائين رکيا! اهو بہ ٻڌاءِ تہ پير سائين سردار پنهنجا پاڪ هٿ تو مٿان ڌريا هئا.

ان وقت مون کي اهو خيال آيو تہ عورتون ويچاريون پيار جي پيڙا سهڻ جون عادي آهن. سچ تہ اهو آهي تہ اهي ڪڏهن آسرو لاهي وهي ڪونہ رهنديون آهن ۽ ڪڏهن بہ ڪونہ سوچينديون آهن تہ ڪو اسان کي وهاري بہ ويٺو آهي.

مون توکي اها ڳالهہ ڪانہ ٻڌائي آهي تہ روپوش ٿيڻ کان پوءِ مان بابي سان مليو هوس. چاڪاڻ تہ ان جي ملاقات سان لاڳاپيل اهڙي ڪا ذڪر لائق ڳالهہ ڪانہ آهي. هن مون کي هفتيوار ٿاڻي جي حاضري ڀرڻ لاءِ تاڪيد ڪيو هو. ان کان ڌيرج ڪرڻ ۾ هميشہ تيار رهڻ جو پڻ مشورو ڏنو هئائين. پير سائين جي واپس ٿيڻ کان هڪ ڏينهن اڳ مڪيءَ وچي سائٽس ملڻ لاءِ مقرر جڳهہ تي پهتس تہ هو اتي موجود ڪونہ هو. مون کي وسهي ويو تہ ڪيس گڙنگ مان ڪي سڌا حڪم پهتا آهن. آءٌ موٽي سائين جي رهائش گاهہ پهتس تہ ڏٺم تہ حرن جو ميڙاڪو لڳو پيو هو، ڪي ماڻهو سامان کي هيڏي هوڏي ڏکڻ ۾ رڌل هئا. پرسان ٻيا بہ گھڻا ماڻهو بيٺا هئا، جيڪي حيثيت ۾ اهم نظر اچي رهيا هئا. ٻهري تي بيٺل غازي مون کي ٻيو پيرو هتي ڏسي پريشان ٿي ويا هئا ۽اعتراض ڪرڻ لڳا هئا. ڪين مون کي واپس موٽائڻ جي جرئت ڪانہ هئي. چاڪاڻ تہ مون تي سائينءَ جي مهرباني ڏسي چڪا هئا. مون کي پتو پيو تہ بابو اندر اڱڻ ۾ موجود هو، جنهن کي اڳئين رات ٻين فقيرن سان گڏ گھرايو ويو هو، تنهن ڪري سائٽس ملڻ واسطي ٻاهر ويهي رهيس. ٿوري وقت کان پوءِ ڦاٽڪ کليو ۽ موٽر ٻاهر وڃڻ لڳي، جنهن ۾ پير سائين ويٺو هو ۽ محبت ڊرائيور سان ويٺل ڏسڻ ۾ آيو. مون سائين کي سلام ڪيو ۽ موٽر کي سانگھڙ ڏانهن ويندي ڏسندو رهيس ۽ سوچي رهيو هئس تہ سائينءَ کي ٻيو پيرو الائي ڪڏهن ڏسندس. ان ڏينهن کي گذرئي پورا چار سال ٿي ويا آهن جو ڪيس ڪونہ ڏٺو آهي. هاڻي تہ اکيون بہ اوسيڙو پلي ويون آهن.

منهنجو پيءُ واليڏنو، وريام، نورو وساڻ ۽ ٻيا فقير ۽ مشهور حر هاڻي ٻاهر نڪري آيا هئا. پير سائين سردار واري رستي سان بيٺل پهريدار پوليس وارن ٻڌايو

تہ مرشد سانگھڙ کان اڳتي نڪري ويو آهي تہ پوءِ پوليس ۾ غير روايتي چرپر موجود نظر ڪانہ آئي. بابي بہ مڪيءَ ڏانهن منهن ڪيو. ڪجهہ پنڌ تائين مان بہ ساڻس گڏيو ويس. اسان گل خان نظاماڻيءَ جي ڳوٺ پرسان موجود جهنگل ۾ گهڙي ڪن ٻيٺاسون. بابي مون کي چيو تہ سائين رکيا مرشد جي پنهنجي وات جا الفاظ آهن، " جيڪڏهن مون کي سرڪار گرفتار ڪري تہ اهو خيال ڪجو تہ جيئن پوليس توهان کي اوچتو گرفتار ڪري نہ سگهي." محبت مون کي ٻڌايو آهي تہ پير سائين گورنر جي هيءَ ڳالهہ قبول ڪئي آهي تہ هو ڪجهہ وقت لاءِ ڪراچيءَ کان ٻاهر ڪونہ ويندو. جڏهن سوڍي کي بنا اطلاع جي سندس ڪراچيءَ کان ٻاهر نڪري وڃڻ جي سڌ پوندي تہ پريشان ٿي ويندو. جيڪڏهن سائين هتي ويهي انگريز حڪومت جي خلاف بغاوت جو جهنڊو جهولائيندو تہ ڪابہ خوف خطري جي ڳالهہ نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ هتي هزارين ڪونڌر غازي جوان موجود آهن، جيڪي سر ترين تي ڪٽي اچي ميدان ۾ لهي پوندا. پر سندس ڪنگري پهچڻ بہ نهايت ضروري آهي. ان ڪري جو ڪيس زمين ۽ ٻين اهم معاملن جي لاءِ ڪي ضروري حڪم احڪام جاري ڪرڻا آهن جو هو گهٽي وقت کان وٺي اتي ويو ئي ڪونہ آهي. محبت جو چوڻ آهي تہ سائينءَ کي مير جي رياست مان لنگهي وڃڻ جو ڪو خطرو نہ آهي. وزير کي جرئت ڪانہ ٿي سگهندي جو اتان لنگهندي ڪيس هٿ بہ لائي سگهي. پر ڳوري ڳالهہ اها آهي تہ ڪيس انگريز جي پير کان گذري پنهنجي ٻنيءَ ۾ وڃڻو آهي، جيڪا خيرپور رياست جي حدن اندر موجود آهي. سکر جي ڪليڪٽر کي تار وسيلي ضرور ڄاڻ ڏني وئي هوندي تہ پير سائين ڪراچيءَ کان نڪري چڪو آهي، اهو ڇئي ڪونہ ٿو سگهجي تہ هي انگريز ڪامورو ڇا ڪندو؟ اهو ماٺهوگهٽي وقت کان وٺي مرشد جي پير ۾ ڪنڊي جيان چڀي رهيو آهي. هن ڪانگريس جي اسيمبلي ميمبرن خلاف پڻ گورنر جا ڪن ڀريا آهن، جن پير سائينءَ کي يقين ڏياريو آهي تہ هو هن انگريز ڪليڪٽر جي بدران نوابشاهہ ضلعي جيان ڪو مسلمان ڪامورو مقرر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. پر انهن بہ ڪيس مايوس ڪري ڇڏيو آهي. اميد آهي تہ محبت اهڙي حرفت هلائيندو، جيئن انهن ٻنهي جي وچ ۾ ڪو ٽڪراءُ پيدا نہ ٿئي.

بابي جي اها ڳالهہ ٻڌي منهنجي لڱن کي جڻ باهہ لڳي وئي ۽ بابي کان پڇيم تہ جيڪڏهن هتان جو انگريز ڪامورو سائين جو رستو روڪي بيهي ٿو رهي تہ پوءِ ان کي گوليءَ سان اڏاري ڇو نہ ٿا ڇڏين؟ هو بہ تہ اسان جيان ماڻهو آهي.

تنهن تي بابي ورائيو تہ جيڪا تون سوچين ٿو، سا هڪ فطري ڳالهہ آهي.

پر جڏهن پير سائينءَ اسان سان ڳالهايو هو تہ ڪيترن فقيرن ڪيس هن ڪاموري کي قتل ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو هو. مرشد کين ائين ڪرڻ کان سختيءَ سان روڪيو ۽ چيو هٿائين تہ هن جهڙين وڏين تحريڪن ۾ خاص قسم جي ڪم لاءِ صحيح وقت بہ هوندو آهي تہ غلط وقت بہ هوندو آهي. هن وقت تائين جيڪي ڪجهہ هن ڪيو آهي، تنهن ڏانهن انگريزن ڌيان نہ ڏنو آهي. هن اسان کي سمجهايو آهي تہ جيستائين اسان ڪنهن ڪاموري جو نانءُ نہ وٺنداسون تہ هن جي ڏنل رپورٽن تي ڪراچيءَ ۾ ڪو ڌيان نہ ڏيندو تہ انتظاميہ خطري ۾ آهي. اهڙي ريت سندس آزاديءَ جي هلندڙ هلچل بنا ڪنهن روڪ رنڊڪ جي پنهنجي رفتار سان ائين هلندي رهندي، جهڙيءَ ريت اڄ تائين هلندي آئي آهي. جيڪڏهن اسان هن وقت ڪنهن ڪاموري کي هٽ لاتو تہ ڳالهہ ڳچيءَ ۾ پئجي ويندي ۽ سرڪار اڳي کان وڌيڪ خطرناڪ عملدار موڪلي ڏيندي. ان کان سواءِ ٻين ضلعن جي لاءِ بہ سندس ڪن اپڙا ٿي ويندا. اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ حر جماعت خلاف اجان بہ وڌيڪ ڪارا قانون ٺاهن ۽ اسان جي مرشد جي رستي کي وڌيڪ ڏکيو بڻائي ڇڏين.

مرشد سائين هن معاملي تي گهڻو سوچيو ويچاريو آهي. کيس پڪ آهي تہ کيس گرفتار ڪيو ويندو ۽ گرفتاريءَ لاءِ تيار بہ آهي. ڪامورن وٽ اهڙيون ثابتيون موجود نہ آهن جنهن جي آڌار تي چئي سگهن تہ سائينءَ قانون جي پيڪڙي ڪئي آهي، وڌ ۾ وڌ اهو ڪندا جو کيس واپس ڪراچيءَ موڪلي ڇڏيندا. اهو بہ ممڪن ڏسڻ ۾ نہ ٿو اچي تہ هاڻوڪو گورنر پنهنجي سگهہ جي گهمنڊ ۾ اچي پير سائين تي وڌيڪ پابندي مڙهي. جيڪڏهن هو ائين ڪرڻ جي پُل ڪري ٿو ويهي تہ پوءِ اسان ساريءَ سنڌ ۾ اهڙي باهہ ٻاري ڇڏينداسون جو کيس پنهنجي ڪئي تي پڇتائڻو پوندو ۽ کيس مجبور ٿي سائين وٽ ايلازو ٽيڻو پوندو ۽ کيس چيو ويندو تہ ٻلائي ڪري هن باهہ کي ٺڏو ڪريو. جيتري قدر منهنجو خيال آهي تہ هي سائينءَ جي مقصد لاءِ ڏاڍو سياڻو ٽاڻو آهي ۽ سولائيءَ سان پنهنجو پيغام بہ پهچائي سگهندو ۽ ڪامورا پيا هڪ ٻئي ڏانهن تارون موڪليندا رهندا.

بابي مون کي ٺڏي ٽانهري ٽيڻ جي هدايت ڪئي ۽ چيائين تہ جيڪڏهن ڪجهہ ٿئي تہ هوءِ هائي ڪري ڪو اوٺو پير نہ کڻجان جيستائين مٿان کان حڪم نہ ٿا ملن تيستائين اُبهرو بہ نہ ٿجانءِ. سيني ڳالهين جو اڳواٽ بندوبست ڪيو ويو آهي ۽ ڪڏهن بہ ايمان نہ لوڙهجانءِ. سندس ڳالهائڻ ويل مان ائين سمجهي رهيو هوس تہ ڄڻ مان ساري حر جماعت جي سگهہ ٻڌجي ويو آهيان. سندس هلي وڃڻ

کان پوءِ منهنجي دل لڙي پئي. امان جي پڪ ڏيارڻ واريون ڳالهيون به بي ڏپيون پئي لڳيون ۽ منهنجي ڏپ ڏاءَ کي دور ڪري نه سگهيون.

ٻن ڏينهن کان اسان جي ايمان جي پرک جو وقت اچي ويو هو. ويساه جوڳي خبر ملي هئي ته جڏهن پير سائين سردار پنهنجي زمين تان واپس ٿيو ۽ سندس موٽر انگريز پير ۾ داخل ٿي ته سکر جي ڪليڪٽر کيس روڪي ڇيو ته پوليس جي پهريداريءَ هيٺ ريل گاڏيءَ رستي ڪراچيءَ ڏانهن موٽي وڃي. اسان جي گهر جون عورتون اها ڳالهه ٻڌي ڏڃي ويون. پر اسان کي پوري پڪ هئي ته سائين پنهنجي توهين ماٺ ڪري سٺي آهي، تنهن ۾ ضرور ڪا سندس ڏاهپ رکيل هوندي ۽ اسان کي ان بابت ڇوٽرا ڪوٽرا نه هڻڻ کپي ۽ سائين ويرين مٿان جلد ئي سوڀ ۽ سرسي ماڻيندو. مان به مکيءَ ۾ وڃي بابي سان مليس ته هو ڪاوڙجي پيو ۽ ڇيائين ته بنا نيابي هيڏانهن نه ايندو ڪر. ان کان پوءِ ڇيائين ته فلاڻي وقت ۽ فلاڻي جاءِ تي ضرورت جون ڪجهه شيون کڻي اچجانءِ. ان وقت اسان کي اهي خبرون به پهتيون ته مرشد جي سوٽ کي ڪن غازين سکر ۾ قتل ڪري ڇڏيو، جيڪو سندس دشمن هو. اها ڳالهه ٻڌي اسان کي ڏاڍي خوشي ٿي ته اتان جا حر مرشد جي توهين ڪري مچرجي پيا آهن. سندس ڇوڻ هو ته اسان کي به پوئتي پوڻ نه گهرجي. مون کيس ٻڌايو ته مون کي هر ڇيز ڪري ڇڏڻ جيتري سگهه آهي، پر مون کي ٻڌايو وڃي ته ڇا ڪرڻو ۽ ڪيئن ڪرڻو آهي. مان دل ۾ سوچي رهيو هوس ته پير سائين گڙنگ واري بنگلي ۾ ۽ غازين جي وچ ۾ ڪراچيءَ کان گهٽو محفوظ هو. اهو به امڪان هو ته گورنر سندس مريدن جي ڪارروائين جو الزام مٿس مڙهي. ٻئي ڏينهن بابي جي ڇوڻ مطابق مان وڃي سائس مکيءَ ۾ مليس. ڏٺم ته کيس به مون جيان جيءَ کي جپ ڪانه هئا. مون ڪائنس هيءَ ڳالهه مڃائي ورتي ته مکي جي ٻئي پاسي فقيرن جي ٽيندڙ گڏجاڻي ۾ مون کي به وٺي هلي، هن رستي ۾ سکر ۾ جيڪو وهيو واپريو هو، سو تير پتير ڪري مون کي ٻڌايائين ته ڪجهه مهينا اڳ مرشد سائين پنهنجي سوٽ کي ڪنگريءَ مان ڪڍي ڇڏيو هو. ڇاڪاڻ ته هو سندس دشمن ٿي پيو هو. ان کان پوءِ هو سکر جي ڪامورن جا ڪن پرڻ لڳو. هن جي سرپرستن کيس سزا کان بچائڻ واسطي پنهنجي حفاظت ۾ رکيو هو. سندس چوڌاري پوليس موجود رهندي هئي. سندس گهر به وچ شهر ۾ هو، جنهن تي رات ڏينهن پوليس پهرو ڏيندي هئي. پر ان هوندي به ٽن فقيرن جي ڪهاڙين کيس جهنم ڏانهن موڪلي ڇڏيو. هن سان سندس نوڪر ۽ هڪ پوليس سپاهي به مارجي ويو. هي غدار زندا شاه جي گهر ۾ ٽڪيل هو، جيڪو ٻين ماڻهن

سان گڏ گهائجي پيو هو.

ڏسڻ ۾ ائين اچي رهيو هو تہ اهم حيثيت وارا فقير پاڻ ۾ ڏنڊن پئجي رهيا هئا. نوري وساڻ منهنجي پيءُ ڏانهن نهاريندي ڪاوڙ مان چيو هو تہ اهو سارو ڏوهہ محبت جو آهي. هو پير سائين کي مجائي ڪنهن ٻئي رستي وٺي وڃي ها ۽ ڪيس ان رستي سان وٺي ويو، جتي سکر جو ڪليڪٽر سائينءَ جي اچڻ جو انتظار ڪري رهيو هو. هاڻي اسان حڪومت کي سڌو سنئون ٻڌائڻ ٿا چاهيون تہ مرشد جي وڏيڪ توهين اسان سهي نہ سگهنداسون.

امام بخش، غازين جي ٻين نوجوان اڳواڻن کي چيو تہ اسان کي پير پساري ٻين جي آسري ۽ اوسيڙي ۾ ويهڻ نہ گهرجي ۽ جٺن جي صورت ۾ ڪراچي هلجي. حڪومت سائينءَ خلاف ڪو قدم کڻي، تنهن کان اڳ اسان ڪيس پنهنجي حفاظت ۾ وٺون تہ پلو ٿيندو. تنڌي تهيءَ جي فقيرن جي ڳالهہ ٻڌي وڏي عمر وارا فقير هڪ ٻئي جي منهن ۾ تڪڻ لڳا، ان کان پوءِ نوري ڳالهايو:

”نہ اِمون!! ائين ڪڏهن بہ ٿي نہ سگهندو. چاڪاڻ تہ هن اسان کي سختيءَ سان هدايت ڪئي هئي تہ سندس يا محبت فقير جي حڪم کان سواءِ اسان کي ڪجهہ ڪرڻ نہ گهرجي. اهڙا ضروري حڪم سمجهو تہ پنڌ ۾ هوندا. اسان کي هتي حالتن کي مڙسيءَ سان مُنهن ڏيڻ ۽ ڀرپور تياريون ڪرڻ گهرجن. اسان فقيرن مان ڪن ڏاهن ماڻهن کي ڪراچيءَ اسهڻ کپي. چاڪاڻ تہ جيڪڏهن وايومنڊل ڳنڀير آهي ۽ سائين محبت وسيلي ڪو نياپو نڙو نہ تو موڪلي سگهي تہ هو اهڙي ساري واٽ لهي ايندا ۽ ضروري پيغام بہ ڪنيو ايندا. گهڻي بحث مباحثي کان پوءِ اهو فيصلو ٿيو تہ گڙنگ واري بنگلي تي رهيل سائينءَ جي نوڪرن مان هڪ کي ڪراچي موڪليو وڃي. اتي مون چيو تہ ان ڪم لاءِ مون کي موڪليو وڃي تہ آءٌ تيار آهيان. تنهن تي نوري چيو تہ اتي توکي ڪير بہ نہ سڃاڻي، تنهن ڪري هو توکي ڪنگهندا بہ نہ. مون کي غازين جي ڪئپٽن جي حيثيت ۾ هرڪو سڃاڻي ٿو. تنهن ڪري مان اڄ رات ڪراچي هليو ويندس.

فقيرن جي گڏجاڻي هلي پوري ٿي. ان کان پوءِ هر ڪو نڙي پڪڙي ويو. مان گهر ڏانهن موٽڻ لڳس تہ بابو مون سان ميل بہ گڏ هليو. هو منهنجو جذبو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيو هئائين تہ، ”توکي هن وقت ڪنهن بہ ڪارروائيءَ ۾ شامل ڪري نہ ٿو سگهجي. موڪلائڻ مهل مون کي چوڻ لڳو تہ جيڪو ڪجهہ سکر ۾ فقيرن ڪيو آهي، تنهن کي ضرور سمجهڻ کپي. اهڙو ڪم جان نثاري، عقل ۽ بهادريءَ جو نتيجو آهي. اهو بي ايمان سرڪاري ڇهري هيٺ هو، وچ شهر ۾ ۽

گهر جي چوڌاري وڏو ڪوٽ هو. هٿياربند پوليس پهري تي بيٺل هئي. مان پڪ سان چوان ٿو تہ جيڪڏهن توڪي هن ڪم سان موڪلجي ها تہ تون غازين جي وڏي ٽولي وٺي رات جي وڳڙي ۾ وچي ڪارروائي ڪرين ها. پر تون تہ ان گهر تائين بہ پهچي نہ سگهين ها. ڇاڪاڻ تہ پوليس توکي اڳتي وڌڻ ئي ڪانہ ڏئي ها. ان جو ڪارڻ اهو آهي جو سکر جهڙن وڏن شهرن ۾ رات جو پوليس جو پهرو هوندو آهي. هڪ تجربيڪار فقير هئڻ ناتي توکي اهڙن ماڻهن جي عادتن جي ڄاڻ رکڻ لازمي آهي. حملي لاءِ فقط ٽي حر آيا هئا. ڏينهن نهايت گرم هو ۽ منجهند جو ٽائو هو. سيئي پهريدار آرامي هئا. بازار ۾ هارين ۽ ڌنارن جي پيهہ لڳي پئي هئي، جن جي ڪلهن تي ڪهاڙيون رکيل هيون. اهي نہ رڳو پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيا، پر پنهنجي فرض پوري ڪرڻ ڪان پوءِ فقط هڪ ڇٽو جهلجي پيو. اهڙن موقعن تي گهٽن ماڻهن جي موجودگيءَ ڪري محفوظ رهي سگهبو آهي. مان اها ڳالهہ قبول ٿو ڪريان تہ اهي ماڻهو اسان ڪان وڌيڪ ارڏا ۽ ڪنڌار مڙس هئا، جن زندا شاه کي قتل ڪيو هو. جيڪڏهن پير سائينءَ جا سڀ غازي هن ريت ڪوپا ۽ ڪلنگيڊر جوان ثابت ٿيا تہ سرڪار ڪجهہ بہ ڪري ڪانہ سگهندي. هن ڪان ٽي ڏينهن پوءِ محبت هڪ نهايت دکدائڪ خبر آندي هئي تہ سائين جي ڪراچيءَ واري بنگلي تي پوليس جا اعليٰ عملدار آيا، جن اچي ڪيس حڪومت جو لکيو ڏيکاريو، جنهن ۾ هن کي نظربند ڪرڻ جو حڪم هو. ٿوري وقت ڪان پوءِ پير سائين ان انگريز ڪاموري سان گڏ موٽر ۾ ويٺو ۽ هليو ويو. پتو نہ آهي تہ ڪيس هاڻي ڪٿي رکيو ويو آهي.

محبت جي اکين مان لڙڪ ڳڙي پيا ۽ چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن اسان دنيا جو چپو چپو ووڙيو تہ سائين کي ضرور ڳولي لهنداسون. مرشد سائين پنهنجو ڪجهہ سامان پاڻ سان ڪٽي وڃڻ پئي چاهيو. ان دوران هڪ عام قسم جي فقير کي سرباٽ ڪري ڪجهہ ڇيو ۽ ڪيس ڪسڪي نڪري وڃڻ جو چيائين. ان وقت پير سائين پوليس ڪامورن کي رڌايون بيٺو هو. اهو فقير نڪري اچڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ غازين کي اچي سائينءَ جو پيغام پهچايو هئائين. هاڻي انگريزن خلاف اسان جي جنگ شروع آهي ۽ حر جماعت جي هرهڪ ماڻهوءَ کي حڪم آهي تہ منهنجي حڪم جي اطاعت ڪن ۽ سمجهن تہ اهو منهنجو نہ پر پير سائين سردار جو پنهنجو حڪم آهي.

## [5]

مان سمجهان ٿو تہ سيني غازين ائين سوچيو هو، جهڙيءَ ريت مون کي توقع هئي تہ اسان کي سگهارين ٽولين ۾ ورهائي پوليس ٿاڻن ۽ خزاني جي آفيسن تي حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويندو ۽ ساري ملڪ ۾ ٻڙڌڪ ۽ ٻڙتول مچي ويندو. حڪومت واتڙي ٿي ويندي ۽ ڪيس پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيندو ۽ مرشد سائين کي آزاد ڪري ڇڏيندا. مان ڪجهہ نہ ڪرڻ جي جنڊ ۾ پيسجي رهيو هوس ۽ ٻين سان گڏ ٿاڻي ۾ هفتيوار حاضري ڏيندو هوس. نہ جهڙا پوليس وارا اسان کان آڏا ترڇا سوال ڪندا هئا، جن جا جواب ڏاڍي نماڻائيءَ سان ڏيندا هئاسون. اهي اهڙا پوليس وارا هئا، جن جو اک ڇنڀ ۾ ڇڻ ٻچو رلائي پٽي سگهياسون.

مان مکيءَ جو مِنهن ڪري، ڪڏهن وچايل ڊِگن کي ڳولڻ جو بهانو ڏئي فقيرن سان ملڻ لاءِ ڏهاڙي مکيءَ ويندو هوس تہ مٿان حڪم آيو آهي يا نہ. مون کي اهو سبق سيکاريو ويو هو تہ آسمان ٽٽي پوي، پر ننڊي کان ننڊيو راز بہ ڪنهن کي ٻڌائڻو نہ آهي. هڪ ڏينهن نهايت آرام سان جهنگ مان وڃي رهيو هوس تہ اوچتو مٿان اچي ڪمبل پيو ۽ اوچتو ٽي چار ڄڻا منهنجي مٿان چڙهي ويا. هڪ ماڻهو رعبدار آواز ۾ چيو تہ، "دولت، واهہ جو ڪم ڪيو اٿيئي. مون کي تہ اها ڪل ٿي ڪانہ هئي تہ هيءُ بہ پيرا ساڳئي رستي سان ايندو."دولت جو نالو ٻڌي منهنجي دل ٻيهڻ لڳي. ڇاڪاڻ تہ انهيءَ نالي وارو ماڻهو سانگهڙ پوليس جو پيرادو هو. تنهن کان پوءِ ٻيو ماڻهو چوڻ لڳو تہ "مان سندس هڪ ٻن ۽ ٽن ڏينهن جا پراڻا پيرا ڏٺا آهن، صوبيدار صاحب! جيڪي هنن پيرن کان سواءِ آهن ۽ اوٽ موٽ جا آهن." "تون اها جاءِ ڏيکاري سگهندين جتي هي ماڻهو پاڻ ۾ ملندا رهندا آهن."

"هائو! مان ٽيون ڏينهن هن جا پيرا کڻي ان جاءِ تي پهتو هوس، پر هو ان وقت نڪري هليا ويا هئا. اتي سندن ڪيترا نشان هئا. اتي وڻا هئا ۽ ٻيڙيون بہ ڇڪيون هئائون. ڪيس ڪيئن ڪري بہ ان جاءِ تي پهچڻو هو تنهن ڪري سندس اچڻ جي توقع هئي."

مان سندس ڳالهيون ٻڌي پگهرجي ويو هوس. بعد ۾ هڪ ماڻهوءَ منهنجي ڳالهہ کي جاري رکندي چيو تہ هي نياڳا حر تہ چوندا آهن تہ اسان نهايت

خبرداريءَ سان پهريداريءَ جو ڪم ڪندا آهيون. بهتر اهو ٿيندو تہ ڪانئس ڳجهو علامتي لفظ (Pass word) پڇون. انهيءَ سان اسان ڪيترن ئي حرن کي جهلڻ بہ سوڀارا ٿي ويندا سون. ان لاءِ اهو مناسب نہ آهي تہ پنهنجي اٿالي کي هن گهاٽي جهنگل ۾ ورهايون ۽ مٿن ڪڙو چاڙهيون. تنهن تي هڪ ماڻهوءَ هندستاني ٻوليءَ ۾ چيو تہ "صوبيدار صاحب! پڇوس تہ هو ڇا ٿو چوي؟" پوءِ مون کي چوڻ لڳو پٽ اسان توکي وڏو انعام ڏينداسون. مان ماٺ ۾ هيس ڪين ڪا بہ ورندي ڪانہ ڏنم. هڪ زبردست لت لڳي. ڪمبل ۾ منهنجو ساهہ ٻوساٽجي رهيو هو.

"حرامي، صوبيدار کي ورندي ڏي نہ تہ بج بج ڪري تنهنجي ڏاڙهي پٽر ڪري ڇڏينداسون."

جمعدار محمد علي ٿورو ترس! اڙي تنهنجو نالو ڇا آهي؟

"سائين رکيو" مون کيس ورائيو.

اسان توتي ڪافي وقت کان وٺي نظر رکندا پيا اچون. ان جو توکي ڪو پتو نہ آهي؟ هن جهنگ ۾ پوليس جو وڏو تعداد آهي. اسان پنهنجو وقت وڃائڻ نہ ٿا چاهيون. جيڪڏهن تون پنهنجي هوڏ تان هيٺ نہ لٿين تہ توکي جهنم جو مزو چکائي ڇڏينداسون، جنهن کي تون ساري عمر ياد ڪندو رهندين. جيڪڏهن تون اسان جو چوڻ ونندين تہ تنهنجو ڏوئي ڍڪڻ گيهہ ۾ ويندو ۽ سرڪار توکي ججها پئسا انعام ڏيندي. هاڻي ٻڌاءِ ڇا ٿو چوين؟

مون ڪين ڪو جواب نہ ڏنو.

"پنج سؤ رپيا"

تہ بہ مان ماٺ.

پوءِ تہ مون کي وٺي ڪٽڻ شروع ڪيائون.

"پنج سئو ڇا، اوهان جيڪڏهن پنج لک بہ ڏيندؤ تہ بہ آءٌ ائين نہ ڪندس."

مون وڏو ساهہ کڻندي کيس چيو.

"ڪنهن سپاهيءَ وٽ ڳاڙها مرچ آهن؟"

"ها، سائين! مون وٽ آهن." هڪ ماڻهوءَ جواب ۾ چيو.

"اهي مون کي ڏي گلزار! اج تون ڦڪو ٻوڙ کائجانءِ. مان ڏسان تہ هي همراهہ پاڻ لاءِ ڇا ٿو پسند ڪري؟ سائين رکيا! هي آخري موقعو اٿئي. ٻڌاءِ ڇا ٿو چوين؟"

"نہ" مون کيس ورائيو.

سندس ڪمبل لاهيو پر کيس سوگهو جهلي بيهو جو چري نہ سگهي.

منهنجي ڪنڌ مان هٽ ڪديائين تہ اٽي ويهي رهيس ۽ چهري جيان اکيون چنيڻ لڳس ۽ وات ڦاڙي اٿين ساهہ کڻڻ لڳس جيئن خشڪيءَ تي مڇي ساهہ کڻندي آهي. منهنجي نظر هڪ خطرناڪ اکين واري قدآور ماڻهوءَ تي پئي جنهن کي خاڪي ڪپڙا پاتل هئا ۽ ڪيس ڳچيءَ ۾ ڪارتوسن جو پٽو پيو هو. جيڪو هيٺ وڇايل ڪپڙي تي پلٿي هنيو ويٺو هو. هي سانگهڙ جو سب انسپيڪٽر نہ هو. سندس منهن مهاندو ڏٺل هو. ڪيس اڳي ڪٿي ڏٺو هيم. ڪنڌ ورائي ٻين ماڻهن ڏانهن نهاريم. ڏٺم تہ منهنجو پيءُ بہ موجود هو، جيڪو مون کي هڪ پاسي کان جهليو ويٺو هو. ٻئي پاسي کان نورو وساڻ هو. سمجهيم تہ هاڻي چريو ٿي رهيو آهيان. ان کان پوءِ منهنجي آڏو ويٺل ماڻهوءَ ڪلڻ شروع ڪيو. مون ڪيس سڃاتو جيڪو منو خاصخيلي هو. هو روپوش هو ۽ سائس واقفيت گهٽ هئي. ٻہ ٽي ماڻهو ٻيا بہ نڪري آيا، جنهن مان هڪ منوءَ جو ياءُ هو. ڪين ٽورو گهٽو سڃاڻندو هوس. وڏيڪ واٽڙو ان ڪري هيس جو انهن جوان حرن ۾ الهبچايو بہ موجود هو جنهن جي دوستي لاءِ آءُ سڪندو هوس. هو هڪ وڻ جي ٿڙ سان ٽيڪ ڏيو ويٺو هو. سندس هٿ هيٺان ڏگهي ڳن سان ڪهاڙي چمڪي رهي هئي. هو مون ڏانهن ڏسي مرڪي رهيو هو ڇڻ مون کان بچان ڪندو هجي. ان کان پوءِ هو اتان اٿي جهنگل وارو پير چارو ڏئي ڪيڏانهن هليو ويو. بابو ۽ نورو وساڻ منهنجون ٻانهون ڇڏي اٿي بيهي رهيا. هنن مون ڏانهن ڪاوڙ مان ڏٺو. مون کي خوشي بہ ٿي رهي هئي ۽ ٿڪائي بہ محسوس ٿي رهي هئي. مان زمين تي ڪنڌ رکي رئڻ لڳس. جڏهن مان ڪجهہ تازو ٿيس تہ ڏٺم تہ بابي ۽ نوري وساڻ کان سواءِ ٻيا سڀ ماڻهو هليا ويا هئا.

هنن جيڪي ڪجهہ مون کي چيو هو سو بہ سانگي سان ٻڌي ڇڏ. سندن خيال هو تہ مون پنهنجي لاپرواهي ڪري سيني فقيرن جي زندگي خطري ۾ وجهي ڇڏي هئي. هنن منهنجي پيءُ کي ساڻ ڪري مون کي سبق پئي سيکاريو. نوري اهو بہ ٻڌايو تہ وٽن منهنجي بي انتها عزت آهي چاڪاڻ تہ مان حر جماعت جي خدمت ڪرڻ جو واعدو ڪيو هو نہ تہ هو منهنجي اهڙي غفلت ڪري مون کي جهنگ ۾ ئي ماري ڦٽو ڪن ها.

بابي بہ ساڳي ڳالهہ ڪئي تہ انهيءَ پرک ۾ جيڪڏهن تنهنجو پير ٿورو بہ ترڪي وڃي ها تہ توکي ماري ڇڏين ها. تون پاڻ کي جيڪڏهن دلير سمجهي رهيو آهين تہ توکي اهو بہ سمجهڻ گهرجي تہ پير سائينءَ جا هزارين مريد تو جيان بهادر آهن. تون بهادريءَ جي هن ننڍڙي امتحان ۾ ڪامياب ٿي ويو آهين پر تون اهو بہ

سمجهي ڇڏ تہ توکي حقيقي ڏکن ڏاکڙن مان پاڻ گذرڻو آهي. جيکڏهن تون ڪنهن ڪاروائيءَ ۾ پاڻ کي اهل ثابت ڪيو تہ تنهنجيون سڀ ڪچايون ڦڪايون وسري وينديون. منهنجي سوالن جي جواب ۾ مون کي بابا ٻڌايو تہ گوريلا جنگ محبت جي اتر کان موٽي اچڻ کان پوءِ شروع ٿيندي جيڪو اتر سنڌ جي غازين جي اڳواڻن کي ٻڌائڻ ويو آهي، تہ مون جهڙن عام قسم جي غازين کي ساڳئي وقت ميدان تي نہ آڻن، جيڪي ٿاڻن تي هفتيوار حاضري ڀريندا آهن. انهيءَ ڪري سرڪار خبردار ٿي ويندي. انهيءَ ۾ اسان جو فائدو آهي ڇاڪاڻ تہ حڪومت سمجهندي تہ حر جماعت جو وڏو حصو اڳئين جيان آرام سان ويٺو هوندو. ان هوندي بہ مون کي نہ وساريو ويندو ۽ جن ماڻهن کي ڪاروائي لاءِ ڀهريائين سڏ ٿيندو انهن ۾ منهنجو نالو بہ هوندو.

هن ٻڌايو تہ هاڻي اسان صحيح فيصلو ڪري ورتو آهي. پنهنجي ٽوليءَ جو مک نورو وساڻ آهي، پر اهو وريام فقير جو نائب آهي. گهڻو ڪري مان بہ ان سان گڏ آهيان. منو خاصخيلي جنهن کي تو هاڻي ڏٺو تنهن کي پڻ هڪ ٽوليءَ جو اڳواڻ مقرر ڪيو ويو آهي. منهنجي خيال مطابق اها بهادر ويڙهاڪن جي ٽولي آهي.

مون چيو تہ ڀهريان تہ مان نوري وساڻ هيٺ رهڻ نہ پئي چاهيو ڇاڪاڻ تہ هو مون کي بيڪار سڏي ٽوليءَ جي غازين کي خوش ڪري ها. ان کان سواءِ الهبچائي جي منهن مان بہ منهنجي لاءِ ٻچان بکي رهي هئي، پر منهنجي خواهش هئي تہ جيڪر آءٌ سندس ٽوليءَ ۾ ڪم ڪريان. سمجهان ٿو تہ هو مون کي ان وقت تائين پنهنجي ٽوليءَ ۾ داخل نہ ڪندو، جيستائين آءٌ ڪو بهادري جو ڪم نہ ڪريان. مان امام بخش جي ٽوليءَ ۾ رهڻ ٿو چاهيان. مان سندس ٽوليءَ جي هر ماڻهوءَ کان بهتر ڪم ڪري سگهان ٿو. بابي اعتراض ڪيو تہ اهي يوسف سنجراڻي جي سنگت جا ماڻهو آهن جنهن کي عام طور تي چريو فقير ڪري سڏيو ويندو آهي. هتن جو اسان سان پراڻو وير آهي. تنهن ڪري تون اهڙيءَ ٽوليءَ ۾ ڪم ڪر جنهن وٽ حر جماعت جي عزت احترام آهي. هن ائين بہ چيو تہ اهو وڌيڪ ضروري بہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ان سنگت جو اصل مک اسان جو سوٽ سچل آهي، جيڪو پيرو وزير جو ويجهو ماٽ آهي، پر هو پير سائينءَ کان خوش نہ آهي. تنهن ڪري هن ويڙهاند ۾ گهٽ دلچسپي وٺي رهيو هو.

نيٺ اهو فيصلو ٿيو تہ مان پنهنجي مائٽن جي ٽوليءَ سان گڏجي ڪم ڪريان جيڪي سگاوندي ڪري اسان وانگي وساڻ سان گڏيل آهن ۽ اسان جا پراڻي ڳوٺ ۾ پاڙيسري هوندا هئا. اهڙي ريت اسان سان ڪولين جي قطار ۾ حسن

وساڻ آهي جيڪو پڻ اسان جو ويجهو مائٽ آهي. پهريائين هيءُ وريام فقير جي ٽوليءَ جو ماڻهو هو ۽ سندس پروسي جوڳو ماڻهو هو. منهنجي پيءُ جي چوڻ مطابق عيسو خاصخيلي بہ ان سان گڏ آهي. هي ماڻهو پڙي وارن ڏينهن کان منهنجو دوست هو. مون ڪيس ڪنهن بہ ڪاروائيءَ ۾ نہ ڏنو هو.

فيصلو اهو ٿيو تہ مان ٽن ڏينهن کان پوءِ وريام فقير سان وڃي ملان جيڪو مڪيءَ اندر ڪنهن بيءِ جاءِ تي موجود هو. اهو سمجهيو پيئي ويو تہ ان وقت تائين محبت فقير بہ اتر کان موٽي ايندو. حر جماعت جا سيئي مک اچي سانئس اتي ملندا. آءٌ گهر موٽيس تہ دل ۾ ڏاڍو خوش هوس.

توکي خبر هجڻ گهرجي تہ جڏهن آءٌ ٽن ڏينهن کان پوءِ مقرر جاءِ تي مڪيءَ پهتو هوس تہ مان ڏاڍو خبرداريءَ سان ويو هوس. جهنگل جي ان حصي جي چوڌاري چڪر ڏنو هيم ۽ چوريءَ کسڪي اتر کان اچي پيري پٽ تي پهتو هوس.

مان اميد ڪري فقير جي ڳجهيءَ جاءِ وٽ پهتو هوس. ڪيس اڳي ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هيم. پر منهنجي اها آس پوري ٿي ڪانہ سگهي هئي. پيري پٽ تي ڪو وڻ ٻوٽو نہ آهي ۽ گهڻي ايراضي ۾ پکڙيل ڏسبي. پر واري جهنگل کان اتاهين آهي، جيڪو هن پٽ جي اوپر طرف ناري واري پاسي آهي. پهرين تي ڪوبہ ماڻهو ڏسڻ ۾ نہ آيو. جڏهن مان پٽ تي ڏهہ قدم مٿي چڙهيس تہ ڪنهن مون کي للڪاريو. مون ڪين غازين وارا خاص علامتي لفظ چيا تہ هن مون کي اڳتي وڌڻ جي موڪل ڏني. پٽ جي وڪڙ ۾ لوڙهي جو هڪ وانگاڙو هڪ مَنهن ۽ هڪ ڪوهہ آهي، ڪجهہ زمانو اڳ هڪ درويش اچي اتي رهيو هو. هتي پهچڻ وقت بہ مون کي للڪاريو ويو هو. مون ڪيس پنهنجو نالو ٻڌايو ۽ اندر هليو ويس.

جڏهن اهو منظر مون کي ياد ايندو آهي تہ منهنجي دل ڏاڍي خوش ٿيندي آهي. هاڻي مون کي تہ جڻ ائين معلوم ٿي رهيو آهي، جڻ اتي انهن فقيرن جي ڪا گڏجاڻي ٿي ڪانہ ٿي هئي، جيڪي پوءِ لازوال شهرت جا مالڪ ٿي ويا. پر ان گڏجاڻيءَ ۾ اتراڌماي حرن مان ڪوبہ ماڻهو ڪونہ هو. تر مان بہ ڪي ٿورا ٽڪا ماڻهو اچي شامل ٿيا هئا. مون کي سندن نالا ڪٿڻ نہ گهرجن، جيڪي هاڻي شهادتون ماڻي چڪا آهن. اسان جي شاعرن هنن کي گهڻو ڳايو آهي. آءٌ توکي نقط اها ڳالهہ ٻڌائيندس تہ ان گڏجاڻيءَ ۾ چا ٿيو هو. مان تہ سيني کان دير سان آيو هوس. ان جو ڪارڻ اهو هو تہ مان ور وڪڙ ڪري پهتو هوس. اڄڻ وقت نهايت خبرداريءَ کان ڪم ورتو هيم ۽ هر اهم جاءِ تي بيهندو هيڏي هوڏي ڏسندو تڪيندو تاڙيندو اڳتي وڌندو ٿي رهيس. گڏجاڻيءَ واري جاءِ تي پهتس تہ غازين

جي پوئينءَ قطار ۾ هڪ دوست ميرڻ مريءَ جي پرسان وجي ويٺس جيڪي هيٺ ويٺا هئا، جنهن سان گڏجي مان ڏيگا چوري ڪندو هوس.

هن مون کي ٻڌايو تہ سيئي مڪَ اجان بہ اندر پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪري رهيا آهن. ٿوري ٿوري وقت کان پوءِ ڪجھہ ماڻهو لوڙهي جي وانگاريءَ اندر داخل ٿيندا ٿي رهيا ۽ اسان سان گڏ ويهندا ٿي ويا. هتي هرڪو سرٻاٽن ۾ ڳالهائي رهيو هو. ڇاڪاڻ تہ سيني کي خبر هئي تہ اهو ڳنڀير موقعو هو. ٿوري عرصي کان پوءِ ڪجھہ ماڻهو مَنهن کان ٻاهر نڪتا. ٻن ٽن ڪٽن تي چادرون وڇائي، انهن کي ڪجھہ اڳيرو ڇڪيو ويو. ان کان پوءِ مک ٻاهر آيا. وريام فقير جهونڙو هو، جنهن جي سنهاري بہ سفيد هئي. ان کان پوءِ گل خان نظامائي اسان جو رئيس هو، جنهن پير سائين سردار خاطر پنهنجيون سانگهڙ جون پليون زمينون ڇڏي ڏنيون، پنهنجي سک واري زندگي کي خيرباد چئي اچي جهنگ ۾ رهڻ لڳو هو. ان کان سواءِ محبت فقير، بابو، نورو وساڻ ۽ هڪ بہ ٻيا ماڻهو بہ هئا. گهڻن ايلازن منٿن کان پوءِ وريام فقير اچي گڏجاڻي واري اهم جاءِ سنڀالي. هن محبت فقير جي ڪن ۾ ڪجھہ سوٻاٽ ڪيا ۽ پوءِ ڳالهائڻ شروع ڪيائين:

اوهان سڀ مون کي سڃاڻندا هوندا تہ مان ٻچو بادشاه رحمت الله عليه جو پٽ آهيان (منهنجي پرسان ويٺل ڪنهن ماڻهو هوريان چيو تہ، تون تہ پنهنجي پيءُ جي تہ اڌ ۾ بہ نہ آهين.) منهنجي محبوب مرشد سڏ ڪيو تہ آءٌ هليو آيس. مان سندس مهربانيءَ سان غازين جي فوج جو مهندار آهيان (۽ ان سامهون رکيل جُتين کي سڌي ڪرڻ جو حڪم ڪيو آهي، منهنجي پرسان ويٺل ساڳي ماڻهو هوريان چيو) وريام فقير وڌيڪ چيو تہ اسان کي پير سائينءَ جي آزاديءَ لاءِ وڙهڻ گهرجي. مون کي دل واري ڳالهہ لفظن ۾ چوڻ ڪانہ ٿي اچي. پر ايترو ضرور چوندس تہ جڏهن مان اوهان کي ڏڪ هڻندس تہ نيٺ ڪڏهن تہ اوهان مون کي ان جو جواب ڏينڌؤ. (نہ اسان ائين بلڪل ڪونہ ڪنداسون ساڳئيءَ ماڻهوءَ سرٻاٽن ۾ چيو)

مان هاڻي محبت فقير کي چوندس تہ هو اچي اوهان کي سڀ ڳالهيون ٻڌائي.

وريام فقير ائين چئي پوئتي ٽيڪ ڏئي آرام سان ويهي رهيو. مان پرواري ماڻهو ميرڻ مريءَ جا وريام فقير لاءِ چيل لفظ ٻڌي ڪاوڙجي پيو هوس. ڇاڪاڻ تہ حر جماعت ۾ هن ماڻهوءَ جي بي انتها عزت ڪئي ويندي هئي. هن ۾ شخصي طور تي تہ ڪٽي ڪابہ ڳالهہ ڪانہ هئي. پر هو ٻچو بادشاه (عليه الرحمة) جو پٽ هو. ان کان پوءِ محبت فقير ڳالهائڻ شروع ڪيو. اسان فقيرن جو پهريون فرض تہ

اهو آهي جنهن جو ذڪر وريام فقير ڪري چڪو آهي، يعني حڪومت کي مجبور ڪجي تہ جيئن اها پير سائين کي آزاد ڪري. توهان کي اها ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ ضرور اُڻ تڻ هوندي تہ ڪيس ڪٿي رڪيو ويو آهي. اسان کي هن وقت اهو پتو پئجي ڪونہ سگهيو آهي، تہ ڪيس حڪومت ڪٿي رڪيو آهي. پر شڪ آهي تہ هو دکن ۾ ڪٿي بند آهي. ڪيترا فقير انهيءَ علائقي جي لوڙهن ۾ رهن ٿا، جن کي چيو ويو آهي تہ اتان جي سيني جيلن مان اهڙو پتو ڪن. ان سان گڏ اسان جو جهيڙو بہ شروع ٿي ويندو. پهرين ڳالهہ اسان کي هيءَ سمجهڻي آهي تہ اسان کي پنهنجيءَ سگهہ جو ايترو اظهار ڪرڻو آهي، جيڪو حالتن مطابق مناسب ۽ پير سائين جي آزادي لاءِ ضروري هجي. ڪانگريس جا ميمبر مرشد سائينءَ جي عزت ڪندا آهن. جيڪڏهن اهي سندس آزاديءَ لاءِ حڪومت کي مڃائڻ جي ڪوشش ڪندا تہ اهو جلد آزاد ٿي سگهي ٿو. اسان بہ ڪانگريس لاءِ مخلص آهيون. هو جيڪڏهن ائين ڪندا تہ اسان کي بي انتها خوشي ٿيندي. انهيءَ لاءِ نہ تہ اسان جهيڙي جي جهنجهٽ کان آجا ٿي پونداسون، پر سائين هتي پهچي پنهنجي رٿابندي موجب انگريزن سان اچي (گوريلا) جنگ جي شروعات ڪندو. انهيءَ ڪري اوهان غازين کي ڪي وڏا هٿيار ڪٺا نہ آهن. جيڪي هن انگريزن کي مهاڏي ڏيڻ لاءِ گڏ ڪري رکيا آهن. انهن هٿيارن کي سندس حڪم تائين هٿ لائڻو نہ آهي. جيل مان آزاد ٿي اچڻ کان پوءِ جڏهن هو پنهنجي ڪمانڊ تحت جنگ جي شروعات ڪندو تہ اهي هٿيار بہ پنهنجي مرضيءَ موجب ورهائيندو.

تنهن ڪري بهتر اهو آهي تہ اسان مان هرهڪ کي پنهنجا هٿيار ڪم آڻڻا پوندا ۽ پوليس کي ڏيڻ لاءِ رشوت جي پئسي جو بہ اسان کي پاڻ بندوبست ڪرڻو پوندو. ان کان سواءِ اثر رسوخ وارن ماڻهن کي ڏيڻ ۽ پير سائين سردار جي خزاني ۾ جمع ڪرائڻ واسطي بہ پئسي لاءِ اسان کي ٿي هٿ پير هڻڻو پوندو. توهان چڱيءَ ريت سمجهو ٿا تہ اهو ڪيئن ٿيندو. ان کان پوءِ ٻي اهم ڳالهہ هيءَ آهي تہ جيڪي ماڻهو حر جماعت جي ڳجهين ڳالهين کان واقف آهن انهن مان جند ڇڏائڻي پوندي. ڇاڪاڻ تہ اهي ڦري ويا آهن ۽ راز واريون ڳالهيون حڪومت کي ٻڌائي رهيا آهن. اهڙن ڪارمنهن جي فهرست تيار ڪئي وئي آهي. ٻين مکن سان صلاح مشوري کان پوءِ ضرورت مطابق انهيءَ فهرست ۾ ٻين نالن جو پڻ واڌارو ڪيو ويندو. هنن ٻنهي ڳالهين جي ڏس ۾ اڳي بہ گهڻو ڪجهہ ٿي چڪو آهي. پر نظر ائين اچي ٿو تہ اهڙيون ڳالهيون حڪومت کي سوچڻ لاءِ مجبور ڪونہ ڪنديون. باقي ٽين ڳالهہ رهيل آهي جنهن لاءِ سائينءَ جي جيل مان آزاد ٿي اچڻ کان پوءِ اسان

ڪي طعنو بہ ڏنو هو تہ اسان اهڙيون ڳالهيون ڪونہ ٿا ڪريون جيڪي اسان ڪي ڪرڻ گهرجن. يعني اسان ڪي ريل جو نظام درهم برهم ڪرڻو آهي، واهن ڪي ڪندڙ هٽنا آهن ۽ تار واري رابطي جي نظام کي تباهہ ڪرڻو آهي. توهان ڪي سنت ئي اهڙيون خبرون پهچي وينديون تہ اتر سنڌ جي غازين ان ڏس ۾ ڪهڙيون ڪارروايون ڪيون آهن. مان اهڙي ڪمانڊ لاءِ جلد ئي اوڏانهن هليو ويندس. انگريزن سان هتي بہ جهيڙي جوڙڻ لاءِ انتظام ڪيا ويا آهن.

اهڙي ريت اسان جهيڙي جوڙڻ جي شروعات ڪري رهيا آهيون. پر جيڪڏهن حڪومت پنهنجي هوڏ تان هيٺ نہ لٿي تہ اسان پنهنجون ڪارروايون وڌائيندا رهندا سون. اسان جنگ جو انتظام هن ريت رکيو آهي تہ غازين جي ٽولي پنهنجي مقرر ايراضيءَ اندر ڪارروايون ڪندي. ڌاڙن وسيلي هٿ آيل قيمتي ڳهڻ ڳٿن ۽ پئسي ڏوڪڙ جو وڏو انداز پير سائين سردار جي خزاني ۾ جمع ڪرايو ويندو. اهڙين ڪاروائن وسيلي هٿ آيل هٿيارن بابت فيصلو ٽوليءَ جو اڳواڻ ڪندو. پر ان باري ۾ وريام فقير ۽ نوري وساڻ جا حڪم آخري ۽ فيصلہ ڪن سمجهيا ويندا. جهيڙي جهڙي جي ڇيڙي نبيريءَ لاءِ بہ ڪين ۽ مون کي اطلاع ڏنو ويندو. توهان ڪي هيءَ ڳالهہ پڻ ياد رکڻ گهرجي تہ پير سائين پنهنجي خيال جو اظهار ڪيو آهي تہ مون کي سندس بااختيار نمائندو مقرر ڪيو وڃي.

ان ڪان پوءِ محبت فقير مڪن جا نالا پڙهي ٻڌايا. ڪيترن ماڻهن ڪانئس سوال ڪيا جن جا هن جواب ڏنا ۽ گڏجاڻي ختم ٿي وئي.

مان اتان اٿي مک فقير سان وڃي مليس. بعد ۾ بابو مون ڪي وٺي حسن وٽ آيو جيڪو منهنجو اڳواڻ ٿيڻو هو. مان ڪيس سڃاڻيندو هوس. حر جماعت ۾ سندس عزت بہ گهڻي ڪئي ويندي هئي. مان سمجهان ٿو تہ تو بہ هن ڪي ڏنو هوندو جيڪو آڏو اڱڻ ۾ مشق ڪندو رهندو آهي. هن مون ڪي اهميت گهٽ ڏني. ان هوندي بہ ايئن ڪونہ چوندس تہ هو اهل فقير ڪونہ آهي، منجهس اڳواڻيءَ ڪرڻ وارو جوش جذبو ڪونہ آهي يا هو شهرت جي لائق ڪونہ آهي. سائس ڪيل ملاقات واري سچي ڳالهہ هن ريت آهي تہ هو مون سان رکو مليو، چڻ تنتو وٺو هو. پوءِ هن بابي ڏانهن منهن ڪري ڪيس چيو تہ جيڪڏهن هي جوان اسان جي ٽوليءَ ۾ ڪو سنو ڪم ڪري نہ سگهيو تہ اها منهنجي اوڻائي نہ هوندي. مان سندس هر ضرورت جو خيال رکندس ۽ ڪيس اڳتي وڌڻ جو موقعو ڏيندس. منهنجو فرض آهي تہ مان ڪيس اهم ڪاروائيءَ ۾ مناسب موقعو ڏيان. پر ڪارڪردگي سندس هوندي. محبت ۽ وريام سانگهڙ روڊ ڪان اتر مڪيءَ ۽ جمڙائو

جي وچوارو علائقو منهنجي حوالي ڪيو آهي. هن ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي سٺي ڳالهہ آهي. هن جوان بابت عيسيٰ مون کي ٻڌايو آهي تہ سائين رکيو همت ۾ ٻن ماڻهن جي برابر آهي. بعد ۾ منهنجو هيءُ دوست مون کي پاڪر پائي مليو ۽ ٻاهر وڃي ويو. مون کي پنهنجي ٽوليءَ جو سربستو احوال ڏنائين جنهن مان معلوم ٿيو تہ هن ٽوليءَ جو هر هڪ جوان جوڌو ۽ مٿير مڙس هو.

ٿوري دير ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ ڪان پوءِ اسان موٽي مڪ فقيرن وٽ آياسون. مون کي ٻڌايو ويو تہ مان هر وقت روپوش ٿيڻ لاءِ تيار رهان ۽ مناسب موقعي تي ائين ڪري پنهنجي ٽوليءَ جي اڳواڻ سان اچي مکيءَ ۾ ملان. اهڙي ضرورت محسوس ٿيڻ تائين مون کي پنهنجي گهر رهڻ گهرجي. مون کي اهڙي اطلاع ڪرڻ لاءِ پڻ بندوبست ڪيو ويو هو. ان ڪان پوءِ مان مکيءَ وڃڻ لاءِ آتو ويٺو هوس. مون کي گهر واريءَ کي ڇڏي وڃڻ جو ڪو ڏک ڪونہ هو. مون کي ٻہ ٽي سنگتياڻون هيون جنهن ڪري هوءَ ڪجهہ پريشان رهندي هئي. منهنجو پٽ هاڻي ڪجهہ وڏڙو ٿي ويو هو جيڪو ننڍيون وڏيون شرارتون ڪندو هو. مون کي اها ڳڻتي هئي تہ مان هن ڪان گهڻو وقت پري رهندس. مون کي پڪ هئي تہ امڙ هن کي پڪو حر بڻائي ڇڏيندي. پنهنجي پيڻ جو مون کي ڏک ضرور هو. سندس مقدر ڪو سٺو ڪو نہ هو پر مان ڪجهہ بہ ڪري ڪونہ ٿي سگهيس. هوءَ ڪرامت ٿيڻ لاءِ واجهائي رهي هئي تہ جيئن هو ڪو نوجوان مرد ٿي پوي. منجهس ڏاڍو جوش ۽ جذبو هو ۽ امان جيان ڏاڍي دلير هئي پر ڏاهي تہ ان ڪان بہ گهٽي هئي. هن مون سان واعدو ڪيو هو تہ هرڳالهہ ڏانهن سچيتائيءَ سان ڌيان ڏيندي ۽ منهنجي روپوش ٿيڻ ڪان پوءِ اوسي پاسي جيڪو وهندو واپرائيندو تنهن بابت سارو احوال مون وٽ پهچائيندي.

ٿوري وقت اندر مختلف غازين جون ٽوليون پنهنجي ڪارروائين ۾ جنبي چڪيون هيون. مان توکي اهو ڪونہ ٻڌائيندس تہ منوءَ ۽ امام بخش ڪهڙيون پهريون ڪارروايون ڪيون هيون يا انهن اڳوائڻ ڇا ڇا ڪيو هو جن کي هالا ۽ شهداد پور واري جوءِ حوالي ڪري ڏني وئي هئي. پر تون اها ڳالهہ چڱيءَ ريت سمجهي سگهين ٿو تہ غازين جي مختلف ٽولين ۾ ڪهڙا جذبا پيدا ٿي چڪا هئا؟ ۽ سندن مددگار ماڻهن جي دلين ۾ ڪهڙا امنگ ادما هئا؟ مان بہ پنهنجي اڳواڻ کي اهو ڏيکارڻ لاءِ تڙڦي رهيو هوس تہ سندس ٽوليءَ جا جوان بہ ٻين ارڏن ۽ اڻموٽ جوانن ڪان پوئتي ڪونہ آهن. مان توکي ٻڌايان ٿو تہ اسان کي ڪارروائي ڪرڻ جو پهريون موقعو ڪهڙيءَ ريت مليو هو؟

نوابشاهہ جو پوليس ڪئپٽن هڪ بندري قد جو انگريز هو. سندس ڳاڙهو گول منهن ۽ ننڍڙي ٻار جهڙو هو. سندس دماغ ۾ هيءَ ڳالهہ وڌي وئي هئي تہ حر جماعت جي ڪاررواين جو صدر مقام گڙنگ وارو بنگلو آهي. سندن ڪاررواين ۾ ڪم ايندڙ هٿيار وغيره هتي رکيا ويندا آهن، تنهن ڪري هو وڏي پوليس اٽالي سان اچي گڙنگ پهتو ۽ اعلان ڪيائين تہ هو هن جي هيٺ ڪان وٺي مٿي تائين تلاشي وٺندو. مون کي خبر ڪانہ آهي تہ اهڙين حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ ٻهري تي بيٺل غازين کي ڪهڙو حڪم ڏنو ويو هو؟ هن وقت مٿن اهو فرض هو تہ پير سائينءَ جي گهرو ملازمن سان گڏجي هن پوليس ڪئپٽن کي هيءَ ڳالهہ سمجهائي هئي تہ سندس هن ڪارروائيءَ جي ڪري حالتون وڌيڪ ڳنڀير ٿي وينديون. ڇاڪاڻ تہ گهر ۾ اندر پاڪ ۽ شهزادا موجود هئا. سندس مائٽن مان ڪو بہ عاقل بالغ مرد هتي سان گڏ ڪونہ هو. هن ڪيس سڀون سڌو ٻڌائي ڇڏيو تہ جيڪڏهن مرشد سائينءَ جي غير موجودگيءَ ۾ تلاشيءَ جهڙو ڪڌو ڪم ڪيو ويو تہ حرن لاءِ بہ ٿهري ڪارروايون ڪرڻ ناگزير ٿي وينديون، پر انگريز عملدار پنهنجي هوڏ تان هيٺ ڪونہ لٿو. هن چيو تہ مان پاڙي جا معزز ماڻهو مشير طور پاڻ سان گڏ آندا آهن، جيڪي ڏسندا تہ تلاشي عزت آبرو سان عمل ۾ آئي ۽ اندر رهيل پاڪن ۽ شهزادن کي ڪا تڪليف ڪانہ ڏني ويندي. گهڻيءَ ريڙهہ پيڙهہ کان پوءِ غازي تلاشيءَ دوران هڪ ڪمري کان ٻئي ڪمري تائين انگريز عملدار ۽ پوليس جي ڪڍ هلندا رهيا. هن ڏنو تہ اهو انگريز ڪامورو هو ۽ پوليس وارا هر جاءِ تي نوس نوس ڪندا ٿي رهيا. مذڪوره انگريز سان آيل ٻن مشيرن مان هڪ مسلمان ۽ ٻيو هندو هو جنهن جو تعلق گهنڊڻ واري ڳوٺ جي پنچات سان هو. هن هندوءَ کي سيد جي حويلي اندر وڃڻ جي جرئت ڪانہ ٿي هئي. جيڪڏهن هي ڪافر ائين ڪري ها تہ غازي ڪيس اتي جو اتي قتل ڪري ڇڏن ها. هن انگريز کان ائين ڪرڻ کان معافي ورتي هئي، پر هو انهن پوليس عملدارن سان گڏ هو جيڪي گهر جي اڱڻ جي تلاشي وٺي رهيا هئا. هن دروازي جي چائٺ وٽ پير رکيو ئي مس تہ قتل ٿي ويو.

هن تلاشيءَ ۾ ڪين ڪک بہ ڪونہ مليو. هڪ شهزادي پوڳ خاطر پنهنجي هوائي بندوق ڪٽي انگريز پوليس ڪئپٽن کي ڏني جنهن سان هو ڳيرا ۽ ڪبوتر شڪار ڪندو هو. هن چيو تہ جيڪڏهن سرڪار کي هن جي ضرورت آهي تہ حاضر آهي. سندس اها ڳالهہ ٻڌي اهو انگريز پنهنجي ناڪاميءَ جي ڪري پريشان ٿي ويو. ان کان پوءِ هن ٻاهر زيارت جي مقصد سان ايندڙ حرن جي رهڻ لاءِ ٺهيل

جڳهن جي تلاشي شروع ڪئي، جيڪي پوليس اسٽيشن تي نهيل جڳهن جيان هڪ قطار ۾ ڏاڍيون سهڻيون نهيل هيون. انهن جڳهن ۾ ٻن ٽن هزارن مريدن جي رهڻ جي گنجائش هئي. ان کان پوءِ هو رڌ پچاءُ واري حصي ڏانهن به ويا جتان جون منهيون ڪاٺ ۽ ڪکن جون نهيل هيون. هڪ ڪلاڪ جي تلاشيءَ دوران اتان جي هر شيءِ داڙا ڦاڙا ڪري ساڙي رک ڪري ڇڏيائون.

مان پنهنجي هن گنهگار اکين سان اهو دونهون ڏٺو. مان ان وقت شام جو پنهنجي سنگتياڻي ڪماليءَ سان منڻار پنيري جي ڳوٺ ۾ وينو هوس. هي ڳوٺ گڙنگ جي بلڪل پرسان آهي. مان حقيقت جي خبر لهي اهڙو نياپو مڪيءَ فقيرن ڏانهن موڪلي ڏنو. مون کي يقين ٿي ويو هو ته ٻئي ڏينهن تي مون کي ڪاررواين ڪرڻ لاءِ ضرور گهرائي وٺندا. مان وڃڻ لاءِ ڏاڍو اتاولو هوس ۽ چاهيم پئي ته زال کي مان هڪ سٺي مڙس جيان الهه واهي ڇئي ان رات ئي مڪيءَ هليو وڃان چاڪاڻ ته ان شام جو مون کيس ماريو هو.

ٻئي ڏينهن صبح جو مون کي اچڻ جو نياپو مليو جنهن جو مون کي اوسيئڙو به هو. مان ان وقت پنهنجي ٻنيءَ ۾ پوک کي پاڻي ڏئي رهيو هوس ته هڪ ڇوڪرو جهنگل جي وٽ کان ظاهر ٿيو ۽ اچي مون کي چيائين ته سائين رکيو پٽ واليڏنو تون آهين؟ تنهن تي مون کيس چيو ته هائو. ان کان پوءِ هن چيو ته تنهنجا دوست هوڏي (مٿي سان اوپر – اتر ڏانهن اشارو ڪندي) توکي دعوت کائڻ لاءِ سڏي رهيا آهن. سندس ڳالهه ٻڌي مون کانئس پڇيو ته ”ڪهڙي جاءِ تي؟“ تنهن تي هن اها جڳهه ٻڌائي ۽ وڌيڪ چيو ته رستي ۾ پاڻي آهي تنهن ڪري توکي وڪڙ ڪري اوڏانهن وڃڻو پوندو.

مون سندس ڳالهه سمجهي ورتي ۽ جهٽ ئي گهر ويس ۽ سيني کان موڪلايم. امان ته گهڻيون دعائون ڪيون. منهنجي ناريءَ جي نيڻن مان نير اٿلي پيو. ننڍڙو واليڏنو به ڪبرا ڪرڻ لڳو. اهو ڏسي منهنجو جيءُ جهري پيو. مان کيس ڏاڍو پيار ڪندو هوس. منهنجي پيڻ جون اکيون چمڪي رهيون هيون هوءَ چاهي پئي ته جيڪر مان کيس جهيڙي لاءِ پاڻ سان گڏ وٺي هلان. ”اهڙا ڪيترا طريقا آهن جو هڪ ٺرٽ ۽ چالاڪ ڇوڪري ڏاڍو ڪم اچي سگهي ٿي. مان فقيرن لاءِ پاڻي پري سگهان ٿي، ماني پچائي سگهان ٿي ۽ بازار مان ڪي اهم خبرون ڪٺي ڪين پهچائي سگهان ٿي.“ جيئنديءَ ڏک وچان چيو هو.

مون کيس ياد ڏياريو ته تون پير سائينءَ جي انٽي آهين. توکي هڪ عام ڇوڪري جيان هيڏي هوڏي گهمڻ گهتڻ نه گهرجي ۽ پنهنجي عزت ۽ احترام جو

احساس هئڻ کپي. تنهن تي هن وراڻيو ته ”انٽي! انٽيءَ جو ته مون تي خالي نالو آهي. مرشد سائينءَ ته رڳو مون کي پنهنجي هٿ سان ڇهيو هو. تنهن ڪري مان هڪ عام عورت مان انٽي ٿي پيس ڇا؟ مان سائينءَ جي هٿ جي ڇهاءَ ڪري ته هڪ عام عورت مان فقيرياڻي ٿي پئي آهيان. مان فقيرن سان گڏجي دشمن سان جهيڙي ڇو نه ٿي سگهان؟ مون کي عورت بدران مرد تصور ڪيو وڃي.“

مون وٽ سندس ڇيل انهن لفظن جو ڪوبه جواب ڪونه هو ۽ بابا به ائين ڪندو هو ۽ گهر جا معاملا به اڪلائيندو هو. اهو به سوچي رهيو هوس ته جيڪڏهن بابا يا مان مري وڃون يا جهلجي وڃون ته پير سائين سان ويجهڙائي هئڻ ناتي حر جماعت اسان جي گهر جي سار سنڀال لهندي الائي نه؟ مقرر جڳهه تي مان وڃي مک فقيرن ۽ عام غازين سان مليس جيڪي پير سائينءَ جي توهين ڪري پڻ سڙي ڪامي رهيا هيا ۽ منهنجو به ساڳيو حال هو. گهڻن جي صلاح هئي ته ڪي فقير نوابشاهه وڃن ۽ درخواست ڏيڻ جي بهاني پوليس ڪئپٽن سان ملن ۽ کيس قتل ڪري ڇڏين. مکن جو خيال هو ته پهريائين پوليس ڪئپٽن سان گڏ آيل تلاشيءَ جي ٻن امينن کي قتل ڪيو وڃي. ڪن تڪڙن نوجوان اڳواڻن تي الزام هنيو ته هو ڪن ڪارروائن کي ٽڏو ڪري نندن غازين جي حوصله شڪني ڪري رهيا آهن. تنهن تي بابي مون کي ۽ ٻين غازين کي چڱي ڇنڊ ڪڍي ۽ چيو ته سرڪار پگهار واري جي جاءِ تي هڪ پوليس وارو مقرر ڪندي آهي جيڪي اڳي خطرات کي منهن ڏيندا آهن، پر اوهان نوجوان گڏهه اهو ڪونه ٿا سمجهو ته جج ۽ مئجسٽريٽ پوليس جي ورتل بيانن کي سچي ثابت ڪرڻ لاءِ شاهدن ۽ مشيرن جي بيانن کي ڪم آڻيندي آهي. هنن کي پڻ موت جو خطرو هوندو آهي ۽ کين ڪجهه به ڏنو ڪونه ويندو آهي. جيڪڏهن شاهد ۽ مشير قتل ٿيندا رهندا ته اسان جي خلاف شاهدي ڪير ڏيندو؟ تنهن ڪري اسان جي سگهه وڌي ويندي ۽ لاچار ٿي سرڪار پير سائينءَ کي ڇڏي ڏيندي. اهڙين ڪارروائن کان پوءِ اسان هر قسم جي سرڪاري عملدارن جي رت وچان جهاڳيندا اسون.

فيصلو اهو ڪيو ويو ته پوليس جي انهن ٻنهي مشيرن کي ساڳيءَ رات قتل ڪرڻ لاءِ ٻه ٽوليون تيار ٿين. توقع هئي ته پهرينءَ ٽوليءَ جي ڪمانڊ وريام فقير ۽ ٻيءَ ٽوليءَ جي ڪمانڊ نورو وساڻ ڪندو پر جهونڙي وريام فقير گهڻن جي ڪارروائي لاءِ حسن جي چونڊ ڪئي ۽ مٺوءَ کي چيو ته سندس ٽوليءَ مان ڪي مٺير جوان سندس حوالي ڪري. توکي خبر آهي ته جڏهن مون کي پتو پيو ته انهن غازين مان هڪ ماٺهو الهبچايو به آهي ته ڏاڍو خوش ٿيو هوس، ڇاڪاڻ ته اهو مون

کي ڏاڍو وڻندو هو. گهندڻ جي پنچات جي مکيءَ تي هٿياربند پوليس جو پهرو هو جيڪو اسان جي هن ڪارروائي لاءِ رڪاوٽ هو. ان ڪري اسان جي هن ڪارروائي لاءِ رڌي پڪي ۾ جڻ پاڻي برابر هو.

مان هن جڳهہ کان چڱيءَ ريت واقف هوس. حسن کونہ پڻ چاهيو تہ شهر جي گهٽين ۾ منهنجا پير موجود هجن. تنهن ڪري مون کي الهبچائي سان گڏ ڪارروائي ڪرڻ لاءِ موڪلڻ جو امڪان گهٽ هو. پر خوشقسمتيءَ سان مون کي اهڙو سونهري وجهہ ملي ويو. مون تي ۽ منهنجي دوست عيسيٰ تي اهو ڪم رکيو ويو هو تہ اسان ٻئي ڇٽا روڊ ۽ ڳوٺ جي وچ تي موجود ڍبَ تي پهري لاءِ بيهون ۽ گهندڻ ڏانهن هر ايندڙ ۽ ويندڙ کي منهن ڏيون. سياري جي رات هئي. سيءُ بہ چوي تہ اڄ نہ پوان تہ ڪڏهن پوان؟ پر اسان کي گهڻو وقت ترسڻو ڪونہ پيو. اسان فائر جا ٻہ ٽي نڪاءَ ٻڌا. پوءِ ڪن ماڻهن کي ڳوٺ کان اسان واري طرف ڀڄندو ڏٺو جيڪي واريءَ مان ٿڙندا ٿاٻڙندا اڳتي وڌي رهيا هئا. مون کي بابي جي ڪهاڙي هٿن ۾ هئي. مون هڪل ڪري چيو خبردار اڳتي نہ وڌو. اهو ماڻهو ٿورو ڪنجهيو ۽ مون ڏانهن اچڻ لڳو. اونداهي هئي. ان هوندي بہ سڃاتم تہ اهو ماڻهو اسان جو ڪونہ آهي. هن پڻ پڻ ڪري چيو تہ "مون کي جيئندان ڏي." ان وقت منهنجي ساري جان تاڃي وئي ۽ پوريءَ سگهہ سان ٻنهي هٿن سان ڪهاڙي هواءِ ۾ اُبري. منهنجي اک سامهون واري ماڻهوءَ جي ڳچيءَ ۽ ڇاتيءَ ۾ هئي هن پهرئين ڌڪ سان پٽر جيان وڃي هيٺ ستڪو ڪيو ۽ منهنجي ڪهاڙي ذري گهٽ هٿن مان ڇڏائجي وئي هئي. پوءِ عيسيٰ اڳتي وڌي سندس جسم کي چٽڻ لڳو جيئن ماڻهو نانگ کي ڏنڊي سان چٽيندا آهن. ان وقت ڪيترا نڪاءَ ٿيا. ان کان پوءِ ڳوٺ کان عورتن جون رڙيون ٻڌڻ ۾ آيون. تيسي ۾ آيل عيسيٰ کي روڪيم ۽ هيٺ پيل لاش کي جاچي ڏسڻ جي ڪوشش ڪيم. مون کي چڱيءَ ريت ياد آهي تہ فخر ۾ منهنجو ڳاٽ اوچو ٿي ويو هو، ڇاڪاڻ تہ منهنجي هٿان قتل ٿيل ماڻهو هڪ پوليس وارو هو. هن سان بندوق ڪانہ هئي، پر سندس پٽي ۾ بئنٽ لڳل هئي. مون سمجهيو تہ بهتر اهو ٿيندو تہ مان عيسيٰ کي گهندڻ موڪليان ۽ ٽوليءَ جي اڳواڻ کي هن واقعي جي خبر ڏيان. ان ڪري ٿورو وقت وڌيڪ ترسڻو پيو. ان وقت ڳوٺ واري طرف کان ڪيتريون رڙيون ۽ ڪبرا ٻڌڻ ۾ اچڻ لڳا.

ٿوري انتظار ڪرڻ کان پوءِ نيٺ عيسيٰ موٽي آيو ۽ چيائين تہ "توکي ڳوٺ کان اتر پاسي اچي ٽوليءَ سان ملڻ جو حڪم ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ تہ ڪارروائي خير خوبيءَ سان مڪمل ٿي چڪي آهي. مان اڳواڻ جي حڪم موجب وڃي ٽوليءَ سان مليس جيڪي ان ڌاڙي واري سگ کي ڪٽڻ لاءِ هڙن ۾ ٻڌي رهيا هئا ۽ هڪ

ٻئي جي ادا ڪيل ڪردار تي ٺٺولون ڪري رهيا هيا. هڪ ماڻهو قسم کڻي چئي رهيو هو تہ هن هڪ پوليس واري تي سوچي سمجهي فائر ڪيو آهي. حسن مون کان پڇيو تہ ڇا ڳالهہ آهي؟ مون کيس سارو احوال ڪري ٻڌايو ۽ معلوم ٿيو تہ عيسيٰ هن واقعي ۾ پنهنجي ڪارڪردگيءَ بابت کيس ڪجهہ بہ نہ ٻڌايو هو ۽ اطلاع ڏنو هئائين تہ اهو ماڻهو سائين رکئي جي ڌڪ سان مري ويو آهي. ٺهنڪري ٽوليءَ جي سڀني ماڻهن مون کي شاباسون ڏنيون. مون کي پوءِ پتو پيو تہ عيسيٰ اها ڳالهہ سوچي سمجهي ڪئي هئي جيڪا پوءِ منهنجي لاءِ فڪر جو باعث ٿي هئي.

هنن مون کي ٻڌايو تہ ساري ڪارروائي طئي ٿيل رٿابنديءَ مطابق عمل ۾ آئي ۽ خير سان ڪامياب ٿي وئي. هٿياربند پهريدار کيس للڪاريو هو پر اسان ان وقت ويجهو پهچي چڪا هئاسون ۽ اسان جي شڪار ماڻهن کي ڪيڏانهن ڀڄي وڃڻ جو موقعو نہ مليو سگهيو پر کيس گولي هڻي وئي. پوليس وارو پنهنجو رائفل ڇڏي وٺي گهٽيءَ ڏانهن ڀڳو ۽ غازي سندس ڪڍ نہ پيا. هي شايد اهو پوليس وارو هو جنهن لاءِ ٽوليءَ جي غازيءَ جو چوڻ هو تہ هن مٿس فائر ڪيو هو. مون کي پڪ آهي تہ اها ڳالهہ ائين ڪانہ هئي ڇاڪاڻ تہ بندوق لڳل ماڻهو بہ ٽي قدم مس هلي سگهندو آهي. ان کان پوءِ غازين هڪدم پڻنچات جي مکيءَ جي گهر تي حملو ڪيو ڇاڪاڻ تہ انگريز سان مشير بڻجي آيو هو ۽ ڪين مرشد جي توهين ڪرڻ ڪري شديد نفرت هئي. مٿس گولي ۽ بارود خرچ نہ ڪيون ويون هيون. هن ۽ سندس زال کي اڌ ڊزن ڪهاڙيون هڻي جهنم روانو ڪيو ويو هو. ٻين ڪيترن واٽين کي ڪهاڙين جا زخم رسيا هئا. انهن مان ڪيترا بچيا يا مئا؟ تن جو پتو اسان کي نہ آهي. نہ وري اسان کي انهن جي ڪا پرواهہ هئي. اسان جو پڻنچات جي مکيءَ سان واسطو هو جيڪو قتل ٿي ويو. هن ۽ هن جي مٿن ماڻٽن جي گهرن جي ڦر ڪئي وئي. مون کي افسوس ٿيو تہ کيول جو گهر اتان کان پري هو جنهن جو اسان ڏانهن الائي ڪيترو قرض هو؟ پر اسان ان تائين پهچي نہ سگهياسون.

اسان لٽيل سامان کڻي ٽڙي پکڙي وياسون ۽ آڌيءَ رات اچي هڪ اڪيلي گهر ۾ گڏياسون جيڪو هن ڳوٺ کان بہ ميل پري اتر طرف هو ۽ حسن جي هڪ دوست جو هو. جنهن اسان کي رات جي ماني ڏاڍي ڀلي کارائي هئي. بند ٽپي مکيءَ ۾ داخل ٿيڻ وقت اسان کي ڏاڍي دير ٿي چڪي هئي ۽ اسان مختلف رستا ڏئي مقرر جڳهہ تي پهتا هياسون. هتي پهچي پڻسن کان سواءِ لٽ جو ٻيو مال ورهايو ويو هو. مون کي پنهنجي پتيءَ ۾ سوٽي ۽ بهترين ريشمي ڪپڙوآيو هو.

منهنجي مرضي هئي تہ اهو ڪپڙو جيڪر گهر وڃي امان جن کي ڏئي اچان. اها ڳالهہ خطري کان خالي ڪانہ هئي، ڇاڪاڻ تہ جاچ پڙتال لاءِ پوليس اسان جي گهر بہ ضرور اچڻي هئي. مون اهو سامان هڪ سنگتياڻيءَ وٽ رکي ڇڏيو باقي هڪ واسڪوٽي پنهنجي استعمال لاءِ ڪٽي ورتي هيم.

شايد توکي اها چنتا لڳي وئي هوندي تہ ٻئي مسلمان مشير جو ڇا ٿيو جيڪو پڻ انگريز پوليس ڪئپٽن سان گڏجي پير سائين جي بنگلي جي تلاشي وٺڻ آيو هو. هن نياڳي کي اڳي ئي ڪو اهڙو پتو پئجي ويو جو هو پنهنجو اهول کهول وٺي وڃي حيدرآباد پهتو.

يوسف فقير جنهن کي عام طور تي چريو چيو ويندو هو تنهن وريام فقير کي ميائڻ لاءِ زور پريو تہ غازين کي هڪ ٽولي پير صاحب جي ان مريد کي ختم ڪرڻ لاءِ موڪلي وڃي جنهن سائينءَ لاءِ گڙنگ وارو بنگلو تيار ڪيو هو. مرشد سائين پنهنجي غير حاضريءَ دوران هن کي زمين سنڀالڻ لاءِ مقرر ڪيو هو. هي اهو ماڻهو هو جنهن تي مريدن جي گڏ ڪيل پئسن کائڻ جو الزام هو ۽ پير سائين متس ناراض هو. اسان کي پوءِ پتو پيو تہ سائينءَ جن جي وڃڻ کان پوءِ هن سرڪار وٽ دانهيو هو تہ پر واري زمين ڪيس ڏيارجي جيڪا پير سائينءَ کانئس ناجائز نموني کسي ورتي آهي. هن ماڻهوءَ کي قتل ڪرڻ ۾ ڪا بہ تڪليف ڪانہ ٿي. سندس گهر جي ڦر لٽ مان گهڻي مڏي ملي هئي.

گهڻن واري ڪارروائي ۾ مون پاڻ کي هڪ لائق غازي ثابت ڪيو، تنهن ڪري مان الهبچائي جي سامهون ڪنڌ مٿي ڪري هلندو هوس ۽ سائس ويجهڙائي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪيم. مون کي ياد آهي تہ مون مختلف ڪاررواين جي باري ۾ سائس بحث مباحثو بہ ڪيو هو. مون ڪيس ٻڌايو هو تہ ڪاررواين دوران عورتن تي هٿ کڻڻ غازين جو شان نہ آهي جن جو ڪم مردن سان مقابلو ڪرڻ آهي. اهڙيون ڳالهيون اسان جي مقصد ۾ غير ضروري، اعتراض جوڳيون ۽ مايوس ڪن آهن پر الهبچائي منهجين انهن ڳالهين جي مخالفت ڪئي هئي.

هن جو نقطہ نگاہ هو تہ غازي هڪ موت جو فرشتو آهي. جڏهن مرد ۽ عورت جي زندگي ختم ٿيڻ واري هوندي آهي تڏهن ڪيس سندس ساهہ قبض ڪرڻ لاءِ موڪليو ويندو آهي، پر اسان کي اهي حڪم بہ آهن تہ ڪنهن ٻي ڌوهيءَ تي هٿ نہ کنيو وڃي پر هاڻي جيڪو ڪجهہ تي گذريو آهي تنهن لاءِ توکي سمجهڻ کپي تہ پنچات جي مکيءَ کي انهيءَ ڪري قتل ڪيو ويو تہ هن نہ فقط حر جماعت خلاف پوليس جي مدد ڪئي آهي پر پير سائينءَ جي حويليءَ جي

ڪوٺ ٽپڻ جي پڻ جرئت ڪئي آهي ۽ اهو نہ ٿو ڏسي تہ اندر پاڪ هستيون موجود آهن. سندس زال کي انهيءَ ڪري قتل ڪيو ويو آهي تہ هن پاڪن جي توهين ڪئي آهي ۽ ڪيس قتل ڪرڻ جو ڪارڻ اهو آهي تہ هن پير سائين سردار جي توهين ڪئي آهي.

هن مثال کي اسان اتي ڇڏي ٿا ڏيون پر حر جماعت ۽ غازين جي لاءِ وڏ ۾ وڏ فائدي جي ڳالهہ اها آهي تہ هن ملڪ جي ماڻهن کي دهشت زده ڪري ٽرتلايو وجي. جيڪي ماڻهو انتهائي خطرن جي موقعي تي بهادريءَ جو مظاهرو ڪندا آهن يا سندن ملڪ جي تباهيءَ وقت سندن پنجر بہ نہ پرندي آهي ۽ سمجهبو آهي تہ سائن ڪجھ ٿيو ئي نہ آهي. پر جڏهن اها سڌس پوندي آهي تہ سندن ڪٽنب جون عورتون قتل ٿيڻ واريون آهن تہ خوف وچان سندن پتا ئي پاڻي ٿي ويندا آهن. اهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ هيءَ جنگ آهي، سائين رکيا! ان لاءِ اسان اهي هٿيار ڪم آڻينداسون ۽ هر اهڙي عمل جو مظاهرو ڪنداسون جنهن مان اسان کي فائدو ٿئي. مان هن باري ۾ اهو بہ پڪ سان چئي سگهان ٿو تہ جيڪڏهن اسان اهڙيون هڪ يا بہ ڪارروايون ڪيون تہ پوءِ اسان کي عورتن کي قتل ڪرڻ کان پاسو ڪرڻو پوندو ۽ ڪين فقط غداري جي بدلي ۾ قتل ڪيو ويندو. هن ڳالهہ ۾ تون بہ مون سان سهمت هوندين تہ ائين ڪرڻ ضروري آهي.

مون ڪيس وراڻيو تہ اها ڳالهہ منهنجي اکين تي. جيڪڏهن اها ڳالهہ هوندي تہ مان عورت کي قتل ڪري پڇتائيندس نہ، پر حقيقت اها آهي تہ عورت جو قتل اهڙو ڪم آهي جنهن تي ماڻهو فخر ڪري نہ ٿو سگهي. جيستائين منهنجو تعلق آهي تہ مان گذارش ڪندس تہ مون کي عورت جي قتل وارين ڪارروائين کان پري رکيو وڃي تہ ڏاڍو ڀلو ٿيندو.

# [6]

منهنجي زندگيءَ جو اهو پهريون قتل هو. ٿوري وقت کان پوءِ پتو پيو هو تہ اها ڪا وڏي ڪاروائي نہ آهي، پر مون لاءِ ان ماڻهوءَ جي قتل ڪرڻ جو هڪ ڪارڻ هو تہ اهو هڪ پوليس وارو هو پر خاص خوشي انهيءَ ڪري هئي جو هو پنجابي هو. مون کي سنڌيءَ جي چوڻي سدائين ياد رهندي آهي تہ "سپ ٿار، پنجابي مار" آرمڊ پوليس تہ هنن سان پريل آهي رڳو ڏس پنجابي. اهي سيئي سمجهندا آهن تہ اسان سنڌين کان اعليٰ، انضل ۽ اوچا آهيون. تون اهو بہ تہ سوچ تہ هن پنجابيءَ جي قتل ڪري بابا ڪيڏو خوش ٿيو هو. اسان جو اڳواڻ حسن وري پنهنجي ليکي ڏاڍو ريان ڪيان هجي. مان هيءَ ڳالهہ بہ توکي ٻڌائڻ ٿو گهران تہ مان پنهنجي سنگتياڻين وٽ بہ هن قتل جي ٻتاڪ هنئي هئي، جن سان مون ان واقعي کان پوءِ واريون ٻہ ٽي راتيون گذاريون هيون. گهر پهچي بہ مان امان جن کي پيرائتيون خبرون ڪيون هيون تہ مان هن ماڻهوءَ کي ڪهڙي ريت قتل ڪيو. اهي منهنجي آدرياءَ ۾ هڪ ٻئي کان گوءِ کٽي رهيون هيون.

مکيءَ ۾ اسان جي زندگي ڏاڍي سهڻي نموني سان گذري رهي هئي پر ڪجهہ اڻنگي بہ هئي. پنجابين، سکن، عيسائين ۽ بنگالين کان سواءِ هر ڳوٺ جو هر گهر ايندڙ حر جي آجيان ڪري رهيو هو. اهڙا ڪجهہ ڳوٺ پروچن جا بہ هئا. پر پوءِ هو اسان سان ٺهي ويا. چاڪاڻ تہ هو بہ اسان جيان ڏڃي چور هئا. ٿوري وقت کان پوءِ اسان کي محسوس ٿيو تہ اهڙن ماڻهن کي سڌارڻ لاءِ ڪجهہ چٽڪو ڏيڻ ضروري آهي.

اسان کي پتو پيو تہ مکيءَ جي اتر پاسي ناري جي ڪنار سان ۽ مير صاحب جي رياست جي حد اندر وسندڙ ڳوٺ جا زميندار خيرپور رياست جي پوليس ناظم جي آڳي پيڇي ڪري رهيا آهن. ڪنهن زماني ۾ هيءُ عملدار اتر سنڌ ۾ ڊپٽيءَ جي عهدي تي هو. هن ماڻهوءَ اسان جي مرشد جي پهرين جلاوطنيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو ۽ حر دشمنيءَ ۾ سڀ ليڪا لتاڙي ويو هو. بابو چوندو هو تہ انگريز سرڪار جي ڪنهن بہ پوليس ڪاموري کي هن عملدار جيتري حرن جي صحيح تعداد جي ڄاڻ ڪانہ هئي. سکر جي ڪئپٽن جڏهن پير سائينءَ جي زمين جي

تلاشي ورتي هئي تہ خيرپور رياست جو هي ناظم بہ ساڻس گڏ هو. هي ناظم گڙنگ واري بنگلي جي تلاشي وٺندڙ بندري انگريز کان وڌيڪ سياڻو هو ۽ پير سائينءَ جي توهين ڪرڻ کان هترائي رهيو هو. هيءُ ڏاڍو خطرناڪ ماڻهو هو ۽ بنا ڪنهن ڏوهہ جي بہ حرن کي گرفتار ڪندو هو. مٿي بيان ڪيل زميندار خير پور رياست ۽ مڪيءَ جي حر جماعت بابت ڪيس اهم معلومات فراهم ڪندو هو. ان ڪري سندس وات بند ڪرڻ ضروري ٿي پيو هو.

وريام فقير فيصلو ڪيو تہ ان ماڻهوءَ خلاف ڪاروائي غازين جي اسان واري ٽولي سرانجام ڪندي. هن ڪاروائيءَ ۾ ستن اٺن غازين حصو ورتو هو. اسان جي مخبرن اطلاع ڏنو تہ اهڙي ڪاروائي بالڪل سولي آهي ۽ ان ۾ ڪهاڙيون ڪم اچي سگهجن ٿيون. ان ڪاروائيءَ لاءِ اسان جي ٽوليءَ جي سفارش وريام ۽ ٻين تجربيڪار فقيرن اسان جي واپس اچڻ کان پوءِ ڪئي. اسان اهڙيءَ ڪاروائي ڪرڻ جي لائق بہ هئاسون. مان حسن واري ٽوليءَ سان گڏ ڪم ڪرڻ جي اهل هوس ۽ سندس نظرن ۾ اهم بہ هوس. تون پاڻ بہ هن ڳالهہ مان اندازو ڪري سگهندين تہ هن ننڍڙي پر اهم ڪاروائيءَ لاءِ منهنجي چونڊ هن پاڻ ڪئي هئي، جيڪا ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ عمل ۾ اچڻي هئي.

مان توکي هڪ ڳالهہ ٻڌائي رهيو آهيان تہ هڪ ڏينهن آءٌ مڪيءَ ۾ گهمي رهيو هوس تہ هڪ فقير مون کي دولت کي قتل ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي، جيڪو سانگهڙ جي پوليس اسٽيشن جو مکيہ پيرادو هو. هي ماڻهو اوسي پاسي واري علائقي جو مشهور پيرادو هو، جنهن کي سنجهوري جي پوليس گنڍن واري واردات ۾ حصو وٺندڙ ماڻهن جي پيرن کڻڻ لاءِ گهرائي ورتو هو. اسان کي خبر هئي تہ هي ماڻهو اسان مان گهڻن اهم ماڻهن جا پير سڃاڻندو آهي جن جو تعلق ڀراڙيءَ سان آهي. اسان وٽ اهڙيون گهڻيون ثابتيون بہ هيون. اها بہ پڪ هئي تہ هن واردات ۾ جنهن بہ ماڻهوءَ جي پيرن جو دولت پوليس کي ٻڌايو تہ ان کي ڪهڙيءَ حالت ۾ گرفتار ڪيو ويندو. مئجسٽريٽ بہ هن جي ڳالهہ تي ويساهہ ڪندو. هن تي پوليس جو اڳي ئي اعتبار آهي. ڇاڪاڻ تہ هن کان اڳ هڪ ڪاروائيءَ ۾ هن پيراديءَ گل خان نظاماڻيءَ جو پير ٻڌايو هو جيڪو سچ ثابت ٿيو هو. سانگهڙ جي ڀئي پاسي هڪ ننڍڙي ڪاروائيءَ ۾ بہ هن ڪن فقيرن جا پير ٻڌايا، جيڪي سچا ثابت ٿيا هئا. هاڻي پوليس هن ماڻهوءَ تي اکيون ٻوٽي اعتبار ڪندي هئي. هي ڏاڍو خطرناڪ ماڻهو ثابت ٿيو تنهن کي ختم ڪرڻ لازمي سمجهيو ويو هو.

اسان کي هن ڪاروائيءَ جي رٿابندي ڪرڻ ۾ بہ ڪا ويل ڪانہ لڳي. دولت

ٻروچ هو ۽ جکڙائو پرسان هڪ ڳوٺ جو ويٺل هو ۽ هفتي ۾ ٻه ڀيرا پنهنجي ڳوٺ ويندو هو، جنهن جي اسان کي خبر هئي. اسان وٽ هڪ چالاڪ ڇوڪرو هوندو هو جيڪو ڪجهه اڳ مون ڏانهن فقيرن جو نياپو کڻي آيو هو. ان ڇوڪري کي چيو ويو ته مکيءَ وچان لنگهندڙ دولت جي ان رستي جي چاڻ رکي جنهن سان هو پنهنجي ڳوٺ ويندو رهندو آهي. اهڙيءَ معلومات ملڻ کان پوءِ اسان ڪيس پوليس اسٽيشن ڏانهن هي پيغام ڏئي موڪليو ته دولت جو پٽ سخت بيمار آهي ۽ شايد مري وڃي، تنهن ڪري هو جلد ڳوٺ پهچي. ان ڇوڪري کي سمجهايو ويو هو ته دولت کي ٻڌائي ته هو شهر پرسان رڊون چاري رهيو هو جو جکڙائو کان ايندڙ ماڻهو کيس اهو نياپو ڏنو، جنهن پاڻ پوليس اسٽيشن ڏانهن اچڻ نه پئي چاهيو. مان ڳالهه اڳي به ٻڌائي آيو آهيان ته جکڙائو جي پرپاسي وارا ٻروچ ڍڳي چور آهن ۽ پوليس ٽائي ڏانهن اچڻ کان ايئن پيا ڇرڪندا آهن جيئن ڪانءُ ڪمان کان. ان کان پوءِ حسن ۽ مان دولت واري رستي سان مکيءَ جي اهم ماڳ جي چونڊ ڪري لڪي ويهي رهياسون. هن ڪاروائيءَ لاءِ اسان وٽ بندوقون هيون. دولت کي به پوليس پيرادو هئڻ ڪري هڪ بندوق هئي.

توکي خبر آهي ته جڏهن ڪو ماڻهو دشمن جي گهاڙ ۽ تکيءَ تاڙ ۾ بندوق هٿ ۾ ڪري لڪي ويهندو آهي ته سندس هنيانءُ ڪيڏو نه دهڪندو آهي. ان وقت مون وٽ اهڙا اکر ئي نه آهن جو مان ان ويل جي امنگن ۽ اڌمن جي ڳالهه ٻڌائي سگهان. منهنجي لاءِ هن قسم جي ڪاروائيءَ جو پهريون موقعو هو ۽ ان جو مون کي ته پل پل ياد آهي. اسان ٻئي ڇٽا رستي جي ساڄئي طرف ۽ هڪ ٻئي کان ڏهه قدم پري ٿي ويهي رهيا سون. انهيءَ لاءِ ته متان اسان هڪ ٻئي کي نه ڏکي وجهؤن. حسن جي ٺم واري جاءِ سانگهڙ واري طرف هئي. اسان ٻنهي اها صلاح ڪئي هئي ته اسان کيس ان وقت ڪجهه نه ڪنداسون جيستائين هو حسن واري جاءِ لنگهي ٿورو اڳتي وڌندو. ان وقت حسن اشارو ڪندو "شڪاري وڃاءِ" ان کان ٺٺڙ ٽپ پوءِ حسن دولت جي پٺيءَ ۽ مون کي سندس ڇاتيءَ جو نشان وٺي فائر ڪرڻو هو. ياڳين اهڙي ڳالهه ٿي وئي جو اسان جي شڪار کان اڳ ڪو وانگي به نه لنگهيو هو. اسان کي اميد هئي ته هو اهڙي خبر ٻڌڻ شرط پنهنجي پٽ ڏانهن واچ مينهن ڪندو ڳوٺ ڏانهن ويندو. مون کي هڪ ڦاڙهي ته ڪيترا ڀيرا ڇرڪائي ڇڏيو هو. مکيءَ ۾ ڇڏيل گور ڍڳا ڍور، وتيا ٿي هيڏانهن هوڏانهن وڙڪندا. مان سندن ڪڙڪو ٻڌي هڪ دم بندوق سڌي ڪرڻ ۾ لڳي ٿي ويس. مون کي الڪو ٿي پيو ته اسان جو شڪار کو هيو دڳ ڏئي نڪري ويو آهي ته

ڪٺت ناهي يا وري اسان جي موڪليل نياپي واري ڇوڪري ۾ ڪيس شڪ ٿي پيو هوندو. پر نيٺ مکيءَ جي رات وارن هميشه جي آوازن ۾ اگهاڙن پيرن جو دهڪو ٻڌڻ ۾ آيو، جيڪو سانگهڙ واري طرف کان اڳتي وڌي رهيو هو ۽ سڀ ڪجهه اسان جي رٿا بندي مطابق ٿيو. حسن جڏهن ”شڪاري وڃاءِ“ جا لفظ چيا ته هن تڪڙو هلڻ شروع ڪيو. ان کان پوءِ هڪ جاڙو ٺڪاءُ ٿيو، جيڪو منهنجي ۽ حسن جي بندوق مان هڪ وقت فائر ڪرڻ ڪري ٿيو هو. دولت ان وقت ئي وڃي زمين ورتي. ڪانئس ڪا رڙ به نڪري ڪانه سگهي. اسان کي بندوق جي ٻي نالي ڪتب آڻڻ جي ضرورت محسوس ڪانه ٿي. لاش کي اٿلائي ڏٺو سون ته ڪارتوسن جا ڇرا ڪيس بلڪل ان جاءِ تي لڳا هئا جنهن جو اسان نشان ورتو هو. اسان جي بندوقن ۾ وڏي گيج جا ڇرا هئا جيڪي سندس وچ جسم ۾ وڃي ڪتا هئا. پوءِ اسان وڻن جي ٽارين سان پنهنجا پيرا ڊاٽا ۽ هليا ويا سون. اسان رات جي هن ڪاروائيءَ جي سوڀ ڪري ڏاڍا خوش هئاسون. اسان کي ڏک اهو هو جو اسان سندس بندوق ڪٺي اچڻ وساري ڇڏي هئي پر هو ان رات اها ڪٺي ئي نه آيو هو.

اسان جا چاري ۽ جانچوسي اهي خبرون ڪٺي آيا هئا ته سانگهڙ کان وٺي شهداد پور ۽ اوري پري جي پوليس ۾ ڀڙتول مچي ويو آهي ۽ ڪاتي جا به وڏا عملدار دوري تي نڪري پيا آهن. انهن مان هڪ اسان جي ڪيل ڪاروائين جي جاچ پڙتال ۾ لڳي ويو آهي ۽ هو پنهنجي هن ڪم ۾ رات ڏينهن رڌل آهي. ٻيو ڪامورو انهن حرن جي فهرست جوڙي رهيو آهي جيڪي ٿاڻن تي مقرر ڏينهن حاضر ٿيندا هئا ۽ هاڻي نه ٿا اچن. اسان سندن اهڙين عام رواجي ڪاروائين کي ڏسي کلڻ لڳا هئاسين اسان جا ڪي اهڙا دوست به هئا جيڪي هفتي ۾ مقرر هڪ يا ٻه ڀيرا ٿاڻن تي حاضري ڏيندا هئا پر اسان سان به ڪاروائين ۾ گڏ هئا. انهن ڪان ڪوشش جي باوجود پوليس فقيرن بابت اطلاع حاصل ڪرڻ ۾ سوڀاري ٿي ڪانه سگهي هئي. انهن ڪاروائين ڪري ڪجهه خليفا ۽ حر جهليا به ويا هئا. اهو ڪهڙو قانون هو جو حڪومت انهن بي ڏوهي ماڻهن کي جهلي وڃي اندر ڪيو هو. اهو ته ڏٺو وائٺو ڏاڍ هو. مون واري سوٽ سچل کي به جهلي ويا هئا، جيڪو ماٺ ڪيو گهر ويٺو هو ۽ اسان سان ڪنهن به ڪاروائيءَ ۾ شريڪ نه هو. مون جڏهن هن بابت ڳالهائڻ شروع ڪيو ته بابو ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ چيائين ته هن کي پيرو وزير جي پٽ هٿڻ ڪري گرفتار ڪيو ويو آهي. هي ته جڻ ڄاڻو ئي اجايو آهي. پيرو پنهنجي مرشد جي سڏ تي سر تريءَ تي رکي لبيڪ چئي اچي پڙ تي پهتو هو

۽ اچي انگريز دشمن سان مهاڏو ڏنو هئائين. پير سائين ڪيس ٿوري اخلاقي تنبيهه ڪئي هئي ته هن موت ۾ ڪيس ڇڏي ڏنو آهي. هن حر جماعت ۾ ڇڻ ته هڪ قسم جو نفاق وجهي ڇڏيو آهي.حر جماعت جا ڪي اهم ماڻهو مون ڪي هن جي جاءِ تي مڪ چوندڻ ٿا گهرن. منهنجا ٻچا اها ڳالهه تنهنجي عزت جو پڻ ڪارڻ بڻبي.

پوليس انهن فقيرن کي گرفتار ڪري وٺي هئي جن هنن ٻنهي ڪارواين ۾ غازين جي مدد ڪئي هئي. پر انهن مان ڪو به اهم ماڻهو نه هو. اسان جا ڇانجوسي هي خبر ڪٺي آيا هئا ته پوليس ٿاڻن تي نوٽيس هنيا ويا آهن ته جيڪو ماڻهو گهربل حر مکن جو پتو ٻڌائيندو تنهن کي هڪ هزار رپيا انعام ڏنو ويندو، جن ۾ وريام، گل خان نظاماڻي، نورو وساڻ، امام بخش ۽ مٺو شامل هئا. هن ڳالهه تي ٺٺوليون شروع ٿي ويون ته حرن جي ڪن مکن کي سرڪار اهميت ٿي ڪانه ڏني آهي. ڪن حرن ته پاڻ ۾ ڏندين اگهاڙي به ڳالهايو. بابي مون کي چِنبڙ ڪڍندي چيو ته "تون ان اجائي ڪاپاري ۾ نه پؤ". هن وڌيڪ چيو ته ڪو به حر پئسي ڪاڻ ڪنهن فقير جي جوٽي ڪانه ڪٽندو. پر انهن مان ڪيترا نامرد ماڻهو آهن جن کي اسان جي جوءِ ۽ جوٽيءَ جو پتو آهي ۽ ان پئسي خاطر هر ڳالهه ڏسي ٻيهي رهندا. اهو نه رڳو اسان جو ڀلو آهي ۽ پير سائين جي لاءِ چڱائي انهيءَ ۾ آهي جيستائين اسان پير پختا نه ڪري سگهون. تيستائين سرڪار اهڙين ڳجهين ڳالهين کان بي خبر رهي ته حر جماعت جا اهم ماڻهو ڪٿي آهن ۽ ڇاڪري رهيا آهن. ان کان پوءِ جيڪڏهن اسان جي چر پر جي ڪين ڇاڻ ملي به وئي ته پوءِ اسان جو وار ونگو ڪري ڪانه سگهندي. سندن اهڙين ڳالهين مان پتو پوي ٿو ته هو اسان جي چر پر کان بي خبر آهن. ڇاڪاڻ ته سرڪار محبت ۽ منهنجي سر جي قيمت اجا مقرر ڪانه ڪئي آهي. اسان سندن اهڙي بي خبري کان گهڻا خوش آهيون. سو سائين رکيا! پاڻ کي اهڙي انڌي لالچ کان پري رکجانءِ. انهيءَ ڪري هن کان اڳ به جان نثار تباه ٿي ويا. مان سمجهان ٿو ته اها ساڳي ڳالهه هاڻي پڻ ورجائي ويندي ته ڪٿت ناهي".

ان کان پوءِ سرڪار ٻيو قدم اهو کنيو جو هن هٿيار بند پوليس جو مقدار گهڻو وڌائي ڇڏيو. اهڙي پوليس کي ٿاڻن، آئوٽ پوسٽ ۽ ڪن اهم ڳوٺن ۾ مقرر ڪيو ويو. ڇاڪاڻ ته واٽين حرن کان ڊڄي سرڪار کي حفاظت لاءِ ٻاڏايو هو. مٺوءَ خاصخيليءَ جي ٽولي شهداد پور کان اتر هڪ ڳوٺ خلاف شاندار ڪاروائي ڪئي هئي. ڳالهه هيئنءَ هئي ته هن ڳوٺ ۾ رهندڙ واڻيا ٻن ڌرين ۾ ورهايل هئا،

جن مان هڪ سرڪار جي طرف ۽ ٻي حر جماعت جي پاسي هئي. حر جماعت جي پاسي واري ڏر اچي فقيرن کي چيو تہ ڳوٺ تي حملو ڪري سرڪاري طرف وارن واٽين ۽ پوليس کي قتل ڪري سندن مڏيون ملڪيتون ڦري هليا وڃن. انهيءَ لاءِ تہ جيئن حر جماعت جا ساٿي هندو امن امان سان رهي سگهن. هي هڪ اهڙو مثال هو، جنهن مان ٻيا ڳوٺ پڻ سبق سکي وڃن ها. هن ڪاروائيءَ ۾ مون ڪوبہ حصو نہ ورتو. تنهن ڪري ان جو سربستو احوال ٻڌائي نہ ٿو سگهان. پر ٻڌل ڳالهہ هن ريت آهي تہ پوليس وارا هڪ واٽي جي هٽ آڏو نهيل دڪيءَ تي ڪچهري ڪري رهيا هئا ان مهل ڪوبہ پهري تي نہ هو. سامهون واريءَ گهٽيءَ ۾ بيهي مٿن فائر ڪرڻ ڏاڍو سولو هو. ان ڪاروائيءَ ۾ بہ پوليس وارا مارجي ويا ۽ بہ گهائجي پيا هئا. انهن سان گڏ ڪجهہ ڳوٺاڻا بہ زخمي ٿيا جن جي حفاظت حڪومت نہ ٿي ڪئي. ڦر لٽ ۾ مڏي ملڪيت گهٽي هٿ لڳي جنهن ۾ پوليس جون پنج بندوقون بہ شاٺ گنون ۽ گهڻو بارود شامل هو.

ان وقت يا ان کان مهينو کن پوءِ تائين مون ننڍين ڪاروائين ۾ حصو ورتو هو، جن جو بيان ايڏو ضروري نہ آهي. حقيقت اها آهي تہ مون کان اهڙيون ڳالهيون وسري ويون آهن. اسان اهڙا حملا انهن گهرن تي ڪندا هئاسون جتي هٿيار بارود هوندو هو يا حر جماعت جا دشمن هوندا هئا. ڪن ڳوٺن تي ڦرلٽ جي مقصد سان بہ ڌاڙا هڻندا هئاسون. ڪوبہ ماڻهو اسان جي آڏو نہ ايندو هو. اسان دهشت ۽ ڌهڪاءُ قائم ڪرڻ لاءِ ڪيترا بي گناهہ ماڻهو بہ ماريا هئا. جيڪڏهن مون کي اهو پتو هجي ها تہ مون کي ايڏا وڏا ڪم ڪرڻا آهن جن کي ماڻهو ساراهيندا ۽ ڳائيندا ۽ اڳتي ايندڙ حرن لاءِ اتساهہ جو ڪم ڏيندا تہ مان جيڪر ننڍين ننڍين ڪاروائين جي ڪاپاري ۾ نہ پوان ها.

مان توکي اڳي بہ ٻڌائي آيو آهيان تہ خيرپور ميرس جو پوليس ناظم حر جماعت جو سڀ کان وڏيڪ دشمن هو. هو پوليس جي وڏي اٺالي سان خيرپور رياست جي حد ۾ گهمندو وتندو هو ۽ جتي بہ ڪيس حر نظر ايندو هو تہ بنا ڪنهن سبب جي ان کي گرفتار ڪري وٺندو هو. سندس ڏوهہ فقط اهو هوندو هو تہ هو پير سائينءَ جو مريد هوندو هو. اسان جا جاسوس بہ سندس منزل جي چوڌاري پيا ڦرندا هئا ۽ ٻڌل ۽ ڏٺل خبرون پيا اسان ڏانهن موڪليندا هئا ۽ ناظم معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪي ڏاڍ ۽ ظلم ڪندو هو تنهن جو احوال موڪليندا رهندا هئا. اهڙيون ڳالهيون ٻڌي جهونڙو وريام فقير بہ هن خيال جو ٿي ويو

هو تہ هن ناظم کي جلد ختم ڪيو وڃي نہ تہ خيرپور رياست جي حر

جماعت نهوڙجي ناس ٿي ويندي.

ان وقت اها ڳالهه ٿي هئي جو خيرپور جو ناظم بکار جي هڪ سميجي سردار جو وير وهائي چڪو هو جيڪو ناري واري علائقي ۾ آباد هو. هن سميجي کي سندس ملڪيت ۽ عزت آبروءَ ڪري هر ڪو نواب ڪري سڏيندو هو. قصو هن ريت آهي ته اهو نواب خيرپور رياست جي حدن مان هڪ ڇوڪري ڪٽي آيو هو. ڇوڪريءَ جي مڙس اچي خيرپور رياست جي پوليس کي فرياد ڏني، جنهن جي نتيجي ۾ نواب جا ڪيترائي ماڻهو پوليس جهلي وئي. ڪيس چٽاءُ ڏنو ويو هو ته هن خلاف وارنٽ به جاري ٿيڻ وارا آهن. جڏهن اهڙن پڌن ڪمن ۾ وڏن ماڻهن جا هٿ ٻڌل هوندا آهن ته معاملو ٻنهي ڌرين جي ٺاهه سان پڄاڻيءَ کي پهچندو آهي. تنهن ڪري نواب چا ڪيو جو بکار جو هڪ سيد وٺي ناظم وٽ لنگهي ويو ته سميجي نواب جو بچاءُ ڪري. ناظم پاڻ به سيد هو. ناظم چا ڪيو جو نواب کي گهروڙي پوندبو ڏناڻين ۽ گاريون گند به ڏاڍيون ڏناڻين ۽ ڪيس چيائين ته ڇوڪري پيدا ڪر، نه ته ڌرتي ٽامو ڪري ڇڏيندوسانءِ. ان وقت نواب سميجي ڇوڪري ڪٽي لڪائي ڇڏي هئي. چوندا آهن ته ڦٽ ڇٽي ويندا آهن پر ويڻ ڪونه وسرندا آهن. هو بي عزتيءَ جي وهه جو ڍڪ پي ته ويو هو پر وساريو نه هئائين. جڏهن پير سائين غازين جي پرتيءَ جو حڪم ڏنو هو ته هن سميجي سردار پنهنجي شڪارين کي پرتي ٿيڻ جو حڪم ڪيو جيڪي اڳي ئي بندوقن هلائڻ جا ڪويسر (ماهر) هئا. انهن جو مک ٽولو نظاماڻي هو جنهن کي پوءِ رستم جو لقب ڏنو ويو هو.

مان ٽوڪي هيءَ ڳالهه به سمجهائيندو هلان ته سميجا پير سائينءَ جا جان نثار مريد هئا ۽ سندس نندا پاڪ، سميجا گهراڻي سان تعلق رکندا هئا. ان ڪان سواءِ مرشد جي مک خليفي سان هن گهراڻي جا دوستاڻا تعلقات هئا جنهن جو واسطو خيرپور رياست جي جبي واري جوءِ سان هو. خيرپور رياست جو ناظم پڻ هن جا چوندبڌ ماڻهو گرفتار ڪندو رهندو هو، تنهن ڪري هن جي مارڻ ۾ گهڻن ماڻهن جو هٿ هو.

هن اهم ڪم ۾ سميجي نواب نمايان ڪردار ادا ڪيو هو. تن ڏينهن محبت اتر ۾ هو. وريام فقير کي صلاحڪارن ۽ مشيرن جي ضرورت هوندي هئي. سميجن پنهنجا پنجاهه هاري بندوقن سميت موڪليا هئا. جبي واري سندن دوست اسان جي پٽ مان راڄڙن کي سڏائي ورتو هو. حسن کي به پنهنجي سنگت کي ڪوٺي اچڻ لاءِ چيو ويو هو. وريام به پنهنجي خدمتگارن جو جٿو موڪلي ڏنو هو.

هن محاذ جي ڪمانڊ نوري وسڻ جي سپرد ڪئي وئي هئي. غازين جي مختلف ٽولين جا اڳواڻ سندس ماتحت هئا. مٿو ۽ امام بخش ڏکڻ هلي ويا هئا. محبت ڪن غازين کي نوابشاهه ۽ ميرپورخاص ريلوي پٽڙيءَ کي اکوڙي ناس ڪرڻ جا حڪم ڏئي چڙهيا هئا. ساڳيءَ ريت هن اتر سنڌ واري ريلوي پٽڙيءَ کي اکوڙي تباهه ڪرڻ جا پڻ حڪم ڪيا هئا. پر طئه ٿيل رٿابنديءَ موجب ڪم ڪري نه سگهيا هئا ۽ فقط ٽڪيٽ آفيسرن کي ڦريو ۽ اسٽيشن جي پورٽرن کي ماريو ڪٽيو هئائون. حقيقت اها هئي ته سيني حرن جون اکيون اسان جي ڪاروائيءَ ۾ کتل هيون.

ناظم جي قتل واري ڪاروائيءَ ۾ حصي وٺندڙ حر اڳواڻن کي ناري جي هن پاسي ساڌوري (Sadhori) نالي ماڳ وٽ صلاح مشوري لاءِ گهرايو ويو هو. حسن موٽي اڇي اسان کي ٻڌايو ته فيصلو ڪيو ويو آهي ته جڏهن اسان جا جاسوس ٻڌائيندا ته ناظم اڳتي وڌي اڇي ڪينواريءَ ۾ منزل ڪئي آهي ته مٿس حملو ڪيو ويندو. اهو ماڳ منڊ جمڙائوءَ کان ٻزن ڪن ميل پري آهي ۽ دڳ تي آهي. ان وقت سميجا وڏيرا ميرپورخاص نڪري ويا هئا ته متان شڪ ڪيو وڃي. ناري جي اوڀر پاسي وارا ماڻهو اڱڻيءَ شام جو نارو اُڪري جڪڙائو پرسان اسان سان اچي ملڻا هئا.

مان امان جن کان موڪلائڻ گهر هليو ويس. بابو نه آيو هو ۽ چيو هئائين ته "منهنجي پاران به موڪلايون اچجانءِ". واقعي ڪان هڪ يا به راتيون اڳ اسان پيش قدمي شروع ڪئي هئي. اهي به خبرون پهچي رهيون هيون ته ناظم سان هٿيار بند پوليس جو وڏو تعداد گڏ آهي. اسان مان ڪنهن کي به پڪ ڪانه هئي ته جيئرا موٽون الائي مري وڃون. ان وقت منهنجي موت تي اک ٿي ڪانه ٿي ٻڌي. دل ۾ چيم پئي ته مرڻو ته هڪ ڏينهن آهي ته ڇو نه مڙس ٿي ميدان ۾ مرجي. مان ۽ منهنجا ساٿي اچي پتڻ تي گڏيا هئاسون. ان ويل سج لهي رهيو هو ۽ سمجهيوسون پئي ته ان مهل جڪڙائو ٺاڻي واري پوليس پنهنجي ڪوارٽرن ۾ اطمينان سان ماني کائي رهي هوندي جيڪو هتان کان ٻه ٽي ميل پري هو. ٻيڙيءَ جي ڀرين پور ۾ وريام فقير، بابو، گل خان نظاماڻي، لوٽو نظاماڻي ۽ ٻيا مک آيا هئا. هنن پهچڻ سان اچي اسان جي ٽوليءَ جي اڳواڻ حسن کي انگهن تي ڪنيو ته، "تون پنهنجي ٽوليءَ جي غازين کي ضابطو نه ٿو رکين. هو ايڏو لڙ ڪري رهيا آهن جو جڪڙائو ٺاڻين ٻڌبو هوندو". ٻيڙي غازين کي پار پهچائڻ ۾ ڇهه پور ڪيا ۽ سو کان مٿي ماڻهو هن پر پهتا هئا. هنن پاڻ سان گهوڙا به آندا هئا جن تي چڙهي

وڏن حرن کي ڪمانڊ ڪرڻي هئي. ان کان پوءِ اسان انسپيڪشن پاٽ ڏئي اڳتي وڌڻ لڳاسون. ڪنهن به پنهنجن پيرن ڏاهڻ جو خيال نه ڪيو. بابي چيو ته پير سائين جي دعا سان انگريز ڊر سان اها ته ڦهري ڪاروائي ڪندا سون جو اوسي پاسي وارا پوليس وارا ۽ پاڳي (پيرادو) پنهنجي بچاءَ جي ڳڻتين ۾ هوندا ۽ ڪين اسان جي معاملن ۾ هٿ وجهڻ جي هنياري ئي ڪانه ٿيندي. پر پوءِ اسان سچيتائي ڪري منڊ جمڙائو پهچڻ کان اڳ ٽيليفون جون تارون ڪپي ڇڏيون ۽ ٿوري ٿوري پنڌ تار کي ڪپيندا ٿي وياسون. رستي سان اسان کي واه جا بيلدار ۽ ڪي مهاڻا مليا. اسان ڪين ڪجهه به نه چيو فقط ايترو چيوسون ته پنهنجي ڪم سان ڪم رکو. انهن ماڻهن جي گهٽائي اسان جي هڏڏوڪي هئي. باقي ٻيا ته اسان کي ڏسي ڏهڪائجي ويا هئا ۽ چيائون ته ڪنهن سان اهڙي ٻاڦ ٻاهر نه ڪڍندا. اجا اونداهي هئي. اڳواڻ انسپيڪشن پاٽ کان هيٺ لهي اولهه پاسي جهنگ وچان هلڻ جو حڪم ڪيو. ٿوري مفاصلي ڪرڻ کان پوءِ اسان کي ويهڻ لاءِ چيو ويو. اڳواڻ پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪرڻ لڳي ويا ۽ اسان حملي جي تيار ڪيل نقشي مطابق ويهي رهياسون فيصلو ڪيو ويو ته گل خان نظاماڻي ۽ لوٽو نظاماڻي غازين جي ساڄي پاسي جي ڪمانڊ ڪندا. وريام ۽ بابو وچ واري حصي تي مقرر ڪيا ويا هئا. جڏهن ته اسان جي ٽوليءَ واري اڳواڻ حسن کي کاٻي پاسي وارن غازين جي ڪمانڊ حوالي ڪئي وئي هئي. خدا نه ٿو ڀلائي ته اسان وٽ ٽيهارو يا وڌ ۾ وڌ چاليهارو کن بندوقون هيون. جيڪي اسان کي سميجن وڏيرن ڏنيون هيون. انهن مان به يا ٽي سگهي ٿو ٽي رائفلون به هيون.

اسان جي طئي ٿيل رٿابندي اها هئي ته اسان ٻيج جي چنڊ Crescent جي شڪل ۾ سڌير ٿاهي بندوقون هٿن ۾ جهلي حملو ڪريون. مٿير قسم جي غازين کي مرڪزي حصي ۾ رکيو ويو هو جن کي ڪهاڙيون هٿن ۾ هيون. اهو طئي ڪيو ويو ته ناظم جي ويجهي ٿيڻ کان پوءِ جيڪو به غازي هن مٿان بندوق جو فائر ڪندو ته مٿس بندوق جو فائر ڪري ڪيس قتل ڪيو ويندو. سوچيو اهو ويو ته هن دشمن کي ڪهاڙين سان وڌي ڳترا ڳترا ڪيو وڃي. جنهن حر مٿس ڪهاڙين جا وار ڪيا تنهن کي فقيرن ۾ وڏو مان ۽ مرتبو ڏنو ويندو، جنهن جهڙو اڳي ڪنهن کي به نه مليو آهي. اسان کي چيو ويو ته توهان به ٽي ڪلاڪ آرام ڪريو، حملي جو وقت اجا پيو آهي، پر منهنجو ته ڪاٿڻ پيٽ حرام ٿي چڪو هو. حسن مون کي چيو ته تون ڪهاڙي ڪٽي وڃي مرڪزي حصي واري ڪهاڙي بردار غازين سان ويهه. تنهن ڪري آءُ وڃي پنهنجي دوست عيسيٰ سان گڏجي ويٺس.

اسان ڪھاڙي بردار غازين مان ھر ڪنھن کي اھا اميد ھئي تہ اھو دشمن فقط سندس ٿھري ڪھاڙيءَ جو ڪاچ ٿي ويندو. مون بابي سان بہ ٿي لفظ ڳالھائي ورتا. نظر ائين پئي آيو تہ ڄڻ سندس اکين ۾ ڪاريھر وينا ھئا ۽ ڏاڍو مطمئن پئي لڳو. ھن مون کان گھر جا احوال ورتا ڇاڪاڻ تہ کيس پڪ ھئي تہ بہ ٽي ھفتا گھر ھلي نہ سگھنداسون. ان دوران مون ڪانئس ناظم تي ڪيل ھن حملي بابت پڇيو. جنھن جي جواب ۾ چيائين تہ، ”سوپ اسان جي ٽيندي پر ھي معاملو اڳين واري ڪارروائين کان گھڻو مختلف آھي. اوير ناري کان جيڪي بہ ماڻھو آيا آھن، سي بس ڪن ڳڻ آھن ۽ کين بندوقن تي ناز آھي پر انھن مان ھڪ لوٿو نظاماڻي ڪونڌ جوان آھي. ھو بھترين توبچي آھي پر اڄ ڪھاڙي ڪٽڻ جو قسم ڪنيو اٿائين. ٻي اھم ڳالھہ اھا آھي تہ ضابطو ڪرڻ مشڪل آھي. سيني جو رت ٻڙھڪي رھيو آھي. اھي اڻ تجربيڪار وڏي ھام ھٽي رھيا آھن تہ ھو جبل ڏاري وجھندا ۽ دشمن ڏر ماٺ ڪيون اسان کي ويٺي ڏسندي. مون کي الڪو آھي تہ جڏھن گوليون ھلڻ لڳنديون تہ ھنن مان اڌ ماڻھن جا تہ مٿائي ڦري ويندا. جڏھن مٿو ڦريو تہ دل بہ ٻڏڻ لڳندي. ان کان پوءِ اسان جھڙا جھونا جوڳي وچي منھن مٿو ڪندا جيڪي نانگ ڦنايون وينا آھن. نندا اسان جي ڪڍ اچن، سا ڳالھہ بہ مشڪل آھي ۽ مون ڏانھن ڏسي پڻ ڪلي ويٺو.

نيٺ اوير پاسي کان رات پلؤ ڪنيو. چوڌاري ۽ مٿان وارو جھنگ بہ ڏسڻ ۾ آيو. اسان باک ڦٽيءَ کان اڳ واري رات جي پھر ۾ سيءَ کان چادرون ويڙھيون ھيون ڇاڪاڻ تہ ڪنھن بہ ماڻھوءَ اھو نہ پئي چاھيو تہ ڪير کيس ڏڪندو ڏسي وٺي. ھاڪ بہ پنجي چڪي ھئي. صبح جي ٽڏڙي ھير مان سمجھي رھيو ھوس تہ صبح ٿي ويو آھي. مان پنھنجي اڳواڻ بابي ۽ ٻين مک حرن سان اڳتي وڌڻ جي اجازت گھري تہ جيئن دشمن جي کوج ڪرڻ لاءِ ڪانئن ڪي ڳالھيون پڇي وٺان، ڇاڪاڻ تہ مون کي ھڪ جاءِ تي ويھڻ نہ ٿي آيو. اسان سچيتائي سان اڳتي وڌندا وچي جھنگ جي وٽ سان پھتاسون، جيڪو اتر ڏانھن ھوريان ھوريان ڇڊو ٿيندو ٿي ويو. وچ تي ھڪ سؤ گزن جو کليو ميدان ۽ ٻئي پاسي سامھون انسپيڪشن بنگلو ڏسڻ ۾ اچي رھيو ھو، جتي اسان جو شڪار منزل ڪيون ويٺو ھو. اسان جلد ئي ڏسي ورتو تہ بنگلي جي ڇت تي ھڪ سنتري پھرو ڏئي رھيو ھو. ھڪ ٻئي ماڻھوءَ گھڙي رکي چڪر ٿي ڏنا. چٽي صبح جي روشنيءَ ۾ ڏسڻ ۾ آيو تہ وراندي ۾ بسترا موجود آھن جن ۾ ضرور ڪي پوليس وارا سمھيل ھوندا. ڪي ٻيا پوليس وارا ٻاھرين ڪوارٽرن ۾ ننڊ ۾ ھوندا. اولھہ پاسي واري ڪمانڊ حسن جي

حوالي هئي جتي ڪجهہ جهنگ هو. ان ڪري ڪين هن پاسي کان فائر ڪرڻ جي سهوليت هئي، پر ان پاسي کان بہ جهنگ ۽ بنگلي جي وچ تي هڪ کليو ميدان هو. ساري صورتحال جو اندازو ڪري مک موٽي هليا ويا ۽ جهنگل واري پاسي کان ڪن جاسوسن کي ويهڻ جو حڪم ڪيو هيائون. ان کان پوءِ هن حملي جي ساري نقشي کي تبديل ڪيو ۽ اسان واريءَ قطار ۾ بہ ڦيرڦار ڪئي هئي. توکي اهو ضرور معلوم هوندو تہ پير سائين پنهنجي زمين تي فوجي سکيا دوران غازين کي دشمن تي حملي ڪرڻ جي خاص تربيت ڏني هئي ۽ نقشي ۾ ڦير گهير بہ اهڙي فوجي سکيا کي نظر ۾ رکي ڪئي وئي هئي. پاسن تي بيٺل بندوقن وارن غازين کي سوڙهو ٿيندي اڳتي وڌڻو هو. پوليس جڏهن گولين جي موٽ ۾ گوليون هلائڻ شروع ڪندي تہ کهاڙين وارا غازي وچ تي حملو ڪندا.

اسان تيار ٿيا ويٺا هئاسون ۽ صبح جي ڪني ڀڻ مٿان نڪري نروار ٿيڻ جي اوسيڙي ۾ ويٺا هئاسون جيڪي ناري جي هن ير هيون ۽ ان وقت وريام حملي جو حڪم ڏيڻ وارو هو. ان مهل اسان کي جاسوسن اچي ٻڌايو تہ پوليس ۾ چر پر پئجي وئي آهي. انهن مان ڪي ہ تي چڙهيا جهنگ ڏانهن بہ وڌي رهيا آهن پر ڪين هٿن ۾ پاڻيءَ جا دٻا هئا ۽ پنهنجي منهن جهنگ جي خيال سان اچي رهيا هئا. جڏهن جاسوسن اطلاع ڏنو تہ ان وقت مان وريام فقير جي ڀرسان بيٺو هوس. بابو بہ سندس ويجهو ويٺو هو. جاسوسن ڪانئس پڇيو تہ اسان کي هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ انهن کي ڪجهہ نہ چيو وڃي يا ڪين جهليو وڃي. نہ تہ هو تہ اسان کي ڏسي وٺندا.

تنهن تي وريام چيو تہ انهن کي قتل ڪيو وڃي. بعد ۾ بابي ڏانهن منهن ڪري چيائين تہ اهو صحيح آهي يا نہ واليڏنا؟

بابي کيس ورائيو تہ جيڪڏهن تون مون کان صلاح ٿو پڇين تہ فقير مان ائين ڪرڻ جي خلاف آهيان. هن مان سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ تقدير اسان جي فائدي ۾ ڪم ڪري رهي آهي. خيرپور رياست جي پوليس جو اڌ تہ جهڙو ڏٺہ ٻڪريون. جيڪڏهن تون مون کي اجازت ڏيندين تہ مان وڃي هنن سان ڳالهائيندس. اهي پوليس وارا موٽي وڃي ٻين کي مون واري ڳالهہ ٻڌائيندا ۽ اسان جي بندوق هلائڻ کان ڀهريائين سارو ميدان صاف ٿي ويندو. جيڪڏهن اها ڳالهہ توکي قبول آهي تہ پوءِ هر پاسي کان بيٺل ڏهن توبچين کي جلديءَ ۾ اچڻ جو اشارو ڏي تہ اهي خاموشيءَ سان هيڏانهن هليا اچن.

وريام فقير غازين کي اهڙو حڪم ڏنو. بابي مون کي ٻين کهاڙي بردار

غازين کي سائس هلڻ جو اشارو ڪيو. اسان سڀ جاسوسن جي پٺيان لڳي پياسون. ڏنوسون تہ ٽي پوليس وارا هڪ ہوڙي جي چوڌاري اوڪڙو ويٺا هئا. اسان هوريان هوريان وڃي سندن پٺيان بيهي رهياسون جو ڪين ڪو پتو نہ پيو ۽ بنگلي واري پاسي کان بہ اسان کي ڪير بہ ڏسي نہ ٿي سگهيو. ان کان پوءِ بابي سائس نهايت نرميءَ سان ڳالهائڻ شروع ڪيو: ”ڏسو پٽ! اوهان ماٺ ڪيو ويٺا هجو. چرو پرو اصلي نہ. هيڏانهن ڏسو تہ مان اوهان کي ڇا چئي رهيو آهيان؟ فقير ناظم کي قتل ڪرڻ آيا آهن، جن جو تعداد پنج سؤ ٿيندو جن مان اڌ غازين وٽ بندوقون بہ آهن ۽ اهي هٿ جا بہ سڌا آهن. ٿوري وقت کان پوءِ انهن سيني کي ڏسي وٺندؤ. نہ ... نہ چرو پرو اصلي نہ. توهان جي چوڌاري هٿياربند ماڻهو بيٺا آهن. اهي منهنجي اک جي اشاري سان توهان کي ہوٽيون ہوٽيون ڪري ڇڏيندا.“ بابي پوءِ اسان کي ڪھاڙين سميت اتي بيهڻ لاءِ چيو.مان هڪ پوليس واري جي بلڪل پرسان بيٺو هوس. جڏهن منهنجي هن جي منهن تي نظر پئي تہ ڪل روڪي نہ سگهيس جيڪو سائو جهڙو پنير ٿي پيو هو. سندس هيٺين ڄاڙي لڙڪي پئي هئي ۽ خوف وچان سندس اکيون ٻاهر نڪري آيون هيون. سندس پيٽ بہ وڄڻ شروع ڪيو هو. مون پٽڪي جو پلاند ڪٽي وات ۾ ڪيو. ٻين بہ کل روڪڻ لاءِ وات تي هٿ ڏئي ڇڏيا هئا. هو موت جي خوف کان ڏهڪائجي ويا هئا. بابي اهڙي ڳالهہ کي محسوس نہ ڪرڻ ڏنو ۽ پنهنجي ڳالهہ کي جاري رکندي چيائين تہ، ”اوهان هن کي يوڳ چرچو نہ سمجهو. توهان پاڻ پنهنجي اکين سان ڏسو. هنن غازين ظالم ناظم کي اڄ ئي قتل ڪرڻ جو قسم کنيو آهي جيڪو ماڻهو سندس پاسو وٺندو سو بہ پاڻ کي مئل سمجهي.“

ان وقت وريام بہ ڏسڻ ۾ آيو جيڪو ويهن توبچين کي وٺي اڳتي وڌي رهيو هو جيڪو حملي ڪرڻ لاءِ ڄڻ اتاولو ويٺو هو. بابو پوليس وارن کي ڄڻ چئي رهيو هو تہ، ”اسان بنگلي کي پنهنجي گهيري ۾ وٺي ڇڏيو آهي، پر جيڪي بہ اوهان مان ڀڄڻ چاهين ٿا اتر طرف کان ڀڄي وڃن، پر توهان جي ناظم کي ڪيڏانهن وڃڻ نہ ڏينداسون. هن لاءِ اڄوڪو ڏينهن آخري صبح هوندو. اسان جو اوهان سان ڪو بہ جهيڙو جهڳڙو نہ آهي. جيڪڏهن اوهان پاڻ مرڻ چاهيندؤ تہ بسم الله. پيٽان ويهي قرار ڪري وڃي پنهنجي پٽي ياٽي پوليس وارن کي ساري ڳالهہ ٻڌاءِ ۽ پنهنجي ناظم کي بہ وڃي اطلاع ڪر. جيڪڏهن هو چاهي تہ وزير ڏانهن بہ تار موڪلي سگهي ٿو. ان جو اسان تي ڪوبہ اثر نہ پوندو. ڪيس هاڻي ڪير بہ بچائي نہ سگهندو. اسان سندس ملاقات لاءِ جلد اچي رهيا آهيون. بهتر

اهو آهي تہ اوهان بنا ڪنهن دير جي وڃي ڪيس اطلاع ڪريو. جلد ڪريو جيڪڏهن اوهان اسان کي پيهر ڏسڻ نہ ٿا چاهيو تہ هيءَ جوءِ ڇڏي هليا وڃو پر اسان توهان جي ناظم کي تہ ضرور ڏسنداسون."

ان کان پوءِ بابي اسان کي پنهنجي پويان اچڻ جو اشارو ڪيو ۽ اسان سندس ڪڍ جهنگ ۾ گم ٿي وياسون ۽ وڃي پنهنجي اصلي جاين تي ويٺاسون. بابو اڳتي وڃي وريام فقير سان صلاح مشورو ڪرڻ لڳو. جنهن بابي کي چيو تہ واه واه واليڏنا تو تہ ڪمال ڪري ڏيکاريو. اها ڳالهہ خود محبت نہ ڪري سگهي ها. توکي مبارڪون هجن. سندن اهي ڳالهيون ٻڌي لوٹوءَ ڪاوڙجي چيو تہ اوهان ايئن ڪري اوچتي حملي وارو سونهري موقعو وڃائي ڇڏيو. اهڙي اوچتي حملي ۾ اڌ پوليس وارا تہ بسترن ۾ سمهيل ئي مارجي وڃن ها. تون ايئن ڪري واليڏنا! حر جماعت سان چڻ ويساه گهاتي ڪئي آهي. تنهن تي بابي کيس وراڻيو تہ، "تون ڪير ٿيندو آهين مون جهڙي تجربيڪار فقير کي هدايتن ڏيڻ وارو. مان سمجهان ٿو لوٹو، تہ تون هڪ بهادر ماڻهو آهين. تون پنهنجي بهادري جي ثابتي ضرور هائي ڏيندين. جنگ ۾ کهاڙي واري سگهہ کان عقل جو استعمال ڪرڻ وڌيڪ صحيح هوندو آهي. جهنگلي جانورن مٿان جڏهن گهٽا دشمن حملو ڪندا آهن تہ ٻچڻو هوندي بہ پنهنجي زندگي بچائڻ واسطي ڇريو ٿي وڙهندو آهي. پر جيڪڏهن اهڙي جانور کي پهريائين پتو پئجي وڃي تہ سندس دشمن اجهو اچڻ وارا آهن، تہ هو پنهنجي بهادري نہ ڏيکاريندو پر پنهنجن پيرن تي زور رکندو. تون چوين ٿو تہ اسان اوچتو حملو ڪري اڌ پوليس وارن کي ننڊ ۾ ننڊ ڏئي ڇڏيون ها. پر منهنجو انهيءَ ڳالهہ ۾ ڪو ويساهہ نہ آهي. پهري تي بيٺل سنتري خبردار بيٺا آهن ۽ هٿيار سٿل پوليس وارن جي ڪڇ ۾ رکيل آهن. مون مٿن اهڙو تہ ڊپ ويهاريو آهي جو هنن مان سراسر اڌ پڇي هليا ويندا. وڙهڻ وارا ماڻهو هميشہ ٿورا هوندا آهن. پوليس سان مقابلي لاءِ تون ۽ اسان سڀ هلي هتي پهتا آهيون. پر اسان کي مرشد لاءِ هڪ مڪمل سوڀ ماڻڻي آهي." تنهن تي لوٹوءَ کيس وراڻيو تہ، "توکي جنگ جي ڄاڻ تي فخر آهي. سائين منهنجا! ان لاءِ منهنجو هي جواب آهي تہ رڍ جي ڪمانڊ هيٺ وڙهندڙ چيتن جي فوج چيتي جي ڪمانڊ هيٺ وڙهندڙ رڍن جي لشڪر کان هميشہ هار کاڌي آهي." لوٹوءَ جي اها اُچل وريام فقير ڏانهن هئي. باقي منهنجي پيءُ جي بهادري تہ ساريءَ حر جماعت ۾ مشهور هئي. پر هن اها پاڻ ڏانهن سمجهي ۽ ڪاوڙ ۾ لوٹوءَ جي ڳٽڙ مان جهلڻ وارو هو جو وچ ۾ اچي وريام پيو ۽ جهيڙو ٽاري ڇڏيائين. ان ئي وقت جاسوس اچي رپورٽ ڏني تہ پوليس ۾ گهٽي چرپر

پئجي وئي آهي. اها ڳالهہ ٻڌي بابو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين اڇو تہ، "هاڻي پير سائينءَ کي سنيالي حملو ڪريون." تنهن تي جهونڙي وريام چيو، "هاڻو هيءُ صحيح وقت آهي" ۽ پوءِ سيٽيءَ جو آواز هواءِ ۾ ٻرڻ لڳو.

ان جي موٽ ۾ ٻنهي پاسن کان غازين جون بندوقون ٺانڊا اوڳارڻ لڳيون. انهن جي جواب ۾ بنگلي کان بندوق جو هڪ فائر ٿيو. غازين واري سڦير جهنگ جي وٺ ڏانهن وڌڻ لڳي. اسان ڏسي رهيا هئاسون تہ پوليس وارا گولين جي پٽن ۽ بندوقن لاءِ هيڏي هوڏي ڊوڙي رهيا هئا ۽ سندس عملدارن جي حڪمن جو آواز بہ ٻڌجي رهيو هو. ڪاهي طرف منهنجي ساٿي غازين جي بندوق مان نڪرندڙ دونهون لئي جي وٽن سان ٽڪرائبو اتي وڃي رهيو هو. ٿوري وقت کان پوءِ ٿورا پوليس وارا بنگلي واري طرف کان نڪري نروار ٿيا ۽ هيٺ ميدان تي سمهي گولين جي ڏي وٺ ڪرڻ لڳا. اسان زور سان نعرو هنيو "پيج پاڳارا"، "ناظم لاءِ موت". ان وقت ناظم پاڻ بنگلي جي ڇت تي ظاهر ٿي بيٺو. اسان نعرا ايترا تہ زور سان هنيا هئا جو جهنم ۾ رهندڙ شيطان بہ پڇي نہ سگهن ها. اسان غازي مرڪز ۾ بيٺا هئاسون. اسان جي جڏهن ناظم تي نظر پئي تہ ڪهاڙيون اپيون ڪري وهي پياسون. اسان جي اڳيان لوٺو نظاماڻي هو.

هن وقت تائين اسان ڏانهنِ سڌيون گوليون نہ هلايون ويون هيون. پر جڏهن اسان ناظم تي ڪڙدي ڪئي تہ مون کي خدا جو قسم آهي تہ پوليس جون گوليون اسان جي ڪنن وٽان زوزاٽ ڪنديون گذرڻ لڳيون جڻ ماکيءَ جي مکين جا يونياٽ هئا. منهنجي پرسان وڏي هلندڙ غازين کي گهائي رهيون هيون ۽ هو رڙ ڪندا هيٺ ڪرندا ٿي رهيا. مون گولين جو وسڪار ڏسي پنهنجي رفتار گهٽائي ڇڏي. پر ڏٺم تہ لوٺو اڳتي وڌي رهيو هو. ڪيس گولين جي وڏڙي جي ڪا پرواهہ ٿي ڪانہ هئي. مان سندس ڪڍ لڳي پيس. اسان کي هڪ گولي بہ ڪانہ لڳي ۽ مان ان لاءِ تہ ڪجهہ بہ چئي نہ ٿو سگهان. پر پوءِ مون کي حسن ٻڌايو تہ غازي بنگلي تي فائر ڪري رهيا هئا، جو اسان ڪهاڙين وارا وڃي بنگلي اندر ڪڙڪياسون. مان پنهنجي ڪهاڙي وڃي هڪ پوليس واري کي ٻڙهڪائي ۽ هو بندوق آڏو جهلي ڏک گسائي ويو. هڪ پوليس واري منهنجي منهن پرسان فائر ڪيو پر گسي ويو ۽ مون ڪيس ڪيرائي وڌو. پر مون کي جهٽڪي وائڙو ڪري وڌو ۽ وراڻدي ڏانهن ٽپ ڏيڻ وقت غلطي ٿي وئي هئي. هڪ ٽئين پوليس واري منهنجي مٿان اوچتي جلهہ ڪئي ۽ مان سندن بسترن ۽ ٻئي سامان ۾ لڪي ويس. سندس رائفل جي بئنيٽ اچي ويڙهيل ڪمبلن ۾ ڪتي. اسان گندگار ۾ چتا لڳا

پيا هئاسون جو مون لوٽوءَ جي گجگوڙ ٻڌي.

"ڀنتي هتي وچ شڪاري"

مون بنگلي جي ڪنڊ واري جاءِ کان اک ڇنڀ ۾ دري هيٺان گسائي ڪسڪي نڪري ويس جتي پوليس وارا ڪابي پاسي وارن غازين تي فائر ڪري رهيا هئا. ان ڪري اسان هڪ پوليس پارٽيءَ جي فائرن جي زد ۾ اچي وياسون جن بنگلي جي ڀنيان بيهي پنجاهه قدمن تان اسان تي گولين جا گهوگهٽ لائي ڏنا هئا. سندن گوليون سڌو وڃي پٽ ۾ لڳي رهيون جن جي دهڪن جا آواز آءٌ ٻڌي رهيو هوس. اها صورتحال ڏسي ناظم مٽان ڇت تان رڙ ڪئي ته انڌا اهو ڇاتا ڪريو، ايڏانهن فائر ڪرڻ بند ڪيا وڃن. مون ڏٺو ته منهنجي اڳيان چار يا پنج غازي هئا جيڪي ڇيتي جيان اوير ڏانهن ڊوڙندا وڃي رهيا هئا. مان به سندس ڀنيان تيز رفتاري سان ڊوڙي رهيو هوس ۽ گوليون منهنجي ڪنن وٽان سوسات ڪنديون ٿي گذريون. ٿوري وقت کان پوءِ اسان اچي ساڄي پاسي وارن غازين جي ڀٽئين پاسي پڄي وياسون ۽ پوليس جي گولين جي پهچ کان پري ٿي وياسون. هتي گل خان بيٺو هو جنهن اسان کي شاباس ڏني ۽ هن سان گڏ بيٺل غازين به آفرين ڏني. اسان اتان ڦري جهنگ مان لنگهي پنهنجي اصلي مرڪزي جاءِ تي وڃي بيهي رهياسون. ڏٺم ته لوٽو بابي سان گهانگهاڙجي پيو ۽ ڪيس ڇٽي رهيو هو ته تو اسان جي مهل سر مدد ڪانه ڪئي. بابو ته مٿس اڳي ئي مچريو وينو ته "تو تڪڙ ڪري بنا حڪم جي حملو ڪري ڏنو ۽ سارو معاملو گڙٻڙ ڪري ڇڏيو." پتو ناهي ته جيڪڏهن اسان جو جاسوس اسان کي سڏ نه ڪري ها، جيڪو اسان جي ڀنيان ڪڍ لڳو آيو هو ته اسان جي هن ساري ڪارروائي جو الائي ڇا نتيجو نڪري ها؟

انهيءَ وريام فقير کي سڏي چيو هو ته، "فقير صاحب! تون ٻاهرين ڪوارٽرن تي وڃي قبضو ڪر. مان پنهنجي اکين سان ڏٺو ته ڪيترائي پوليس وارا اتان نڪري هليا ويا آهن."

اسان ڪهاڙي بردار پنهنجو وار ڪري پڄي آيا هئاسون. ان کان پوءِ انهن ڪهاڙيءَ وارن کي موڪليو ويو جيڪي اڳي نه ويا هئا ۽ انهن کي هڪدم اوير ڏانهن روانو ڪيو ويو. گل خان اسان ڪهاڙين وارن ۽ بندوق وارن کي گڏي ٻاهرين ڪوارٽرن تي حملي ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌڻ لاءِ چيو. حڪم ملڻ شرط اسان اڳتي وڌڻ لڳاسون ۽ بنگلي کان ايندڙ گولين جي اسان کي ڪا پرواهه ئي ڪانه هئي. اسان کي پڪ هئي ته ڪوارٽرن ۾ موجود پوليس اسان جي مزاحمت نه ڪندي. انهن مان به ماٺهو ڏاڍا بهادر هئا. قتل کان ڀهريان هنن اسان جي ٻن ماڻهن

کي گولين سان گهائي رکيو هو جن مان هڪ لوٺوءَ ۽ ٻيو گل خان جي غازين ماري ودو هو. ٻن ٻچي جان ڇڏائي اهڙي ريت اسان دشمن کان پنهنجي اڏ ماڻهن لاءِ مورچہ بنديءَ واسطي جڳهہ حاصل ڪري ورتي هئي. منهنجي ڪهاڙي اجا تائين رت ۾ ريٽي ڪانہ ٿي هئي.

هن وقت حر اڳواڻن کي جنگي نقشي تبديل ڪرڻ جي وٿي ملي وئي. ڪن توبچين کي ٻاهرين ڪوارٽرن جي ڇت تي چڙهي بنگلي جي ڇت تي موجود پوليس وارن کي مهاڏي ڏيڻ لاءِ چيو ويو هو. ان جنگي چال کي ڏسي ناظم هيٺ لهي ويو. هن وقت تائين اسان پوليس جو ٻن نالين واري ڪارتوسي بندوقن ۽ ڪهاڙين سان مقابلو ڪري رهيا هئاسون. اهڙي بهادرانہ مقابلي جو اسان کي ضرور داد ڏيندين. اهڙين بندوقن جو مار سؤ گز کان وڌيڪ نہ هو. وڏي گيج وارن ڇرن ڪري بہ سندن مار جو دائرو اهو هو، پر هاڻي اڳئين فاصلي جي اڌ جيترو فاصلو گهٽجي ويو هو. ان کان سواءِ جاين جي اولن ۽ ٿلهن ۾ غازين کي بچاءَ ملي ويو هو. سندن ڇرير بہ ڊڪجي وئي هئي. اسان جا حوصلا بلند ۽ ارادا اٽل هئا. مان بہ گولين جي وڏ ڦڙي مان بچي ويو هوس ۽ هاڻي بہ حملي جي موقعي جي تاڙ ۾ وينو هوس. ٻيا ماڻهو جيڪي هن مشڪل وقت کان لنوائي نڪري ويا هئا يا پنيان گسائيندا پئي آيا، سي سوچي رهيا هئا تہ جيڪڏهن هو بهادري سان نہ وڙهندا تہ اسان جا پٽ سندن نالا ڪهڙي طريقي سان ڳائيندا؟ ان وقت پوليس بنگلي جي ونگن وارا لنگهہ بسترن سان بند ڪري رهي هئي ۽ پاسي وارين راهدارين کي پڻ بند ڪري ڇڏيو هئائين، انهيءَ لاءِ تہ جيئن اسان وٽن پهچي نہ سگهون. اسان جو رت اٻري رهيو هو ۽ اسان کي ڪا بہ طاقت روڪڻ رنڊڻ واري ڪانہ هئي. ٻئي حملي لاءِ بابو، گل خان ۽ لوٺو پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪرڻ لڳا. اسان هينئر ڪاهي پاسي کان بلڪل جدا ٿي ويا هئاسون جتي حسن ۽ سندس ساٿين جو پوليس سان مقابلو جاري هو، جيڪي اجا بہ ڪڏن ۽ وڻن جي اوٽ ۾ موجود هئا ۽ اڳتي سرڪي پوليس کي ويجهو نہ ٿيا هئا. اسان فيصلو ڪيو تہ حسن ڏانهن نياپو موڪليون تہ بنگلي واريءَ پوليس بجاءِ، پوليس جي ٻئي جٿي تي فائرنگ ڪئي وڃي ڇاڪاڻ تہ بنگلي واري پوليس اسان جي گولين جي مار ۾ آهي. وريام ۽ گل خان کي ٻاهرين ڪوارٽرن ۾ موجود رهڻو هو جتان هو توبچين جي ڪمانڊ ڪندا. جڏهن تہ اسان کي بابي ۽ لوٺوءَ جي مهنداري هيٺ پنهنجي اڳينءَ جاءِ تي وڃي بيهڻو هو ۽ بنگلي تي سامهن واري پاسي کان حملو ڪرڻو هو. اسان جڏهن ويجهو پهتاسون تہ اولهہ پاسي ڏانهن گولين جي ڇاٽ ڇاٽجي وئي تنهن ڪري اسان پنيان

ڦري حملو ڪيو جتي مزاحمت لاءِ ڪا ڀرتي ڪانه هئي.

پوليس جڏهن اسان هيٺرن سارن کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏٺو تہ نعرا هڻي وٺي جهنگ ڏانهن ڀڳي. اسان ڏٺو تہ سندن نعرن ۾ ڪو اعتماد نہ هو. اسان جهنگ جي وٽ سان صف بندي ڪئي هئي جو اسان جو جاسوس ٻاهرين ڪوارٽرن واري طرف کان ڀڄندو آيو جنهن کي مٿان وسندڙ گولين جي ڪابہ پرواهہ نہ هئي، جن جي هيٺ ڪرڻ ڪري هن جي چوڌاري ڌوڙ اڏامندي ٿي رهي. هن اسان کي رڙ ڪري چيو تہ "گولين جي ڏي وٽ ۾ ٽاپر اچي وڃڻ ڪري ڪيترائي پوليس وارا سربچاءَ خاطر بنگلي مان نڪتا ڀڳا پيا وڃن ۽ سندن منهن اتر اوڀر آهي." اهو ٻڌي اسان حملو شروع ڪري ڏنو. لوٽو اسان جي اڳ ۾ هو. ان وقت اسان کي ڪو هوش عقل نہ هو. چرين وانگر نعرا هڻندا اڳتي ڊوڪيندا ٿي وياسون. چڻ اڳيان گولين جا گهاءَ نہ پر گلن جا هار اسان جو اوسيڙو ڪري رهيا هئا. هڪ سٽ سان بنگلي جي ڀرسان پهچي وياسون. مان پنهنجي اڳواڻ جي پٺيان وڃي انهن بسترن تي پاڻ کي اڇليو جيڪي ونگن وارن لنگهن کي بند ڪرڻ لاءِ سٽا ڪري رکيا ويا هئا. اهي بسترا پاڻ ۾ ٻڌي سوگها ڪري ونگن ۾ نہ رکيا ويا هئا. سو بسترن جي سٽي جي ڌڄي پوڻ ڪري اسان تيز ۽ ٽاپا کائي رهيا هئاسون. اها تہ عجيب قسم جي ويڙهاند هئي. جڳهہ تمام ٿوري ۽ حر تمام گهٽا هئاسون ۽ هڪ ٻئي سان وچڙي پنهنجي هٿ ۾ جهليل ڪهاڙين سان پنهنجي ماڻهن کي گهائي رهيا هئاسون. وراندي ۾ گولين چٽڻ جا ايڏا گهٽا ۽ وڏا آواز ٻري رهيا هئا جو ٻوڙا ٿي پيا هئاسون. جڏهن اسان ڊوڪي ڪمرن ۾ داخل ٿياسون تہ هڪ ٻئي مٿان ڪرندا پئي رهياسون ۽ جيڪو پوليس وارو اڳيان آيو تي تنهن کي قتل ڪري ٿي ڇڏيوسون. اتي پوليس وارن جي گهٽائي ڪانہ هئي. شايد نڪري ڀڄي ويا هئا.

پوءِ تہ رڙ مچي وئي.

ڪٿي آهي ناظر؟ ڪٿي آهي لعنتي ناظر؟

وراندي جي هن پنئين پاسي جي هڪ چيڙي کان گوليون گوگهاٽ ڪنديون آيون ۽ منهنجي ڀرسان وارو هڪ ماڻهو گهائجي پيو هو. ٿوري وقت کان پوءِ اسان جو ٻيو ماڻهو گوليءَ لڳڻ ڪري هيٺ ڪري پيو ۽ مري ويو. اسان ڏٺو تہ در ڀرسان ڀت جي هڪ سوراخ مان گوليءَ چٽڻ وارو دونهون ٻاهر نڪري رهيو هو. گوليءَ جي سٽڪي کان ڏڄي اسان جا ڪيترا ماڻهو وڃي هڪ ننڍڙي ڪمري ۾ لڪا هئا جتي آفيسر وهنجندا هئا. اتي بيٺل حرن مان ڏهن پندرهن رڙ ڪري چيو تہ دروازو ڀڃو. ٻہ ٽي ماڻهو اڳتي وڌي دروازن کي ڪهاڙين سان ڪپڻ لڳا. انهن

مان هڪ تہ گوليءَ لڳڻ ڪري ڪري پيو. ان ڪري ٻيا بہ پوئتي هٽي ويا. اسان اهڙي صورتحال ڏسي وراندو خالي ڪري ڪوئين ۾ گهڙي پياسون.

بزدل! حرامي! ٻاڙيا! لوٹوءَ شينهن جيان گجندي چيو. هو اڪيلي سر اڳتي وڌيو. هن چپ ڀڪوڙي بہ هٽڙي ڪهاڙي نڪاءُ ڪري جو در ۾ ڪرائي تہ اها ٻاهي سوڌو اندر هلي وئي. هن ڪهاڙي ڇڏائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي پر اها نڪري ڪانہ سگهي. تنهن ڪري هو بہ اف ڪري پوئتي موٽي آيو. بابي اسان کي هڪ ننڍڙي ڪمري ڏانهن وڃڻ جو اشارو ڪيو جنهن ۾ ٻن ماڻهن جي ويهڻ جي جڳهہ هئي جيڪو پٽ واري ماري کان پاسي تي هو جتي ويهي سولائيءَ سان دروازو ڪپجي سگهجي پيو. هن ٻيا ماڻهو اندرئين ڪمري ڏانهن موڪليا تہ جيئن بات روم جي ٻئي دروازي کي ڀڃڻ جي ڪوشش ڪن.

انهيءَ وقت حسن جي ڪمانڊ وارا توبچين بہ پهچي ويا. جيڪي حسن جي پٺيان اچي رهيا هئا. هن پنهنجي ماڻهن مٿان ٺوٺڙاڪ ڪرڻ شروع ڪئي پر بابي کي ڏسي ڪيس سمجهائڻ لڳو تہ ”منهنجا ماڻهو سمجهي رهيا هئا تہ اوهان بنگلي تي قبضو ڪري چڪا آهيو تنهن تي هو مون تي زور ڀري رهيا هئا تہ جلدي ڪريو هلو تہ هلي اسان بہ بنگلي جي سامان جي ڦرلٽ ڪريون. هاڻي هنن کي خبر پئي آهي تہ ناظم تہ اڃا بہ زنده ويٺو آهي. هي چون ٿا تہ بندوقن بدران ڪين ڪهاڙيون ڏنيون وڃن ڇاڪاڻ تہ طئي ڪيل اصول موجب ناظم کي بندوقن سان مارڻ قانون خلاف ڳالهہ هوندي. اندرئين پاسي کان دروازو ڀڃڻ جهڙو آواز ٿيو ۽ پستول جو ڌماڪو ٿيو جيڪو ناظم ڇوڙيو هو. لوٹو هڪ ٻئي حر کان ڪهاڙي کسيندي ٿي منهنجي پيءُ جي ڏسيل دروازي ڏانهن هليو ويو ۽ وراندي واري دروازي کي ڪهاڙين جي ڌڪن جا آهوڙا لائي ڏنائين. حسن بہ ڪهاڙي وٺي هنن سان رلجي ويو. ان کان پوءِ سيڪنڊ – ان – ڪمانڊ بہ ائين ڪرڻ شروع ڪيو. جڏهن اندريون دروازو ڪپجي ڍير ٿيڻ وارو هو تہ بابي کين چيو تہ ”فقير ڀاءُ! توري گهڙي ٿهر ڪريو ۽ هيڏانهن ڌيان ڏيو. جيڪڏهن اسان مان هر هڪ ناظم جي قتل ڪرڻ جي عظمت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو تہ هر ڪو اها هام هڻندو تہ ناظم کي مون قتل ڪيو آهي. انهيءَ ڪري مکن ۽ انهن جي ٽولين وچ ۾ ڦڪائي پئجي ويندي. اهڙي ڳالهہ حر جماعت جي لاءِ آفتي آهي. اچو تہ سيڻي در ڀڃون ۽ ناظم کي سوگهو ڪيون پر جماعت جي ايڪي ۽ ٻڌيءَ لاءِ اهو لازم آهي تہ ناظم کي قتل وريام فقير ڪري جيڪو اسان سيني جو هڪ مڃيل اڳواڻ آهي. ان کان پوءِ ناظم جي قتل جو جهڳڙو ڪونہ اٿندو.

حسن، سندس نائب ۽ لوٿو اڃي بابي جي پرسان ويهي رهيا. اسان جهڙن ننڌين غازين کي خوش فهمي هئي تہ ناظم اسان کهاڙي بردارن جي هڪ نہ هڪ کهاڙيءَ وسيلي ڳتڙا ڳتڙا ٿي ويندو ۽ ان جي قتل ڪرڻ جي عظمت اسان مان ڪنهن ننڍي غازيءَ جي قسمت ۾ لکيل آهي پر هاڻي اهڙي ڳالهہ ٻڌي هرڪو مايوس ٿي ويو هو. اسان سوئر جي ٽم جي چوڌاري بيٺل چڻ تہ شڪاري ڪتا هئاسون. گهٽن حرن بابي جي صلاح مشوري کي بهتر سمجهيو هو ۽ سندس هن ڳالهہ تي اتفاق ڪيو هيائون. وريام کهاڙي ڪٽي اڳتي وڌيو ۽ در جي ڪپجي ڪرڻ تائين بيٺو رهيو. اندران گولين جو وسڪارو جاري هو جنهن ڪري اسان جا ڪيترا ئي جوان گهائجي پيا هئا. دروازي ڀڄڻ کان پوءِ اسان ڏوڪي اندر ڪاهي پياسون ۽ ناظم کي وڃي سوگهو ڪيوسون. هو بہ جوان جو پٽ هو ۽ آخري وقت تائين آڻ ڪانہ مڃيائين ۽ مقابلو ڪندو رهيو. هو ڏڪن ۽ کهاڙين جي وڏن ڪري گهٽو گهائجي چڪو هو ۽ گهٽي وقت جي مقابلي ڪري ٿڪجي ٽان ٿي پيو هو. جڏهن وريام فقير مٿس کهاڙيءَ جا وار ڪري رهيو هو تہ اسان ڏاڍي زور سان نعرا هڻي رهيا هئاسون جيڪي خيرپور تائين تہ ضرور پهتا هوندا. پوئتي رهيل حر بہ اڳتي سرڪي بنگلي جي ٻاهران ميڙ ڪري بيهي رهيا ۽ بنگلي جي ڦر لٽ لاءِ تيار هئا. ان وقت اوچتو ڪتان فائر ٿيا ۽ اسان جا بہ ٽي ماڻهو گهائجي ڪري پيا. پوليس وارن اولهہ پاسي وڃي مورچہ بندي ڪئي هئي جيڪي چوري بنگلي کان نڪري ڀڄي ڪونہ ويا هئا پر هنن نئين رٿابنديءَ موجب وڃي مورچا سنڀاليا هئا. هنن بابت اسان ڪجهہ بہ سوچيو ويچاريو ڪونہ هيو، جيڪي هاڻي اسان سان چوٽ ڪرڻ لاءِ اسان کي ٻولائي رهيا هئا. بابي حسن کي چيو تہ اها تنهنجي غلطي آهي جو تو پنهنجي فرض کي سهٽي نموني نہ نڀاهي سگهيو آهين. ان وقت لوٿوءَ وچ ۾ ڳالهايو ۽ چيائين تہ واليڏنا فقير! جيڪڏهن جنگيون رڳو ڳالهين سان وڙهيون وڃن ها تہ تون ماضيءَ جي مشهور جنرلن مان هڪ هجين ها. نادر شاهہ بہ تنهنجي پيٽ ۾ ڪجهہ نہ هو. سڪندر بہ هڪ احمق انسان هو. اڄ سارو ڏينهن غازين جي ڏڪا ڏڪي لڳي پئي آهي. پر مان تہ توکي سارو ڏينهن واندو ڏٺو آهي پر جنهن گهڙيءَ تون پنهنجا منڙا ٻول ٿو ٻولين تہ اسان جا هٿ وڙهڻ کان جهلجي ٽا وڃن. مان اڄ تہ سارو ڏينهن محاذ جي پهرينءَ صف ۾ وڙهيو آهيان. مان چاهيان ٿو تہ ٻيو ماڻهو بہ مون جيان سر ترئيءَ تي رکي اچي. هينئر بہ مان محاذ جي پهرئين صف تي وڙهڻ لاءِ تيار آهيان پر واليڏنو مون سان گڏ هوندو.

لوٿوءَ جي هنن ويٽن سان بابو چڻ تہ ڏنگجي پيو هو ۽ هڪدم چئي ڏنو

هيائين ادا اکين سان. پوءِ هڪ بي ڊبي سورهيہ جوان جيان وهي پيو هو ۽ ڪهاڙي سندس هٿن ۾ هئي. لوٿو بہ ٽپ ڏئي اڳتي وڌيو ۽ سائس هلڻ لڳو. ان کان پوءِ مان ۽ ٻيا بہ ڪيترائي غازي سندس ڪڍ لڳي پيا هئاسون. مينهن جيان وسندڙ پوليس جي گولين اسان جو استقبال ڪيو. ان وقت بابي کي ٽيڙ ڪائيندي ڏٺم پر پوءِ هو پاڻ کي سنڀالي ويو. ڏٺم تہ سندس جسم جا ٻنب ٽي ويا هئا ۽ چيتي جيان چنگهاڙندو وڃي پوليس واري وٽ پهتو جيڪو سنگين يا بئنيٽ سان حملي ڪرڻ لاءِ تيار بيٺو هو. پوءِ بابي جي بہ هٿڙي ڪهاڙي هوا ۾ لمڪي ۽ پوليس واري جي ڳچيءَ ۾ وڃي ڪتي ۽ بابو بہ ڪري پيو. ٻئي پاسي کان پوليس واري جو لاش بہ سندس پنهنجي رت جي تلاءَ ۾ تڙڦي رهيو هو. اهي ٻئي گڏ هيٺ ڪريا هئا. پوليس واري ڪري وري اٿڻ جي ڪوشش ڪئي تہ منهنجي ڪهاڙي سندس مٿي ۾ کُپي وئي هئي. ان وقت مان ڪُهلي تي ڏک محسوس ڪيو جيڪو ڏندي جو هو. ماٺهو منهنجي اکين اڳيان تکو گذري ويو. اها ويڙهاند پل کن ۾ ختم بہ ٿي وئي. بابي کي گهرا گهاءَ رسيا هئا جيڪو هاڻي دم ڏئي رهيو هو. هن اکيون ڦيرائي چوڌاري ڏٺو جن ۾ اجا بہ وحشت موجود هئي. سندس وات مان رت ريلا ڪري وهڻ لڳو هو. ٿورو وقت اڳ تہ سندس آواز ۾ شينهن واري گجگوڙ هئي پر هاڻي سندس نڙيءَ مان ڪر... ڪر ... جو آواز اچي رهيو هو. پوءِ هن پنهنجي پوري سگهہ سان نعرو هنيو "ڀيج پاڳارا" پوءِ سندس اکيون هميشہ لاءِ بند ٿي ويون.

## [7]

حر جماعت ۾ بابي جو تمام گهڻو احترام هوندو هو. سندس شهادت ڪري اهي هيانءَ لاهي ڪونہ ويٺا جن ناظم کي قتل ڪري هن اڻ ملهہ سوجھ ماٿي ورتي هئي. هر اڳواڻ مون سان عذرخواهي ڪئي ۽ بابي جي بهادريءَ جون تعريفون ڪيون هيون تہ هو ساري زندگي هڪ سچو غازي رهيو ۽ شهادت کان پوءِ سندس جاءِ جنت آهي. هو دنيا ۾ عزت ۽ بهادريءَ جا اڻ مٽ اهڃاڻ ڇڏي ويو آهي جيڪي منهنجي عزت آبرو وڌائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندا.

حسن مون کي چيو تہ "تنهنجي ڪپڙن تي رت جا ڳاڙها نشان بابا سان آخري ڀاڪر پائڻ ڪري ڪونہ ٿيا آهن، اهو تہ گهاءَ جو رت آهي جنهن کي بڌڻ کپي."

مون ڏٺو تہ منهنجي کاٻي ڪلهي تي گوليءَ جو گهاءُ هو ۽ مون کي مٽي کي ياٺاٺي اچي رهي هئي. مون کي ٻاٺي پياريو ويو. عيسيٰ خاصخيليءَ پنهنجي پٽڪي مان اڳڙي ڦاڙي گوليءَ جي گهاءَ ۾ اندر وڌي.

اسان کي زبردست نقصان رسيو هو. ڏهن ٻارهن بهادر حرن جا لاش ميدان تي پيا هئا. ڪيترا گهايل هئا جن مان ڪيترن کي گهرا ۽ ڪن کي هلڪا زخم هئا. مون کي پتو ڪونہ آهي تہ پوليس وارن مان الائي ڪيترا قتل ٿيا هئا ۽ ڪيترا زخمي ٿيا هئا؟ منهنجو زخم ڪجهہ وڌي ويو هو جنهن ۾ ڏاڍو سور هو. ان کان پوءِ مون کي مختلف ماڻهو ڌار ڌار ڳالهيون ٻڌائڻ لڳا هئا.[1] ان کان پوءِ پتو پيو تہ منهنجي پيءُ کان پوءِ حر جماعت جو نظم و ضبط ختم ٿي چڪو هو. لوٺو ۽ حسن بہ ٿوري گهڻيءَ ڳالهہ تان پاڻ ۾ ڏند ڏيڻ لڳا هئا. وريام ۽ گل خان نظاماڻيءَ پنهنجي پر ۾ ننهن چوٽيءَ جا زور لاتا هئا پر حر جماعت ۾ ضابطو قائم ڪرڻ ۾ سوڀارا ڪونہ ٿي سگهيا هئا. لوٺو ناظم جي روالور تي دعويٰ جتائي رهيو هو ۽ گارين ڏيڻ کان پوءِ وريام جي حوالي ڪيو هيائين. مون کي اها بہ پڪ آهي تہ ان

1. ڪينواري واري جنگ 14 مارچ 1942 تي وڙهي وئي هئي، جنهن ۾ خيرپور رياست جي نظام سان گڏ پنج پوليس وارا مارجي ويا هئا ۽ ڏهہ زخمي ٿيا هئا. جڏهن تہ حرن مان نو شهيد ٿيا هئا. زخمين جي تعداد جو ڪو پتو ڪونہ آهي.

وقت پوليس جون چڏيل رائفلون ۽ بارود بہ ميدان تي پيو هو جيڪو ڪنهن هڪ جاءِ تي گڏ ڪري ڪونہ رکيو ويو هو. پر اسان جا ساٿي پوليس جي سامان جي ڦرلٽ لاءِ ڌارون پائي رهيا هئا. سندس مال مڏيءَ جي ڦر لٽ کان پوءِ پتو پيو تہ اهي پوليس وارا ڪنهن اعليٰ رتبي وارا وڏا ماڻهو هئا. پوليس وارن اهي پئسا خيرپور رياست ۾ رهندڙ حرن کان ڦريا هوندا. راڄڙن وري دعويٰ ڪئي تہ اهي ڦرلٽ جي وڏي حصي جا حقدار آهن. سندن چوڻ هو تہ اهي پئسا ڦريل حرن کي واپس ٽيندا ۽ اهڙي ڪم ۾ هنن وڏي واهر ڪئي آهي. سندس اهڙي پڏين ڳالهين ڪري رهندو بہ وڏيڪ ڏڦيڙ پئجي ويو هو.

ان کان پوءِ ٻيو مسئلو اهو پيدا ٿيو تہ شهيدن جي لاشن کي ڪهڙي طريقي سان نهر ڪجي؟ ايترو وقت ڪونہ هو جو ايترين قبرون کوٽي سگهجن. ائين ميدان تي ڇڏي وڃڻ بہ شرم جهڙي ڳالهہ هئي. اڏڪو هو تہ ٻئي ڏينهن پوليس ضرور ايندي ۽ شڪست جي پلاند طور اسان جي سورهين جي لاشن کي باهہ ۾ ساڙي رک ڪري ڇڏيندي. لاشن کي گهرن تائين پهچائڻ جا وسيلا بہ ڪونہ هئا. ان کان سواءِ گهايل بہ گهڻا هئا، جن جي مدد ڪرڻ جي پڻ ضرورت هئي. خوش قسمتيءَ سان بندوقن جي نڪاون تي پاڙي جا حر اچي پهتا هئا جن چيو تہ اهي لاش اسان کٽي پنهنجي ڳوٺن ۾ وجي ٿا نهر (دفن) ڪريون. مان حسن کي منٿون ڪيون تہ ڪنهن بہ ريت بابي جو لاش پنهنجي جوءِ واريءَ مٽيءَ ۾ دفن ٿئي تہ ڀلو. تنهن ڪري پاڙي جي حر اهڙي مدد ڪرڻ واسطي اٺ ڏيڻ لاءِ چيو. پوءِ مان بابي جو لاش پاڪڙي جي اڳئين خاني ۾ رکيو ۽ پنيان آءُ ويهي رهيس. اهڙيءَ ريت زخمين کي بہ ساڳيون سواريون ڏنيون ويون هيون.

مون کي بابي جو لاش اٺ تي کٽي گهر پهچڻ واري سفر بابت گهٽي ياد ڪانہ آهي. پر مان جتان بہ گذريو هوس تہ ماڻهن لاڏا ڳائي منهنجي آجيان ڪئي هئي. ناري پرسان هڪ سيد هو جيڪو شاعر هو جنهن هن واقعي بابت حرن جا نالا وٺي سندن بهادري تي بيت ٺاهيا هئا. هن اهڙيءَ ريت بابي ۽ منهنجي سورهائي جي ساراهہ جا پڻ ڊڪ ڀريا هئا. اهو ٻڌي مان ڏاڍو خوش ٿيو هوس ڇاڪاڻ تہ اها شاعري حرن واري جوءِ ۾ ڪن ڀيڙهين تائين ڳائي ويندي. اسان جکڙائو پرسان هڪ بلوچ ڳوٺ ۾ لڙيءَ آڏيءَ پهتا هئاسون. هنن اسان سيني کي عاليشان ماني کارائي هئي تنهن ڪري اسان سڀ کائنن ڏاڍو خوش هئاسون. اسان جي مکن سرڪار کان نفرت خاطر اريگيشن جي سرڪاري بنگلي ۾ آرام ڪيو هو. مون کي زخم ۾ ڏاڍو سور هو. ائين محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ جسم جي ان جڳهہ تي

تاندا رکيل آهن ۽ گوشت سڙي پچي رهيو آهي پر پوءِ بہ مون کي ننڊ اچي وئي. جاڳيس تہ سور گهڻ محسوس ٿيو پر منهنجي ٻانهن سڃي آڪڙجي وئي هئي جو آءُ ان کي مٿي ڪري بہ ڪونہ ٿي سگهيس. فيصلو اهو ڪيو ويو تہ زخمي فقير چيئنجي چڱي ٿيڻ تائين ناري جي اوير رهندا ۽ مڪمل آرام ڪندا. حسن پنهنجي ٽوليءَ جي ماڻهن سان گڏ اسان کان هتان موڪلائي هليو ويو هو ۽ قبول ڪيو هيائين تہ بابي جو لاش مکيءَ جي پاسي سان وهندڙ دم واهہ تائين تہ پاڻ کڻائي ويندو ۽ جيڪڏهن ممڪن ٿي سگهيو تہ اهڙو اطلاع امڙ کي بہ پهچائيندو. مون کيس گذارش ڪئي تہ بابي جو لاش اسان جي وڏڙن جي قبرستان ۽ پيرو وزير پرسان دفن ڪيو وڃي. مان توکي اهو بہ ٻڌائيندو هلان تہ منهنجي خواهش مطابق بابي جو لاش لڙيءَ رات جو پيرو وزير جي پاسي ۾ مٽيءَ ماءُ جي حوالي ڪيو ويو هو جتي شهيد ڪونڊرن جي قبرن جون قطارون موجود هيون.

ناري جا غازي مون کي ۽ ٻين گهايلن کي ساڏوري ڪٺي ويا جتي حرن جو هيڊ ڪوارٽر هو. هي ماڳ ان جاءِ تي آهي جتي سنڌ جو ميداني علائقو ٿر سان ملندو آهي. جتي پٽون جهنگل ۽ ڊنيون پاڻ ۾ گڏيل سڏيل نظر ايندا آهن. سميجن وڏيرن جا بنگلا بہ هتي آهن. سائو نارو بہ هتان بڪار ڏانهن وهڻ شروع ڪندو آهي. هيءَ ڏاڍي پلي جوءِ آهي. جتي مينهون، ڍور ڍڳا، ٻڪريون، رڍون چرنديون پيون نظر اينديون آهن. پٽن جي وٽ پاسن ۾ انن جا وڳ پيا وڙڪندا وتندا. گهوڙا بہ سائي گاهہ ۾ هيڏانهن هوڏانهن ٽرندا نظر ايندا جيڪي پرسان ٿر واري جوءِ ۾ چرندا آهن. پوپاڙيءَ جو پٽن تي بگن ۽ ڪارن تترن جون تنوارون پيون ٻرنديون آهن. سانءِ پکي بہ هڪ ڍنڍ کان ٻي ڍنڍ تائين اڏندا ڏسبا. جڏهن اسان فقيرن جي ڪئمپ ڏانهن وڃي رهيا هئاسون تہ هر طرف کان سوئر نظر اچي رهيا هئا جيڪي ٻوڙي پر واري جهنگ ۾ گم ٿي رهيا هئا.

هتي اسان جي ٺهل ٺڪور اهڙي نموني سان ٿي رهي هئي جڻ اسان ڪي امير ۽ نواب هجون. سميجن هن حر فوج لاءِ تمام گهڻو اناج موڪلي ڏنو هو. هتان جا ميربحر سميجن جو راڄ هئا جيڪي چوڏس موجود ڍنڍن مان پيا مڇي ماريندا هئا ۽ سڀ کان پلي ۽ وڏي مڇي اسان ڏانهن کڻي ايندا هئا. ماڪي تہ جهنگ جي هر وڻ ۾ وينل ڏسبي هئي. کير، مکڻ، گيهہ ۽ گوشت ايترو هو جو ڪير کائي. چاڪاڻ تہ جهنگ ۾ چرندڙ گورمال حرن جو هوندو هو. عيد ڏينهن ٻوڙڻ ۽ جانور پچائڻ جون گويون رکيون وينديون هيون ۽ ملهہ جا مقابلا ٿيندا هئا. رات جو وري مشهور سگهڙ ۽ پٽ اچي ڳالهيون ٻڌائيندا هئا. مون مٿي اهڙو ذڪر ڪيو آهي تہ

ناظم جي قتل ڪرڻ واري فتح تي ڪيترن شاعرن بيت چيا هئا. هتي اهڙي مشهور بيت جو ذڪر ڪندس جيڪو ساري حر جماعت ۾ مشهور آهي:

اول تعريف الله جي، پوءِ ان جي ساراه جيڪو سيني کان سگهارو آهي.

پاڳارو سوار ٿي، ڪاري ڪڪر جيان اتر کان آيو جنهن جا مريد فرشتا آهن.

شيطان ڪافر سيد جي مخالفت ڇڏي ڏي.

تون منهنجي محبوب سان مقابلو نہ ڪري سگهندين. ڇا تون ان لائق آهين؟

او! حڪمران پاڳاري سان ساڙ نہ ڪر. ڪيس خدا جي مدد آهي.

تنهنجي طاقت، پئسو ۽ خزانو هتي رهجي ويندو

تنهنجي ملڪ جي هر حصي ۾ ٽرٽلو مچي ويندو. اوهان سڀ تڇ سمان ٿي ويندا.

هاديءَ جي حڪم سان تنهنجا سڀ خزانا ڌاڙيل لٽي ويندا.

ڇا تون شيطان سان گڏجي غازين جي منزل ۾ ڏٺيڙ تہ نہ ٿو پڪيڙين؟

تون پاڳاري مٿان غالب پئجي ڪونہ سگهندين جنهن جا ڪم خدا ڪندو آهي.

هاڻي تون طاقت ۽ ظلم ڪرڻ شروع ڪيو آهي. تنهنجو مذهب ٽوڙ ٿي ويندو.

اسان جي اڳواڻ وريام ڪي بي انتها عزت ۽ احترام جي نظرن سان ٿي ڏٺو ويو. گل خان نظاماڻي وڏو زميندار هو. وريام فقير جي اچڻ تي سندس زال هڪ ڪلاڪ تائين جهمر هڻندي رهي. جيڪڏهن هو چاهي ها تہ سڄي ملڪ جي نوجوان حر عورتن کي غلط نموني بہ استعمال ڪري سگهي ها. پر هن ۾ اهڙي لونجهہ ڪانہ هئا. پر پنهنجي تعريف ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيندو هو ۽ سندس وڏ ۾ وڏ خوشي بہ هن جي تعريف هئي. هن جي ٻي ڪمزوري نٽ نانگر سان رهڻ هو. پڪ سمجهہ تہ هي ماڻهو هنن ٻنهي ڳالهين مان تہ ڊاپندو ئي ڪونہ هو. پر اسان حرن ۾ ڪي ماڻهو اهڙا بہ هئا جيڪي ناظم جي قتل واري ڪاروائيءَ ۾ لوٺوءَ ڪي وڌيڪ اهم سمجهي رهيا هئا ۽ سوچي رهيا هئا تہ انهيءَ سوڀ جو سچو جهونجهار لوٺو نظاماڻي آهي. سيد شاعر بہ ڪيس بهادريءَ ۾ رستم ڪري ڳايو هو. اهو نالو لوٺوءَ کي بہ ڏاڍو وڻيو هو ۽ هن کان پوءِ سندس اهو نالو مشهور ٿي ويو. پر هو مون کي تہ ڏٺو بہ ڪونہ وڻندو هو. ڇاڪاڻ تہ هن بابي تي الزام هنيا هئا. هن جي صحيح اندازي ڪري اسان سوڀ ماڻي ورتي هئي. هو لوٺوءَ جي ويٺن کان تنگ ٿي پوليس جي غير ضروري مقابلي ۾ ڌوڪي کاهي پيو هو ۽ شهيد ٿي ويو هو. هو شينهن جهڙو دلير تہ آهي، پر ڪيس حر جماعت جا فقط ڏهہ ٻارهن غازي ايئن سمجهندا هوندا. پر منهنجي بابا جي وڃڻ ڪري حر جماعت کي ايڏو وڏو نقصان پهتو آهي جنهن جو ازالو ڪرڻ مشڪل آهي. لوٺوءَ کي رستم سڏڻ لاءِ مان بہ تيار آهيان پر

اخلاقي طور هو مون وٽ اچي منهنجي پيءُ جو مون سان پال پلائي ۽ ٻنهنجي غلطي مڃي. مان سندس ميرو مندو ڪونہ آهيان. مان مڃيان ٿو تہ ناظم واري واقعي ۾ هن پنهنجي سورهائيءَ جي ڌاڪ ڄمائي ڇڏي هئي. منهنجي ڳهاءِ هاڻي ڪڙيون ڀڏڻ شروع ڪيون هيون. هن مقصد لاءِ ڏکڻ ڪان هڪ حڪيم آندو ويو هو جيڪو زخم، ڦٽ ڦرڙي ڇٽائڻ ۾ پڙ هو ۽ سيني جي ملم پٽي بہ اهو ڪندو هو. چيٽ جي چوکي رت هئي. هوا جي ٿڌڙي ٿڌڙي هير ڳهلي رهي هئي ۽ ريشمي لباس حيان جسم تي جڻ ٿڌڙا ڪدي ۽ ڪتڪاڙيون پائي رهي هئي. نم جا وڻ تارن جهڙو اڇڙو ٻور ڌرتيءَ تي ڇٽي رهيا هئا. ٻڌل ٻوڪ ٻکر بہ ٻکرين لاءِ ٻنڌڻ ڪي سٿون ڏئي رهيا هئا.

اهي ڪهڙا نہ سدورا ۽ سنهارا ڏهاڙا هئا. مون پنهنجي زندگيءَ جا اهڙا چيٽ ڏاڍا چڱيءَ ريت گذاريا هئا. اسان ڪي اڄ سڪون آهي. مان هن چوڻ ۾ هٺ يا وڏائيءَ حو اظهار ڪونہ ٿو ڪريان تہ مان پنهنجو فرض ڳهٽن دوستن ڪان وڌيڪ بهتر نموني سان ادا ڪيو آهي. مون وٽ هڪ نوجوان ميربحر چوڪري ٻين ماڻهن سان گڏجي مڃي ڪٽي ايندي هئي. مون ڪي چوندي هئي تہ مان بہ ان واقعي جو اهم ڪردار ۽ جهونجهار آهيان. جيڪڏهن مان ڪيس غلط نموني استعمال ڪيان ها تہ هوءَ مڃي وڃي ها. مان قسم سان چئي رهيو آهيان تہ اها ڏاڍي خواهشمند بہ هئي. مان ڪيس ويجهو وڃان ها تہ مون کي ٻلهہ ڪري ڇڏي ها. هوءَ مون سان ڳهٽو وقت گڏ رهندي هئي. هن مون کي ڪن اهڙين ڳالهين جي سکيا ڏني جيڪي اڳي آءٌ ڪونہ ڄاڻندو هوس. انهن مان هڪ چونڊ ڳارين ڏيڻ جو سبق بہ آهي.

اسان جا جاسوس ۽ ٻيا مددگار ماڻهو ساري ملڪ جون خبرون اچي ٻڌائيندا هئا. پر سائين سردار جي ڳڙنگ واري بنگلي جي تلاشي وٺڻ وارو نوابشاه جو بندرو پوليس ڪئپٽن بدلي ٿي ويو هو ۽ ان جي جاءِ هڪ نئون پوليس ڪئپٽن آيو هو. سو فوج جون لاريون پرائي اچي ڪينواري پهتو هو. پر ڪيس اتي ڪجهہ بہ هٿ ڪونہ آيو هو ۽ اتي فوج وهاري موٽي آيو هو. اسان کي ٻڌڻ ۾ آيو هو تہ اسان جي خوف ڪان خيرپور جو وزير ڳهر ڪان ڪونہ نڪرندو هو. هن پنهنجي نائب کي ڪينواري وڃڻ جو حڪم ڪيو. پر هو بہ ڏڄ جهلي ڪونہ سگهيو ۽ انڪار ڪري ويهي رهيو هو. خيرپور رياست جي ساري انتظاميہ خوف ۾ واٽڙي ٿي وئي هئي. ان ڪري نوابشاه جي پوليس فوج جي مدد سان انتظام سنڀاليو ويو هو. اسان جي هن سوڀ جو اثر ڪراچي سرڪار تي بہ ڳهٽو ٿيو هو. ناري جي اوير پاسي وارا ٺاڻا ۽ آئوٽ پوسٽون خالي ٿي ويون هيون. وڃڻ وقت حرن ڪين ڳارين ڏيڻ ۽

ٽوليون ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه بہ ڪونہ ڪيو هو. وڏين اسٽيشنن تي پوليس چانئجي وئي هئي جيڪي پرسان اچي تنين ۾ رهڻ لڳا هئا. ڊيوٽيءَ تي بيٺل پوليس وارن کي اسان جي حملي جو سخت خطرو هوندو هو.

جڏهن محبت اتر کان موٽيو هو تہ منهنجو ڦٽ ڇٽي چڪو هو. اتر جا فقير بہ ايئن خالي ڪونہ ويٺا هئا. هنن کينواري واري واقعي کان بلڪل ٻئي ڏينهن پير سائين سردار جي سوٽ کي ڪنگريءَ ۾ قتل ڪري ڇڏيو هو، جنهن سان هو ناراض هو. هن سان گڏ ڪجهه ٻيا بي ايمان ماڻهو پڻ قتل ٿي ويا هئا. جڏهن پوليس ڪئپٽن اتي پهتو تہ حرن جي ٻي ٽولي ڪنگريءَ کان اتر پاسي هڪ ٽاٽي تي حملو ڪيو هو جنهن جو نالو مون کي ڪونہ ٿو اچي. محبت ٻڌايو تہ فقيرن هڪ ريلوي اسٽيشن کي لٽيو ڦريو هو ۽ ٽن ڇٽن تي مشتمل عملي کي ماري ختم ڪيو هو.

اسان جون ٽوليون سانگهڙ ۽ جمڙائو واري جوءِ ۾ ڪاروائين ۾ مشغول هيون. انهن ڏينهن ۾ سچ پچ تہ اهي سرگرم هيون جيڪي ڌاڙا هڻي بندوقون ۽ پئسو ڏوڪڙ ڪٺو ڪري رهيون هيون. پوليس بہ اٿو ٻڌي اسان جي ڪڍ ڪاهي پئي هئي. پر دولت جي عبرتناڪ موت کين سبق سيکاري ڇڏيو. تنهن ڪري اسان جي پيرن ڪٽڻ کان گهٽو لهرائيندا هئا ۽ ٻہ ٽي ميل اڳتي هلي پير پاڻ وڃائي ڇڏيندا هئا. تنهن ڪري حر ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ گرفتار ٿيندو هو. کهڙو بہ سرڪاري ملازم يا ڇاڙتو سچ لٽي کان پوءِ گهر کان پاسي رهي ڪونہ سگهندو هو. ڀرارڙيءَ سان لاڳاپيل سرڪاري ۽ خانگي ڪاروبار اسان جي مرضيءَ کان سواءِ ڪونہ هلندو هو. ان باري ۾ ننڍن شهرن جون پنچاتون اسان سان ڳالهائينديون هيون. اهڙيءَ ريت اسان کي پير سائينءَ جي مقصد لاءِ ڪافي پئسو ڏوڪڙ ملي پوندو هو.

چاڪ چڱي ڀلي ٿيڻ کان پوءِ مان وڃي پنهنجي ٽوليءَ جي اڳواڻ حسن سان مليس. ان وقت اهي خبرون هلي رهيون هيون تہ شهدادپور واريءَ جوءِ ۾ انگريز عملدار مقرر ڪيا ويا آهن ۽ فقيرن جي مقابلي واسطي اتي فوج ويهاري وئي آهي. محبت صحيح معلومات هٿ ڪرڻ جي مقصد سان اوڏاهين ويو ۽ پنهنجي لاڳاپي وارن کان وڃي حقيقتون معلوم ڪيائين. مون کي چڱيءَ ريت ياد آهي تہ اسان کي نئين ٿهيءَ وارا حر ڇئي رهيا هئا تہ جيڪڏهن انگريز عملدار آهن تہ ڪا وڏي ڳالهہ ڪانہ آهي. سندن هلت چلت ساڳي آهي ۽ ڏسڻ ۾ هڪ جهڙا ايندا آهن. پر سندن قدم ۾ فرق هوندو آهي. واپسيءَ کان پوءِ محبت ٻڌايو تہ وڏي ڳالهہ اها ٿي وئي

آهي تہ گورنر سوڊو پنهنجو خاص اسسٽنٽ هيڏانهن موڪليو آهي، جيڪو گورنر هائوس ۾ سائس گڏ رهندو آهي. تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو تہ هن تي سندس گهڻو اعتبار هوندو. هن وقت تائين اسان هن ڪاموري "لِمرڪ" (Limerick) بابت ڪجھ ڪونہ ٻڌو هو. ڇاڪاڻ تہ هو سنڌ جي ٻين علائقن ۾ نوڪري ڪندو رهيو هو. ان ڪان پوءِ تہ اسان ڪانئس گهڻو واقف ٿي ويا هئاسون. هن بابت توکي منهنجي ڳالهين مان بہ گهڻي معلومات ملي ويندي. گلبرٽ (Gullbert) نالي هڪ ٻيو عملدار سندس ساٿي هو، جيڪو هاڻي نوابشاھ جو پوليس ڪئپٽن ٿي آيو هو.[1]

محبت کي پڻ هيءَ معلومات بہ ملي هئي تہ ڪراچيءَ واري اسيمبلي هنن عملدارن کي وسيع اختيار ڏيڻ لاءِ ڪو قانون پاس ڪري رهي هئي تہ جيئن حر جماعت کي چڱيءَ ريت منهن ڏئي سگهجي. اهو بہ ٻڌڻ ۾ پيو اچي تہ ڪين ايترا اختيار ملندا جو جنهن کي چاهيندا بنا ڪنهن سبب جي گرفتار ڪري وٺندا. مون کي اهو بہ چڱيءَ ريت ياد آهي تہ حيدرآباد جو رهندڙ اسيمبليءَ جو ڪانگريسي ميمبر حرن ڪان تڪليفون پهچڻ لاءِ سانگهڙ آيو هو. سانگهڙ جي هڪ هندوءَ هن سان ورياھ ۽ ٻين غازين جي ملاقات جو ڳجهو بندوبست ڪرايو هو. هنن ڪيس کليو کلايو ٻڌائي ڇڏيو هو تہ جيستائين پير سائين آزاد نہ ٿيندو، تيستائين حر ماٺ ڪري ڪونہ ويهندا. جيڪڏهن حڪومت پنهنجي هوڏ تان هيٺ نہ لٿي تہ اسان بہ ساري ملڪ کي باھ لڳائي ڇڏينداسون. هن واعدو ڪيو تہ هو ساري صورتحال لمرڪ ۽ اسيمبليءَ کي ٻڌائيندو. پر ان هوندي بہ حر جماعت تي ضابطي رکڻ واسطي قانون پاس ٿي ويو[2] پوءِ تہ پوليس وٽي حرن جهلڻ جي مهم شروع ڪئي، نالي ماتر ڪيس هلائي ڪين جيل پيڙو ڪيو ويو.

هن قانون تحت پوليس کي شاهدن ۽ گواهن گڏ ڪرڻ جي تڪليف ڪان آجو ڪيو ويو هو ۽ مئجسٽريٽ کي رڳو اهو چيو ويندو هو تہ هي ماڻهو حر آهي. ان ڪان پوءِ مئجسٽريٽ ڪيس چوندو هو تہ چڱيءَ چال لاءِ ڪو ضامن ڏي. وڏن ۽ هلنديءَ وارن ماڻهن کي ضامن پوڻ ڪان روڪيو ويندو هو. حر جماعت جا ماڻهو پڻ ضامن پوڻ ڪان ڪيٻائيندا هئا، ڇاڪاڻ تہ سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ ٻئي جو ضامن پوڻ وارو ماڻهو پاڻ تباھ ٿي ويندو آهي. ڪين خبر هئي تہ اهو وقت جلد اچڻ

1. ايچ - اي - گلبرٽ
2. سنڌ ليجسليٽيو اسمبلي حُرائڪٽ 20 مارچ 1942 ۾ نهايت ڳجهي نموني سان پاس ڪيو هو. ان جي منظوري گورنر جنرل 10 اپريل تي ڏني هئي.

وارو آهي، جو حرن تي فقيرن کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو ضابطو نہ رهندو. ان جو نتيجو اهو ٿيو جو پوليس جيڪو بہ ماڻهو مئجسٽريٽ آڏو پيش ڪندي هئي، سو اڻ پڇيو جيل هلبو ويندو هو. گل خان نظامانيءَ جو ياءُ خليفو ۽ وڏو زميندار آهي، جنهن کي پوليس جهلي نوابشاهہ جي انگريز پوليس ڊپٽي آڏو پيش ڪيو، جنهن ڪانئس پڇيو تہ توکي ڇا چوڻو آهي. تنهن تي خليفي کيس ورائيو نہ، "توهان جو هي ظلم ۽ ڏاڍ اجايو آهي. جيئن هي ملڪ ٻاهہ ۾ ٻري سڙي رهيو آهي، حرن جون دليون بہ تئين ڪامي ٻجري رهيون آهن. سنڌ جا سارا جيل پري ڇڏيو، پر پوءِ بہ هزارين حر پوئتي رهجي ويندا ۽ اهي پير سائينءَ جي آزاد ٿيڻ تائين ماٺ ڪري ڪونہ ويهندا."

اسان فقيرن اڳي کان ٻيٽيون وڌيڪ ڪاروايون شروع ڪري ڇڏيون آهن. ڪابہ رات ڏاڙي ۽ ڦر کان خالي ڪانہ هوندي آهي. ڪونہ ڪو ڳوٺ اسان جي ڦر جو شڪار ضرور ٿيندو آهي. ساري ملڪ ۾ اسان جا دوست موجود آهن، جيڪي اسان جي جاسوسي ۽ رهبري بہ ڪندا آهن. ڪڏهن فقط بندوقن هٿ ڪرڻ لاءِ وڏرن جي ننڍين ڳوٺن تي پڻ ڏاڙا هڻندا آهيون. ڪڏهن وري پيسن هٿ ڪرڻ جي ارادي سان ننڍين شهرن تي حملا ڪندا هئاسون. ماڻهو اسان جي مزاحمت نہ ڪندا هئا. ڪين جلد ئي اهڙو پتو پئجي ويو هو تہ مزاحمت ڪندڙ ماڻهو قتل ڪيا ويندا آهن. جبڪڏهن ڪو ماڻهو پير سائينءَ جي مفادن جي خلاف نہ هوندو هو تہ اسان ان کي ڪجهہ بہ نہ چوندا هئاسون.

پرپاسي ۾ ڪاروايون ڪندڙ ٽوليون هڪ جاءِ تي هلي ڪاروائي جو فيصلو ڪندبون هبون، انهيءَ ڪري تہ جيئن پاڻ ۾ ٽڪراءَ کي روڪي سگهجي. هڪ موقعي تي اسان رات جي پهرين پهر ۾ وجي ڪاروائي ڪئي. ان کان پوءِ هڪ ويجهي ڳوٺ تي بنا ڪنهن پروگرام ٺاهڻ جي ٻي بہ ڪاروائي ڪئي سون. ان ڪري هڪ رات هڪ پوڳ ٿي ويو هو. اونداهي رات هئي. حسن اسان کي پنهنجي مقرر ڪيل صلي حد کان ٻاهر وٺي ويو هو. اهڙو مشورو اسان کي جاسوس ڏنو هو جبڪواسان سان گڏ هو. هڪ اڪيلي گهر تي وجي ڏاڙو هنيوسون، ڏاڍو مال هٿ آيو. اسان جي دل وڌي وئي ۽ سوچيوسون تہ ٻيو ڏاڙو بہ هڻون. اسان کي ماٺ رهڻ جا حڪم مليل هئا. ان وقت سنجهوري کان ٻہ ٽي ميل پري هئاسون. پوليس رات جو ناڪہ بندي شروع ڪري ڏني هئي. رات اسان ٻن يا ٽن ڳوٺن ۾ گذاريندا هئاسون. جاسوسن کي خبر نہ هئي تہ ڪٿي آهيون. ائين ڪندي اوچتو ماڻهن جو هڪ ٽولو اسان جي سامهون اچي بيٺو ۽ هندستاني ٻوليءَ ۾ اسان کي

للڪاريو. حسن ڏاڍو حاضر جواب هوندو هو. تنهن ڪن نه پهه ورائيو ته سانگهڙ پوليس جو انسپيڪٽر محمد اسلم ان ڪان هڪدم پوءِ هڪ ماڻهوءَ ڪان بندوق ڇني وٺي ۽ ٽرٽلو مچي ويو. مان ڪوڙ نه ٿو ڳالهايان نه مان نه ٻين سان وٺي ٻوڙ پاتي. حسن وري منهنجي ڪڍ هجي ان ڪان پوءِ اسان ٻن ٻن ۽ ٽن ٽن جي صورت ۾ مڪيءَ ۾ داخل ٿياسون. ٻئي ڏينهن امام بخش جي ٽوليءَ جي هڪ ماڻهوءَ مون کي ٻڌايو ته گذريل رات سانگهڙ پوليس سان مقابلو ٿي ويو هو. ٻنهي ڌرين هڪ ٻئي تي فائر ڪيا ۽ واپس هليون ويون. مون ڪانئس ٻڇيو نه اهو مقابلو ڪهڙيءَ جاءِ تي ٿيو هو، جنهن تي هن سارو قصو ڪري ٻڌايو. معلوم ٿيو ته اهي اسان واري ٽوليءَ جي آڏو اچي ويا هئا ۽ حسن ڪين ٻڌايو نه مان سانگهڙ جو انسپيڪٽر پوليس محمد إسلم آهيان. ان رات هن ڊر جا ماڻهو ٻهنجا بوٽ ڇڏي ڀڄي آيا هئا، جيڪي سر بچاءَ خاطر ڀڄڻ مهل سندن پيرن مان نڪري ويا هئا. امام بخش ۽ اسان جي ٽوليءَ جي ماڻهن هڪ ٻئي کي پوليس سمجهي وٺي ڪڙين تي زور رکيو هو. هڪ حر شاعر مون بابت هڪ مزاحيه بيت گهڙي ورتو هو. تنهن تي حسن ڪيس چوائي موڪليو ته جيڪڏهن مان تڪز ڪريان ها ته هڪ وڏو حادثو ٿي پوي ها. تنهن ڪري هن اٽڪل ڪري پوليس جو نالو ورتو هو.

اسان جا جاسوس شهدادپور رهندڙ انگريز عملدارن تي نظر رکي رهيا هئا. هو فوج جو وڏو اتالو سان ڪري پوليس ٿاڻن ۽ مختلف ڳوٺن جي انسپيڪشن ڪندا وتندا هئا. هڪ ڏينهن اهي ٽئي ڄڻا ٻنجاهه سٺ پوليس ۽ فوجي سپاهي سان ڪري اچي جمڙائو وٽ پهتا هئا. هن علائقي ۾ امن امان هو. ان ڪان پوءِ هو ناري جي ايرندي پاسي وڃڻ لڳا. سندن سارو سامان ٻنان مزدورن جي ڳڏهن تي رکيل هو، جيڪي واهه تي ڪم ڪار ڪندا هئا. ان علائقي ۾ موجود دوستن حرن کي خطري جي اطلاع ڏيڻ لاءِ جهنگ کي ڪٽي باهه ڏني. پوليس جاسوسن جي اطلاع مطابق نهايت هوريان هوريان اڳتي وڌي رهي هئي. اهي نقط هڪ ڪراڙي حر کي جهلڻ ۾ سوڀارا ٿيا هئا، جيڪو هڪ اڪيلي گهر ۾ رهندو هو ۽ ڪڏهن به حرن جي ساڌوري واري هيڊ ڪوارٽر ڏانهن ڪونه ويو هو. اهي ٽن ڏينهن کان پوءِ "پڪ سري" پهتا ۽ اتان اڪري سانگهڙ پهچڻ کان پوءِ هرڪو ڪنڊري پنڊري هليو ويو. اهي پنهنجي پٺيان جيڪي ديٺي ۽ سب انسپيڪٽر ڇڏي آيا هئا، سي به مات ڪري ويهي رهيا، پر اسان جون ڪارروايون جاري رهيون. هنن انگريز عملدارن جي هلي وڃڻ کان پوءِ اسان جو جوش جذبو اڃان به وڌي ويو هو ۽ هڪ رات اندر چار چار ڌاڙا هڻندا هئاسون.

ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ پتو پيو ته اهي ته اسان سان ڌوڪو ڪري ويا آهن. توکي ياد هوندو ته انهيءَ زماني ۾ حرن جو وڏو تعداد ٿاڻن تي هفتيوار حاضري ڏيندو هو. حر اڳواڻن اهو فيصلو ڪيو هو ته پير سائينءَ جي مفاد خاطر اهو ڀلو آهي جو اهي حر ظاهر ۾ ٿاڻن تي هفتيوار حاضريون ڏيندا رهن. جيڪڏهن هو پنهنجن گهرن ۾ هوندا ته اسان جي چوڻ مطابق پيا ڪم ڪندا. جيڪڏهن هو روپوش ٿي ويندا ته چڱو ڪونه ٿيندو ۽ ڀڄي ويلن جو تعداد تمام گهڻو ٿي ويندو. هڪ ڏينهن جڏهن اهي سڀ حاضريءَ لاءِ چئن مکيه ٿاڻن تي گڏ ٿيا ته کين گرفتار ڪيو ويو ۽ کين رسن ۾ سلهاڙي فوج ۽ پوليس جي سخت نگرانيءَ ۾ ريلوي اسٽيشن ڏانهن موڪليو ويو. هڪ اسپيشل ريل وسيلي کين سکر آندو ويو، جتي عام جيل سان گڏ ڪئمپ جيل پڻ قائم ڪيو ويو هو. اهڙيءَ ريت اسان اٺ سو ماڻهن کان هٿ ڌوئي ويٺاسون، جن جي گهٽائي اسان جي ڏاڍو ڪم ايندي هئي. انهن مان ڪي ماڻهو اهڙا به هئا، جن کي سُٽت ٿي غازين جي ٽولين ۾ ڀرتي ڪرڻو هو. اسان جونءَ کي به اها خبر ڪانه هئي ته عملدار ائين ڪي رهيا آهن. ظاهر هو ته لمرڪ اسان جو وڏو دشمن ٿي پيو هو.

مکيءَ ۾ حرن جي اڳواڻن جي گڏجاڻيءَ ۾ محبت اها ڳالهه قبول ڪئي هئي ته حرن جي ايڏي وڏي تعداد جي ٻي وقتي گرفتاريءَ ڪري ڏاڍو نقصان پهتو آهي، جن ۾ ڪيترائي جان نثار حر هئا. پر اهو ته جنگ ۾ ٿيندو آهي. اسان کي ڪنهن به نقصان جو انديشو ڪرڻ کپي. هن ۾ گهبرائڻ جي ڪابه ڳالهه ڪانه آهي.

هن وڌيڪ چيو ته انگريز جپان جي مقابلي ۾ هزارين فوج ۽ جهاز وڃائي چڪا آهن. پر دنيا جي ٻين حصن ۾ سندن جنگ جاري آهي. سندن حالت ڏاڍي خراب به ڪٿي هجي، پر جيستائين هو پنهنجي هر شيءِ نه وڃائيندا، تيستائين هو آڻ ڪونه مڃيندا. سنڌ مان فقط پير سائين کين ڪڍي سگهي ٿو. اسان هتي فاتح آهيون. جيڪڏهن ٻيا به اٺ سؤ جوان حر جماعت مان نڪري ويندا ته اسان سولائيءَ سان ٻيا اٺ سؤ ماڻهو به گڏ ڪري سگهنداسون. اسان ته آخري حر تائين دشمن جو مقابلو ڪنداسون. ڪن مختصر ماڻهن کان سواءِ ساري حر جماعت به جيڪڏهن گرفتار ٿي وڃي ته به حرن جي عورتن ۽ ٻارن تي به اعتماد ڪري سگهجي ٿو ۽ اهي هر جاءِ تي اسان جي واهر ڪري سگهن ٿا. اسان حڪومت کي چڱيءَ ريت جواب ڏينداسون. وريام ۽ نورو اوهان کي اهڙيون هدايتون ڏيندا، جيڪي حر جماعت ۾ وڏي عزت ۽ احترام جا مالڪ آهن. منهنجي ڪوشش اها به آهي ته اتر سنڌ مان سرڪار کي جوڳو جواب ملي.

مان تو سان هڪ واقعي جو ذڪر ڪري رهيو آهيان جيڪو ڏاڍو دردناڪ هو ۽ توکي ٻڌائڻ کان پاڻ پلي نہ ٿو سگهان. هن قصي پوري ٿيڻ تائين تون ڪجھ بہ سمجھي نہ سگھندين تہ پوءِ واري زندگيءَ ۾ مون سان ڇا وهيو واپريو.

بابي جي وفات کان پوءِ ڏهن ڏينهن تي سندس ماني ڪئي وئي. ان وقت مان ساڌوريءَ ۾ هوس. بندوق وارو زخم اڃا نہ ڇٽو هو. تنهن ڪري مان پنهنجي ڪٽنب سان نہ مليو هوس. مون پڪو پهہ ڪيو تہ جيڪڏهن ڪو خطرو نہ آهي تہ مان گهر وڃان ۽ شهيد بابي جي وڃي قبر تي پيرو پريان. چاليهو بہ ويجهو هو، تنهن ڪري هڪ حر ٻڪرار ڇوڪري کي نياپو ڏئي گهر موڪليم تہ مان سڄ لٿي جهنگ جي فلاڻي جاءَ تي هوندس. جيڪڏهن گهر ڀاتي خطرو نہ سمجهن تہ مون سان اچي ان جاءِ تي ملن. مقرر وقت تي فقط منهنجو پٽ واليڏنو آيو هو جنهن کي هڪ پيرو پيهر ڪٽي مون ڇاتيءَ سان لاتو هو. ان مون کي چيو هو تہ، "بابا مان توکي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان." پر ڏٺم تہ هو منجهيل آهي تنهن تي کانئس پڇيم تہ گهر پوليس آئي آهي ڇا؟

"نہ پوليس تہ نہ آئي آهي. پر اڄ شام جو گهٽا فقير اسان جي گهر آيا آهن ۽ اڃا تائين اتي ويٺا آهن. انهن توکي وٺي اچڻ لاءِ مڪيءَ ماڻهو بہ مڪو آهي."

"پٽ گهٽا فقير! ڪهڙا فقير!"

"مان تہ انهن کي نہ ٿو سڃاڻان پر هڪ فقير کي ڏاڏي خليفو صاحب سڏي رهي آهي. مون ڪيس هڪ پيرو سانگهڙ ۾ بہ ڏٺو هو. مون کي خبر نہ آهي تہ هو ڇو آيا آهن. مون کي تہ هنن کان ڏاڍو خوف ٿئي ٿو. امان، ڏاڏي ۽ ٻڍي جيئندي بہ هنن کان ڏاڍو ڊڄي رهيون آهن. بابا! پوليس کان تہ ڪو خطرو نہ آهي جو فقير بہ ويٺا آهن. هنن فقيرن هڪ بہ ماڻهو پهري تي بہ بيهاريو آهي. مون کين حڪم ڏيندي پڻ ٻڌو آهي."

مان ڇوڪري جي ڳالهہ ٻڌي اچرج ۾ پئجي ويو هوس ۽ سمجهي رهيو هوس تہ اهي ماڻهو پوليس وارا آهن ۽ ويس مٽائي نقيرن جي روپ ۾ اسان جي گهر پهتا آهن جن کي ننڊڙو واليڏنو پڻ فقير سمجهي رهيو آهي. تنهن ڪري مان ڪن اپڙا ڪيون گهر وڃڻ لڳس. ٿوري پنڌ کان پوءِ بيهندي هيڏي هوڏي واجهائيندو اڪ ٽيٽ ڪندو نيٺ اچي گهاٽي جهنگ وٽ پهتس، جيڪو اسان جي گهر جي سامهون هو. پوءِ ڪرٽي جي ڪڙ تي مٽي چڙهي واجهايم ۽ ڏٺم تہ در آڏو گهر واري ٿلهي تي ڪٿن تي چار ماڻهو ويٺا آهن ۽ ڪجهہ پهري تي بيٺل نظر آيا. سندن منهن مهاندڻ مان سمجهي ورتم تہ اهي پوليس وارا ٿي نہ ٿا سگهن نہ وري ڪي

پوليس جا جاسوس آهن، پر پير سائين جا اصلي ۽ حقي مريد آهن. مون ويجهو پهچڻ سان هڪ ماڻهوءَ کي تہ جهٽ سڃاتي ورتو جيڪو عمر ۾ مون جيڏو ۽ نظاماڻي خليفي جو پٽ هو. نالو داد محمد هوس. نظاماڻي خليفو ۽ گل خان نظاماڻي پاڻ ۾ سؤٽ هئا. هي ماڻهو هاڻي تازو گرفتار ٿيو هو. ٻيو ماڻهو عمر ۾ وڏو ۽ طبيعت ۾ ڪجهہ کرو پئي لڳو. کيس چڱيءَ ريت چتائي ڏٺم ۽ سڃاتم تہ هو گڙنگ واري بنگلي وارن غازين جو ڪئپٽن هو. تنهن کري هترائڻ کان سواءِ اڳي وڌي اچي هٿ ڏنومانِ ۽ انهن کي کيڪاريم. هنن بہ مون کي ڀليڪار ڪئي. ٿوريءَ علڪ سليڪ کان پوءِ داد محمد چيو "سائين رکيا! آئين تہ ڏاڍو چڱو ٿيو. وينا بہ تنهنجي اوسيئڙي ۾ هياسون. اسان هتي ڏاڍي خراب ڪم لاءِ ٻڌا آهيون. اهڙي ڪم کي سرانجام ڪرڻ وقت تون پنهنجي سر پاڻ هتي هوندين تہ ڏاڍو ڀلو ٿيندو. هي ڪم تہ توکي پاڻ ئي هن کان اڳي ڪري ڇڏڻو هو پر تو ڪونہ ڪيو. هڪ ڳالهہ پنهنجا ڪن کولي ۽ دل کي پڪو ڪري ٻڌ. اڄ کان مهينو کن اڳ تہ تون گهر موجود هئين؟"

"هائو، آءٌ گهر هوس. پر ڳالهہ ڇا آهي؟" کيس ورائيم. گهر اندران ٻارن کيڏڻ جو ڪن تي ڪڙوال پيو. واليڏنو اندر گهر وڃڻ لڳو تہ مون بہ سندس ڪيڏ گهر اندر وڃڻ جي ڪئي تہ داد محمد مون کي ٻانهن کان جهلي پاسي تي وٺي ويو ۽ چيائين تہ تون هن وقت نہ ٿو وڃي سگهين. اوهان جو گهر جان نثار هجڻ جي کري ساري حر جماعت ۾ مشهور آهي. جڏهن واليڏني فقير هن فاني جهان مان اکيون ٻوٽيون تہ سيني کي دل جاءِ هئي تہ تون ان جا اندا ڀريندين ۽ ان جهڙو ناليوارو فقير ٿيندين. تنهن تي مون کيس ورائيم تہ، "صدقي وڃان مان تہ ڪجهہ بہ نہ آهيان ۽ کهڙي دعويٰ ڪريان، پر منهنجي ڪوشش سدائين اها رهندي تہ مان سدائين پير سائينءَ جي وفادار حرن مان ڳڻيو وڃان. مان تہ ڇا پر منهنجي گهر جا سارا ڀاتي پير سائينءَ جي وفادار نوڪرن مان آهن."

"ٻــر سائيــن رکيا! ڪٽڪ ۾ ٻڌڪ بہ ڦــٽي پوندي آهي تنــهن کي پاڙئــون پٽڻ کپي."

"مون سان ڳجهارتن ۾ نہ ڳالهاءِ."

چيائين تہ، "تنهجي پيءُ جي باغ ۾ هڪ گندو ٻوٽو پيدا ٿيو آهي تنهن کي پٽڻ گهرجي. هونءَ بہ چڱن مان ڇتا پيدا ٿيندا آهن. جيئنديءَ تي لعنت وسي هن تہ پير سائين جي نالي جي بہ لڄ نہ رکي. هوءَ تہ سندس انٽي هئي. هاڻي تہ مٺس ڪارپ جو الزام آهي."

داد محمد جي اها ڳالھہ ٻڌي منهنجا ٽپ ٽري ويا. ڪيس هٻڪندي ورائيم تہ، "اٿين تہ ڪڏهن بہ ٿي نہ ٿو سگهي. مان ڪيس ننهن ڪان چوٽيءَ تائين چڱيءَ ريت سڃاڻان. هوءَ تہ پير سائين جن جي جان نثار حر عورتن مان هڪ آهي. ڪنهن غلط ڏنو هوندو."

پر داد محمد رڪائيءَ سان ورائيو تہ، "غلطي هوندي! پير سائينءَ، تنهنجي ساري گهر ڀاتين ۽ ساري حر جماعت غلطي ڪئي. سڀئي هن ڳالھ ڪي پنهنجي بيعزتي محسوس ڪري رهيا آهن. تنهن ڪري هيءَ ڪني آگر جيترو جلدي وڃي ايترو ڀلو." مون ڪيس ورائيو تہ، "مون کي هن ڳالھہ تي تر جيترو بہ ويساھ نہ آهي. منهنجي هٿن ۾ جوان ٿي آهي. مان ڪيس ننهن ڪان وٺي چوٽيءَ تائين سڃاڻان، ڪٿي آهي؟ مان سائس ڳالهايان تہ سهي." ايئن چئي مون گهر اندر داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هڪ غازي منهنجو رستو جهلي بيهي رهيو.

تنهن تي داد محمد چيو تہ، "ڀلي ڳالهائي ڏس. چوڻ لاءِ باقي رهيو بہ ڇاهي؟ اڃا ڪارا ڀڙرا پيا آهن. هن جهنجهٽ مان جيترو اڳي جان ڇڏائجي ايترو ڀلو. اسان هن ڪم اڪلائڻ ۾ ڏاڍي دير ڪئي آهي."

مان ٻڌڻي غازيءَ ڪان پاسيرو ٿي گهر هليو ويس. گهر جي هڪ ڪنڊ ۾ ڏٺم تہ هڪ عورت ويڙهجي سيڙهجي ڳنڍ ٿي ويٺي هئي ۽ مٿان هڪ ماڻهو اڃي کھاڙي هٿ ۾ جهليون مٿس پهرو ڏئي رهيو هو. ٻيءَ ڪنڊ ۾ واليڏنو، امان، منهنجي زال سڏڪا ڀري روئي رهيون هيون ۽ مون کي ڏسي پار ڪڍي روئڻ لڳيون. تنهن تي مون کين چيو تہ، "ماٺ ڪيو نہ تہ مٿو پڇي رکندو سائڻ." ماٺ ٿيڻ کان پوءِ مون جيئنديءَ سان ڳالهايو.

"ماڻهو ڇا چئي رهيا آهن، ڳالھہ ڇا آهي؟"

هن گهگهيءَ آواز ۾ ورائيو تہ، "هنن مون کي نگھوسار ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪيو آهي تہ ڳالهائڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو؟"

"ڇا اها ڳالھہ سچي آهي تہ تو پير سائينءَ جو فرض وساري ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ سان ناتا قائم ڪري ورتا آهن؟"

"مان بلڪل بي گناھہ آهيان مون کي قسم آهي مرشد سائين جو تہ مان بلڪل پاڪ آهيان."

مان تڪڙ ۾ ٻاهر نڪري آيس ۽ کين ٻڌايم تہ، "هوءَ هر ڳالھہ ڪان انڪار ڪري رهي آهي."

"اها تہ ضرور انڪار ڪندي اڄ تائين ڪهڙيءَ ڪاري عورت پنهنجو ڏوھہ

باسيو آهي.“ ڏکهي غازيءَ نفرت وچان چيو. مان وري گهر اچي امان مٿان بيٺس جيڪا پنهنجي ڇاتي ڪُٽي ۽ ماتم ڪري رهي هئي. ڪيس ڪو هوش حوصلو نہ هو. مون ڪلهن کان وٺي ڪيس لوڏيو ۽ پڇيو تہ. ”امان اها ڳالهہ سچي آهي؟“ مان هن کان بار بار پڇندو رهيس ۽ هوءَ ڪجهہ بہ ٻڌائي نہ سگهي. ان کان پوءِ مان اڳتي وڌي پنهنجي زال وٽ ويس ۽ کانئس پڇيم جنهن وراڻيو تہ. ”مون کي تہ اهڙي ڪابہ خبر نہ آهي.“

تنهن تي مون پڇيو تہ. ”توهان تہ سڀ گڏ رهندا آهيو. هتي ڪير ايندو هو ڇا؟“ منهنجي زال وراڻيو تہ. ”اوڙي پاڙي جا ماڻهو جيڪي ايندا آهن ڪم ڪار سانگي ايندا هئا ۽ هليا ويندا هئا.“

”اها ڇوڪري هتي تہ ان ماڻهوءَ سان نہ سمهندي. اهي تہ جهنگ ۾ لڪيءَ چوريءَ مليا هوندا. جهڙيءَ ريت اهڙي نموني وارا ماڻهو ڪندا آهن. سائين رکيا! تون تہ اجايو پيــو ٿــو انهيءَ ڳالهہ کي اينگهائيـــن.“ در وٽ بيـٺل ماڻهوءَ رکائي سان چيو.

مون کانئس پڇيو تہ. ”ڪارو ڪير آهي؟ اهو ڪٿي آهي.“

”اهو سوپي ڳوٺ جو وساڻ آهي. جيڪڏهن تون اهو بہ ڏسڻ چاهين ٿو تہ اهو بہ موجود آهي.“

ان کان پوءِ اسان تازي لٽل ڪٽڪ جي ٻنيءَ جي وٽ ۾ پهتاسون جتي هڪ خوبصورت ڇوڪري جو لاش پيو هو، جنهن جو سر تڙ کان ڌار لڳو پيو هو ۽ سندس جسم تي ڪهاڙين جا ٻيا بہ ڪيترا گهاءَ هئا. زمين تي سڪل رت جو ڪارو ڌٻو ڏسجي رهيو هو. مان هن ماڻهوءَ جو لاش ڏسي چڙي ويس ۽ کين چيو تہ. ”هن قتل ٿيل ماڻهوءَ کان سواءِ ٻي ڪهڙي ثابتي آهي. توهان هن ماڻهوءَ کي قتل ڪري جيئنديءَ مٿان ڏوهہ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.“ منهنجي هن ڪاوڙ جي اظهار ڪري هنن کي نفرت جوڳا وڻ ڪديا.

”تون عليءَ کان پڇ تہ هن پنهنجي گنهگار اکين سان ڇا ڏٺو؟“ داد محمد ڪاوڙ وچان چيو.

جڏهن مان ان ماڻهوءَ ڏانهن ڏٺو تہ هو مون کان ڏڃي ويو ۽ داد محمد ڏانهن منهن ڪري چوڻ لڳو تہ. ”خليفا صاحب! اها ڳالهہ سچي آهي تہ اهو ڇوڪرو جيئنديءَ سان مختلف جاين تي ڳجهہ ڳوهہ ۾ ملندو رهندو هو. هڪ ڀيري جڏهن هنن تي منهنجي نظر پئي تہ هڪ ٻئي کان پري ٿي ويهي رهيا. ٻئي ڀيري مان هنن کي واهہ وٽي گهاٽي جهنگل ڏانهن ويندي ڏٺو هو.“

مان اها ڳالهه ٻڌي تپ ۾ اچي ويس. تنهن تي داد محمد چيو ته، ”هاڻي گهڻو ٿي چڪو. اچو ته هاڻي ڪم کي ختم ڪريون.“

ان ڪان پوءِ گهر پهتاسون. مان دڳ ۾ ڊاڍو مُنڊل هوس. ان وقت مون کي خيال آيو ته متان جيئندي هن ڇوڪري کي معلومات هٿ ڪرڻ واسطي ڪم آڻيندي هجي. هوءَ ٻول ٻڌي فقيرياڻي هئي. جڏهن مان ڪاررواين ڪرڻ لاءِ سيني گهر وارن ڪان موڪلائي توڪلائي نڪتو هوس ته هوءَ مون کي ساڻ وٺي هلڻ لاءِ اصلي ڳڪ تي پئي هئي ته هوءَ جيڪر پير سائينءَ جي مقصد واسطي حر جماعت سان گڏجي ڪم ڪري ته ڊاڍو چڱو. مان اها ڳالهه داد محمد کي ٻه ٻڌائي ۽ چيو هو ته هُو وڃي پاڻ ڪانئس پڇي ته ڇوڪري سان سندس ملڻ انهيءَ مقصد سان ته نه هو؟

”اها ڏاڻڻ ائين ته ضرور چوندي. سر بچاءَ لاءِ ٻيو ٻه الائي ڇا ڇا چوندي؟“ ڏگهي غازيءَ وراڻيو، پر داد محمد چيو ته، ”ڪٿي اها ڳالهه سچي به هوندي پر هن جو تعلق حرن سان هو ۽ هوءَ اٿي هئي ۽ ڪيس ڇوڪري جي قتل وقت ايڏو روج راڙو ۽ آهون الاهون ته ڪرڻيون ڪونه هيون. تنهن ڪري سمجهه ۾ اچي ٿو ته ٻنهي جي وچ ۾ ڪي ڳجهيون ڳالهيون ضرور هيون.“

مان وڌيڪ ڪجهه به چئي ڪونه سگهيس. داد محمد ۽ غازي اندر گهر هليا ويا ۽ ٿوري گهڙيءَ ڪان پوءِ جيئندي کي ٻاهر ڇڪي آيا. ان وقت داد محمد مون کي چيو ته ”پنهنجي گهر واريءَ کي چؤ ته ڇوڪري کي پاسي تي وٺي وڃي ۽ ماءُ کي به چؤ ته هوءَ به ڪيڏانهن پاسي تي ٻيهي.“ مان سندس چوڻ موجب ائين ڪيو. جيئندي جڏهن منهنجو ڳالهاءِ ٻڌو ته رڙ ڪري چيائين ته ”ادا مون کي بچاءِ. هن کي جهل ته مون کي قتل نه ڪن.“ ان وقت سندس منهن چڙهي ويو هو ۽ نهايت خوفناڪ ڏسجي رهي هئي. سندس آواز ۾ ڪتي جي وات ۾ آيل سهڙ وارا ڪيڪراٽ معلوم ٿي رهيا هئا.

مان ڪيس بچائڻ لاءِ اڳتي وڌيس. غازيءَ ۽ ٻين ماڻهن پنهنجي هٿن ۾ ڪهاڙين کي ايو ڪيو. داد محمد رڙ ڪري چيو ته، ”سائين رکيا! چريو ته ڪونه ٿيو آهين؟ تون هن لعنتي ڇوڪري جي عزت پير سائين جي عزت ڪان وڌيڪ ٿو سمجهين؟ شايد تو پنهنجي مريدي وساري ڇڏي آهي. اسان توکي ته قتل ڪرڻ ڪونه ٿا چاهيون. اسان پنج ڇهه ڄڻا آهيون ۽ تون اڪيلو آهين. اسان کي ائين ڪرڻ ۾ ڪو ڏوهه ڪونه آهي. اهو تنهنجي مٿان فرض آهي ته تون جيڏرو رهي پير سائين جي مقصد واسطي ڪم ڪندو رهين پر هن کي پنهنجي ڏوهه شريڪ

ڇوڪري جيان قتل ٿيٺو آهي. تنهن ڪري تون بيوقوف نہ ٿيءُ ۽ هڪ سچي مريد جيان ماڻ رهہ، جنهن جي اسان کي توقع آهي." ان کان پوءِ هن ٻن فقيرن کي اشارو ڪيو جيڪي منهنجي ۽ جيئندي جي وچ تي هلڻ لڳا. اسان ان جاءِ ڏانهن وڌي رهيا هئاسون جتي قتل ٿيل ڇوڪري جو لاش پيو هو.

مان ڇا پئي ڪري سگهيس؟ مون کي ايتري سگهہ هئي جو هنن مان هڪ يا ٻہ تہ مان بہ ڊاهي سگهان ها! پر ڇا ڪجي جو اهي حر هئا ۽ مون کي سندس چوڻ مطابق عمل ڪرڻو هو. جيڪڏهن ائين ڪريان بہ ها تہ ٻين کان جيئندي جي جان آجي ڪرائي ڪونہ سگهان ها. هن هڪ ٻہ پيرو وري بہ رڙيون ڪيون پر هو ڪيس اڳتي گهليندي وٺي رهيا هئا. جڏهن سندس نظر ڇوڪري جي لاش تي پئي تہ پوءِ هن هلڻ ۾ اڙي ڪانہ ڪئي. مان سندس اصلي ۽ فطري آواز ۾ هي لفظ ٻڌا: "هي ڇوڪرو تہ ويچارو بي ڏوهو ۽ معصوم هو. مان بہ بي ڏوهي ۽ معصوم آهيان. جيڪڏهن مون کي پير سائين جي عزت خاطر قتل ٿو ڪيو وڃي تہ مان حاضر آهيان. آءُ اوهان کي ڪا بہ تڪليف ڪانہ ڏينديس."

ان وقت داد محمد هوريان چيو تہ "ڏسو ڳالهہ صاف ظاهر آهي."

"اسان کي ڪتي ڪم اڪلائڻ ڪپي؟" غازيءَ پڇيو. تنهن تي داد محمد ورائيو تہ "هن لاش کي واهہ جي ڪناري ڪٺي هلو ۽ سارو ڪم اتي مڪمل ڪرڻو پوندو پر سائين رکيا! بهتر آهي تہ تون پوئتي موٽي وڃ."

اها ڳالهہ ٻڌي جيئنديءَ رڙ ڪري چيو تہ "ياءُ ائين نہ ڪجانءِ. جيستائين مان زنده آهيان هي وحشي ماڻهو منهنجي جسم کي هٿ لڳائي نہ ٿو سگهي. مري ويس تہ ڪنهن تي ميار ناهي. مان تنهنجي هٿن ۾ مرڻ چاهيان ٿي. مان ائين آرام سان مري سگهنديس. ياءُ! اڄ مان مرڻ لاءِ بلڪل تيار آهيان."

مان سندس اها ڳالهہ ٻڌي ڇرڻ وساري ويس. پوءِ فقيرن هڪ ٻئي ڏانهن ۽ مون ڏانهن ڏٺو ڇڻ تہ اهي بہ چوندا هجن تہ هن ڇوڪري کي قتل تون ڪر. ان وقت جيئنديءَ رڙ ڪري چيو، "سائين رکيا! تو مون کي بي انتها پيار ڪيو آهي. مان توکي ياءُ ٻين واري ان سچي پيار جو واسطو ٿي وجهان تہ خدارا تون مون کي پنهنجي هٿن سان قتل ڪر، ها! مون کي بابي جي صدقي ۽ پير سائين سردار جي صدقي تون پنهنجي هٿن سان قتل ڪر ۽ جهٽ ڪر." مون ڏانهس نهاريو. ان وقت هوءَ مون کي ڏاڍي سهڻي لڳي. ڄڻ بهشت جي حور. مان ڏڪي ويس ۽ ٽاڪرو ڪانءَ جيان ڪرڙ ڪرڙ ڪري چيم تہ مان هي قتل ڪري ڪونہ ٿو سگهان.

تنهن تي جيئنديءَ گجگوڙ ڪري چيو تہ، "جيڪڏهن توکي مون کي قتل

ڪرڻ جي همت ڪانہ آهي تہ منهنجي موت جي پڇاڙيءَ واري لعنت تهنجي مٿان وسندي رهندي."

ان وقت غازي بہ ڏايا اتاولا ٿي ويا ۽ چوڻ لڳا تہ، "ڪيس قتل ڪر يا اسان ڪيس قتل ڪري ڇڏينداسون."

مون جيئندي ڪي ٻٽڪندي چيو تہ، "گهٽ ۾ گهٽ تون منهن تہ ٻئي پاسي ڪر."

پوءِ هن مون ڏانهن آخري ڀيرو نهاريو. سندس نظرون هر احساس کان خالي هيون. پوءِ هن پوتيءَ سان منهن ڍڪيو ۽ ڪنڌ جهڪائي چيو "هاڻي."

پوءِ منهنجي بہ هٿڙي ڪهاڙي پوري سگهہ سان سندس ڪنڌ مٿان لٿي ۽ پوريءَ جاءِ تي لڳي. مان تيڙ ڪائي ان بيٺل جاءِ تان پري ٿي ويس ۽ ڪنڌ ورائي ڪونہ ڏٺم تہ ڇاٿيو ڇا نہ ٿيو؟ اٿين نڪتو هليو آيس.

## [8]

جنهن وقت آءُ مکيءَ ۾ ٽڪڙو ٽڪڙو داخل ٿي رهيو هوس ته ان وقت اونداهي ڇانئجي چڪي هئي. ٿاڌا ۽ تيز ڪائيندي منهنجو مٿو ڪيترا ڀيرا وڃي وٺن سان لڳو هو ۽ ڪنڊن وارين ٽارين ۾ لڳڻ ڪري منهنجو سارو منهن ڳوڙهيون ڳوڙهيون ٿي پيو هو. پر جيڪڏهن ڏينهن هجي ها ته به مان ائين ٽڙندو ٽاٻڙندو هلان ها. مان خطرناڪ ڏوهه ۽ ظلم ڪرڻ ڪري آپي ۾ نه هوس. ائين پانئجي رهيو هو ڄڻ مان رات جي اوٿاري ۾ گهمي ڦري رهيو آهيان. جيئنديءَ جو بي انتها خوبصورت منهن ۽ سندس خوفناڪ قتل، ان ڪان پوءِ ڏائڻ جهڙو خوفناڪ مهاندو منهنجي اڳو نچي رهيو هو. مان بار بار دل ۾ چئي رهيو هوس ته اي مرشد سائين! مان اهو سارو ڪيس قهر پنهنجي عزت ۽ احترام خاطر ڪيو آهي. پوءِ مون ڪهاڙيءَ ڏانهن ڏٺو ته محسوس ٿيو ته اها حقيقت آهي يا سپنو آهي. منهنجي پيڻ جو رت سڪڻ شروع ٿي ويو هو. هن ڪهاڙيءَ کي بابو ته تمام گهڻو چاهيندو هو. وفات وقت به سندس هٿن ۾ هيءَ ڪهاڙي جهليل هئي. سندس مئي ڪان پوءِ هن ڪهاڙيءَ جي ڳن مان هن جا هٿ به مون ڇڏايا هئا. ان وقت مون کي پاٿاٽي اچي وئي ۽ الٽي اچڻ لڳي. پر اچي نه سگهي هئي. خبر نه هئي ته ڪيڏانهن وڃي رهيو آهيان. بس انڌن جيان ائين اڳتي وڌي رهيو هوس. ان ڪان پوءِ پانيم ته ڪنهن ڪپر تي چڙهي رهيو آهيان. منهنجي اڳيان ناري جو لڙيو پاڻي وهي رهيو. مان زور سان ڪهاڙي اڇلائي جيڪا وڃي وچ ناري ۾ ڪري. ان رات جو وڏو حصو ڊومائون ڪائيندي لنگهي ويو. صبح جو ٻڪ لڳي ته پنهنجي غازي سائين ڏانهن هليو ويس. ڪين پيرائتي خبر اڳيئي پهچي چڪي هئي. هن مون ڏانهن نمائڻ نيٽن سان نهاريو ۽ مون سان ڳالهايو ٻولهايو ڪونه. ٿوريءَ گهڙيءَ ڪان پوءِ نورو وساڻ مون وٽ آيو ۽ چيائين:

”سائين رکيا! توکي هيانءُ هارڻ نه گهرجي. تو ته هڪ سچي حر جيان ساري جماعت تان ڪارنهن جو لينگهو لاهي ڇڏيو آهي. اها ڳالهه ٿي وئي، چٽي. تنهنجو فقير جماعت ۾ نالو مٿاهون آهي. اها ڳالهه هاڻي وساري ڇڏ ته اها لعنتڻ چوري ڪڏهن ڇائي به هئي. تنهنجي هٿن ڪان کي وڏا ڪم ٿيٽا آهن. اڄ ۽ رحيم

هنگوري سان مل. توکي خبر آهي تہ ٽيون ڏينهن چونياري لاڙي واري ڪاروائي هن ڪئي آهي. ڪلهہ رات اسان وري ڪپري واهہ کي ڪنڌ هنيو هو. سانگهڙ کان اوير رهندڙ ماڻهن کي جلد ئي پتو پئجي ويندو تہ انهن علائقن ۾ سرڪار پنهنجو اختيار وڃائي چڪي آهي. تون جڏهن اهو سارو احوال ٻڌندين تہ تنهنجو هيانءُ سڌير ٿي ويندو."

منهنجا ڪن انهن ماڻهن جي ڪلڻ ۽ اجائي ڳالهائڻ ڏانهن ڪڙا ٿي ويا. سمجهہ ۾ ائين اچي رهيو هو جڻ تہ اهي اچل ۽ اولهو ڏئي مون تي کل ۽ ٺٺول ڪري رهيا هجن جڻ تہ اهو ڪو ڪلهوڪي ڳنيير وايو منڊل جو پڙاڏو هجي. مون رحيم هنگوري کي بہ ٽي ڀيرا ڏٺو هو جيڪو زميندار، پٺسي ڏوڪڙ وارو هو ۽ ياڳيو هو. مڪيءَ جي اوير سندس مال چرندو رهندو هو. پر هن بہ ٻين سچن مريدن جيان پنهنجي مڏيءَ ملڪيت کي ٽوڪتا چٽي اچي مکي وسائي هئي. ان سان گڏ فقيرن جي هڪ ٽولي بہ ٺاهي ورتي هئائين، جنهن ۾ گهٽو ڪري سڀ ماڻهو سندس ذات وارا هئا.

قد جو بندرو هو. چوڪرين ڪان فوٽ سوا ڊگهو هو. منهن ننڍڙو گول، اکيون تيز ۽ منهن تي سدائين مرڪ رهندي هيس. هي پڙهيل بہ گهٽو هو. عام ڳالهہ مشهور اها هئي تہ هيءُ پنهنجي ماءُ کي سندس هنگوري مڙس مان نہ هو. پر سندس پيءُ سانگهڙ جو ڪراڙو مکي هو. هو هندو ضرور هو، پر پير سائين جو مکيہ ماڻهو هو جيڪو حر عورتن سان عشق بہ ڪندو هو. حر جماعت ۾ سندس ڏاڍو مان مرتبو هو. ڪيس سمجهيو بہ حر ويندو هو، پر اندر ۾ حر نہ هو. سندس پٽن کي بہ حر سمجهيو ويندو هو جيڪي فقيرن کي اهم معلومات سان گڏ ڪارتوس بہ ڏيندا هئا.

رحيم هنگوري سان منهنجي واقفيت نوري وساڻ ڪرائي ۽ ڪيس چيائين تہ پنهنجي ڪاروائيءَ جي ڳالهہ سائين رکڻي کي ٻڌاءِ. پر اها ڪاروائي نوري جي اڳوائيءَ ۾ ٿي هئي.

ان کان پوءِ هن ڳالهہ ڪرڻ شروع ڪئي تہ، "واهہ جي ريگيوليٽر پرسان ٺهيل ڪوارٽرن مان هڪ ۾ ماڻهو سمهيو پيو هو جيڪو واهہ جي ريگيوليٽر جي سنڀال ڪندو هو. اسان در تي ٺڪ ٺڪ ڪري ڪيس وڃي ننڊ مان جاڳايو ۽ چيو تہ اسان پير سائينءَ جي سرڪار جا ماڻهو آهيون ۽ اسان کي ريگيوليٽر جي ڦاٽڪن کي هيٺ لاهي ڇڏڻ جو حڪم ڪيو ويو آهي. اسان جي ڳالهہ ٻڌي هو ٽپ ۾ پئجي ويو. تنهن ڪري اسان چابيون ڪنيون ۽ پاڻ وڃي ريگيوليٽر جا ڦاٽڪ هيٺ

لاتاسون، جيڪي نئين نموني جا هئا ۽ هيٺ ڪرڻ ۾ ڪا ڏکيائي محسوس نہ ٿي. نہ تہ پراڻي قسم جا ٿانڪ هيٺ لاهڻ ۽ مٿي چاڙهڻ ۾ ڏاڍا ڏکيا هوندا هئا. واقعي مان سچ ٿو چوان نہ نورا؟ پوءِ اسان واهہ جي ڪپ کي ٽورو وڍ ڏنو ۽ پاڻيءَ جو لنگهہ ٺاهيو. ٿانڪن جي هيٺ لهڻ ڪري پاڻيءَ جي سطح ۾ چاڙهہ ايندو ويو تہ پاڻي ان هلڪي ڪنڌ منجهان زور سان وهڻ لڳو. سرڪار جا تيار ڪيل بئريج وارا هاٿوڪا واهہ ٺاهيل اهڙا آهن جو زمين جي مٿاڇري کان گهٽ مٿي وهندا آهن ۽ اسان جي مقصد جي عين مطابق آهن. اسان هاڻي سمجهي چڪا آهيون تہ اهڙن واهن کي ڪنڌ هٽڻ جڻ اڪ مان ماکي لاهڻ آهي. اسان اهڙا ڪنڌ ساري ملڪ ۾ هٽي سگهون ٿا.

اهو ڪم اڪيون ٻوٽي انڌن جيان ڪرڻو نہ آهي ۽ نہ وري اٻهرائيءَ کان ڪم وٺبو. اسان کي اهو ضرور ڏسڻو پوندو تہ ير پاسي واريون ٻنيون دوستن جون آهن يا دشمن ڌر جون. اهڙي ساري رٿابندي محبت فقير کي ڪرڻي آهي."

تون پنهنجي خيال ۾ صحيح آهين. پر جڏهن مان ريگيوليٽر جي ٿانڪن ڏانهن ڏسي رهيو هوس تہ مون کي هڪ ڳالهہ ڌيان ۾ آئي. مون ريگيوليٽر واري ماڻهوءَ کي چيو تہ، مان پنهنجي سوچ ويچار ۾ صحيح آهيان يا نہ؟ ريگيوليٽر جا مٿي ڪنيل ٿانڪ نقط هڪ تارن جي وَرت جي آڌار تي بيٺل هوندا آهن. جڏهن مون ان ورت کي ڏک هنيو تہ يڪتاري جي تار جيان وڄڻ لڳي. تمام گهٽي چڪيل هئي. ان کي جيڪڏهن ڪاٽ ڪپڻ واري اوزار سان زوراٽا ڏک هڻبا تہ ٿانڪ ڇڄي وڃي هيٺ ڪرندا. جيڪڏهن اسان وٽ ٿانڪن کي هيٺ مٿي ڪرڻ وارا هٿيار، اوزار نہ هوندا تہ بہ پنهنجو ڪم ائين بہ ڪري سگهجي ٿو.

جڏهن اسان ڏنو تہ پاڻي پاڻ ئي اسان جو ڪم ڪري رهيو آهي تہ مون نوري کي صلاح ڏني تہ ڇو نہ ڪا خوشي ملهايون. تنهن تي چرئي ميرڻ ڇا ڪيو جو ريگيوليٽر جي نگران کي عورت جا ڪپڙا پارائي ڪيس ڇپائين تہ حيدرآبادي ڪدڙن جيان جهمر هڻي. ان کان پوءِ هو نچڻ لڳو ۽ اسان تاڙيون وڄائڻ شروع ڪيون. ناري پار وارو هڪ پٽ ڇوڪرو بہ اتي موجود هو. اهو ماڻهو تمام گهٽو ٿلهو هو. مون اهڙو مزو ساريءَ زندگيءَ ۾ نہ ڏٺو هو.

ميرڻ مري منهنجو پراڻو يار، مون جيان اهنڌ هو. اسان ٻئي ڏُٺا چور هئا سون. ڏڳي چوڻيءَ ۾ بہ نالي چڙهيل ۽ جهٽ هڻاسون. هو ڪلندو اچي منهنجي پرسان ويهي رهيو. مون ڪانئس پڇيو تہ هن اوهان سيني کي سچائي ورتو هوندو. تنهن تي ميرڻ چيو تہ جيڪڏهن سچاتو هونداٺين بہ تہ ڇا ٿيندو. هن هيڻان ڪم

ڪندڙ مزدور ۽ بيڙائت سڀ حر آهن. انهيءَ جوءِ ۾ ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي اهڙي نوڪري نہ ملندي آهي. سو انهن ماڻهن جي هوندي اسان مٿان چغلي هڻي نہ سگهندو. پر اسان ڪيس جيڏرو ڇڏيو هو اهو ڪو مٿس گهٽ ٿورو نہ هو. هونءَ بہ هو واٺيو آهي سهي جي ڪل.

الائي ڇو هيءَ تڇ مان ڳالهہ منهنجي ڪک ۾ ڪنڊي جيان هري رهي هئي. ميرڻ جي هلت چلت ۽ رحيم جي ٻي گوندرائي ڪري مون کي جڻ هيانءَ ۾ ولهوٽا پوڻ لڳا. جيترو وقت بہ مان اڪيلو ويٺو رهيس تہ مون کي چنتا وڪوڙي وئي هئي تہ هن ائين ڪري چڱو ڪونہ ڪيو هو. پر مان پنهنجي پر ۾ خوش هوس تہ مون پنهنجو فرض نڀاهي سچي حر هجڻ جو ثبوت پيش ڪري ڇڏيو هو. پر پوءِ بہ منهنجو اندر ڪاڏل هو ۽ ڪي شڪ شبها منهنجي هيانءَ کي جڻ پٽي رهيا هئا.

جڏهن مان سيني ڳالهين تي ويچارڻ لڳس تہ مون کي محسوس ٿيڻ لڳو تہ جيئندي ڪنهن سازش جو شڪار ٿي وئي هئي. پهرين ڳالهہ تہ ڪهڙن ماڻهن مٿس ڪارنهن جو نڪر ٻڌو هو؟ دادمحمد انهن ٻن نظاماڻين مان هڪ هو جن جي پيٽرن جيئنديءَ جو هن لاءِ سڱ گهريو هو. دادمحمد اسان جي گهر ايندو ويندو ۽ جيئنديءَ کي ڏسندو رهندو هو ۽ ساڻس شادي ڪرڻ جو ڏاڍو خواهشمند هو. جيئنديءَ جي جيڪڏهن ڪنهن ٻئي حر سان شادي ٿي بہ وڃي ها تہ بہ هو ڪيس پنهنجي محبوبہ طور ضرور رکي ها. پر جڏهن هوءَ پير سائين جي اٿي ٿي وئي تہ هن جي پهچ کان پري ٿي وئي هئي. مون کي پڪو ويساهہ آهي تہ داد محمد اهڙين ڳالهين ڪري گهاڻجي پيو هو. تنهن ڪري هن پنهنجي نينهن جي ناسور کي هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏڻ جي ڪوشش ڪئي تہ نہ هو جيئنديءَ کي ڏسندو نہ وري هن جي محبت جا سٽل سور جاڳندا. هن سازش ۾ پير سائين جي بنگلي تي رهندڙ ڍگهي غازيءَ پنهنجو اهو ڪردار ڇو ادا ڪيو؟ پير سائين سردار جڏهن پويون پيرو گڙنگ واري بنگلي تي آيو هو تہ هي ڍگهو غازي منهنجي ڦڙتيءَ ۽ چالاڪيءَ ڪري ڏاڍو شرمندو ٿيو هو. ان وقت جنهن نفرت وچان هو مون ڏانهن گهوري رهيو هو سا مون کي چڱيءَ ريت ياد آهي. محبت ۽ ٻين اهم فقيرن مون کي مبارڪون بہ ڏنيون هيون. تنهن ڪري هو اجا بہ وڌيڪ ڪامي پچري ويو هو. پنهنجي فرض کان لاپرواهہ هجڻ ڪري پير صاحب بہ ڪيس شايد سزا ڏني هئي. هن مون کان اهو پلاند جيئنديءَ جي ڪارنهن ۽ قتل وسيلي ورتو.

هن ڳالهہ تي جڏهن مون ڪجهہ وڌيڪ سوچيو ويچاريو تہ مون کي اجا بہ

وڏيڪ ڏک محسوس ٿيڻ لڳو. ڇاڪاڻ ته هن ساري پوتاميل ۾ مون کي پنهنجي گهر واريءَ جا ٻه هٿ بدل ڏسڻ ۾ آيا هئا. سازش جي ساري سرڪڻ ڦاهي هن اڏي تيار ڪئي هئي ۽ پوءِ پاڙهيرين کي نينڊ ڏني هئي. هوءَ جيئنديءَ کان نت پٽي سڙندي ۽ ڪامندي هئي. مان ٻه جيئنديءَ سان بي انتها پيار ڪندو هوس، جيڪو ڪيس نه وڻندو هو. اسان ٻنهي ياءُ پيڻ ۾ ڏاڍي سک ۽ سهنڌ هئڻ ڪري هوءَ چڻ ڪنهن ليکي ۾ ئي نه هئي. هوءَ ظاهر ۾ ڏاڍي کيرکنڊ ڏسڻ ۾ ايندي هئي پر اندر جي اڇي نه هئي. چڻ رٺل رٺل رهندي هئي. مون کي ٻه پڪ نه هوندي هئي ته سندس دل ۾ کهڙو گدڙ وينل آهي. هن کي امان ۽ جيئنديءَ جيڪي ڏک ڏاڪڙا ڏنا سي ڏيرج سان سهندي ۽ ڪنهن مناسب موقعي جي تاڙ ۾ رهندي آئي ۽ جڏهن ڪيس اهڙو سونهري وجهه ملي ويو ته پنهنجو پائيءَ پائيءَ جو حساب پاڙي ورتائين. جيئندي نه رڳو بي انتها سهڻي، هئي پر ذهين ٻه ڏاڍي هوندي هئي. گهر ۾ سندس حيثيت مٿاهين ٻه هوندي هئي. تنهن ڪري منهنجي گهر واريءَ جي سائس پوندي ئي نه هئي. جيترو آءٌ هن معاملي تي وڌيڪ گهرو سوچيندو رهيس سيِ ڳالهيون صاف ٿينديون ويون. حقيقت اها آهي ته جيئندي بي ڏوهي هئي. هوءَ ان ڇوڪري سان ڳالهائيندي ٻولهائيندي ان ڪري هئي ته جيئن ڪانئس حر جماعت لاءِ وڌيڪ معلومات وٺي سگهي ۽ پير سائين سردار جي مقصد لاءِ جوش ۽ جذبي سان ڪم ڪري سگهي. مون سان ڌوڪو ڪيو ويو هو ۽ پنهنجي بي ڏوهي ڀيڻ کي پنهنجي هٿن سان کهي ويهي رهيس. مون کي بي گناهه قتل جي ڳاراٽي جهوري رکيو هو. مون قسم کڻي ڇڏيو هو ته مان پنهنجي زال کي وري نه ڏسندس.

ڪنهن کي اهڙيون ڳجهيون ڳالهيون ٻڌائڻ ممڪن نه هو. محبت ٻه اسان سان گڏ رهندو هو. پر ڪيس ٻه اهڙيون ڳالهيون ٻڌائي نه ٿي سگهيس. اڳي مون کي مڪيءَ جا نرمل نظارا ڏاڍا وڻندا هئا. پر هاڻي ته انهن کان ٻه بيزار ٿي ويو هوس. يارن دوستن سان ٻه ملڻ کان لنوائيندو هوس. ڪارروايون ڪرڻ لاءِ نت نينڊ ڏني ويندي هئي، پر مان اڳهائيءَ جو منهن ڪري نه ويندو هوس. دل ڇجي ڀور ڀور ٿي پئي هئي. مون ٻه ٿي ڏينهن چڻ ڪوري ۾ ڪامندي گذاريا. پوءِ نوري کي چيم ته مون کي ڪاروائين لاءِ ڪنهن پرانهينءَ جوءِ ڏانهن موڪلي ته ڀلو.

نوري ڪن پل سوچڻ ويچارڻ کان پوءِ چيو ته، ”مان چاهيان ٿو ته اهڙو ڪو ماڻهو هجي جو ٿر جي راهڙن کي ڪاروائين لاءِ اياري، جن هن وقت تائين ڪک ڀڃي ڀيٽو نه ڪيو آهي. کپري يا اوسي پاسي جي غازيءَ هڪ ٽولي جوڙي ورتي آهي. سندس نالو ابراهيم ۽ ذات جو ڀنيرو آهي. هي راج جو چڱو مڙس آهي. مان

خط لکي توکي ڏيان ٿو جيڪو تون ابراهيم پنيري کي پهچاءِ. ابراهيم پنيرو اهو خط ٻاهڙيءَ جي لقمان راڄڙ کي پهچائيندو جيڪو ٿر جي حرن جو مک آهي. منهنجو خيال آهي تہ سائين رکيا! تون اتي وڌيڪ سٺو ڪم ڪري سگهندين. جڏهن معاملو چڱيءَ ريت سٺون تي روانو ٿي هلي تہ تون هيڏانهن موٽي اچجانءِ. پوءِ هن رحيم کي خط لکڻ لاءِ چيو تہ هو لقمان کي ٻڌائي تہ مکيءَ جا فقير حڪومت خلاف جنگ جو اعلان ڪري چڪا آهن. پر تون عورتن جيان گهر ۾ ويٺو آهين. ان کان سواءِ نوري ابراهيم ۽ ٻين مردن ڏانهن مون کي نياپو بہ ڏنو تہ لقمان ڏانهن ويندڙ رستو مون کي ضرور ٻڌائن.

مون کي ابراهيم کي ڳولي لهڻ ۾ ڪابہ ڏکيائي نہ ٿي. هي تجربيڪار ويڙهاڪ هو. هن ڌاڙا ۽ ڦريون ڪري چڱو پئسو گڏ ڪري ورتو هو. ان کان پوءِ هن حر ڪاروائين ۾ بہ حصو وٺڻ شروع ڪيو هو تہ من هتان ڦر لٽ وسيلي ڪجهہ وڌيڪ ڏوڪڙ پئسا گڏ ڪري سگهجن. سندس ٽوليءَ ۾ اٺ ماڻهو هئا جن جي مدد سان ناري جي هن پار وچي هن هڪ ڳوٺ تي ڌاڙو هنيو. ان جي نتيجي ۾ ڳوٺ جا زميندار ۽ حر جماعت جا دشمن ماڻهو مارجي ويا هئا، ڪيترين بندوقن ۽ ٻيو قيمتي سامان هٿ لڳي ويو هو. ٽوليءَ جي هڪ ماڻهوءَ کي مٽي ۾ بندوق لڳي هئي. پر گهاءُ خطرناڪ نہ هو. ابراهيم پهريائين تہ مان نہ مان نہ ڪئي تہ لقمان جي ڪمانڊ هيٺ ڪم نہ ڪريان. پر هو هڪ سچو حر هو تنهن ڪري نوري جو حڪم قبول ڪيائين. اسان ٻيڙيءَ وسيلي نارو اکري کوڙي کان ٻئي پار پهتا سون ۽ هندن جي هڪ سکئي ستابي ڳوٺ تي وچي ڌاڙو هنيون سون. ابراهيم پنيري ٻڌايو هو تہ ڦرلٽ لاءِ هي ڳوٺ ڏاڍو چڱو آهي.

ڏاپڙيءَ تائين تہ واقعو پيش نہ آيو. هي انهن ڳوٺن مان هڪ آهي جن ۾ فقط چؤنرا نظر ايندا آهن. اُهو مٽي پٽن تي اڏيل ۽ ناري جي ڪنڌيءَ سان واقع آهي. هيءَ جُوءِ سکي ستابي آهي جيڪا ميل سوا ٿر اندر بہ هلي وئي آهي. لقمان پنهنجي سر هڪ چڱو ماڻهو هو. زميندار هئڻ سان گڏ اثر رسوخ وارو بہ هو. ان کان سواءِ سميجن زميندارن جو خاص ماڻهو بہ هو. رحيم هنگوري جيان پڙهيل هو. سندس گهر ۾ ڪرسيون ۽ ميزون بہ هونديون هيون. اهڙين شين تي سب انسپيڪٽر ۽ ٻيا معزز ماڻهو ويهندا آهن. پاڻ بہ سهڻو جوان هو. لٽا ڪپڙا بہ کيس ڏاڍا ٺاهوڪا پاتل هئا، تنهن ڪري ڏاڍو شاناٽتو ڏسجي رهيو هو. مون وچي کيس خط ڏنو. پڙهڻ کان پوءِ مون کي چيائين تہ منهنجي دوست نوري کي سنت ٿي پتو پئجي ويندو تہ ٿر جا حر بہ ويسلا ڪونہ ويٺا آهن ۽ مکيءَ جي حرن کان ڪڏهن بہ

پوئتي ڪونہ پوندا. مان پاڻ بہ پير پساري واندو ڪونہ ويٺو رهيو آهيان. اسان بہ ڪاروائين جي ڏُمر ڏَڙي لائي ڏني آهي ۽ اها ويل ويجهي آهي جو هي ساروعلائقو منهنجي ضابطي هيٺ اچي ويندو. مان خط جي جواب ۾ عملي ثابتي ڏيندس، جن کي ڏسي نورو ڏاڍو خوش ٿيندو.

ٻئي ڏينهن پوپاڙيءَ جو اسان کي ڄاڻ ملي تہ شهدادپور ۾ رهندڙ آفيسرن ليمرڪ ۽ گلرٽ، گڙنگ تي پريات مهل اوچتو ڇاپو هنيو آهي جن سان گڏ پوليس ۽ فوج جو وڏو تعداد هو ۽ پير سائين جا فرزند ۽ سندس گهر ڀاتي لارين ۾ وٺي هليا ويا آهن ۽ هنن بنگلي تي رهيل هر ماڻهوءَ کي گرفتار ڪري ورتو آهي. اها ڳالهہ ٻڌي اسان جي تڪڻ مٿان ڄڻ ٽانڊا ٻکڻ لڳا. لقمان گجگوڙ ڪري چيو تہ ان ويل سانگهڙ وارا فقير ڪٿي هئا؟ هنن سرڪاري ماڻهن کي اسان جي غيرحاضرمرشد جي توهين ڪرڻ جي وري ڀيهر بہ آرام سان موڪل ڏئي ڇڏي؟ تنهن تي مون کيس ورائيو تہ ان وقت گڙنگ بنگلي تي بيٺل پهريدارن جو ڪئپٽن هڪ راڄڙ غازي هو. اهو پهريون ڀيرو ڪونہ هو جو بنگلي مٿان اوچتو ڇاپو لڳو آهي. هنن تہ اڳي بہ اهڙي ڇائي ڀاتي آهي. منهنجو اهو ويڻ ٻڌي لقمان جو ڪاوڙ ۾ منهن ٽامڻي هٽي ويو ۽ هُن مون سان هن ڳالهہ تي بحث مباحثو ڪرڻ ڪونہ چاهيو. ٿوري وقت ڪان پوءِ اها بہ سوڌي ڄاڻ ملي هئي تہ هن ڏڪڻ ۾ ڏُڪ پائيءَ ۾ مرڻ جهڙي ماڻهوءَ نہ رڳو پاڻ پنهنجي گرفتاري پيش ڪئي پر ٻين کي بہ ٻڌائي پوءِ ساهہ پٽيو هئائين. ان وقت پهريدارن جو تعداد ڪٿي ٿورو بہ هو پر ڇا ٿي پيو. اوسي پاسي جا ڳوٺاڻا اها ڪُهتي خبر ڪٿي وهلو وڃي سانگهڙ رسيا هئا ۽ شهزادن کي بچائڻ ڪاڻ پنهنجا سر ترين تي رکي اچي پڙ تي پهتا هئا. پر پوليس ۽ فوج جو گهڻو تعداد ڏسي ڏهڪائجي ويا هئا ۽ پويان پير ڪري اچي مکيءَ پهتا هئا. هنن ساڳيءَ رات ڪجهہ ڪرڻ واسطي گڏجاڻي ڪوٺائي هئي. ان وقت جاسوسن کين خبر ڏني تہ فوج ۽ پوليس مٿن ڪاهي اچي رهي آهي. اها ڄاڻ ٻڌي سندن وايون ولهڙيون ٿي ويون ۽ ڪک پن ٿي جاڏهون جو تاڏهون هليا ويا.

ان وقت پنهنجن سائين جي اوٺائين ڪري مون کي لقمان جا طعنا سهڻا پيا. الائي ڇا جو ڇا ڇئي وڃي پار پيو هو. پر حقيقت اها هئي تہ حر اڳواڻ وريامر جي نہ هجڻ ڪري ٻن ڏڙن ۾ ورهائجي ويا هئا ۽ ڪنهن بہ هڪ رٿابنديءَ تي سهمت ٿي ڪونہ سگهيا هئا. ڇاڪاڻ تہ هن ساري ڪاروائي جي ڪمانڊ ڪيس ڪرڻي هئي. اسان جي اندر کي اهو آتت بہ مليو هو تہ سرڪاري ڪامورا پير سائين جي پاڪن سان ڏاڍي مان مرجاتا سان پيش آيا هئا. انهن عملدارن سندن خدمت

چاڪري لاءِ انگريز عورتون آنديون هيون. لاريءَ کي بہ پردو ڪرائي ڪين شهدادپور آندو ويو هو. ان کان پوءِ اسپيشل ريل گاڏيءَ وسيلي ڪين ڪراچيءَ پهچايو ويو هو ۽ ڪين ان گهر ۾ رهايو ويو، جتي پير سائين رهيل هو.

لقمان ناري واري جُوءِ تي قبضي ڪرڻ لاءِ جاڪوڙيندو ۽ جتن ڪندو رهيو. پوئتي لوٽو ڦيري ڪونہ ڏنائين تہ ڇا ٿو وهي واپري. مون ڪوڙي نالي ڳوٺ خلاف ڪاروائي ۾حصو ورتو هو. اها هٿ ڏسّ ابراهيم پاڻ ڪئي هئي. هي ۽ سندس ٽوليءَ جا ماڻهو اڇي اسان سان مليا هئا. اڳواڻي لقمان ڪئي هئي. دگ ويندي اسان جو تعداد پنجٽيهہ ماڻهو ٿي ويو هو جن مان اڌ کي بندوقون هيون. اسان نارو اُڪري باک ڦٽيءَ ڌاران وڃي ڳوٺ تي ڪڙو چاڙهيو. هن ڳوٺ جي ڄاڻ ابراهيم کي هئي. تنهن ڪري لقمان هن کي چونڊ ماڻهو ڏئي اندر موڪليو جن ۾ مان بہ شامل هوس.

هن ڳوٺ ۾ هڪ هندو ٻانيڻ رهندو هو جنهن وٽ واڻيا ٻاسون ۽ سوڪڙيون ڪٽي ايندا هئا. وٽس ڏوڪڙ پئسو بہ جام هو. وڏي ماتا کي اوڙڻ لاءِ بہ پري پري ٽائين ويندو هو. جيڪا عورت سنڍ ٿي پوندي هئي يا مرد مڙسيءَ کان ويهي ويندو هو، تنهن جو دوا دارون بہ اهو ٻانيڻ ڪندو هو. دنيا داريءَ جو صلاح مشورو بہ هن کان ورتو ويندو هو. ٻين صوفي سنتن ۽ ساڌن جيان سهڻين عورتن تي پڻ ساهہ ڇڏيندو هو. اها ڳالهہ بہ عام مشهور هوندي هئي تہ هي سنڍ پيڻ جو وڏو ڪاريگر هو. هن ٻانيڻ وٽ بندوق بہ هئي. اسان پڪو پهہ ڪيو تہ هن جنجل مان سندس جند ڇڏائجي. ابراهيم پنهنجا گهٽا ماڻهو هڪ دولتمند واپاريءَ کي ڦرڻ لاءِ موڪليا، جنهن جو گهر اڌ پنڌ تي هڪ پٽ تي هو. مون کي ٻائي هرپال سان نبرڻ لاءِ پاڻ سان گڏ ڪنيائين. اسان هن کي اڳڻ ۾ ڪتاب پڙهندي ڏٺو. ڪيس اسان جي اچڻ جي خبر تڏهن پئي جڏهن اسان سندس ويجهو پهچي چڪا هئاسون. هن اسان ڏانهن ڏٺو ۽ وري بہ ڪتاب پڙهڻ شروع ٿي ويو. سندس منهن تي ڪنهن خوف خطري جا اهڃاڻ ڪونہ هئا. ابراهيم يوڳ واري انداز ۾ ڪيس چيو تہ ٻاوا جي اسان توکان بندوق وٺڻ آيا آهيون. هن قسم جا رانديڪا اوهان جي ڪنهن بہ ڪم جا ڪونہ آهن. اسان ڌاڙيل آهيون. اهڙين شين جي اسان کي ضرورت هوندي آهي.

هن بنا مٽي ڏسڻ جي وراڻيو تہ، "جيڪڏهن اوهان مون کي ڦرڻ آيا آهيو تہ مان مزاحمت ڪونہ ڪندس ۽ اها بندوق گهر اندر موجود آهي."

ابراهيم مون کي ٻاهر بيهي پهري ڏيڻ جو چئي اندر هليو ويو. ٿوري گهڙيءَ کان پوءِ هو بندوق کڻي ٻاهر آيو ۽ چيائين تہ، "هرپال جي" اهو تہ چڱو ٿيو پر

هاڻي اسان کي اهو به ٻڌاءِ ته تنهنجي دولت ڪٿي رکيل آهي.

هرپال ورائيو ته، ”منهنجي دولت؟ مون وٽ ڪهڙي دولت آهي؟“

”اهاته توکي خبر هوندي ته ڪٿي رکيل آهي.“

”مون وٽ ته ڪجهه به ڪونه آهي.“

”تو پوري ڇڏي هوندي.“

”مان اوهان کي چوان ٿو ته مون کي هن دنيا ۾ ڪجهه به ڪونه آهي. مون کي جيڪو ڪجهه ملندو آهي مان مسڪينن ۽ نادارن ۾ ورهائي ڇڏيندو آهيان.“

”تون سمجهين ٿو ته اسان ايڏا بيوقوف آهيون. تنهنجي ڳالهه تي ويساهه ڪري وٺنداسون. تون ڪافر آهين توتي لک لعنت هجي.“

ائين چئي هن ڪيس ڪلهن ۾ بندوق جو ڪنداق هنيو ۽ وري اندر گهر ۾ داخل ٿيو. مان هن ٻانهن متان نظر به رکي رهيو هوس ۽ اگهڻ ۾ اهڙي جاءِ ڳولي رهيو هوس، جتي ڪڏ ڪٿي دولت پوري وئي هئي. مان فرش ۽ پٽين جو انچ انچ ٺوڪي وڄائي ڏٺو پر مون کي اهڙي کوکلي جاءِ محسوس ڪانه ٿي جتي دولت لڪائي وئي هجي. ابراهيم گهر اندر تلاشي وٺي ٻاهر آيو ۽ ڪيس ڪجهه به هٿ ڪونه آيو هو. ان ڪان پوءِ ڳوٺ جي مٿين پاسي عورتن جون رڙيون ۽ ڪبرا ٻڌڻ ۾ آيا ۽ ٻانهن دعا گهرڻ جي ارادي سان ٻئي هٿ مٿي ڪنيا ۽ ڪجهه پڙهڻ لڳو جيڪو اسان جي سمجهه کان ٻاهر هو. اهو ڏسي ابراهيم رڙ ڪري چيو ته، ”اي ڪوڙا جادوگر اسان کي تون هاڻي تباهه ڪرڻ ٿو چاهين.“ سندس اها ڳالهه ٻڌي ٻانهو مرڪڻ لڳو. ابراهيم کي ويتر ڪاوڙ لڳي وئي ۽ گجگوڙ ڪري چيائين، ”لعنت هجئي هاڻي جهنم ۾ وڃ.“ پوءِ هن مٿس بندوق هلائي ۽ هو تڏي تي ئي مري ويو.

”هاڻي سائين رکيا! تو مون سان گڏجي اندر هلي ڏس. تنهنجون اکيون تيز آهن. من توکي ڪجهه لڀي پوي.“

مون به گهڻي ڪوشش ڪئي پر ڪجهه ڪونه مليو. تنهن ڪري نااميد ٿي موٽي آياسون. ان ڪان پوءِ اسان بندوق ڪٺي اچي پنهنجن سائين سان ملياسون، جيڪي هڪ واپاريءَ جي گهر کي ڦري لٽي رهيا هئا. وڏي در ٻاهران هڪ لاش پيو هو. لقمان هڪ ويڙهي ڪڪڙ جيان جيڏانهن ڪيڏانهن ڦري رهيو هو ۽ حڪم هلائي رهيو هو. هڪ اٺ ۽ به گهوڙا ڪپڙن، چانديءَ جي ٿانون ۽ ٻئي قيمتي سامان سان لڏيا بيٺا هئا. سندن ڪنهن به مزاحمت ڪانه ڪئي هئي. ڳوٺ جي مسلمانن جون همدرديون اسان سان هيون. واٽين ڪان سواءِ ٻيا ماڻهو پيل هئا جن کي چيو ويو هوته هو پنهنجي ڪم سان ڪم رکن. لقمان اهوبه ٻڌايو هو ته ڪپري

ٽاٽي جو وڏي پيٽ وارو صوبيدار هتان کان اتڪل چارميل پري آهي. طبيعت جو ٿڌو آهي. هن خوني واردات جي خبر ٻڌي هڪدم گهوڙا ڊوڙائيندي پهچندو ڪونه ايندو. ڪاروائيءَ کان هڪدم پوءِ اسان ڊاپڙيءَ ڏانهن وڌي رهيا هئاسون، جتي پهچي اسان ڦرلٽ واري مال جي ونڊ ورهاست ڪئي. متي بيان ڪيل بندوق پنهنجي ٽوليءَ جي هڪ ماڻهوءَ جي نالي ڪئي. چاڪاڻ تہ ابراهيم ۽ مون وٽ اڳي ئي اهڙا هٿيار موجود هئا. پر سندس قائم ڪيل اصول مطابق اها بندوق سدائين وٽس رهندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ان ماڻهوءَ کي ڏني ويندي هئي جنهن جي نالي تي ڪئي ويئي هئي. ڦرلٽ واري مال ملڪيت جو وڏو حصو پير سائينءَ جي خزاني ۾ جمع ڪرائڻ لاءِ ڌار ڪري رکيو ويو. باقي مڏي اسان پنهنجي خاص ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏي هئي.

مون پنهنجي مليل حصي لاءِ ڪا بہ شڪايت ڪانہ ڪئي پر سوچيم تہ جيڪو ڪجهہ مليو اٿم سو ابراهيم کي ڏئي ڇڏيان. هو پنهنجي ٽوليءَ جو اڳواڻ هو، پر لقمان کيس ايترو حصو ڪونہ ڏنو هو جيترو هو لهندو هو. ان وقت اهي ڳالهيون بہ هلي رهيون هيون تہ مکيءَ جي هڪ فقير امام بخش پنهنجي ٽولي سان ناري جي ٻيءِ پر تي بردل (Bridle) نالي پٽ تي اچي منزل ڪئي هئي. اها ڳالهہ ٻڌي سائس ملڻ لاءِ آنڌ مانڌ لڳم. چاڪاڻ تہ هو بابي جي هڪ پڳ مٽ يار جو پٽ هو. اها حقيقت آهي تہ مان ڪانئس سڙندو هوس. مون جڏهن لقمان کي ٻڌايو تہ مان سائس ملڻ وڃي رهيو آهيان تہ هن اعتراض ڪونہ ڪيو. مون سائس واعدو ڪيو هو تہ ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ موٽي ايندس چاڪاڻ تہ هيءَ جوءِ مون کي ڏاڍي وڻي رهي هئي ۽ پڪ هيم تہ لقمان ٽوليءَ جو هڪ ڏاهو اڳواڻ ثابت ٿيندو.

بردل پٽ ناري جي الهندي ڪناري سان حرن جي ڳوٺ ويجهو هئي ۽ ٻين پٽن کان گهٽي اتاهين هئي. اها جاءِ بابي مون کي هڪ ملاکڙي جي موقع تي ڏيکاري هئي ۽ ٻڌايو هيائين تہ ڏاڏي جي زماني ۾ بچو بادشاهہ هتي هڪ مشهور پوليس اعليٰ عملدار کي قتل ڪيو هو.

منهنجي پهچڻ تي امام بخش منهنجي دلي آجيان ڪئي. مون بہ کيس سارو احوال اوري وڃي متي چڙهيو هوس. ان کان پوءِ مان کيس چيو تہ ”مون کي پنهنجي ٽوليءَ ۾ رک.“ تنهن تي هن کلندي ورائيو تہ، ”شام تائين سارو پتو پئجي ويندو.“ مان تو واري يار ميرڻ مريءَ کي ڪنهن خبر چار لهڻ لاءِ پيسومل ڳوٺ ڏانهن موڪليو آهي. اميد آهي تہ هو جاڻ آيو. مون هن جي ڳالهہ ٻڌي کيس چيو تہ ”چا، پيسومل جي ڳوٺ تي ڌاڙي هڻڻ وارا آهيو؟ اهو تہ سکيو ستابو ڳوٺ آهي ۽

ڏاڙي مان وڏي ملڪيت هٿ لڳي ويندي، پر ٻڌو اٿم تہ واڻين پنهنجي بچاءُ لاءِ پينشن تي لٿل راجپوت ۽ گورکا فوجي رکيا آهن. ان کان سواءِ ڪليڪٽر کين بندوقون بہ ڏنيون آهن."

منهنجي ڳالهہ ٻڌي هن وراڻيو تہ، "اها ڳالهہ سچي آهي تنهن ڪري مان چاهيان ٿو تہ منهنجي ٽوليءَ ۾ حرن جو گهڻو تعداد شامل هئڻ کپي، پر اسان جو معاملو تہ فقط سيٺ شيولداس سان آهي."

"پر مون ٻڌو آهي تہ هو لقمان کي هٿيار بارود ڏيندو آهي."

"هائو تو صحيح ٻڌو آهي. پر هو بہ چاپڙو ماڻهو آهي. ڪي ماڻهو ڳالهہ ڪن ٿا تہ هن ئي انگريز عملدارن کي مشورو ڏنو هو تہ پير سائين جي ڪٽنب کي هتان ڪڍي وڃن. ان کان سواءِ اسان اهو بہ ڄاڻڻ چاهيون ٿا تہ جڏهن سنڌ اسيمبليءَ حر ائڪٽ پاس ڪيو تہ اسيمبليءَ جي ممبر هوندي بہ هن انهيءَ ائڪٽ کي پاس ڪرڻ مهل اعتراض ڇو نہ ڪيو؟ ان کان سواءِ هو ڳجهہ ڳوهہ ۾ پوليس کي اياريندو هو تہ اوسي پاسي جي حرن کي گرفتار ڪرڻ ۾ دير کان ڪم نہ وٺن، جيئن هو سندن زمينون خريد ڪري سگهي."

شيولداس واڻين جي ان گهراڻي مان هو جيڪو وياج تي پئسا ڏوڪڙ ڏئي شاهوڪار بڻيو هو. اهڙن واڻين جون تمام گهڻيون زمينون هيون ۽ مسلمانن جي غربت مان فائدو وٺي پنهنجي ملڪيتن ۾ اجا بہ اضافو ڪري رهيا هئا. سندن زمينون گروي رکڻ هنن جو ڌنڌو هو. هيءُ واڻيو پير سائينءَ جي مريدن ۽ عام ماڻهن سان دوستي رکڻ جي هام هڻندو هو ۽ پير سائين جي تمام گهڻي عزت ڪندو هو. حر جماعت سان بہ هن جون تمام گهڻيون همدرديون هونديون هيون. ان کان سواءِ هڪ حر عورت سندس سريت بہ هوندي هئي. جڏهن شهرن ۾ پهچندو هو تہ سرڪار جو ٻول ٻڌو ٻانهون ٿي پوندو هو.

انهن ڳالهين تي ٽيڪا ٽپڻي هلي رهي هئي جو ميرڻ بہ واءُ سُواءُ لهي موٽي آيو، جنهن اچي احوال ڏنو تہ "سيٺ منهنجي ڏاڍي عزت ڪئي. شربت بہ پياريائين ۽ پنهنجن سيني دوستن جو پڇيائين. سيٺ اهو بہ چيو تہ هو ميرپورخاص وڃي رهيو آهي، جتي سنڌ جي وزير اعليٰ خداداد گنڏجائي ڪوٺائي آهي. اتان ڪيس صحيح معـ ـمات ملي ويندي تہ حڪومت ڇا ٿي ڪرڻ گهري؟ هن وڌيڪ اهو بہ چيو تہ ميرپورخاص کان موٽي اچڻ کان پوءِ ڪنهن رات جو اسان مان ڪو وڃي .ماڻس ملندو تہ هو ڪيس گهربل سارو پيرائتو احوال ڏيندو."

امام بخش جو خيال هو تہ هو اسان کي جهلائڻ لاءِ ٺاهہ ٺاهي رهيو آهي. ٻئي

ڏينهن صبح مهل اسان حرن جي ڳوٺ وڃي پهتا هئاسون جيڪو پيسومل جي ڳوٺ جي ويجهو هو. اسان جو هڪ ماڻهو شيولداس جي هاريءَ سان وڃي مليو جيڪو هن (شيولداس) جي سريت جو پيءُ هو. هن ڪانئس وڃي پڇا ڪئي تہ سيٺ سان ڪهڙي جاءِ تي ملاقات ڪري سگهجي ٿي؟ ٿوري وقت کان پوءِ هو سيٺ جو نياپو کڻي آيو تہ اها ملاقات ميرپورخاص کان موٽي اچڻ کان پوءِ سندس گهر جي ڏکڻ پاسي ٿيندي. اهڙيءَ معلومات لاءِ ساڳيو حر وٽس ويندو. ٿوري وقت کان پوءِ اسان کي پتو پيو تہ شيولداس ميرپورخاص کان موٽي آيو آهي پر ان سان ڪجهہ مهمان بہ آهن ۽ هو واندڪائي ملڻ شرط اسان سان ملاقات ڪندو. اسان گهڻو وقت ويٺا رهياسون ۽ پوءِ اسان کي ٽارچ جي روشني جو اشارو ڏنو ويو. امام بخش وٽ بہ هڪ ٽارچ هئي جنهن پڻ ان کي ٻاري جوابي اشارو ڏنو. ٿوري وقت کان پوءِ سيٺ شيولداس اسان وٽ آيو، جنهن سان گڏ سندس خاص حر ماڻهو ۽ ٻيا نوڪر چاڪر هئا. ان وقت اسان ڳوٺ کان ٻاهران ٻنيءَ ۾ ويٺا هئاسون.

سيٺ جي ويجهي اچڻ وقت امام بخش اٿي بيٺو ۽ هڪ ٻئي کي ڪيڪارياٺون. ان وقت شيولداس کي رائفل ۽ سندس هڪ ٻئي ماڻهوءَ کي بندوق هئي. ميرڻ مريءَ کي ڪهاڙي هٿ ۾ هئي جيڪو امام بخش جي پٺيان وڃي بيٺو. باقي ٿوري وٿيءَ تي اسان هڪ گول دائري ۾ بيٺا هئاسون. مون کي محسوس ٿيو تہ سيٺ شيولداس ڏاڍو ڊڄل هو جيڪو ڪڏهن ساڄي ۽ ڪڏهن کاٻي ڏسي رهيو هو. ان هوندي بہ هو ڳالهائڻ ۾ ڏاڍو ڪڙو تڙو معلوم ٿي رهيو هو.

شروعاتي اليڪ سليڪ کان پوءِ هن اسان کان ڪوڙي جي ٻائي جي قتل جو ڪارڻ پڇيو. تنهن تي امام بخش وراڻيو تہ اسان کي اهڙي ڪابہ خبر نہ آهي ۽ هو پڇا ڳاڇا ڪري ڪيس اهڙي معلومات ڏيندو پر هو تہ معلومات وٺڻ بدران معلومات ڏيڻ آيو هو تہ وزير اعليٰ جي گڏجاڻيءَ ۾ ڪهڙا فيصلا ٿيا هئا. اسان جي پڇڻ تي هن ٻڌايو تہ ڪيس سرڪار مان ڪا خاص اميد ڪانہ آهي. گڏجاڻيءَ دوران هن هڪ ڊگهي تقرير ڪئي هئي جنهن ۾ هن سرڪار کان پير سائين کي آزاد ڪرڻ جو مطالبو ڪيو. هن اهو بہ تاڪيد ڪيو تہ حر جماعت جا ماڻهو وڳوڙن کان پاسو ڪن تہ چڱو. هن اهو بہ چيو تہ مان سمجهان ٿو تہ اوهان ضرور اهو بہ چاهيندا هوندا تہ پير سائين کي سندس شان وشوڪت موجب حق ملن. جيڪڏهن ڪيس اهڙن حقن ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو تہ اهو نہ رڳو اسان لاءِ خراب آهي پر خود سرڪار لاءِ بہ چڱو ڪونہ آهي. هن ضلعي جا سڀ زميندار اهڙين حقيقتن کان چڱيءَ ريت واقف آهن. مون کي اميد هئي تہ پير سائين جو مريد جهڙوڪ مهرعلي

۽ پيا منهنجي خيالن جي تائيد ڪندا، پر هنن به ائين ڪونه ڪيو. هنن مون کي اهو به چيو ته هو ڪليءَ ريت ائين ڪري ڪونه سگهندا. هتان جي ڪليڪٽر به پير سائين خلاف تمام گهڻو زهر اوڳاڇيو، جيڪو هن ڪان اڳ نواب شاهه جو ڪليڪٽر هو. هن صبح سان ئي پير سائين جي ماڻهن جون نريون ڇهي ڇڏيون هيون. هن نواب سميجي کي ته تمام گهڻو ڊيڄاري ڇڏيو هو.

”پر ڊڪڻ وزير اعليٰ خداداد کي ته ڪليڪٽر ڪونه ڊيڄاريو هوندو. هو ته ڪانگريس جو ماڻهو آهي. اسيمبليءَ جا هندو ميمبر ته هن سان گڏ آهن. ان ڇا ڪيو؟“

شيولداس اهو سوال ٻڌي لڏي ويو ۽ ڏاڍو پريشان ٿي ويو. هن وراڻيو ته، ”هو ڪليڪٽر کان ته ڊڄل ڪونه هو پر گورنر کان ضرور ڌڪايل هو. هن جيڪ تقرير ڪئي سا به ان جي صلاح مشوري سان ڪئي. معلوم ائين ٿي رهيو هو ت ڄڻ هن اها تقرير ذاتي وقار ۽ نمائش لاءِ ڪئي هئي. ان کان پوءِ سائس اڪيلائ ۾ به مليس. ان وقت به هن اها ساڳي ڳالهه ورجائي هئي.“

”اها ڪهڙي ڳالهه هئي؟“

”تون مون کي ائين ڏسي رهيو آهين ڄڻ مان پنهنجي دوست امام بخش ت ڪوڙا الزام ڌري رهيو آهيان.“ سيٺ وڏندي ٻڌايو ته، ”سرڪار وڳوڙين ک ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجي طاقت جو استعمال ڪندي. ان کان سواءِ اهو چتاءُ به ڏن ويو ته جيڪو زميندار يا عام ماڻهو حرن جي مدد ڪندو تنهن کي سخت سزا ڏني ويندي. هن دربار هال ۾ موجود سيني ماڻهن کي چيو ته هو سرڪار سان ٻانهه ٻيلي ٿين ۽ خاص طور فقيرن ۽ انهن جي مددگارن بابت سرڪار کي اطلاع ڏين.“

”ديوان صاحب تو به تقرير ڪئي هئي يا نه؟“

”هائو. مون به تقرير ڪئي هئي. منهنجي اها تقرير جيڪر اوهان ٻڌو ها مون پير سائين مٿان ڪيل ڏاڍ جي پڻ ڳالهه ڪئي هئي. هن موضوع تي ٻين ماڻه پڻ ڳالهايو هو. سندس خيال هو ته حرن هٿيار انهيءَ ڪري کنيا آهن، ته جيئن ک انصاف ملي سگهي. پر اهڙي ڳالهه کين نقصان به پهچائي سگهي ٿي. مون سرڪ سان ٻين ماڻهن جيان ٻانهن ٻيلي ٿيڻ جون پڻ ڳالهيون ڪيون هيون.“

”اهي سڀ ته ڇوڻ جون ڳالهيون آهن پر ديوان صاحب اوهان ڇا ڪرڻ چاهيو؟“

تنهن تي ديوان وراڻيو ته، ”توهان سيني کي خبر آهي ته مان حر جماعت ۽ هڏڏوکي آهيان. اوهان جيڪي ڪارروايون ڪري رهيا آهيو، تن ۾ به آءُ اوهان س

چڻ شامل آهيان ۽ هميشه اوهان جو سات ڏيندو رهندس. پر انهيءَ ڪري ته منهنجي لاءِ گهڻيون ڏکيائيون پيدا ٿي پونديون."

"جيڪڏهن سيني ماڻهن ٻڪڻ جي ڏنل هدايتن مطابق عمل ڪيو ته پوءِ ته اسان کي اوهان جهڙن ماڻهن جي سخت ضرورت پوندي. اسان وٽ هڪ اهڙو ماڻهو موجود آهي، جنهن جو چوڻ آهي ته لقمان جي ٽوليءَ کي ڪارتوسن جي سخت ضرورت آهي. هوڏانهس سياڻي ويندو. توهان جيڪڏهن ڪجهه ڪارتوس ڪيس ڏيو ته ان ڏانهن ڪٽي وڃي."

"سچي ڳالهه اها آهي ته مون وٽ مهمان ترسيل آهن جيڪي جاسوسن کان گهٽ ڪونه آهن. مان انهن کي ڇڏي توهان سان ملڻ آيس پر اهڙو وقت ڪڍڻ چڻ ته منهنجي لاءِ مشڪل هو. مان هاڻي ڪارتوسن جو بندوبست ڪري ڪونه سگهندس، پر ٿوري وقت کان پوءِ ائين ڪري سگهجي ٿو، ڪجهه وقت لاءِ مان اوهان سان اڳي جيان ويجها ناتا به رکي نه سگهندس. ڇاڪاڻ ته اهو ڪم منهنجي لاءِ هاڻي ڏاڍو خطرناڪ آهي."

"پوءِ ڀلا اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ساري ملڪ ۾ بغاوت جي باهه ٻارڻ هاڻي مناسب آهي يا نه؟"

"سچي ڳالهه اها آهي ته مان اوهان کي ڪا به صلاح ڏئي نه ٿو سگهان، پر ڪوڙيءَ جي هرپال جهڙي پرامن ہائي کي قتل ڪري پير سائين کي آزاد ڪرائي ڪونه سگهندا. اوهان سرڪار کي فقط هن طريقي سان متاثر ڪري سگهو ٿا ته اوهان دهشتگرديءَ سان ڪنهن وڏي ماڻهوءَ کي قتل ڪريو. دوستو! هاڻي مون کي معافي ڏيو جو مهمان منهنجو انتظار ڪندا هوندا."

ائين چئي هو اٿي ڪڙا ٿيا. ان وقت امام بخش ڪيس رکي آواز ۾ چيو، "ديوان صاحب تنهنجي رائفل ته ڏاڍي ٺاهوڪي آهي، مان ڏسي سگهان ٿو؟"

ديوان شيولداس مئگزين خالي ڪري رائفل امام بخش کي ڏني. ان وقت هن ميرڻ مري کي ڪو خفيه اشارو ڪيو جنهن جلهه ڪري هن واٽئي تي ڪهاڙي جو اوچتو وار ڪيو ۽ هو ڪري پيو. ان کان پوءِ منهنجي پرسان بيٺل هڪ ماڻهوءَ سيٺ جي ان نوڪر تي فائر ڪيو جنهن کي بندوق هٿن ۾ هئي ۽ اهو به ڪري پيو. امام بخش پنهنجي بندوق مان فائر ڪري سيٺ شيولداس کي ختم ڪري ڇڏيو. ان ڪارروائي کان پوءِ اسان رائفل ۽ بندوق کڻي رات جي اونداهي ۾ اڳتي وڌڻ لڳاسون.

جڏهن اسان گهڻو پنڌ ڪري اڳتي نڪري آياسون ته ميرڻ مريءَ امام بخش

ڪان پڇيو تہ، ”مون چڱو ڪيو نہ ڪئپٽن؟“ تنهن تي امام بخش ورائيس تہ، ”ڇوڪرا تو بلڪل شاندار ڪم ڪري ڏيکاريو. جيڪڏهن اسان هن کي زنده ڇڏيون ها تہ هو اسان سان غداري ڪري ها. تو اها ڳالهہ ائين معلوم ڪري ورتي جيئن اداڪار ڊرامي ۾ ڳجهي اشاري کي محسوس ڪري وٺندا آهن. هو چئي تہ ڪيئن رهيو هو تہ جيڪڏهن اوهان سرڪار کي متاثر ڪرڻ چاهيو ٿا تہ ڪنهن وڏي ماڻهوءَ کي قتل ڪريو. سندس مرضي هئي تہ اسان ڪليڪٽر کي قتل ڪريون. جيڪو هن جي ادنگاين ڪان گهٽو واقف هو يا ڊڪڻ وزير اعليٰ کي کهي ڇڏيون.“

اسيمبليءَ جي ميمبر جي پنهنجي حيثيت آهي پوءِ اهو ڀلي ڪٽي هندو ڇو نہ هجي. اٿ پنهنجي مٿ ۾ ترڪي پوندو آهي. هي انهن ماڻهن لاءِ سبق آهي جيڪي پير سائين جي عزت ۽ احترام جي دعويٰ ڪن ٿا، پر حر جماعت خلاف قانون پاس ٿيڻ مهل وري سرڪار سان بہ ہٿ ٿيا هئا.

# [9]

شيولداس جي قتل کان پوءِ ساري ملڪ ۾ ترٿلو ۽ ڌڪاءُ ڇانئجي ويو. خاص انگريز عملدار ليمرڪ ۽ گلبرٽ واچ مينهن ڪندا پيسومل وٽ پهچي ويا. انهن انگريز ڪامورن جي موتي وڃڻ کان پوءِ ان ڳوٺ جي ماڻهن اسان کي ٻڌايو ته شيولداس جي ماڻهن انگريزن کي ٻڌايو هو ته هو سرڪار دوستيءَ جي ڪري ماريو ويو آهي. ان کان سواءِ ڪيئن پيون به ڪيتريون ڳالهيون ٻڌايون هئائون. پر انهن انگريز عملدارن سندن اهڙين اجاين ڳالهين تي اعتبار ڪونه ڪيو هو. تنهن ڪري اسان کي اهڙيون ڳالهيون ٻڌي ڏاڍي خوشي ٿي هئي. امام بخش به ڏاڍو خوش هو ته ڪيس هن واردات ۾ سڃاتو ويو آهي. هو اڪين کان شيرو هو ۽ لڪي ڪونه سگهندو هو. هن ڪاروائن ڪري هو ڏاڍو مشهور ٿي ويو. ان ڪري ٻين پيرن جا مريد به سندن وڏو احترام ڪندا هئا.

حرن جو هي ٽولو منهنجي صلاح سان لقمان سان ملڻ جي ارادي سان ٻاهڙي پهتو. انهيءَ ارادي سان ته جيئن ٻي ڪارروائي ڪرڻ لاءِ سانس صلاح مشورو ڪري سگهجي. هن ڳالهه ۾ ڪو شڪ شبهو ڪونه آهي ته پير سائينءَ جي آزاديءَ لاءِ اسان جون ڪارروايون ڏينهون ڏينهن مشهور ٿي رهيو هيون. عمرڪوٽ واري علائقي جا ڪجهه حر اهڙين ڪارروائن ۾ هاڻي تازو شريڪ ٿيا هئا، جن اسٽيشن ماسٽر کي قتل ڪري ريل جون پٽڙيون اکوڙي ڇڏيون هيون ۽ مارواڙ ويندڙ ريل تي فائرنگ به ڪئي هئي. حرن جون مشهور ۽ چميل ٽوليون بندوقن هٿ ڪرڻ ۾ جمڙائو واري جوءِ مان غدارن جو جڻ ٻچو رلائڻ لاءِ ڏينهن رات جاڪوڙي رهيون هيون. سرڪار سالم جماعت جي حرن ۽ انهن جي مددگار دوستن کي جهلي ورتو هو. سرڪاري ڊر جي وڏي سوڀ اها هئي جو هن ٿئين جوڙ جي حرن کي گرفتار ڪري ورتو هو، جيڪي ڪاروائي ڪندڙ حرن جي ٽولين جي ماڻهن جي پڇائيندا ۽ ٿهل تڪور ڪندا هئا.

ان وقت انگريز عملدار سانگهڙ ۾ اچي منزل ڪئي هئي جن سان پنڻ فوجي ساڻ هئا. جڏهن انگريزن پير سائين سردارجي اهل عيال کي گڙنگ واري بنگلي مان ٻاهر ڪيو هو ته تڏهن به هنن پنڻن کي استعمال ڪيو هو. اسان به سمجهي

چڪا هئاسون تہ هنن پناڻن کي اسان خلاف ناري واري علائقي ۾ بہ استعمال ڪيو ويندو. تنهن ڪري امام بخش ميرڻ مري ۽ ٽوليءَ جي ٻين ماڻهن سان گڏجي مکيءَ موٽي آيو. پر مان لقمان واري ٽوليءَ ۾ شامل ٿي ويس جنهن سچيتائيءَ کان ڪم وٺي پنهنجا ٻار ٻچا ۽ قيمتي سامان ٽر موڪلي ڇڏيو هو. ٿوري وقت کان پوءِ اسان جي سانگهڙ وارن دوستن نياپو موڪليو تہ فوج ۽ پوليس کي ٽن حصن ۾ ورهائي مختلف علائقن ڏانهن موڪليو ويو آهي، جڻ تہ هو ڪنهن ڊر سان جنگ جوٽڻ جي ارادي سان نڪتا آهن. اهڙي فوج جو هڪ حصو اسان ڏانهن بہ وڌي رهيو هو جنهن جي ڪمانڊ پاڻ ليمرڪ (ليمبرڪ) ڪري رهيو هو. هو نارو اڪريو تہ اسان بہ سهي ڪري ورتوتہ هو فقيرن جي صدر مقام مماڏوري تي حملو ڪري رهيو آهي. پر هو اوڏانهن ڪونہ وڌيو. پر هن سميجي نواب جي بنگلن ڏانهن کي فوجي دستا موڪلي ڏنا هئا. جيڪي سائي ناري جي ڪڙ سان واقع هئا. سميجو نواب هر ڪاروائي ۾ اسان جو ڪارٽي هو ۽ هر ويل واهر ڪرڻ لاءِ اتاولو رهندو هو. هو بہ سچيتائي کان ڪم وٺي وڃي ميرپورخاص ۾ ويٺو هو. هن مشهور حرن جا گهر بہ ساڙائي ڇڏيا هئا جيڪو هاٿي تازو رحيم هنگوري ۽ لقمان جي ٽولين جي تنظيم ڪاري جي ڪم ۾ ورتل هو ۽ تقريرون ڪري حر جماعت جي مقصدن کان ماڻهن کي واقف ڪندو هو.

اسان کي پوءِ پتو پييو تہ رستم نظامانيءَ ۾ مماڏوريءَ جي چيف حرن سرڪار جي ماڻهن تي حملي ڪرڻ لاءِ وريام فقير کان موڪل گهري هئي، پر هن جهونڙي اهڙي ڳالهہ کان کين روڪي ڇڏيو هو ۽ هنن کي وراڻيو هئائين تہ ليمبرڪ جي مرضي پڻ اها آهي تہ هن مٿان حملو ڪن تہ سٺو.

اسان جي دشمن جو ٻيو حصو هڪ وڏي ڳوٺ تي ڪاهي ويو هو جنهن ۾ پير سائين جا ڪيترا مريد آباد هئا. هتي پهچي هنن جاچ پڙتال ۽ گهر گهر تلاشي شروع ڪئي ۽ روپوش حرن جي گهرن کي ساڙي رک ڪري ڇڏيائون. ان ڳوٺ جي ڪن مکَ ماڻهن همت ڪري ليمبرڪ وٽ دانهيو تہ پناڻ فوج تلاشيءَ وٺڻ بهاني گهر جي هر چڱي شيءِ چورائي ورتي آهي. هن اها ڳالهہ ٻڌي پناڻن کي قطار ۾ بيهڻ ۽ ٿيلهن ۽ کين خالي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. اسان جي جاسوس اسان کي ٻڌايو تہ اهڙي حڪم ملڻ شرط پناڻن هر چيز ٿيلهن ۽ کيسن مان ڪڍي زمين تي رکي ۽ مالڪ پنهنجي هر چيز سڃاڻندا ۽ کڻندا ويا. اهو ڏنو ويو هو تہ پناڻن ڪل جهڙيون شيون بہ کسڪائي ڪٽي ورتيون هيون. ان وقت اسان ڊاڍي مان آندل هر شيءِ کي اڳتي روانو ڪري رهيا هئاسون. اسان بعد ۾ سمجهي ويا هئاسون تہ

وريامر پنهنجي سوچ ۾ صحيح هو. هن انگريز جي دلي خواهش هئي تہ حر سائٽس ڪوُنس ڪن تہ ڪيس هڪ وحشتناڪ ڪاروائي ڪرڻ جو ڪارڻ ملي پوي. هن ڳوٺ مان ڪيس ڪا چڱي چيڙهہ هٿ ڪانہ لڳي، تنهن ڪري مايوس ٿي هن ڳوٺ ڪي ساڙي پينگ ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن ليمبرڪ اها رات ناري جي اسان واري پر تي ترسي پوي ها تہ لقمان، وريامر فقير جي حڪمن جي نافرماني ڪري مٿس حملو ڪري ڏئي ها. هو پنهنجو اباڻو ڳوٺ سڙي پڙيانگ ٿيندي ڏسي رهيو هو، تنهن ڪري ڪانٽس پلاند ضرور وٺي ها. ليمبرڪ جڻ تہ لقمان جي هيانءَ ڪي تيلي ڏئي ساڙي رک ڪري ڇڏيو هو. سندس باهہ بيهڻ جي ڪونہ هئي. ان ڪان پوءِ ليمبرڪ ناري جي لهنواري طرف وڃي چوٽياري سامهون پهتو. اسان سمجهيو تہ هي عملدار اها رات هتي منزل ڪندو، پر لارين ۾ هليو ويو جيڪي ان وقت اچي هن ماڳ وٽ رسيون هيون.

اسان جڏهن اهڙيون خبرون پڌيون تہ اسان کي پتو پئجي ڪونہ سگهيو هو تہ انگريز عملدار جي هن ڪاروائيءَ جو مقصد ڇا هو؟ اڳينءَ رات جو مٺو خاصخيليءَ جي اڳوائيءَ ۾حرن جي هڪ ٽولي وڃي ڇاڙائو وٽ لاهور ميل تي حملو ڪيو جنهن ۾ مکيءَ جا مشهور فقير، چونڊ نظامائي، الهبچايو ۽ ميرڻ مري بہ شريڪ هئا. هي حيدرآباد کان اتر پاسي هڪ سڄي ريلوي لائن آهي، جنهن سان حرن جا ڪيترائي ڳوٺ آباد آهن. اونداهيءَ ۾ پٽڙي اکوڙي گاڏي ڪيرائي وئي. ساري ريل گاڏيءَ کي ڦريو لٽيو ويو. پنجاهہ ماڻهو قتل ۽ زخمي ٿيا، جن ۾ سرڪاري ملازمر بہ شامل هئا. هن ڪارروائي جي رٿابندي نهايت ڳجهي رکي وئي. هن ڪاروائيءَ جو سارو جس مٺوءَ ۽ وريامر فقير کي مليو جيڪو چيف ڪمانڊر هو. پر ان رٿابنديءَ ۾ سارو فڪر محبت فقير جو هو ۽ رٿابنديءَ کي عملي طور اڳتي وڌائڻ لاءِ اهمر ڪردار الهبچائي ادا ڪيو هو.

هن ڪاروائيءَ جي سوڀ تي اسان ڏاڍا سرها ٿيا هئاسون. مون جڏهن لقمان کي چيو تہ دل ٿي چوي تہ جيڪر مان بہ ان ڪاروائيءَ ۾ شامل هجان ها. تنهن تي هن وراڻيو تہ تون منهنجي ٽولي ۾ رهہ. اسان کي اهڙي ڪاروائي جو موقعو ملي ويندو. پر اهڙيون ڪاروايون ڪنهن مناسب وقت تي ڪيون وينديون. موجوده حالتن جي نقطہ نظر کان منهنجي ڌيان ۾ هڪ ڳالهہ آهي. ڪمر تہ ڪٺي ننڍڙو آهي پر آهي اهمر. انسپيڪٽر اسحاق هاٿي تازو ڪپري ٿاڻي تي بدلي ٿي آيو آهي تنهن کي ختمر ڪرڻو آهي. هو پاڻ کي الائي ڇاتو سمجهي. اوسي پاسي جا ماڻهو جهلي ورتا اٿائين جيڪي مون کي مهل سر ڏاڍو ڪمر ايندا هئا. ان کان سواءِ ٿلهي سب

انسپيڪٽر کي حرن خلاف ڪاروائي ڪرڻ لاءِ اياري رهيو آهي. هو اڪيلي سر اسان لاءِ ڪا ڏکيائي پيدا ڪري ڪونہ سگھندو. مون هن ڪم لاءِ ڪي جاسوس روانا ڪيا آهن، تہ اسان هن خلاف اهڙي ڪاروائي ڪري سگھون ٿا جهڙي ڪاروائي اوهان ناظم خلاف ڪئي هئي.

اسان هن ڪاروائي جي تيارين ۾ هئاسون جو پتو پيو تہ مئوءَ جي ٽولي جي ڪن فقيرن جو ليمرڪ جي موڪليل فوجي دستن ۽ پوليس سان دوبدو مقابلو ٿي ويو آهي جيڪي ريل گاڏي ڪيرائڻ ۽ ڦر لٽ ڪرڻ کان پوءِ مئوءَ کان الڳ ٿي مڪيءَ ڏانهن موٽي رهيا هئا. ٿوري مقابلي کان پوءِ فوج ۽ پوليس ڪين سڀ سوڌو گرفتار ڪري ورتو هو جيڪو هن ريل گاڏي مان ڦري لٽيو هو. اهي ماڻهو پهرئين جوڙ جا فقير ڪونہ هئا. اڊڪو هو تہ سنهي جهينگر ۾ هر ڳالهہ باسي بيهي رهندا ۽ پڪ بہ هئي تہ پوليس ائين ضرور ڪندي ۽ هو پنهنجي ساٿين بابت هر معلومات ڏئي وجي مٿي چڙهندا ۽ حر جماعت جي ڳجهين ڳالهين بابت اهم معلومات ٻڌائڻ ۾ بہ ديرڪونہ ڪندا. واقعي ٿيو بہ ائين. اسان کي جلد ئي پتو پئجي ويو تہ اهڙن غدارن مان هڪ وريام فقير جو پنهنجو ماڻهو بہ هو.

خدا نہ ٿو ڀُلائي تہ ٻئي ڏينهن تي، کپري ٿاڻي جي اوسي پاسي ڦرندڙ اسان جي جاسوسن نياپو موڪليو تہ امڪان آهي تہ ٻئي ڏينهن صبح جو انسپيڪٽر اسحاق مسافر لاري رستي ميرپورخاص وڃي رهيو آهي. ان کان سواءِ هئن هي سنيهو بہ مڪو هو تہ هن لاريءَ ۾ ڏهاڙي شاهوڪار هندو بہ سفر ڪندا آهن جن سان گڏ سندن قيمتي سامان ۽ پئسو ڏوڪڙ بہ هوندو آهي. اسان شام جو سڙي رک ٽيل ڊاپڙي ۾ وڃي گڏ ٿياسون. ابراهيم سان گڏ پنهنجي ٽوليءَ جا سڀ ماڻهو هئا. پر لقمان سان کي چونڊ بہ ٿي حر هئا. انهن سيني ماڻهن جو تعداد پنجويهہ کن هو جن مان اڌ ماڻهن وٽ بندوقون هيون. لقمان ڪجهہ ماڻهن کي ڪوڏاريون بہ ڏنيون. اسان ٻيڙيءَ وسيلي نارو اڪريو ۽ لڙي آڌيءَ اچي ان ماڳ وٽ پهتاسون، جنهن جي چونڊ لقمان ڪئي هئي. هن مون کي ٻڌايو تہ رحيم چوٽياري واري لاري ڦرڻ لاءِ بهترين رٿابندي ڪئي هئي پر منجهس ڪي اوڻايون هيون. هن لاريءَ جي ڊرائيور تي فائر ڪيا پر گسي ويا ۽ هن تيز رفتاريءَ سان لاري کي بندوق جي مار کان ٻاهر ڪڍي ويو. پر تون ڏسجانءِ تہ مان هن ڳالهہ کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪهڙي اٽڪل ڪري رهيو آهيان. هن اسان کي روشنيءَ لاءِ ٽارچ ڏني.

اسان روڊ جي لاهيءَ جي صفاتري ۾ ويٺا هئاسون جيڪو مٿان پل کان هيٺ اچي رهيو هو. ان جاءِ تي روڊ کي ٽونٽ وڪڙ آهي. واهہ هن علائقي جي مٿاڇري

ڪان تمام گهٽو مٿي آهي. ڪپري ڪان ايندڙ ماڻهو پوءِ اهي ڪٽي اٺ تي سوار هجن يا لاريءَ تي، ٻيءَ پر تي ٻيٺل وٽن جون فقط چوٽيون ڏسي سگهندا آهن. پل تي پهچڻ ڪان پوءِ ٻيءَ پر جو سارو علائقو ڪين نظر اچڻ لڳندو آهي. لقمان ڪوڏر وارن ماڻهن کي حڪم ڪيو تہ هو روڊ جي لاهيءَ ۾ روڊ جي آر پار هڪ اونهي کاهي کوٽي تيار ڪن. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ ٽارچ جي روشني تي ۽ بند تي وئي. اسان بہ آرام ڪرڻ لاءِ پر واري جهنگ ۾ لڪي پياسون جيڪو روڊ جي ڏکڻ اوڀرپاسي واقع هو. ان کان پهريائين اسان هر طرف تي پنهنجا پهريدار مقرر ڪيا هئا.

باک ڦٽيءَ جو هڪ ماڻهو ڪپري ڏانهن ويندڙ نظر آيو. اسان جي ٽوليءَ جي ٻن ماڻهن وڃي ڪيس اوچتو جهليو، وات کي ڪپڙو ڏئي ڪيس ٻڌي ڇڏيوسون. ان کان پوءِ لقمان اسان کي حملي لاءِ لڪي ويهڻ جو حڪم ڪيو. ٽوليءَ جا گهٽا ماڻهو جهنگ جي ٽيٽ ڏئي ويهي رهيا. باقي پنج ڇهہ ماڻهو روڊ جي ٻئي پاسي پل جي پرسان ويهي رهيا هئا جن ۾ مان بہ هوس. ان جاءِ تي ڪڙئي ۽ واهہ ڪري هڪ ڪنڊ جڙي پئي هئي. ڊرائيور جيڪڏهن پل تي پهچي لاري بيهاري ۽ مسافر لهي ڪپري ڏانهن پڳا تہ ڪين اتي ويهي روڪڻ ڏاڍو سولو هو. اها هڪ بهترين رٿابندي هئي.

جڏهن پل تي ويٺل جاسوسن اسان کي لاري اچڻ جو اشارو ڪيو تہ خبر اٿئي تہ اسان جي اندر الائي ڪهڙا ادما جاڳي پيا هئا ۽ لُٽن ئي ڪاندراجي وئي هئي. اسان کي سخت حڪم هئا. جيستائين لاري لاهيءَ تان لهڻ شروع نہ ڪري تيستائين اسان پنهنجين جڳهن تان ڪک جيترو بہ نہ چرون. جڏهن اها پل جي مٿاهين چڙهڻ لڳي تہ سندس آواز ۾ گجڪار پيدا ٿي وئي. جنهن مان اسان اندازو ڪيو تہ مٿس تمام گهٽو بار لڏيل هو. ٿوريءَ دير کان پوءِ اها جڏهن ڪنڊ وٽان مٿي تہ ڏوڙ جو ڪڪر اسان مٿان اڏامڻ لڳو ۽ پوءِ اسان جي مٿس نظر پئي. اسان جي توقع موجب ڊرائيور رفتار کي تيز ڪيو. لاريءَ جي پٺيان اڏامندڙ ڏوڙ جو دٿ ٿي ويو. تنهن ڪري ڊرائيور کي کوٽيل کاهي جو پتو ڪونہ پيو. ويجهي اچڻ کان پوءِ هن لاريءَ کي موڙي پاسي کان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي پر پاسي کان ايتري جڳهہ ڇڏيل ئي ڪانہ هئي. پر لاري ڊرائيور جي ضابطي مان نڪري وئي. بريڪ جي وڏي آواز سان گڏ سندس اڳيان ڦيٿا وڃي کاهي ۾ ڦاسي پيا. ان سان گڏ روڊ جي ٻئي پاسي ويٺل اسان جي ساٿين فائر ڪرڻ شروع ڪري ڏنا. ان کان پوءِ ماڻهن جي رڙ تي رڙ ۽ دانهوڙ مچي وئي. مسافر پوَ ۾ هڪ ٻئي مٿان ائين ڪرڻ لڳا جيئن مارڪيٽ ڏانهن موڪليون ويندڙ ڪڪڙيون ريلوي اسٽيشن ڏانهن ويندڙ

پيرن ۾ هڪ ٻئي مٿان ڪرنديون آهن. لقمان اسان کي سختيءَ سان حڪم ڪيو تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي چڱيءَ ريت سڃاڻڻ کان سواءِ قتل نہ ڪيو وڃي. ڪن مسافرن تہ دريءَ مان نڪري ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي. اسان لاريءَ جي چوڌاري ڪڙو چاڙهيون بيٺا هئاسون. ڪن کي اسان گهلي جهلي ورتو.

اوچتو مڇيءَ جي هن ڪوڙ مان سرڪندو نانگ نڪري آيو. اهو خاڪي ٽوپلي ۾ يورپي لباس ۾ انسپيڪٽر اسحاق هو. سندس هٿ ۾ پستول هو ۽ اسان تي سڌا فائر ڪرڻ لڳو. مٿس دهشت طاري ٿي وئي هئي. تنهن ڪري سندس هڪ فائر بہ ڪنهن کي ڪونہ لڳو. پوءِ وٺي ٻنيءَ ڏانهن ڊوڙ پاتائين. اها ڳالهہ ڏسي لقمان رڙيون ڪري چيو تہ "ابراهيم! الهڏنا! هن حراميءَ کي جيئرو وڃڻ نہ ڏيو." مان انهن سان گڏجي انسپيڪٽر جي ڪڍ وڃڻ جي نيت ڪيم پر هڪ هندو عورت رڙيون ڪندي منهنجي پيرن ۾ چنبڙي پئي ۽ رڙيون ڪري پار ڪڍي پنهنجي لاءِ هڪ مرد لاءِ جئندان گهري رهي هئي. شايد اهو سندس مڙس هو.

هن مون کي ڏاڍي نماڻائي سان چيو تہ "توکي پنهنجي زال، ماءُ ۽ ڀيڻ تہ هوندي. تون انهن جي صدقي مون کي ۽ هن کي جئندان ڏي." مان سندس اهڙيون ڳالهيون ٻڌي ٿڌو ٿي ويس. مان سندس هٿ ڇڏائي لقمان وٽ ويس ۽ کيس چيم تہ سائين عورتن کي قتل نہ ڪيو وڃي تہ ڀلو. سندن قتل اسان لاءِ سٺو سؤڻ نہ ٿيندو. هن اچرج وچان مون ڏانهن نهاريو ۽ چيو تہ دوست! عورت کي قتل نہ ڪرڻ منهنجو دستور آهي، تنهن ڪري سيني عورتن کي روڊ جي پرئين پاسي هڪ جاءِ تي ويهاريو وڃي ۽ مردن کي روڊ جي هن پاسي گڏ ڪيو وڃي.

اسان انهيءَ ڪم ۾ رڌل هئاسون جو انسپيڪٽر جي ريوالوار مان فائر جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا. انهيءَ صورتحال کي ڏسي مان لقمان کان موڪل ورتي تہ جيئن هن جي پٺيان ويل ٻن فقيرن جي مدد ڪري سگهان.

هو وڏي جوش ۽ جذبي سان پنهنجي شڪار جي ڪڍ لڳي پيا هئا. ابراهيم ينيري کي بہ نالي بندوق هئي. جڏهن تہ الهڏني وٽ ڪهاڙي هئي. انسپيڪٽر اسحاق وٽ هڪ وڏو ۽ هڪ ننڍو پستول هو. مان بندوق کڻي سندس ڪڍ لڳي پيو هوس. اها ڳالهہ ڏسي ابراهيم ڪاوڙجي پيو ۽ چوڻ لڳو تہ هي شڪار اسان جو آهي تنهن ڪري تنهنجو واسطو نہ آهي.

مون دل ۾ چيو تہ مٿان ڪجهہ ٿي پوي تنهن ڪري سندس ويجهو ڪڍ هلڻ لڳس پر ڪوبہ ڪردار ادا ڪونہ ڪيم. ابراهيم الهڏني کي چيو تہ انسپيڪٽر جي اڳيان هلي ۽ سندس پستول جي مار کان پري بہ رهي. انهيءَ لاءِ تہ جيئن سندس

ڊيان الهڏني ڏانهن رهي. جڏهن اسان حو شڪار الهڏني ڏانهن منهن ڪري رهيو هو تہ ابراهيم وڏي آواز سان للڪارڻ شروع تي ڪيو. انهن مان سندس نيت انسپيڪٽر کي روڪڻ ۽ الهڏني تي فائر ڪرڻ وقت ان کي تحفظ ڏيڻ جي هئي. سو اهي ٽئي ماڻهو ڪڏهن بيهي تي رهيا ۽ ڪڏهن هلڻ شروع تي ڪيائون. انسپيڪٽر بارود جو استعمال ڪري پنهنجو پاڻ ئي هٿن لاءِ سهنجائي پيدا ڪري رهيو هو. جيڪڏهن هو هرويرو فائر نہ ڪري ها ۽ اسان جڏهن سندس پستول جي مار ۾ پهچون ها تہ فائر ڪري ها ۽ ضرورت لاءِ گوليون بچائي رکي ها تہ پنهنجي مرڻ کان پهريان اسان مان ڪنهن نہ ڪنهن کي يا ماري وجهي ها يا نہ تہ زخمي ضرور ڪري وجهي ها. جڏهن هن اسان مٿان ڊگهي مار واريون گوليون فائر ڪيون تہ گسي ويو. آخرڪار هن خالي پستول اسان کي هنيو. ان کان پوءِ اسان ان ڏانهن وڌڻ لڳاسون. مون تہ ڪيس هٿ بہ ڪونہ لاتو باقي دوستن کي ڪيس قتل ڪرڻ جو موقعو ڏنم. اسان جسم تان سندس ڪپڙا لاهي موتي روڊ وٽ پهتاسون.

هتي قتل ڪرڻ وارو ڪم مڪمل تي چڪو هو جن مان بہ هندو بچي ويا هئا. ڪين مٿل سمجهي ڇڏيو ويو هو. اهڙيءَ حقيقت جو اسان کي پوءِ پتو پيو. توکي اها ڳالهہ ٻڌي اچرج ٿيندو تہ هندو ڏاڍا سخت جان ٿيندا آهن ۽ سٿرا تہ مرندا ئي ڪونہ آهن. شايد هو وڌيڪ پئسن ميڙڻ لاءِ هن دنيا ۾ زنده رهڻ گهرندا آهن. جيڪڏهن انهن کي مٿي ۽ جسم واريون ٽي چار ڪهاڙيون هٽبيون آهن تہ بہ بچي ويندا آهن. عورتن کي پاسي ۾ وٺي اچي هڪ جهنگ ۾ ويهاريو هئائون. اسان مان ڪردار جا ڪي ڪريل ماڻهو نوجوان هندو عورتن سان غير اخلاقي گفتگو ڪري رهيا هئا. ان وقت لقمان ڪين لٽ جو مال هڙن ۾ ٻڌي هٽيڪو ڪرڻ جو حڪم ڪيو. هيءَ هڪ وڏي ڦُر هئي. انسپيڪٽر اسحاق سان هڪ ڪلرڪ بہ سفر ڪري رهيو هو. اها صندوق ڏهن ريين جي نوٽن سان ڏٽيل هئي ۽ واٽين جي هر صندوق وري قيمتي ڳهہ ڳٹن سان پريل هئي. اسان اهو سارو ڪم اک ڇنڀ ۾ ڪري ورتو ڇاڪاڻ تہ اها ڪارروائي مکيہ روڊ تي ڪئي وئي ۽ هتان ڪان ڪپرو ميل ڪن مس پري هو ۽ ڏينهن ڏنو هو، ان کان پوءِ لاريءَ کي تيلي ڏئي، ڪجهہ پنڌ هٿونگي کان مٿي وجي پٽڻ تان ٻيڙيءَ ۾ چڙهياسون.

هن جوءِ جو هڪ حر اسان کي ناريءَ جي هن پار مليو جنهن اسان کي هڪ اچرج جهڙي معلومات ڏني، جنهن مان چاڻ ملي تہ اڳئين رات جڏهن اسان جي ٽولي ڪپري وٽان مَٽي هئي تہ انگريز ڪامورو ليمرڪ پناڻ فوجين جون بہ لاريون پرائي سانگهڙ کان اوچتو اچي هتي پهتو هو. جهڙيءَ ريت اسان سندس ويجهي

منزل کان بي خبر هئاسون تهڙيءَ ريت هو بہ اسان جي ويجهي موجودگيءَ کان بي خبر هو. هن هٿونگي جي مکي کي پاڻ وٽ سڏايو ۽ گهٽي وقت تائين سائس ڳالهائيندو رهيو. هنن ڳالهين ۾ تلهو سب انسپيڪٽر ۽ انسپيڪٽر اسحاق بہ شامل هو جنهن کي اسان هاڻي قتل ڪري چڪا هئاسون. هن کي مکيءَ کي حڪم ڪيو تہ ڳجهہ ڳوهہ ۾ ويهن ائن جو اک چنبي ۾ بندوبست ڪري وٺي. اُن ان وقت مختلف جوءِ ۾ جهنگل ۾ چري رهيا هئا. جت رات جي وڳڙي ۾ هڪ ٻئي کي سڏي پنهنجن ائن جو ڏس پتو پڇندا رهيا. وڏي وات سندن اهڙيون ڳالهيون ڳجهيون رهي ڪونہ سگهيون. جان نثار حر هڪدم سمجهي ويا تہ جهنگن مان ائن ڪاهي اچڻ جي ڪمهلين ڳالهين جو اصلي مقصد ڇا هو؟ تنهن ڪري هنن پنهنجي طرفان هڪ جوڳو قدم کنيو. پر مان توکي هڪ ڳالهہ سمجهائڻ ٿو چاهيان. مان اها ڳالهہ اڳ بہ ٻڌائي چڪو آهيان تہ پير سائين ٿر جي دعوتن تي وڃڻ وقت سوين غازي پرتي ڪيا هئا، جن جو لاڳاپو راجڙ ذات سان هو. عام طور لقمان کي راجڙ حرن جو مک سمجهيو ويندو هو. سندس ٽوليءَ ۾ ناري جي اپرندي وارا حر بہ شامل هئا. پر ٿر جي راجڙن جا پنهنجا مک بہ هئا، جن مان وڏو عادل هو جيڪو هاڻي هنن ڪولين ۾ اسان جو پاڙيسري هو.

هن جوءِ ۾ اها ڳالهہ مشهور ٿي وئي هئي تہ عادل جي ياءَ جو وهانءُ ٿي رهيو آهي ۽ ٿر جي مشهور معروف حرن کي هن وهانو جي ڪانڌ ڏئي وئي هئي. ڪاج واري جڳهہ وچ ٿر ۾ ۽ کپري کان اٽڪل چاليهہ ميل اوپر پار جيسلمير ڏانهن ويندڙ رستي تي هئي. عادل پنهنجي شهرت لاءِ ڪجهہ هٽ پير هٽڻ شروع ڪيا هئا. سندس ماڻهن هٿونگي پرسان لوٽن جي هڪ سرڪاري ڪارخاني کي وجي ڦريو هو. اتان جو ايڪسائيز انسپيڪٽر وار جي وٿيءَ تان پڇي ويو هو. هن ٿر ۾ آيل هڪ پوليس سب انسپيڪٽر کي قتل ڪري ڇڏيو هو، جيڪو سندن ڪن ٻن ماڻهن خلاف ڏاڙن جي جاچ لاءِ آيل هو. هٿونگي پرسان رهندڙ حرن کي جڏهن پتو پيو تہ سرڪار طرفان ڳجهہ ڳوهہ ۾ ائن گڏ ڪرڻ جون ڪوششون ٿي رهيون آهن، تہ هڪدم سمجهي ويا تہ ليمرڪ عادل جي ياءَ جي وهانو ۾ اڻ ڪوٺيو مهمان ٿي وڃڻ چاهي ٿو. تنهن ڪري عادل ڏانهن تيار ٿي ويهڻ جو نياپو موڪلي ڇڏيائون. لڙيءَ آڏيءَ ڌاران اسان جي جاسوس ليمرڪ کي ان ساڳي ئي رستي سان ويندي ڏٺو. سندس ڪڏ پٺاڻ فوج هئي جيڪا ڪلندي ڪجندي اڳتي وڌي رهي هئي. شايد هن کان اڳ هو ڪڏهن ائن تي ڪونہ چڙهيا هئا.

تنهن تي لقمان چيو تہ اها تہ چڱي ڳالهہ آهي تہ هنن گڏهن جي پٺن کي ائن

جي سواريءَ جو پتو ئي ڪونہ آهي ۽ هليا آهن عادل ۽ ٽر جي حرن مٿان اوچتو ڇاپو هڻڻ. پير سائينءَ جي مهربانين سان انهن ڪافرن مان پوئتي موٽي شڪست جو احوال ٻڌائڻ لاءِ ڪو وانگي بہ ڪونہ بچندو.

ان ماڻهوءَ وڌيڪ ٻڌايو تہ اها ڳالهہ فقط ايتري نہ آهي پر باک ڦٽيءَ کان اڳ هڪ ٻيو انگريز بہ پهتو جنهن سان ويهہ افغاني فوجي بہ ساڻ هئا جيڪي سنڌن انتظار ۾ ويٺل اٺن تي سوار ليمرڪ جي پويان وڃي رهيا هئا.

”الله ڪري تہ ائين ٿئي جو سنڌ هنن ڌارين کان جلد آزاد ٿي وڃي.“ تنهن تي ان ماڻهوءَ چيو تہ ”سائين لقمان! هنن ڌارين کي ختم ڪرڻ لاءِ عادل جي مدد نہ ڪندؤ ڇا؟“

هن وراڻيو تہ ”نہ، عادل اڪ چنبي ۾ سوين حُر گڏ ڪري وٺندو. توکي خبر آهي تہ سيني ٽري حرن وٽ بندوقون آهن. اهي چوٽ ڏيڻ لاءِ تيار آهن. ان کان سواءِ هي رستو سنڌس ضابطي هيٺ آهي. مون کي ٻيا بہ کي گهٽا ئي ڪم ڪرڻا آهن. ان کان سواءِ اسان ساري رات ڪم ڪيو آهي تنهن ڪري ٻئي ڏکهي سفر ڪرڻ جي لائق ئي ڪونہ رهيا آهيون. اسان کي ڦر لٽ وارو سامان پير سائينءَ جي خزاني ۾ جمع بہ ڪرائڻو آهي. اعتبار ڪر تہ عادل ڪنهن ٻئي جي مدد کان سواءِ اڪيلي سر هر ڪم اڪلائي سگهي ٿو. پر سائين رکيو تو سان هلندو ۽ موٽي اچي پيرائتيون خبرون مون کي ڏيندو.“

مان سائس گڏ وڃڻ واري ڳالهہ قبول ڪئي. هي ماڻهو مون کي هٽونگي وٺي آيو جيڪو ناري جي ڪڙ تي هڪ وڏو ڳوٺ هو. هتان جون جڳهون، مندر ۽ قافلہ سراءِ نهايت شاندار هئي. مون کي سڃاڻڻ ۾ شڪ ڪرڻ جو هتي ادڪو ڪونہ هو. هن ماڻهوءَ ٻڌايو تہ هتي هڪ پوليس آئوٽ پوسٽ آهي. سنڌن چوڻ مطابق اتان جو انچارج بہ ڏاڍو چڱو ماڻهو آهي ۽ هتان جي ڀرپاڙيءَ وارن ماڻهن سان سنڌس ناتا ڏاڍا سٺا آهن، پر ليمبرڪ ڪيس هن مهم ۾ پاڻ سان گڏ وٺي ويو هو.

ٻئي ڏينهن پرهہ ڦٽيءَ جو مون وارو ساٿي سونچي تي ٻاهر نڪري ويو ۽ خاصي خبر ڪٺي موٽي آيو تہ رات جي پهرئين پهر ۾ غازين سرڪاري ماڻهن مٿان حملو ڪيو آهي ۽ سنڌس وانگي بہ ڪونہ بچيو آهي. هنن جوءِ جي پيراڊوءَ کي رهبري لاءِ پاڻ سان گڏ کنيو هيو. تنهن موٽي اچي سارو احوال سڻايو. سنڌس ٻڌايل ڳالهين مان معلوم ٿيو تہ ليمبرڪ پاڻ بہ گهائجي پيو آهي ۽ ڪيس گرفتار ڪيو ويو آهي. تنهن تي مون پنهنجي ميزبان کي چيو تہ ”اهو چڱو ٿيو جو هن ڪافر کي قتل ڪرڻ بدران گرفتار ڪيو ويو آهي.“ انگريز ڪاموري کي وچ ٽر ۾

يرغمال رکي هر جماعت سرڪار کي چوندي تہ جيڪڏهن پير سائين کي جلد آزاد نہ ڪيو ويو، تہ هن انگريز ڪاموري کي هوريان هوريان ڪري ماريو ويندو. محبت کي اهڙي معاملي اڪلائڻ جي سڀ خبر آهي.

مون لقمان ڏانهن اهڙو نياپو موڪليو ۽ چاهيم تہ تيزرفتاريءَ سان مکيءَ پهچي نوري کي بہ اها خبر ڏيان، پر جڏهن مون کي دل ۾ ڪٽڪيو تہ ڳوٺ جو مکي واهہ جي تار وسيلي سانگهڙ ضرور اطلاع موڪليندو ۽ منهنجي پهچڻ کان گهٽو پهريان فقيرن کي سارو احوال معلوم ٿي ويندو. پر جيڪڏهن آءٌ هتي ترسي پوان تہ عادل جا ماڻهو واقعي جون سچيون خبرون هٿونگي ۾ رهندڙ پنهنجن دوستن کي پهچائڻ لاءِ هتان ضرور لنگهندا. واقعي جي خبر پوليس ڪئپٽن گلبرٽ کي پهچائي وئي، جيڪو پنهنجي فوج ۽ پوليس سان گڏ ساڳيءَ شام جو سانگهڙ کان پهتو هو ۽ ٿر ڏانهن وڃڻ لاءِ اٺ گهري رهيو هو. اهڙي صورتحال ڏسي مون واري دوست عادل ڏانهن تيار ٿي وڃڻ جو نياپو موڪليو. ڇاڪاڻ تہ وڏيڪ شڪار ساڳيو رستو ڏئي ڏانهن وڌي رهيو هو.

پر پوءِ اسان مايوس ٿي وياسون. رات جو ليمبرڪ ۽ ٻيو انگريز ڪامورو پنهنجي فوج ۽ پوليس سان گڏ رستي سان گذريو. ڪيس ڏاڍي شڪست آئي هئي. سندن گهڻا اٺ بہ ناس ٿي ويا هئا. فوج ۽ پوليس جو اڌ تعداد پنڌ سفر ڪري رهيو هو. هنن سان گڏ بہ عملدار بہ هئا جن مان هڪ فوج اڳيان ۽ ٻيو پٺيان سفر ڪري رهيو هو. گهڻن اٺن تي زخمي ۽ لاش رکيل هئا. پنهنجي فوجين جا حال تہ سيني کان بڇڙا هئا.[1]

مون پنهنجي دوست کي چيو تہ ليمبرڪ هاڻي ڪنهن چنتا کان آجو ٿي ويو ۽ فقيرن جي قلعن ۾ وڃي مٿن حملي ڪرڻ لاءِ هاڻي ڪيس بہ پيرا سوچڻو پوندو. اها مشهور چوڻي آهي تہ ماڻهو جڏهن شينهن جو شڪار ڪرڻ وڃي تہ ڪيس اهو بہ سوچڻ گهرجي تہ اهو پاڻ بہ شينهن جو شڪار ٿي سگهي ٿو.

ٻئي ڏينهن صبح جو منهنجي ميزبان هڪ ٻئي ماڻهوءَ کي رهبر مقرر ڪيو جنهن کي سرڪار جا ماڻهو هن مهم دوران پاڻ سان وٺي ويا هئا. هن ماڻهوءَ جون ڳجهہ ڳوهہ ۾ اسان سان همدرديون هيون ۽ ڪانئس هن واقعي جون پيرائتيون خبرون پڇڻ لڳو. هن وراڻيو تہ غازي ليمبرڪ ۽ سندس فوج کي پُٺي رکن ها پر وٽن اهڙا بم هئا جن مٿي هواءِ ۾ ڦاٽي ساريءَ ڌرتيءَ ۽ آسمان کي روشن ڪري

1. هيءَ ڪارروائي ٿر جي راباٺو Rabao ماڳ وٽ 21/20 مئي جي رات ٿي هئي جيڪا دهليءَ جي روزانو اخبار دي اسٽيٽسمين The States man سومر ڏينهن 15 جون 1942 تي ڇپي هئي.

چڙيو هو. اهڙيون شيون غازين اڳ ڪڏهن به ڪونه ڏٺيون هيون. فتح حملي وارن جي هٿ ۾ هئي پر هو هيانءُ هاري ويٺا هئا. هن وڌيڪ ٻڌايو ته مان ان تاڙ ۾ هوس ته مناسب موقعو ملي ته پڇي نڪران نه ته ڪنهن نه ڪنهن ڊر جون گوليون مون کي ماري رکنديون.

سرڪاري ماڻهو نارو اڪري اڳتي نڪري ويا ته مون وڃي لقمان کي اهو احوال ڏنو. موٽ ۾ هن مون کي ٻڌايو ته مون کي سنيهو مليو آهي ته محبت فقير اتي سنڌ کان مکيءَ پهتو آهي. ان کان پوءِ اهو فيصلو ڪيو ويو ته مان وڃي ناري واري جوءِ ۾ ٿيل ڪارروائين جو سربستو احوال ڏيان. مان پنهنجي هن مک سان ملي ڏاڍو خوش ٿيو هوس. مون کي سندس ڳالهين مان ڏاڍو مزو ايندو هو. هاڻي ته مان پنهنجي گهر ڀاتين کان به چڻ ويڳاڻو هوس. مون ته پنهنجي زال جو منهن به ڏسڻ ڪونه ٿي چاهيو، نه وري ماءُ سان ملڻ لاءِ دل ٿي تانگهي رهي هئي. هو منهنجي بدران گهر وڃي ٿي سگهيو ۽ سندن ضرورتن جو خيال ڪري ٿي سگهيو. اهو به امڪان هو ته هو ننڍڙي واليڏني کي ڀاڻ سان وٺي اچي ۽ من مون کي ساٿس ڀاڪر پائڻ جو موقعو ملي وڃي.

محبت ڏاڍي پيار ۽ ڀاڀوهه سان منهنجي آجيان ڪئي ۽ چيو ته گهڻو ڪجهه ٿي چڪو آهي. جيڪو سٺو به ٿيو ته آئنو به ٿيو. اسان جهڙا ماڻهو جيڪي مقدر کي سمجهي ڪونه سگهندا آهن سي ضرور ائين سمجهندا آهن. پر هڪ حُر جي خوشي مرشد واري ڏسيل رستي ۾ لڪل آهي. اهڙي خوشي هن دنيا ۾ ضرور ايندي. جيڪڏهن نه آئي ته اڳئين جهان ۾ ته ضرور ايندي. پر ماڻهوءَ کي جڳائي ته مرشد جو ڏسيل درس ۽ دڳ نه ڀلجي. وفاداري ۽ ايمان اڏول هجي. سائين رکيا! تون اهڙا سچا ڪم اڳئي ڪري چڪو آهين ۽ اميد آهي ته اڳتي به ڪندو رهندين.

مون کيس جڏهن هتان جا واقعا ٻڌايا جن ۾ مون به ڪردار ادا ڪيو هو ته هو ڏاڍو خوش ٿيو. هن چيو ته مان به روهڙي کان پريان واري راڄڙن سان گڏجي ڪم ڪيو آهي جن جا اڳواڻ به ڏاڍا ڀلوڙ مڙس آهن. انهيءَ پَٽ جي ڏار ڏار ذاتين سان لاڳاپيل حرن زبردست ڪارروايون ڪيون آهن. مکيءَ جي فقيرن جي لاهور ميل ڪيرائڻ واري واقعي کان اڳ اسان سرحد وٽ هڪ مال گاڏي ڪيرائي وڌي هئي ۽ ريلوي گارڊ کي قتل ڪري ڇڏيو هو. ان کان پوءِ حڪومت موٽر جي مدد سان ننڍيون گاڏيون هلائڻ شروع ڪيون هيون. رات جو جهنگل مان گذرڻ وقت اهڙي ريل گاڏين تي بچاءَ لاءِ فوج پهرو ڏيندي هئي. جڏهن اسان گاڏين جي اهڙي چرپر کان واقف ٿياسون ته مناسب جاءِ وٽان ريل جي پٽڙي اکوڙي ڦٽي ڪئي،

جنهن ڪري ڊرائيور مري ويو ۽ ٻن ڪن فوجي زخمي ٿي پيا هئا. اسان کي اهڙيون ڪارروايون جاري رکڻ کپن ۽ حڪومت ضرور هڪ ڏينهن اڻ مڃيندي. جاپاني به ذري گهٽ ساري برما فتح ڪري چڪا آهن. هي ملڪ بنگال جي پرسان آهي. هن کان جلد ئي پوءِ اهي ڪلڪتي مٿان بمن جو مينهن وسائڻ شروع ڪندا، انگريز سرڪار جي طاقت ريل ۽ تارن سان ڳنڍيل آهي. تنهن ڪري اسان کي پنهنجي مرشد جي ننگ ناموس خاطر اهڙين شين کي پيجي پوري ڇڏڻو آهي. اسان لاءِ اهو ضروري آهي ته جاپان جي پهچڻ کان اڳ پير سائين کي آزاد ڪرايون.

توکي ائين سمجهڻ نه گهرجي ته مکيءَ جا فقير اهڙي سوچ کان واندا ٿي ويهي رهيا هئا ۽ ڪک پيجي ٻيٺو ئي ڪونه ڪيو هيائون. پر هر رات ٽن چئن ڳوٺن کي وجي ڌاڙا هڻندا هئا. هر ڪارروائي مان هڪ يا ٻه بندوق هٿ لڳي ويندي هئي. باقي پئسو ڏوڪڙ پير سائين جي خزاني ۾ جمع ڪرايو ويندو هو. وريام فقير به ساڌوري پرسان اچي منزل ڪئي هئي. سندس رهڻي ڪهڻي راجائن جهڙي هئي. هر ماڻهو اچي کيس ادب ۽ احترام سان ملندو هو. باقي سندس ماڻهن کي ڇڙواڳي حاصل هئي هو جيڪي به چاهيندا هئا ڪري وٺندا هئا. محبت اسان جي هن ڪمانڊر کي برو ڪونه سمجهندو هو. پر سندس مرضي هئي ته ڪنهن وڏي ڪارروائي لاءِ سيني ٽولين کي گڏ ڪجي ته ڏاڍو ڀلو. ان کان پوءِ سرڪار کي احساس ٿيندو ته اها حر جماعت خلاف اجايو اٿو ٻڌي ڪڍ لڳي پئي آهي. حقيقت اها آهي ته اسان کي اهڙن ماڻهن جي اڳواڻيءَ جي ضرورت آهي. ليمبرڪ ڏاڍو خطرناڪ ماڻهو آهي. هن سميجي نواب ۽ مهر عليءَ کي گرفتار ڪري ورتو آهي. اهي ٻئي چٽا اثر رسوخ وارا ماڻهو هئا ۽ اسان جو ڏڍ ۽ پرجهلو هئا. هن اوچتو اچي ڳهَل پور تي راتاهو هنيو هو ۽ مٿو ۽ سندس پاءُ ذري گهٽ گرفتار ٿيا هئا پر بچي ويا. اها هڪ اجائي بهادري هئي جو ٻي اونا ۽ ٻي گوندرا ٿي پنهنجي گهرن ۾ رهي پوندا هئا. اهو ڳوٺ سانگهڙ واري بنگلي کان سڌ پنڌ تي آهي. لاهور ميل ڪيرائڻ کان پوءِ مٿو پاڻ کي گهٽو ڪجهه سمجهڻ لڳو هو تنهن ڪري وريام ۽ نوري جي حڪم کي جڻ ته ڪنگهندو ئي ڪونه هو. ڪيترا ئي فقير پنهنجي اصلي اڳواڻن کي ڇڏي اچي ٽوليءَ ۾ شامل ٿيا هئا. سهڙ – دماغ وات ڳاڙها حر ڇوڪرا ڪليو ڪلايو چوندا وتندا هئا ته جن ماڻهن لاهور ميل جي ڪارروائي ۾ حصو نه ورتو آهي تن جڻ ڪجهه به نه ڪيو آهي ۽ مٿو ئي هڪ اهڙو اڳواڻ آهي جنهن جي هيٺان ڪم ڪري ماڻهو مشهور ٿي سگهي ٿو. هر جماعت ۾ اهڙي قسم جو تعصب ۽ ساڙ پيدا ٿي پيو هو، جيڪو پير سائينءَ جي مفادن کي سخت ڇيهو رسائي رهيو هو. ان

وقت حڪومت اهو اعلان ڪيو تہ اسان واري ملڪ مٿان مارشل لا هنيو ويو آهي.[1]

محبت فقير کي بہ خبر ڪانہ هئي تہ هيءَ نئين ڳالهہ مارشل لا ڪهڙي بلا آهي؟ پر سانگهڙ وارن اسان جن دوستن اهڙي نوٽيس جي ڇاپيل ڪاپي اسان لاءِ هٿ ڪري ورتي هئي جيڪا ڇاپي ساري ملڪ ۾ ورهائي وئي هئي. هن مان اهو معلوم ٿي رهيو هو تہ ڪنهن فوجي جنرل حڪومت کي چيو آهي تہ اسان واري علائقي جو سارو انتظام سندس حوالي ڪو وڃي، جنهن ۾ هو پنهنجا نهيل ضابطا ۽ قانون نافذ ڪندو. ان قانون هيٺ رات جي وڳڙي ۾ پنهنجي گهر جي در کان ٻاهر نڪرڻ، پاڻ وٽ ڪهاڙي رکڻ، فقيرن جي موجودگيءَ بابت سرڪار کي اطلاع نہ ڏيڻ يا ٻيون کي اهڙيون ڳالهيون ڏوهہ سمجهيون وينديون. انهن مان ڪن تي موت جي سزا بہ رکيل هئي. اهو بہ چيو ويو هو تہ اهڙن ڏوهن جي ڪارروائي فوجي قانون هيٺ فوجي عملدار پاڻ هلائيندا.

نوٽيس جي ڪاپي آئيندڙ ماڻهوءَ چيو تہ فقير صاحب مون بازار ۾ ماڻهن کي ائين ٿي چوندي ٻڌو. ماڻهن تي ڏهڪاءُ ۽ ٿرٿلو ڇانئجي ويو هو. هن موضوع تي ڳالهائڻ مهل زميندارن ۽ واپارين جي منهن جو پنو ٿي لٿل هوندو آهي. تون هن نڪتي تي پنهنجي خيال جو اظهار تہ ڪر تہ مان ڳوٺ ۾ رهندڙ حرن کي وڃي ٻڌايان جن اچا تائين تہ ڪک کي بہ ڪونہ رنجايو آهي. سندن اندر کي ڪجهہ آٿت تہ ملڻ گهرجي.

محبت ان نوٽيس کي پڙهندو ۽ پنهنجي منهن ڀڻڪندو رهيو تہ فلاڻو فلاڻو ڏوهہ موت جي سزا، فلاڻو جرم موت جي سزا... ان کان پوءِ هن چيو تہ مان سمجهان ٿو تہ حڪومت کان عقل موڪلائي ويو آهي. هو جنگ ۾ جاپانين کان ڪٽي هليا آهن، جو هو پنهنجيءَ فوج جا چار لک ماڻهو سنڌ موڪليندا؟ جيستائين فوج جو ايترو انگ نہ ايندو تہ سنڌ جي وسيع ايراضيءَ ۾ هي ڪارو قانون مڙهي ڪونہ سگهندا، پر جيستائين اهڙو قانون پاس ٿيو آهي تہ هن فوجي جنرل جي موڪل کان سواءِ پنهنجي زالن سان سمهڻ تي بہ موت جي سزا هوندي تيستائين هو رات جو اسان جي گهرن مٿان اوچتا ڇاپا هڻي ڪونہ سگهندا. جيڪڏهن هنن ائين نہ ڪيو تہ هي ۽ سندس ناهيل قانون ڪل جهڙي ڳالهہ ٿي پوندي. شايد هو اسان کي ٻار سمجهن ٿا جو اسان سندن اهڙن ڪارن ڪوڙن تي ويساهہ ڪري

2. هيءَ مارشل لا اوپر سنڌ تي 1 جون 1942 تي هنئي وئي هئي جنهن جو چيف ايڊمنسٽريٽر اپر سنڌ فورس جو جي - او - سي ميجر جنرل آر - رچرڊسن هو.

وهنداسون؟ صحيح حالتن جي اندازي ڪرڻ ڪان اڳ اسان کي اندازو هئڻ ضروري آهي تہ دشمن ڪم ڪهڙي طريقي سان ڪري رهيو آهي. اسان جي دوستن کي هي پيغام ڏجو تہ فقيرن کي اڳي جيان انگريز دشمن خلاف جنگ جوڙڻ کپي ۽ حر جماعت کين اڳي جيان واهر ڪندي رهندي. جيڪي حر اجا گهرن ۾ ويٺا آهن سي نون قانونن کي ڏسندا رهندا. جيستائين دشمن هنن خلاف اڳرائي نہ ڪري تيستائين ڪجهہ بہ نہ ڪن. اسان جو اهڙو ماڻهو حڪومت وٽ پنهنجي هڪ ڪهاڙي پيش ڪري پر بي وٽس لڪل ضرور هجي. اسان کي جلد ئي معلوم ٿي ويندو تہ اهڙين حالتن کي مڙس ٿي منهن ڪيئن ڏجي؟ آخر ۾ مان هڪ اهم ڳالهہ چوڻ چاهيان ٿو، جيڪا هيءَ آهي تہ اسان جي جتن ۽ جاکوڙ انگريزن کي هي انتهائي قدم کڻڻ لاءِ مجبور ڪيو آهي. هنن پنهنجا سارا اختيار فوجي جرنل جي حوالي ڪري ڇڏيا آهن ۽ اهو سندن شڪست جو ثبوت آهي. پر اسان لاءِ ايڪو ۽ ٻڌي ضروري آهي. پير سائينءَ خاطر هن هلچل کي ڳنڍي رکڻو آهي ۽ اسان جي فتح يقيني آهي. حر جماعت هڪ ڏينهن ضرور ڏسندي تہ فقير هن ڪاري قانون کان ڏهڪائجي ڪونہ ويا آهن. جيڪڏهن اسان جي غازين مان هڪ ڄڻو ڦاسي تي ٽنگيو بہ ويو تہ اسان جي ڪونڌرن جي قطارن ۾ لوڏو ئي محسوس نہ ٿيندو عظيم مقصد شهادتن حاصل ڪرڻ ڪان سواءِ هٿ ڪري ڪونہ سگهيا آهن.

جلد ئي محسوس ٿيڻ لڳو تہ محبت سائين جي چيل لفظن ۾ ڪيتري سگهہ آهي. ٻئي ڏينهن اسان جي ڪارروائي کي سخت ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻو پيو لقمان جي ٽوليءَ جي ڪن ماڻهن پيسومل ڳوٺ تي وڃي ڌاڙو هنيو. هنن پهريو تارون ڪپيون ۽ اريگيشن بنگلي جي پيچ ڌاهہ ڪئي. پر ڳوٺاڻا اڳي ئي تيار ويٺا هئا. حرن هندو پهريدار کي قتل ڪري ڪجهہ اٽ ۽ بندوقون هٿ ڪري ورتيون هيون. پر پوءِ ڳوٺاڻن گهرن جي ڇت تي نهيل اولن جي اوٽ ڏئي متن فائرن ڏوڙيا لائي ڏنا، جن جي نتيجي ۾ اسان جا ٻہ حر مارجي ويا. ٽوليءَ جا ماڻهو وڏيڪ ڪجهہ ڪرڻ ڪان سواءِ موٽي آيا. ان ڪان وڌيڪ گندي ڳالهہ اها ٿي ڳوٺاڻا هڪ ڊپٽيءَ ۽ پوليس جي اڳوائيءَ ۾ پيرن جي ڪڍ لڳي پيا ۽ ٽوليءَ ماڻهن تي وڃي اوچتو ڇاپو هنيو. جيڪي پيسومل ڪان ٻہ ٽي ميل پري وسنديءَ ۾ لاپرواهہ ٻٽيا ويٺا هئا. اصلي مجرمن کي گرفتار ڪرڻ سان گڏ وسنديءَ جي حرن کي جهليو ويو. انهن سڀني کي حيدرآباد موڪليو ويو.

کن کان پوءِ اسان کي پتو پيو تہ هڪ ڏينهن صبح جو انهن مان ڏهن کي ڦاسي ڏني وئي. اهي هڪ قطار ۾ بيٺا هئا ۽ هڪ ٻئي پٺيان ڦاسي تي چڙهندا ويا. سندن منهن تي مرڪ ۽ سرسيءَ جي سوڀيا هئي. پير سائين جي شان ۾ ڪلام ڳائي سر ڏئي سرها ٿيا هئا. انهن شهيدن مان گهٽ جو ڪنهن بہ ڪارروائي ۾ هٿ ٻڌل ڪونہ هو ۽ بي ڏوهي هئا، پر پوليس اِرُ ڪري ڪين هرويرو ڦاسايو هو ڇاڪاڻ تہ اهي حر جماعت کان پلاند وٺڻ لاءِ ڇتا ٿي پيا هئا جن سندن عزت لوڻ پاڻي ڪري ڇڏي هئي.

## [10]

انهن ڏينهن ۾ مڪيءَ جي فقيرن اها ثابتي ڏني هئي تہ هنن سرڪار جي انهيءَ للڪار کي قبول ڪيو آهي. هنن ڪيترن موقعن تي سانگهڙ جي آس پاس وارن واهن کي ڪنڌ هٽي علائقي کي جل ٿل ڪري ڇڏيو. انهن مان هڪ جو ذڪر رحيم ڪيو هو جنهن جو آءُ بيان ڪري چڪو آهيان. ٽيليفون جون تارون وڍڻ، انجنيئرن جون ٻيڙيون پاڻيءَ ۾ ٻوڙڻ، تيل جي اسٽورن کي باهيون ڏيڻ ۽ اريگيشن جي اوزارن ۽ مشينن کي تباه ڪرڻ ڏهاڙيءَ جا واقعا بڻجي ويا هئا. انهن سيني ڳالهين جو اثر هڪ انگريز انجنيئر قبول ڪونہ ڪيو هو. سندس جاڪوڙ هئي تہ واهن کي ڪيئن ڪري بہ وهڻ گهرجي. سندس اها خواهش هئي تہ هن جا ماتحت بہ هن جيان ڪم ڪن ۽ ائين سمجهن تہ ڇڻ فقير موجود ئي ڪونہ آهن. انهن سيني مان وڏيڪ ٽڙت هڪ هندو هو. اسان آبپاشي جي مزدورن ۽ بيلدارن وسيلي ڏانهنِ ڪيترا ئي نياپا موڪليا هئا جيڪي سڀ جو سڀ حر هئا پر هن جو نياپن تي ڪن ئي ڪونہ لڏيو. مڪيءَ پرسان اهڙن ماڻهن کان سواءِ ڪو ٻيو ماڻهو ملڻ بہ مشڪل هو. هن ڏانهن اهو سنيهو بہ مڪو ويو هو تہ بيماريءَ جو بهانو ڪري ڊگهي موڪل تي هليو وڃي. هو موٽي اچي رات جو سانگهڙ ۾ ٽيندو هو ۽ صبح جو ڏهاڙي پنهنجي ڊيوٽي ڏيڻ نڪري ويندو هو. تنهن ڪري رحيم پنهنجي ذات جي حرن سان ٻانڌو ٻڌو جيڪي بيلدار بہ هئا. اهي هڪ ڏينهن سندس تاڙ ۾ لڪي ويهي رهيا ۽ ڪيس قتل ڪري ڇڏيائون تہ جيئن ٻيا بہ سبق سکن.

اسان هن وقت ڪنهن نئين فوجيءَ جو منهن ڪونہ ڏٺو هو پر اهي خبرون ضرور ٻڌيون هيون تہ حيدرآباد ۾ ڪٽڪ پهچي رهيا آهن. اهڙي فوج ۽ پوليس ج ڪجهہ تعداد شهداد پور ۾ رهندو هو. ڪجهہ پٺاڻ فوجي ۽ پوليس ليمبرڪ گلبر جي ڪمانڊ هيٺ سانگهڙ ۾ بہ رهايا هئا. ان وقت فوج جون ڪجهہ لاريون پرج اچي سانگهڙ پهتيون. اسان کي پتو ڪونہ هو تہ انهن کي ڪهڙي مقصد طور گهرا ويو هو؟ سندن پهرين ڪارروائي ايڏي خطرناڪ ڪانہ هئي. ڪجهہ فوجي دس سانگهڙ پرسان واقع پنجن ڇهن ڳوٺن ڏانهن روانا ڪيا ويا هئا جن کي باهہ ڏ ساڙي رک ڪيو ويو. اعلان اهو ڪيو ويو هو تہ اها ڪارروائي هندو انجنيئر

قتل جي پلاند ۾ ڪئي وئي آهي ڇاڪاڻ تہ هن ڳوٺ جي رهاڪن ڪي خبر هئي تہ انجنيئر جا قاتل ڪير آهن؟ هنن مان گهڻائي حر ڳوٺن جي هئي. ڪجهہ ڳوٺ اهڙا بہ ساڙيا ويا هئا جيڪي آئيءَ ويل حرن جي واهر ڪندا هئا. پر هنن ڳوٺن جي ماڻهن جو هندو انجنيئر جي قتل جي معاملي ۾ ڪو پاند پسيل ڪونہ هو.

اسان ڪي پنهنجن دوستن ٻڌايو تہ ننڍا وڏا ڪامورا ۽ پوليس وارا فوجي دوستن ڪي حرن جي گهرن جي معلومات ڏئي رهيا هئا. گهڻو ڪري سندن واسطو شخصي دشمنيءَ سان هو تہ جيئن هو تباهہ ٿي وڃن پر ان ڪارروائي ڪري اسان ڪي ڏک ڪان وڌيڪ خوشي انهيءَ ڪري ٿي جو فوجي حر جماعت جي ماڻهن جا گهر ساڙي رک ڪرڻ سان گڏ سندن دشمنن جا بہ جهڳا جهڻ ڪري ڇڏيا هئا. انهن مان هڪ ڳوٺ تہ مولوي نور الدين جو بہ هو جيڪو پير سائين جي ٽلهي جي معاملي تي حرن سان وڙهي پيو هو ۽ قتل ٿي ويو هو. اهو قصو آءٌ مٿي بيان ڪري آيو آهيان. ٻئي ڳوٺ جا ماڻهو اسان جا پوَ جهلي نہ سگهيا ۽ ڳوٺ خالي ڪري ڪک پن ٿي ويا هئا. هنن ڪي پنهنجيون زمينون هيون. سندن ٻيءُ ٻچو بادشاهہ ڪي ختم ڪرڻ ۾ سرڪار جي گهڻي مدد ڪئي هئي. هاڻي بچاءَ خاطر شهداد پور ۾ وڃي اجها اڏيا هئائون. فوج هنن جي ڇڏيل گهر جو سمورو مال ۽ موٽر ڪار ساڙي رک ڪري ڇڏي. محبت فقير بہ ڏاڍو خوش هو ۽ مکيءَ ۾ فقيرن جي هڪ گڏجاڻي دوران چيو هئائين تہ هن نئين نظام ۾ حر جماعت جي ماڻهن سان گڏ ٻيا ماڻهو بہ ظلم ۽ ڏاڍ جو شڪار ٿي رهيا آهن. هن نظام جو خراب اثر هتان جي اوسي پاسي جي اهڙن ابوجهہ ماڻهن تي پوندو جيڪي پنهنجي ٻچڙن جي چوٽي پائي، ڍورن جا چار ڪن يا پوکي راهي وسيلي ڪري رهيا آهن. هاڻي تہ فوجي سرڪار اسان سان گڏ انهن بي ڏوهين خلاف بہ ٻارڻ ٻاري ڏنو آهي. اهي تہ ماٺ ڪري سرڪار ڪي پنهنجيون ڪهاڙيون ڏئي ڇڏيندا ۽ رات جي وڳڙي ۾ گهر ڪان ٻاهر پير بہ ڪونہ پائيندا. اهڙين حالتن ۾ هو پنهنجي ٻنين جي سار سنڀال ۽ ڍورن ڍڳن جي کهڙي ريت پرگهور لهي سگهندا؟ مان سمجهان ٿو تہ سرڪار اسان ڪي جڻ ٻين پيرن جي مريدن ڪي ڌهڪائڻ ڪان آجو ڪري ڇڏيو آهي. اها سندس وڏي مهرباني اٿئي. اهي هاڻي هٿ ڪپڙي ۾ سوگها آهن. هو اسان خلاف سرڪار ڪي معلومات ڏيڻ لاءِ جيڪڏهن سوچن تہ هاڻي ڪين اهڙا ڪندا ڪڏهن ڪونہ پون ها. تنهن ڪري هاڻي سمجهہ ۾ اٿين اچي ٿو تہ اسان جي ادڪي ڪان آجي ٿيڻ لاءِ اسان سان ضرور ڳالهيون ڪندا.

اسان جون ڪارروايون جاري رهنديون آيون ۽ ڏهاڙي اوسي پاسي جي ڳوٺن

تي ڌاڙا هڻندا هئاسون. اسان جا دوست پوليس ٿاڻن ۽ بنگلن وٽ ويٺل فوج جون خبرون ڏهاڙي پيا پهچائيندا هئا. فوج جون پيريل لاريون روڊن ۽ واهن سان هر پاسي وينديون ڏسبيون هيون ۽ پر وارن ڳوٺن تي وجي ڇاپا هڻنديون هيون پر ٻنين ۽ جهنگلن ۾ ورلي وينديون هيون. جڏهن هنن ناري جو انسپيڪشن پاڻ ڏئي اڳتي وڌڻ شروع ڪيو ته ساڌوري جا فقير هن وهڪري جي هن پار واري جهنگل ۾ ويهي مٿن فائر ڪندا هئا. ان جي جواب ۾ فوج ڳوٺ کي ساڙي رک ڪري ڇڏيندي هئي ۽ ان ڳوٺ ۾ ڪين ڪي ماڻهو نظر ايندا هئا ته انهن کي جهلي وٺندي هئي.

ان ڪان پوءِ اسان کي خبر پئي ته فوجي جنرل قانون جي پابند ماڻهن کي چيو هو ته ناري کان اوير پاسي وارا پنهنجا اباڻا ڳوٺ هڪ هفتي اندر خالي ڪري هليا وڃن. ان ڪان پوءِ ان جوءِ ۾ جيڪو به نظر آيو ته ڪيس ڏسڻ سان قتل ڪيو ويندو. جيڪڏهن هن ڪاري قانون تي سختيءَ سان عمل ڪيو ويو ته محبت جي خيال مطابق ته ان پاسي ويجهي اوڏي وارا حر ڳوٺ به سرڪار جي اهڙي حڪم جي تعميل ۽ فرمانبرداري ڪندا. اتي ترسي گرفتار ٿيڻ ۽ گوليون کائڻ مان آخر ڪهڙو فائدو هو؟ انهن جو وڏو تعداد پنهنجي جوءِ ۾ لڏي ۽ تر تڏو ڇڏي وڃي تر پهتو، جيڪي غازين مٿان مار ٻڌجي پيا هئا. ڪن ڳوٺن جا چڱا مڙس صلاح مشوري لاءِ محبت وٽ وهي آيا جنهن ڪين ڏڍ ۽ آٿت ڏنو.

محبت چيو ته توهان گهر پٽي ته ڪونه ڪٽي سگهندؤ. گهرن جو الهه تلهه ڪٽي ٽانئيڪي ڪرڻ لاءِ وقت تمام ٿورو وڃي بچيو آهي پر توهان کي ياد رکڻ گهرجي ته فقير پنهنجا اجها ڪونه ڇڏيندا ۽ اتي رهي پوندا. اوهان مٿن ويساهه ڪري گهرن جو سامان ڇڏي وڃو. اميد آهي ته اوهان جي ڇيڙهه به ڪانه ويندي. انهن جي پيٺ ۾ ٻين پيرن جا مريد ۽ ٻت پرست راجپوت سرڪار جا ڀول ٻڌا ٻانها آهن سي هڪ هڪ ڪري چونڊي ماڻهن کي ٻاهر ڪيندا. گهرن ۾ جيڪو به سامان ڇڏي ايندو تنهن جو ڪو به اوهي واهي ڪونه رهندو. اهڙي ريت جيڪڏهن پارت نه ڪبي ته فقير به ننڍڙي شيءِ تي سولائيءَ سان قبضو ڪري وٺندا. اسان حر اهو سارو ڪم انهيءَ لاءِ ڪري رهيا آهيون ته جو اوهان پنهنجا اباڻا اجها ڇڏي وڃي ڌرت ۽ ڏجهي ۾ پوندؤ. جيڪڏهن اوهان ناري جي هن پاسي اچي ويڙها وسائيندؤ ته اوهان مهاجر هوندؤ. توهان پنهنجي انهيءَ حيثيت ۾ به پير سائين سردار ۽ حر جماعت واسطي گهڻو ڪجهه ڪري سگهو ٿا. جيڪڏهن توهان ناري جي اوير پاسي رهيؤ ته اهڙا ڪم ڪري ڪونه سگهندؤ.

نظر ائين اچي رهيو هو تہ انهن ماڻهن جي دلين ۾ ڪي شڪ شبها پيدا ٿي چڪا هئا ۽ سس پس ڪري رهيا هئا. سندن هلئي وڃڻ کان پوءِ هن خلاف الائي ڇا ڇا ڳالهائي وڃي پار پيو هوس تہ هو سچا مريد ڪونہ آهن ۽ ڪين پنهنجي مال ملڪيت جو گهڻو اونو آهي. محبت فقير منهنجيون اهڙيون گٽيون ڳالهيون ٻڌي مون ڪي چنڊ پٽي. مان پنهنجي هن ڪمانڊر جي ڏنل دڙڪن ڪي ٻڌائيندي شرمساري محسوس ڪانہ ٿي ڪئي.

آءٌ اهڙو ڇوڪرو چاهيندس جنهن ڪي پلي ڏاڙهي نہ آئي هجي پر اهڙو دماغ ڪونہ چاهيندس جنهن ۾ سوچ وفڪر نہ هجي. هن وڌيڪ چيو تہ تون گهمنڊ ۽ آڪڙ کان ڪياڙيءَ مان ڳالهائي رهيو آهين تون ڇڻ ٽرڙو پٽ وڏيري جو آهين جيڪو سوچيندو آهي تہ هيءَ دنيا ٺهيو ئي سندس شڪار واسطي آهي. هو هارين نارين ۽ ڏنارن جي پگهر تي عياشيون ڪندو آهي جن لاءِ سمجهندو آهي تہ اهي بہ هيٺئين درجي جا ڪي جانور آهن. ڪا بہ فوج فقط گهوڙيسوار ۽ ڪونڊرن تي مشتمل ڪانہ هوندي آهي پر ان ۾ ڪي جاسوس هوندا آهن، ڪي فوج لاءِ پاڻي ڍوئڻ جو ڪم ڪندا آهن. بار ڇڪڻ لاءِ جانور بہ هوندا آهن. جنگ جو وڏو بار اهڙن ماڻهن ۽ جانورن تي پوندو آهي. اسان جهڙا غازي پنهنجا سر قربان ڪري ڇڏيندا آهن. اسان ڪي ڏينهن ٽيڻ کان اڳ پنهنجا واعدا پورا ڪرڻا آهن. اسان ڪي هر رعايت مليل آهي. تنهن ڪري اسان هن دنيا جي هر شيءِ جي فڪر کان آزاد آهيون. امڪان آهي تہ ڪنهن غازيءَ ڪي رهڻ واسطي پنهنجو گهر ئي نہ هجي پر هن ملڪ ۾ هر حر جو گهر سندس ملڪيت آهي. هو پنهنجي گهرو زندگيءَ کان دور آهن. پر حر جماعت جي هرنياٽي سندس همدرد ٻڌجي سگهي ٿي. هو ٻچ ڇٽڻ، لاوارو ڪرڻ، ڏاندن جي جوڙي ۽ مينهن جي فڪر کان آزاد آهي. سوين حر پاڻ بک مرندا پر هن ڪي بک مارڻ ڪونہ گهرندا. جڏهن ڪيس نون ڪپڙن جي ضرورت پوندي تہ هن ڪي ملي ويندا. جيڪڏهن ڪو ناس ڏيندو آهي تہ اها بہ هن ڪي ملي ويندي. هي ڪي ٻيون اهڙيون ڳالهيون بہ مريدن ڪي لهڻي ٿو جيڪي تون ڏسجانءِ تہ سرڪار جي ڪيس ۽ ڪلور جو نشانو ٻڌجڻ وارا آهن.

پوليس غازين سان مقابلن ڪرڻ ۾ ڪامياب ڪانہ ٿي آهي. تنهن ڪري هوءَ اهڙن حُرن کان پلاند وٺي رهي آهي جيڪي ڪمزور ۽ ٻي ڏوها آهن. هاڻي سب اختيار فوج ڪي ڏنا ويا آهن اونڌي ڪري يا سٽين. پر اها ان جوءِ کان اڻ واقف آهي. اسان جي ٻوليءَ جو هڪ لفظ بہ ڪانہ ٿي سمجهي. پوليس جي اهي ٽڙجو عملدار سندن صلاحڪار ۽ ترجمان مقرر ڪيا ويا آهن. انگريز عملدار بہ هنن سان

صلاح مشورا ڪندا تہ هي ماڻهو حر آهن يا نہ؟ يا هي ڳوٺ حرن جو آهي يا نہ؟ توکي خبر آهي تہ پوليس وارا هن کي ڪهڙي اصول تحت جواب ڏيندا؟ مان اهو ڪونہ چوندس. هو ڪي اڻ واقف آهن. هو اسان حرن کان ۽ اسان جي مددگارن کان چڱيءَ ريت واقف آهن. اهي پنهنجي نون عملدارن کي سڀ ڳالهيون ڪونہ ٻڌائيندا ۽ جيڪو ڪجهہ ڪين ٻڌائيندا اهو صحيح هوندو؟ انهن مان ٿورا ڪي اهڙا منجهيل ماڻهو بہ آهن، جيڪي اهو سمجهي ڪونہ سگهندا هوندا تہ نئين وايو منڊل ۾ ڪين وڏا اختيار آهن ۽ اهڙين ڳالهين جو انگريز عملدار ڪانئن ڪو پڇاڻو ئي ڪونہ ڪندا چو تہ اهي اسان جي ملڪ جي ٻوليءَ ۽ رسمن رواجن کان واقف آهن ۽ انهن تي عمل ڪرڻ جي پڻ ڪوشش ڪندا آهن. سندن دلين ۾ بدمعاشي گهر ڪري ويهي رهندي آهي. اهي وڍي وٺي ڪن ماڻهن کي پڇڻ جي موڪل ڏئي ڇڏيندا ۽ ٻين کي قتل ڪري ڇڏيندا آهن. سائين رکيا مان توکي ٻڌائي ٿو ڇڏيان تہ سنڌ لاءِ ڏکيا ڏينهن اچڻا آهن. امڪان آهي تہ اهي ڏاڪڙا ۽ ڏچا بہ اسان کي ئي سهڻا پون. تنهن ڪري اسان هن قسم جي سائين کي گهٽ ڪري نہ سمجهون تہ ڀلو. توڙي جو اسان مٿان اهو فرض ڪونہ آهي جو سندن ڏچن کي منهن ڏيون. پر ان هوندي بہ حر هجڻ ناتي مٿن آپدا اچي ڪڙڪي آهي تنهن کي ٽارڻ جي ٿوري گهڻي ڪوشش تہ ڪريون.

اهي ڳالهيون بہ ٻڌڻ ۾ اچي رهيون هيون تہ ساري سنڌ ۾ حرن جون گرفتاريون ٿي چڪيون آهن ۽ اسان جي جوءِ وارا ڪيترا ڳوٺ خالي ٿي چڪا آهن. سانگهڙ جا هندو جيڪي ڪن پيڙهين کان وٺي حر جماعت جا هڏ ڏوکي هئا، تن جي دلين ۾ لالچ ۽ لوڀ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هو. هنن ماڻهو مزدوريءَ تي ڪري ڇڏيل ڳوٺن مان هڪ روپيو في ڳوڻ جي حساب سان ان ميڙائي چوندائي گڏ ڪرايو آهي. اهڙي ڇڏيل ان جون ويهہ ڳوٽيون فوج وارن رستي ۾ روڪي ورتيون هيون ڇاڪاڻ تہ ڪين ساري حقيقت جي سڌس پئجي وئي هئي. ان کان سواءِ ڪين اهو بہ پتو پئجي چڪو هو تہ ڳوٺ جي مکين ۽ سانگهڙ جي هندن سرڪار طرفان ڏنل بندوقون سرڪار جي حوالي ڪونہ ڪيون هيون. ڪيل اعلان مطابق اهو ڦاسيءَ جهڙو ڏوهہ هو، پر انهن کي ڪجهہ بہ ڪونہ چيو ويو. اهي ڪهڙيون راز جون ڳالهيون آهن؟ هنن اهو بہ واعدو ڪيو هو تہ هو سرڪار کي حر جماعت خلاف هر قسم جي معلومات ڏيندا. ٻئي طرف وري اسان ڏانهن چوائي موڪليائون تہ اسان اهي بندوقون ۽ ٻيا هٿيار اوهان کي ڏيڻ لاءِ پاڻ وٽ رکيا آهن. ان کان سواءِ ڇڏيل ڳوٺن مان ان بہ اوهان جي فائدي لاءِ ميڙائي چوندائي گڏ ڪيو

ويو آهي. محبت هنن ڏانهن نياپو مڪو تہ وريام فقير جو چوڻ آهي تہ شهر ۾ اسان جا جاسوس مقرر آهن جن جي اوهان جي هر چرپر تي اک آهي. جيڪڏهن اسان سان پڪا واعدا نہ ڪندؤ تہ اسان اوهان جون سسيون ڌڙن کان ڌار ڪري ڇڏينداسون. ان وقت اسان هنن وٽان گهڻا پئسا هٿ ڪري ورتا هئا.

اسان عملي ۽ زباني طور ماڻهن کي اهو تاثر ڏئي رهيا هئاسون تہ اسان فوج کان ڊنل ڪونہ آهيون. حسن آبپاشيءَ جي عملدار کي جمڙائو پرسان قتل ڪري ڇڏيو پر فوج سان دوبدو مقابلي ۾ اسان پنهنجا چار ڪونڌ جوان کهائي ويهي رهيا هئاسون. ڪيترا جهلجي بہ پيا هئا جن کي پوءِ ڦاسي ڏني وئي هئي. ٿوري وقت کان پوءِ جڏهن اسان مکيءَ ۾ محبت سان ملياسون تہ حر اڳواڻن ۾ ڇڻ مايوسي ڇانيل هئي. فوج رات ۽ ڏينهن گشت ڪري رهي هئي. هوائي جهاز بہ مکيءَ ۽ ان کان پريان ٿر واري علائقي ۾ جهارا ڏئي رهيا هئا. اهي هل هلي ويا هئا تہ سرڪار هڪ وڏو حملو ڪرڻ چاهي ٿي. اسان کي تہ ڪا بہ خبر ڪانہ ٿي پئي تہ الائي ڇا ٿيندو؟

امام بخش محبت کي چيو تہ اسان کي هيانءُ لاهڻ نہ گهرجي. مون کي پورو يقين آهي تہ پير سائين جي مقصد جي اوس بہ سوڀ ٿيندي پر مون کي پتو ڪونہ ٿو پوي تہ هن ويڙهاند کي منهن ڪيئن ڏجي؟ جاڏي اک ڦيراءِ تاڏي رڳو فوج آهي. ڏينهون ڏينهن سندن تعداد بہ وڌندو پيو وڃي. تون شايد مون جيان ويجهڙائي کان ڪونہ ڏٺو آهي. هنن پاڻ سان بي انتها بارود ۽ هٿيار آندو آهي. بہ ٽي راتيون اڳ ريلوي پٽڙي جي ڪجهہ حصي کي مون بہ ڏٺو هو جتي ريل جي انجڻ بہ فوج سان ڀريل هڪ گاڏي کي ڪيترا ڀيرا اڳ ڌڪيو هو جنهن جي چوڌاري بيشمار بتيون لڳل هيون ۽ چوڌاري جهنگل روشن ٿي ويو هو. پيا بہ ڪيترا ئي فوجي پيادل هئا جيڪي اتان گذريا. هر اسٽيشن فوج سان ڀري پئي آهي جيڪا مشين گنن سان هٿيار بند آهي. اها گن هڪ ئي فائر سان ڪيتريون گوليون هڪ وقت ڇڏيندي آهي. آواز ائين ٿيندو آهي ڄڻ ڪوسيءَ واريءَ تي ڀڳڙا ڀُڄندا آهن. اهو بہ چيو پيو وڃي تہ ننڍي قسم جون توپون بہ آنديون ويون آهن پر مون اهي پنهنجين اکين سان اڃا ڪونہ ڏٺيون آهن. اسان مٿان لامارا ڏيندڙ هوائي جهاز بہ بمن سان ڀريل آهن. سي ڪڏهن بہ اسان مٿان بمن جو مينهن وسائي سگهن ٿا. جيڪڏهن اسان وٽ جهازن ڪيرائڻ جا هٿيار هجن ۽ انهن کي هلائڻ جي ڄاڻ هجي تہ پوءِ اسان کي پرواهہ ڪانہ آهي. اسان کي خبر آهي تہ پير سائين جي اسلح خاني ۾ بهترين قسم جون رائفلون ۽ پستول آهن. جيڪڏهن اهي غازين کي ڏنا ويا

تہ مان سمجهان ٿو تہ اسان دشمن سان چڱيءَ ريت مهاڏو اٽڪائي سگهنداسون.
ويٺل ماڻهو سس پس ڪرڻ لڳا ۽ سيني جون اکيون محبت ۾ ڪتل هيون تہ هو ڇا ٿو چوي؟

محبت فقير پنهنجيون ٻانهون پڪيڙيندي چيو تہ فقير ڀائرؤ! امام بخش پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو آهي. اهڙي معلومات اسان جا جاسوس بہ اسان وٽ پهچائيندا رهندا آهن. مان پنهنجي ڳالهين وسيلي اوهان جا سڀ شڪ وشبها دور ڪري ڪونہ ٿو سگهان. منهنجيون ڳالهيون ٻڌڻ کان پوءِ بہ اوهان جون دليون هلڪيون نہ ٿينديون پر ڪن واقعن مان اوهان جي ڏيل کي ڏڍ ۽ اندر کي آٿت ضرور ملندو. مان جيستائين ٻين منجهيل مامرن کي نہ نبيريندس تيستائين پير سائينءَ جي اسلح خاني بابت هڪ اکر بہ ڪونہ ڳالهائيندس. امام بخش سرڪاري فوج جي عجيب وغريب هٿيارن جو ذڪر ڪيو آهي. مان سمجهان ٿو تہ سرڪاري ماڻهن وٽ هٿيار بارود تمام گهڻو آهي. وٽن موتمار هٿيار اسان جي تصور کان بہ گهڻا هوندا پر اهڙن هٿيارن مان آخر فائدو ڪهڙو؟ جيڪڏهن دشمن نظر ئي ڪونہ ايندو اتي اهڙو هٿيار آخر ڪهڙي ڪم جو جنهن جو مار بہ ميل هجي؟ ٻيو هي تہ جيڪڏهن حر جماعت قلعبند شهر ۾ هجي ها تہ پوءِ انگريزن جي بمن ۽ جهازن کان ڊڄي ها پر اسان تہ جهنگل جا ماڻهو آهيون. جهازن ۾ ويٺل ماڻهن وٽ دوربينون هونديون تنهن ڪري سندن نظر ڳجهن کان تيز هوندي. مکيءَ مٿان اڏامندي اسان جي ڊزن کن ماڻهن کي هتي ويهندي ڏسندا ۽ بم اڇلائيندا تہ لون جا بہ چار وڻ لوساٽي ڇڏيندا ۽ مکيءَ ۾ گور چرندڙ مال ٿهي هيڏانهن جو هوڏانهن ڀڄي ويندو پر اسان کي هاڃو رسي ڪونہ سگهندو. فوجي بہ اسان کي ڏسي ٺهڪ ڏئي چوندا تہ فقير اهڙي جاءِ گڏجاڻيون ڪندا آهن. اسان سانگهڙ ۾ رهندڙ پنهنجن دوستن ڏانهن پيغام روانو ڪنداسون تہ اهي فوجي دستا مکيءَ موڪلي مٿن حملو ڪن. اسان ايڏا چريا ڪونہ آهيون جو سندن هٿيار پڪڙجڻ لاءِ هتي ٿهر ڪري ويهي رهنداسون. اوهان کي روڊن سان بيشمار گاڏيون گجڪار ڪنديون نظر اينديون؟ اوهان کي ويساهہ آهي تہ اهي جهنگل، پاڻي جي ڍنڍن، ڇر ۽ ڏهڻ وچان هلي سگهنديون؟ ڀهريائين اهڙا کي ڏاٽا آڻن جو مکيءَ جو هي گهاٽو جهنگل لٽجي ختم ٿي وڃي جهڙيءَ ريت اسان ڏاٽن سان ڪٽڪ لٺي ٻني صاف ڪري ڇڏيندا آهيون. نيٺ اسان انهن کان ڊڄون ڇو؟ جيڪڏهن فوج کي ٽر موڪليو ويو تہ اها اتي ائين عاجز ٿي پوندي جهڙيءَ ريت اٺ گپ ۾ يا مينهن پوڻ ڪري عاجز ٿي پوندو آهي. اسان هرويرو وهلور ڇو وجون ۽ هيانءُ ڇو هاريون؟ جڏهن اسان بدران

اسان جا جهنگل، ڍنڍون ۽ تر ساڻن مهاڏو ڏيندا. اهي دشمن خلاف اسان جا ٻانهن ٻيلي ۽ اتحادي آهن.

ان کان پوءِ ويٺل ماڻهن پاڻ ۾ سس پس ڪئي ۽ هڪ ٻئي ڏانهن ڏسي ڪنڌ ڌوڻيائون. منهنجي ڪمانڊر پنهنجي ڳالهين سان سنڌن دلين جي شڪ جو گدڙ ڪڍي ڇڏيو هو. هن وري به ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ چيو ته فرض ڪيو ته وٽن گن مشينون ۽ ٻيا هٿيار آهن ۽ فوج کي وڏيڪ بهتر سکيا ڏني وئي آهي ۽ اهي جنن ڀوتن جهڙا طاقتور آهن. توهان ڪيترن قصن ڪهاڻين ۾ ٻڌو هوندو ته اسان جهڙن ماڻهن پنهنجي دؤر جي جنن ڀوتن کي ماري مات ڪيو هو. اها سڀ عقل جي ڳالهه آهي. فقير امام بخش ڳالهه ائين ڪئي آهي جڻ حر جماعت سرڪار سان ائين وڙهندي جيئن ملهه هڪ ٻئي جي سنڌرن ۾ هٿ وجهي هڪ ٻئي کي جانا ۽ ٻلهڙ هٽندا آهن. نه، جيڪڏهن فوج چيتو آهي ته اسان ان سان گڏ چيتو ٻڇي چوٽ ڪونه ڪنداسون پر انهن سان اسان گدڙ واريون اٽڪلون ڪري وڙهنداسون، مهرباني ڪري هن کي غلط نه سمجهو. مون کي يقين آهي ته پير سائينءَ جو غازي هڪ بهادر انسان ۽ بهتر هٿيار جيترو ڪم ڪري سگهي ٿو پر اسان کي وقت ڏسي چيتو ٽيٽو ٿيڻو پوندو.

پر حر جماعت جي حقيقي سگهه فقيرن جي مشڪن ۽ پٺن واري طاقت ڪانه آهي. اها اسان جي ايڪي ۽ ٻڌيءَ ۾ آهي. اها هڪ مشهور سنڌي چوڻي آهي ته ٻه ته ٻارنهن. هن فوج پاڻ سان اهي هٿيار آندا آهن، جيڪي ڪنهن سگهاري ۽ جديد هٿياربند فوج جي مقابلي ۾ استعمال ڪيا ويندا آهن ۽ جيڪي ڪلئي علائقي ۾ بيهي چوندا آهن ته اچو ته هڪ ٻئي تي وار ڪريون ۽ ڏسون ته ڪنهن جو وار سگهارو آهي؟ اسان ويڙهه ۾ اهو طريقو ڪتب ڪونه آڻينداسون. اسان کي ماري مڃائڻ لاءِ ڪين ٻيا هٿيار ڪم آڻنا پوندا جيڪي هنن ته آندا ئي ڪونه آهن ۽ اهي فوجي اسلح خانن ۾ موجود ڪونه هوندا آهن. خطي جو جاگرافيائي اڀياس، تجربو ۽ ماڻهن جي مزاج شناسي. هن قسم جي ڄاڻ لاءِ سال لڳي ويندا آهن.

اسان کي انهن شين ۾ وڏيڪ سگهارو ٿيڻ کپي جن ۾ اسان اڳي ئي مضبوط آهيون، پر انهن شين ۾ طاقتور ٿيڻ جي ضرورت ڪانه آهي جن ۾ اسان دشمن کان ڪمزور آهيون. اسان بندوقن جي سگهه ۾ انگريزن سان پهچي ڪونه سگهنداسون. اسان کي پنهنجي ايمان ۾ سگهارو هئڻ گهرجي. اسان جون عورتون به بي انتها هوشيار آهن. اسان انهن کي نفس پرست پوليس مان ڪم ڪڍڻ واسطي استعمال ڪنداسون ۽ وڏن عملدارن کي ظلم ۽ بي انصافيءَ جا داستان

ٻڌائي انهن کي گمراهه ڪري سگهجي ٿو. اسان جون عورتون اهڙن طريقن سان اسان لاءِ معلومات وٺي سگهن ٿيون. ان وقت محبت جي اڪين ۾ جوش ۽ جذبي واري چمڪ هئي. هن وڌيڪ چيو ته هي ٻير جو وڻ جنهن جي هيٺان اسان ويٺا آهيون، ڪيڏو نه وڏو ۽ شاندار آهي. هي وڻ شايد ٻه سئو سال پراڻو آهي جيڪو ايڏو ته گهاٽو آهي جو سج جا ڪرڻا ان مان پار گذري ڪونه سگهندا. وڏا طوفان به هن قسم جي مضبوط وڻ کي ڪيرائي ڪونه سگهندا آهن. سو انگريز سرڪار به هن ٻير جيان سنڌ جي ڌرتيءَ تي چوڌس پکڙجي سگهاري ٿي چڪي آهي. مان سمجهان ٿو ته هي وڻ هاڻي تباهه ٿيڻ وارو آهي. هن وڻ جي ٿڙ کي نه ڪهاڙي ڪپيندي نه ڪا وڄ ڪرندي پر پوءِ به هي وڻ ٻارهن مهينن اندر سڪي تباهه ٿي ويندو. مان ڏسان ٿو ته اهو ڇا آهي؟ هو اٿيو ۽ ٻير جي ٽارين کان ٻاهر نڪتل ڦڪي رنگ جون تندون پٽي ورتائين ۽ پڇيائين ته "هي ڇا آهي؟"

تنهن تي اسان سيني رڙ ڪري چيو ته اها ٻي پاڙي آهي. هن وراڻيو ته هائو اها ٻي پاڙي آهي جيڪا ڪمزور تندن جي صورت ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ٿوري وقت کان پوءِ هيءَ ٻي پاڙي وڻ تي پکڙجي ويندي ۽ ڪيس ڍڪي ڇڏيندي. ٻير جا تيز ڪنڊا جيڪي ڪيس بڪين ٻڪرين ۽ ائن جي وات کان ته بچائيندا آهن پر هن قسم جي دشمن کان هن کي بچائي ڪونه سگهندا آهن. اها ٻي پاڙي ٻير جي ٽارين کي ايترو ته سوڙهو گهٽيندي جو اها ساهه ٽي ڪٽي ڪانه سگهندي. ان جي رس پي ڇڏيندي آهي. ان کان پوءِ سندس ٿڙ ۽ ٽاريون سڪي ونديون آهن. بلڪل ائين ٻي پاڙي جيان اسان جي حُر جماعت کي ڪا اهڙي خاص پاڙ ڪانه آهي جيڪا ڌرتيءَ جي ڪنهن هنڌ تي وڻ جي ٿڙ جيان قابو ڪتل هجي، جنهن کي ڪٻي تباهه ڪري سگهجي. هي ڏاڍي ڪمزور آهي. توهان ڀلي هن کي پٽي وڻ تان لاهي ڇڏيو پر جيڪڏهن هن جو ٻاڪ جيترو ٽڪرو به ڪٽي رهجي ويو ته اهو به ٿوري وقت ۾ وڻ تي پکڙجي ڪيس سڪائي تباهه ڪري سگهي ٿو.

سندس اهڙيون ڳالهيون ٻڌي اتي ويٺل سيني نقيرن واهه واهه ڪئي. جهونڙي وريام به اتي ڪيس ڳراٽڙي پاتي. ان کان پوءِ ماڻهن کي ماٺ ڪرائي وري ڳالهائڻ شروع ڪيائين ۽ چيائين ته جيتري قدر پير سائين جي اسلح خاني جو سوال آهي ته سندس واپس اچڻ تائين ڪنهن کي به ڪا به شيءِ نه ڏني ويندي. هو موٽي اچڻ کان پوءِ حر جماعت جي پاڻ ڪمانڊ سنڀاليندو ۽ پنهنجي آزاد حڪومت قائم ڪندو پر ڪافرن سان هڪ وڏي جنگ جو به امڪان آهي جنهن ڪري اسان کي اتي رڪيل طاقتور رائفلن جي ضرورت پوندي، پر موجوده دؤر جي ويڙهه ۾

اسان وٽ موجود هٿيار ٿي ڪافي آهن. جهنگل ۾ هن قسم جا هٿيار وڏيڪ ڪارائتا آهن جيڪي ڏهن پندرهن قدمن تائين مار ڪري سگهندا آهن. اهي هرڻ مارڻ واري ڪارتوسن سان ڀريل ٻارنهن بور بندوق کان وڌيڪ چڱا آهن. اسان وٽ بارود تمام گهڻو آهي. اهو ضرورت وقت ڪيترو به گهرائي سگهجي ٿو ۽ اسان کي خبر آهي تہ ڪٿان ملي سگهندو آهي؟ ان کان سواءِ اسان پوليس وارن تي اوچتو حملو ڪري ڪانئن رائفلون بہ هٿ ڪري وٺندا آهيون.

سوچڻو اهو آهي تہ اسان کي هن وقت ڪهڙيءَ ڳالهہ جي ضرورت آهي؟ مان سمجهان ٿو تہ مارشل لا اختياريءَ وارن جي مرضي آهي تہ فوج کي مڪيءَ اندر ۽ ناري وسيلي چوڌاري روانو ڪري ڇڏي پر ناري سان اڳتي وڌندي فقيرن هٿان مٿان فائر ڪيا آهن. ان کان سواءِ ماڻهن کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ اهي مقرره تاريخ کان اڳ ناري جي ايرندي ڪناري کان لڏي اچي ناري جي الهندي ڪناري ويهن جنهن مان لڳي ٿو تہ ناري جي ايرندي ڪناري ڪارروائي ڪئي ويندي.

جيڪڏهن اها ڳالهہ ائين آهي تہ پوءِ اسان کي هيٺينءَ ڪرڻ گهرجي تہ هر هڪ ٽوليءَ جا بہ ڏاها ۽ سچيت غازي پوئتي رهايا وڃن جيڪي پنهنجي جوءِ جي جاگرافيائي صورتحال کان چڱيءَ ريت واقف هجن. سندن اتي رهڻ جو مکيہ مقصد جاسوسي ڪرڻ هوندو. انهن وٽ ڪو بہ هٿيار يا ڪهاڙي بہ ڪونہ هوندي. مڪيءَ ۽ ناري واري ٽوليءَ جا هٿيار ڪن خاص اڳوائن وٽ جمع ڪرايا ويندا. اهي هٿيار اهڙيءَ ريت سنڀالي رکيا ويندا جو ڪهڙيءَ بہ صورت ۾ فوج کي هٿ اچي نہ سگهن. جاسوسن کان سواءِ سيئي اڳواڻ ۽ ٽولين جا ماڻهو نڪري مڪيءَ ۽ سنڌوءَ جي وچ واري جوءِ ڏانهن هليا ويندا ۽ پنهنجن دوستن وٽ وڃي سربچاءُ ڪندا. هتان نڪري ڇڙوڇڙ ٿيڻ کان اڳ هر اڳواڻ پنهنجي پسند جي رهڻ واري جاءِ کان ٻين اڳوائن کي ضرور واقف ڪري. منهنجي هن مشوري جو مطلب اهو آهي تہ فوج جنهن جوءِ جي تلاشي اڳي ئي وٺي چڪي آهي اها ڪجهہ وقت لاءِ خطري کان خالي هوندي.

تنهن تي وريام فقير چيو تہ مان مٺي کوهہ ڏانهن وڃڻ ٿو گهران. فوج ايتري پنڌ تي پري ٿر ۾ ڪانہ ايندي. جيڪڏهن اها اتي پهچي بہ وئي تہ مان ٿر ڏانهن اڳتي هليو ويندس.

محبت ڪنڌ جي اشاري سان گل خان کان پڇيو جنهن ورائيو تہ مان وريام فقير سان گڏ وڃڻ ٿو گهران.

ٻين بہ پنهنجا فيصلا ڪري ورتا. منهنجي دلي خواهش هئي تہ جيڪر مون

کي جاسوس مقرر ڪن تہ ڏھو سون، پر حسن جي ٽولي مان غيرحاضر ھئڻ وقت منھنجو اڳواڻ عيسي ۽ ھڪ ٻئي غازي کي وڌيڪ چاھڻ لڳو ھو. ان کان سواءِ لقمان وٽ بہ اھڙا ڏھہ ٻارھن ماڻھو موجود ھئا، جيڪي ناري واري علائقي کان مون کان بہ وڌيڪ واقف ھئا. پر منھنجا ياڳ يلا ھئا جو محبت چيو تہ مان ساڌوري ۾ ويھي فوج جي چرپر جو اپياس پاڻ ڪندس. مان ڪينواري مان گھائجي ساڌوري آيو ھوس ۽ اتي جي ويڄن مون کي چڱي چڱو ڀلو ڪيو ھو. ان ڪري مان ھن جوءِ ۽ اوسي پاسي کان گھڻو واقف ھوس. رحيم ۽ رستم نظامائيءَ جو ڪوبہ ماڻھو ھن جوءِ کان مون جيترو واقف ڪونہ ھو.

ڪيترا ڏينھن گذري وڃڻ کان پوءِ بہ ڪوبہ اھڙو اھم واقعو ڪونہ ٿيو ھو. پر ھڪ ڏينھن پيچ پنيءَ جو ھڪ وڏو جھاز اسان مٿان اڏامندو ٿر ڏانھن ھليو ويو. اسان ڏٺو تہ سندس پيٽ واري جاءِ وٽ کي اڇيون شيون چمڪنديون ڏسڻ ۾ آيون. سندس پر شڪاريءَ ھٿان گھايل بدڪ جي پرن جيان ڏسڻ ۾ آيا جيڪا زخمي ھجڻ کان پوءِ زمين تي لھڻ جي ڪوشش ڪندي آھي. ھوائي جھاز مون کان بہ ٽي ميل پري ھو. پر موسم صاف ھئي، تنھن ڪري مون کي ساسرن جھڙين اڇين شين جي پاسن کان ڪا چيز لڙڪندي ڏسڻ ۾ اچي رھي ھئي. تنھن تي مون محبت کي چيو تہ سائين ڏسو تہ ھوائي جھاز ۾ لڙڪندڙ سڙھن جھڙين شين ۾ ڪي ماڻھو نظر اچي رھيا آھن. ھن مون کي ٽڏائي سان وراڻيو. مون سمجھيو پئي تہ اھڙا پکي وٺين بدران ٻم لاھيندا آھن.[1] ھنن جھازن ۾ سڙھہ ڪونہ ھوندا آھن. پر سائين رکيا تون بلڪل سچو آھين. اولھہ جي ھن وڏاندري واءَ ۾ ڪٿي ٻيھڻ کان اڳ جيسلمير ۾ ٻم ضرور اڇليندو. پوئتي موٽڻ واري ڊگھي پنڌ دوران بہ ھو ائين ڪري سگھي ٿو. ھن بات سوچڻ ويچارڻ لاءِ ڊگھو وقت پيو آھي. اسان کي ڏسڻ ڪپي تہ ٻئي پاسي کان ڇا ٿي رھيو آھي. اسان سارو ڏينھن اوسيئڙي ۾ ويٺا رھيا سون پر اسان واري پاسي ڪابہ شيءِ ڪانہ آئي. پر ڏکڻ ڏس تي ڊونھين جون لاٽون ڏسڻ ۾ آيون. شام جو اسان پنڌ وڃي ڏوري ڏٺو تہ فوج انھن گھرن کي تيلي ڏئي ساڙي رک ڪري ڇڏيو ھو، جيڪي ليمبرڪ جي نظر کان بچي ويا ھئا. پوءِ اھا ڄاڻ بہ ملي تہ ليمبرڪ ان فوج سان بہ گڏ ھو. پر جڏھن ڪن ڳوٺاڻن ڪيس وچ ۾ پئي بچاءَ ڪرڻ لاءِ چيو تہ ھن وراڻيو تہ ھن کي ھاڻي ڪوبہ اختيار ڪونہ آھي. تنھن تي محبت وراڻيو تہ اھو پاڻ چڱو ٿيو. ھاڻي ڪاميابي ۽ ناڪامي

1. چٽين وسيلي ھوائي جھاز تان بچاءَ جي مقصد سان فوج لاھڻ جو ھندستان اندر ھي پھريون تجربو ھو. چٽين وسيلي ھيءَ فوج 1 جولاءِ 1942 تي لاٿي وئي ھئي.

جي ڪارنهن جو نڪر وڃي فوج تي پهچندو. فوج جي ناڪاميءَ وقت تہ خوشيءَ وچان ڪپڙن ۾ ئي ڪونہ ماپندو. ڇاڪاڻ تہ جنهن علائقي ۾ اڄ فقط فوج بااختيار آهي اتي ڪڏهن سندس اختيار هوندو هو ۽ فتح جي هام هڻندڙ پڏڻ ۽ تڏڻ واري فوج بہ هن جيان ناڪام ٿي رهي آهي. هن علائقي ۽ هتان جي ماڻهن بابت جيڪا بہ وٿس چاڻ هوندي ڪڏهن بہ فوجين کي ڪونہ ٻڌائيندو.

فوج جا اهي دستا هاٿي ٽر ڏانهن وڌي رهيا هئا. اسان بہ ان سڙيل ڳوٺ پرسان ويهي ماني کاڌي. رات پر واريءَ پٽ تي گذاري سون. تيز هواءِ ڪري مهون مچر ڪونہ هو. ٻئي ڏينهن خبر چار لهڻ لاءِ اڳتي وڌياسون تہ فوج کهڙو ڪيس قهر ڪيو آهي. ان ڳوٺ ۾ رهندڙ اسان جن دوستن اسان کي ٻڌايو تہ فوج وٽ پيرادو آهن جن جي نالن کي اسان ايندڙ وقت لاءِ دل ۾ رکيو. هنن ياڳين ۾ ان سيد وڏيري جو پاٽيو بہ شامل هو جنهن کي اسان ناري جي ڪڙ تي آباد ڳوٺ ۾ قتل ڪيو هو. اسان ڏاڍيءَ سُرت ۽ سچيتائيءَ سان اڳتي وڌڻ لڳاسون ۽ پنهنجن پيرن وچائڻ لاءِ وڏا وڪڙ بہ ڪرڻ لڳا هئاسون تہ متان پاڳين جي اسان جي پيرن تي اک پئجي وڃي. فوج سنهڙي ڍنڍ جي منهن وٽ وڃي منزل ڪئي هئي. هيءَ ڍنڍ سوڙهي هئي پر ڪيترا ميل ڊگهي هئي. اسان بہ فوج جي منزل واري جاءِ کان بہ سو قدم پري هڪ پٽ جي پاسي سان وڃي مڏي مچائي ۽ واري سان پهرو ڏئي رات گذاري.

صبح جو سوير فوجي سواريءَ وارا جهنگ ۾ چرندڙ اٺ جڏهن اسان وٽ آندا ويا تہ اسان اڳتي وڌڻ لاءِ پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪيو. منهنجو خيال هو تہ ليمبرڪ عادل فقير ڏانهن وڌي رهيو آهي تہ جيئن هو ڏانهنس ويندي غازين هٿان ڪاڌل ذليل شڪست جو ڪانئس پلاند ڪري سگهي. محبت جو خيال هو تہ هو هوائي جهاز رستي چٽيءَ وسيلي هيٺ لاٿل فوج ڏانهن وڌي رهيو آهي، جنهن سان ملي هو مٺي ڪوهہ ڏانهن پيش قدمي ڪرڻ ٿو گهري. پر اسان کي ڏسي اچرج ٿيو تہ اها فوج اسان جو ڊڄ جهلي ڪانہ سگهي هئي ۽ جنهن رستي سان آئي هئي وري بہ ڍنڍ جي چوڌاري ساڳيو وڪڙ ڪري پوئتي هٽڻ لڳي هئي. ڪجهہ فوجي دستا هراول طور اڳ ۾ ۽ ڪجهہ پاسي سان هلڻ لاءِ روانا ڪيا هئا جيڪي ڊاباڇو ڏئي اڳتي وڌي رهيا هئا. اسان انگريز فوج جي مکيہ حصي جي ڪڍ لڳي پياسون. اتان کان هن سڌو بکار ڏانهن منهن ڪيو ۽ ناري جي ڪاهي ڪڙ ڏئي مکيءَ ڏانهن وڌڻ لڳي. واٽ ويندي هنن بہ چار گهر ساڙي پيننگ ڪري ڇڏيا ۽ ٻن چئن ماڻهن کي جهلي ورتو هو. انهن مان ڪي پهچي وڃي جهنگل ۾ لڪا هئا جن مان هڪ کي

اسان ڳولي وجي لڌو. هن ٻڌايو تہ فوجين هن جي پويان گولين جو مينهن وسائي ڇڏيو پر هو اتفاق سان بچي ويو.

محبت حڪم ڪيو تہ چوڪياري وٺ فوج جي پار اڪرڻ لاءِ جيڪي پيڙيون گڏ ڪيون ويو آهن، تن کي ٻوڙي ناس ڪيو وڃي. ان کان پوءِ اسان مکي ۾ مقرر ڪيل خاص جاءِ تي آياسون جتي فوج پٺيان لڳايل جاسوس اطلاع ڏيڻ لاءِ موٽي اچي اسان سان مليا هئا انهن اسان کي اهڙيون ڳالهيون ٻڌايون جيڪي اسان پاڻ بہ ڏسي چڪا هئاسون. انگريزن جي پگهاردار پناڻ فوج منڊ جمڙائو کان اڳتي وڌي ساڌوري ڏانهن وڌڻ لڳي ۽ سائي ناري واري جهنگ ۽ پاڻيءَ جي تلاش ۾ وڃي ڦاٽي ۽ اتي چرندڙ گور گهوڙن ۽ اٺن کي هٿ ڪرڻ ۾ لڳي ويا. ڪي فوجي دستا ٽر ڏانهن بہ وڌڻ لڳا. هنن تي نظر رکڻ لاءِ وريام فقير مٺي کوهہ کان پنهنجا ماڻهو روانا ڪيا هئا. اهي فوجي ڍنڍن ۽ تلاش ۾ ائين وڃي ڦاٽا جيئن مک وڃي کوريٽڙي جي جار ۾ ڦاسندي آهي ۽ سارو ڏينهن اتي ڍومائون کائيندا رهيا. اسان جا ماڻهو اهو ٻڌائي ڪونہ سگهيا تہ اها فوج هوائي جهاز مان ڇٽين وسيلي لاٿل ماڻهن سان ملي سگهي هئي يا نہ. پر ٻٽي فوجون بنا ڪجهہ ڪرڻ جي منهن پيلا ڪري موٽي آيون هيون. ان وقت وڏي فوج دم واهہ ڏٺي مکيءَ ۾ داخل ٿي هئي. ايڏوتہ گوڙ گهمسان ڪيو هئائون جڻ هو شڪار لاءِ اوسر تڙي رهيا هجن. اهي پيو تہ ڪجهہ ڪري ڪونہ سگهيا هئا پر گور چرندڙ چوپاين کي ٿاهي ڇڏيو هئائون. هنن چرڪي ۽ رنيون ڪري پيڇڻ وارن جانورن جي پويان فائرن جي باهہ ٻاري ڏني هئي. ڇاڪاڻ تہ هنن سمجهيو هو تہ اهي بہ حر آهن. اسان واري ٽوليءَ جي اڳواڻ حسن عيسيٰ کي هن جوءِ جي جاسوسي ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو هو جيڪو ان فوج جي ڪڍ لڳي پيو. هن ٻڌايو تہ انگريز عملدار کي جهنگ ۾ هلندي ڏينهن لڳي پيو ۽ سندس ماڻهو ڪيس ڪٽي اڳتي وڌڻ لڳا هئا. محبت هن ڏانهن گهوري ڏسي رهيو هو ۽ سندس ڳالهہ ٻڌي ٿڪن ۾ ٻڏي ويو. اسان پاڻ بہ کلڻ لڳاسون. آخر هن ڳالهايو ۽ چيائين تہ مون کي انهن لفظن چوڻ جي ضرورت ڪانہ آهي. اوهان اهي ڳالهيون ڏٺيون ۽ ٻڌيون. نقيرا! اوهان جو ڪم تہ پاڻ ٿي رهيو آهي.

مان پنهنجي پٽ سان ملڻ لاءِ ڏاڍو اٻاڻڪو هوس. پر مان پڪو پهہ ڪري چڪو هوس تہ جيستائين منهنجي زال منهنجي گهر ۾ هوندي تہ گهر جو ٻنيو اندر نہ لنگهندس. پر محبت فقير منهنجي بدران پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي منهنجي پٽ کي مکيءَ جي ڪنڊيءَ سان جهنگ ۾ وٺي آيو. ساڻس ملي ڏاڍو ڏک ٿيم. هو گهٽو بدلجي ۽ ڏنگو ٿي پيو هو. ۽ اڳيون معصوم ٻارڙو ڪونہ رهيو هو، جيڪو

منهنجي ملڻ لاءِ آتو ۽ اتاولو هو. جڏهن مان کيس پنهنجي بهادري جون ڳالهيون ٻڌائي رهيو هوس تہ هو ڌوڙ تي پنهنجي آڱرين جا نشان ٺاهي رهيو هو. هن کي جڏهن هوائي جهاز وسيلي فوج لاهڻ جي ڳالهہ ٻڌايم تہ هن فقط ايترو چيو هو تہ بابا جيڪر ان وقت آءٌ بہ اتي هجان ها. گهر بابت حال احوال ٻڌڻ جي مون ۾ جرئت ڪانہ هئي. پر ٻن سوالن پڇڻ کان پوءِ هن بلڪل مختصر جواب ڏنو هو. ان وقت مون اندازو ڪري ورتو تہ مون سان اڳئين جيترو پيار ڪونہ ٿو ڪري. ان کان پوءِ مون کيس دعائن سان گڏ مٺائي بہ ڏني، جيڪا مون جان جوکي ۾ وجهي هن لاءِ سانگهڙ مان خريد ڪئي هئي. مون وٽ ان وقت جيڪي بہ پئسا موجود هئا، سندس ننڍڙي پٽڪي جي پلوءَ ۾ ٻڌم ۽ کيس الوداع ڪيم. هو ٻوڙن وچان سرڪندو ڳوٺ وچي رهيو هو تہ دل ڏاڍي ملول هئي.

محبت سان پنهنجا ڏک سور اوري بہ ويٺس. هن ڏک ۾ وراڻيو تہ سائين رکيا تنهنجي ماءُ کي سورن سيڪاٽي رکيو آهي. هاڻي تہ سندن ڪو ڏٽي ڏوڪي بہ ڪونہ رهيو آهي. حقيقت اها آهي تہ هوءَ چڻ ڪراڙي جهور ٿي پئي آهي ۽ ذهني مريض ٿي پئي آهي. ڪڏهن وري ائين معلوم ٿيندو آهي تہ هوءَ پنهنجي مرشد لاءِ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ڳوليندي پئي وتي ۽ ساڻس ملڻ کان پوءِ موٽي ايندي. کيس اهو وهم بہ ويهي ويو آهي تہ تون بہ پنهنجي پيءُ سان گڏ مري ويو آهين.

مون هيانءَ ڦاڙ رڙ ڪري چيو تہ شل خدا ائين ڪري ها! پر امڙ تہ والدين کي پالي سچي حر ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي حياتيءَ جو ڪردار ادا ڪري چڪي آهي. هوءَ پنهنجي دؤر جي جان نثار حر عورت هئي. منهنجي ڪوڙي زال والدين جي دل ۾ منهنجي لاءِ ڦِڪَ وجهي رهي آهي. هوءَ کيس اسڪول موڪلڻ لاءِ بہ تيار ويئي آهي. اتي کيس اهو ڪجهہ پاڙهيو ويندو جيڪو حڪومت چاهيندي. منهنجا سائين مان ائين ڪرڻ ڪونہ ٿو چاهيان ڇا اسان کيس اتان گهرائي نہ ٿا سگهون؟

تنهن تي محبت فقير وراڻيو تہ تنهنجي اها تہ مرضي ڪانہ آهي تہ فقير کيس ٻالجتيءَ ۾ پنهنجي ٽوليءَ ۾ داخل ڪن ۽ پوءِ هو بہ اسان جيان جهنگ جهاڳيندو ۽ ٿر ٿيلندو وتي.

نہ! منهنجي اها هرگز مرضي ڪانہ آهي. منهنجي خواهش آهي تہ جيڪر اهو تنهنجي گهر رهي تہ ڀلو.

چڱو مان سوچيندس تہ ڇا ڪرڻ گهرجي. مان پاڻ بہ پنهنجي گهر گهٽ ويندو آهيان. پر مون کي پڪ آهي تہ تنهنجي ماءُ والدين کي پاڻ کان جدا ڪري ڪانہ سگهندي. هن جو ساڻس ڏاڍو پيار آهي. اميد آهي تہ پير سائينءَ جي

مهربانيءَ سان هاڻي سندس ڏک ڏولاوا لوڻ پاڻي ٿي ويندا، پر هڪ ڳالهہ جي پڪ سمجهہ تہ لکندو پڙهندو ضرور آهي. مون کي اجا بہ ڏک ۾ ڏسي محبت فقير چيو تہ ٻچا پير سائينءَ جي مريدن لاءِ ڏک مان ڇوٽڪاري جي فقط هڪڙي راهہ آهي تہ توهان پير سائينءَ جي مقصد واسطي زندگي قربان ڪريو. تون پنهنجي اڳواڻيءَ ۾ ٽوليءَ سان وڃي مل ۽ ان ئي رستي سان سفر ڪر جنهن سان تون اڳي بہ سفر ڪري چڪو آهين. انهن خدمتن جو توکي ضرور انعام ملندو.

## [11]

حسن کي ٽوليءَ جا گهڻا ماڻهو گهڻي وقت کان ڇڏي هليا ويا هئا. جڏهن مان وچي سنڌس ٽوليءَ ۾ شريڪ ٿيس تہ هو ڏاڍو سرهو ٿيو. اسان جون ڪارروايون ٿورو وقت جاري رهيون جنهن ۾ جاسوسي ڪرڻ ۽ فوج جي چرپر تي اک رکڻ هو. هن فوج جو ان وقت مرڪز جهول هو جيڪو گهڻن پرسان هو. ناري جي ٻيءَ پر وارن اسان جن دوستن جو وقت چڱيءَ ريت گذرندو هو. تن ڏينهن فوج جي هڪ حصي ساڏوري جي اتر پاسي اچي منزل ڪئي هئي. رحيم ۽ رستم نظامائيءَ جا ماڻهو سرڪاري لشڪر لاءِ رسد آڻيندڙ يا جهنگ جي تلاشي وٺندڙ فوجي دستن سان ڏهاڙي گولين جي ڏي وٺ ڪندا هئا. ڪڏهن ناري جي ڇنڊڻ Escape Slnice کي ڪنڊ هٺي فوج جي اچ وڃ واري رستي کي ٻوڙي سنڌن رابطي جو سلسلو ٽوڙي ڇڏيو ڪندا هئا. فوج وري جوابي ڪارروائي ۾ انهيءَ پاسي وارا ۽ چوٽياري جي هن پار وارا ڳوٺ ۽ اڪيلا اڪيلا گهر ساڙي رک ڪري ڇڏيندي هئي. ڪڏهن وري اندر جي اوہر ڪڍڻ واسطي هوائي جهازن وسيلي بمباري بہ ڪندي هئي. هڪ ڏينهن فوجين رحيم جي ٽوليءَ جي پنجن ڇهن ماڻهن تي گوليون هلايون هيون، جيڪي ڏينهن ڏٺي جو هن لاءِ رسد جو سامان ڪٽي اچي رهيا هئا. رحيم بہ جوابي ڪارروائي ۾ فوج جي ڪيترن ماڻهن کي هٽي گهائي رکيو هو. جيڪي رات جي وچڙي ۾ مکيءَ واريءَ جوءِ ۾ سنڌس پيڇو ڪري رهيا هئا. اسان اها خبر انهن ماڻهن جي واتان ٻڌي هئي جيڪي حرن جي مختلف ٽولين جي رابطي ۽ خبر چار لهڻ لاءِ محبت مقرر ڪيا هئا. پر مان توسان پنهنجو حال، احوال بہ اورڻ چاهيان ٿو جيڪو ناري جي الهندي پر سان واسطو رکي ٿو. تن ڏينهن جهول ۾ منزل ڪيون ويٺل فوج جا دستا پوليس سان گڏجي مختلف ڳوٺن جي تلاشي ۽ ٻي ڪارروائي لاءِ نڪري ويندا هئا. ڪڏهن فقط پوليس وارن کي بہ معلومات هٿ ڪرڻ لاءِ پڻ موڪليو ويندو هو. هڪ ڏينهن اسان اهڙي هڪ پوليس واري کي جهلي ورتو، جيڪو ٻين کان وڌيڪ ڦڙت ۽ چالاڪ هو. اسان جا اڳواڻ هن کان فوج جي انتظامن ۽ رٿا بنديءَ بابت پڇا ڳاڇا ڪندا رهيا، پر هن وٽان ڪا اهم ڄاڻ ملي ڪانہ سگهي. هن ٻڌايو تہ فوج پوليس وارن تي ڪو

ويساهہ ڪونہ ڪندي آهي، تنهن ڪري انهن ڪي ڪي اهم ڳالهيون ڪونہ ٻڌائيندي آهي. اسان ڪانئس اهو پڇڻ ۾ بہ ڪامياب نہ ٿياسون تہ هن فقيرن بابت ڪهڙي معلومات هٿ ڪئي آهي؟ يا فوج کي انهن بابت ڪهڙي رپورٽ ڏيندو؟ هن ماڻهوءَ لاءِ مان تہ چوندس تہ هو ڏاڍو بهادر ۽ پنهنجي مالڪن جو نمڪ حلال نوڪر هو. ان ڪان پوءِ ڪيس قتل ڪري سندس لاش جهنگ جي هڪ قتل ڪوهہ ۾ اڇلايو ويو، جنهن جو پاڻي ماڻهو ڪم ڪونہ آڻيندا هئا. سندس يونيفارم بندوق ۽ گهوڙو اسان ڪتب آڻيندا هئاسون. پوءِ تہ ساري ملڪ ۾ اهي هل هلي ويا تہ هڪ پوليس وارو پنهنجي گهوڙي ۽ بندوق سميت اڇي حرن سان مليو آهي.

اسان ڏٺو تہ هن يا پوليس ڪاتي جي ٻين ماڻهن اسان بابت فوج کي ڪري ۽ سچي ڄاڻ ڏني هئي، ڇاڪاڻ تہ ان ڪان پوءِ فوجي جان نثار حرن جي ڳوٺن تي وچي ڇاپا هنيا ۽ اسان جي ڪم جا بهترين ماڻهو جهلي ورتا، جنهن ۾ اسان جو هڪ ذهين قاصد ڇوڪرو بہ شامل آهي جيڪو عورتن جا ڪپڙا پائي هڪ ڇوڪريءَ جي روپ ۾ نهايت بيش بها خدمتون سر انجام ڏيندو هو. اهڙيون ڳالهيون ڏسي اسان بہ جمڙائو جي الهندي پاسي نڪري آياسون ۽ امام بخش جي ٽوليءَ سان گڏجي ڪارروايون ڪرڻ لڳاسون. فوج بہ جلد ئي پنهنجي گهوڙي سوارن جو مرڪز اڇي هن جوءِ ۾ قائم ڪيو ۽ حرن جون اندا ڌنڌ گرفتاريون ڪرڻ شروع ڪيون. هنن اهو اٺ بہ هٿ ڪري ورتو جنهن تي ڪڏهن پير سائين سردار پاڻ سواري ڪئي هئي. هن اٺ کي چارڻ پيارڻ جو حرن نهايت بهترين انتظام ڪيو هو. ڪين اها توقع هئي تہ جڏهن مرشد سائين آزاد ٿي ايندو تہ وري بہ اڇي هن اٺ تي سواري ڪندو. اسان جي حر اڳوائن فوج جي اهڙي اڏنگي روش سبب ڪانئن پلاند وٺڻ جي رٿابندي ڪئي. اهي فوجي راجپوت ڪافر هئا. پلاند وٺڻ لاءِ ٻنهي ٽولين مان غازين جي چونڊ ڪئي وئي. اسان جي ٽوليءَ جي اڳواڻ حسن مون کي ۽ منهنجي دوست عيسيٰ کي بہ چونڊيو ۽ اسان ڏاڍا خوش هئاسون.

اسان کي انهن گهوڙي سوارن مٿان حملي جو ان وقت موقعو مليو، جنهن وقت اهي گهوڙن تان لهي هڪ گهاٽي جهنگل جي تلاشي وٺي رهيا هئا. اهو جهنگ ڏاڍو گهاٽو هو ۽ گهوڙن تي چڙهي ان جهنگ ۾ هلڻ ممڪن نہ هو. اهي فوجي گهوڙن کي ٽن چئن ماڻهن جي حوالي ڪري ڪجهہ پنڌ جهنگ ۾ اندر ويا تہ اسان بہ نڪري نروار ٿياسون. حسن اسان کي ڪهاڙي ڪم آڻڻ جو حڪم ڪيو ۽ اسان ڪيو بہ ائين. اسان گهوڙن تي ڪهاڙين جا بہ ٽي وار ڪيا. گهوڙن تائي ٽي

وٺي ڏيهڙ ڏنو. گهوڙن تي سوار فوجي لغامن کي ڇڪي گهوڙن کي قابو ڪرڻ ۾ پورا هئا، تنهن ڪري پنهنجي رائفلن کي ڪم آڻي ڪونہ سگهيا. عيسيٰ ۽ سائس گڏ سنجراڻين بہ فوجي قتل ڪري ڇڏيا. مان بہ هڪ فوجيءَ تي ڪهاڙيءَ جو بہ هٿيڙيو وار ڪيو پر اوچتو گهوڙو پوئتي هٽي ويو ۽ ڪهاڙي وڃي گهوڙي جي ڪنڌ تي لڳي ۽ گهوڙي وڃي زمين ورتي. سوار بہ ڦرندو گهرندو اچي هيٺ پيو. مان بہ کيس قتل ڪرڻ وارو هوس جو عيسيٰ پڇي نڪرڻ لاءِ سينڊ ڏني. درحقيقت اهو نهايت نازڪ وقت هو. ان وقت آواز مان ائين محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ جهنگ ۾ اڳتي وڌي ويل فوج اسان واري جاءِ ڏانهن موٽي رهي آهي جتي اها پنهنجا گهوڙا بيهاري وٺي هئي. سنجراڻين ڇا ڪيو جو مئل فوجين وٽان رائفلون ڪٽي وٺي ڪڙين تي زور رکيائون پر مان ۽ عيسو جمڙائو پار ڪرڻ کان اڳ وڃي پنهنجي ٽوليءَ سان ملياسون. اسان کي پٺي ڏينهن پتو پيو تہ اسان جا بہ سنجراڻي ساٿي هڪ ٻئي فوجي دستي جي منهن پئجي ويا، جن مان هڪ کي ماري وڌائون ۽ ٻئي جون رائفلون هٿ ڪري ورتائون. ٻئي سنجراڻي کي جيئرو گرفتار ڪري ورتائون. کيس حرن جي معلومات لاءِ ڪيپٽن ڪلاڪن تائين ايذاءَ ڏيندا رهيا پر هو سچو ماڻهو هو. تنهن ڪري ڪانٽس ڪابہ معلومات حاصل ڪري ڪونہ سگهيا. ان وقت جهول کان وڏا فوجي عملدار بہ اچي پهتا هئا، جن سندس علاج لاءِ اسپتال ۾ داخل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن چڱو ڀلو ٿيو تہ کيس ڦاهيءَ چاڙهيو ويو. اسان بہ پلاند طور هڪ اهڙي ماڻهوءَ کي قتل ڪري ڇڏيو، جنهن لاءِ اسان کي شڪ هو تہ هو فوج لاءِ جاسوسي ڪري رهيو آهي.

ان کان جلد ئي پوءِ امام بخش جي ٽوليءَ کي هڪ سخت نقصان رسيو. حسن انبن جو باغ خالي ڪرائي ورتو هو، جتي اسان واري ٽوليءَ اچي منزل ڪئي هئي. هن اڳواڻ پنهنجي دوست ۽ ٽوليءَ جي آرام ڪرڻ لاءِ اهو بندوبست ڪيو هو، جيڪو هڪ ڳوٺ ڦرڻ ۽ ساري رات سفر ڪرڻ کان پوءِ هتي پهتو هو. پهري تي بيٺل همراهن شايد خبرداريءَ کان ڪم نہ ورتو هو. جڏهن هيءَ ٽولي اڳتي وڌڻ لاءِ تيار هئي تہ مٿان اچي فوج پهتي ۽ ٻنهي ڌرين ۾ مقابلو شروع ٿي ويو، جنهن جي نتيجي ۾ چار حر شهيد ۽ پنج ڇهہ گرفتار ٿي ويا. باقي ٻيا پڇي نڪتا، جن مکيءَ اچي اسان کي هيءَ ڏکائيندڙ خبر ٻڌائي. امام بخش بہ ٻهرائي کان ڪم وٺي ڪن اهنڌ غازين کي جهول واري فوجي ڪئمپ تي راتاهي هڻڻ جو حڪم ڪيو. جن مان هڪ کي سرڪاري رائفل ساڻ هئي. اسان مان گهڻن فوج جي طاقت کي اهميت ڪانہ ڏني هئي ۽ اهو بہ سمجهي رهيا هئا تہ پوليس فوج سان

دلي طور گڏجي ڪم ڪونہ ڪندي، تنهن ڪري اها فقيرن سان پڇي ڪانہ سگهندي. پر ڪن ٻين هنڌن تي ڪيل ڪارروايئن ۾ فقيرن ڪي سوپ ٿي رهي هئي، جنهن ڪري فقيرن ۾ سرهائي هئي. حسن، نوري وساڻ سان ويهہ ميل ڏکڻ هڪ ڳوٺ ڪي ڦرڻ لاءِ صلاح مشورو ڪيو هو. جاسوسيءَ جي مقصد سان هڪ ماڻهو اوڏانهن روانو ڪيو ويو هو. مون کي گڙنگ پرسان هڪ ڳوٺ وڃڻ جو موقعو مليو، جتي منهنجي هڪ سنگتياڻي رهندي هئي، جنهن جو ذڪر آءٌ اڳي بہ ڪري چڪو آهيان. اُن عورت جو نالو ڪمالي هو. هوءَ مون کي ڏسي ڏاڍي خوش ٿي هئي. مون بہ ان رات ڪيس گهڻو خوش ڪيو. هفتو کن اڳ مون هڪ ٻيءَ سنگتياڻيءَ سان بہ مليو هوس. ڏينهن ڏٺو هو مون هتان نڪرڻ ڪونہ پئي چاهيو ۽ چرئي ماڻهو جيان مان اجا بہ ساڻس پيار وندي رهيو هوس، جو ڪن گهوڙي سوارن جو آواز ٻڌم جيڪي اچي ذري گهٽ ڳوٺ وٽ پهتا هئا.

مان گهر جي در وٽ بيهي رهيس جيڪو اچڻ وارن گهوڙي سوارن جي سامهون هو. ڏٺم تہ ٻہ گهوڙيسوار پوليس وارا هئا ۽ ٽيون ساون ڪپڙن ۾ هو ۽ ڪيس هٿ ۾ بندوق هئي. معلوم ائين ٿي رهيو هو تہ اهو ٽيون ماڻهو پيرادو هو. مون کي ير واري جهنگ ۾ پڇي وڃڻ جو موقعو هو ۽ اهڙيءَ ريت منهنجو وار بہ ونگو ڪونہ ٿئي ها پر ڪماليءَ سان صلاح مشوري ڪرڻ کان پوءِ ائين ڪري نہ سگهيس ڇاڪاڻ تہ هوءَ اڳي بہ حرن کي تڪائڻ جي ڏوهہ ۾ قيد ڪاٽي چڪي هئي. هوءَ ڏاڍي ذهين ۽ چالاڪ هئي. هن مون کي سڏي چيو تہ مان تو کي لڪائينديس. اچ تہ توکي ان جي گنديءَ ۾ لڪايان. تنهن تي مون ڪيس وراڻيو تہ نہ. اهي پوليس وارا ۽ فوجي گهر اچي پهريائين گنديءَ جو چاپڙ لاهيندا آهن. دريا خان فقير کي بہ گنديءَ مان ڪڍيو هئائون.[1] منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي چوڻ لڳي تہ مون کي هڪ اٽڪل آئي آهي تہ تون سوڙين جي ڍير اندر لڪي وڃ. جتيءَ ڪهاڙيءَ ۽ پٽڪي سميت اندر لڪي سگهندين، ڊڄ نہ. توکي اتان ڪڍهن بہ ڳولي نہ سگهندا. اڱڻ ۾ تنهنجا سڀ پير ڊاهي ڇڏينديس. ٻاهر تنهنجي اچڻ جا بہ پير آهن، ٻڪريون ڇوڙي آءٌ انهن کي ڊاهي ڇڏينديس. تون ڪو بہ الڪو نہ ڪر.

اهڙيءَ ريت مان سوڙين رکڻ لاءِ ٺهيل تلهيءَ تي سمهي پيس ۽ ڪماليءَ منهنجي مٿان سوڙيون سٽي ڇڏيون. ان کان سواءِ هن ٻيون بہ ڪوڙ ساريون شيون مٿان رکي ڇڏيون هئائين. اطمينان جو اظهار ڪري واڙ مان ٻڪريون ڇوڙي هلي

1. هتي اسان کي حر روايتون ۽ لوڪ ادب نظر اچي ٿو. دريا خان فقير نظاماڻي، ٻچو بادشاهہ کان بہ اڳ جو باغي هو جنهن کي 1888 ۾ اهڙيءَ ريت جهليو ويو هو.

وٺي. مون لاءِ ڏسڻ ممڪن ڪونہ رهيو هو. پڌڻ لاءِ سوڙين کي ڪجهہ هيڏي هوڏي سرڪائي ڇڏيم. گهر کي پٽ بدران ڪاني جي ڏڪن جو جهنگلو ڏنل هو. تنهن ڪري مان هر آواز ٻڌي رهيو هوس.

ان وقت پوليس ڳوٺ جي وڏيري کي پاڻ وٽ سڏايو ۽ ساڻس اگهاڙي منهن ڳالهايو. پوليس وارن جون اهڙيون گٽيون ڳالهيون ان وقت ڪان وٺي ٻڌندا پيا اچون، جڏهن اسان لوڙهن ۾ بند هئاسون. دل ۾ چيم تہ هي هن جهڙا پيا ماڻهو پورن ٻن سالن ڪان منهن ۾ چاڻي پائيندا اچن پر چوندا آهن تہ اٺيهہ راتيون چور جون ۽ ٿيهين رات ياڳٽي جي ٿيندي آهي. هاڻي هن کي فوج جي بہ ٽيڪ آهي تنهن ڪري هي پنهنجو پلاند تہ وڃائي وٺندو. وڏيري جون فرمانبرداري واريون ڳالهيون ٻڌي منهنجو تہ رت ٿهڪڻ لڳو جيڪو پوليس واري کي چٽي رهيو هو "جمعدار صاحب! ڀلي آيؤ، نچ آيؤ. خوش آهيو، چڱا ڀلا آهيو."

"حرامي، ڪمينا، ڪتون ڪٽي هن مَنهن ۾ رک. انهن مٿان هنڌ بسترا ۽ چادرون وڇاءِ. ڪجهہ لسي ڪٽي اچ."

"هائو سائين! بلڪل تازي لسي. اڄ تہ ڏينهن بہ ڏاڍو گرم آهي. توهان بہ ڊگهي سواري ڪئي آهي. ٿورو آرام ڪريو جمعدار صاحب!"

"ڇا تون مٿر پٽ صابر آهين؟"

"شل خوش هجو آءٌ اهو ئي ساڳيو نوڪر آهيان."

"حالتون ريئي مان ٻارنهن آنا صحيح آهن. باقي خدا جي مهرباني سان صحيح ٿي ويندون. سرڪار هاڻي ڏاڍو طاقتور قدم کنيو آهي."

تنهن تي جمعدار ورائيو "بلڪل صحيح."

"هاڻي تہ فوج انهن ڳوٺن کي ڳولي وجهندي جن اڳي ڌاڙيلن کي پناهہ ڏني آهي ۽ انهن سيني کي عبرتناڪ سبق سيکاريندي."

ان ڪان پوءِ گهڙي ڪن لاءِ ماٺ رهي. بعد ۾ جمعدار ڳالهايو تہ "توهان جو هي ڳوٺ منٺار پنيرو ڏاڍو بدنام ٿي ويو آهي. اهڙيون ڳالهيون فوجي عملدارن جي ڪئپٽن وٽ بہ پهتيون آهن."

"شل قربان ٿيان. اها تہ بلڪل بي انصافي آهي. اها مشهور چوٽي آهي تہ اٺو هڪ ڪاتو سزا وري ملي ٻئي کي. اسان جا دشمن اسان کي سزا ڏيارڻ لاءِ اهڙا گهاٽ گهڙيندا پيا وتن. پر حقيقت اها آهي تہ اهڙيءَ سزا جي لائق اهي پاڻ هوندا آهن. اسان تہ سرڪار جا ڪمي ڪاسبي ۽ هاري آهيون."

"تون ڪوڙ ڳالهائي منهنجي ڏاڙهيءَ ۾ نہ ٽڪجانءِ. تون مون کي اهو ٻڌاءِ تہ

تون ٻاڻ حر ڪونہ آهين؟"

"جمعدار صاحب" توکي وڏو تجربو آهي ۽ ڪابہ ڳالھ توکان لڪل ڪونہ آهي. اسان پير سائين جا مريد ضرور آهيون، پر اسان جو تعلق سالم جماعت سان آهي. اسان جو فرق وارن حرن سان ڪو تعلق ڪونہ آهي. انهن اسان کي بہ ڏهڪائي ڇڏيو آهي جو رات جو ننڊ ئي حرام ٿي وئي آهي. پنهنجو مال ڇڏي اسان جون پوڪون پيلي پينگ ڪري ڇڏيون اٿن. اسان جا ڍور ڍڳا بہ چورائڻ کان ڪونہ مڙن."

سندس اها ڳالھ ٻڌي پوليس وارو پاڻيءَ مان نڪري ويو ۽ پوليس واري هٿڻ جو فائدو وٺي الائي ڇا جو ڇا ڳالھائڻ لڳو. وڏيري کي ڍو تي گاريون ڏنائين ۽ آخر ۾ چوڻ لڳو تہ سندس اڄوڪو ڏينهن تہ ائين اجايو گذري ويو. هن وڌيڪ چيو تہ مان قسم کڻي چوندس تہ اڄ مون کي هن ماڻهوءَ ٿوڪو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جنهن لاءِ مون کي پڇتائڻو پوندو. هن ٿورو وقت ماٺ ڪري پوءِ چيو تہ مان گهرن جي تلاشي ضرور وٺندس. اعتبار ڪر تہ مان تہ سوڙين هيٺان اڳي ئي پگهريل هوس، پر پوليس واري جي تلاشيءَ وٺڻ واري ڳالھ ٻڌي ويتر بہ پگهرجي ويس.

ان کان پوءِ پوليس وارو پڇڻ لڳو تہ "هي ڪنهن جو گهر آهي؟"

"صديق جو"

"هاڻي هو ڪٿي آهي؟"

"ڪيس سنجهوري ٿاڻي ۾ حاضري ڏيڻ مهل جهليو ويو آهي."

"تہ پوءِ هن گهر ۾ ڪير رهندو آهي؟"

"سندس زال. هن جي ڀيڻ سُهيلي کي بہ ڪجھ وقت ٿيو جو جهليو ويو آهي."

"مان ڪيس چڱيءَ ريت سڃاڻان. اهو تہ خطرناڪ حر آهي، پر اها عورت ڪٿي آهي؟"

"ڪيس پيٽ گذر لاءِ ٻيو ڪو وسيلو ڪونہ آهي. تنهن ڪري ٻڪريون چاريندي آهي."

"ٿورو وقت ٿيو جو هتان هڪ عورت ٻڪريون ڪڍي چارڻ وئي آهي." هڪ ٻئي آواز چيو.

ان کان پوءِ ڪن شين جي اٿلڻ پٿلڻ جو آواز ٿيو ۽ گهڙيءَ ڪن کان پوءِ ڪنهن چيو تہ سائين هتي گنديءَ ۾ تہ ڪجھ بہ ڪونہ آهي.

اهي ٻاهر نڪري ويا تہ منهنجي ساھ ۾ ڪجھ ساھ پيو. ٻين گهرن جون

تلاشيون بہ ساڳئي نموني سان دل سان متئين نموني سان ڪيون ويون هونديون چاڪاڻ تہ جلد ئي پوءِ اهو ساڳيو آواز هڪ پراڻي گهر مان بہ آيو هو. ان ڪان پوءِ گفتگو ٻڌڻ ۾ آئي تہ وڏيرو چئي رهيو هو تہ، ”هن ڳوٺ مان نہ ڪهاڙي هٿ آئي نہ وري ڪو ڏوهي مليو آهي تنهن ڪري هن ڪي شريف ڳوٺ تسليم ڪيو وڃي تہ چڱو.“ جمعدار جو چوڻ هو تہ، ”اهو حرن جي اٽڪل بازيءَ جو نتيجو آهي. نيٺ هن چيو تہ مان پنهنجي عملدار ڪي ڪهڙي قسم جي رپورٽ تيار ڪري ڏيان؟ توکي هنن فوجين جو ڪوبہ تجربو ڪونهي. اهي ڏاڍا سخت ماڻهو آهن. جڏهن ڪنهن ڪم ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪندا آهن تہ پوءِ ڪو بہ انهن کي پنهنجي ڳالهہ تان لاهي ڪونہ سگهندو آهي ۽ نہ وري ڪڏهن پنهنجي ڪارروائي کي اڌ ۾ پوئتي ڪندا آهن. مان گلڻ پنيري واري ڳوٺ تائين تہ هنن سان گڏ هوس جو خيال آيم تہ وڏيري جي موٽر ڪار کي ضرور بچائڻ گهرجي. فوجي دستي جي نگران عملدار چيو تہ سندس حڪمن موجب هر شيءِ کي تباه ڪيو وڃي ۽ سندس حڪمن جي تعميل ڪئي وئي. ان ڪري هو مون کي چڱيءَ ريت سڃاڻي ٿو ۽ منهنجي هر صلاح مشوري تي عمل ڪري ٿو. اها هڪ وڏي ذميواري آهي. ان هوندي بہ سرڪار منهنجي پگهار جي هڪ پائي بہ ڪانہ ٿڃائي آهي.“

هو ٿورو وقت ماٺ رهيو. سندس اهڙي ماٺ ڪنهن اهميت ڪان خالي نہ هئي. ان ڪان پوءِ اچرج جهڙا ڪجهہ سرپاٽ ٿيا. مان ان منظر کي چڱيءَ ريت سمجهي رهيو هوس.

”تنهنجا ڪم ڪنهن شڪ وشبهي ڪان خالي نہ آهن پر پاسي وارن ڳوٺن مان سڀ حقيقتون واضح ٿي وينديون. هن گرميءَ ۾ گهوڙي سواري ڏاڍي ڏکي آهي، پر مون کي پنهنجو فرض تہ نباهڻو آهي.“

تنهن تي سيني گڏجي ڪيس چيو تہ، ”سائين انهن ڳوٺن جا ماڻهو تہ ڍڳا چور آهن. اوڙي پاڙي جي ماڻهن کي ترپائي ڏنو اٿائون. ڪنهن جي چيڙهہ بہ ڪونہ ٿا ڇڏين. ڪوڙيون شاهديون بہ پير ڪوڙي ڏيندا آهن. منٺار پنيري سان تہ سٽن پيڙهين ڪان وير اٿن. خون پاڻ ڪري ڪيس ڦاسائڻ لاءِ لاش مٽر جي در تي اڇلائي ويندا آهن.“ ڪن ماڻهن ڪيس پوپاڙيءَ تائين ترسي پوڻ جو عرض ڪيو. سندن خيال هو تہ جيڪڏهن جمعدار ڏينهن ترڻ تائين هتي ترسي پيو تہ ڪن بي ڏوهي ماڻهن لاءِ سندس ڪوسيءَ دل کي ٿڌو ڪري وجهندا. هوريان هوريان ماڻهن جي ميڙ منٿ قبول ڪرڻ شروع ڪئي ۽ نيٺ ٿڌو ٿي ويو. مان سارو وقت سوڙين جي ڍير هيٺان سمهيو پيو هوس. جڏهن هو وڍي (رشوت) جا چار ڏوڪڙ وٺي هليو نہ ويو

تيستائين جڻ تہ جيئن چيڻ تي چڙهيو وينو هوس.

ان جو نتيجو ڏاڍو مختلف نڪتو. ٿوري وقت لاءِ تہ سڀ ماٺ رهيا ان کان پوءِ ڊوڙڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. پوءِ نون ماڻهن جون رڙيون دانهون ۽ ڪبرا ٻڌڻ ۾ آيا. ان کان پوءِ ڪو ماڻهو مَنهن ۾ داخل ٿيو جنهن مون مٿان سوڙ ڪڍي منهنجي دل جڻ دهلائي ڇڏي هئي.

"اٿ هاڻي ننڊ مان. ڏس تہ مان ڪهڙا نہ فقير پاڻ سان وٺي آئي آهيان."

منهنجي ڪماليءَ خوش ٿيندي مون کي چيو. مان سوڙين مان جند ڇڏائي ٿڙندو ٿاٻڙندو اڳتي وڌيس تہ مٺوءَ خاصخيلي ۽ سندس ٽوليءَ جي ماڻهن تي نظر پئي. جيڪي مون کي ڏسي وٺي ٻڌا ٿهڪ ڏيڻ لڳا. حقيقت اها هئي تہ مان پاڻ کي اڌ رڌل رڌ جيان محسوس ڪري رهيو هوس ۽ سوڙين هيٺان پگهر ۾ پاڻي لڳو پيو هوس. ايڏو لڄي هوس جو چيم پئي تہ جيڪر ڌرتي جاءِ ڏئي تہ اندر گم ٿي وڃان. پهريائين تہ مان روشنيءَ ۾ اکيون کڻي ئي ڪونہ پئي سگهيس. هوريان هوريان ڏسڻ وائسڻ بہ شروع ڪيم. مون ڏٺو تہ هنن ماڻهن ۾ الهبچايو بہ هو. مان پاڻ کي ڪلٺهاب محسوس ڪري رهيو هوس. سمجهيم تہ الهبچائي کي خوش ڪرڻ لاءِ بهادريءَ جو مظاهرو ڪري جنهن احترام واري حيثيت حاصل ڪئي هيم سا پاڻيءَ ۾ لڙهي وئي.

ٿورو اڳتي وڌيس تہ بہ پوليس وارا ۽ پيراڌو ڏٺم جيڪي پنهنجي پٽڪن سان ٻڌا پيا هئا ۽ بہ فقير بندوقون کنيو مٿن پهرو ڏئي رهيا هئا. هڪ فقير ٻڌايو تہ مٺو ۽ سندس ٽوليءَ جا ماڻهو هتان ويجهو هڪ جهنگل ۾ وينا هئا جو ڪمالي وٽن پهچندي آئي ۽ اچي ڪين چيائين تہ ڳوٺ وارن کي پوليس جي ظلم کان اچي ڇڏايو.

مٺوءَ مون کي سڏي پوڳ ٽنول ڪرڻ کان پوءِ حسن جي طئي ڪيل ڪارروائين تي ڳالهين جي ڏي وٺ ڪئي، جنهن لاءِ نوري وساڻ ڪيس ڪجهہ ماڻهو ڏيڻ لاءِ پڻ چيو هو. مان وجهہ ڏسي ڪيس هلڪي سلڪي چاپلوسي ڪري ورتي ۽ اهو بہ ذڪر ڪيو تہ هن اغوا ڪيل پوليس واري خلاف حسن کي هل هلايا هئا، تہ جيئن فوجي اختياري وارن جو پوليس مٿان ويساهہ کڄي وڃي.

تنهن تي هن وراڻيو تہ اهو خيال ڪو خراب ڪونہ آهي. مان هنن پوليس وارن کي پنهنجي هڪ محفوظ جڳهہ تي رهائڻ ٿو چاهيان. مان هنن کي چوندس تہ اسان کي ڪي فائدي واريون ڳالهيون ٻڌائن ۽ جيڪڏهن ڪانئن وسري ويون آهن تہ اهي ياد ڪن. ان کان سواءِ هو اسان ماڻهن کي اهڙي سکيا ڏين. جيڪا اسان جي لاءِ فائدي واري هجي. جيڪڏهن هو ائين ڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿيندا تہ اسان هتي بہ سندن

ڪنڌ ڪپي سگهون ٿا تہ اتي بہ سنڌس سر لٿي رڪنداسون. ان ڪان پوءِ هن پنهنجي ٽن ماڻهن کي سرڪاري گهوڙن تي چڙهي هڪ ٻئي ڳوٺ ڏانهن وڃڻ جو حڪم ڪيو ۽ کين تاڪيد ڪيائين تہ ڪنهن ڳوٺ وٽان پير وجائي هِن پوليس وارن کي ڪنهن ٿمر تي پهچائن. ڳوٺ جي وڏيري کي پيرن ڊاهڻ جو چئي مٿو جاڏهون آيو تيڏاهن هليو ويو.

ڪماليءَ ڏاهپ جو ڪم ڪيو هو. مان ڪيس واعدو ڪيو تہ ڦر لٽ مان هٿ آيل ڪا قيمتي شيءِ ڪيس سوکڙيءَ طور ڏيندم. مٿوءَ الهيچائي کي پنهنجي ٽوليءَ جا ڪجهہ ماڻهو ڏنا هئا. هو جڏهن ٽوليءَ جي اڳواڻ طور اڳتي وڌڻ لڳو تہ مون ۾ چڻ تہ اعتماد موٽي آيو. مان تہ خوني ۽ قاتل هوس. ڪاش اهو بہ جيڪر پتو هجي ها تہ اسان جي مهم ڪامياب ڪانہ ٿيندي تہ مان توکي اهو سارو قصو ٻڌيان ها تہ اسان کي اها تڪليف ڪهڙيءَ ريت پهتي؟ اسان جي وڃڻ واري رستي بابت رٿابندي ڪئي وئي هئي ۽ اسان لاءِ هر جاءِ تي بچاءُ هو. اسان پهريون ڊاهو ميرن جي دوڙ جي هڪ پراڻي واهہ جي سڪل پيٽ ۾ ڪيو. ان دور ڪان پوءِ انگريزن بڙيجن مان واهہ کڊيا جن جو ترو زمين جي مٿاڇري ڪان مٿي هو. هن پراڻي واهہ جي ڪپن سان بيٺل وڻ ۽ ٻوڙا ڊگها ۽ پاڻ ۾ مليل هئا. جو اهي چڻ تہ اسان جي مٿان گهر جي ڇت ٺٽيا بيٺا هئا. اسان جا ڪيترا ساٿي ننڊ پئجي ويا ڇاڪاڻ تہ اينڌڙ رات هڪ ڊگهو سفر ڪرٽو هو. پهريدار بہ بيهاريا ويا هئا. پر اتفاق اهڙو ٿيو جنهن کي ڪير بہ روڪي ڪونہ ٿي سگهيو. حڪومت طرفان هڪ سروير مقرر ڪيو ويو، جنهن کي هن واهہ پرسان زمين جي ماپ ڪرڻي هئي. هن سان پنهنجو هڪ اردلي بہ ساڻ هو. اسان لاءِ لڪڻ بہ ممڪن ڪونہ هو. اسان فقط هن کي جهلي ٻڌي ۽ سنڌس وات بند ڪري پاڻ سان گڏ لڪائي پئي سگهياسون تہ جيئن ڪنهن کي بہ اسان جو پتو نہ پوي. پر هڪ وڏيري کي توقع هئي تہ هي سروير سنڌس زمين تي ايندو ۽ ڪيس ڏٺو هئائين تہ گهوڙي تي چڙهي اچي بہ رهيو آهي. پر هو واهہ وٽ پهچڻ ڪان پوءِ وري ظاهر ڪونہ ٿيو. هن سنڌس وڏيڪ جاچ پڙتال ڪانہ ڪئي ۽ پڄندو جهول پهتو ۽ ساري ڳالهہ اتي موجود فوجي ڪمانڊر کي وڃي ٻڌايائين. مان پنهنجو پهريداريءَ جو وارو پورو ڪري سمهڻ وارو هوس جو خبردار جو آواز ۽ ان ڪان جلد ئي پوءِ فوجي رائفلن جي فائر جو آواز ٿيو جيڪو اسان ڪان چند قدم پري هو. اهو ايترو تہ جلدي ٿيو جو مون کي ان جو ڪو پتو پئجي ڪونہ سگهيو. دشمن واري پاسي ڪان ويجهو وينل اسان جي ساٿين مقابلي لاءِ اٿڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هيٺ ڪري پيا. مٿي ۽ دونهون ايترو هو جو

اسان کي دوست دشمن جو تہ پتو ئي پئجي ڪونہ سگهيو. حسن ۽ مان تہ نہ ڏسي پئي سگهياسون ۽ نہ ٻڌي پئي سگهياسون پر الهيچائي جو دماغ اڃا بہ ڪم ڪري رهيو هو ۽ سمجهي رهيو هو تہ اسان گرفتاريءَ لاءِ پاڻ پيش ڪونہ ٽينداسون تنهن ڪري هن واهہ جو ترو ڏئي ڏکڻ ڏانهن ڀڄڻ جو حڪم ڪيو. مون ڇا ڪيو جو پريل بندوق جون ناليون دشمن ڏانهن منهن ڪري خالي ڪيون ۽ پوءِ سر بچاءَ لاءِ ونءِ ڀڄڻ شروع ڪيم. خوش قسمتيءَ جي ڳالهہ اها هئي جو فوج وٽ گهوڙا ڪونہ هئا تنهن ڪري اسان جي ڪڏ اچي ڪانہ سگهي. مان ونءِ اوير منهن ڪيو هڪ ساهي ٻوڙندو اچي مارني واهہ جي ڪناري واري جهنگل ۾ پهتس ۽ رات جي وچڙي ۾ مکيءَ ڏانهن وڌڻ لڳس. ٻئي ڏينهن اسان مقرره جاءِ تي گڏ ٿي ساري ڳالهہ نوري کي ٻڌائي. حسن لچي ٿيندي ڳالهہ ٻڌائي تہ دشمن جي حملي ڪرڻ کان ٿورو اڳ جهنگ جي خيال سان اتان نڪري ويو هو. ان مان معلوم ٿي رهيو هو تہ مٿو ۽ اسان واري ٽوليءَ جا ڀهرئين جوڙ وارا گهٽا غازي شهيد ٿي چڪا هئا ۽ بہ ماڻهو زنده جهليا ويا هئا. ان کان سواءِ چار بندوقون ۽ بہ تفنگون Muskets دشمن کي هٿ لڳي ويون جيڪي اسان مختلف وقتن تي پوليس کان ڦريون هيون.

سيني ساٿين جي منهن تي مايوسي ڇانيل هئي. مون کي ياد آيو تہ دشمن جو ٻڌي اڳئين زماني جي فقيرن جا منهن بکندا ۽ خوشيءَ وچان ٻهڪندا هئا. امام بخش جو بہ اهڙو مثال هو. مون حسن کي چيو تہ "سانگهڙ جي لعنتي فوج تي اڄ راتاهي هڻڻ لاءِ ڪهڙي جوان جي ڪوڏي تي ڦري؟" منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي ڏهن ٻارهن نوجوانن ڏوري تي هٿ رکيو. تنهن تي نوري چيو تہ ڏاڍو سٺو. صحيح جواب لاءِ اهو موزون وقت آهي پر ٻئي نقطہ نظر کان غلط بہ آهي. هن ڪم لاءِ فقط بہ ماڻهو بہ گهڻا آهن. هڪ تہ سائين رکيو پاڻ وچي جنهن اها ڳالهہ چئي آهي. پر ان سان ٻيو ماڻهو گهلپور جو هجي ڇاڪاڻ تہ ان کي سرڪار بنگلن واري جوءِ جي چڱي خبر هوندي. ميرڻ تون هن ڪم لاءِ وڌيڪ مناسب آهين پر هڪ ڳالهہ ياد رکجو جيڪڏهن اوهان جهلجي پيا تہ توهان جي پيءُ ماءُ کي ساڙي رک ڪيو ويندو.

لاهور ميل واري ڪارروائي کان اڳ ميرڻ وري مٿوءَ جي ٽوليءَ سان وچي گڏيو هو ۽ هن ڪاروائي ۾ بہ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو هئائين. هو ٻئي جي هيئان ڪم ڪرڻ کان بيزار ٿي ويو هو، تنهن ڪري هو پنهنجي لاڳاپي وارا ماڻهو گڏ ڪري هڪ ٽولي ٺاهي ان جي اڳواڻ ٿيڻ جو سوچي رهيو هو، پر مون کي اچرج وري ان وقت ٿيو جڏهن هو مون کان پڇڻ لڳو تہ اسان کي پنهنجي مقصد حاصل

ڪرڻ ۽ سلامتيءَ سان موٽي اچڻ واسطي تنهنجو ڪهڙو فيصلو آهي؟ تنهن تي مون ڪيس وراڻيو تہ اسان ڪي ائين انڌا ڌنڌ فائر ڪرڻ نہ گهرجن. جهڙيءَ ريت امام بخش جي ماڻهن جهول واري فوجي ڪئمپ تي ڪيا هئا. اسان فقط هڪ پيرو گڏ فائر ڪنداسون ۽ سنتريءَ کي قتل ڪري موٽي ايندا سون.

ميرڻ هن قسم جي نازڪ ڪم واسطي ڏاڍي سٺي ڪارڪردگيءَ جو مظاهرو ڪيو ۽ صحيح نموني سان هدف تي وٺي آيو. اسان ٻنهي گڏجي فائر ڪيو. ان ڪان پوءِ هڪ رڙ ٿي. اسان هڪ باغ مان گهٽ هٽي روڊ تي پهتاسون تہ اسان جي پنيان گولين جو مينهن وسڻ شروع ٿي ويو. ان ڪان پوءِ رڪي رڪي فائر ٿيندا رهيا، جيڪي اسان اڌ ميل پنڌ تائين ٻڌندا آياسون. اسان بعد ۾ خبرون ٻڌيون تہ جنهن فوجيءَ تي اسان فائر ڪيا اهو فقط زخمي ٿيو هو. پر هڪ چگو پوگ بہ ٿي ويو هو تہ جنهن وقت اسان فوجيءَ تي فائر ڪيا، ان وقت سانگهڙ جو هڪ ماڻهو پنهنجي وچايل ٻڪري ڳولي رهيو هو ۽ فوجي ڪئمپ جي ويجهو هجڻ ڪري ڏاڍو ڏڄي بہ رهيو هو. فوجي هن کي ڌوهي سمجهي مٿس گوليون هلايون ۽ جهلي ڪٽي قيد ۾ هيائونس. فوجين کي هن جي ڳالهہ تي اعتبار ڪونہ آيو ۽ سمجهڻ لڳا تہ هن حرن جي وڏي ٽولي جي ڪيل حملي کي ناڪام ڪري ڇڏيو آهي.

نورو اسان جي ڪارروائي جي رٿابندي ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو جنهن کي اسان ساري ڳالهہ ٻئي ڏينهن صبح جو ٻڌائي هئي. چوڪرؤ! توهان تہ پنهنجو پوڳ پورو ڪيو پر ان ڪري ٽوليءَ تي هڪ وڏي ذميواري اچي ڪڙڪي آهي. رحيم بہ پنهنجي ٽوليءَ سان تمام سٺيون ڪارروايون ڪري رهيو آهي، پر اسان چاهيون ٿا تہ هڪ وڏي ٽولي تيار ڪري ڪو وڏو ڪم ڪرڻ گهرجي. ڪوٽ نواب جي بگٽين بہ ڦر لٽ جي ڌم لائي ڏني آهي ۽ چٽي رهيا آهن تہ اهي وارداتون حرن جون ڪيل آهن. هن ڪلهہ ڇا ڪيو آهي جو حرن جي ڇڏيل ڳوٺن مان ان بہ ڪٽي ويا آهن. رحيم پنهجي ٽولي وٺي وڃي انهن نڳن جي مٿان ڪڙڪيو ۽ سندن پنج ڇهہ ماڻهو ماري ڇڏيائين، جيڪي گهر ڊاهي ڪاٺ ڪٽي وڃي رهيا هئا. هاڻي اهي بگٽي فوج کي چوندا تہ اسان کي هٿيار ڏنا وڃن. هي بگٽي بڇو بادشاهہ جي زماني ۾ اسان جي خلاف انگريزن سان ٻٽ ۽ جهٽ ٿي بيٺا هئا. اسان اهڙو جوکو سرتي ڪٽڻ ڪونہ ٿا چاهيون. اسان جو مقصد آهي تہ انهن بگٽين کي ختم ڪري ڇڏجي.

منهنجا ساٿيو! اوهان ضرور اهڙيون ڳالهيون ٻڌيون هونديون تہ جڏهن بڇو بادشاهہ انگريزن خلاف جنگ جوٽي هئي تہ هن (بڇو بادشاه)کي منهن ڏيڻ لاءِ

سرڪار ليوڪس کي مقرر ڪيو هو. هن بگٽين جي سردار (محراب خان) کي واهر لاءِ وچي منٿون ڪيون ۽ ڪيس چيائين تہ هو بلوچستان مان ٻروچ وٺي اچي مکيءَ ۾ ٻچوءَ بادشاهہ سان منهن ڏئي. انهن خدمتن جي عيوض انگريز سرڪار ڪيس وڏو انعام ڏيندي. پوءِ اهي بگٽي انگريزي فوجين سان گڏجي فقيرن سان وڙهڻ لڳا جن جي جسم تي ڪو ساڃو لٽو بہ ڪونہ هو. پيرو وزير ۽ منهنجي ڏاڏي جي شهادت کان پوءِ ليوڪس بگٽي سردار کي مکيءَ کان هيٺ بارني واهہ ۽ ناري جي وچ تي بيشمار زمين انعام ۾ ڏني هئي. ان کان پوءِ ان بلوچ سردار پنهنجيءَ زمين تي بلوچ نموني جو ڪوٽ اڏيو جنهن ۾ هو اچي ڪڏهن بہ ڪونہ رهيو، پر سندس ماڻهو رهندا هئا، جيڪي اسان جي هن سڪي ستابي ۽ جالاري جوءِ ۾ پنهنجو مال چاري پيا خوش ٿيندا هئا.

ڪوٽ نواب تي اسان جي ڪارروائي هڪ گڏيل حملو هو. گهڻا ويڙهاڪ مٺوءَ خاصخيليءَ جي ٽوليءَ مان کنيا ويا هئا. هن محاذ جي ڪمانڊ نوري وساڻ جي هٿ هئي. هن پنهنجي صلاح مشوري لاءِ رستم نظاماڻي ۽ ٻين فقيرن کي مقرر ڪيو. هن کان سواءِ ٻين اڳواڻن بہ حصو ورتو. سندس عزت افزائي لاءِ هن مهم ۾ رحيم ۽ حسن بہ اچي ڀاڱيدار ٿيا هئا. نوري مون کي منهنجي چوڻ تي منهنجي اڳواڻ کان گهري ورتو. ان دوران مون کي نوري کان ڪيتي ڳالهيون معلوم ٿيون جيڪو هن حملي جي نگراني ڪري رهيو هو. تن ڏينهن محبت اتر ويل هو. وريام فقير ۽ گل خان نظاماڻي مني ڪوهہ وٽ رهيل هئا ۽ ڪين ساري ملڪ جون خبرون اتي گهر ويٺي ملنديون هيون. انهيءَ زماني ۾ سنڌوءَ ملڪ مٿان اٿل ڪري ٻنهي ڪنڌين وارا علائقا ٻوڙي ۽ ريلوي لائن جي بند کي ڀڃي ڇڏيو هو. مون نوري کي ياد ڏياريو تہ هن سال جڏهن پير سائين سردار کي ناحق قيد ڪيو ويو آهي تہ سنڌوءَ بہ هاڃا ڪري ڇڏيا آهن. منهنجي اها ڳالهہ هن بہ قبول ڪئي ۽ چيائين تہ هائو اهو اهم سوڻ آهي. هن وڌيڪ چيو جيڪو هاڃو حر جماعت جو ڪيو آهي ان کان ڏهوڻ تہ سنڌ جي درياهہ نقصان ڪيو آهي. پلي تہ ڪافرن کي پتو پوي اسان جي سيد مٿان ڏاڍ ڪرڻ جو نتيجو ڇا آهي؟ چوندا آهن تہ جيڪو پوکبو اهو ئي لڻبو. نوري هن قسم جو پيغام ساري حر جماعت ڏانهن موڪلي ڇڏيو هو. [1]

ان وقت ٻيو عجيب اتفاق اهو ٿيو جو ڪانگريس ڏاڍي سرگرم ٿي وئي هئي. سندن سياسي اڳواڻ گانڌيءَ بہ انگريزن خلاف ويڙهہ جو اعلان ڪري چڪو هو، پر ڪيس جلد ئي گرفتار ڪيو ويو. ان کان پوءِ ڪارڪنن وٺي وڳوڙ شروع

1. ڪوٽ نواب تي حملو 19 اگسٽ 1942 تي ڪيو ويو هو.

ڪيا. اسان کي اها توقع ڪانہ هئي تہ سنڌي ڪانگريسي ڊاڪٽر، وڪيل، استاد ۽ ٻيا ماڻهو جيڪي هن وقت تائين بهتريءَ لاءِ ڪجهہ بہ ڪري ڪونہ سگهيا سي هاڻي بہ ڪجهہ ڪري ڪونہ سگهندا، ڇاڪاڻ تہ هن وقت سنڌ ۾ مارشل لا هئي ۽ هتان جو انتظام هڪ جنرل جي هٿ ۾ هو. حيدرآباد جي شاگردن انگريز جي نافرماني ڪري پنهنجي اڳواڻ جي گرفتارين خلاف جلسا ڪيا ۽ جلوس ڪڍيا هئا. اهي ڇوڪرا هر تعريف جي مستحق هئا. ڪين اها بہ پڪ هئي تہ هنن کي قتل ڪونہ ڪيو ويندو، پر جنرل هن آزار مان پنهنجي جند ڇڏائڻ لاءِ اهڙو قدم کنيو جيڪو سنڌ جي اڳيںءَ ڪنهن بہ سرڪار ڪونہ کنيو هو. هن ڇوڪرن کي گرفتار ڪري قيد ڪونہ ڪيو، پر بيد جي لڪڻ سان سندن چتڙن کي ڏاڍو ڪٽائي ڪين ڇڏي ڏنو. هن ڪم جي شروعات تہ چڱي ٿي هئي پر جلد ئي ختم ٿي وئي. اسان کي شرم اچڻ کپي ها تہ هلچل ۾ اسان جا اتحادي بہ اهڙا هئا.

نوري پڪو پهہ ڪيو هو تہ ڪوٽ نواب تي حملي ڪرڻ کان پوءِ ٿر هليو وڃبو ۽ ڪجهہ وقت وڃي لقمان راڄڙ سان گذاربو. هن اهو بہ چيو تہ مان توکي ضرور وٺي هلندس. هي لقمان جو پڳ مٽ يار هو، پر مون کي خبر هئي تہ هو ٿر جي غازين کان خوش نہ هو. ڇاڪاڻ تہ اهي پير سائينءَ جي مقصد لاءِ ڪي خاص ڪارروايون ڪري ڪونہ رهيا هئا. اسان جي جاسوسن اسان کي ڇتاءُ ڏنو هو تہ بگٽين جا ماڻهو جنرل سان ملڻ لاءِ حيدرآباد نڪري ويا آهن. اهي ڪيس هيءَ گذارش ڪندا تہ مارشل لا دوران جيڪي ڪهاڙيون هنن پيش ڪيون هيون سي ڪين واپس ڪيون وڃن. نوري وساڻ بہ هنن مٿان ان رات حملو ڪرڻ پٺي چاهيو جڏهن بگٽين وٽ پنهنجي بچاءَ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونہ هو. لڪڙ تار وسيلي هر هڪ حر کي اها ڄاڻ ڏني وئي تہ بگٽين مان ڪنهن کي بہ جيئرو ڇڏڻو نہ آهي. ڌڪاءُ پکيڙڻ لاءِ اهو قدم کڻڻ ضروري آهي. اها هڪ اهم ڪارروائي هئي. ويجهڙائي جا حر ۽ ٻيا ماڻهو جن لاءِ بگٽين ڏوٽي تپائي ڏني هئي، سي هنن کان تايا برائا بيٺا هئا. اهي پڻ نوري کي ساڻ وٺي هلڻ لاءِ منٿون ڪري رهيا هئا. اهڙيءَ ريت سائيڪو ماڻهو گڏ ٿي ويا، جن ۾ هڪ عورت بہ هئي جنهن جي مڙس ۽ پٽ کي بگٽين ئي ڏوهي ٻڌايو هو. اها عورت منهنجي ماءُ جيان وهي ڪائي مٿي چڙهي هئي، باقي هيس وچ جا پائي. پاڻ سان ترار ڪنئي هئائين. اها وڏي وات ڇٽي رهي هئي تہ مردن کي ڏيکاريندس تہ تلوار ڪيئن هلائبي آهي؟ توهان مرد ٻروچيائين ڪتين کي مارڻ ۾ هبڪندا آهيو. توهان انهن کان ڇٽا. اوهان ڏسجو تہ مان ڪيئن ٿي انهن جي سرن ۾ لابارو وجهان؟ مان بہ ڏسنديس تہ اوهان ۾ مردن واري ٿوم آهي بہ يا نہ؟

اهڙن موقعن تي تيندڙ بي ضابطگيون طئي ٿيل رٿابنديءَ ۾ رنڊڪون وجهنديون آهن. غازين کي حڪم ڪيو ويو هو ته هو ڪوٽ تي پاڻ حملو ڪن ۽ بگٽين جي اهم ماڻهن کي اک ۾ رکن پر ويجهڙائي ۾ آباد ننڍڙو قسم جي حرن ڪوٽ جي ٻاهران گهرن تي وڃي حملو ڪيو ۽ اتي ٻڌل ڏورن کي ڇاهي ڇڏيو. انهن ڏورن ڏڳن جي گهٽائي سندن هٿي جيڪي بگٽي چورائي ويا هئا. اهڙين ڳالهين ڪري اسان وارو حملو بدنظميءَ جو شڪار ٿي ويو. اسان اوچتي حملي ۾ الائي ڪيترن بگٽين جا ڪندا ڪٽي ڇڏيا. اسان ڦاٽڪ واري چبوتري جهڙي گهر کي به باهه ڏئي ڇڏي. جڏهن اسان کي ڪمانڊرن پنهنجي بچاءَ لاءِ ٻاهر سڏايو ته اتي ويٺل ماڻهن اسان مٿان سرن دلن ۽ ڇاپڙن جو مينهن وسائڻ شروع ڪيو. اسان سمجهيو پئي ته هو اسان جي مزاحمت ڪانه ڪندا پر ڇتن جنن جيان وڙهڻ لڳا. وڙهڻ لاءِ هو ڪوڏرون، لٺيون کڻي آيا. جيڪي خالي هٿ هئا سي ٻڪين وڙهڻ لڳا. فوجي جنرل جي منع ڪرڻ کان پوءِ به ڪن وٽ ڪهاڙيون رکيل هونديون. مون کي ياد آهي ته ٻن ٽن بگٽين اسان کان به ڪهاڙيون کسي ورتيون هيون. بگٽين جون عورتون مردن جيان وڙهڻ لڳيون. هڪ عورت وٺوهڙ هٿي هڪ حر کي ڏاهي رکيو. هڪ حر ان کي ڪهاڙي هٿي حر جي جان ڇڏائي. اسان جي ويڙهاڪ عورت پنهنجي تلوار سان هڪ ڇوڪري ۽ ٻن ٽن عورتن کي گهائي رکيو هو. سارو وقت هن گارين ڏيڻ کان بس ڪانه ڪئي. مان سمجهان ٿو ته هوءَ بلوچي عورتن سان اڪيلي سر منهن ڏئي ڪانه سگهي هوندي. هي دوبدو جهيڙو الائي ڪيترو وقت ڳنڍيو پيو هجي ها پر نوري جي سيٽي وڄائڻ کان پوءِ حرن جهيڙي مان هٿ ڪڍيو. بندوقن جي فائرن جو آواز ۽ رڙيون ڪبرا باڪوڙي تائين ٻڌبا هوندا، جتي نوج منزل ڪيون ويٺي هئي. اهڙا آواز ٻڌي هوءَ اڳهين پنڌ ۾ هوندي. اسان ويهارو کن بگٽي ماريا ۽ ايترا زخمي ڪيا هئا ته به هن پڇڻ جي ڪانه ڪئي هئي. هن اسان جا پنج ڇهه غازي ۽ ٻيا ڪجهه حر ماري وڌا هئا. هن رستم نظامائي کي ڏکي مرٽينگ ڪري ڇڏيو هو.

ڇڙوڇڙ ٿيڻ کان اڳ نوري، حسن ۽ رحيم کي ڪي حڪم ڏنا ته سندس غيرحاضريءَ ۾ ڪين ڇا ڇا ڪرڻو آهي؟ ان کان پوءِ هو مون کي ساڻ ڪري ڇڪار هليو ويو. اسان سارو ڏينهن پنڌ ڪري لقمان جي ٽرواري نئين هيڊ ڪوارٽر پهتاسون جنهن اسان جو ماناٿتو آدرياءُ ڪيو. اتي چاليهه پنجاهه غازي موجود هئا. جهونڙو ابراهم پنيرو به پنهنجي ٽوليءَ سان هتي ويٺو هو. لقمان اسان کي ٻڌايو ته ڏهاڪو ڏينهن کن ٿيندا جو هڪ فوجي دستو ڏاڪٽو پاسو ڏئي ڪپري ويندڙ ريلوي

لائين وٺان مٽيو هيو. ان جي نڪرڻ وقت اسان کي لڪڙ تار وسيلي اهڙو نياپو مليو، جنهن سبب ڪڪ پن تي وياسون. هو رستي ويندي هيڏانهن هوڏانهن واجهائيندا رهيا، پر ڪين ڪو وانگي به نظر ڪونه آيو. هاٿي فوجي جنرل کي اهو ويساهه ويهي ويو هوندو ته انهيءَ پاسي حرن مان پهر ئي موجود ڪانه آهي تنهن ڪري اسان کي مارواڙ اسٽيشن تي حملي ڪرڻ ۾ سولائي تي پوندي. صلاح مشوري کان پوءِ ان ڪارروائي لاءِ اتفاق ڪيو ويو ۽ عادل راڄڙ ڏانهن اهڙو سنيهو پڻ مڪو ويو. ليمبرڪ ۽ ان سان گڏ فوجي دستي کي جنهن غازيءَ شڪست ڏني هئي، تنهن ڏانهن به نياپو ڪيو ويو ته هو به مقرر جاءِ تي اچي هنن سان ملي. ان کان سواءِ هن ناري سان رهندڙ پنهنجن دوستن ڏانهن سفر خرچ لاءِ پاڻ سان گهٽي اناج آٽڻ لاءِ پڻ ماڻهو روانو ڪيو. انهن مان ڪجهه ماڻهو ته فوج جهلي ورتا، پر هنن مان ڪنهن به ڪونه ٻڌايو ته هو ڪيڏانهن وڃي رهيا آهن؟ ان کان اسان سواري لاءِ اٺ گڏ ڪري مقرر ڪيل جاءِ ڏانهن راهي ٿياسون.

مون کي پڪ آهي ته تون به مون جيان ٿر کان ضرور واقف هوندين پر مان ان علائقي جي ٻاهرين واٽ سان مس پهتو هوس. ان جوءِ تائين ڊنڊون ۽ جهنگل اجا به ڳنڍيل هئا. ساون پٽن ۾ وچوواڙيءَ پٽون به موجود هيون. ٿر وارو اندريون علائقو گهڻو نرالو آهي. واري جو هيٺ مٿاهون ائين نظر ايندو آهي، جهڙي ريت گهاڙ گهلڻ تي ڊنڊ جو پاڻي ڏسڻ ۾ ايندو آهي. سنڌ جي ماڻهن کي هن علائقي جي هر پٽ هڪ جهڙي نظر ايندي آهي. منجهن اهڙي هڪ جهڙائي هوندي آهي جهڙي ريت ٻن لهرين جي وچ ۾ ساڳيائپ ڏسبي آهي. ان هوندي به هيءَ جوءِ اوپري ڪانه پانئبي هي چاڪاڻ ته هن سُڃ ۾ وڻ ٻوٽا به ساڳيا اسان واري جوءِ وارا هوندا آهن. پر سنهن جي ڪل تي موجود وارن جيان ڇدا ڇادا نظر ايندا آهن. ان کان سواءِ هر پٽ ي هڪ يا ٻه چوٽرا ته ضرور ڏسڻ ۾ ايندا، جن ۾ اسان واريءَ جوءِ ۾ پيل رهندا هن. ٿر جا ماڻهو وڏي وسڪاري کان سواءِ پوڪي راهي نه ڪندا آهن. پنهنجي پيٽ وت لاءِ ٻڪريون اٺ، ڌاريندا آهن. جڏهن صبح ۽ شام جو مال پاڻي پيئڻ لاءِ تڙن ي ايندو آهي ته اهو ڏيک ڏاڍو ڀلو لڳندو آهي. هتي تلاءَ ۾ واهه ڪونه آهن جو مال ڻ هرتو اچي پاڻي پيئي. پاڻي کوهن مان ڇڪي ڪڍيو ويندو آهي، جيڪي گهڻو ڪري هڪ سؤ هٿن کان به وڌيڪ اونها هوندا آهن ۽ هڪ کوهه ٻئي کان اٽڪل ن ميلن جي وٿيءَ تي هوندو آهي.

اسان هڪ ڏينهن جي پنڌ کان پوءِ مقرر جاءِ تي پهتاسون ۽ عادل سان ياسون جنهن سان ان وقت چاليهارو ماڻهو هئا. اهو ساڳيو عادل هتي اسان جو

پاڙيسري آهي. مان توکي ٻڌايان تہ اسان جي اها گڏجاڻي ڏاڍي مزيدار هئي. اسان مان هر هڪ کي سواريءَ لاءِ جدا اٺ هو. ذري گهٽ هر ماڻهو ڊگهي ناليءَ واري بندوق سان هٿياربند هو، جنهن مان هڪ وقت فقط هڪ گولي ڇوڙي سگهبي هئي. هن وقت اسان جي ٽوليءَ ۾ ايترا ماڻهو شامل هئا جيترا ناظم تي حملي وقت هئا. اسان جا حوصلا ڏاڍا بلند هئا. عادل جا گهڻا ماڻهو نوان هئا پر گهڻائي تجربيڪارن فقيرن جي هئي. عادل جا ڪيترا ئي ماڻهو ليمبرڪ سان وڙهي چڪا هئا. سندن جسمن تي گهاون جا وڏا اجا بہ بيٺا هئا. ناظم تي حملي دوران حرن کي بہ گهاوَ رسيو هو، جنهن جو وِڙو بہ منهنجي جسم تي موجود هو. آڌي مُرٺي هئي جو اسان سفر سڌاريو هو. وچ تي پنج منزلون ڪيون هيوسون، منجهند جو ڪنهن نہ ڪنهن تڙ تي ڏاہو ڪندا هئاسون. جتي باڪڙ ۽ ٺنڊ وڻ موجود هئا. اسان جي منزل ريلوي لائن کان اڌ ميل ڪن وٽيرڪي هئي. اسان ميل گاڏيءَ تي حملي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، جيڪا بمبئي ۽ مارواڙ کان ايندي هئي. تنهن ڪري اسان کي لڙيءَ آڌيءَ رات کان پوءِ لائن کي ٽوڙڻو هو. جڏهن تہ ٻئي پاسي ڏانهن ويندڙ ريل گاڏي اتان موٽي وڃي رهي هئي. اسان کي هڪ بهتر جاءِ ملي وئي جيڪا ٻن پٽن جي وچ تي هئي. ان جڳهہ وٽ ريل پٽڙي کي وڪڙ بہ هو ۽ ريل جي ڊرائيور کي پڳل ريلوي لائن جو پتو تڏهن پوندو، جڏهن ان جڳهہ جي مٿان اچي پهچندو. نوري جي مرضي هئي تہ پرسان پيل سڪا وڻ ڪٽي ريلوي لائن تي رکجن ۽ انهن مٿان واريءَ جو وڏو ڍڙو ٺاهي ڇڏجي.[1]

اسان سنڌ کان ايندڙ گاڏيءَ جو ڏاڍي بيچينيءَ سان انتظار ڪيو. نيٺ اسان سندس سامهون واري بتي جي روشني ڏٺي جيڪا پٽن جي چوٽين تي پئجي رهي هئي. نوري اسان ڏانهن ماڻهو ڊوڙايو تہ جيئن اسان گاڏي موٽڻ کان سٽت ئي پوءِ پهچي وڃون. ريل گذرڻ وقت اسان لڪي وياسون تہ متان ريل ۾ ويٺل ڪنهن ماڻهوءَ کي شڪ نہ ٿئي.

لقمان نڪٽ نهاري اسان کي ٻڌايو تہ هي گاڏي ليٽ آهي تنهن ڪري اسان وٽ ٻن ڪلاڪن کان ڪجهہ وڌيڪ وقت آهي جنهن دوران اسان کي پنهنجو سارو ڪم پورو ڪرڻو آهي. اسان پنهنجي ڪم ۾ جنبجي وياسون. اسان مان ڪي وڻ

1. بامبي ميل تي حملو 6 سيپٽمبر 1942 تي ڪيو ويو هو، جنهن جو ڊرائيور ۽ ٽي مسافر عورتون زخمي ٿي پيون هيون. اهڙو اطلاع اپر سنڌ فورس جي ص–8 تي هن ريت ڏنل آهي تہ ريلوي لائن تي ناهيل اهو ڍِڳ گهٽو وڏو ڪونہ هو. ريل پنهنجي نئين وقت مطابق هڪ ڪلاڪ اڳي پهتي هئي.

ڪپي ۽ صاف ڪري رهيا هئا جن جي گهٽائي اڏيهيءَ ڪاڌل هئي. تنهن ڪري اهڙن وڻن جا ٽڙ هلڪا هئا ۽ جهٽ پٽجي پري ٿي ويا. ٻيا ماڻهو پنهجن ڪٽن ۽ چادرن ۾ واري ڪٽي مقرره جاءِ تي ڍير ڪري رهيا هئا. اسان وٽ ڪوڙرون ٽوريون هيون تنهن ڪري گهڻا ماڻهو هٿن سان واري گڏ ڪري رهيا هئا. اسان جا اڳواڻ دل ٻڌائڻ لاءِ ڪڏهن هيٺ ۽ ڪڏهن مٿي ريلوي بند تي اچي رهيا هئا.

جنهن وقت اوير پاسي ڳاڙهاڻ ٿي ۽ صبح وارو تارو اولهہ کان چمڪڻ لڳو تہ اسان ريلوي بند تي واريءَ جو ڍير لڳائي چڪا هئاسون. ان وقت لقمان سڏي چيو تہ شاباس ساٿيو! اسان کي ڪم ڪرڻ لاءِ اجا بہ هڪ ڪلاڪ آهي. تنهن تي پٽ جي پٽيءَ تي بيٺل پهريدار رڙ ڪري چيو تہ مون کي روشني نظر اچي رهي آهي. نوري اسان کي ڪم کان روڪيو تہ پهريدار چا ٿو چوي؟ پهريدار وري سڏ ڪري چيو تہ اها روشني گاڏيءَ جي روشني جهڙي آهي جيڪا اوير کان اچي رهي آهي.

لقمان اچرج کان چيو تہ هيءَ وري ڪهڙي گاڏي آهي؟ هو ڊوڙي پر واري پٽ تي چڙهي ويو ۽ اسان جا هٿ ڪم ڪرڻ کان جهلجي ويا. لقمان بہ ساڳي ريت رڙ ڪري چيو تہ واقعي گاڏي اچي رهي آهي. هاڻي اچو تہ بندوقون کڻي تيار ٿي بيهون. جڏهن اسان سڀ هڪ جاءِ تي گڏ ٿياسون تہ وري بہ چوڻ لڳو تہ هيءَ ڪهڙي گاڏي ٿي سگهي ٿي؟ مون کي ڪنهن اهڙيءَ گاڏيءَ جو پتو ڪونہ آهي، جيڪا پنهنجي مقرر وقت کان اڳ ايندي هجي. اسان جي رهبرن بہ اسان کي ٻڌايو. ميل سج اڀرڻ کان ٿورو اڳ هتان گذرندي آهي، تنهن تي عادل جي ماڻهن چيو تہ ها اها ڳالهہ سچي آهي. نوري اها ڳالهہ ٻڌي چيو تہ پوءِ اها ڪا اسپيشل ٽرين آهي، جنهن وسيلي فوج حيدرآباد هوڏانهن موڪلي ويندي آهي. جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ تہ ڏهوسونُ. چڻ تہ ماڻ تي مينهن وسي پيو. هي تہ ڪين نهوڙي ناس ڪرڻ جو سنهري وجهہ آهي.

اک چنبي ۾ ٽوليءَ جا ماڻهو اتر واري پاسي کان هڪ قطار ۾ ٿي بيهي رهيا. اڳئين قطار ۾ بندوقن وارا ۽ پوئين قطار ۾ ڪهاڙين وارا بيهاريا ويا هئا جن جو ڪل تعداد ستر هو. ڏهہ ان جي سماءَ لاءِ بيٺل هئا.

گاڏي جو آواز جيئن ويجهو ايندو ويو تہ تيئن مان پايان ٿو تہ اسان سيني جون دليون وڏيڪ تيزيءَ سان دهڪڻ لڳيون هيون. گاڏي اجا بہ پٽن جي اوٽ ۾ هئي. اسان سيئي اهڙيءَ ريت تيار بيٺا هئاسون جهڙي ريت سوئر جا شڪاري ان کي مارڻ لاءِ تيار هوندا آهن. نيٺ وڪڙ کان پوءِ ريل جي روشنيءَ واري اک اسان مٿان پئي. ڊرائيور واريءَ جو ڍير بند تي ڏٺو يا نہ تنهن جو پتو اسان کي ڪونہ

آهي. اسان سمجهيو پئي تہ انجڻ واريءَ ۽ وٽن جي ڊير سان ٽڪرائجي بيهي ويندي. اهڙي جهٽڪي لاءِ اسان سڀ ساهہ سڪائي بيهي رهياسون پر اسان جون هيٺيون هيٺ مٿيون مٿي ٿي رهيون هيون. انجڻ جو اڳيون وڏيل حصو جڏهن واريءَ جي ڍير سان ٽڪرايو تہ گهرڙاٽ جو آواز ٿيو. پوءِ واري ۽ وٽن جا ٽڙ پنهي پاسن کان هواءِ ۾ اڏامڻ لڳا. انجڻ بہ لوڏا کائڻ شروع ڪيا پر هيٺ ڪانہ ڪري ۽ پوءِ آرام سان گذرڻ لڳي. اسان تہ وائڙا ٿي بيهي رهياسون. نوري هڪدم رڙ ڪري چيو تہ بندوقون هلايو.

سندس حڪم ٻڌي اسان سيني وٺي فائر ڪيا. اسان آواز مان پانيو تہ گوليون گاڏن ۾ لڳي رهيون آهن. ريل جي درين مان ماڻهو وات ڦاڙي اسان ڏانهن ڏسي رهيا هئا. ڪن ماڻهن کي ضرور گوليون لڳيون هونديون. اسان جي قطار جي پڇاڙيءَ ۾ بيٺل حر دعويٰ ڪئي تہ سندس گولي ڊرائيور يا سندس مددگار کي ضرور لڳي آهي پر اهي سڀ ڳالهيون پاڻيءَ ولوڙ هيون. گهڙيءَ کن کان پوءِ گاڏي اسان وٽان مٿي هلي وئي. ان جي پٺيان فائر ڪرڻ بہ اجايو هو.

اسان جي اڳواڻن ڪارنهن جو نڪر وري رهبرن تي پڳو جن گاڏيءَ جي اچڻ جو وقت غلط ٻڌايو هو. پوءِ انن تي چڙهي پويان پير ڪياسون.

ٻن ٽن ڏينهن جي سفر کان پوءِ عادل جي ڳوٺ پهتاسون. اسان جي غيرحاضريءَ ۾ ڪجهہ راڄڙ سانگهڙ واري جوءِ ويا هئا جن ٻڌايو تہ سرڪار هٿونگي ۾ بيشمار اٺ گڏ ڪري رهي آهي.

اسان جو انومان آهي تہ اهي هيڏانهن اچڻ جي تيارين ۾ آهن. اڳواڻ پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪرڻ لڳا. عادل کي پاڻ تي پورو اعتماد هو. ڪيس ويساهہ هو تہ هو نوري ۽ لقمان جي مدد کان سواءِ بہ فوج کي مهاڏو ڏئي سگهي ٿو، تنهن ڪري هو پوئتي موٽڻ لاءِ اتاولا وينا هئا ۽ سوچڻ لڳا هئا تہ هو پنهنجي جوءِ ۾ وڃي ڪارروايون ڪن تہ ڀلو.

نوري ابراهيم پنيري کي حڪم ڪيو تہ هو پنهنجي ٽوليءَ سان گڏ عادل جي مدد لاءِ اتي رهي پوي. مان سمجهان ٿو تہ هن لقمان جي ائين چوڻ تي ڪيو هو ڇاڪاڻ تہ هو مشهور ڌاڙيل هو، جنهن تي ضابطو رکڻ ڏاڍو ڏکيو هو. نوري مون کي بہ ٿر جي غازين وٽ رهڻ لاءِ چيو تہ مان بہ ڏاڍو خوش ٿيس. مان وٽن ويهي ويڙهہ جو فن چڱيءَ ريت سکي پئي سگهيس. هن کي ڪنهن اهم ڪم جو امڪان وڌيڪ هو. ابراهيم هڪ مشهور ڌاڙيل هو، جنهن کي راجا جي ملڪ ۽ انگريزن جي حڪومت ۾ ڦرلٽ ڪرڻ جو وڏو تجربو هو.

عادل تي منهنجي اک بہ ڪانہ ٿي ٻڌي. ڏسڻ ۾ ڏاڍو پوائنتو هو. پڙهڻ ۽ ٽڏڻ ۾ بہ ڏاڍو ملوڪ هو پر سندس ڳالهہ اڙ بہ ڪانہ ٿپندي هئي، پر چوندو هو تہ ابراهيم ۾ ڪا ٿوم ئي ڪانہ آهي. هن ماڻهوءَ جي صلاح سان ان رستي وارن ڪوهن کي بند ڪيو ويو هو جيڪو اڳتي هلي عادل واري علائقي ۾ پهچندو هو. امڪان هو تہ متان فوج ان رستي سان اچي عادل وٽ پهچي. انهن ڪوهن کي مڪمل طور تي پوري سئون ڪونہ ڪيو ويو هو، پر انهن ۾ پنجن ڏهن پرهن تائين سنهون جهنگ ستي متان واري وڏي وئي هئي. ان ڪان سواءِ ورتون ۽ ڀوڪا بہ ڪٽي وجي گهرن ۾ هتيڪا ڪيا هئائون. انهن ٽڙن جي ڀر وارن ماڻهن لڏا پٽي راجپوتن جي ملڪ جي دنگ ويجهو ٽڙن تي وجي اجها اڏيا هئا.

اسان جي جاسوسن اچي اسان کي ٻڌايو تہ هڪ فوجي دستي هٿونگي ڪان ٽر ڏانهن وڌڻ شروع ڪيو آهي. ان ڏينهن هنن ڏهہ ٻارنهن ميل پنڌ ڪيو ۽ هڪ بند ٿيل ڪوهہ کي کولڻ واسطي ترسي پيا. ان سان هوائي جهازن بہ اڳتي وڏي ڪن گهرن تي بم وسايا هئا. ان کان ٻہ ٽي ڏينهن پوءِ انهن جهازن ۾ بندوقون هيون جيڪي ڪوهہ بند ڪرڻ وارن ماڻهن جي متان فائر ڪري رهيون هيون. اهڙيءَ ريت اوير ڏانهن ڏڻ ڪاهي ويندڙ بي گناهہ ڏنارن کي پڻ گوليون هڻي ماريو ويو هو. انهن مان ڪي ماڻهو زخمي ٿيا هئا. ٻہ ٽي اٺ بہ مري ويا هئا. هڪ ڏينهن اسان جي هڪ ٽوليءَ جو بہ وارو آيو جيڪا اسان جي رهائش گاهہ پرسان ڪوهہ بند ڪرڻ ۾ رڌل هئي.

ٻئي ڏينهن اهو فوجي دستو اسان واري ماڳ وٽ بہ پهچي ويو جيڪو اٺن تي سوار هو. اسان جنهار پرسان هڪ ڪوهہ کي ڪليل ڇڏيو هو، جيڪو هڪ ٻہ ميل اتر طرف هو. اهو ڪوهہ پٽ جي ڪڇ ۾ هو تنهن ڪري لڪل هو. اسان جي اڳواڻن جو ارادو هو تہ اتي گڏ ٿي انگريزي فوج تي راتاهو هڻجي. اتفاق سان فوج جو هڪ حصو بند ڪيل ڪوهہ کولڻ لڳو جن کي اسان ٿورو وقت اڳ لٽي چڪا هئاسون. فوج جو ٻيو حصو ڪوهہ جي ڳولا ۾ اڳتي نڪري آيو ۽ اچي جنهار وٽ ويٺو، جتي پاسي سان اسان جي ٽولي گڏ ٿي ويٺي هئي جنهن ۾ اٽڪل پنجاهہ ماڻهو شامل هئا.

ان ڪان پوءِ اسان جي اڳواڻن ۾ بحث شروع ٿي ويو. عادل جو خيال هو تہ هاڻي فوجين جي متان راتاهو هڻي ڪونہ ٿو سگهجي، تنهن ڪري بهتر آهي تہ هتان اٿي ڪيڏانهن ٻئي پاسي هليو وڃجي ۽ ٻئي هنڌ ويهي متن حملي لاءِ رٿابندي ڪجي. ابراهيم جو خيال هو تہ جيڪڏهن اسان هتان مکڻ مان وار جيان ڪسڪي

نڪري بہ وياسون ۽ پلي ڪنهن کي بہ پتو نہ بہ پوي، پر فوج سان گڏ ياڳيا آهن جيڪي اسان جي پيرن ڏسڻ سان پڌائي سگهندا تہ اسان ڪيترا ماڻهو آهيون ۽ ڪهڙي مهل نڪري ويا آهيون؟ ان ڪان پوءِ اسان مٿن ڪڏهن بہ اوچتو حملو ڪري ڪونہ سگهنداسون. هن فوج جو تعداد بہ ٿورو آهي. ڳوهہ کي ڪٿيءَ ڪنيو آهي جو شڪارين جي گهر اچي نڪتي آهي. اسان کي هن اوچتي حملي جهڙو سونهري وجهہ وري ڪونہ هٿ لڳندو.

هٿي جٽا پنهنجي ڳالهہ تي ڳت ڏئي ويهي رهيا ۽ هڪ ٻئي کي تڪو منو بہ ڳالهايائون. ان ڪان پوءِ عادل پنهنجي ماڻهن کي چيو تہ منهنجا غازي نڪري اچو. هي جهيڙي وارڻ جهڙي جڳهہ ئي ڪانہ آهي. اسان چاهيون ٿا تہ فوج اچا بہ اڳتي ٿر ڏانهن وڃي. اسان کي ايرندي پاسي ڪوهن بند ڪرڻ جو ڪم بہ ڪرڻو آهي.

ابراهيم بہ اٿي رڙ ڪري چيو تہ، "جيڪي جنگ جوان ۽ مٿير مڙس آهن سي منهنجي ڪڍ اچن."

ٿوري وقت لاءِ تہ غازي وائڙا ٿي ويا. هر ڪنهن ماڻهوءَ کي ڳالهائڻ جو وارو ملي ويو. ڪي هدايتون ڏيڻ لڳا تہ ڪن وري گاريون ڏيڻ شروع ڪيون. عادل جا ماڻهو سندس ڪڍ لڳي پيا. مان وڃي ٻيءَ ٽوليءَ سان گڏيس، جيڪا جهونڙي ابراهيم جي ٻاهر گول دائري ۾ ڦري بيٺي هئي. هن گجڪار ڪري چيو تہ اٺ اسان لاءِ چڏي وڃو. اوهان پيرين پنڌ بہ وڃي سگهو ٿا. توهان تي خدا جي ڦٽڪار، اوهان تہ حرامي ٻار ۽ ڪاٽر آهيو.

جاسوسن اسان کي اچي ٻڌايو تہ فوجي هڪ ڇڏي ٻيءَ پٽ تان اڪري رهيا آهن. تنهن تي ابراهيم اسان کي هڪدم حڪم ڏنو تہ ويجهي پٽ جي چوٽيءَ جي هڪ پاسي قطار ۾ بيهي وڃون. فوجي بہ ان پٽ ڏانهن وڌي رهيا هئا. اسان فقط پنجويهہ جوان هئاسون. ڏهہ ٻارهن اٺ هئا جن کي ڏانوڻ ڏئي ڪوهہ جي پاسي سان ٻوڙن ۾ ٻيهاريوسون. دشمن فوج جو تعداد بہ اسان جيترو هو. اسان فوجين تي فائر مس ڪيا تہ ڏٺوسون تہ هوائي جهاز اسان ڏانهن وڌي رهيا آهن. جيڪڏهن وقت تي اهي نہ اچن ها تہ پتو نہ آهي تہ الائي ڪهڙي ڏر ڪٽي ۽ ڪهڙي ڏر هارائي ها. هنن هوائي جهازن اسان مٿان هيٺ اچي سيچاٽي (باز) جيان جهٽ هنيون ۽ گولين جو وسڪارو لائي ڏنو. اسان سمجهيو تہ اهي ايترو هيٺ لهي آيا آهن جو پٽ ۾ وڃي گت هڻندا پر تيزيءَ سان اسان مٿان ويجهو گذري ويا. اسان مٿس گوليون هلايون بہ ها تہ ڪيس پٺيان وڃي لڳن ها. ان وقت فوجي بہ اٿي ڏانهن لهي پيا ۽ اسان مٿان جوابي فائرنگ ڪرڻ لڳا. ابراهيم ٽڪرو وڃي ڪين سوڙهو پيو پر ڪري پيو. اسان

جا ٻيا ڪيترا ئي ماڻهو پڻ ڪري پيا هئا. منهنجي خيال ۾ هن لعنتي جهاز اوچتو وچ ۾ پئي اسان کي گهڻو نقصان پهچايو هو. مان هڪ فائر مس ڪيو ته جهاز وري به اسان ڏانهن وڌڻ لڳو.

هاڻي ته اسان جو ڪو اڳواڻ ڪونه رهيو هو تنهن ڪري اسان وٺي پوئتي ڀڳاسون. مان به ٻين سان گڏ هيس. منهنجو خيال هو ته مان وڃي اٺ هٿ ڪيان نه ته اهي والارجي ويندا. حقيقت اها هئي ته اسان جي ڪيترن ساٿين کي اچي سر جي لڳي هئي ۽ ڪانئن اٺ ته وسري ويا هئا. ڏاڍا پيرڙيا هئا. ڪن پڪ هئي هو انن کان اڳ ڊوڙي ڪيڏانهن نڪري ويندا. پنهنجي جوءِ ۾ مان به ڊوڙ ۾ تکو هوس پر هتي واريءَ ۾ پير ته ڦٻي بيهي ڪونه ٿي سگهيا پر تري ته چاوا نپيا هتي هئا.

جڏهن مان بندوق لڙڪائي اٺ جو ڏاوڻ کولڻ لڳس ته گولين جو وسڪارو ٿي پيو. اٺ به وٺي رڙاٽ شروع ڪيا ۽ ٿهي هيڏي هوڏي ڦرڻ لڳو. نيٺ تڙتڪڙ ۾ سندس ڏاوڻ کولي ٽپ ڏئي مٿس چڙهي وينس. هن به اٿڻ ۾ دير ڪانه ڪئي. مهار جهلڻ مهل مون کان کهاڙي ڪري وئي. مان چيو ته ڏوڙ وجي پائي. اڳيان فوجي اچي منهنجي سوڙهو پيا هئا پر پوءِ بيهي رهيا ۽ توري توري وقفي کان پوءِ فائر ڪرڻ لڳا. جيڪڏهن مون تي سڌو فائر ڪن ها ته ماري رکن ها. جڏهن اهي رستي هلندي قطار ڪري هلڻ لڳا ته هو انهن حرن جي ڪڍ لڳا جيڪي پاڻ ۾ گڏجي سفر ڪري رهيا هئا جن ۾ ڪي پيرين پنڌ هئا. مان به پنهنجي مَئي جون اتر – اولهه تي ڪٽي مهارون موڙيون ۽ تيزرفتاريءَ سان اڳتي وڌڻ لڳس ۽ پوءِ دشمن ۽ منهنجي وچ تي هڪ اتاهين پٽ اچي وئي.

# [12]

منهنجو ارادو هو تہ مان اوپر وجي ٻن ساٿين سان ملان پر فوج سندن ڪي
هئي جيڪا گهٽي پنڌ تائين ضرور پيڇو ڪندي. پوءِ آءٌ وڏو وڪڙ ڪري اتر ڏانهن
وڃڻ لڳس ۽ سج لهڻ تائين انهيءَ طرف سفر ڪرڻ لڳس. ڦيريائين تہ مون کي پاٽيءَ
جو ڪو اڪيلو الڪو ڪونہ هو ڇاڪاڻ تہ چڙهڻ مهل پاٽيءَ جي هڪ ڀريل کلي
اٿ جي اڳيئين پاسي لڙڪي رهي هئي، پر منهنجو ان وقت هيانءُ هٿن مان ڇڏائجي
ويو جڏهن ڏٺم تہ اها خالي هئي. مان سمجهان ٿو تہ جڏهن مان اٺ تي لانگ ورائي
ڀاڄ ڪئي تہ شايد ڪنهن فوج جي گولي اچي کلي ۾ لڳي هوندي. ان ڪان سواءِ
ٻن ٽن ڏينهن ڪان ڪجهہ گرمي بہ وڌي وئي ۽ پورب جي گهاڙ گهلي رهي هئي. دل
۾ چيم تہ جيڪڏهن ڪو ڪوهہ ڳولهي لهي نہ بہ سگهيس تنهن هوندي بہ اجا
سوجهرو آهي. رات بہ خير سان ڏکي سکي گذري ويندي. موسم آهر ٽڊ بہ آهي.
اڄ بہ ايڏو ڪونہ ستائيندي. ٻئي ڏينهن ڏاگهو ڪنهن نہ ڪنهن ڪوهہ وٽ هلي
رسائيندو جيڪو بند ٽيڻ ڪان بچي ويو هوندو. عادل بہ اها ئي ڳالهہ ڪئي هئي اتر
پار ڪي ڪوهہ بند ڪونہ ڪيا ويا آهن.

ٽِڪر ويل آءٌ مئي جي مهار واريءَ بدران ڏهر ڏانهن موڙي. گهٽي پنڌ ڪان پوءِ
بہ مون کي ڪو ڪوهہ اک تي ڪونہ چڙهيو. اوسي پاسي سنهو جهنگ جام هو.
تنهن ڪري سوچيم تہ رات هتي رهي پوان. ڏاگهي کي ڏانوڻ ڏئي ڪٽي جهنگ ۾
ڇڏيندس تہ پيو چرندو. مان بہ ليٽي ڪجهہ آرام ڪيان. ٺر جي واريءَ جهڙو
ڪنٺرو ۽ ڪومل تہ ڪو هنڌ بسترو ٿيندو ئي ڪونہ آهي. اڄ آنڌ مانڌ لائي ڏئي
هئي سياٽڪيءَ اڄ جو اڇي اڏڪو لڳو. سو انهيءَ هورا ڪورا ۾ جيءَ کي جپ ئي
ڪونہ آئي. ٻئي ڳالهيون هيانءُ ڪائي رهيون هيون. اميد هئي تہ ٻوٽن تي ماڪ
پوندي اها ڇٽيندس پر پورب جي گهاڙ پئي گهلي تنهن ڪري ماڪ جو ذرو بہ
ڪونہ پيو. وڏو اسرهو جو اٺ تي لانگ ورايم. اٺ جون مهارون ڪٽي ڊريون ڪيم
جيڪو پاڻ هرتو پئي هليو. جڏهن پوئتي موٽڻ جي پئي ڪيائين تہ مهار کي سوگهو
ٿي ڪيم، نہ تہ اٺ پنهنجي مرضيءَ سان پئي هليو. هو ڏهر ڏيون اتر – اوپر هلڻ
لڳو. سج ڪني ڪڏي تہ ٿي وڻ ڏسڻ ۾ آيا. ان ڪان علاوه مال جا ڇيٽا ۽ رند بہ

ڏسڻ ۾ آيا. هتا تہ ڪٿي پراڻا پر آسرو ٿيو تہ ويجهو اوڏو ڪاٽي ڪوهہ آهي. اٺ جي رفتار ڪي وڌايم. ٿورو اڳتي وڌيس تہ ماڻهن جا تازا پير ڏٺم.

دل ۾ چيم تہ ميان سائين رکيا! ڪجهہ ڊرو ٿيءُ. تنهنجن ساٿين ڪي هن ماگ تائين فوج پهچڻ جو ڊچ هوندو. ڪين تنهنجي اچڻ جو تہ وهم گمان ئي ڪونہ هوندو.

منهنجي پيرن هيٺان ڄڻ ڌرتي ڇڏائجي وئي. سامهون پوريل ڪوهہ ڏسڻ ۾ آيو جنهن ۾ وٹن جا ٽڙ، سنهون جهنگ ستيل ۽ مٿان واري ڊڪيل هئي. مان ماڻهن جا تازا پير ڪنيو ڏهر ڏيون اتر – اوپر وڌڻ لڳس. مون ڪي پڪ ٿي وئي تہ هتي سڀ ڪوهہ بند ڪري ڇڏيا آهن. تنهن ڪري مان اٺ جي مهار اتر ڏانهن موڙي ۽ تيزرفتاريءَ سان اڳتي هلڻ لڳس. سج مٿي چڙهيو تہ مون ڪي بہ اڃي اڃ ورائيو ۽ پؤ ٿيو تہ اها اڃ نهوڙي نيندي تہ ڪٿت ناهي. ڏهر جي پاسي کان هڪ اتاهين پٽ هئي جنهن تي چڙهڻ کان اٺ لهرائي رهيو هو. مان مهار ڪي موڙي اٺ جي پاسن کي اڃي بندوق سان ڪٽيم. مس ڪري چوٽيءَ تي پهتس ڄڻ آسمان جي چوٽيءَ تي چڙهي بيٺو هوس. اها بہ پرواهہ ڪونہ ڪيم تہ مٿان دوست دشمن ڏسندو هجي ۽ بيءَ ڏهر ڏانهن وڌڻ لاءِ ڪاهي ساڄي اک وڌائي ڏٺم پر ڪٿي بہ ڪوهہ جو ڪو اهڃاڻ ڪونہ مليو. گهڙي ڪن بيهي رهيس ۽ انهن ڏکن ڏوجهرن بابت سوچڻ لڳس جيڪي آءٌ هن جوءِ جي سج ۽ ويراني بابت ٻڌا سٽيا هئا. ڪنهن راجڙ مون کي ٻڌايو هو تہ ناٺائو کان پوءِ پندرهن ميلن تائين رڳي سج آهي جتي هڪ بہ ڪوهہ ڪونہ آهي، پر ناٺائو نالو ٻڌايو هئائين يا ڪو ٻيو....

دل ۾ چيم تہ اهو پوريل ڪوهہ ناٺائو وارو ٽڙ تہ نہ آهي؟ مون کي هتان جي هر ماگ ۾ ڪو فرق ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿي آيو. سڀ ڄڻ ساڳيا هئا. هتي تہ ڪنهن پانڌي ملڻ جو بہ امڪان ڪونہ هو جنهن کان وسنديءَ تائين پهچڻ جو ڪو ڏس پتو پڇجي. پاڻ کي پٽڻ لڳس تہ انهيءَ مڙهي ابراهيم سان بہ ٽي ڪلاڪ ويهي بيوقوفيءَ جو ڪم ڪيم ۽ ويٺي حسن جي ڏاڙن جون ڳالهيون ٻڌم. جيڪر عادل جي ماڻهن سان گڏجي ڪوهہ پورڻ واري ڪم سان هليو وڃان ها تہ ڏاڍو چڱو هو. انهيءَ ڪن ڪليل ڪوهن جو تہ پتو پئجي وڃي ها. آءٌ انهيءَ سوچ ۾ ٻڏل هوس جو پويان هوائي جهاز جو آواز ٻڌم جيڪو اوپر طرف وڃي رهيو هو. مان ڪيس سج جي تيز روشنيءَ ۾ گم ٿيڻ تائين ڏسندو رهيس.

دل ۾ چيم تہ ناري ۽ سنڌو درياهہ وارو سڪيو سٽابو علائقو تہ اولهہ پاسي آهي. ناري جو وهڪرو بہ گجگوڙ ڪندو وهندو هوندو. جتي ٿڌي پاڻيءَ جون

وسيع ڊنڊيون پڪڙيون پيون هونديون. پوءِ مون اٺ کي اڙي هڻين ۽ هو ڏکي لاهوندي تان لهندو ويو. جڏهن ڏهر ۾ پهچي ميي جي مهار ڪاهي طرف موڙيم ته هو گهَه ڪري بيهي رهيو ۽ وٺي رڙاٽ ڪرڻ شروع ڪيائين. گهٽائي دڙڪا دهمان ڏڪ ۽ ٻيا وس ڪيم پر ڏاگهو هڪ وک به اڳتي ڪونه وڌيو. رهندو به ٽڪجي پيس. ٿوري ماٺ ڪيم ته اتاهين پٽ ڪري پنهنجي آواز جو پڙاڏو ٻڌم جيڪو گهڙيءَ ڪان پوءِ ٽڙ جي ماٺ ۾ گم ٿي ويو. مون کي ياد آيو ته اٺ کي ضرور پتو پئجي ويو هوندو ته اولهه پاسي ميلن تائين پاڻي ڪونه آهي. تنهن ڪري هو اڳتي وڌڻ کان ٽپري هٽي بيٺو آهي. پوءِ سندس مهار ڍري ڪيم جاڏي وڻيس تاڏي هلي. فقط اڳتي وڌڻ لاءِ پيرن جي ڪڙين سان سندس پاسن ۾ اڙيون هڻڻ لڳس.

ان ڪان پوءِ اسان اڻ ڪٽ ڏهر ڏٺي اوپر – اتر ڏانهن هلڻ لڳاسون. جڏهن کوهه ڏانهن ويندڙ پير چارا نظر آيا ته وري ڪجهه دل کي آسرو ٿيو. اٺ به پاڻ هرتو هڪ پير چاري سان لڳي پيو ۽ اهو رند وٺي پٽ اڪري هن پار ٿيو. پٽ جي چوٽيءَ تان مون کي ٻه ٽي چوُنرا نظر آيا جيڪي هڪ ٻي پٽ جي چوٽيءَ تي اڏيل هئا. وچ واري ڏهر ۾ ڪنڊن جا ٽلها وڻ موجود هئا. ان هوندي به مون کي ڪو گهٽو آسرو ڪونه هو. مرشد کي پٺي ٻاڌايم ته پير سائين شل اهو کوهه به بند نه هجي.

مان به کوهه جي ان پاسي ڏانهن هلڻ لڳس جيڏانهن کوهه مان پاڻي ڪڍڻ وارن جانورن جا پير وڃي رهيا هئا. اندازو لڳايم ته اهو کوهه ڇهه ويهون هٿ اونهو هو. مان کوهه جي پرسان نهيل آواڙي ويجهو لهي پيس ۽ جهٽ کوهه ۾ هيٺ ليئو پائي ڏسڻ لڳس. هيٺ اونداهي هئي. ٿوري وقت کان پوءِ هر چيز چٽي ٿي پئي. پاڻيءَ جي بوءِ به محسوس ڪرڻ لڳس. هڪ ڪانيءَ جي ٽڪري هيٺ اڇليم جيڪا کوهه جي پاسن سان ٽڪرائجي هيٺ هلي وئي. ان ڪاني جي پاڻيءَ ۾ ڪرڻ کان اڳ مون اپ جو پرتوو ڏسي ورتو جيڪو ماڻهوءَ جي پنهنجي پرتوي ۽ محبوب جي صورت کان وڌيڪ سهڻو هو. چوڏاري نهاري ڏٺم ته کوهه مٿان منيون نه ڪتيون بيٺيون هيون پر پٿونر ڪونه هو. مون کي پاڻيءَ جي ٻوڪي جي ته ضرورت ڪانه هئي. مون کي آواڙو ته پرٽو ڪونه هو. سمجهيم پٺي ته اج ايتري آهي جو ساري ٻوڪي پي پوءِ ساهه پٽيندس. مون کي ته ننڍڙي ٻوڪي ۽ ورت جي ضرورت هئي جنهن سان راهه ويندا مسافر پاڻي ڪڍندا آهن. مون کي هڪ راڄڙ دوست ٻڌايو هو ته ٿر جو اهو مقدس قانون آهي ته پاڻيءَ ڪڍڻ جون اهي شيون کوهه جي پاسي ۾ رکيون وينديون آهن ۽ اهي استعمال جوڳيون هونديون

آهن، پر هاڻي تہ جنگ آهي، تنهن ڪري انهيءَ مقدس اصول کي ختم ڪيو ويو آهي. مان ٿڌي سيني سان ويهي سوچڻ لڳس تہ هي ڪوهہ بند تہ ڪونہ ڪيو ويو آهي، پر ورت ۽ ٻوڪو لڪائي رکيو ويو آهي پر اهي ڪٿي هئڻ کپن؟ ڪنڊيءَ جي لامن ۾ ڏنم. اٺ بہ انهيءَ ڪنڊيءَ کي روڙي کائي رهيو هو. ان کان پوءِ ٻين ٻوٽن ۾ وات هڻي رهيو هو. آواڙو ڏنم سو بہ آلو هو. مان اهي ڳالهيون ياد ڪرڻ لڳس تہ ٽر جي غازين هن جنگ لاءِ ڪهڙا بندوبست ڪيا آهن؟ ڪوهہ جي چوڌاري ماڻهن ۽ مال جا پير بہ تازا هئا. ٻڪريءَ جي هڪ ٽولڙي ڪٿي پيجي ڏنم تہ اها بہ آلي ۽ سائي هئي. ان کان پوءِ منهنجيون اجايل اکيون پٽ جي چوٽيءَ تي ٺهيل چؤنرن ڏانهن ڏسڻ لڳيون.

مان اٺ کي ڏانوڻ ڏئي تڪڙو تڪڙو پٽ تي چڙهي ويس. پهريون چؤنرو بلڪل خالي هو. گهر جي واري واري فرش ۾ هٿ هڻي ٻوڪي ۽ ورت کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪيم پر ڪجهہ بہ ڪونہ لڌو. گهر جي ڇت ۾ جاچم جتي راڄڙ گهٽو ڪري پنهنجيون بندوقون رکندا آهن پر اتي بہ ٻوڪو ۽ ورت ڪونہ هئا. ٻئي چؤنري ۾ نڪر جا خالي ٿانو پيا هئا ۽ صندوق ميرن ڪپڙن سان ڀري رکي هئي. چوٿين چؤنري ۾ موجود چلهہ جي رک ٺڦوليم جيڪا اجا ڪوسي هئي. اتان ٻاهر نڪري چوڌاري واجهايم. سمجهيم تہ ماڻهو بہ ويجهو اوڏا هوندا. سوچيم تہ انهن جي مون تي نظر هوندي. پٽ تي چڙهي زور سان سڏ ڪيم:

ساٿيو پير سائين پاڳاري جي صدقي. مان حر فقير آهيان، منهنجي مدد ڪيو. مان مري رهيو آهيان. ويجهي اوڏي فوج بہ ڪانہ آهي.

ڪنايم تہ ڪجهہ بہ ٻڌڻ ۾ ڪونہ آيو. موٽي وري ڪوهہ ڏانهن آيس. اٺ وٽن مان وات ڪڍي مون ڏانهن گهورڻ لڳو. سندس اکين ۾ منهنجي لاءِ چڻ نفرت هئي. سندس ڇپاڙي هيڏي هوڏي ڦري رهي هئي. جيڪڏهن بندوق ۾ هٿ هجي ها تہ مٿس فائر ڪريان ها. اهڙي خيال اچڻ مان سمجهي ورتم تہ مون تي چريائي غلبو ڪري وئي آهي.

پوءِ آءٌ ويهي رهيس ۽ سوچڻ لڳس تہ جيڪڏهن ماڻهو ۽ مال ڪٿي ويجهو اوڏو موجود آهن تہ اهي پاڻيءَ سانگي سج لٿي کان اڳ ضرور ڪوهہ تي ايندا. سو آءٌ انهيءَ آس ۽ آسري تي هڪ وڻ جي انڌيءَ منڊيءَ ڇانو هيٺان ويهي رهيس. مان پنهنجيون ڪاوڙ ۾ ٻرنديون اکيون ڪٿي هر هر سج ڏانهن تڪي رهيو هوس تہ الائي ڪڏهن ٿو لهي؟ پر سوچيم تہ هو چڻ هيٺ لهڻ کان بان ڪري هڪ جاءِ تي ٽڪ ٻڌي بيهي رهيو آهي. نيٺ هو وڃي الهنديءَ پٽ جي چوٽي تي جهڙڪڻ لڳو. مان

مٿي چڙهي بيهي رهيس ۽ بيوسي ڏيکارڻ لاءِ پٽڪو لاهي هٿ ۾ ڪيم جيڪو واريءَ گاڏڙ تيز هواءِ ۾ ڦڙڪندو رهيو. هيڏي هوڏي ٽڙندو ۽ ٻانهون لوڏيندو رهيس پر ڪوبہ ماڻهو نظر ڪونہ آيو. وري مون وڏي آواز ۾ سڏ ڪيا. پر سڪل چپن ۽ نڙيءَ مان آواز نڪري ڪونہ ٿي سگهيو. پوءِ موٽي کوهہ ڏانهن آيس.

مون کي ياد آيو تہ پٽڪو ڦاڙي چيوٽون پاڻ ۾ ڳنڍي هڪ ورت جوڙي ان ۾ پنهنجي ڪلي ٻڌي کوهہ مان پاڻي ڪڍي سگهجي ٿو. اها ڦاٿل تہ هئي پر پوءِ بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ پاڻي تہ ملي ويندو. منهنجو پٽڪو ويهہ هٿ ڊگهو ۽ هڪ هٿ ويڪرو هو. مان پٽڪي جون چيوِٽيون ڪيون جيڪي آگوٺي جيترين ويڪريون هيون. ڪپڙو سٺ وڙ جو ڪونہ هو تنهن ڪري ان جو ڦاٽ سڌو ڪونہ هو پر جيئن تيئن ڪري پٽڪو ڦاڙي چيوٽون پاڻ ۾ ڳنڍي مڙئي جڏي سڏي ورت ٺاهيم. پوءِ اها ڪٽي پاڻي ڪڍڻ وارن نشانن سان ماپي ڏٺم تہ ڪجهہ ڪُٽي پئي. پوءِ قميص جو ڪجهہ حصو ڦاڙي انهيءَ سان ڳنڍيم ۽ بعد ۾ ڪليءَ واري رسيءَ سان ان کي ٻڌم. سمجهيم تہ هاڻي پورت ٿي ويندي. مان اها ورت تڪڙ ۾ ۽ نهايت سچيتائيءَ سان ٺاهي هئي. ڪليءَ کي هيٺ کوهہ ۾ لاٿم سمجهيم اها پاڻي کي ڇهي رهي آهي ۽ پرجڻ شروع ٿي آهي. پوءِ مون کي اچي هي ڇؤنرا ڪؤنرا لڳي تہ متان ڳنڍ ڇڙي وڃي يا ڪٽان ڇڄي پوي. گهڙيءَ ڪن لاءِ تہ ڪجهہ بہ نہ ٿيو ۽ ورت کي مٿي ڇڪيندو رهيس. ڪليءَ جي ڦاٿل جاءِ وٽان پاڻي وهي کوهہ ۾ ڪرڻ جو ڪڙوال ڪن تي پئجي رهيو هو. ڪلي مٿي اچي اٽڪي پئي. ماٺ ڪري بيهي رهيس ۽ هوريان هوريان ڪري ڇڪڻ لڳس. پر ڇڏائجي نہ سگهي. پگهرجي پاڻي ٿي ويس ۽ ورت کي ڍلو ڇڏيم، هڪ پير ۽ هڪ هٿ جي آڌار تي ٿورو هيٺ جهڪي ويس ۽ ٻئي هٿ سان ڪليءَ کي ڦيرائي اٽڪ مان ڇڏايم. پوءِ تہ ورت جو ننڍڙو ٽڪڙو منهنجي هٿ ۾ هو ۽ ڪليءَ کوهہ جي پاسن سان ٽڪرائجي ڌو وڃي کوهہ ۾ ڪيو ۽ پاڻيءَ ۾ ڇيڙڪو ٿي ويو. کوهہ جي منهن مان ٻاهر ٿي بيٺس ۽ مٿي تي هٿ ڏئي بيهي رهيس تہ متان ميڄالو ٻڙڪي مٿي مان ٻاهر نڪري اچي. هڪ وڏي تڪليف محسوس ڪيم ۽ سمجهيم تہ آءٌ الائي ڪيترو وقت زنده رهندس. پر ايترو احساس ضرور هــو تہ آءٌ اجا بہ سوچي ويچاري سگهان ٿــو. سچ لهي چڪو هو. هير گهلي رهي هئي. پر ان ۾ ايڏي ٺڌاڻ نہ هئــي. دل ۾ چيم تہ جيڪڏهن منهنجيون ڪوشــون ڪامياب نہ ٿيون تہ ڇو نہ مان هيٺ کوه ۾ لهي وڃان.

ان ڪان پوءِ مون کوه ۾ هيٺ لهي وڃڻ جي ڪوشش ڪئي. سمجهيم تہ

ڪوهہ سوڙهو پڌل آهي ۽ مان ٻانهن ۽ ڄنگهن جون ٽڏون ڏئي هيٺ لهي ويندس. پر اهو ويڪرو هو. جڏهن مان واسي تي پير رکيو تہ منهنجي ٻار ڪان ڇڄي هيٺ ڪرڻ لڳو. محسوس ڪيم تہ ڪسڪي آءُ هيٺ ڪري رهيو آهيان ۽ مون سان گڏ مٽي ۽ واري بہ هيٺ ڪوه ۾ ڪرندي. جيڪڏهن آءُ ڪوهہ جي تري ۾ جيئرو بہ وڃي پهتس تہ ڪريل مٽي ۽ واري پاڻيءَ کي ڍڪي ڇڏيندي ۽ آءُ بہ پورجي مري ويندس تنهنڪري هڪ نئون خوف مون تي ڇانئجي ويو. ڪوشش ڪري ڪوه مان ٻاهر نڪري آيس ۽ ڪوه مٿان ويهي سهڪڻ لڳس. ان وقت سمجهيم تہ ڇريائي جو جن مون ۾ واسو ڪري ويو آهي. پر مان پنهنجي سگهہ سان ان کي پوئتي ڀڄائڻ ۾ سوڀارو ٿي ويس ۽ سوچڻ لڳس تہ ميان سائين رکيا پٽ واليڏنا! تو ۾ اجا سوچڻ ويچارڻ جي سگهہ آهي. تون غازي آهين ۽ اڳي ئي موت جي ڀاڃي مان گذري چڪو آهين. تون ڪجهہ غور ۽ ويچار ڪر پير سائين تنهنجي مدد ڪندو.

مون کي معلوم ائين ٿيڻ لڳو تہ جيڪڏهن مون عقل کان ڪم ورتو تہ زنده بچڻ جا ڪيترا موقعا موجود آهن. ڪوه جا مالڪ صبح جو هن جي خبر چار لهڻ ضرور ايندا. هاڻي تہ مان پنهنجا پير بہ سڃاڻڻ جهڙو نہ رهيو آهيان. پر اٿ پوئتي هلي جنهار ضرور پڇائيندو. جيڪڏهن مان هن وقت اوڏاهن سفر شروع ڪندس تہ رات جو پنڌ هٽي اتي مان جيئرو پهچي سگهان ٿو. ٽين ڳالهہ تہ جيڪڏهن اتر طرف هلبو ۽ ڪنهن ڪوهہ ڏانهن ديان نہ ڪبو تہ ترين غازين واتان پڌل خيرپور ميرس جي هڪ نہ هڪ ڍنڍ وٽ ضرور پهچي سگهجي ٿو. هيءَ رياست انگريز حرن جي لڳولڳ آهي. مان سمجهان ٿو تہ رياست جي حد هتان کان گهٽو پري بہ ڪانہ هوندي. مون جنهار ڏانهن موٽڻ جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن اتي فوج موجود هوندي تہ اها مون کي اول قيد ڪندي ۽ پوءِ پاڻيءَ ڍڪ ڏيندي. اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ اهي بہ ڪوهہ پوري ڪيڏانهن هٽي پاسي هليا ويا هجن، پوءِ تہ هتان کان بہ وڌيڪ خراب حالت ٿيندي. موٽي هلي وري ساڳي جاءِ پهچڻ مان ڪهڙو فائدو. دل ۾ چيم تہ جيڪڏهن مرٽو آهي تہ مون کي پير سائينءَ جو مريد ٿي مرڻ گهرجي. منهنجي وفاداريءَ ۽ جان نثاريءَ مان مون کي ان لائق سمجهي جو پنهنجي ڪا مدد موڪلي. ائين چئي مان پنهنجي بندوق ڪلهي ۾ وڌي، اٿ جا ڏانوڻ ڪولي ڪيس هيٺ ويهاريم ۽ لانگ ورائي مٿس چڙهي ويٺس. ڇري ڪائي هاڻي چڱو تازو توانو ٿي چڪو هو ۽ ڏاڍي سهڻي نموني هلڻ لڳو. منهنجيون اکيون ڏاڍيون گرم ۽ ٽڪل هيون پر ان هوندي ڏرو تاري کي سڃاڻي پئي سگهيس ۽ مئي جي مهار بہ ڪٽي اوڏانهن موڙيم.

رات ڪاري هئي. انهيءَ دوران ڇا ٿيو ڇا نہ ٿيو؟ تنهن جي پروڙ مون کي ڪانہ آهي. مان اڌ چريو تہ اڳي ئي ٿي چڪو هوس. منهنجيون اکيون ڏروءَ تاري ۾ هيون جيڪو ڪڏهن ويجهو ۽ ڪڏهن پري هٽي رهيو هو. ڪڏهن منجهس ايتري تيز سهائي هئي جو اکيون ڪيريون ٿي پيون هيون. جن ٻوڙن ۽ ٻوٽن مان آءٌ گذري رهيو هوس سي ٻنهي پاسن کان ڇڻ تہ نچي رهيا هئا. مون اٺ جي ڍڳهيءَ ملس ۾ هٿ قابو ڪري وڌا هئا. سمجهيم پئي منهنجي جيءَ ۽ نڙي سڪي وئي هئي پر ساهہ کڻڻ جو سلسلو اڃا بہ جاري هو.

مان ٻڪرين جي ٻيڪڻ تي ڇڻ تہ گهريءَ ننڊ مان جاڳي پيو هوس ۽ اٺ هڪ ڪوهہ پرسان بيٺو هو جيڪو مان سمجهان ٿو تہ پوئتي ڇڏي آيل ڪوهہ کان مختلف هو. اوير پاسي کان اڀ هوريان هوريان پنهنجو رنگ بدلائي رهيو هو. ڏنم تہ ٻڪريون بہ سڃيون پڇيون هيون جيڪي چوڌاري گڏ ٿي ويون هيون ۽ اک ڦاڙي مون ڏانهن ڏسي رهيون هيون. اهي بہ ڏکويل آواز ۾ ڇڻ پاڻي پاڻي پڪاري رهيون هيون. اٺ بہ منهنجي هشائڻ کان سواءِ پاڻ ويهي رهيو. مان لهي تہ ڪونہ پئي سگهيس پر اٿي ويهي رهيس ۽ خوش قسمتيءَ سان پنهنجي صحيح جاءِ تي ويٺو هوس. مون کي اڃا بہ سرت هئي ۽ سمجهي ويس تہ هتي بہ ٻوڪو ۽ ورت رکيل ڪونہ آهي. پاڻي ڇڪڻ وارو پيچرو ڏسي اندازو لڳايم تہ هي ڪوهہ بہ اونهون آهي. دل ۾ چيم تہ توهان جا مالڪ حڪمن جي فرمانبرداريءَ ۾ پڄي هليا ويا آهن. مان انهن جو اوسيئڙو ڪري ڪونہ ٿو سگهان. جيڪڏهن مون وٽ کهاڙي هجي ها تہ توهان مان ٻن يا ٽن ٻڪرين جو ڳچيون ڪپي توهان جي ڪوسي ڪوسي رت سان پنهنجي اڃ اجهايان ها. مون ۾ ايتري سگهہ ڪانہ هئي جو پنهنجي هٿن سان اوهان جون نسون چيري سگهان. ان وقت مون کي پنهنجي بندوق ياد آئي. اهڙي يادگيري اچڻ بہ عجيب هئي پر مون کي تہ هن وقت سخت ضرورت هئي، تنهن ڪري شرمندگي محسوس ڪرڻ نہ گهرجي. مان اٺ تان هيٺ لٿس. بندوق پريم. ويجهي ٻڪريءَ جي ڳچيءَ تي رکيم ۽ فائر ڪيم. ٻڪ جهلي رت سان چپ آلا ڪيم ۽ پوءِ پيئڻ لڳيس. زخم کي آڱرين سان کولي وڌيڪ رت پيئڻ جي ڪوشش ڪيم. اهو رت حلال ڪونہ هو پر اميد اٿم مون کي اهو گناهہ معاف ڪيو ويندو. منهنجو پيٽ پرجي ويو. ڪجهہ ساهہ پيو ۽ زنده بچڻ جي ڪجهہ اميد ٿي پئي. پڪ ٿيم تہ ماڻهو پنهنجيون ٻڪريون ڳولهڻ لاءِ هتي ضرور ايندا.

اوچتو واچوڙي جيان سٽڪو ٿيو ۽ هوائي جهاز تيزرفتاريءَ سان وڻن مٿان اڏامندو اوير ڏانهن هليو ويو. ٻڪريون ٿهي وٺي ڀڳيون. منهنجو اٺ بہ ڇرڪ کائي

وٺي ڀڳو، ڇاڪاڻ تہ مون کيس ڏانوڻ ڪونہ ڏنو هو پر ڪبڙ پرسان بيهي چرڻ لڳو. مون کي چڱيءَ ريت سڌ هئي تہ منهنجي زنده بچڻ جو دارومدار هن جانور تي آهي. جيڪڏهن هو گهڻ ڪري بيهي رهيو تہ مون ۾ کيس ڪاهڻ جيتري بہ سگهہ ڪانہ آهي. ياڳ ڀلا هٿا جو هو هش هش ڪرڻ تي ويهي رهيو. مان لانگ ورائي مٿس ويهي رهيس. هو تڪڙو ڀڄڻ لڳو. مان سندس مهارون ڇڪي مٿس ضابطو رکي ڪونہ تي سگهيس ڇاڪاڻ تہ مون ۾ ايتري سگهہ ئي ڪانہ رهي هئي. مون کي اچرج هو تہ مان سندس ڀڄڻ تي ڪري ڇونہ پيس؟ منهنجي حالت ڏاڍي خراب هئي. جڏهن مون پاڻ سنڀاليو تہ سج گهٽو مٿي چڙهي آيو هو. پورب جي گهاڙ گهلڻ شروع ڪيو ۽ اڏامندڙ واريءَ مون کي ڏاڍو تنگ ڪيو هو. هن وقت مون ۾ جيڏانهن ڪيڏانهن هلڻ جي طاقت هئي پر هڪ خيال جي ڪري مون اتر ڏانهن وڃڻ پئي چاهيو.

ٿوري وقت کان پوءِ هڪ اهڙي جوءِ آئي جيڪا مون کان وسري وئي هئي جنهن هن وقت منهنجو ڌيان ڇڪائي ورتو هو. مون کي محسوس ٿيو تہ مان هاڻي مڪمل ڇريو تي ڇڪو آهيان. مون کي هر پٽ ۽ هر ڏهر ۾ سنهي جهنگ ۽ جهنگ جي ٻوٽين جا ٿُها ٿها ڏسڻ ۾ آيا ۽ هي پٽ مون کي ناري جي ڪُن جيان ٿرندي ڏسڻ ۾ آئي. ان کان سواءِ اهي ايتريون چمڪي رهيون هيون جو منهنجيون اکيون سندن روشني کان ڪيريون تي پيون هيون. مون کي اهو بہ محسوس ٿيڻ لڳوتہ هتي تي ڪابہ اوڀڙ ڪانہ آهي. سمجهڻ لڳس تہ اهو رڃ وارو ڏيک آهي. اهو ڏيک مون کي پنهنجي علائقي ۾ بہ ڏسڻ ۾ ايندو هو. ان وقت منهنجي دل رڙ ڪئي، اتر! اچا بہ اتر. ان وقت سج منهنجي پنئين پاسي هو. سندس روشني ۾ اڏامندڙ سنهي واري ڪري ڦڪانجي تي ڏسڻ ۾ آئي.

پاڻي! پاڻي!!

مان اٺ کي بي خبريءَ ۾ اهڙي ڏهر ۾ وڃي هنيو جنهن جي پاسن ۾ ڏُٻڻ واريون پٽون هيون. اتان جي واري ڏاڍي سنهي هئي ۽ هوا ۾ ائين اڏامي رهي هئي جڻ خراسان کان گهلندڙ هوا تي پمپاس گاهہ (Pampas grass) اڏامڻ شروع ڪندو آهي. ٿوري وقت کان پوءِ ڏٺم تہ اٺ پنهنجا داڦوڙا واريءَ مان ڏاڍي زور سان ڪڍي رهيو هو ۽ هلندي هلندي آخر بيهي رهيو. مون کيس اڳتي وڃڻ لاءِ اڙيون هنيون تہ هو رڙاٽ ڪري اهڙيءَ واريءَ ۾ ويهي رهيو جيڪا ڏاڍي نرم ۽ هلڪڙي هئي. هيٺ لٿس تہ واري جو نمونو ڏسي خبردار ٿي ويس تہ اها ٻيءَ واريءَ کان وڌيڪ سنهي هئي ۽ مان بہ گوڏن تائين واريءَ ۾ لهي ويس. منهنجيون ڄنگهون بہ

گوڏن تائين هيٺ لهي ويون. مان جتي هيس اتي ئي بيهي رهيس ته جيئن زور لائي هن واريءَ مان پاڻ کي ڇڏائجي. ان سان گڏ مٿي به نهاريم ته اکين ۾ ڏسڻ جي سگهه آهي يا ختم ٿي وئي آهي؟ معلوم ٿيو ته اکين ۾ نظر موجود آهي. ڏهر به هڪ اوچيءَ ۽ ايڪيري پٽ تائين هلي دنگ ڪيو هو، جنهن جي واري ڏاڍي چمڪيلي هئي جنهن جي چوٽيءَ تي هوا جي ڪري گاهه لڏي لمي رهيو هو. پوءِ مون ان پٽ ۽ اٽ ڏانهن گهوري ڏٺو جيڪي سچا پچا هئا ۽ انهن تان نظرون هٽائي ڇڏيم. مان هوش ۾ هجڻ وقت آخري لفظ هي چيا هئا ته "منهنجا پساهه هتي پورا ٿيڻا آهن. منهنجا مرشد! جيڪڏهن تون منهنجي زندگي بچائيندين ته اها به مان تو تان صدقي ڪري ڇڏيندس." منهنجا دوست! مان توکي چا ٻڌايان ته منهنجي مرشد ۾ وڏي طاقت آهي. مان تنهنجي آڏو آهيان ۽ تون منهنجو ڳالهائڻ ٻڌين ٿو. اهو به سمجهه ته مان موت کان بچي ويس. اها ڪرامت ٿِئي لاءِ نه، پر هن ناچيز فقير لاءِ فقط پاڳاري ڪري ڏيکاري. مان توکي ٻڌايان ٿو ته اها ڪرامت ڪهڙي نموني ظاهر ٿي؟ بي سڌ ٿي وڃڻ ڪري سڪرات جي سختي جڻ گهٽ ٿي وئي هئي. سمجهيم پئي ته هاڻي موت جو فرشتو اچي پهتو آهي. هن پيو پيرو هٿ کان وٺي لوڏيو. معلوم ٿي رهيو هو جڻ اهو منهنجي روح کي موٽائي هن دنيا ۾ وٺي آيو هو. مون بيهوشيءَ ۾ ٻڌڪيو:

پاڻي!

"هائو! پاڻي موجود آهي تون ته پنهنجو وات به کولي ڪونه ٿو سگهين."

مون کي احساس ٿيو ته منهنجن پڪوڙيل ڏندن وچان ڪا شيءِ وات ۾ وڌي وئي آهي. مون کي محسوس ٿيو ته مان جيئرو آهيان. ڪو رحمت جو فرشتو هو جيڪو منهنجي وات کي هوريان هوريان ڪري کولڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي جنهن کي مون بند ڪري ڇڏيو هو. پهريون ڍڪ پريم ته ڏاڍو سور محسوس ٿيو. ٻئي ڍڪ پرڻ سان آرام اچي ويو. مان ته جلديءَ ۾ چڱو ڀلو ٽيڻ پئي گهريو. منهنجي بچائيندڙ پراڻن ڪپڙن ۾ هڪ نوجوان ڇوڪري هئي، جنهن جي منهن مان ٻاجهه، ڪا هورا ڪورا ۽ خوشي ڀهڪي رهي هئي. هن مون کي هن وقت تي گهڻو پاڻي پيئڻ ڪونه ٿي ڏنو، پر هڪ ڍڪ پيئڻ کان پوءِ ڳلي ڪسي ٿي ورتائين. مان کيس گهڻي پاڻي ڏيڻ لاءِ منٿون ڪري رهيو هوس پر هن ٿورو ٿورو ڪري پاڻي ڏيڻ پئي گهريو. نيٺ مون کيس چيو:

"تون مون کي گهڻو پاڻي ڇو نه ٿي ڏئين؟"

چاڪاڻ ته جيڪڏهن تون گهڻو پاڻي پيئندين ته بيوقوف! تنهنجو پيٽ ڦاٽي

پوندو، پر تو منهنجي ٻُڪي ڪي ڇو ماريو؟“

”تنهنجي ٻُڪي ڪي؟“

”ها! منهنجي اڇي ٻڪري. اڇي رنگ ڪري مان ان ٻڪريءَ کي ٻُڪي سڏيندي هيس.[1] تو ان کي گولي ڇو هنئي؟“

”مون کي تہ ڪا خبر ئي ڪانہ پئي. ان وقت مان پريشان هوس.“

”مان سمجهان ٿي تون ان وقت چريو هئين. ڇا تون سدائين چريو هوندو آهين؟“

”ماڻهو پريشانيءَ ۾ ائين ڪندو آهي؟“

”اڃو هوس. مون وٽ پاڻي ڪونہ هو.“

ان کان پوءِ مان کيس پنهنجي ڀڄڻ جي ساري ڳالهہ ڪري ٻڌائي. هوءَ مون کي ٿورو ٿورو ڪري پاڻي ڏئي رهي هئي ۽ وچ وچ تي سوال بہ پڇي رهي هئي.

”اهو کهڙو کوهہ هو؟“

”مون کي ان کوهہ جي نالي جي خبر ڪانہ آهي.“ مون کيس وراڻيو. پوءِ هوءَ ان کوهہ جي اوسي پاسي بابت سوال ڪرڻ لڳي ۽ چيائين تہ، ”اهو کوه تہ نہ آهي؟“

تنهن تي کيس وراڻيم تہ، ”مون اهڙو خيال ڪونہ ڪيو پر ان جي پرسان ڪندين جا وڻ هئا. باقي مون کي ٻيو ڪجهہ بہ پتو ڪونہ آهي.“

هوءَ مون ڏانهن ائين ڏسي رهي هئي جڻ چوندي هجي تہ تون چريئي هجڻ سان گڏ اکين کان بہ انڌو هئين. ان کان پوءِ چوڻ لڳي تہ:

”پوءِ تون ”وارهايو“ ڏانهن ڇو نہ نڪري وئين؟“

”مون کي خبر ڪانہ هئي تہ اهو کهڙي طرف آهي؟ پر جيڪڏهن مون کي خبر هجي ها تہ بہ اهو معلوم ڪونہ هو تہ اهو بند ڪيو ويو آهي يا نہ؟“

”پر وڏيري تہ سيني کي ٻڌائي ڇڏيو آهي.“

”تون جيڪي نالا ٻڌائي رهي آهين انهن کان آءٌ بلڪل بي خبر آهيان..مان تہ هن لعنتي جوءِ کان واقف ئي ڪونہ آهيان.“

”تون هن کي لعنتي جوءِ تو سڏين؟ هن جوءِ ۾ کهڙي اوڻائي آهي؟ هيءَ تہ منهنجي جوءِ آهي. سرڪار منهنجي هيءَ جوءِ تباه ڪرڻ ٿي چاهي. تون هيڏانهن ٻچي اچڻ کان پهريائين دشمن مان ڪنهن کي قتل ڪيو؟“

---

1. هي سنڌي لفظ خوشبو يا سڳند جو مفهوم ڏئي ٿو. اهو هڪ خوشبودار ٻوٽي جو نالو بہ آهي، جيڪو وارياسي علائقي ۾ ٿيندو آهي.

”مون ڪوشش ڪئي هئي. مون کي پتو ڪونہ آهي تہ انهن مان ڪو مئو يا نہ؟

”هيءَ بندوق ڏاڍي سٺي آهي. تون چوين ٿو تہ مان پير سائين جو مريد آهيان. مون کي بہ پڪ آهي تہ تون فقير آهين. مان تنهنجي پيرن جي نشانن مان ئي سهي ڪري ورتو هو تہ تون اوپرو ماڻهو آهين.“

”اهو ڪيئن؟“

”تون اسان جيان گهمي ڪونہ ٿو سگهين. مون کي ٻڌايائون تہ تون بيمار آهين. ان ڪري مان تنهنجي ڪڍ لڳي پيس. مون سمجهيو تہ جيڪڏهن تون مري ويو هوندين تہ پنهنجي ٻئي جي بدلي ۾ هي اٺ ملي ويندو. تون هيڏانهن هوڏانهن ڦري نيٺ هتي اچي پهتين.“

”مان ڪوهن مان پاڻي هٿ ڪري ڪونہ سگهيس. مون خيال ڪيو تہ جبي واري ڍنڍ ڏانهن وڃان. هيءَ ميرن جي رياست واري ڍنڍ واري جوءِ آهي يا نہ؟“

هوءَ منهن پاسي ڪري اچي کلڻ لڳي ۽ چوڻ لڳي تہ، ”چو؟ توکي خبر آهي تہ اها ڪٿي آهي؟“

”مون کي تہ ڪا خبر ڪانہ آهي.“

”اها هڪ ڏينهن جي پنڌ تي ڏکڻ اوڀر آهي. پر تو جهڙي گڏهہ کي ان طرف ٻڌائڻ مان ڪهڙو فائدو؟ مان سمجهان ٿي تہ تون ڪڏهن ”دِرهن“ جو نالو ڪونہ ٻڌو آهي؟“

”دِرهن ٿر جي اها خطرناڪ جوءِ تہ نہ آهي جتي واريءَ جي ڏهڻ ٿيندي آهي. ان جوءِ ۾ پيٺل بلا بہ جام ٿيندي آهي جيڪا ننڍ پيل ماڻهوءَ جو ساهہ ٻي ويندي آهي. مان هڪ ڇوڪري بہ ٻڌي آهي تہ دِرهن ۾ رڳو موت رهندو آهي.“

”پر پوءِ بہ تون سڌو اچي هنن دِرهن ۾ پيئين. تون بہ ڪو عجيب ماڻهو آهين. تو ”دِرهن“ بابت ڪي ڪوڙيون ڳالهيون بہ ٻڌيون آهن. هتي واري ۾ ڏُهڻ موجود تہ آهي، پر اها اڻ واقفن لاءِ خطرناڪ آهي. ٻيو تہ هيءَ واري ٻيءَ واريءَ کان صفا سنهي هوندي آهي ۽ اهڙيون ٻئون ڏکڻ – اولهہ طرف هونديون آهن ۽ انهيءَ پاسي کان ايڪپريون بہ ٿينديون آهن ۽ دِرهن تي انهيءَ پاسي کان اٺ چڙهي بہ ڪونہ سگهندا آهن. عقل وارو ماڻهو ائين ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪونہ ڪندو آهي، سو تو جڏهن اٺ اچي دِرهن ۾ هنيو تہ مون سمجهيو تہ تون چريو بہ آهين.“

”هائي تہ مان چريو ڪونہ آهيان، پر تنهنجي واهر کان سواءِ جڻ اجا بہ مان بيهوش آهيان.“

”نہ، ائين تہ نہ آهي پر توکي اڃا بہ وڌيڪ پاڻيءَ جي ضرورت آهي. تو پاڻي پي ڪلي اڃي پوري ڪئي آهي. تون هتي ترس تہ مان هيءَ ڪلي ڀري اچان.“
”مان توسان گڏجي نہ هلان؟ مان سمجهان ٿو تہ ويجهي ۾ ويجهو کوھہ بہ ٻہ ٽي ميل پري هوندو. تون مون سان اٽ تي ٻيلھہ ويھہ تہ جھٽ وڃي کوھہ تي پھچنداسون.“
”مان کوھہ تي ڪانہ ويندس. دِرهن جو اهو ڳجھہ آهي تہ پاڻي هتي موجود آهي پر اها ڄاڻ هجي تہ اهو کھڙي قسم جي جاءِ وٽان هٿ لڳي سگھندو؟ اهڙيءَ جڳھہ جي اسان کي سڌ آهي ۽ اها هڪ حقيقت بہ آهي. تون ڪو ڀؤ نہ ڪر. تنھنجو مون تي ويساھہ نہ آهي ڇا؟ مان پاڻ پير سائينءَ جي مريدياڻي آهيان ۽ ڪڏهن بہ توکي ڇڏي ڪانہ ويندس. اصلي اڪ ڇنيءَ ۾ موٽي تي اچان. مان تر ڄائي آهيان، منھنجي ڳالھہ مڃ، تون ڪو ٻار ڪونہ آهين، ڪجھہ ننڊ ڪر. ائين نہ ٿئي جو مان پاڻي ڀري اچان تہ تون اڃا بہ چريو هجين.“ ائين چئي هوءَ هلي وئي. مان اڃا بہ ڪمزور هوس. مون کي اڃا بہ پڪ ڪانہ هئي تہ اها ڇوڪري آهي يا منھنجي واهر لاءِ ڪو فرشتو اچي نڪتو آهي. مون کي سڪون اچي ويو هو. مان سمجهان ٿو تہ مون کي گھڙيءَ کن لاءِ ننڊ اچي وئي هئي. هوءَ وري بہ اچي منھنجي آڏو بيٺي هئي ۽ ڀريل ڪليءَ مان پاڻي ڏئي رهي هئي.
مون ڪانئس پڇيو تہ ڇا هي زم زم جو پاڻي آهي؟ ڇاڪاڻ تہ هي ڏاڍو مٺو ۽ ٿڌو پاڻي هو، اهڙو مون پنھنجي ساري زندگيءَ ۾ ڪڏهن پيتو ئي ڪونہ هو. ڇا تون حور تہ نہ آهين؟ مون توکي ڀھريائين ڏسڻ سان تہ ائين سمجهيو هو. مان سمجهان ٿو تہ مان جڏهن جيئرو هوس تہ غازي هيس. پر هيءَ تہ عجيب قسم جو بھشت آهي.“
”مون کي لڳي ٿو تہ تون مڪمل چريو ٿي پيو آهين. پر پاڻي واقعي بي انتها سٺو آھہ. جڏهن ڪو ماڻھو هي پاڻي پيئندو آهي تہ اسان جا کوھہ کيس ٻاڙا لڳندا آهن. اهو چوڻ صحيح آهي تہ اها هڪ ڪرامت آهي. اهڙو پاڻي نقط دِرهن ۾ ملندو آهي ۽ ڏيڻ جي ويجهو هوندو آهي. جيڪڏهن سالن جا سال مينهن نہ بہ وسي تہ هتي اهو پاڻي موجود هوندو آهي. اسان جا وڏڙا هن پاڻيءَ لاءِ مختلف ڳالھيون ٻڌائيندا آهن. ڪي چوندا آهن تہ قديم زماني ۾ هڪ نبي سڳورو اچي مصيبت ۾ ڦاٿو هو، جنھن جي تر جي ماڻھن مدد ڪئي هئي. کيس سڃاڻيندا بہ ڪونہ هئا. پاڻيءَ جو اهو ڳجھو وسيلو کين ۽ سندن پوين کي انعام طور ڏنو هئائين. ڪي چوندا آهن تہ هتان ڪڏهن سندو درياھ وهندو هو جنھن کي تو ڪڏهن ضرور ڏٺو

هوندو، پر هتان جي ظالم راجا جي ڪري پنهنجو وهڪرو بدلائي ويو ۽ هي سارو ملڪ واري بنجي ويو. اسان جي وڏن عرض ڪيو تہ راجا جي ظلم ڪري اسان متان ڪاوڙ نہ ڪئي وڃي، پر ڪجهہ رحم بہ ڪيو وڃي. پوءِ سنڌوءَ جي هڪ ڇاڙهہ واريءَ هيٺان لڪي وهڻ لڳي."

جنهن وقت هوءَ ڳالهائي رهي هئي تہ اٺ تي پنهنجا هٿ گهمائي رهي هئي ۽ سائنس ائين ڳالهائي رهي هئي جيئن ماءُ پنهنجي ٻار سان ڳالهائيندي آهي. اٺ بہ ان پيار کي محسوس ڪري ورتو ۽ پاسو بدلائي اٿي بيهي رهيو. پوءِ کيس مهار کان وٺي پڪي قسم جي واريءَ تي ويهاريائين. هن مون کي بہ اٿاريو ۽ اٺ تي چڙهڻ ۾ مدد ڪئي. هن ڇوڪريءَ اڳ ۾ ئي اٺ جي مهار کي ورتو ۽ اسان ڊِرهن کي ڇڏي ڪوهہ واري سڌي رستي سان هلڻ لڳاسون. رستي ۾ مون کانئس پڇيو تہ، "تون منهنجي پويان ڇو آئينءَ؟" هن ٻڌايو تہ، "مان راڄڙ ڇوڪري آهيان ۽ اسان "سيتاراهو" ۾ رهندا آهيون. اسان جي چڱي مڙس حڪم ڪيو تہ ڪي ڪوهہ اسان جي ڪوهن جيان ڪليل رهڻ گهرجن پر فوج کي ايندو ڏسي ٻوڪو ۽ ورت آواڙيءَ کان هڪ قدم پري پوريا وڃن، تہ جيئن پاڻي پيئندڙ مال جا پير ڪوٺي ۽ وري ڊڪيل جڳهہ جي نشانن کي ڊاهي ڇڏي. اها فوج اسان جو مال راجا واري ملڪ ڏانهن هڪلي ويندي آهي. ٽي ڏينهن ٿيا آهن جو منهنجو ٻيءُ مري ويو آهي. مان کيس دفن ڪرڻ لاءِ ملان کي وٺي وئي هيس. مون کي دير ٿي وئي هئي تنهن ڪري ٻڪرين کي ڪلهہ صبح جو پاڻي پيارڻ ۾ دير ٿي وئي هئي. ڪوهہ تي پهچي ڏٺم تہ ويچاري ٻئي مئي پئي هئي جنهن کي گولي لڳل هئي. مون ڏسڻ سان ڀهريائين سمجهيو تہ منهنجي ٻڪري سرڪاري فوج ماري آهي، جيڪا خطرناڪ مشين تي چڙهي هوا ۾ اڏامندي آهي. اها فوج ڪڏهن اسان جي پاڙيسرن جي مال تي گوليون هلائي انهن کي ماري ڇڏيندي آهي. پر مون جلد ئي پوءِ تنهنجا ۽ اٺ جا پير ڏٺا ۽ خالي ڪارتوس بہ نظر آيو. منجهي پيس تہ معاملو ڇا آهي؟ پوءِ سمجهيم تہ تون چريو آهين. پوءِ سوچيم تہ انهيءَ اٺ کي هٿ ڪرڻ لاءِ تنهنجي ڪڍ لڳان. مون کي خوشي آهي جو تون جيئرو آهين. مون توکي ٻڪريءَ جو خون بہ بخشيو ڇاڪاڻ تہ مان سمجهان ٿي تہ تون ان وقت ڏاڍو پريشان هئين ۽ توکي خبر ڪانہ هئي تہ تون ڇا ڪري رهيو آهين؟"

اٺ ڏاڍي چڱي نموني هلي رهيو هو. مون کي شرم محسوس ٿي رهيو هو جو آءُ مٿي اٺ تي سوار هجان ۽ هڪ ڇوڪري مهار ڇڪيندي هلي. ان کان پوءِ هن اٺ ڏانهن نهاريو. کيس هشائي منهنجي آڏو ٿي ويهي رهي. ان وقت اڄ ختم ٿي

وئي هئي، پر بک ستائي رهي هئي ڇاڪاڻ تہ مون پورن ٽن ڏينهن کان گرهہ بہ کونہ کاڌو هو. مون ڪيس ڏاڍي نماڻائي سان اهڙو عرض ڪيو. تنهن تي هن عجيب ڇوڪريءَ پنهنجي گنديءَ جي پلو ۾ ٻڌل ٻاجهري جي ماني مون کي ڇوڙي ڏني جيڪا سندس ڪلهي تي رکيل هئي. مان اڃا بہ ڪمزور هوس. اٽ جي هلڻ ڪري هيڏانهن هوڏانهن لڏي رهيو هوس. اهو ڏسي هن چيو تہ، ”منهنجي چيلهہ ۾ ياڪر وجهي سوگهو ٿي ويهہ. مون ڪيس ياڪر پاتو ۽ سوڙهو ٿي سائس گڏجي ويهي رهيس. سندس وارن مان اهڙي بانس آئي جو مان آپي مان نڪري ويس. مان پنهنجا هٿ مٿي ڪري سندس ڏُڪن ۾ وڌا ۽ سندس ڳڇيءَ ۾ هوريان چڪ وجهي ويهي رهيس. هن منهن موڙڻ کان سواءِ مون کي چيو تہ، ”هاڻي مان تنهنجي ۽ تون منهنجو آهين. مان توکي ڏسڻ شرط دل ۾ چيو تہ جيڪڏهن تون جيئرو هوندين تہ مان توسان ائين محبت ڪنديس جهڙي ريت تون هاڻي مون سان پيار ڪري رهيو آهين.“

# [13]

منهنجي ان ننڍڙي فرشتي جو نالو حياتي هو جنهن منهنجي ڏاڍي سار سنڀال لڌي. هوءَ يتيم ڪنواري ڇوڪري هئي. ان وقت تازو بالغ ٿي هئي. تو سندس ڳالهين مان اندازو ڪري ورتو هوندو تہ اها ڏاڍي بهادر، ڏاهي ۽ ڪيترين عورتن ڪان سياڻي هئي. مون کي تہ ائين معلوم ٿي رهيو هو تہ هوءَ ڪيترن مردن کان وڌيڪ مرداڻي آهي. مون هن سان گڏ گذاريل وقت ڏاڍو سٺو سمجهي رهيو آهيان. اهو بہ نہ سمجهہ تہ مان هن کي وساري ڇڏيو آهي. نہ، تون مون تي ڪلين. پر مون کي پڪ آهي تہ جيڪي ماڻهو پير سائين جا صدق دل سان مريد آهن ۽ ان جي مقصد واسطي هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهن، تن کي بهشت کان اڳ هن دنيا ۾ ئي بهشت ملي ويندو. پير سائينءَ جي مقصد واسطي مان گهٽو ڪجهہ پوڳي چڪو آهيان. مون ڪيس محبت ڪرڻ سيکاري هئي. مان پنهنجي تجربي جي آڌار چئي سگهان ٿو تہ هوءَ مڪمل ڪنواري هئي. پنهنجن جذبن ۾ بہ انهن عورتن کان گهٽو وڌيڪ هئي جن سان مان گڏ گذاري چڪو هوس. هن ٿر واري زندگيءَ بابت مون کي گهٽو ڪجهہ ٻڌايو هو. مون کي ٻار سمجهندي هئي. ڪڏهن ٺٽدي ۽ ڊيرج وان ڏسبي هئي. ڪڏهن وري منهنجي ڊرائي ۽ اڻ ڄاڻائي ڪري ڪاوڙجي بہ ويندي هئي. ڪڏهن هوءَ مون تي کلندي بہ هئي. يعني سائين رکئي پٽ واليڏني تي جيڪو پير سائين جو مشهور مريد هو. مان ڪيس ڏاڍو پيار ڪندو هوس. هوءَ بہ ڇڻ مون تي اکين ڇڪن هئي.

اسان هلندا وڃي ٻڪرين وٽ پهتاسون جيڪي آرام سان ويٺيون هيون. پوءِ اسان منزلون ڪندا ڪين اڳتي ڪاهي وياسون. سفر دوران هن مون کي چيو تہ، "اسان ماسيءَ ڏانهن هلي رهيا آهيون جيڪا راجا جي ملڪ ۾ رهندي آهي. منهنجي ماءُ بہ اتي ڄائي هئي. جبي واري ڍنڍ اسان جي رستي کان پري آهي، پر مان توکي اها ضرور ڏيکاريندس جنهن لاءِ ڪشالا ڪڍڻ وارو هئين منهنجا پيارا."

اسان ان ڍنڍ تي سج لٿي مهل پهتاسون. چوڌاري ڳاڙهيون پٿون هيون. وچ تي اها ڍنڍ جواهرن جيان جهرڪي رهي هئي. مون اتي سچا پچا وڏا وڻ، گاهہ ۽ پن ڏٺا. ٺڏڙي هير پئي گهلي. دل ڏاڍي خوش ٿي. حياتيءَ کي چيم تہ، "منهنجي

پياري اڳتي نہ هل. بس گهڙي ڪن تہ هتي ترسون."

تنهن تي هن وراڻيو تہ نہ، هتي ميون جي سرڪار جي چوڪي آهي جتي هو چاڻ پهتا. اهي فوجي هيڏانهن بہ اچي سگهن ٿا. ڪجهہ فوج اتر ڪان وڏي هيڏانهن پڻ اچڻ واري آهي، پر جنهن جڳهہ ڏانهن مان توکي وٺي وڃي رهي آهيان. اها ايڏي سهٽي ڪٽي ڪانہ آهي پر محفوظ ضرور آهي."

سومهٽي جي ماڻيءَ ڪان پوءِ هن دونهون ڪيو ۽ پنهنجو هنڌ بہ دونهين واري طرف وڇايو. مان اها ڳالهہ غير ضروري سمجهي پر هن چيو تہ گهٽي وقت ڪان پوءِ توکي اها ڳالهہ وسري وئي هوندي تہ مان توکي دِرهن ۾ موت ڪان بچايو هو. اسان ڪليءَ جاءِ بہ سمهي پئي سگهياسون، پر هتي سمهڻ ڪري توکي هيءَ ڳالهہ ضرور ياد ايندي تہ مون دونهون ڪري توکي جبي جي مڇرن ڪان ڪائڻ ڪونہ ڏنو هو."

مان سندس ان ڏاهپ کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيس. دل ۾ چيم تہ ڪيس ڪو جواب ڏيان تنهن ڪري چيومانس تہ، "تر وارن لاءِ اهي مڇر تہ واقعي پوائتا هوندا پر مان مکيءَ چائو آهيان. اتان جا مڇر بہ گهٽ ڪونہ آهن، پر انهن کي مان تہ ڪنگهندو بہ ڪونہ آهيان، ليڪن بيا ماڻهو هڻ کي پنهنجي قسم جو چيتو سمجهندا آهن." "واه واه. چڱو هاڻي مون ڪان ڏار ٿي سمهہ." هن چيو.

مون پنهنجي وس ڪان ڪونہ گهٽايو پر آرام سان سمهڻ چڻ منهنجي لاءِ وڏو عذاب هو. مان ساري رات اهو عذاب ڀوڳيندو رهيس. اهڙي ڳالهہ تہ مون ممڪن ئي ڪانہ سمجهي هئي چاڪاڻ تہ مون پانيو پئي تہ ايڏي هواءِ ۾ مهان ويجهو ئي ڪونہ ايندا. صبح ٿيو تہ منهن سڄي دبو ٿي پيو ۽ هٿ بہ ڳاموسڄي پيا هئا. اهو ڏسي هوءَ مون کي چيڙائڻ لڳي. پوءِ اتي ڊنڊ جي ڪناري سان بيئل هڪ ٻوٽي پٽي آئي جنهن کي مهٽي ان جي رس منهنجي منهن ۽ هٿن کي لاتائين. تڏهن مس وڃي جيءَ کي جپ آئي ۽ ڪاڏ بہ گهٽ ٿي.

راجا جي ملڪ ۾ سندس ماسيءَ جو گهر هڪ ڪوهہ تي ٻن ٽن چوڻرن تي مشتمل هو. ڪوهہ جو پاڻي انگريز حد واري ڪوهن ڪان گهٽو ٻاڙو هو. ملڪ سڄون ۽ ويران لڳو پيو هو. واري بہ ڪجهہ تلهي ۽ رنگ ۾ ڦڪانجي هئي پر مان ڏاڍو ريان ڪيان هوس چاڪاڻ تہ مان محبت ۾ گرفتار هوس. خوشيءَ جي ڳالهہ اها بہ هئي تہ حياتيءَ جا مائٽ مون مٿان اول گهول پئي ويا ۽ ڪنهن بہ قسم جو سوال ڪونہ ٿي ڪيائون چاڪاڻ تہ اهي سمجهي چڪا هئا تہ مان سنڌ جو ڪو اهم غازي آهيان ۽ سرڪار جنهن جي رت جي پياسي هئي. ماڻهو پروسي جوڳا هئا. حياتيءَ جي مرضي هئي تہ هن نئين ملڪ ۾ مان پنهنجو نئون نالو سڏايان. هن

مون کي چيو تہ مان توکي پنيلٽو ڪوئيندس چاڪاڻ تہ منهنجا پيارا مان توکي ڳولي لڌو هو. مان سندس اها ڳالهہ بہ قبول ڪئي تہ مان جوڻيجو آهيان، جيڪي ٺر ۽ سنڌ واري ايراضيءَ ۾ تمام گهڻا آهن.

حياتيءَ جي چوڻ تي مان هڪ جدا چؤنرو ناهي ورتو هو جيڪو اسان ٻنهي جو گهر هو ۽ ٻين گهرن کان وڌيرڪو هو. مون سياري جا سيءَ هتي سندس ڏڻ جي پيداوار تي گذاريا. اسان ٻيلا ۽ ڇيليون واپارين کي ڏيندا هئاسون. اهي وري ڪين ڪاهي سوين ميل پري ڪاساين کي ڏيندا هئا. مون کي ٻاجهريءَ جي ماني ڏاڍي وڻندي هئي. حياتيءَ کي ان مانيءَ پچائڻ جو ڏانءُ هو. ان کان سواءِ هيءَ ٿوهہ جي پيٺل ٻج جي ماني بہ ڏاڍي سٺي پچائيندي هئي، جنهن کي مان ڪوڙو زهر سمجهندو هوس. منهنجو خيال هو تہ اهو تمام گهڻو ڪوڙو آهي جنهن کي ڪاڏي ۾ ڪم آڻي ئي ڪونہ ٿو سگهجي.

هن سال راجا جي ملڪ ۾ مينهن بہ ڏاڍو وسيو هو تنهن ڪري انگريز حدن جا ڪيترا ئي ماڻهو ظلم کان لڏي اچي هن ملڪ ويٺا هئا. جتي ڏاڍو ڏرت ۽ ڏڪار هو. ان سال هتي ماڪڙ بہ ڏاڍا ٻچا ڪيا هئا. حياتيءَ مون کي ٻڌايو تہ جيڪڏهن پرن ڄمڻ کان پوءِ بہ هو هتي رهي پيا تہ هتان جي هر شيءِ ڪائي ويندا چڏيندا. ان وقت تائين انهن کي وري اسان ڪائيندا رهندا آهيون. مون انهيءَ ڳالهہ کي خراب سمجهيو ۽ چيومانس تہ انهن کي ڪائڻ حرام آهي تنهن تي هن سنڌ جو پهاڪو ڪم آندو ۽ چيائين تہ سٽن بکن کان پوءِ هر شيءِ حلال هوندي آهي.

مان سندس چوڻ تي هڪ ٿيلهو ڪٺي ويندو هوس ۽ پري موٽي ايندو هوس. هوءَ وري انهن کي صاف ڪري ڏنڊي ڪونڊي ۾ ڪٽي ليئي ٻٽائيندي هئي. بعد ۾ مون کي معلوم ٿيو تہ اهو ڏاڍو طاقتور کاڌو آهي.

ڪڏهن ڪڏهن اهي خبرون پيون پونديون هيون تہ حر جماعت ۽ پير سائينءَ جي دشمن وچ ۾ جهيڙو چوٽ تي چڙهيل آهي. ڏاڍ ۽ ڌڪاءَ جي باهہ مير جي رياست ۽ انگريزن جي حدن ۾ جاڏي ڪاڏي پکڙجي وئي آهي. جڏهن اها جاڻ ملي تہ انگريزن جي فوج ۽ انجنيئر ڪنگري پهتا آهن ۽ انهن دارونءَ سان ڌماڪا ڪري محلات ۽ قلعو ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيو آهي تہ منهنجو رت بہ ابرڻ لڳو. هن درگاهہ کي هٿ ڪونہ لاتو هو. اهڙيون ڳالهيون ٻڌي سنڌ وڃڻ لاءِ اوڪڙو ويٺو هوس. انهيءَ دوران اها بہ جاڻ ملي تہ وريام فقير مٺي کوهہ کان موٽي اچي هتان کان ويجهو رهڻ لڳو آهي. تنهن ڪري مان سندس حڪم لاءِ وٽس هليو ويس. هن

چيو تہ سندس ۽ محبت فقير جو فيصلو آهي تہ ٿوري وقت لاءِ طوفان جو زور پڇڻ تائين ماٺ ڪجي. هن وڌيڪ ٻڌايو تہ انهيءَ ڪري مان گل خان نظاماڻي کي اهو ڏسڻ لاءِ مڪيءَ موڪليو آهي تہ منهنجي حڪم جي سختيءَ سان پابندي ڪئي وڃي ٿي يا نہ؟

معلوم ٿي رهيو هو تہ جنرل اهڙيون اشتعال انگيزيءَ جون ڳالهيون ڪري حرن کي ڪاوڙائي ميدان ۾ آڻڻ چاهي ٿو تہ جيئن سندس فوجين کي قتل ڪرڻ جو موقعو ملي وڃي. پر اسان کي پنهنجي سگهہ کي محفوظ ڪري ڪنهن سونهري وجهہ جي تاڙ ۾ ويهڻ گهرجي.

هن پنهنجي خيال جو اظهار هن ريت ڪيو تہ سرڪار کي اهو تصور بہ ڪونہ آهي تہ هن قلعي جي سرن ۽ پٿرن واري پٽ ڏاهي حر جماعت جي وفاداري ۽ جان نثاري ۽ اڏول عزم جو هڪ نهايت سگهارو ڪوٽ اڏي ڇڏيو آهي جنهن کي ننهن چوٽيءَ جي زور لائڻ کان پوءِ بہ ناس ڪري نہ ٿو سگهجي.

سندس چيل هنن ڳالهين مان چڱيءَ ريت سمجهي سگهجي ٿو تہ هيءُ محبت جون چيل ڳالهيون ورجائي رهيو آهي، چاڪاڻ تہ ڪيس اهڙي اعليٰ قسم جي سوچ ويچار ڪرڻ جي اهليت ئي ڪانہ هوندي آهي.

مون حياتيءَ کي ٻڌايو هو تہ مون کي پير سائين جي هڪ سپاهي طور ڪم ڪرڻ لاءِ پوئتي موٽي وڃڻو پوندو. هن منهنجن اندر جي اڌمن کي محسوس ڪري ورتو هو ۽ چيو هئائين تہ هوءَ منهنجي ان دلي خواهش جي ڪڏهن بہ مخالفت ڪانہ ڪندي. هن وڌيڪ چيو تہ پيارا! مان تہ هن باري ۾ ڪجهہ چئي ڪانہ ٿي سگهان، پر وقت کي ڏسجانءَ ۽ پنهنجي بهادريءَ ۽ جذبن جو اجايو زيان نہ ڪجانءِ جهڙيءَ ريت تون هاڻي ڪري رهيو آهين.

پوءِ اسان هڪ ٻئي جون ڳالهون قبول ڪيون. ٿوري وقت کان پوءِ پتو پيو تہ سرڪاري ماڻهن وريام فقير کي ڳولي ورتو آهي ۽ ڪيس جهلي ورتو آهي. اهڙيون ڳالهيون ٻڌي مون کي سنڌ ڏانهن موٽڻ سٺو نہ لڳو. مون کي اهو وهم گمان بہ نہ هو تہ هڪ ڏينهن مون تي اهو الزام بہ مڙهيو ويندو تہ پوليس کي وريام جي ڪڏ مون لاتو هو جنهن جي آءُ بچو بادشاهہ جي پٽ هجڻ ڪري تمام گهڻي عزت ڪندو هوس. مون توکي سڀ ڳالهيون ٻڌايون آهن جن مان توکي سارو حال معلوم ٿي ويو هوندو تہ جيڪڏهن مان حر جماعت سان دشمني ڪريان ها ۽ سرڪاري عملدارن کي خوش ڪريان ها تہ مون کي وريام فقير کي قتل ڪرڻ جو سٺو موقعو هو.

انگريزن جي مارشل جو ڪيس ۽ ڪلور راجپوتن جي هن ملڪ ۾ ڪونہ هو. ان هوندي بہ اسان راءِ صاحب جي ماڻهن جي ڏوس ڏمر کان بچي ڪونہ ٿي سگهياسون. هڪ پرپاسي جو پٽيل مون وٽ آيو جيڪو پاڻ بہ پير سائينءَ جو مريد هو. ٿوري اليڪ سليڪ کان پوءِ هن مون سان زماني جون ڪيتريون ڳالهيون ڪيون ۽ پوءِ آخر ۾ چيائين تہ سنڌ ۾ مارشل لا جو زور آهي. تنهن ڪري مائيءَ جا نڪر بہ لڏي اچي اسان واري پاسي ويٺا آهن. اهي مون کي بيچاري رهيا آهن تہ تون سنڌ جو مشهور ڌاڙيل آهين ۽ مون کي تنهنجي خلاف سرڪار کي اطلاع ڪرڻ گهرجي.

تنهن تي مون ڪيس ڪاوڙجي چيو تہ، "سائين! انهن نڪرن مون کي نہ ڪڏهن ڏٺو آهي ۽ نہ وري ڪڏهن ڪين ڏسڻ جو ڪو اتفاق ٿيو آهي. مائيءَ جو نالو تنهنجي واتان ٿو ٻڌان، پر مان يقين سان چوان ٿو تہ راجپوت ڪافر درگاهہ جي هڪ جان نثار نوڪر کي دغا سان گرفتار ڪري انگريز عملدار کي خوش ڪرڻ گهري ٿو. جيڪو سنڌن پاڙي ۾ ماٺ ڪيو ويٺو آهي."

منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي ٿورو ڪنگهيو ۽ پريشان ٿي مون کي مختلف انداز ۾ چوڻ لڳو تہ، "جيڪڏهن ڳالهہ ائين آهي تہ هو مون کي ٻڌائڻ بدران سڌو وڃي حاڪم کي اطلاع ڪن ها، جيڪو هنن جيان راجپوت آهي. هو مون کي چڱيءَ ريت سڃاڻيندا آهن تہ مان پير سائين جي جان نثار مريدن مان آهيان. ڪڏهن هو پاڻ بہ راڄڙن ۽ ٻين جي پرسان وڃي ويهندا آهن، جيڪي اسان جي مرشد جا مريد آهن. مون کي پڪ آهي تہ اهي سنڌن دشمني سر تي کڻڻ ڪونہ چاهيندا پر مان توکي هڪ نيڪ صلاح ٿو ڏيان شايد تون هن ملڪ جي رواج کان واقف ڪونہ آهين. جڏهن ڪنهن ٻئي ملڪ جا ماڻهو ڪنهن ڏک سور کان لڏي اچي راجا جي ملڪ ۾ ويهندا آهن تہ ڪين هن ملڪ جي ڪامورن کي سوکڙيون پاکڙيون ڏيندا آهن. سو مان توکي ڏس ٿو ڏيان تہ تون بہ هتان جي ڪامورن کي سوکڙيون ڏئي جند آجي ڪر. تون منهنجو مهمان آهين. مان توکان پنهنجي لاءِ ڪا بہ شيءِ وٺڻ ڪونہ ٿو چاهيان. هي ڏاڍو سخت ماڻهو آهي. تون سمجهہ تہ وري دربار کي خوش ڪندو. اها بہ سيني کي خبر آهي تہ سنڌ جا ڪيترا معزز ماڻهو دنگ اڪري هيڏانهن آيا آهن. اسان سنڌن آجيان ڪريون ٿا پر جن نڪرن جي مان توسان ڳالهہ ڪئي تن پن چري ادا ڪئي آهي. جيڪڏهن توکان ڪجهہ بہ وصول نہ ڪيو ويندو تہ هو مٺو پائيندا. سو ادا پنيلدا! اصل ڳالهہ اها آهي. مون کي معاف بہ ڪجانءِ پر اڳتي هلي توکي معلوم ٿيندو تہ توکي بہ ٻين جيان هلڻ چلڻ گهرجي تہ پلو."

مون کيس وراڻيو تہ، ”ادا تنهنجو حڪم اکين تي. حال حبيبان پيش پريان. سو حال آهر ضرور پير پربو. ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ وڃي سندس سلام پربو.“ منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي هو مرڪيو ۽ موڪلائي هليو ويو.

حياتي ٻڪريون چاري موٽي آئي تہ مون کيس الف کان وٺي ي تائين ساري ڳالهہ ٻڌائي. تنهن تي هوءَ چوڻ لڳي تہ، ”اهو مڙهو ٻڌو بہ ماٺ رهڻ لاءِ چار ڏوڪڙ وٺڻ آيو هو. مان هاڻي ٿورا گهڻا پئسا گڏ ڪريان ٿي. پر اهي تون پنهنجي نالي نہ ڏيندين. جيڪڏهن اهي پئسا تنهنجي نالي ڏبا بہ تہ مون کي وڏيڪ ڀن پرٽو پئجي ويندو.“

مون کيس چيو، ”مون کي ڳالهہ ٻڌاءِ اصل قصو ڇا آهي؟“ تنهن تي هوءَ چوڻ لڳي تہ، ”ٻڌُو توکي قرڻ جي ڪوشش نہ ٿو ڪري يا تنهنجي اوپرائيءَ مان ڪو فائدو وٺڻ نہ ٿو چاهي. هي ملڪ سنڌ جيان شاهوڪار نہ آهي، جتي انگريز سرڪار جي هر ڪاموري کي سٺي پگهار ملندي آهي. تو ٻڌايو تہ مختيار ڪار کي، جيڪو منهنجي خيال موجب هڪ وڏو ڪامورو آهي، پورا بہ سو روپيا ماهيانو پگهار ملندي آهي. پر توکي هيءَ ڳالهہ ٻڌي اچرج ٿيندو تہ هتان جو حاڪم بہ مختيار ڪار جيترو وڏو عملدار آهي. پر هتان جي سرڪار کيس سنڌ جي مختيارڪار جي پگهار جي ڏهين پتي جيتري پگهار بہ مس ڏيندي آهي. پر پوءِ بہ اهي قلعن ۾ رهندا آهن ۽ شاندار ڪپڙا پائيندا آهن. اٺ گهوڙا بہ پلا ڌاريندا آهن. مهمانن کي بہ سٺو کارائيند پياريندا آهن. اهڙي خرچ پکي لاءِ ڪين کي ٻيا وسيلا بہ هوندا آهن. سندن حال اهي آهن. دربار جو شان شوڪت هنن پٽن جي اپت مان تہ بحال رکي نہ ٿو سگهجي. هي ملڪ ڪٿي اناج پيدا ڪرڻ جهڙو ڪونہ آهي. هتان جو وايومنڊل ڌاڙيل پيدا ڪندو آهي. تنهن ڪري دربار پنهنجي انهيءَ رعيت کان محصول وٺندي آهي جيڪي پر واري ملڪ ۾ وڃي ڌاڙا هڻندا آهن ۽ انهن کان بہ وٺندي آهي جيڪي ڌاڙا هڻي اچي هن ملڪ ۾ پناهہ وٺندا آهن. توکي اهو بہ معلوم هئڻ گهرجي تہ دربار کي هر ايندڙ ماڻهوءَ جوجهٽ پتو پئجي ويندو آهي. پٽيل ڪنهن ماڻهو کي حاڪم کان ۽ حاڪم وري دربار کان لڪائي ڪونہ سگهندو آهي. ڇاڪاڻ تہ هن ملڪ جي قديم رواج مطابق اهي سڀئي ان محصول ۾ هڪ جهڙا ڀائيوار هوندا آهن.“

مان هن قسم جي ڏنڊ جو ٻڌي اچرج ۾ پئجي ويس. پر حياتيءَ مون کي چيو تہ، ”بيوقوف! ڌاڙيلن لاءِ بہ اها سٺي ڳالهہ آهي. جيڪڏهن اهي بہ محصول ادا ڪندا ۽ ملڪ جي هُن امان جو احترام ڪندا تہ ڪين بہ امن امان سان رهڻ ڏنو

ويندو. جيڪڏهن دربار کي پائي به ادا نه ڪئي ويندي ته اها به سندن بچاءَ جو ڪندي. مون کي اميد آهي ته دربار کي اهو اطلاع به پهچي ويو هوندو. تون پاڻ سان سٺي انگريزي بندوق به کڻي آيو آهين جنهن لاءِ توکي ڪو گهڻو محصول ادا ڪرڻو ڪونه پوندو. پر تون ٻُڌوءَ کي ايترو چئجانءِ ته تو فوج سان وڙهڻ لاءِ اها بندوق دوست کان ورتي آهي. تون اهو به ڪيس ٻڌائجانءِ ته مون وٽ ڪي ڳهه ڳنا ۽ قيمتي ڪپڙا ڪونه آهن. اِن لاءِ به تون ائين چئي سگهين ٿو ته اهو به ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جو آهي. پر اها ڳالهه ضرور قبول ڪجانءِ ته هن وقت اهو اِن تنهنجي ملڪيت آهي. مون کي اميد آهي ته اسان هن کي هڪ پائي به وڌيڪ ڪونه ڏينداسون."

ساري معاملي کي سمجهڻ کان پوءِ مان ٻُڌوءَ سان ڳالهائڻ جهڙو ٿي ويو هوس. آخر ٻُڌو هن ڳالهه تي اچي بيٺو ته جيڪڏهن مان ڪيس اِن ڏيندس ته سارو محصول ادا ٿي ويندو، پر حياتيءَ جي چوڻ تي ڪيس چيم ته، "اِن واري ڳالهه تان لهي وڃ توکي ٻه پليون ٻڪريون ڏيان ٿو." هن بنا ڪنهن رک رکاءَ جي سڌو سئون ڳالهايو. مون کي به خبر هئي ته هيءُ حڪمران پير سائينءَ جو گهڻو احترام ڪندو هو. مون ڪانئس پڇيو ته، "هن ملڪ ۾ غازين جي رهڻ ڪري انگريزن راجا کي ڪا تڪليف وغيره ته ڪانه ڏني آهي؟" تنهن تي ٻُڌوءَ چيو ته، "حيدرآباد جا ڪي عملدار دربار آيا هئا، جن اچي راجا کان غير واجبي مطالبا ڪيا هئا. پر راجا سندن گهڻو آدرڀاءُ ڪيو ۽ مان مرجاتا ڏني هئي. تنهن ڪري ڪين ڏاڍو شرم آيو. پوءِ سرڪار کي رپورٽ ڏنائون ته اطلاع ڪوڙا آهن." هن وڌيڪ چيو ته، "راجا سنڌ کان آيل اهڙن حرن کي پڪڙي انگريز سرڪار جي حوالي ڪندو جيڪي هن ملڪ ۾ داخل ٿيڻ وارو محصول ادا نه ڪندا. اهڙيءَ ريت انگريز عملدارن جو شڪ به گهٽجي ويندو. اهو محصول دربار جي عزت احترام کان ته گهٽو ڪونه آهي. ٻيون حڪومتون ته هن محصول کان گهڻو وصول ڪنديون آهن. اهوئي سبب آهي جو آءُ توکي چئي رهيو هوس ته ڪي سوڪڙيون پاڪڙيون اڪ ڄنب ۾ ڪامورن ڏانهن موڪل. پنيلڊا! مون کي افسوس آهي جو مان توسان ناتو ڇني رهيو آهيان. مان توکي هيءَ صلاح ڏيندس ته تون هي ملڪ ڇڏي هڪدم هليو وڃ نه ته منهنجي لاءِ توکي گرفتار ڪرڻ کان سواءِ ٻيو گس ڪونه آهي. پر ڏسان ٿو توکي ڪا ڳڻتي ئي ڪانه آهي."

هڪ ڏينهن جڏهن ڪبڙ نوان گوُنچ ڪڍيا ۽ ٿوڳ ٿلاريو هو ته حياتيءَ مون کي چيو ته، "پيارا مان توکي هڪ ننڍڙي خوشخبري ٻڌايان ٿي. اها ڳالهه ٻڌي

مون جيان تون بہ ڏاڍو خوش ٿيندين."

مان ايڏو چريو ڪونہ هوس ۽ سندس اکين ۽ آواز مان سمجهي چڪو هوس تہ اها ڪهڙي ڳالهہ آهي. مون ڪيس پيار مان ڀڪر ڀري پاتي. هوءَ چوڻ لڳي تہ جيڪڏهن مون کي پٽ ڄائو تہ اسان ان جو نالو پنيلڊو رکنداسون. ائين نہ؟ مان چاهيان ٿي تہ مون وٽ اهڙي ماڻهوءَ جي نشاني هجي، جنهن کي مون لڌو هو جيڪو وري مون کان جدا بہ جلد ٿي ٿي ويندو. مون کي خبر آهي تہ توکي پنهنجي پهرين پٽ واليڏني جي ڪيتري سڪ لڳي هوندي. تون رات جو وڦلندو آهين تہ سندس نالو ڪٽندو آهين. اهو تنهنجو پٽ آهي. پر هيءُ پٽ منهنجو ٿيندو. مان چاهيان ٿي تہ اهو جيڪر تو وانگر هجي."

هن خوش ٿيندي وڌيڪ چيو تہ، "مون کي اميد آهي تہ ٻار ڄمڻ تائين تون هتي مون وٽ رهندين. تو ٻڌايو تہ ٻيون بہ ڪيتريون قومون انگريزن خلاف وڙهي رهيون آهن، امڪان آهي تہ اُهي انهن کي ماري ڀڄائيندون. پوءِ اسان جو مرشد سنڌ موٽي ايندو. پوءِ اسان ڪيڏا نہ خوش ٿينداسون."

اسان ڳالهائي رهيا هئاسون تہ هڪ ماڻهو اٺ تي پهتو، جيڪو اٺ تي سوار هو. هن مون کي نالي سان سڏيو. ڪيس سڃاتم تہ هو لقمان جي ٽوليءَ جو غازي هو. هن مون کي ڏسڻ شرط رڙ ڪري چيو، "سائين رکيا! هڪ خبر پر نهايت اهم خبر. مون خبر ٻڌي آهي تہ پير سائين سنڌ پهچي ويو آهي. هو آزاد ڪونہ ٿيو آهي پر حيدرآباد جي سينٽرل جيل ۾ آهي. چيو پيو وڃي تہ ڪيس هوائي جهاز ۾ وٺي آيا آهن. اهي ڪيس ڇڏڻ جا آثار آهن. جنرل کي هاڻي پتو پئجي ويو آهي تہ سندس ڏاڍ ڏهڪاءَ يا حر جماعت کي ڏنل تڪليفن ڪري حرن کي جهڪائي ڪونہ ٿو سگهجي ۽ اهي انصاف ٿيڻ تائين پنهنجون ڪارروايون جاري رکيو ايندا."

اها ڳالهہ ٻڌي مان هڪ جان نثار فقير جيان ڏاڍو خوش ٿيس، پر مان هڪ تجربيڪار فقير هيس تنهن ڪري خبردار بہ ٿي ويس. هن غازيءَ کان ڪجهہ سوال ڪيم جيڪو پاڻ بہ مون جيان ڏاڍو خوش هو. ڪانئس پڇيم تہ توکي اها خبر ڪٿان ملي. پر مون کي هو مطمئن ڪري ڪونہ سگهيو. مون کي شڪ ٿيو تہ متان اهو افواهہ هجي ۽ چالاڪي ڪري پوليس هلايو هجي. مون ان ڳالهہ جي تصديق ٿيڻ تائين ماٺ ڪري ويهي رهڻ جو پڪو پهہ ڪيو. پر دل ۾ آنڊ مانڊ لڳل هئي. ڇاڪاڻ تہ مان غيرحاضريءَ واري شرمندگيءَ کان ڊڄي رهيو هوس. جڏهن پير سائين پنهنجي شان شوڪت سان ٻيٺو هوندو ۽ جان نثار مريد هن جي چوڌاري ادب سان ٻيٺا هوندا پر مان نہ هوندس. منهنجو سارو دارومدار حياتي ۽ پٽيل ٻُڌوءَ

تي هو. انهن جي ڏسيل رستي سان ڪو ماڻهو فوجي چونڪين کان پاسو ڪري، ٿر جي انهن ماڳن وٽان گذري سگهي ٿو، جتي ڪوه پوريل آهن. سوچيم ته اتر ۾ ميرن جي رياست مان سفر ڪري ناري پهچان اتان کان ڪينواري هڪ ڏينهن جو سفر آهي. ڇاڪاڻ ته حيدرآباد جي سينٽرل جيل ۾ رهندڙ حرن وسيلي پڪي خبر پهتي هئي ته پير سائين واقعي حيدرآباد جي سينٽرل جيل پهچي ويو آهي. ٻڌوءِ پنهنجي ذات جي لٽ سردار جي پٽ تي زور رکيو ته هو پنهنجن ماڻهن کي منهنجي پارٽ ڪري ۽ مون کي اهڙو خاص لفظ ٻڌائي جو آسانيءَ سان رهبري ملي وڃي ۽ بنا ڪنهن اڙڪي جي سفر ڪري سگهان.

حياتيءَ مون کي نئين زندگي ۽ جيئڻ جو جذبو بخشيو ۽ ان سان گڏ اڻ ميو پيار ڏنو هو. جنهن وقت ان کان موڪلايم ته ٻَچي پُري پيو هوس. آخر ۾ هن مون کي چيو ته، ”مون توکي سڀ ڪجهه سيکاري ڇڏيو آهي پيارا، هن پيري ڪيڏانهن پلجي نه وڃجان. تون هاڻي تري آهين ۽ خبردار ٿجانءِ.“

مون کيس چيو ته، ”تنهنجون سڀ ڳالهيون دل ۽ اکين تي.“

هاڻي، اسان جي کولين آڏو خالي ديوارون آهن، پر مان سولائي سان کيس ڏسي سگهان ٿو ته هوءَ وڏي پٽ تي اسان جي ٺهيل چونري جي در وٽ ويٺي آهي. چپ چاپ مون ڏانهن ڏسي رهي آهي. سندس ڪپڙا ۽ پنور پنيوليا وار هوا ۾ لڏي رهيا آهن.

مون ڏهه ڏينهن سفر ڪيو. ان جو وڏو حصو مون پيرين پنڌ ڪيو هو جيڪو مون کي ڏاڍو سولو لڳو. منهنجون آسروَند اکيون ناري کي چوليون هٽندي ڏسي نري ڳگ ٿي پيون. مکيءَ ڏانهن ويندي هر ڏنل وائنل شيءِ کي ڏسڻ لاءِ ڏاڍو اتاولو هوس. پنهنجي سفر جي آخري منزل تي حرن فوج جي ظلمن جون مختصر لفظن ۾ ڳالهيون ڪيون ته منهنجي دل جڻ کوري ۾ ڪامي پچري وئي هئي. مان پاڻ کي ڏوهي سمجهڻ لڳس جڻ مان اهڙن ڏڇن ۽ ڏوجهرن کان لڪي ڪيڏانهن پڇي ويو هوس. ان کان سواءِ مان پاڻ کي ان ڪري به ڏوهي سمجهي رهيو هوس جو مان اتر ۾ پنهنجي پٽ جي ڪڏهن ڪَرَ به نه اچي لڌي هئي. پر انهن سيني ڳالهين کان وڌيڪ مون کي اها اڻ تڻ لڳل هئي ته پير سائين جي اچڻ جي جيڪا ڳالهه ٻڌي هيم، سا سچي آهي يا نه. جيڪي حر مون سان مليا هئا تن کي به مون جيتري خبر هئي. مون کي ڏاڍو خطرو محسوس ٿي رهيو هو. اهو ڊپ نه رڳو فوجين کان هو جن اسان جي جوءِ جو چپو چپو والاري ڇڏيو هو، پر انهن ڪمزور فقيرن کان به هو جيڪي پير سائينءَ کان ڦري ويا هئا جن تي هاڻي ڪو اعتبار

ڪونہ هو.

رحيم سان مليس تہ ڏنم اهو اڳئين جيان اڏول ارڏو هو. مون کي ڏسي چيائين، "ڏاڍو چڱو ٿيو. توکي ڏٺي بہ گهڻو وقت ٿيو آهي. ڪنهن ڪاروائيءَ لاءِ تيار آهين؟"

مون ڪيس ڇَپَن سان تہ ڪا ورندي ڪانہ ڏني. پر ڪيس بندوق ڏيکاريم جيڪا منهنجي پاسي سان ٻڌل هئي ۽ ناليون وري سٿرن سان ٻڌل هيون. انهن تي ڪپڙا پاتل هئا. ان ڪري ڪنهن کي بہ پتو پئجي ڪونہ ٿي سگهيو تہ اندران ڇا آهي. ڪارتوسن وارو پٽو پنهنجي وڏي پٽڪي جي وَرِن ۾ قاتل هو. اهو ڏسي هن ڪلي ڏنو ۽ چيائين تہ مبارڪون هجنئي جو تون اجان تائين بہ مکيءَ جو فقير آهين، پر جنهن ڪم ڪرڻ جي مان رٿابندي ڪئي آهي، تنهن ۾ ڪنهن بہ هٿيارجي ضرورت ڪانہ پوندي. هاڻي اسان ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪونہ ماريندا سون. سرڪار اسان کي اشتعال ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي، تنهن ڪري اسان کي ڏندن هيٺان ڪاني ڏئي ماٺ ڪري ويهڻو آهي. افواهہ اهي هلايا ويا آهن تہ پير سائين تي ڪيس هلائڻ لاءِ ڪيس سينٽرل جيل حيدرآباد آندو ويو آهي. پاڻ کي جيڪا بہ انفرادي طور معلومات ملي آهي، تنهن مان بہ انهيءَ ڳالهہ جي تصديق ٿئي ٿي. جيڪڏهن سرڪار شاهد سڏي ڪيس انصاف سان هلايو تہ حڪومت کي محسوس ٿيندو تہ حر جماعت جيڪي وڳوڙي ڪاروايون ڪيون آهن، تن جو ڪارڻ پير سائينءَ سان ڪيل بدسلوڪي هئي. جيڪڏهن هو هڪ ڀيرو آزاد ٿيو تہ اسان گهٽڙن جهڙا شريف ٿي ويندا سون. تنهن ڪري محبت اسان کي وڳوڙي ڪاروائين مان هٿ ڪڍي وڃڻ جي صلاح ڏني آهي. مان رڳو باڪوڙي واري مياڻيءَ جي ميربحرن سان ملڻ چاهيان ٿو. مان اهو چوڻ وڃي رهيو آهيان تہ اسان ڏانهن ماني ۽ ٻيون ضرورت واريون شيون نہ موڪلن. جيڪي هو هن مهل تائين موڪليندا رهيا آهن. جڏهن هو اسان کي گهٽي تعداد ۾ ڏسن تہ سمجهن اسان هاڻي لاچار ٿي پيا آهيون ۽ ڪجهہ بہ ڪري ڪونہ ٿا سگهون. ڪين اسان جي حڪم عدولي ڪرڻ جي موڪل آهي ۽ اهڙيون ڳالهيون ڪين معاف ڪيون ونديون. ان وقت رحيم سان گڏ بہ ماڻهو هئا جن مان هڪ الهڏنو هنگورو هو جيڪو انسپيڪٽر جي قتل ۾ ابراهيم پنيري سان گڏ هو. ٻئي ماڻهوءَ کي رحيم بہ ٿي شيون ڏئي اتي بيهاري ڇڏيو هو. پوءِ اسان ٽئي ڄڻا گڏجي مياڻي وياسون.

مون کي هي ڳوٺ ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي. فقير هن ڳوٺ تي پورو ڀروسي ڪندا هئا، جيڪو باڪوڙي واري سرڪاري بنگلي کان ميل پنڌ بہ پري ڪونہ

ٿيندو. هتي فوج بہ منزل ڪيون ويٺي هئي. اهي ماڻهو پير سائين جا مريد ڪونہ هئا. رحيم ٻڌايو تہ توکي ياد هوندو تہ بڪار جي ميربحرن ساڌوري ۾ رهندڙ فقيرن کي ڏاڍا ڏُک ڏنا هئا. خاص طور تي رستم نظامائيءَ سان تہ ڏک سک ۾ ڏاڍو نياپو هئائون. تنهن ڪري فوج انهن کي پنهنجيون ناري پار واريون مياڻيون ۽ مڏ ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو تہ هو ويچارا پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏي لڏي باڪوڙي واري مير بحرن سان گڏ اچي وينا هئا. انهن مان هڪ تہ رستم نظامائيءَ جي ٽوليءَ جو خزانچي هو، پر سندن حال احوال وجي فوج کي پهچائيندو هو تنهن ڪري ڪيس قتل ڪيو ويو. رحيم ٻڌايو تہ اهو ٻين لاءِ سبق هو تہ جيئن هو اسان جا وفادار نوڪر ٿي گذارين. هن وقت تائين سرڪار ڪين ڪوبہ نقصان ڪونہ پهچايو هو.

باڪوڙي واري مياڻي ڏانهن ويندڙ رستو مياڻيءَ ڪان سولو آهي جيڪو نظامائين جي ٻنين ۾ بيٺل جهنگ مان گذرندو آهي. اسان کي پڪ هئي تہ انهيءَ جوءِ ۾ داخل ٿيڻ ڪان پهريائين فوج نظر ڪانہ ايندي. ان ڪان سواءِ هن ڳوٺ جي وڏيري سان بہ رحيم کي ڳالهائڻو هو، جيڪو پڻ اتي موجود هو. اسان سڌو سندس گهر وياسون ۽ پاهران سڏ ڪيوسون. ڏٺوسون تہ ننڍڙي ۽ چرل ڏاڙهيءَ سان ٺگ قسم جو هڪ جهونو نڪري آيو. رحيم هن سان ڳالهائڻ شروع ڪيو جيڪو پنهنجي ڳالهہ کي اهميت ڏيڻ لاءِ ريوالور کي هيڏانهن هوڏانهن ڦيرائي رهيو هو ۽ اسان ٻن سائين ڏانهن بہ اشارا ڏئي رهيو هو. اسان ان وقت ٻئي طرف ڏسي رهيا هئاسون. جيڪڏهن اسان جو منهن هيڏانهن هجي ۽ اسان هٿيارن جي نمائش ڪريون ها تہ هن جو ٻج ۾ ساهہ مٺ ۾ اچي وڃي ها. هونءَ بہ تجربيڪار فقيرن جي روبرو عقلمند ماڻهن کي هر ڳالهہ جو يقين ٿي ويندو آهي. ڳوناٺا بہ هڪ هڪ ٿيندا گڏ ٿيندا ويا ۽ رحيم جون وڏي وات ڪچيون گاريون ٻڌي رهيا هئا.

مون کي اجا بہ پورو ويساهہ آهي تہ جيڪو ڪجهہ پوءِ ٿيو سو اوچتو ٿي ويو هو ۽ سوچيل ويچاريل رٿابنديءَ موجب ڪونہ ٿيو هو. اسان اهو بہ ڪونہ ڏٺو تہ ائين ڪرڻ لاءِ هنن هڪ ٻئي کي ڪو ڳجهو اشارو بہ ڪيو هو. هاڻي مان هتي قيد آهيان ۽ پنهنجي زندگيءَ جي ٻين واقعن جيان هن کي بہ ٿڌي دل سان بيان ڪري رهيو آهيان. مان پنهنجي ايمان جو قسم کڻي چوان ٿو تہ مون کي اها ڳالهہ ياد اچڻ ڪري پڳهر نڪرڻ شروع ٿي ويو آهي. ان وقت بہ ائين مون کي پگهر آيو هو. هتي جيل ۾ مون کي جڏهن ٻاهر ڪڍي ڪم تي وٺي ويا تہ بہ مون سان ساڳي ڳالهہ ٿي. هنن مون تي حملو ڪيو جيڪو تو پاڻ ڏٺو ۽ مون کي مرٽينگ ڪري ڇڏيو هئائون. حقيقت اها آهي تہ هاڻي مان سمجهي رهيو آهيان تہ منهنجي جسم مان ڪا

شيءِ ڪٿل آهي جيڪا مان ڪڏهن بہ حاصل ڪري ڪونہ سگهندس، پر مون کي اهو ڏينهن اڃا بہ ياد آهي. مان اڄ بہ ائين محسوس ڪري رهيو آهيان تہ ڪو طاقتور ظالم انسان منهنجي سامهون بيٺو آهي. ڪي چريا ماڻهو نظر اچي رهيا آهن. مان سندس هٿن جي مروڙن کي اڄ بہ محسوس ڪري رهيو آهيان. ميربحرن جي هيءَ ٽولي اسان کي بنا ڪنهن چتاءَ ڏيڻ جي اسان مٿان چڙهي وئي ۽ اهڙيون ڳنديون ڏئي ٻڌي ڪٺي سوگهو ڪيائون جيڪي فقط ميربحر ئي ڄاڻندا آهن.

اسان ان وقت ائين ٻڌا پياهئاسين جهڙيءَ ريت مهاڻا بدڪون ٻڌي ڇڏيندا آهن ۽ سندن پير هڪ ٻئي سان ٻيوسيءَ ڪري اٽڪائي ڇڏيندا آهن. ان ڪان پوءِ مهاڻيون عورتون ٻاهر نڪري آيون ۽ اسان کي ڏاڍيون گاريون ڏنائون ۽ منهن ۾ اڇي ٿڪون هنيائون. پوءِ چوڌس چوٻول ٿي ويو ۽ هر ماڻهوءَ جي ڄڀ تي اسان جو نالو هو. منجهن بحث ٿي ويو تہ هنن جي سرن جي ڪيتري قيمت وٺڻ گهرجي؟

هو پاڻ ۾ چئي رهيا هئا تہ مون ٻڌايائين هن ماڻهوءَ کي جهلي سوگهو ڪيو.

مون هن جون چنگهون جهلي ورتيون نہ تہ هي توهان کي ماري سلهي رکي ها. ٻيا ماڻهو بہ ائين ڳالهائي رهيا هئا. آخر ڪار سندن چڱي مڙس چيو:

چڱو ابا چڱو! هنن ڪري اسان کي ايترو انعام ملندو جو سڀ خوش ٿي ويندا سون. اهي حرامي هزارن جي برابر آهن. نبو! تون منهنجي گهوڙي تي چڙهي فوجي ڪئمپ وڃ ۽ ڪمانڊر صاحب کي وڃي چؤ تہ جهٽ لاري موڪلي. هنن بدمعاشن جا ساٿي سندن اوسيڙي ۾ ويٺا هوندا تہ ڪڏهن ٿا هي مڙس مڪيءَ موٽي اچن. اسان فوجين کي چونداسون تہ اڄ رات هن ڳوٺ تي پهرو ڏين.

اسان هائي ڄڻ تہ ڪي جهنگ جا جانور هئاسون جن کي ڏسڻ لاءِ ٻار، ٻڍا جوان اچي مڙندا آهن. اها اسان جي ڪيڏي نہ وڏي بي عزتي هئي. اسان هڪدم ئي انهن ٻڌڻ ۽ تڏڻ وارن ڇئن ماڻهن کي ماري ڇڏيو ۽ اهي انعام وارا پئسا بہ ڏسي ڪونہ سگهيا، جيڪي هو خيالن ۾ خرچي ڪپائي رهيا هئا. جلد ئي فوج سان ڀريل هڪ لاري آئي جيڪا اسان ڏوهين کي وٺي سانگهڙ پهتي. تن ڏينهن هي شهر فوجين جو هيڊ ڪوارٽر هو. سرڪاري بنگلي جي چوڌاري ميدان هن فوج جي تنبن سان ڍڪيو پيو هو. اونداهي تي چڪي هئي پر هر شيءِ نظر اچي رهي هئي. اسان ڏٺو تہ لاري ڪنڊن واري تار جي وڏي ڀهري اندر داخل ٿي جنهن ۾ قيدي ويهاريل هئا. اسان کي ڀهري تي بيٺل فوجين جي حوالي ڪيو ويو، جن جي هٿن ۾ بئنٽن سان رائفلون هيون. اسان ۽ مير بحرن کي هيٺ گڏ ويهاريو ويو. جلد ئي ڪي سنڌي پوليس عملدار ٻاهر نڪري آيا ۽ اسان کي گرفتار ڪرڻ وارن ماڻهن سان ڳالهائڻ شروع ڪيو. انهن پوليس عملدارن جي آواز ۾ تبديلي اچي وئي هئي

جيڪا هڪ تعجب جهڙي ڳالهہ هئي. اهي هنن جي ڳالهہ تي اعتبار ئي ڪونہ ڪري رهيا هئا تہ رحيم، الهڏني ۽ سائين رکئي جهڙا مشهور فقير سچ پچ ۾ سندس آڏو ويٺا هئا. پوءِ پوليس جي پاڳين اسان جي سڃاڻ ڪئي. بعد ۾ اسان جي جهلڻ کي اهم واقعو ڪري سمجهيو ويو. ان کان پوءِ اسان کي گرفتار ڪرڻ وارا پريشان ٿي ويا ڇاڪاڻ تہ ڪين ڇيو ويو هو تہ توهان کي انعام ۾ ٽڪو بہ ڪونہ ملندو.

ان وقت هڪ نوجوان انگريز فوجي عملدار بنگلي کان ٻاهر نڪتو جنهن کان پوءِ هڪ ڀوڳ شروع ٿي ويو. اهو ڏسي ميربحرن وٺي ڏانهس ڊبهڙ ڪيو ۽ اردوءَ ۾ سمجهائڻ لڳا تہ هنن وڏي جاڪوڙ کان پوءِ ڏوهين کي جهلي ورتو آهي. انگريز فوجي اهو ٻڌي پوليس عملدارن ڏانهن ڏسڻ لڳو جيڪو هن کي انگريزي ۾ سمجهائڻ لڳو. ميربحر وري ان پوليس عملدار جي چوڏاري ڦري ويا ۽ سنڌيءَ ۾ ڪيس چوڻ لڳا تہ، ”سائين انسپيڪٽر صاحب! اوهان هن گوري صاحب کي سمجهايو تہ هي ملڪ جا نهايت خطرناڪ ڌاڙيل آهن ۽ ڪين جلديءَ ۾ جيل روانو ڪيو وڃي. ڪين اسان پاران اهو بہ عرض ڪر تہ اسان جي ڳوٺ متان پهرو بہ مقرر ڪيو وڃي نہ تہ اسان کي حر ماري تباهہ ڪري ڇڏيندا. هنن ماڻهن کي گرفتار ڪرڻ لاءِ حڪومت وڏي انعام جو اعلان ڪيو هو سو بہ اسان سڀني کي ڏنو وڃي.“

ميربحر اهي ڳالهيون ورجائيندا رهيا ۽ انگريز عملدار کي سنڌي، اردو جي ڳاڏڙ ٻوليءَ ۾ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. نيٺ هو ايترو تنگ ٿي پيو جو رڙ ڪري ڪين چيائين تہ ماٺ ڪري ويهو. ان کان پوءِ پوليس واري ٽڏي لهجي ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو. ميربحرن جڏهن سمجهيو تہ هنن جي ڳالهين ڏانهن ڪير بہ ڌيان نہ ٿو ڏئي تہ هنن منهنجي جسم سان ٻڌل بندوق ۽ بارود ظاهر ڪيو ۽ چيو تہ هي خطرناڪ ڌاڙيل آهي. ميربحرن کي منهنجيءَ ان بندوق جو پتو فقط تڏهن پيو هو جڏهن هنن مون کي جهلي ورتو هو. هنن رحيم وارو روالور فوجين کي ڳوٺ مياڻي اچڻ تي ڏيکاريو هو. بندوق ڏسڻ کان پوءِ انگريز فوجيءَ جي دلچسپي وڌي وئي هئي ۽ هن مون کي ڏسڻ لاءِ هڪ ٻئي عملدار کي بنگلي کان ٻاهر سڏ ڪيو. هڪ پوليس عملدار ڪجهہ ڪاغذ کڻي آيو جن کي هو گڏجي ڏسڻ لڳا. مون کي اچي خوف ورايو تہ الائي ڇا ٿيندو؟ ان کان پوءِ اسان کي تارن جي پڃري ۾ بند ڪيو ويو جتي اسان کي ڪمبل ۽ ڪاڌو بہ ڏنو ويو.

اتي ويٺل حرن اسان جي ڏاڍي مانائتي آجيان ڪئي جيڪي اسان کي سڃاڻيندا هئا. تنهن تي مون چيو تہ هي تہ ڏاڍو خراب ٿيو پر جيڪو ڪجهہ ٿيندو سهڻو پوندو. هنن اسان کي پنهنجن دوستن سان ٿورو وقت رهڻ ڏنو پر هتي ٻاهر نڪرڻ جي جاءِ بہ نہ هئي.

## [14]

پر مان توکي پنهنجي ڪاميابيءَ جون ڳالهيون تو ٻڌايان جن ۾ بهادري ۽ ڏاهپ ٻـ هئي جنهن وسيلي اسان فوجي ڪئمپ سانگهڙ ۾ رکيل هن پيجري مان پڇي نڪتا هئاسون. مان توکي سچين ڳالهين ٻڌائڻ جو پڪو پهـ ڪيو آهي. تون پاڻ بـ هڪ تجربيڪار ماڻهو آهين ۽ منهنجي ڳالهين مان سچ ۽ ڪوڙ کي پرکي وٺندين ۽ اسان جي سولي ۽ سادي اٽڪل سان اسان جي ڏاهپ کي محسوس ڪري وٺندين.

پهريان اسان سوچيو تـ هن پيجري هيٺان سرنگهـ هڻجي يا ٻن مُنن Posts کي اکوڙي ڪمبلن جي مدد سان تار مٿان اکري وڃجي، پر پيجري جي ٻئي پاسي اسان جي دوستن ڪجهـ وڳوڙ ڪري وڌو تنهن ڪري معاملو رکجي ويو. پر هتي پهريدار بـ تمام گهڻا هئا جن جي موجودگيءَ ۾ ائين ڪرڻ خطري کان خالي نـ هو. ان کان سواءِ رات جي وڳڙي ۾ هڪ وڏي بتي بـ ٻرندي رهندي هئي، تنهن ڪري پڇي نڪرڻ وارو ڪم اسان کي هوريان هوريان ڪرڻو هو پر اهڙي ڪم مڪمل ٿيڻ تائين پڪڙجي پوڻ جو بـ ڏاڍو خطرو هو. اسان اهڙي هڪ ڪوشش ڪئي بـ هئي پر پوءِ مون رحيمـ تي هڪ ٻيءَ رٿا لاءِ زور ڀريو جيڪا مون کي محبت فقير ٻڌائي هئي.

هن وانگاڙي ۾ اسان سان گڏ ٻيا بـ ڪيترا حر موجود هئا، جن کي فوج مختلف علائقن مان ٿولين جي صورت ۾ گرفتار ڪري هيڏانهن وٺي اچي بند ڪندي هئي. گهڻو ڪري فوج سان پوليس گڏ نـ هوندي هئي. گرفتار ٿيڻ کان پوءِ باقي ٻي ڪارروائي پوليس جي حوالي هوندي هئي. مون ڏٺو تـ هتي بند ماڻهن جو وڏو تعداد ٿر جو هو، جن کي فوج اتر کان اچي مٺي کوهـ واري جوءِ مان جهلي ورتو هو. اسان کي انهن جي چڱي مڙس ٻڌايو تـ جن حرن فوج جي مزاحمت نـ ڪئي ۽ هنن وٽان ڪو هٿيار بـ نـ مليو، تن کي فوجي عدالت آڏو پيش ڪيو ويو جنهن ڪين هڪ مهيني جي جيل جي سزا ڏني آهي ۽ اهڙا حر بـ هن پيجري ۾ بند هئا. سزا جو عرصو ٿورو هو تنهن ڪري فوج ڪين جيل ڏانهن وٺي وڃڻ جي تڪليف ڪانـ ڪئي هئي. ان کان سواءِ اسان کي هيءَ بـ ڄاڻ ملي تـ پوليس هنن

مان گهٽ کان واقف ٿي نہ هئي. اهي تہ ۾ مال چاريندا هئا ۽ ڏنگي ڏاڍي ڪم کان ڏور هئا. هنن جو معاملو بہ ائين اڪلايو ويو هو جهڙيءَ ريت مال پڙيءَ ۾ جلديءَ ۾ ڏيتي ليتي ڪئي ويندي آهي. فوج ڏهہ ڏهہ ماڻهو وٺي ايندي هئي ۽ چوندي هئي تہ فلاڻي ڏينهن تي هنن کي منع ڪيل جوءِ مان جهليو ويو آهي. عملدار بہ ڪوٽ ۾ واندا ويٺا هوندا هئا. جيڪي ڏهن ماڻهن تي ڪيس هلائيندا هئا ۽ ٻين ڏهن ماڻهن کي آزاد ڪري ڇڏيندا هئا. اهي سادا ۽ سٻاجها ماڻهو هوندا هئا ۽ پڇڻ تي سچا نالا ٻڌائي ڇڏيندا هئا. ۽ جواب بہ پڇڻ کان پوءِ ڏيندا هئا. هنن مان هڪ ڇٽي ڪي بہ نہ فوج سڃاڻيندي هئي ۽ نہ پوليس. پوليس هنن ماڻهن کان ڪڏهن ڪڏهن پيچا ڳاچا ڪندي هئي نہ تہ مڙئي خير. هنن جي گهڻي دلچسپي آباد علائقن وارن حرن ۾ هوندي هئي جن ۾ اسان بہ شامل هئاسون. اسان خلاف هلندڙ جاچ پڙتال بہ گهٽو ڪري اڌ ۾ رڪجي ويندي هئي ڇاڪاڻ تہ ڊپٽين ۽ انسپيڪٽرن کي حيدرآباد ۾ موجود ڪورٽن ۾ شاهدين لاءِ گهرايو ويندو هو، تنهن ڪري ساڳيو پوليس عملدار ڏهہ ڏينهن لاڳيتو هتي رهي نہ سگهندو هو. ان کان سواءِ هو هڪ ٻئي کان سڙندا بہ هئا. فوج جو بہ مٿن ويساهہ نہ هوندو هو جيڪي هن علائقي لاءِ بلڪل نوان هئا. اسان جي هتي اچڻ کان سٽت ئي پوءِ هڪ نئين ريجمينٽ آئي هئي جنهن هتي مقرر ٿيل اڳئين ريجمينٽ کان اچي چارج ورتي هئي. مان سمجهان ٿو تہ تون اندازو ڪري چڪو هوندين تہ هاڻي مون پنهنجي نڪرڻ لاءِ ڪهڙي قسم جي رٿابندي ڪئي هئي؟ ڪن ڳالهين ڪري اسان کي ڪجهہ وقت لاءِ هن پيجري ۾ رهايو ويو هو. جهڙيءَ ريت ڏهاڙي سج لهندو ۽ ايرندو هو تهڙيءَ ريت منهنجي پنهنجي نڪرڻ جي آس بہ لهندي ۽ ايرندي هئي تہ متان مون کي حيدرآباد جي سينٽرل جيل ۽ ڪنهن سب جيل ڏانهن روانو ڪيو وڃي. پوليس وارن کي پوري ڄاڻ هئي تہ رحيم، الهڏني هنگوري ۽ سائين رکئي ٻهڻ وٽ ڪهڙي قسم جو مال آهي. ڪين تہ جي مالوندن بابت ڪابہ خبر نہ هئي. هنن اها بہ غلطي ڪئي هئي جو اسان تنهي ڄڻن کي گڏ رهايو هئائون، پر ڪين اسان جي گڏ رهائڻ مان هڪ سهولت ضرور هئي تہ اسان هن علائقي جي وچ تي ڪيئي ڪارروايون ڪيون هيون ۽ ڪيترائي ڳوٺ ڦريا لٽيا هئا. ان ڪري اسان جي سڃاڻپ ۽ شاهدن کان اسان بابت پيچا ڳاچا جي سهولت هئي. پر مارشل لا جي نئين قانون مطابق رحيم ۽ مان اڻ پيچيا ڦاسيءَ لائق هئاسون ڇاڪاڻ تہ اسان وٽان فائر ڪندڙ هٿيار مليا هئا. اسان جيڪڏهن ڪنهن سوال جو جواب نہ بہ ڏيون ها تہ بہ اسان جو اهو ڏوهہ ئي ڦاهيءَ لاءِ ڪافي هو. پر رحيم مشورو ڏنو تہ اسان پوليس کي ڪي اهڙيون ڪوڙيون

سچيون ڳالهيون ٻڌايون، جن جي جاچ پڙتال لاءِ گهٽي وقت جي ضرورت هجي. پوليس وارا اسان جي ٻڌايل ڳالهين ۾ گهٽي دلچسپي وٺڻ لڳا ۽ وقت گذرندو رهيو. هڪ انسپيڪٽر هليو ويو ته اسان وري ٻئي انسپيڪٽر کي ڪي ٻيون ڳالهيون ٻڌائي جاچ جي رخ کي بدلائي ڇڏيو.

اسان جيڪي گهريو پئي سو وقت به خير سان اچي ويو. ان وقت اسان گڏ پيري ۾ گڏ هئاسون. سينيئر پوليس انسپيڪٽر کي هڪ رات اڳ اعليٰ اختياريءَ وارن گهرائي ورتو هو. ان ڏينهن پندرهن سادن ٽري حرن کي مهيني جي سزا کان پوءِ آزاد ڪرڻو هو. پوليس وارن هنن کي وڌيڪ بند رکڻ ضروري نه سمجهيو ۽• کين آزاد ڪري ڇڏيو هو. اسان ٽئي ڄڻان هر هڪ ٽري حر کي گهٽي وقت کان ڏسندا رهيا هئاسون ته اسان سان کهڙن ماڻهن جا مهاندا هڪ جهڙائي رکن ٿا. ان کان پوءِ اسان ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ ڏاڙهي به هنن جيان رکڻ شروع ڪئي. ان کان سواءِ اسان جهڙن مهاندن وارن تنهي حرن کي اسان جيان ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ ٻيون ڳالهيون پڻ سيکاريون. اهڙيءَ ريت هو اسان جو نقل ڪندا رهيا. مقرر وقت کان هڪ رات اڳ اسان ڪپڙا ۽ پٽڪا به بدلائي ڇڏيا هئا. پنهنجين ڏاڙهين ۽ مٿي جي وارن کي ٽرين جي ڏاڙهين ۽ مٿي جي وارن جهڙو روپ ڏنو ته جيئن اسان انهن ٽنهي ٽرين جهڙا لڳون جيڪي اسان بدران هن پيري ۾ رهڻا هئا. هو سچا ۽ جانثار حر هئا جيڪي هن خطرناڪ ڪم ڪرڻ جي لاءِ سر ترئيءَ تي رکيون بيٺا هئا. سندن مقصد هو ته پير سائين جا مشهور غازي آزاد ٿين ۽ سندس مقصد لاءِ ڪجهه ڪري سگهن. رٿا مطابق اسان جي آزاد ٿي وڃڻ کان پوءِ ٽر جا ٻيا فقير هنن کي اسان جي نالن سان سڏيندا.

اسان صبح جو وڃي انهن ڏهن ٻارهن ٽري حرن سان رلجي ملجي ويا سون. جيڪي جلد ئي آزاد ٿيڻا هئا. اسان جي نمائندگي ڪندڙ ٽئي حر اسان جي ڪپڙن ۾ ويٺا هئا جيڪي اسان جيان ڳالهائي ٻولهائي رهيا هئا. رحيم ۽ مان ٽرين جي زندگي کان چڱيءَ ريت واقف هئاسون ۽ بلڪل ٽري محسوس ٿي رهيا هئاسون. هڪ پوليس وارو ڪاغذ کڻي آيو ۽ نالا وٺڻ لڳو. اسان کي انهن حرن جا نالا ياد هئا سب انسپيڪٽر پرسان بيٺو هو جڏهن اسان سنتريءَ وٽان لنگهياسون ته هنن اسان کي بيهاري چيو ته بيوقوف جانور، هاڻي اوهان کي سرڪار جو شڪر گذار هئڻ کپي توهان هاڻي جيڏاهن وڃيو تيڏاهن وڃي سگهو ٿا پر ناري کان اوپر نه اهو اجا به ممنوع علائقو آهي.

تنهن تي چڱي مڙس چيو ته سائين اسان جا گهر ته انهيءَ پار آهن. اسان جو

مال متاع بہ اتي آهي اسان هٿي پاسي ڪيڏاهن ويندا سون. تنهن تي سب انسپيڪٽر چيو تہ اوسي پاسي ۽ ڪپري جا زميندار اوهان کي پنهنجا هاري ڪري رکندا ڇاڪاڻ تہ سندن ڪيترائي هاري گرفتار ٿي ويا آهن. توهان سندن مال بہ چاري سگهندا، ڪوڙي ڳوٺ وجو اتي تہ ٽر جا ڪيترا ئي ماڻهو رهندا آهن. اهي تہ ڏاها ماڻهو آهن جيڪي پهرين حڪم شرط لڏي اچي اتي ويٺا آهن. پنهنجو خيال ڪجو. حرن کان پاسي ٿجو ۽ فوجي قانون جي خلاف نہ وڃجو. ٻئي ڀيري اوهان سان اهڙي ڪابہ رعايت نہ ٿيندي.

اسان گڏجي ڪيس وراڻيو تہ سائين اسان ائين ڪنداسون. ڪئمپ جي دروازي کان ٽپي اسان وٺي ڀڳاسون. ٽرين جيان هرڻ وانگي ڇال ڏيندا هليا وياسون. فوجي اسان کي ائين ڀڄندو ڏسي کلڻ لڳا پر اسان جي کلڻ جو ڪين پتو ئي نہ هو.

اسان جنهن نموني سان آزادي حاصل ڪي هئي سا اسان لاءِ ۽ اسان جي دوستن لاءِ وڏي خوشيءَ جي ڳالهہ هئي. اسان هن اٽانگي دور ۾ سندن ڏاڍا شڪر گذار هئاسون. اسان جي آزادي پير سائين جي مقصد جي امانت هئي. سانگهڙ واري ڀچري ۾ بند سائين اسان کي گهٽيون خبرون ٻڌايون هيون جنهن مان، مان سمجهي رهيو هوس تہ هن هلچل کي بحال رکڻ ڪيڏو نہ ڏکيو آهي.

توکي مان پنهنجي گهر ڀاتين جي پڻ ڳالهہ ٻڌايان ٿو. ٽر ۾ هوس تہ مون کي هنن بابت ڪابہ خبر چار نہ هئي. مان سمجهي رهيو هوس تہ حر جماعت جيان هنن تي بہ ظلم ڪيو ويو هوندو. ان کان سواءِ رحيم، گرفتاريءَ کان اڳ ۽ پوءِ بہ مون سان اهڙيون ڳالهيون ڪيون هيون. هن ٻڌايو هو تہ ڪجهہ مهينا اڳ سنجهوري کان پوليس ۽ فوج پهتي هئي جن اچي منهنجو ڀڇيو. تنهن تي امان ڪين وراڻيو تہ مون کي ان جو ڪو پتو نہ آهي. پوءِ پنهنجي عادت مطابق پوليس ۽ فوج کي گاريون ڏيڻ ۽ پير سائين جون تعريفون ڪرڻ لڳي. پوليس وارن فوج کي چيو تہ مٿو خاصخيلي ۽ ٻين فقيرن هن مائيءَ کي پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻ ۽ ٻي مدد جي آڇ ڪئي آهي، ڇاڪاڻ تہ اها حر جماعت ۾ نهايت عزت ۽ احترام واري عورت آهي. بعد ۾ وٺي ڪيس گهلپور ڳوٺ واري حر لوڙهي ۾ رهايو ويو هو جتي ٻيون حر عورتون ۽ ٻار رکيا ويا هئا. هن لوڙهي کي ڪنهن زماني ۾ ختم ڪيو ويو هو. امان سان گڏ منهنجي پٽ ۽ زال کي بہ وٺي ويا هئا، پر انهن کي ڀڙي ڳوٺ ۾ رهڻ جي موڪل هئي جتي سندس مائٽياڻيون ۽ حرن جا دوست رهندا هئا جيڪي اڃا ٻاهر هئا. پوليس وارن کي پڪ هئي تہ مان ضرور ڪين ملڻ ايندس.

سياري ۾ حر عورتن واري لوڙهي ۾ ڏاڍي تپاولي شروع ٿي هئي. مون کي عورتن جي لوڙهي ۾ رهندڙ هڪ جهونڙي ٻڌايو ته فوج اتان جي عورتن کي گهٽو کاڌو خوراڪ پهچائيندي هئي، پر ڪيتريون ٽري عورتون ۽ ٻار پنهنجي ٽر جي سڪ ۾ مري ويا هئا. اهي ٽر جي آزاد حياتي ۽ کليءَ هوا تي هريل هيون، تنهن ڪري ڪين بندي خانو ۽ گُهٽَ پانءِ ڪانه پئي. ٻيو ته هتي ڪين ڪٽڪ جي ماني ملندي هئي جيڪا هنن ڪڏهن کاڌي ئي ڪانه هئي. هو ته ٻاجهريءَ جا هيراڪ هئا. فوج هنن لاءِ يورپي عورتون رکيون هيون، پر پوءِ به ٽري عورتون ٽر کان سواءِ جئي ڪونه سگهيون. امڙ به جلد ئي گذاري وئي. ڪيس اهڙو ڪو اگرو تپ ٿيو جنهن سندس پساهه ئي پورا ڪري ڇڏيا. هوءَ دل جي سچي هئي. سڪرات وقت به پير صاحب کي ڏاڍو ياد ڪيائين ۽ چوڻ لڳي ته مان هڪ مشهور حر جي زال ۽ ٻئي مشهور حر جي ماءُ آهيان. ڪيس يقين هو ته هڪ ڏينهن مرشد سائين ضرور موٽي ايندو ۽ اسان سيني کي ياد ڪندو. ڪفن دفن ۾ هڪ پرئي مڙس گهٽي مدد ڪئي هئي. مون سندس اهڙي خير جي ڪم ۾ مدد لاءِ چار ڏوڪڙ ڏنا هئا. تون سمجهه ته اسان سان اهوئي گذريو ۽ مان ان کي وڏي ڳالهه ڪري ڪونه سمجهيو هو، امڙ جان نثار حر فقيرياڻي هئي جنهن تي مون کي وڏو فخر آهي، جيڪا منهنجي لاءِ هڪ مثال هئي. مون قسم کنيو آهي ته پلاند ۾ سرڪار جو هڪ ماڻهو قتل ڪندس، چاڪاڻ ته سندس موت انهن هٿان ٿيو آهي. ٿورن ڏينهن ۾ تون ضرور ٻڌندين ته مون اهو پلاند کهڙي نموني سان ورتو ۽ ڪيئن قسم کي پورو ڪيو آهي؟

هاڻي مان توکي غازين جي ٽولين جو حال احوال ڏيندس. مان توکي اڳي ئي احوال ڏئي چڪو آهيان، ته وريام فقير ڪانياواڙ ڏانهن ڀڳو هو جنهن جو پتو پوليس کي پئجي ويو هو ۽ ڪيس جهليو ويو هو. هن کي فوجي قانون موجب ڦاهيءَ تي لٽڪايو ويو. حسن جي ٽوليءَ وارا ماڻهو منهنجا ساٿي هئا، جن مان ڪي گرفتار ٿي ويا ته ڪي قتل ٿي ويا. نوري وساڻ کي هڪ زميندار ڏوکو ڏنو جنهن ۾ سندس وڏو ويساهه هو. ٻي وڏي ويساهه گهاتي پير سائينءَ جي هڪ خليفي مهر علي ڪئي. ليمبرڪ ڪيس گرفتار ڪيو هو. جيل جي سختيءَ کان تنگ ٿي هن نهايت اهم فقيرن کي گرفتار ڪرائڻ جو واعدو ڪيو هو، تنهن ڪري ڪيس آزاد ڪيو ويو هو ۽ هن ائين ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هن بدمعاش ميرپورخاص جي پوليس ڪئپٽن کي اطلاع ڪيو، جنهن پوليس جو وڏو اٽالو وٺي اچي هڪ چوئنري تي ڪڙو چاڙهيو، جنهن ۾ يوسف، امام بخش سنجراڻي ۽ ٻيا فقير لڪا

وينا هئا. هنن مڙسيءَ سان مقابلو ڪيو، پر انهن مان ڪي مارجي ويا ۽ ڪي جهلجي پيا. لقمان جي ٽوليءَ جا سرگرم غازي به جهلجي پيا هئا. اسان جي پڇڻ نڪرڻ کان پوءِ لقمان کي وڏيءَ جاڪوڙ کان پوءِ پنڌ ڪنسٽيبلريءَ گرفتار ڪري ورتو. ٻين بيشمار عام حرن جو مون کي پتو ڪونه آهي. انهن کي ماريو يا گرفتار ڪيو ويو.

گهڻن مشهور ۽ جان نثار فقيرن جي قتل ٿي وڃڻ ڪري حر جماعت هيٺي ڪانه ٿي هئي. مڙسن مٿان ته جهڙ ۽ جهيڙا لهندا ٿي ڪونه آهن، پر به مشهور ۽ خاص ماڻهو غدار ٿي چڪا هئا. جن مان هڪ يارو هو جنهن سان پير سائين تمام گهڻو پيار ڪندو هو. هئي لاءِ تون پاڻ اندازو ڪري سگهين ٿو جيڪو مون وارو سوٽ سچل هو.

ياروءَ کي ٽر مان گرفتار ڪيو ويو هو، جيڪو دنگ ٽپي راجا جي ملڪ ڏانهن پڄي رهيو هو. سچلُ، پير سائين کي سنڌ مان ڪڍي وڃڻ کان جلد پوءِ جيل اماڻيو ويو. اهي ٻئي ماڻهو حيدرآباد جي فوجي ڇانوڻين ۾ آزاد رهندا آهن. مٿن انگريزن جو وڏو هٿ آهي جن کي هنن پير سائين ۽ حر جماعت جا اهم راز ٻڌايا هئا.

اسان کي اها به خبر پئي ته انگريزن کي اهڙين ٻن ٽن جاين جو پتو پئجي چڪو هو، جتي پير سائينءَ جو خزانو رکيل هو، پر ڪن اهڙين لڪل جاين جو ڪنهن کي به پتو پئجي ڪونه سگهيو جيڪي اسان جي سائين جمڙائوءَ جي جوءِ ۾ اسان جي استعمال واسطي بڻايون هيون. سميجن ۽ ٻين بااثر زميندارن کي پير سائين امانت طور رکڻ لاءِ تمام گهڻو ڪجهه ڏوڪڙ پئسو ڏنو هو. انهن به ڪميڻائيءَ جو مظاهررو ڪندي اها دولت انگريز جنرل جي حوالي ڪري ڇڏي هئي.

معلوم ائين ٿي رهيو هو ته مارشل لا جي سخت قسم جي قانون حر جماعت جي ڪمزور حرن جو ساهه سڪائي ڇڏيو هو، جيڪي پڻ مريديءَ کان ڦري ويا هئا. پوليس اهڙن نياڳن کان جيڪا به معلومات حاصل ڪندي هئي سا سڌي فوج کي پهچائي ڇڏيندي هئي.

جنرل جي هيءَ به غلط سوچ هئي ته اهي به هل هلايا وڃن ته هڪ فوجي عدالت پير سائين تي حڪومت خلاف بغاوت ڪرڻ جو ڏوهه ثابت ڪيو آهي ۽ ڪيس ڦاهي ڏني وئي آهي. رحيم اهڙيون ڪوڙيون خبرون حيدرآباد مان شايع ٿيندڙ هڪ اخبار ۾ پڙهيون هيون. اهي اخبارون ته اهڙيون خبرون ڇاپينديون جيڪي ڪين

جنرل حڪم ڪندو.[1] هن مان معلوم ٿي رهيو هو تہ فوج کي گهڻو اعتماد ٿي ويو آهي ۽ اها حر جماعت جي حوصلن کي پست ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي پر اهي پليل آهن. سچي خبر اها هئي تہ فوجي عملدارن ڪن خليفن ۽ اهم مريدن کي پاڻ وٽ حيدرآباد سڏائي ورتو هو، جن ۾ مهر علي (شل دوزخ ۾ هجي) سميجو نواب، گل محمد نظامائي ۽ سندس پٽ داد محمد نظامائي شامل هئا. پويون اهو ماڻهو آهي جنهن جي چوڻ تي منهنجي بي ڏوهي پيڻ جئندي قتل ٿي وئي هئي. سندن پهچڻ کان پوءِ کين سينٽرل جيل حيدرآباد وٺي وڃي پير صاحب جي آڏو بيهاريو جنهن کي ان وقت گهڻو نشو پياري سمهاريو ويو هو. عملدار وري ائين چئي رهيا هئا تہ کيس ڦاهي ڏني وئي آهي ۽ هو مري چڪو آهي. هنن عملدارن مذڪوره مريدن کي چيو تہ اوهان شاهد هجو تہ پير صاحب هاڻي دنيا ۾ ڪونہ آهي. هيءَ اٽڪل جان نثار ۽ بيوقوف مريدن کي ڌوڪي ڏيڻ لاءِ ڪئي وئي هئي. انهن مريدن پوءِ وڃان حيدرآباد جي سينٽرل جيل اندر ٿي ائين چيو تہ پير سائين سچ پچ هن دنيا ۾ ڪونہ رهيو آهي. هو جيل مان مس ٻاهر نڪتا تہ کين ڳجهہ ڳوهہ ۾ هڪ ٻئي جيل ڏانهن اماڻي ڇڏيائون.

خوشقسمتيءَ جي ڳالهہ هيءَ هئي تہ مان نازڪ موقعن تي محبت کان پري ڪونہ هيس، تنهن ڪري ڪانئس حال احوال پيو معلوم ٿيندو هو ۽ صلاح مشورا بہ ڏيندو هو. هو لڳاتار ڳوٺن ۾ پيو هلندو هو. ڪيترا ڀيرا هو حيدرآباد بہ ويو تہ جيئن کيس اصلي حقيقت جي پيرائتي ڄاڻ ملي وڃي.

مان توکي اها ڳالهہ بہ ٻڌايان ٿو تہ جڏهن اسان سانگهڙ ۾ اٽڪل ڪري سرڪاري ڪامورن سان ڌوڪو ڪيو هو تنهن جو هيءُ اثر ٿيو جو جڏهن هنن کي اها خبر پئي تہ اسان سائڻ نڳي ڪري نڪري هليا ويا آهيون تہ هنن اسان کي ڳولڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي. جڏهن اسان کي ڳولڻ ۾ سوڀارا نہ ٿيا تہ اسان جي بي گناهہ مائٽن کي جهلي هليا ويا. ڪانوَ جي ڪاوڙ هونءَ بہ اڪ مڪڙ تي هوندي آهي. منهنجي زال ۽ پٽ کي جهلي وڃي حيدرآباد ۾ رهايائون. منهنجي گهر جو الهہ تلهہ تہ اڳي ئي ٻهاري کڻي هليا ويا هئا، ڇاڪاڻ تہ منهنجي زال جيڪو سامان پاڻ کڻي سگهي هئي سو ميڙي کڻي وئي هئي. باقي بيو سڀ ڪجهہ گهر ۾ رکيو هو. ان کان پوءِ هنن اسان جي گهر کي ساڙي رک ڪري ڇڏيو. ان کان

1. سيد صبغت الله شاهہ پير پاڳاري تي هندستان جي شهنشاهہ خلاف جنگ ڪرڻ ۽ ٻين کي ان خلاف ڀڙڪائڻ جي ڏوهہ ۾ فوجي عدالت ۾ ڪيس هليو هو. هن عدالت کيس ڏوهي قرار ڏنو هو، جنهن ڪري کيس 20 مارچ 1943ع تي ڦاهي ڏني وئي هئي.

سواءِ اوڙي پاڙي جي ماڻهن اسان جا ننڍا وڏا وڻ وڍي ٻڪرين کي چاري ڇڏيا هئا.

اسان ٻه رڪ جهڙا پڪا ۽ اڪ جهڙا ڪوڙا ٿي ويا هئاسون. مان ۽ رحيم ملڻ ۽ صلاح مشوري لاءِ محبت فقير وٽ وياسون. ڏٺوسون ته ڪيس اڳي جيان ڏاڍو اعتماد هو. هو اسان کي ياڪر پائي مليو ۽ سانگهڙ واري پڇري مان نڪرڻ واري ڳالهه تي ڏاڍو ڪليو. هن اڳئن دور جون ڳالهيون ٻڌايون ۽ چوڻ لڳو ته انهن مان اخلاقي سبق سکڻ گهرجي. اسان ثابت ڪري ڏيکاريو هو ته عقل ۽ چالاڪي، سوچ فڪر ۽ دشمن جي ڪمزورين جو فائدو وٺي ۽ حر جماعت جي ماڻهن جي وفادارين جي واهر سان سوين ماڻي سگهجي ٿي. هن جو مطلب اهو ٿيندو ته اسان جو رهبر چيتي جيان بهادر ٻدران گدڙ وانگي سياڻو هئڻ کپي.

تنهن تي الهڏني چيو ته انهيءَ طريقي سان اسان فوجي سگهه کي ته ناس ڪري ڪونه سگهنداسون.

اها ڳالهه ٻڌي محبت ڪيس چيو ته اهو ڪم جيپان ڪري ڏيکاريندو. انگريزن کي ساٿن کي منهن ڏيڻ واسطي فوج گهرجي ٿي. هن جو سارو تشدد، ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ ۽ پوئين قسم واري ڳالهه مان پتو پوي ٿو ته هو اسان کي ڌوڪي سان استعمال ڪري رهيا آهن. هن مان معلوم ائين ٿئي ٿو ته اهي اسان جي سگهه کي جلد کان جلد پيڇڻ ٿا گهرن ته جيئن هو بنا ڪنهن دير جي جپان سان منهن ڏئي سگهن جيڪو هاڻي اڳتي وڌي اچي ڪلڪتي ويجهو پهتو آهي. ان نقطه نظر کان اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ اسان کي اهو ڏيکارڻو پوندو ته اسان هيانءُ هاري ويٺا آهيون ۽ هاڻي هتي انگريزن جو ڪم مڪمل ٿي چڪو آهي. سنڌ جو نظام پوليس سنڀالي سگهي ٿي، تنهن ڪري منهنجا اوهان ۽ سيني حرن لاءِ هي حڪم آهن ته فوج سان ڪڏهن ٻه مقابلو نه ڪن. جيڪڏهن اوهان کي ڪو وجهه ملي ته ٻه ان تي فائر نه ڪيو. ڳوٺن کي ڦرڻ لٽڻ کان پاسو ڪيو وڃي، غدارن کي سزا نه ڏني وڃي، انهن کي سزا ڏيڻ جو وقت ويجهو اچي ويو آهي.

جيڪڏهن اسان انهيءَ ڪم لاءِ مناسب وقت جو انتظار نه ڪنداسون ته نقصان اسان کي ٿيندو.

فقيرن ڏڪئي وقت ۾ ثابت ڪيو آهي ته اهي فوج جي هيڏي ساري تعداد کي مڙسيءَ سان منهن ڏئي سگهن ٿا. هاڻي ثابت قدم مريدن جو ايمان ڪمزور ڪونه ٿيندو. ٿوري وقت لاءِ غازين جون ڪارروايون ڏکن ڏولاون کي گهٽائي ته ڪونه سگهنديون. اسان کي مناسب موقعي لاءِ ترسڻو پوندو. اسان لاءِ اها خطري جي

ڳالهہ آهي تہ اسان سالم جماعت، ٻين پيرن جي مريدن ۽ هندن وٽ هڪ يا ٻن ڏينهن لاءِ ويجها وڃون. اسان کي ان ڏينهن لاءِ ويجهائڻ گهرجي جڏهن اسان هنن غدارن کي هٿ ڪپڙي ۾ گهٽي سوڙهو ڪنداسون. هاڻي اسان کي ڪنهن تي بہ ٿورو بہ اعتماد ڪرڻو ڪونہ آهي. اسان کي هميشہ نوري ۽ يوسف جي شهادتن تي نظر رکڻ گهرجي. توهان کي پنهنجيون غلطيون بہ ياد ڪرڻ گهرجن جو اوهان مير بحرن کي تيج سمان بہ ڪونہ ٿي سمجهيو. پير سائينءَ جي معاملن جي تقاضا هيءَ آهي تہ انگريزن سان بہ پاڻي ڪرڻ کان اڳ تجربيڪار ۽ جان نثار مريدن جو تعداد گهٽجڻ نہ گهرجي.

هن کان پوءِ اسان ڪيترو وقت گڏ ۽ ڪيترو وقت اڪيلا بہ رهياسون. اسان جو نمونو جهنگلي هرڻ جهڙو هو جيڪو سدائين پنهنجا ماڳ مٽيندو رهندو آهي، جنهن کي گاهہ سدائين سٺو نہ لڳندو آهي. هر نئين شيءِ، بوءِ ۽ رنگ کان ٿهندو ۽ ڇرڪندو آهي. ائين بہ ڪونہ هو جو اسان ڪنهن کان ڊڄل هئاسون پر اسان کي ادڪو لڳل هو تہ متان پير سائينءَ لاءِ دشمن کي هنداڻتي ڏڪ هڻڻ کان اڳ اسان جهلجي نہ وڃون. مان هيءَ ڳالهہ مڃيان ٿو تہ اسان محبت جي حڪمن جي پابندي ضرور ڪندا هئاسون، پر ڪڏهن ڪڏهن جاسوسن جي اطلاع ملڻ تي جڏهن بہ اسان کي موقعو ملندو هو تہ اهنڊ فوجين کي سبق ضرور سيکاريندا هئاسون. اسان پنهنجي هن نقطہ نظر ۾ غلط تہ هئاسون پر اسان کي دوستن جي حوصلن کي بہ بلند رکڻو هو.

هن وقت مڪيءَ يا ان جي اوسي پاسي باقي ٽي ٽوليون وڃي بچيون هيون. اتر پاسي حسن جي ٽولي هئي، جنهن پنهنجي سوٽ کي پنهنجو نائب مقرر ڪيو هو. ان کان سواءِ مٺوءَ ۽ رحيم جون ٽوليون اوير ۽ ڏکڻ پاسي موجود هيون. اها ڳالهہ مشهور ٿي وئي هئي تہ فوج مٺوءَ کي گرفتار ڪرڻ لاءِ ڪانبو ٻڌي سندس ڪڍ لڳ پئي آهي. سمجهيو ائين پيو ويو تہ ڄڻ حر جماعت جي اڃي ڪاري جو واسطو هن سان آهي. هن جي ڪڍ جاسوسن جي پوري فوج مقرر ڪئي وئي هئي. تنهن ڪري اسان سمجهيو تہ جيترو ساڏوريءَ کان پري هجبو ايترو سٺو. جتي هو ڪڏهن اڪيلو تہ ڪڏهن ٻن ماڻهن سان گڏ گهمندو وتندو هو. هڪ جاءِ کان ٻيءَ جاءِ تائين ڦرندو هو. اسان کي سندس اهڙيون خبرون انهن جانثار حرن وٽان ملنديون هيون جيڪي پنهنجا سرَ ترِيءَ تي رکي اسان کي ماني پهچائيندا هئا. مون کي ياد آهي تہ هڪ موقعي تي مان رحيم ۽ ٻيا غازي بڪار واري جوءِ ۾ لڪا ويٺا هئاسون تہ اوچتو اچي فوج پهتي، جيڪا اسان لاءِ ضرورت واريون شيون

آئيندڙ ماڻهن جا پير کٽي اچي اتي نڪتي هئي. جيڪڏهن ماڻ ڪري ڪيس پڪڙي وجهي ها تہ اسان جي جوڻءَ کي بہ خبر ڪانہ پوي ها، پر هنن مٿس فائر ڪيو ۽ اسان جا ڪن اپڙا تي ويا ۽ پڇي جان بچائي سون.

مٿو بہ جلد ئي پوءِ جهلجي پيو. ڪيس اتڪل ڪري پڪڙيو ويو هو. هن هڪ ميربحر کي پاڻ وٽ رکيو هو. سندس لاڳاپو بڪار سان ۽ فقيرن سان دوستي هيس. ڪيس چيل هو تہ هو هن لاءِ ماني کڻي ڪنهن مقرره جاءِ تي رکي هليو وڃي. ان جي بدلي ۾ ڪيس گهڻا پئسا ڏوڪڙ ڏنا ويا هئا. اهو ميربحر هن کان پئسا وٺي ويو. پر ماني ڪانہ آندائين. هڪ ڏينهن ميربحر لڪي چوري نارو اکري مڇي مارڻ لاءِ ڪن مشهور ڍنڍن ڏانهن هليا ويا. هي ماڻهو بہ ساڻن گڏ هو. سندس ان اويڙي ڳالهہ ڪري مٿو مٿس ڏمرجي پيو هو. ڪيس اها چاڻ بہ ملي هئي تہ هو بين سان اها لباڙ هٽي رهيو آهي تہ مان هڪ مشهور فقير سان ٺڳي ڪئي آهي.

ٿوري وقت کان پوءِ هڪ ٻيو ماڻهو مٿوءَ ڏانهن ماني کڻي آيو جنهن ڪيس چيو تہ جيڪڏهن تون ان ٺڳ کي سزا ڏيڻ چاهين تہ آءٌ ڪيس ڍنڍ ڏانهن مڇي مارڻ ويندي اڪيلي سر ئي جهلي تو وٽ وٺي اچي سگهان ٿو چاڪاڻ تہ مون کي خبر آهي تہ هو ڪٿان مٿيندو آهي. مٿو لاپرواهيءَ کان ڪم وٺي اڪيلو وڃي ان جاءِ تي پهتو.

اهو ميربحر پوري وقت تي اچي انهيءَ جاءِ تان مٿيو ۽ مٿوءَ کي ڏسي سندس پيرن تي ڪري پيو ۽ نماڻائيءَ سان چوڻ لڳو تہ مون کي ڪوتاهي جي معافي ڏيو ۽ ڳالهہ ٻڌو تہ حقيقت ڇا آهي؟ مٿوءَ هن ماڻهوءَ کي مارڻ بدران ٻيهي سندس ڳالهيون ٻڌڻ لڳو. هي بدمعاش ڏاڍو سگهارو هو جنهن اوچتو وڃي سندس ڇنگهن ۾ ٻڪ هنيو. ٻيو ماڻهو ٻوڙن مان نڪري پڄندو آيو،جنهن اچي سندس ڪنڌ ۾ ياڪر وڌو ۽ مٿو ٻيوس ٿي ويو. ان وقت ڊپٽي شفيع محمد جي اڳواڻيءَ ۾ پوليس جو هڪ دستو بہ اتي پهچي ويو، جيڪو هن جاءِ کان ٿوري فاصلي تي انهيءَ مقصد سان لڪيو ويٺو هو،جنهن جلد ئي مٿوءَ کي گرفتار ڪري ورتو. انهن سيني ماڻهن کي ميربحرن وارا ڪپڙا پاتل هئا. هيءَ ساري رٿابندي ڊپٽيءَ پاڻ ڪئي هئي. حڪومت لاهور ميل جي ڪيرائڻ کان پوءِ ڪن ڏوهارين کي جهلي ورتو، جن جي شاهدي ڏيڻ کان پوءِ ڪيس ڦاهي ڏني وئي. اهڙيءَ ريت لقمان بہ ڦاهيءَ چاڙهيو ويو.

انهيءَ زماني ۾ مارشل لا بہ ختم ٿي وئي جهڙيءَ ريت محبت ٻڌايو، پر هن علائقي ۾ فوج اڃا بہ جام هئي ۽ ڪي خاص قانون اڃا بہ نافذ هئا. حيدرآباد واري

جنرل پنهنجا سڀ انتظامي اختيار ليمبرڪ جي حوالي ڪري ڇڏيا، جيڪو سدائين هن سان گڏ هوندو هو ۽ ڪيس مارشل لا قانون کان واقف ڪري ڇڏيو هئائين. جنگ (Jung) بهادر پوليس جو مشهور جنرل هو.[1] هن انگريز کي هندستان مان خاص فقيرن کي گرفتار ڪرڻ جي مقصد لاءِ گهرايو ويو هو. اهو به ڪجهه عرصو هتي ترسي پيو هو پر مٺوءَ جي گرفتاري کان پوءِ هو به هليو ويو ڇاڪاڻ ته ڪيس پڪ هئي ته حر جماعت هاڻي ڪوبه وڳوڙ ڪري ڪانه سگهندي. مون هن عملدار کي تڏهن ڏٺو هو، جڏهن سانگهڙ ۾ پيجري ۾ بند هوس. اهو، مون کي هڪ پوليس انسپيڪٽر ڏيکاريو هو. هي ڊاڍو سگهارو ۽ هڏڪاٺ وارو ماڻهو هو ۽ ڏسڻ ۾ پهرئين جوڙ جو ملهه پئي نظر آيو. سندس وار چرل Grey هئا ۽ سندس اکين تي عينڪ چڙهيل هئي. هو اسان سان هندستاني ٻوليءَ ۾ ڳالهائي رهيو هو، پر اسان کيس بهانو ڪري چيو ته اها ٻولي ڪونه ٿا سمجهون. هن بابت ڪيئي ڳالهيون مشهور هيون. اهو به چيو ويندو آهي ته هو جوانيءَ ۾ انگلينڊ جو هڪ خطرناڪ ڌاڙيل هو. راڻي وڪٽوريا حيلا هلائي بيٺي پر هو گرفتار ٿي ڪونه سگهيو هو. ڪيس ان شرط تي معافي ڏني وئي هئي ته هو هندستان جي ڌاڙيلن کي ختم ڪندو. سنڌ اچڻ کان اڳ هو ان مقصد ۾ ڪامياب ٿي چڪو هو.

مون سمجهيو هو ته مٺوءَ جو موت حر جماعت جو وڏو نقصان هو. منهنجي اها ڳالهه ٻڌي رحيم ڪلڻ لڳو ۽ چيائين ته مٺو جنهن مقصد لاءِ ڇائو هو سو پورو ڪري ورتو هئائين. هن حر جماعت جي مفادن ۾ انهيءَ ڪري اڳواڻ طور ڪم ڪيو جو هو تمام گهڻو مشهور هو، پر پنهنجي ٽوليءَ جو حقيقي اڳواڻ هي نه، پر الهبچايو هو. هي پنهنجي مستقبل واري هلچل ۾ مٺوءَ کان به وڌيڪ اهم ثابت ٿئي ها.

تون پاڻ اهڙو فرق محسوس ڪري سگهندين. انگريزن خلاف جنگ جا پهريان اڳواڻ اهڙا ڪونه هئا، جهڙا هنن جي وڃڻ کان پوءِ اڳواڻ آيا. ٿلهي متاري گل خان جو مثال وٺ جيڪو ڏک ته سهي ٿي ڪونه ٿو سگهي. ان کان سواءِ وريام، يوسف، امام بخش، لقمان ۽ نورو وساڻ به انهيءَ سياءَ جا ماڻهو هئا. شل انهن تي خدا رحم ڪري. انهن جيڪو به ڪيو، سٺو ڪيو، پر سندن ٽوليءَ ۾ ڪي اهڙا به ارڏا ۽ اڙنگ جوان هئا جيڪي هنن اڳواڻن کان به رتيون ڪسر هئا. هنن کان پوءِ ڪمانڊ صحيح ماڻهن جي هٿن ۾ ايندي. پوڪ جو پهريون لابارو ٿي

---

1. مسٽر ايف – ايس – ينگ جيڪو يو – پي جو مشهور پوليس عملدار هو، ڪيس جنرل رچرڊسن جو سنڌ ۾ پوليس ليئن آفيسر مقرر ڪيو ويو هو.

چڪو آهي، پر اجا ٻني ٽڪي ڪانه آهي. هاڻي اها صاف ٿي چڪي آهي ۽ اسان کي پوڪڻو آهي.

ٿوري وقت کان پوءِ اسان وهي اچي الهه بچائي سان ملياسون. اسان سان ميرڻ مري، حسن ۽ ٻيا فقير به گڏ هئا. تنهن ڏينهن محبت اتر ويل هو. سائس ملاقات جو مقصد هو ته ٽولين جي نئين سر تنظيم ڪرڻ گهرجي.

مان ڪن عليڪن سليڪن ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي جن منهنجي زندگي تي وڏو اثر ڪيو آهي. اها سڀ لڪئي جي ڳالهه آهي. لکيو منجهه نراڙ قلم ڪياڙي نه وهي، پر ماڻهو ضرور سوچيندو ته ڇا مان ڇا ٿي چڪو آهي؟ ۽ جيڪر ائين نه ٿئي ها. مان توکي اهڙيون ڳالهيون ٻڌائي چڪو آهيان ته مون ڪيترن اڳواڻن جي ٽولين ۾ ڪم ڪيو آهي. اهي سڀ اتفاقي ڳالهيون هيون. هاڻي مان رحيم سان گڏ هوس پر ڏنو وڃي ته منهنجو اصلي اڳواڻ حسن هو جيڪو ڇٽي پٽي سگهيو ته هي منهنجي ٽوليءَ جو ماڻهو آهي، تنهن ڪري ائين سمجهڻ کپي ته مان ڇڻ ڪنهن سان به گڏ ڪونه هوس. جيڪڏهن مان رحيم سان گڏ هجان ها ته اڄي جيان اڄ به آزاد گهمندو وتان ها. جيڪڏهن مان رحيم سان گڏ هجان ها ته هن سان گڏ مان به جهلجي پوان ها، يا سندس سوڻ سان گڏ شهيد ٿي وڃان ها، جيڪو هن کان پوءِ سندس ٽوليءَ جو اڳواڻ ٿيو هو.

مان حسن جي ٽوليءَ ۾ هن ڪري وري شريڪ نه ٿي سگهيس جو مان نوري ۽ لقمان جي ٽوليءَ سان گڏجي پڻ ڪارروايون ڪيون هيون. هن چيو هو ته مان پنهنجي ٽوليءَ واري ماڻهن مان ڏاڍو خوش آهيان. هن اهو به ٻڌايو ته هڪ فقير سان گڏجي هن اتر ۾ اهم ڪارروايون ڪيون آهن ۽ جنگي جوان غازين کي پنهنجي ٽوليءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پڻ نينڊ ڏني آهي. رحيم به پنهنجي ٽوليءَ جي عام قسم جي حرن جا نالا ڪنيا ۽ ڪن ڪارروائين جي رٿابنديءَ جو به ذڪر ڪيو، جيڪي هو جلد ئي ڪرڻ وارو هو. سندس اهڙيون ڳالهيون ٻڌي الهه بچائي خاصخيليءَ چيو ته سائين رکيو به هتي موجود آهي جيڪو شايد توسان گڏجي ڪم ڪندو؟ سندس اها ڳالهه ٻڌي رحيم ورائيو ته اها سندس پنهنجي مرضي آهي. هي مون وٽ اتفاق سان آيو آهي.

مون هڪدم سمجهي ورتو ته هو مون کان لهرائي ٿو، پر مون ان جو ڪارڻ به سمجهي ورتو هو ته هو منهنجي ذهانت کان سڙي رهيو آهي. سندس مرضي هئي ته سندس ٽوليءَ ۾ اهڙو ڪو ماڻهو نه هجي جيڪو هن کان وڌيڪ سياڻو ۽ سچيت هجي.

هن وقت تائين مون ٻڙڪ ٻہ ڪونہ ٻولي هئي. اتي الهہ بچائي چيو تہ مان ٻن ٽن ڪارروواين ۾ سائين رکئي سان گڏ رهيو آهيان. جيڪڏهن رحيم فقير تون هن کي پنهنجي ٽوليءَ ۾ نہ ٿو کڻين تہ مان هن کي پنهنجي ٽوليءَ ۾ شامل ڪري خوشي محسوس ڪندس.

اهڙيءَ ريت منهنجي اميد پوري ٿي وئي جنهن لاءِ آءٌ هميشہ واجهہ وجهندو رهندو هوس. الهہ بچائي کي مان پنهنجو سورمو ڪري سمجهندو هوس. هن منهنجي چوڻ کان سواءِ پاڻ پاڻ هڪ اهم ڪارروائيءَ لاءِ پنهنجي ٽوليءَ ۾ شامل ڪيو هو. مان سندس اهڙي ڳالهہ ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيس.

ان وقت رحيم چيو تہ اها سائين رکئي جي مرضي آهي. جيڪڏهن هو مون سان گڏ رهندو تہ منهنجي ناماچاري ٿيندي ۽ جيڪڏهن هو توسان ڪم ڪندو تہ تنهنجي لاءِ ٻہ سٺو ٿيندو. هي هڪ ڏاهو ماڻهو آهي.

سندس اها ڳالهہ ٻڌي دل چيو تہ جيڪر رحيم کي نہ ڇڏيان پر مان عقلمنديءَ جو مظاهرو ڪندي هيٺ چيو تہ مانَ وارا فقير! مان ڪجهہ ٻہ ڪونہ آهيان. پير سائين جي مقصد لاءِ قربان ٿيڻ کان سواءِ منهنجي ڪا ٻي خواهش ڪانہ آهي. جيڪڏهن مان ٻن حصن ۾ ورهائجي سگهان تہ جيڪر ٻنهي سان گڏجي ڪم ڪريان. هن کان سواءِ مان مشهور غازين سان گڏجي ڪم ڪري چڪو آهيان. جيڪڏهن مان پاڻ کي راضي ڪري نہ سگهيس تہ رحيم مون کي پنهنجي ٽوليءَ ۾ ضرور شامل ڪندو ۽ اڳتي لاءِ ٻہ مون کي هدايتون ڏيندو.

منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي سڀئي کلڻ لڳا. معاملو خيرخوبيءَ سان طئي ٿي ويو. انهيءَ ڪري رحيم اڳي کان وڌيڪ دوست ٿي ويو. مان سندس مخالف اڳواڻ الهہ بچائي جي ٽوليءَ ۾ شامل ٿي ويو هوس تہ ٻہ هو مون کان ڏاڍو خوش هو. ايڏو خوش جو سائس گڏ ڪم ڪرڻ وقت ٻہ مون مان ايترو خوش ڪونہ هو. منهنجي پڳ يار مٺ عيسيٰ خاصخيليءَ جي مرضي هئي تہ اهو ٻہ جيڪر ان ٽوليءَ ۾ شامل هجي جنهن ۾ مان هجان. هن حسن کي عرض ڪيو تہ مون کي ٻہ الهہ بچائي جي ٽوليءَ ۾ شامل ٿيڻ جي موڪل ڏجي.

هن کان جلد ئي پوءِ ميرڻ مري، رستم نظامائيءَ، گل خان کي مکيءَ پرسان رهندڙ غدارن کي سزا ڏيڻ واسطي اپاريو، جيڪو تڏهن خيرپور رياست جي حدن اندر نهايت آرام سان وقت گذاري رهيو هو. هنن کي شڪ هو تہ سندن هڪ نہ هڪ ماڻهو يا مددگار سرڪار جي جاسوسي يا مخبري ڪندو هوندو. هو آڌيءَ رات ڏاران نارو مس اڪريا تہ مٿن گولين جو وسڪارو ٿي ويو، ان ڪري ڪين

پوئتي موٽڻ کان سواءِ ٻي ڪا واهه ڪانه هئي. اسان پوءِ خبرون ٻڌيون ته ڊپٽي شفيع محمد ۽ سنڌس مددگار انسپيڪٽر محمد اسلم سنڌن تاڙ ۾ لڪا ويٺا هئا.

فوجين هوڙهيائي ڪري وقت کان اڳي فائر شروع ڪري ڏنا هئا جيڪڏهن عملدار مٿن ضابطو ڪن ها ۽ ٿڏائيءَ کان ڪم وٺن ها ته اسان جا ماڻهو بچي وڃڻ ۾ ڪامياب نه ٿين ها.

اسان بنا ڪنهن نقصان جي سبق سکي ورتو هو. ٿورن هفتن گذرڻ کان پوءِ بچوءَ نالي جمڙائو هيڊ جي فوجي ڪمانڊر ثابت ڪري ڏيکاريو هو ته هو وچونءَ جي نالي کان به وڌيڪ بچڙو هو. هي پيرادِن ۽ زميندارن جي مائٽن سان گڏجي ڳجهه ڳوهه ۾ حسن جي ڪڍ لڳي پيو هو. نيٺ ڪيس زنده گرفتار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

ان وقت عجيب اتفاق اهو ٿيو جو انگريزن جو ڌيان حرن کان هٽي ٻروچ ڏاڙيلن ڏانهن ڇڪجي ويو هو جن جمڙائو ۽ سنڌو درياهه جي وچ تي پنهنجين ٽولين سان گڏ ڀارڻ ڀاري ڏنو هو. هنن جو اسان سان ڪو لاڳاپو ڪونه هو، پر وڳوڙن مان فائدو وٺي ڦر لٽ ڪرڻ ۾ جنبجي ويا هئا. ٻه ٽي مهينا ٿيا جو هنن ٻنهي کي گرفتار ڪيو ويو آهي. سنڌن جهلجڻ کان پوءِ هنن جي ٽولين وارا ماڻهو ڪک پن ٿي ڪيڏانهن هليا ويا آهن.

ان کان سواءِ هڪ ٻي ڳالهه به ٿي گذري جو سرڪار سانگهڙ جي حر عورتن واري لوڙهي کي ختم ڪري ڇڏيو آهي، جيڪا اسان لاءِ وڌيڪ فائدي واري ڳالهه آهي. اتي رهندڙ عورتن کي ڪيري ۾ قائم ڪيل لوڙهن ۾ رکيو ويو آهي، جتي انهن عورتن جا مڙس يا مرد مٽ مائٽ پڻ رهايا ويا آهن. جيل مان به ڪيترين عورتن کي آزاد ڪيو ويو آهي. توکي لوڙهن جي قانون جو پتو هوندو ته اتي رهندڙ ماڻهن کي مزدوري ڪرڻ لاءِ ٻن ٽن ميلن جي پنڌ تائين وڃڻ جي موڪل هوندي آهي. انهن آفيسرن کي پڪ هئي ته هي حر بي ضرر آهن، پر ڪين اها خبر ڪانه هئي ته هنن حرن ۾ ڪي مرد ۽ عورتون اهم حيثيت رکندا هئا. اسان انهن سان وچي ٻانڌو ٻڌو، جيڪي اسان لاءِ فائديمند ثابت ٿيا ڇاڪاڻ ته ڪين ڏکھو تجربو هو ۽ اهي سرڪار جي جاسوسن ۽ مخبرن کان چڱيءَ ريت واقف هئا.

مون شروع ۾ پلاند وٺڻ وارن ڪارروائين ۾ ڪو حصو ڪونه ورتو، جن کان پوءِ انگريزن خلاف جنگ جي نئين سر شروعات ٿي هئي. ساري دنيا ڄاڻي ٿي ته فقيرن خدادا ڏکڻ کي ڪهڙي طريقي سان ماري ڇڏيو هو؟ هن کي ڪجهه وقت گورنر ڊؤ سنڌ جي وزارت اعليٰ تان خارج ڪري ڇڏيو هو، ڇاڪاڻ ته ٻنهي جي

وچ ۾ ڪي اختلاف پيدا ٿي پيا هئا. پر حر جماعت لاءِ هي اهو ماڻهو هو جنهن ڪي مسلمان ۽ سنڌي هجڻ جي ناتي ۾ پيرسائينءَ لاءِ ڪو مان مرجاتا ڪونہ هو ۽ هن ٻو سان گڏجي حر ائڪٽ جهڙي ڪاري قانون کي نافذ ڪيو هو. ان کان پوءِ هن مارشل لا مڙهڻ ۾ سائس سهڪار ڪيو هو. اها هڪ حقيقت آهي تہ حرن ڏکهي وقت جي ماٺار کان پوءِ پلاند وٺڻ جي شروعات ڪئي هئي. چوندا آهن تہ ڏاڍ ڪونہ وسرندو آهي ۽ انصاف بہ ملندو آهي. اڪثر ڪري اسان اهڙين ڳالهين کي ثابت بہ ڪيو آهي. هن شخص خداداد کي ان قيامت جي خبر ئي ڪانہ هئي، جيڪا هن مٿان اچڻي هئي. ڪيس شڪارپور پرسان قتل ڪيو ويو هو. ان وقت هو بگهيءَ ۾ چڙهي ڪيڏانهن وڃي رهيو هو. مان پڪ سان چئي سگهان ٿو تہ اهو محبت فقير جي ڪامياب رٿابندي جو نتيجو هو.

مون کي اڳڪو لڳل هوندو هو تہ هو اتراڏو فقيرن سان اتر سنڌ ۾ چو ٿو رهي، ڇاڪاڻ تہ هو ڇاڇو نپنو جمڙائو واري جوءِ ۾ هو، جيڪا حر جماعت جي قلعي جي حيثيت رکي ٿي. اها ڳالهہ ٻڌي مون کي خوشيءَ سان گڏ شرمندگي بہ محسوس ٿي رهي هئي ڇاڪاڻ تہ منهنجو هن بابت خيال غلط هو. هن واقعي پير سائينءَ جي دشمن ۾ ڏهڪاءُ ۽ ترٿلو مچائي ڏنو هو. ان کان سواءِ محبت فقط هن هڪ ڪارروائي مان مطمئن ڪونہ هو.

جڏهن هو اسان وٽ پهتو تہ مهر عليءَ کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڪيائين، جيڪو پير سائينءَ جو هڪ خليفو هو، ڇاڪاڻ تہ هن يوسف، امام بخش ۽ ٻين فقيرن سان ڌوڪو ڪيو هو. مون کي ان ڪري مايوسي ٿي هئي جو اهو ڪم اسان واري ٽوليءَ جي سپرد ڪونہ ڪيو ويو هو، پر چڱي ڳالهہ اها ٿي هئي جو اها چرٽي فقير جي پٽ جي حوالي ڪئي وئي هئي، جنهن جو امام بخش جي ٽوليءَ سان لاڳاپو هو. ڪارمُهين مهر علي کي قتل ڪرڻ ڪا معمولي ڳالهہ ڪانہ هئي ڇاڪاڻ تہ جنهن يوسف نالي واري فقير کي هن قتل ڪرايو هو، تنهن جو حر جماعت ۾ وڏو احترام ڪيو ويندو هو، پر سندس نالي بہ اهم هو. پير سائينءَ پاڻ اها شادي ڪرائي هئي. ان غدار خليفي جون گهر واريون ۽ پٽ غازين جي مدد ڪندا هئا ۽ انهن ئي غازين سندس حساب چڪتو ڪيو هو. هو انگريز سرڪار جي ايجنٽ ٿيڻ تائين حر جماعت جو مک هو. هن پنهنجي دولت بچائڻ لاءِ وفاداري کي قربان ڪري ڇڏيو هو. ڪيس پورو پتو هو تہ هاڻي سندس حياتي ختم آهي. مون کي ڪنهن ٻڌايو هو تہ ڪامورن ڪيس پهريدار رکڻ جي صلاح ڏني هئي. هُو گهر کان ٻاهر تہ نڪرندو ئي ڪونہ هو. هُو پاڻ بہ ائين چوندو هو تہ هو هن جهان

۾ گهٽو جيئرو رهي ڪونہ سگهندو پر هن حفظ ماتقدم واريون ڳالهيون ڪري سندن خوشين ۾ رخنو وجهڻ ڪونہ ٿي چاهيو. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ لکيو اوس بہ پڙي. اسان جي دوستن کي هن جي ڏهاڙي واري زندگيءَ جي خبر هئي. هنن اول سندس گهر ياتين سان ہانڊو ہڊو. هو جڏهن پنهنجي پٽن سان گڏ مسجد ۾ وينو هو تہ غازين بہ مٿان ڪڙڪو ڪيو. سندس انهن پٽن کي امان ڏني وئي جيڪي حر جماعت جا ساٿي هئا.

هن ماٺهوءَ جو ڳوٺ ميرپورخاص پرسان هو، تنهن ڪري پوليس بہ پهچڻ ۾ دير ڪانہ ڪئي جيڪا پيرادِن کي ساڻ ڪري غازين جي ڪڍ لڳي هئي، پر سندن ساري جاکوڙ پاڻيءَ ولوڙ ثابت ٿي،چوتہ پير سائينءَ جي مهربانين سان سندن وار بہ ونگو ڪونہ ٿيو.

مهر عليءَ جي قتل ڪري چوڌس ڏهڪاءُ چائنجي ويو. انهن وڏيرن، جن سرڪار سان سهڪار ڪيو هو، سي بہ پنهنجي ڳوٺن کي ڪوٽ ڏيڻ ۾ لڳي ويا. چبوترن ۽ ماڙين جون اڏاوتون شروع ڪيون ويون ۽ پهريداريءَ لاءِ خاص ماٺهن کي هندن جون بندوقون حوالي ڪري ڇڏيون. هڪ اهڙي وڏيري کي اسان ڪُتي ڪري سڏيندا هئاسون ڇاڪاڻ تہ هن مٿي بيان ڪيل بچاءَ وارين ڳالهين کان سواءِ پنهنجي گهر جي پهريداريءَ خاطر پنجاهہ کن شڪاري ڪتا رکيا هئا. ان کان پوءِ ڪمشنر ليمبرڪ پوليس کي ڪيترن ئي حرن کي وري گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڏنو، جن کي ڪجهہ وقت اڳ آزاد ڪيو ويو هو. ان کان سواءِ هن ہيا بہ کي ڏهڪائيندڙ حڪم ڪڍيا هئا، پر اسان جي حر جماعت ڏاڍي سرهي هئي. اسان فقير بغاوت جي اهڙي باهہ کي چوڌس پکيڙڻ لاءِ تيار ٿي ويا هئاسون.

## [15]

منهنجي لاءِ اها خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ ٻہ سال اڳ يا ان کان ڪجهہ عرصو وڌيڪ مان الهہ بچائي جي اڳوائيءَ ۾ ڪن اهم ڪارروائين ۾ رڌل رهيس. ڪلهہ رات جسم ۾ ڏاڍو سور پيو،ڏاڍو الڪو ٿي پيو، سمجهيم تہ مون کي وڌيڪ وقت وڃائڻ نہ گهرجي. جيڪڏهن مان توکي اهو پيغام نہ ڏئي سگهيس جيڪو منهنجي دل ۾ هري رهيو آهي ۽ اوچتو موت اچي ويئو تہ مئي کان پوءِ بہ منهنجي دل کي سڪون ڪونہ ايندو. جيستائين تون مطمئن نہ ٿيندين تيستائين مان ڪجهہ بہ ڪري نہ سگهندس. تون منهنجي آزاديءَ واري آخري ڏينهن جي سچي ڳالهہ ٻڌندين تہ توکي محسوس ٿيندو تہ هي سائين رکيو پير سائين پاڳاري، حر جماعت ۽ پنهنجي اڳواڻ الهہ بچائي سان آخري وقت تائين سچو رهيو آهي.

ان پڇاڙيءَ واري واقعي تائين پهچڻ واسطي مون کي ڪن ٻين ڪارروائين جو بہ احوال ٻڌائڻو پوندو جيڪي ٻڌڻ لائق بہ آهن. مان توکي اهڙا واقعا ضرور ٻڌائيندس تہ جيئن توکي ان واقعي جي هلچل بابت پوري ڄاڻ ملي سگهي ۽ الهہ بچائي جي اڳوائيءَ هيٺ پير سائين سردار جي لاءِ ڪيل منهنجن خدمتن جي پڻ پوري معلومات حاصل ٿي سگهي.

توڙي جو سرڪار اعلان ڪيو هو تہ مارشل لا ختم ٿي چڪي آهي پر فوج اهائي موجود هئي. باڪوڙي، شهداد پور ۽ ٻين جڳهن مان ڪي ريجمنٽون هٽايون ويون تہ انهن جي جاءِ تي ٻيءَ ايجنسيءَ جا ماڻهو رکيا ويا، جن کي سنڌ رائفل پوليس سڏيو ٿي ويو. نالي ۾ پوليس هئي پر هئي اها ساڳي فوج. سانگهڙ واري بنگلي ۾ بہ پشاور ڪنسٽيبلري رکي وئي هئي. سنڌ جي ريگيولر پوليس جي تہ ڪا حيثيت ئي ڪانہ هئي، پر ڪي عملدار جهڙوڪ ڊپٽي شفيع محمد، انسپيڪٽر شيردل ۽ انسپيڪٽر محمد اسلم جي اها ئي لئي هئي جو هو ڏاڍا چالاڪ هئا. اهي سڀئي اسان جي دشمن ليمبرڪ جي ڪمانڊ هيٺ هئا جيڪو هاڻي ڪمشنر هو پر گلبرٽ جي جاءِ تي پرائڊ (Prae) کي سينيئر پوليس آفيسر ڪري رکيو ويو هو.

مون کي ياد آهي تہ هنن پوليس ڪامورن لاءِ محبت جو خيال هن ريت هو تہ ڪمشنر ۽ ڪليڪٽر جيڪي سنڌ ۾ رهيا آهن ۽ سنڌي ٻولي ڳالهائي سگهندا

آهن، تن کي پوليس جي اختيار ڪيل طريقن جي ساري خبر آهي. اهي پوليس جي معاملن ۾ دست اندازي پڻ ڪن ٿا. تنهن ڪري پوليس عملدار سندن انهيءَ رويي ڪري چڙيل هوندا آهن. ٿوري بندوبست ڪرڻ سان انهن کي ڏار بہ ڪري سگهجي ٿو. توهان ٻڌو هو تہ هڪ وڏيري کي ”ڪليڪٽر جو ماڻهو“ ۽ ٻئي کي پوليس ڪئپٽن ماڻهو سڏيو ويندو آهي. هر ضلعي جي اهڙن ڪامورن کي پنهنجا ماڻهو آهن جن تي هو اکيون ٻوٽي اعتبار ڪندا آهن. اهڙا ماڻهو ٻين جي ٻڌايل ڳالهين تي ويساهہ ڪونہ ڪندا آهن. هيٺيان عملدار بہ هڪ ٻئي کان سڙندا ڪامندا آهن. مان سندن اهڙين ڪمزورين تي ڪم ڪرڻ جو سوچي ويچاري رهيو آهيان. ڪي وڏيرا پوءِ کان يا سچي دل سان اسان جي پاسي آهن پر ٻاهرينءَ دل کان حڪومت جي ڊر هوندا آهن ۽ ڪامورن کي ملڪي معاملن ۾ مشورن ڏيڻ لاءِ تيار هوندا آهن. اسان بہ ڪن عورتن ۽ حر جماعت جي غير اهم ماڻهن کي درخواستون ڏئي هنن عملدارن ڏانهن موڪليندا آهيون.

جيتري قدر منهنجو تجربو آهي، انگريز عملدار کي رشوت ڏئي راضي ڪري ڪونہ ٿو سگهجي. اهي عورتن ۽ سهڻن ڇوڪرن جا بہ پياسا ڪونہ آهن. تنهن ڪري ڪين اهڙن طريقن سان استعمال ڪري ڪونہ ٿو سگهجي. اهڙا طريقا سندن هندستاني ماتحت عملدارن تي استعمال ڪري ٿا سگهجن. جيڪڏهن خبرداريءَ سان خوشامد ۽ چاپلوسيءَ کي ڪتب آڻبو تہ هنن انگريزن کي ڪا بہ خبر پئجي ڪانہ سگهندي. مثال طور ليمبرڪ سنڌي ڳالهائي سگهندو آهي ۽ ڪنهن ترجمان جي مدد کان سواءِ پاڻ معلومات وغيره وٺندو آهي. جيڪڏهن هن کي پوليس خلاف رشوت جي دانهن ڏبي آهي تہ ڏيان سان ٻڌندو آهي. مان سوچي رهيو آهيان تہ انهيءَ ڪم لاءِ غريب حرن کي ڪم آڻجي، جيڪي سدائين پوليس خلاف وٽس درخواستون ڪنيو بيٺا هجن. ڪيس اهو چون تہ فقط تون انصاف ڏئي آهين ۽ تون ئي انصاف ڪري سگهين ٿو ۽ تون دل جو صاف ۽ سڀاجهو آهين. ڪپري واري لوڙهي جي ماڻهن ڪيس بيماريءَ ۽ اڻ پوري کاڌي جون ڪوڙيون سچيون ڳالهيون ٻڌائي هن کي گهڻو متاثر ڪري ڇڏيو آهي. ان کان سواءِ هن اسان جي ڪيترن تجربيڪار حرن مردن ۽ عورتن کي آزاد بہ ڪري ڇڏيو آهي. پوليس وارن تہ گهڻي مخالفت ڪئي هئي ڇاڪاڻ تہ اهي هنن حرن کان چڱيءَ ريت واقف هئا. مهر عليءَ جي قتل کان پوءِ ڪيس پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو هو. پوليس وارن بہ ننهن چوٽيءَ جو زور لائي آزاد ڪيل حرن مان گهڻن کي وري گرفتار ڪري ورتو هو. ليمبرڪ اهو نہ چاهيندو هو تہ اهي پوليس وارا ڪيس غلط ثابت ڪن.

منهنجا ماڻهو ڪيس هن ڳالهہ لاءِ آماده ڪري رهيا آهن تہ سب انسپيڪٽرن ۽ پوليس وارن حرائڪٽ جي آڙ ۾ حُرن مٿان ڏاڍ ۽ ظلم ڪيو آهي ۽ ڪائنن رشوت ورتي آهي. اسان کي خبر آهي تہ هنن ماتحت عملدارن طور ڪم ڪيو آهي ۽ ڪندا رهندا. توڙي کين گهڻا اختيار هوندا، پر تنهن هوندي بہ مٿن ضرور نظر داري ڪئي ويندي. اهي گهٽيءَ سزا جي لائق آهن، پر پوءِ بہ بچي ويندا آهن. ان هوندي اسان جي فائدي جا ڳالهہ اها آهي تہ ڪمشنر اهڙين ڳالهين ۾ رڌل هجي ۽ پوليس وارا بہ شڪايتن ڪري پنهنجي پڙ ۾ پورا هوندا ۽ کين ڦڦڙي لڱل هوندي تہ مٿان ڪمشنر هنن خلاف ڪو سخت قدم نہ کڻي. پوليس وارا بہ چوندا تہ "اسان حرن خلاف وڏي جوش ۽ جذبي سان ڪم ڪيو آهي، پر تنهن هوندي بہ سرڪار جي اسان مٿان اهڙي ڪا ڪاوڙ آهي جو لهي ئي ڪانہ ٿي. تنهن ڪري اڳتا واسطي حرن خلاف ڪجهہ بہ ڪونہ ڪبو."

مون کي يقين آهي تہ ليمبرڪ سچين ڳالهين تي بہ اعتبار ڪونہ ڪندو آهي ۽ گهوڙن تي چڙهي پيو ملڪ گهمندو آهي ۽ هر شيءِ پنهنجي اکين سان ڏسڻ گهرندو آهي. هن جي اهڙيءَ ريت گهمڻ ڪري پوليس گهڻو پريشان هوندي آهي. سرڪار کي ساري معلومات بہ هنن پوليس وارن وسيلي ملندي آهي ۽ هر معاملي کي پنهنجي نقطہ نظر موجب نبيري ڇڏيندا آهن. اعتبار ڪيو تہ مون کي پنهنجا اهڙا ماڻهو ڪم سان لائي ڇڏيا آهن جيڪي ڪامورن کي پنهنجي مقصد لاءِ استعمال ڪندا ۽ سندن خوشامد ۽ چاپلوسي وسيلي سندس دوستن جون ڪيس شڪايتون ڪندا. جيتري قدر ماتحت عملدارن جو تعلق آهي تہ جيڪي رشوت گهرندا تن کي اها ڏئي راضي ڪري ونداسون ۽ جيڪي وري خطرناڪ عهدن تي ڪم ڪري رهيا آهن تن کي پلاند ونڻ جو پڙ ڏئي سولائي سان ٻيڇاري سگهجي ٿو. ڪي وري عورتن جا پياسا هوندا آهن تن کي اهڙيون چالاڪ عورتون حوالي ڪيون ونديون جن کان شيطان بہ پناهہ گهرندو هوندو. اهڙيءَ ريت اهي عورتون بہ هنن کان گهربل معلومات حاصل ڪري سگهن ٿيون. مان مٿي بيان ڪيل ڳالهيون گڏريل ڪيترن مهينن کان سوچي رهيو آهيان. ان سان گڏ اوهان غازي اهم معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ پڻ هٽ پير هٽندا رهو. هاڻي اوهان جو پهريون ڪم اهو هوندو تہ غدارن کي ڳولي ڳولي ماريون جن فوج سان ٻٽ ۽ جهٽ تي اسان جي پائرن کي قتل ڪرايو آهي ۽ ڪن کي وري ڪورٽن جون حاضريون ڪارايون آهن. مکيءَ پرسان وارن وڏيرن تي آباد زمين جي ڍل رکو ۽ وصول ڪريو. انهيءَ طريقي سان فقيرن جي عزت حڪومت کان بہ سرس ٿي ويندي. پير سائين جي

دعا سان اسان بہ کانئن ضرورت جي هر شيءِ وٺنداسون. هيءَ ڳالھہ بہ ياد ڪريو تہ جڏهن پوليس ڪي ڪنهن ماڻهوءَ جي بہ چاپڙائي جو پتو پوندو آهي تہ ان کي جيل موڪلي ڇڏيندا آهن، پر جڏهن اسان کي شڪ ٿيندو تہ ڪو ماڻهو اسان سان منافقي ڪري رهيو آهي تہ اهڙي ماڻهوءَ جي سزا موت هوندي. اهڙا فيصلا بہ ماڻهن کي ترت ڏيکاريا وڃن.

مون کي جڏهن گذريل ڏکيو ٽائو ياد ايندو آهي تہ منهنجي دل ۾ فخر جو احساس جاڳي پوندو آهي. اها هڪ ڏني وائني جنگ هئي. مختلف علائقن سان لاڳاپيل حر جماعت ۽ سرڪار ملهن وانگر ياڪر وجهي هڪ ٻئي جا پاٽي ڪڇيا هئا. انهن مان هر هڪ پهلوان پنهنجي پر ۾ پهرئين جوڙ جو ملھہ هو. اسان جي مخالفن کي پوت جيتري گهٽي طاقت هئي. ان کان سواءِ وٽن ڪيئي تجويزون ۽ اٽڪلون هيون پر اسان جون اٽڪلون گهٽيون وڌيڪ هيون. جڏهن اسان مناسب وقت کي ڏسي پنهنجي طاقت جو مظاهرو ڪيو هو تہ وڏي سگھہ هوندي بہ واٽرو ۽ پريشان ٿي ويو هو. هن ڪڏهن سمجهيو هوندو تہ حر هار کائي چڪا آهن ۽ سندس ضابطي ۾ اچي ويا آهن، پر اسان هنن وٽان ڪسڪي نڪري وياسون ۽ هن سان وري بہ سندرا ٻڌاسون. اسان جي اها هلچل پير سائينءَ جي آزاد ٿي اچڻ تائين جاري رهندي.

ڪيترن فقيرن شهادتون ماڻيون ۽ ھاٽي قبرن ۾ آرامي آهن، پر اسان انهن کان بہ ٽيڻ تي سرڪاري جاسوسن ۽ مخبرن کي جهنم روانو ڪري چڪا آهيون. ان کان سواءِ فوجين ۽ پوليس وارن جو بہ گهڻ تعداد ڪونہ آهي، جن کي اسان ساٿن گڏ گهمڻ لاءِ دوزخ موڪليو آهي ڇاڪاڻ تہ هن دنيا ۾ بہ اهي ڏريون پاڻ ۾ گڏ هلنديون چلنديون هيون. مان تہ پنهنجي ڪارروايٽن کي وڏي وات بيان ڪندو آهيان تہ پلي هرڪو ٻڌي، ڇاڪاڻ تہ اسان گهڻن جاسوسن ۽ مخبرن کي ماري ڪنائي ڇڏيو آهي، جيڪي اسان جون ڳالهيون ٻڌي نڪ وڃي پوليس وارن کي ٻڌائيندا هئا ۽ اسان مٿان شاهد بيهجي ويندا هئا.

اسان پهريائين انهن کي موت جي سزا ڏني، جن ڪورٽ ۾ مٿوءَ خاصخيليءَ تي شاهديون ڏنيون هيون ۽ چاڙائو جي حر جماعت جي توهين ڪئي هئي. اسان هر ايندڙ ويندڙ پوليس جٿن تي دوبدو حملا ڪيا. هڪ ڀيري اسان جڏهن پوليس جي پيڇي دوران رات جو جمڙائو اچي پار ڪيو تہ الھہ بچائي ڳجهي طريقي سان باہ ٻاري هئي جنهن سان اسان پنهنجا پڳل ڪپڙا سڪايا هئا. ڇاڪاڻ تہ سياري جي رات هئي. ان وقت چيو هئائين تہ اسان کي هر قسم جو ڏک ڏاڪڙو سر تي سهڻو

آهي ۽ خطرن کان لنوائڻو ڪونہ آهي. جڏهن اسان کي پير سائينءَ جي مقصد حاصل ڪرڻ واسطي جسماني طاقت جي ضرورت آهي تہ پوءِ اسان جو سيءَ ۾ بيمار ٿي پوڻ جو مقصد بہ اجايو ڪونهي.

جنهن تڪڙي نموني سان سرڪار ڦريل بي ايمان مريدن ۽ ٻين کي اسان خلاف مخبريءَ ۽ جاسوسيءَ لاءِ ڪم آڻي رهي هئي تہ اسان بہ ساڳي رفتار ۽ طريقي سان پنهنجي جاسوسن کي هنن خلاف ڪتب آڻي رهيا هئاسون. اهي پنهنجي دل جي سچائيءَ سان خبرون وٺي اسان تائين پهچائيندا هئا. ان کان پوءِ عملدار انهن ڪارمُنهنِ کي ٽاڻن پرسان رهائيندا هئا تہ جيئن سندن تحفظ ٿي سگهي. اهڙيءَ ريت اسان جي جاسوسن کي سندن چرپر جو سارو پتو پئجي ويندو هو. ان سان گڏ اتي اينڊڙ مخبرن جي بہ ڪين سربستي ڄاڻ ملي ويندي هئي. ٿاڻن ۽ فوجي ڪئمپن ويجهو رهڻ وارن غدارن کان سواءِ باقي ٻين گهڻن سرڪاري جاسوسن کي قتل ڪيو ويو هو. اهي پاڻ کي محفوظ تہ سمجهي رهيا هئا، پر پوءِ بہ انهن مان ڪيترا ئي مارجي ويا هئا ۽ بچاءَ لاءِ سرڪار طرفان ڏنل بندوقون حرن جي هٿ لڳي ويون هيون.

مان اهو ذڪر ڪونہ ڪيو آهي تہ نوري وساڻ جي گهر پاتين مان ڪي ماڻهو گڙنگ ۾ رکيل پير سائين جو خزانو پنهنجي ذاتي استعمال لاءِ ڪڍي کڻي ويا هئا. نهايت ڏک جي ڳالهہ تہ اها آهي تہ حرن مان هڪ ڄٽي امانت ۾ خيانت ڪئي هئي. اهو قصو ائين الٽ پلٽ ٿي ويو هو. پوءِ اهي سڀ شيون سرڪار ضبط ڪري ورتيون جنهن ڪري مقرر ڪيل هن نئين مخبر کي پنهنجي ڪٽنب جي چرپر تي نظر رکڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو جيڪو سانگهڙ جي اوسي پاسي هڪ گهر ۾ رهندو هو. هن غدار کي منهن ڏيڻ لاءِ اسان جي ۽ رحيم جي ٽوليءَ گڏجي ڪم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هتي مان هيءَ ڳالهہ ضرور قبول ڪندس تہ ان ڪارروائي جي ساري رٿابندي ۽ عملي طور ڪم ميرڻ مريءَ جي فڪر جو نتيجو هو جنهن شيولداس خلاف ڪارروائي ۾ بهادري جو مظاهرو ڪري پنهنجو مانُ مرتبو وڌائي ڇڏيو هو. ان کان سواءِ لاهور ميل واري واقعي ۾ بہ هن اهم ڪردار ادا ڪيو هو. هو اها بہ ڳالهہ ڪندو هو تہ هڪ پيري زميندار جي روپ ۾ ريل جي هڪ اهڙي گاڏي ۾ سفر ڪيائين، جنهن ۾ ڊپٽي پوليس شفيع محمد سوار هو ۽ سارو وقت هن سان حرن جون ڳالهيون ڪندو رهيو. هن وساڻ ڪٽنب سان تعلق رکندڙ غدار ماڻهوءَ جي ڏيءُ سان ملڻ جي تجويز ڳولي لڌي جنهن جو نالو سيائي هو ۽ اها نقير نوري وساڻ جي گهر واري هئي. اها مائي غداري ڪري پنهنجي پيءُ کان

گهڻي نفرت ڪندي هئي، تنهن ڪري هن ميرڻ مريءَ سان ٻيهر نه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ گهر جو دروازو کولي ڇڏيو هئائين.

تن ڏينهن ۾ رات جو شهر ۾ پشاور ڪنسٽيبلري جون ٻه چوڪيون هونديون هيون ۽ هڪ جٿو گشت تي مقرر هو. اسان جي ڇاپي هڻڻ واري رات پوليس جنرل پرائڊ به اوچتو اچي سانگهڙ پهتو هو. اسان جي بهادري ڪامياب ٿي. جنهن ماڻهوءَ جي ڳولا ۾ هئاسون سو قتل ٿي ويو. ان سان گڏ سپائي ۽ سندس ماءُ کي به ڪٽي هليا وياسون. ٿوري پنڌ ڪرڻ کان پوءِ ڪراڙي عورت اسان لاءِ آزار ٿي پئي تنهن ڪري کيس ماري جند ڇڏائڻ کان سواءِ اسان لاءِ ٻي ڪا واهه ڪانه هئي. رحيم پنهنجي ٽوليءَ جا ماڻهو وٺي مکيءَ هليو ويو. اسان جي ٽولي گهڻي پنڌ تائين ڏکڻ سفر ڪندي رهي ۽ پوءِ ميرڻ کان الڳ ٿي وياسون.

ٻئي ڏينهن اسان هندن جي ان ڳوٺ کي وڃي ڌاڙو هنيو، جنهن حر ٽيڪس ادا ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. سندن ٻه ماڻهو به مارياسون. ڪارروائي کان پوءِ گهوڙن تي سوار ٿي مکيءَ پهتاسون. انهيءَ لاءِ ته جيئن ڪامورن جو ڌيان هٽي وڃي. اسان سانگهڙ کان هڪ ميل اولهه وڃي ترسيا هئاسون. ٻئي ڏينهن اسان صبح جو آرام ڪري رهيا هئاسون جو اچي نياپو مليو ته فوج ۽ پوليس جو وڏو تعداد اسان جي اولهه ۽ ڏکڻ ويجهو اچي پهتو آهي. اها خبر ٻڌي جا شيءِ جٿي هئي، سا اتي ڇڏي وٺي مکيءَ ڏانهن منهن ڪيوسون. بدقسمتيءَ سان اسان جا ٻه اهم ماڻهو جيڪي گهلپور ۾ جاوا نيپا هئا سي اسان کان ڪجهه پنڌ پوئتي رهجي ويا ۽ ٻيهر ڪونه سگهيا. هنن جمي فوج سان مقابلو ڪيو. گولين ڇٽڻ جا ايڏا ته ڌماڪا ٿيا جو سمجهه ۾ ائين پئي آيو ته ٻه دشمن فوجيون هڪ ٻئي جو مقابلو ڪري رهيون آهن. اسان جي ٻن ڪونڌر جوانن پنهنجي وسئون ڪونه گهٽايو هو. وٽن فقط ڪارتوسن واريون ٻه بندوقون هيون، جيڪي سون رائفلن ۽ مشين گن جو مقابلو ڪري رهيون هيون. ڪيترن فوجين کي زخمي ڪري پاڻ به شهيد ٿي ويا. اسان دم واهه واري پاسي کان اينڊڙ پوليس جي گهيري ۾ اچي ويا هئاسون ۽ بند اڪري مکيءَ ۾ داخل ٿيڻ تائين اسان تي گولين جي مينهن جو وسڪارو ٿيندو رهيو. اسان اڳتي ٿياسون ته ڏنوسون ته مليشي ڪپڙن ۾ پناه هيڏي هوڏي ڊڪي ڊوڙي رهيا هئا ۽ اسان کي اوپر ڏانهن وڃڻ کان روڪڻ لاءِ جاکوڙي رهيا هئا، پر کين گهڻي دير ٿي وئي هئي. اسان کي پوءِ پتو پيو ته قتل ٿيل ٻن واٽين مان هڪ جو پٽ جفاڪشي ڪري اسان جي گهوڙن جا پير کڻي اچي گڙنگ تائين پهتو ۽ ان کان پوءِ سانگهڙ پهچي اچي ڪامورن وٽ دانهيو هيائين. اهو اسان لاءِ هڪ سبق

هو تہ ڪوبہ ڪم اڌ ۾ ڇڏي نہ ڏجي پر اسان ان واٽئي کي سال گذرڻ کان اڳ ئي ماري ڇڏيو.

اهي حر جماعت لاءِ ڏاڍا اٽانگا ڏينهن هئا. حسن واري ٽولي جي رهيل ماڻهن جي اڳواڻي سندس سوٽ ڪري رهيو هو. فوج انهن کي گهيري ۾ آڻي ورتو. سر ترين تي رکي شينهن جوانن جيان آخر وقت تائين وڙهندا رهيا ۽ پٽ تي پرزا ٿي ويا. يوسف ۽ امام بخش جي رهيل ماڻهن لاءِ پڻ ڏکيا ڏينهن اچي ويا هئا. جنهن کي ميرڻ مريءَ، سيائيءَ جي ہانهن حوالي ڪئي هئي ۽ پاڻ موٽي اچي مڪيءَ پهتو هو. پوليس پيرا کڻي انهن ٽولين جي ڪڍ لڳي پئي هئي. هنن پيرن وڃائڻ لاءِ گهڻا ئي بقاءَ ڏنا پر پوليس سندن ڪڍ لڳي آئي. ڪٿي ڪٿي ٻنهي ڌرين ۾ دوبدو مقابلا بہ ٿيندا رهيا ۽ ٻنهي ڌرين جا ماڻهو مرندا رهيا. نيٺ هڪ ڏينهن مارواڙ ريلوي پرسان سيائي جهلجي پئي. اسان کي وبساهہ ئي ڪونہ ٿي آيو تہ هوءَ ڊپٽيءَ جي اثر ۾ اچي ويندي. هن فقيرن سان ڏاڍي غداري ڪئي. ڊپٽي فقيرن خلاف جيڪا بہ ڪارروائي ڪندو هو تنهن ۾ هيءَ ساڻس ہِٽُ ۽ جُهٽُ رهندي هئي، ان کان ٿورو پوءِ هن الهہ بچائي جي ٽوليءَ تي اوچتو حملو ڪيو، جنهن ۾ اسان بہ شريڪ هئاسون. هن مقابلي ۾ اسان جو هڪ ماڻهو مارجي ويو ۽ الهہ بچائي جي ٽوليءَ جا ماڻهو بہ جهلجي پيا هئا. ان وقت اسان شهدادپور پرسان خاصخيلي ڳوٺ ۾ هڪ پروسي جوڳي ماڻهو وٽ لڪل هئاسون. ڪجهہ وقت کان پوءِ اسان کي پتو پيو تہ اها جوٽي سيائيءَ ڪئي هئي.

هنن تباهڪارين ۾ مان بہ رهيس. اهي سڀ آپدائون ٿوري وقت اندر اسان مٿان اچي نازل ٿيون هيون، جنهن جي نتيجي ۾ حر جماعت جي ڪيترن ماڻهن جو چوڻ هو تہ هاڻي هيءَ هلچل جاري رکي ڪانہ ٿي سگهجي. توڪي اها ڄاڻ هئڻ ڪپي تہ اتر سنڌ جا ڪيترا ماڻهو گرفتار ٿي چڪا هئا، پر ياڳيلا اڃا بہ گرفتارين کان بچيل هئا. ٿر واري عادل جي پيرن هيٺان سارو ٿر هو، جيڪو گرفتاريءَ کان بچڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڀڄي رهيو هو. گل خان نظاماڻي ناري واري جوءِ ۾ گرفتاريءَ کان ذري گهٽ بچي ويو هو، تنهن ڪري ڀڄي وڃي خيرپور رياست جي حدن ۾ لڪو هو. اها ڄاڻ بہ ملي هئي تہ ڪيس محبت فقير ماٺ ڪري ويهڻ جي صلاح ڏني هئي ڇاڪاڻ تہ هو تمام ٿلهو هوندو هو. رستم نظاماڻي بہ گهاٽن کان ڇٽي ڇگو پلو ڪونہ ٿيو هو، جيڪو اسان جي خبرن چارن ڏيڻ لاءِ هن جهونڙي وٽ پيو ايندو ويندو هو.

حقيقت اها آهي تہ ان وقت فقط بہ ٽوليون هڪ اسان جي ۽ ٻي رحيم جي،

دشمن سان ويڙهہ ۾ رڌل هيون. پر انصاف جي ڳالهہ اها آهي تہ رحيم هنگورو بادشاهہ پوءِ بہ دشمن سان جنگ جوٽيون بيٺو رهيو. بادشاهہ جو اهو لقب بچوءَ خاصخيليءَ جو هو پر هن وقت ماڻهو اهو لقب رحيم کي ڏئي رهيا آهن ۽ اهو لقب کيس سونهين بہ پيو. هي اهو ماڻهو هو جنهن ڇڙائو ۾ رهندڙ ذات پائي ماڻهن ڏانهن پنهنجو قاصد موڪليو هو تہ، هو هيانءَ نہ هارن ڇاڪاڻ تہ هنن منظم ٿي پوليس سان مهاڏو ڏنو هو ۽ پنهنجا جوان آزاد ڪرائڻ لاءِ مقابلي ۾ هڪ پوليس وارو بہ ماري وڌو هئائون، تنهن ڪري پوليس هنن جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي هئي. هي اهو ماڻهو هو جنهن ميربحرن ڏانهن رهيل قرض جي هڪ قسط ادا ڪئي ۽ ان ميربحر کي اغوا ڪري ورتو جيڪو اسان جي گرفتارين لاءِ سيني کان اڳيرو هو. ان ماڻهوءَ جو ڏنڊو مڃيون مارڻ هو جنهن جو رت ۾ وهنل لاش جو ناري ۾ اڇلايو ويو تہ جيئن کيس مڃيون کائن. رحيم هنگورو اهو ماڻهو هو جنهن رات جو فقط هڪ ماڻهو ساڻ ڪري، هڪ غدار کي وڃي سندس گهر ۾ قتل ڪيو هو جيڪو پشاور ڪنسٽيبلري جي مرڪز پرسان هو ۽ بنا ڪنهن مقابلي جي خيريت سان مکيءَ موٽي آيو. ان کان پوءِ هن پنهنجي ٽولي وٺي وڃي ناري کي ڪنڊ هنيو. سندس مقصد هو تہ جيئن بگٽين جي فصلن کي تباه ڪري ڇڏي جيڪي باکوڙي ۾ رهندڙ فوجين جي هشيءَ ۾ هن جي ڳولا لاءِ جهنگ جهر ووڙيندا وتندا هئا.

جنهن وقت رحيم برني واهہ کي ڪنڊ هنيو تہ اسان جي ٽولي بہ هن سان گڏ هئي. هو سج لٿي کان پوءِ پل تي ويهي رهيو ۽ هر ايندڙ ويندڙ مسافر کي واهہ کي ڪنڊ هڻڻ واري ڪم ۾ لڳائيندو ويو. هن ڪم ۾ ڪي نياڳا ٻروچ بہ شامل هئا، جن کي پير وارن ڳوٺن مان پڪڙي هن ڪم ۾ لاتو ويو هو. هن بيگر ۾ شريڪ ماڻهن هٿان رحيم انهن زميندارن ڏانهن حر ٽيڪس ادا ڪرڻ لاءِ خط ڏنا، جن اها ٽيڪس ادا ڪرڻ کان سواءِ پوکي راهي شروع ڪري ڏني هئي. هي ڪنڊ بہ هڪ اهڙي زميندار جي فصل ٻوڙڻ جي مقصد سان هنيو پئي ويو جو حر ٽيڪس ادا نہ ڪرڻ لاءِ هوڏ تان هيٺ ڪونہ ٿي لٿو. هن خلاف اهڙي ڪارروائي ٻين کي سبق سيکارڻ لاءِ پڻ هئي. هن ڪارروائي جو نتيجو اهو ٿيو جو باکوڙي ۾ رهندڙ فوج ٻن مهينن لاءِ ناري ۽ ٻين واهن سان گشت جاري رکيو، جيئن ان ايراضيءَ کي اسان هٿان نقصان نہ پهچي سگهي. ان مان اسان کي فائدو اهو ٿيو جو ڪجهہ وقت لاءِ اسان سنڌن ڏاڍ ۽ ڌهڪاءَ کان آجا رهياسون.

هن وقت سرڪار هڪ نئين رٿابندي ڪئي هئي جنهن وسيلي هن اسان کي حر جماعت جي مدد کان ڪٽڻ پئي چاهيو. تنهن ڪري اهڙي رٿا موجب سانگهڙ

۽ سنجهوري جي اوسي پاسي وارن ڳوٺن ۽ وسندين مان ماڻهن کي لڏائي اچي شهرن ۾ آباد ڪرڻ پئي چاهيو. ان مقصد لاءِ شهرن پرسان نوان لوڙها بہ جوڙي ورتا هئائون. انهن لوڙهن جي وڏن ڦاٽڪن کان سواءِ ٻئي هنڌان نڪرڻ غير قانوني هو جتي پهري لاءِ پنڻ ڪنسٽيبلريءَ جا ماڻهو مقرر هئا. باقي ٻين جاين تي پهرا ختم ڪيا ويا هئا. اسان کي دوستن معرفت پوءِ پتو پيو تہ حرن جا اهڙا ڪليل ڳوٺ اسان لاءِ نقصانڪار هئا، ڇاڪاڻ تہ انهن لوڙهن اندر سرڪاري جاسوس ۽ مخبر بہ رهايا ويا هئا جن مان ڪي فقيرن جون سنگتياڻيون بہ هيون جتي هر گهڙي فوج ۽ پوليس اچي ڇاپا هڻندي هئي. پشاوري پهريدارن مان اسان کي هڪ فائدو هو. اهو نہ تہ اسان سولائيءَ سان اندر داخل ٿي سگهندا هئاسون، پر لوڙهي جا ماڻهو پنهنجي ٻنيءَ جي ڪم ڪار ۽ مال چارڻ لاءِ ٻاهر ايندا ويندا هئا تہ اسان لاءِ ويجهو آڏو ماني ٽڪي بہ رکي ويندا هئا ۽ ننڍڙن ٻارن وسيلي اسان ڏانهن ضروري معلومات بہ موڪليندا هئا.

ان وقت ليمبرڪ جنرل وارو ساڳيو قانون مڙهي ڇڏيو هو تہ ڪو بہ ماڻهو بڪار کان اتر، ناري ۽ ٿر جي وچ تي نہ رهندو ۽ نہ وري اوڏانهن وڃي سگهندو. اهڙيءَ ريت ماڻهن کي ٽوليءَ جي صورت ۾ لڏي اچي ڪنهن مقرر ماڳ تي وسائڻ لاءِ آندو ٿي ويو، جن سان پنهنجو چوپايو مال ۽ گهر جي مڏي ملڪيت بہ ساڻ هئي. رحيم پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندي چيو تہ ڪمشنر جي خواهش آهي تہ منهنجي جوءِ ۾ نظر ايندڙ هر ماڻهو انگريز دشمن آهي، جنهن کي ڏسڻ سان گولي هڻي وڃي. جهڙيءَ ريت ڪجهہ وقت اڳ ٿر ۾ ڪيو ويو هو، پر اسان بہ ساڳيو اصول استعمال ڪري سگهون ٿا. مون کي پڪ ڪانہ آهي پر احساس آهي تہ مٺي ڪوه جي اوسي پاسي رهندڙ ماڻهن کي پوليس غلط نموني ڪتب آڻي رهي آهي. انهن ماڻهن کي اسان جتي بہ ڏسون گولي هڻي قتل ڪري ڇڏيون، پر اهو اصول پنهنجي دوستن ۽ انهن لاءِ ڪونہ هوندو جيڪي اسان جي موڪل يا چوڻ سان انهيءَ جوءِ ۾ رهندا.

ان کان پوءِ هن هڪ اعلان ڪيو، جنهن جا ڪجهہ نقل دشمن زميندارن ڏانهن موڪلي ڏنا هئائين ۽ ڪجهہ فوجي ڪئمپ ۽ ٿاڻن ۾ بہ اڇلايا ويا هئا. مون کي ياد آهي تہ ان جي اعلان هيٺان رحيم جي صحيح هئي جنهن هيٺان لکيل هو "ڪمشنر حر مارشل لا".

انهيءَ سال مينهن جي هوڪ ۽ اوهيڙن جي اوڪ ٿي وئي. وڏ ڦڙي جا اهڙا وسڪارا ڪيترا سال ڪونہ ٿيا هئا. اسان هن پلر جي پالوٽ مان سمجهيو تہ پير

سائين پاڳاري جي مقصد جي سوپ جو سنو سوڻ آهي، ڇاڪاڻ تہ ڀهراڙيءَ واري جوءِ جل ٿل ٿي وئي هئي. گيچڙ ۽ گرڻ ايڏي جو ائن وسيلي سفر ڪرڻ ممڪن نہ هو. ماڻهوءَ جو ملڻ بہ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو هو. روڊن پرسان ڪيترين ئي ڏاندگاڏيون پڳيون پيون ڏسڻ ۾ اينديون هيون. سرڪار جا سارا معاملا ٺپ بيهي ويا هئا. باقي واهن جي پڳل ڪپرن جي مرمت جو ڪم هلي رهيو هو. ان مقصد لاءِ ڳوٺ جي اڌ ماڻهن کي هن قسم جي بيگر ۽ چيڙ جي ڪم ۾ لڳايو ويو هو. انهن ڏينهن ۾ فوج چپ ڪري ويهي رهي هئي. گپ ۽ گيچڙ مان هلندي انهن جون اڌ گاڏيون هلڻ کان بيڪار ٿي ويون هيون. باقي رهيل گاڏيون سنڌوءَ کي پيل ڪنڊ ٻڌڻ لاءِ سامان ڍوئڻ ۾ مشغول هيون، ڇاڪاڻ تہ سرڪار کي اچي پيو ورايو تہ حيدرآباد باقي سنڌ کان ڪٽجي ويندي. پشاوري فوج انهيءَ جاکوڙ ۾ لڳل هئي تہ پاڻيءَ کان بچاءَ لاءِ ڪنهن پوئي تي وڃي خيما کوڙي.

مينهن ڪري اسان جا پير ڪڙڻ ممڪن ڪونہ هو، تنهن ڪري اسان پنهنجي ڪم کي وساري ڪونہ ويٺا هئاسون. ان سان گڏ اسان کي بہ ڇڻ آرام ملي ويو هو. اسان بہ دعوتون کائڻ ۽ عشق بازي ڪرڻ ۾ لڳي ويا هئاسون. سنجهوري ۽ سانگهڙ پرسان اڌ ڳوٺن ۾ تہ رڳو عورتون، ٻار ۽ ٻڍا هئا. جوان ۽ اڌڙوٽ عمر وارن مردن کي حر هجڻ جي ڏوهہ ۾ سرڪار ٻڌي وئي هئي. سمجهہ تہ گهٽيون نوجوان ۽ موٽيل عمر جون عورتون اڪيليون رهنديون هيون، جن جا وارث جيلن ۾ بند هئا. ڪين مطمئن ڪرڻ لاءِ سندن مڙس موجود ڪونہ هئا. هي رتيءَ جي رهاڻ لاءِ سرن جا سانگا لاهي اچي اسان سان جهنگ ۾ ملنديون هيون. مان سمجهان ٿو تہ اهو عشق سؤ پيرا سٺو هوندو آهي. جڏهن جوڙو خطرن جا اوڙاهہ اورانگهي جهنگ جي ڪنڊ پاسي ۾ اچي پاڻ ۾ ملندو آهي ۽ ڪي گهڙيون رس رهاڻ ڪندو آهي. ڪين اهو بہ ڪٽڪٽو هوندو هو تہ هنن کي ڪنهن نہ ڪنهن جاسوس ڏسي بہ ورتو هوندو، جيڪو فوج يا پوليس کي اهڙي اطلاع ڏيڻ لاءِ واچ مينهن ٿي ڊوڙندو هوندو. ڪين اها بہ هورا ڪورا هوندي تہ متان فوج جي رات واري گشت دوران هو پڪڙجي نہ پون. اها ويل اچرج جهڙن اڌمن ۽ امنگن سان ٽمٽار هوندي آهي. بہ ياگا اهڙا جوڙا هرندا آهن جن هڪ ٻئي کي گذريل ڪيتري وقت کان ڪونہ ڏٺو هوندو آهي. ڪين اهو بہ الڪو هوندو آهي تہ ٻنهي مان هڪ يا ٻنهي کي متان فوج پڪڙي وڃي ۽ هميشہ لاءِ هڪ ٻئي کان وڇڙي وڃن.

مون کي اهڙيون گهٽيون ڳالهيون ياد آهن. هڪ پيري مون ۽ الهہ بچائي کي ڪراڙين عورتن بچائي ورتو هو، اهي ڪجهہ جوان عورتون پهريداريءَ لاءِ پاڻ سان

گڏ وٺي آيون هيون. اهڙن نازڪ موقعن تي فائر ڪري پنهنجي جوڙيوال ڇوڪريءَ کي اسان پاڻ سان گڏ وٺي ويندا هئاسون. ڪڏهن سندن بچائڻ واسطي ڳوٺ تي گهوڙا بہ زوري ڪاهيندا هئاسون. پر ٿورن ڏينهن کان پوءِ سرڪاري جاسوس ڪين ڳولي وٺندا هئا. مون کي هڪ عورت اجا تائين ياد آهي جيڪا نہ رڳو بي انتها سهڻي هئي پر ڏاهي بہ خوب هئي. ان سان گڏ هوءَ پير سائين جي مقصد لاءِ زندگي پڻ قربان ڪرڻ واري هئي. جڏهن فقير ڪجهہ ڏينهن لاءِ پير پساري ٽڏا تي ويهي رهندا هئا تہ هوءَ مٿن ڏاڍي نئول ۽ ڌنڪ ڪندي هئي ۽ چوندي هئي تہ مان ڇوڪرين جي ٽولي ناهي ڪارروايون ڪنديس ۽ اوهان مردن کي ڏيکارينديس تہ پوليس کي ڪيئن تباه ڪبو آهي، جنهن ڏاڍ ۽ ڌهڪاءَ سان حر جماعت کي ڪنبائي ڇڏيو آهي. مون ڪيس وراڻيو هو تہ اسان جون ڪارروايون پنهنجي اڳوائڻ خاص طور تي محبت فقير جي حڪم هيٺ هونديون آهن، جنهن جي سريت مائي مٺي، عورتن جي ڪارروائين جي نگراني ڪندي آهي. هن ڪن عورتن کي پوليس سان لاڳاپا رکڻ لاءِ مقرر ڪيو آهي ۽ ڪي جاسوسي ۽ مخبري جي ڪم تي لڳايون ويون آهن تہ وري ڪي ڪامورن جي درن تي وڃي دانهينديون آهن. ڪن کي وري جهنگل ۾ اسان لاءِ مقرر جڳهہ تي ماني رکي وڃڻ جو ڪم سونپيل آهي. اهڙيءَ ريت هر ڪوجهي ۽ سهڻي عورت سندس حڪمن موجب پنهنجي سگهہ ۽ عقل آهر پير سائين جي مقصد لاءِ ڪو نہ ڪو ڪم ڪندي رهندي آهي.

اها ڳالهہ بہ مشهور هئي تہ اسپيشل ڊپٽي شفيع محمد اسان جي هلت چلت بابت گهڻي کان گهڻي معلومات حاصل ڪرڻ جي جاکوڙ ۾ لڳو پيو هوندو هو. هن اسان کي ڦاسائڻ لاءِ ڪيترين ئي اٽڪلون ڪيون هيون، جيڪي ڪن ماڻهن جي غلطيءَ ڪري ڪامياب ڪونہ ٿينديون هيون. محبت ڪامورن ۾ هڪ ٻئي خلاف غلط فهميون پيدا ڪرڻ لاءِ رٿابندي ڪئي هئي. هن ڪم لاءِ هن ڪي ڳجها جاسوس مقرر ڪيا هئا، جن جي نالن جي فقط هن کي ۽ مٺيءَ کي خبر هئي. روينيو جو هڪ ڊپٽي هيسباٽي هوندو هو، جيڪو حرن کي رهائڻ لاءِ نون لوڙهن جي اڏاوت جو ڪم ڪندو هو. ڏاڍو ڏاهو ۽ سچيت هو. جڏهن ليمبرڪ گهوڙي تي سوار ٿي گشت تي نڪرندو هو تہ هي ڊپٽي بہ هن سان گڏ هوندو هو ۽ منزل بہ ساڳيءَ جاءِ تي ڪندا هئا. ڪيس فقيرن ۽ ٻين حرن جي لاڳاپن جي ڪن نسلن کان وٺي خبر هئي. هي ڏاڍو خطرناڪ ماڻهو هو، تنهن ڪري ڪيس قتل ڪرڻ لاءِ ڪي ماڻهو نظاماڻين جي قبرن وٽ ويهاريا ويا هئا، پر سندس ڀاڳ ڀلا هئا جو هُو ان ڏينهن ڪو ٻيو دڳ ڏئي هليو ويو. جڏهن هن ڳالهہ جو محبت کي پتو پيو تہ

حڪم ڪيائين تہ اڳنا لاءِ هن ماڻهوءَ کي مارڻ جي ڪوشش نہ ڪئي وڃي.

هن اسان کي ٻڌايو تہ هيسباٽي، پوليس ڊپٽي شفيع جي ڪک جو چڻ ڪان آهي، جنهن پنهنجي هڪ جدا سي . آءِ .ڊي منظم ڪري ورتي آهي. هو ليمبرڪ کي پنهنجي طرفان بہ معلومات فراهم ڪري رهيو هو تہ جيئن هو ان تي عمل ڪري. هو انهيءَ مقصد ۾ ڪامياب بہ ٿيو. سندس معلومات جو وسيلو پوليس کان جدا هو. ليمبرڪ وٽ سندس اهميت وڌي وئي آهي. شفيع محمد پنجابي آهي. هيسباٽي سنڌي هجڻ ڪري ڪانئس نفرت ڪندو آهي. ان کان سواءِ هن کي پنهنجو احترام ۽ وقار آهي چاڪاڻ تہ هو جمڙائو واريءَ جوءِ ۾ هڪ اهم مئجسٽريٽ آهي. جيڪي پوليس وارا ڪيس نہ وٺندا آهن تن تي چڙي پوندو آهي. جڏهن ڪو ماڻهو هن مٿان وڏيءَ وٺڻ جا الزام هڻندو آهي تہ هو هنن خلاف جاچ پڙتال ڪرڻ ۾ خوشي محسوس ڪندو آهي. انهيءَ لاءِ تہ جيئن سندن حوصلہ شڪني ٿي سگهي. محبت اهڙيءَ نفرتن کي وڌائڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ جو زور لائي رهيو هو. ان ناتي هن گورنر، وزيرن ۽ اعليٰ عملدارن ڏانهن ڪيترين ئي گمنام درخواستون موڪليون، جن ۾ هن ٻڌايو آهي تہ سانگهڙ ۽ سنجهوري ۾ رهندڙ ڪي ڪامورا حر هلچل کي وڌائڻ ۽ وقت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ۾ رڌل آهن تہ جيئن هو وڌ کان وڌ بليڪ ميل ڪن ۽ رشوت وٺن. ٻيا بہ ڪيترا ئي افواهہ هلايا ويا هئا ۽ اٽڪلون ڪيون ويون هيون، جن جو مقصد هنن عملدارن کي گمراهہ ڪرڻ هو.

رحيم هنگوري ۽ محبت جي وچ ۾ بہ مخالفت پيدا ٿي چڪي هئي جيڪا اڳواٽيءَ جي ساز ڪري پيدا ٿي هئي. حر جماعت جا گهڻا ماڻهو سمجهندا هئا تہ رحيم فقير بچو بادشاهہ جو سچو جانشين آهي. الهہ بچائي کي وري پيروءَ جيان وزير ڪري سڏيندا هئا، جنهن سان گڏ منهنجي ڏاڏي شهادت ماڻي هئي. اسان جا هي ٻئي جهونجهار پنهنجي جوءِ ۾ اهڙي خطرناڪ ڪاروائي ڪندا هئا، جو حڪومت واٺڙي ٿي ويندي هئي ۽ ڪامورا پيچ ڊڪ ۾ لڳي ويندا هئا. هڪ ڀيري رحيم فقير مٿان دباءُ وڌو ويو تہ الهہ بچايو ڏينهن ڏني جو هڪ ماڻهو ساڻ ڪري هڪ سروير اردليءَ جي روپ ۾ ڪليءَ جوءِ مان مٿي ويو. هن سان گڏ بندوقون بہ هيون. جڏهن کين پتو پيو تہ پوليس کي ڏاهہ پئجي وئي آهي تہ هو سٽ ڏئي وڃي هڪ جهنگ ۾ لڪيو ۽ پاتل ڪپڙا لاهي ڇڏيائين. اسان عام طور تي ائين ڪندا هئاسون جو جڏهن ڪنهن ڪارروائي لاءِ روانا ٿيندا هئاسون تہ هڪ ٻئي مٿان مختلف رنگن جون قميصون ۽ صدريون پائيندا هئاسون. گهوڙا بہ ڇڏي بچاءَ وارو

رستو ڏئي پيرين پنڌ سفر ڪندا هئاسون. هي ڏکهي مهم لاءِ ڪليءَ جوءِ جو پنڌ هو. اسان پهريائين ان ماڻهوءَ کي قتل ڪيو جنهن جو الهڏني اسان سان ذڪر ڪيو هو. هي ماڻهو، رحيم ۽ مان فوج واري پيجري ۾ گڏ رهيا هئاسون. هن کي رات جي وڳڙي ۾ پنڻ ڪنسٽيبلريءَ جي ڪئپٽن گولي هڻي ماري ڇڏيو هو. ان کان پوءِ اسان اولهه طرف وڃي جمڙائو پار هڪ غدار ڳوٺ کي جوڳي سزا ڏني. ان جوءِ جاڪي پهلوان ماڻهو وٺي وڃي محمد اسلم پنجابيءَ جي زمين ٻوڙڻ لاءِ روهڙي ڪئنال کي ڪنڌ هنيوسون. موٽ تي ناري پرسان هڪ ڳوٺ تي ڌاڙو هنيوسون ۽ هڪ ننڍڙي ريلوي اسٽيشن به ڦري سون ۽ موٽي اچي مکيءَ پهتاسون. اسان جي ڪڏ فوج ۽ پوليس جو ڪدرڪون هيون، جيڪي ناري جي پرسان جهنگل ۾ اسان کي ڳولڻ ۾ مشغول هيون.

جيتري قدر اسان جي چمڙا پوشي جو تعلق آهي ته اسان عام طور تي ڏکها ڪوٽ ۽ پوليس جون ورديون پائيندا هئاسون جيڪي اسان کي پوليس وارن وٽان هٿ لڳيون هيون. هن موقعي تي به اسان سادن ماڻهن کي پنيلائڻ واسطي پنهنجين شخصيتن کي بدلائي ڇڏيو هو. انهيءَ طريقي سان اسان انهن هارين وٽ پهتاسون، جن يوسف جي ٽوليءَ جي هڪ ماڻهوءَ تي اکين ڏٺي شاهدي ڏني هئي، جنهن جي نتيجي ۾ اهو فقير ڦاسيءَ چڙهي ويو هو. ان رات ڌوڪو ڪري انهن ماڻهن کي سرڪاري ڪم جي بهاني پنهنجي آفيسر يعني الهه بچائي وٽ وٺي آيس ۽ انهن کي بروقت ئي جوڳي سزا ڏني وئي. رحيم کي جڏهن هيءَ خبر پئي ته ڏاڍو سرهو ٿيو ۽ مون هيءَ ترڪيب ڪم آندي. هو اٺ سوار پوليس جي روپ ۾ هڪ زميندار وٽ پهتو، جيڪو پوليس جي اڳي پيڇي ڪندو هو. ڪيس حڪم ڪيائين ته ڪيس انن جي ضرورت آهي تنهن ڪري هڪدم اهڙو بندوبست ڪيو وڃي. پوءِ هنن ان ماڻهوءَ جو آواز ٻڌو جيڪو پنهنجي نوڪرن کي چئي رهيو هو ته ”جلدي ڪيو فوج کي وڃي جاڳايو.“ اهڙي ڳالهه ٻڌي رحيم وٺي پويان پير ڪيا. ڪيس وارجي وٺيءَ تان بچي وڃڻ ڪري ڏاڍي خوشي ٿي هئي.

ڪيس ٻئي ڏينهن پتو پيو ته هن کي بيوقوف بنايو ويو هو، ڇاڪاڻ ته ڳوٺ جي ويجهو اوڏو فوج ته موجود ئي ڪانه هئي. هن پاڻ به اها ڳالهه قبول ڪئي ته اهو سانُس ڏاڍو پوڳ ڪيو ويو. هن قسم کنيو ته هو ان زميندار کان پلاند ضرور وٺندو.

پر مان توکي ٻڌايان ٿو ته اسان اهڙي اٽڪل ڪري گهڻن مان گهڙي ڪاميابي حاصل ڪئي هئي. اتي اسان کي گرفتار ڪرڻ لاءِ هڪ قسم جي

ڪوڙڪي اڏي وئي هئي ۽ تامي طور سپائيءَ کي استعمال ڪيو ويو هو. جنهن کي قتل ڪرڻ لاءِ اسان واجهہ وجهي رهيا هئاسون. سندس گهر جي سامهون هڪ ويران گهر هو جنهن ۾ چوري پٺاڻ فوجي ويهاريا ويا هئا. جيڪي رات جو چوري اچي اتي ويهندا هئا ۽ ڏکيءَ جو نڪري هليا ويندا هئا. جنهن جي ڪنهن کي باهور پئجي ڪانہ سگهندي هئي، پر ڪين اسان جي جاسوسن جي ڪا ڪل ٿي ڪانہ هئي. سپاري جي رُت ۽ پوهہ جا پارا هئا. ان رت ۾ هرڪو گهر جا در ڏئي سوڙين ۾ اندر لڪي سمهندو هو. الهہ بچائي چيو تہ چوڏهين جي آڌيءَ رات جو ڪتن جي باهوڙ ويل ڪنهن ٻئي پاسي ڳوٺ ۾ داخل ٿجي چاڪاڻ تہ پٺاڻ فوجي سپائيءَ جي گهر ۾ جوهہ وجهيو اسان جي گهاڙ ۽ تکي تاڙ ۾ هڪ ڪنيا ٿي ويٺا هوندا. هن ڪن ٻين ماڻهن کي بہ قتل ڪرڻ جو سوچيو هو. انهن مان هڪ ڪمالي هئي، جنهن سان ڪجهہ اڳ منهنجو بي انتها پيار هو. هن کي مائي منيءَ اسپيشل پوليس جي اعتماد حاصل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو هو. پر هوءَ عملدار جي عشق ۾ اڙجي وئي هئي ۽ پنهنجي چگهہ سان گڏ گهمڻ ۾ رهندي هئي. اسان جي جاسوسن هنن عورتن وچ ۾ ٿيل گفتگو ٻڌي ورتي هئي، جنهن مان معلوم ٿي ويو تہ اهي ٻئي گڏجي پنهنجي چگهن لاءِ ڪم ڪنديون جيڪي پوليس وارا هئا. مان سمجهان ٿو تہ جيڪڏهن ڪماليءَ کي چتاءُ ڏنو وڃي ها تہ اها پڇتائي ضرور سڌري وڃي ها. ميرڻ مريءَ بہ پنهنجي بي وفا محبوبہ کي چتاءُ ڏنو هو ۽ ڏانهس پوتي موڪلي ڏني هئائين. ان ڪان پوءِ اها عورت پڇتائي حر جماعت لاءِ اڳئين جيان ڪم ڪرڻ لڳي، پر الهہ بچايو ان وقت ڏاڍو رکو ٿي ويو هو ۽ مون کي ڪجهہ چوڻ ڪونہ ڏنو هئائين ۽ گهمڻ واري پهرين ڪارروائي دوران چيل منهنجا لفظ مون کي ياد ڏيارياين. هن ڪارروائي ۾ منهنجي موجودگي نهايت اهم سمجهي هئائين، چاڪاڻ تہ سندس ٽوليءَ ۾ ٻيو ڪو اهڙو ماڻهو ڪونہ هو، جنهن کي هن جوءِ جي مون جيتري گهٽي ڄاڻ هجي. مون ڪيس چيو تہ ڪماليءَ جي قتل ۾ مان حصو ڪونہ وٺندس. اها ذميواري مون کي سونپي وئي هئي تہ پوليس جي وردي ۾ وڃي پلاند ۾ قتل ٿيندڙ ٻئي شڪار مولوي صاحب کي جاڳايان. هيءُ ڪراڙو مولوي گهمڻ ۾ اسان جي مرشد خلاف ڳالهائيندو هو ۽ ماڻهن جي دلين ۾ زهر اوتيندو هو. حڪم موجب ڪيس جاڳائي چيم تہ:

"ادا سائين! خدا جي واسطي اهڙي گهري ننڊ نہ ڪندا ڪيو، پر ماٺ ڪر ۽ جيڪي ڪجهہ مان چوان ٿو ڪن کولي ٻڌ. منهنجي پوليس عملدار کي اطلاع مليو آهي تہ اڄ رات هن ڳوٺ تي ڌاڙيل ڌاڙو هڻندا. اهو عملدار دم واهہ جي پل تي

پنهنجي پوليس اثاليءِ سان گڏ بيٺو آهي. هن مون کي تو ڏانهن موڪليو آهي ڇاڪاڻ تہ تون هن ڳوٺ جي چپي چپي کان واقف آهين پر خدا جي واسطي دير نہ ڪر. اهي خطرناڪ حر بيهڻ عورتن جي ڪپڙن ۾ آهن، جن مان هڪ ڪمالي ۽ سندس ساٿيڙي آهي، جيڪي اسان پوليس وارن لاءِ ڪم ڪري رهيون آهن، پر اها ڳالهہ پڌائجاڻ ڪنهن کي بہ نہ. اسان ڪين حرن کان بچائڻ ٿا چاهيون. جيڪڏهن آءٌ ڪين سڏ ڪندس تہ اهي هٿي ڏجي ويندي. تون هن ڳوٺ جو شريف ماڻهو آهين تنهن ڪري توتي اعتبار ڪري هليون اينديون. هي انهن لاءِ موت ۽ زندگي جو سوال آهي.

تنهن تي هو چوڻ لڳو تہ اهو ڇا ٿو چوين؟ الله اسان سڀني جو نگهبان آهي. حاضر مان اڇهو ٿو اچان. پر سيءُ ڏاڍو آهي آءٌ ڪو اوڇڻ اوڍي اچان. هن چادر ويڙهي. هو ٿورو اڳتي ٿيو تہ مان پنهنجن ساٿين کي چيو تہ توهان اسان جي پٺيان اچو تہ انهن ٻنهي عورتن جي گهر هلون. در وٽ پهچي مون مولويءَ کي جهليو تہ انهن کي ٻاهر سڏ نہ ڪر پر اندر وڃي ڪين چتاءُ ڏي ۽ اهي بہ ڪو آواز وغيره نہ ڪن. سندس اندر وڃڻ کان پوءِ الهہ بچائي مون کي چيو تہ "واهہ جو پوليس ڪردار ادا ڪيو اٿئي ۽ منهنجي ڪن ۾ هوريان چيائين تہ تون هاڻي اتر پاسي ٿي بيهہ ۽ چوڌاري نظر ڪندو رهجانءِ."

مون سندس ٿورو مڃيو ڇاڪاڻ تہ مان ڪنهن سهڻي عورت جو قتل ڏسي ڪونہ سگهندو هوس نہ تہ اهو منهنجي لاءِ ڏاڍو عذاب هجي ها. هڪ ڀيري هن اٽڪل ڪري مون کي بچائي ورتو هو. اج اها مٽيءَ ۾ وڃي ملندي. ڪمالي ان جاءِ پرسان قتل ٿي وئي هئي، جتي اسان جي جنگ جي شروعاتي هفتن ۾ مون هڪ پنجابيءَ پوليس واري کي قتل ڪيو هو. ان کان جلد ئي پوءِ اسان جي نياڳ جو هڪ سلسلو شروع ٿي ويو.

نصرت علائقي جي ڪن فقيرن سان گڏجي اسان پوليس انسپيڪٽر شيردل جي ڳوٺ تي حملو ڪيو ۽ هن کي قتل ڪري ڇڏيو هو. هڪ ڪارروائيءَ ۾ اهي سڀئي اڇي اسان سان مليا هئا. اسان جي ملڻ واري ٿاڪ جي چوڌاري اسان جا جوڳا اتحادي رهندا هئا. هڪ خطرناڪ دشمن اها خبر وڃي شهدادپور جي پوليس کي پڌائي تہ ڪي فقير ڪارروائي جي مقصد سان اڇي هتي پهتا آهن. انسپيڪٽر شيردل اسان کان سڙيو ويٺو هو ۽ پلاند ڪرڻ واسطي آتو ويٺو هو، تنهن ڪري فوج ۽ پوليس جو وڏو تعداد ساڻ ڪري اچي ان جڳهہ تي ڪڙو چاڙهيائين. غازين، فوج ۽ پوليس جو مڙس ٿي مقابلو ڪيو. ڪيترا ڀيرا حملہ آور فوج ۽

پوليس کي پوئتي هٽائي ڇڏيائون. هن مقابلي ۾ هڪ فوجي عملدار ۽ چار فوجي سپاهي قتل ٿي ويا ۽ ڪيترا ئي گهائجي پيا. فوجين نيٺ تنگ اچي اسان واري ٽاڪ جي چوڌاري باهه ڏئي ڇڏي. اسان جي ڇئن جوانن اڳتي وڌي وچي فوج تي حملو ڪيو ۽ شهيد ٿي ويا.

ان ساڳئي ڏينهن اسان جي ٽولين مان هڪ کي ڊپٽي شفيع محمد گرفتار ڪيو، جنهن سان گڏ رحيم جي ٽوليءَ جو ماڻهو به هو. ان ڪان سواءِ هن علائقي جي ڪيترن ٽاڪن جا ڀيا به گهڻا فقير جهلجي پيا هئا. بچو منڌ جمڙائو جو هڪ سرگرم ڪامورو هو جنهن به ٽي ڏينهن ٽر ۾ رحيم جي ڪڌ لڳي ڪيس ڏڪي پري ڪري ڇڏيو هو. ان ڪان پوءِ سرڪار خليفي محمود لغاري کي ڳولي لهڻ ۾ سوڀاري ٿي هئي جيڪو ماٺ ڪيو انگريز حدن ڪان ٻاهر رهندو هو. محبت پير سائينءَ جو اعتماد وارو ماڻهو هو جنهن ڪيس اتان ٻاهر اچڻ لاءِ چيو هو.

اسان جون ڪارروايون ٺپ ٿي ويون هيون. سرڪار کي اها سوڀ حر جماعت جي غدارن جي معلومات ڏيڻ ڪري ملي هئي. محبت اڳوائن جي گڏجاڻي ڪوٺائي هئي. اسان کي جهيڙو ته ڱنديڻو هو پر ڳالهه اها هئي ته اسان جانثار ۽ سچن ماڻهن کي ايترو جلد وڃائڻ ڪونه پئي چاهيو. ان ڪري اسان سرڪار کي ٿوري وقت لاءِ اهو محسوس ڪرائڻ پئي چاهيو ته اسان هيانءُ هاري ويٺا آهيون. هن الهه بچائي کي حڪم ڪيو ته ويڙهو سگهه گڏ ڪرڻ لاءِ تون پنهنجي ساري ٽولي وٺي لاڙ نڪري وڃ. ميرڻ اسان ڪان هڪ به مهينو اڳ اتي پهچي چڪو هو. رحيم سيني فقيرن ۾ تجربيڪار ۽ اهم فقير هو تنهن کي مکيءَ ۾ رهڻو هو.

[16]

اسان جو لاڙ ڏانهن وڃڻ جو مقصد ڪنهن سرگرميءَ جو ڪونه هو، تنهنڪري اسان آرام سان گذارڻ لڳاسون. اسان اڳيئي اهڙو پتو ڪري ڇڏيو هو تہ حر جماعت جا جانثار ماڻهو ڪٿي آهن؟ سنڌ جي هن ڀاڱي ۾ پير سائين جي مريدن سان ڏمر ۽ ڏاڍ ڪجهہ گهٽ هو، پر حرائڪٽ جي پاس ڪرڻ واري شروعاتي عرصي ۾ هنن سان ڪاري واري ٿي گذري هئي. هاڻي مارشل لا وارو قانون ڪونہ هو ۽ نہ وري اتي ڪا فوج مقرر ڪئي وئي هئي. اسان جي ميزبانن ٺاٺن ۽ چوُنڪين تي ڳجهي طور نظر رکڻ جو بندوبست ڪيو هو، انهيءَ لاءِ تہ جيئن ڪنهن اڻ وڻندڙ واقعي کان اڳ اسان کي ضرور ڄاڻ ملي وڃي. اسان بہ اهڙا ڪپڙا پاتا هئا، جن جي لاڙ ۾ ورجيس هئي تہ جيئن اتان جي ماڻهن کان نرالا نظر نہ اچون. اسان هٿيار زمين ۾ پوري رکيا هئا، تنهن ڪري الڪو اُڏڪو ڪونہ هو ڇاڪاڻ تہ اسان دنيا جي هڪ نئين ڪنڊ وڃي وسائي هئي.

هيءَ هڪ سکي ستابي جوءِ آهي جتي گهمڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو. گهاٽن وڻن جي ٿڏين ڇانون ۾ وينا هوندا هئاسون. ماڻهو وڻن مان گند گاهہ پيا ڪڍندا هئا. ڀئي پاسي کان چوپايو مال پيو چرندو هو. سهڻيون ۽ وفادار عورتون پنهنجي مڙسن لاءِ منجهند جي ماني کڻي اينديون هيون. چوڌاري امن وامان لڳو پيو هو ڄڻ تہ هتي ڪا جنگ جهيڙو ئي ڪونہ هو. الهہ بچائي هنن ماڻهن کي سمجهايو هو تہ اسان هتي لاڙ ۾ سرڪار جي سگهہ پرکڻ لاءِ ڪونہ آيا آهيون پر هتان جي امن وامان مان فائدو وٺڻ آيا آهيون ۽ هتان جي ماڻهن ۽ هن جوءِ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ آيا آهيون. اسان جو مقصد انگريزن سان جهيڙي جوٽڻ لاءِ حر ڀرتي ڪرڻ ڪونہ آهي. هن ڪجهہ وقت اڳ پنهنجي سنگتياڻيءَ کي پنهنجي ماڻٽن کي ڇڏائڻ لاءِ ڪمشنر کي درخواست ڏيڻ لاءِ حيدرآباد موڪليو هو، پر سندس اصلي ڪم هو اهم معلومات حاصل ڪرڻ. اهڙي مقصد حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڪيس رٿيل تجويز مطابق اسان جي وسايل هن نئين ماڳ وٽ اچڻو هو.

مون توکي اڳي بہ اها ڳالهہ ٻڌائي چڪو آهيان تہ ميرڻ مري اسان جي هتي پهچڻ کان بہ مهينا اڳ هن جوءِ ۾ رسي چڪو هو. هن سان گڏ پنهنجا خاص ماڻهو

هئا. محبت هن کي هيڏانهن اچڻ جي ان ڪري موڪل ڏني هئي تہ جيئن هتان جي حرن جو اعتماد بحال ڪري، سندن حوصلو بلند ڪري سگهجي. ڪمشنر ليمبرڪ ٿورو وقت ٿيو جو گهوڙي تي سوار ٿي هن ملڪ جو گشت ڪيو هو. هو جاچ پڙتال ڪري ۽ پوليس کي خبردار ڪري ويو هو، پر ميرڻ جي هيڏانهن اچڻ جو اصلي مقصد هو تہ جيئن هو رحيم ۽ الهہ بچائي کان جدا ٿي پنهنجيون الگ ڪارروايون جاري رکي سگهي. کيس سختيءَ سان حڪم ڪيو ويو هو تہ هو سرڪار جو ڌيان نہ ڇڪائي، پر ماڻهن جي روين جو اڀياس ڪري ۽ جوءِ جي جاگرافيائي صورتحال کي چڱيءَ ريت جاچي پڙتالي. مختلف ٽولين جي جهلجڻ کان پوءِ اسان جي ٽوليءَ کي لاڙ وڃڻ جو حڪم ڪيو ويو هو. هيءَ ڳالهہ مان توکي اڳي بہ ٻڌائي آيو آهيان. الهہ بچائي پنهنجي خواهش جو اظهار ڪيو هو تہ ميرڻ مري ڏانهن هڪ جدا پيغام موڪليو وڃي تہ هو اسان جي حڪمن جو پابند رهي. محبت بہ کيس نياپو موڪليو هو تہ الهہ بچائي جي حڪمن جي تابعداري ڪري پر ڪيترن هفتن گذرڻ کان پوءِ بہ ميرڻ اسان وٽ نہ آيومگر هن الهہ بچائي ڏانهن مفيد معلومات موڪلي هئي.

اسان جي ٽوليءَ جي اڳواڻ کي ساٿس ملڻ جي ايڏي جلدي ڪانہ هئي ڇاڪاڻ تہ ڪارروائي ڪرڻ جو تہ ڪو ارادو ئي ڪونہ هو، پر اسان جي رهڻ واري جوءِ کان هڪ ڏينهن جي پنڌ جيترو پري ڏکڻ کان ڌاڙن جي واقعن جون خبرون ٻڌڻ ۾ آيون. چيو ٿي ويو تہ اهي دائود خان نالي هڪ ماڻهو ڪري رهيو آهي، جنهن جو حر جماعت سان ڪو تعلق ڪونہ هو. هو هڪ خون جو ڏوهاري هو جيڪو حاضريءَ لاءِ ڪوٽ ڏانهن ايندي پوليس کان ريل مان ٽپي نڪتو هو. اها ڳالهہ ٻڌي مون چيو هو تہ شل سندس ڀاڳ ڀلا هجن. اسان سمجهيو هو تہ جيڪڏهن هو پنهنجيون ڪارروايون اسان کان ايترو پنڌ پري ڪندو رهندو تہ پوءِ اسان جو وار بہ ونگو ڪونہ ٿيندو. هڪ ڏينهن جڏهن ڳوٺ جا ماڻهو ٻاجهري جي لاباري لاءِ نڪري ويا هئا تہ الهہ بچائي مون کي پنهنجي جڳهہ تي گهرايو ۽ مون کي وفادارين جي خوبين، مريدن ۽ حر جماعت ۽ ٻڌيءَ بابت گفتگو ڪرڻ لڳو. چوڻ لڳو تہ اهو ڇڻ سنڌوءَ ۾ آباد زمينن جي وچ تي هڪ بند آهي. هن ڪيترن اڳواڻن جون خوبيون بيان ڪيون ۽ آخر ۾ پڇيائين تہ تنهنجو ميرڻ بابت ڪهڙو خيال آهي؟ سندس اها ڳالهہ ٻڌي مون وراڻيو تہ هن ۾ اڳوائيءَ جون صلاحيتون موجود آهن. منهنجي ڳالهہ ٻڌڻ کان پوءِ هن هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو ۽ مون کي چيو تہ مان توکي ميرڻ بابت هڪ ڳالهہ ٻڌايان ٿو تہ هو پنهنجي ٽولي سميت وڃي دائود

خان سان مليو آهي ۽ جن ڏاڙن جون خبرون اسان ٻڌيون آهن، تن ۾ هو سائس شريڪ رهيو آهي. هي بيوقوفيءَ جي ۽ ڏاڍي خطرناڪ ڳالهه آهي. هن ڏسي وائسي نانگ جي پڇ تي لت رکي آهي. جيڪڏهن دائود خان جو هڪ ماڻهو به گرفتار ٿي ويو ته پوليس کي ضرور ٻڌائيندو ته هنن سان گڏ حر به آهن. پوءِ ته چڻ ککر ۾ ڪڙو لڳي ويندو. هتان جي ڪامورن کي اسان جي موجودگيءَ ۾ شڪ ٿي پوندو. اسان ته چاهيو پئي ته هن جوءِ ۾ امن امان هجي ۽ اسان به ڪنهن وڏي ڪاپاري ۾ نه پئون. گذريل سال اهي ٻروچ ڏاڙيل اسان لاءِ فائدي وارا هئا جو هنن اسان جي پر واريءَ جوءِ ۾ ڏاڙن جو ٻارڻ ٻاري ڏنو هو. اها ڳالهه توکي به ياد هوندي پر انهيءَ زماني ۾ ڪو فقير چريو ٿي هنن ڏاڙيلن سان وڃي نه مليو هو. ميرڻ سمجهي ٿو ته هو منهنجي اختيار کان ٻاهر آهي پر مٿس به مون جيان پير سائين جو ساڳيو فرض آهي، جيڪڏهن محبت هتان کان پري نه هجي ها ته هو دائود خان سان وڃي نه ملي ها.

وڏيڪ چوڻ لڳو ته مان ڏندن هيٺان ڪاني ڏئي اچا ته ماٺ ڪيون وينو آهيان. هو ڏاهو ۽ ڏنگي وارو مڙس آهي. منجهس چڱي ڪم ڪرڻ جي سرت آهي. اسان جيڪڏهن ڏاڍائي ڪري ڪيس سنئين واٽ کان ٿوڙڻ جي ڪوشش ڪنداسون ته سنو نه ٿيندو. جيڪڏهن ڪيس پاڻ وٽ سڏڻ لاءِ ماڻهو موڪلبو ته نه اچڻ جا هزار منهن ڪندو. اسان سمجهون ٿا ته هو پليل آهي ۽ وڃي اوجهڙ ۾ پيو آهي. مان وٽس وڃي پاڻ کي گهٽ ڪونه ڪندس، پر سائين رکيا تون هن جي ڏندن کان واقف آهين سو تون وڃ. توکي اها به خبر آهي ته هن کي ڪيئن مڃائجي؟ پر تون به اڄ ڪلهه ڪو گهٽ ماڻهو ڪونه آهين.

مون کي سفر تي رواني ڪرڻ کان اڳ الهه بچائي هن ڏانهن به نياپا ڏنا هئا. مون کي چيو هئائين ته ميرڻ جيڪڏهن پهريون نياپو نه مڃي ۽ پنهنجي ڳالهه تي ڳت ڏئي ويهي رهي ۽ توکي به نه مڃي ته پوءِ ڪيس ٻيو نياپو ڏجانءِ.

اسان جي ٽوليءَ جي هن اڳواڻ کي ميرڻ جي رهڻ جو گهڻو وقت اڳي پتو هو جيڪو اسان جي رهڻ واريءَ جڳهه کان ڏهاڪو ميل کن وٿيرڪو هو. آڌيءَ جو سفر سڌاريم. بندوق کنيم ۽ ڪارتوسن جي پٽي مٿان ئي قميص پاتم. کن واهن کي جهاڳي پار ڪيم ته ڪتي وري ڪارتوسن جو پٽو پٽڪي سان ٻڌي تري واهه اڪريس. ڳوٺن کان به پري وڪڙ ڪري لنگهڻ جي ڪوشش ڪيم ته متان ڪتا ڀؤنڪن. ٻاڪ ڦٽيءَ ڏاران وڃي ميرڻ جي لڪڻ واري ٽاڪ وٽ لڳس.

اها جڳهه ڏاڍي سٺي هئي جنهن کي هن پنهنجي خاص مقصد واسطي ٺاهي

سنوارينو هو. نديءَ جي ڦٽل پيٽ ۾ باغ هو جنهن ۾ ووڻن جي پوک هئي جن جا ٻوٽا ٻي جاءِ تي پوکيل ووڻن کان ٻه هٿ ڊگها هئا. پرسان پراڻو ڪڙيو به ڏسڻ ۾ ٿي آيو، جنهن جي چوڌاري وڏو جهنگ هو ۽ سندس اتاهين ڪپرن تي وڏا وڻ ۽ گاهه بيٺو هو. اهو ڪڙيو به باغ ڏانهن وڃي رهيو هو پر وچ تي ٻيرن جي ڏنگرن جو لوڙهو هو. مان انبن جي ننڍڙن وڻن کان ڦري وڻن جي هڙيءَ ڏانهن وڌيس جتي ٻيرين ۽ ٻيرن جا ڊگها وڻ بيٺا هئا. پرسان کوهه ۽ هڪ جڳهه ڏسڻ ۾ آئي. جنهن وقت آءُ هتي ڏسي واٽسي رهيو هوس ته مون کي ڊپ هو ته متان ڪير مون کي للڪاري پر ماٺ لڳي پئي هئي. مان پنهنجي پريل بندوق جي گهوڙي تي آڱوٺو رکيو بيٺو هوس. مان پيڻ تي هلي ان جڳهه ڏانهن وڌڻ لڳس جنهن جي ڪچي پٽ ۾ هڪ دري لڳل ڏسڻ ۾ آئي. مون جهاتي پائي اندر ڏٺو.

اندر چار پنج ڪٿون پيون هيون جن مان هڪ تي بندوقون ۽ ڪارتوسن جا پٽا ۽ دٻا پيا هئا. اندر ڪي ماڻهو ستل هئا جن کي چادرون ڍڪيل هيون ۽ لاشن جيان بي خبر پيا هئا. مون بندوق پٽ سان ٽيڪ ڏياري رکي هئي جيڪا اوچتو هيٺ ڪري پئي جنهن ڪري ٺورو دٻڪو ٿيو. دريءَ پرسان ستل ماڻهوءَ ٽپ ڏئي اٿي کڙو ٿيو ۽ چادر پري اڇلي جهٽ وڃي هن بندوق ۾ هٿ وڌو جيڪا ٻيءَ کٽ تي رکيل هئي. جيئن هن ڦري دريءَ ڏانهن بندوق سڌي ڪئي ته مان به دريءَ کان هٽڻ کان اڳ سڃاڻي ورتو ته اهو ماڻهو ميرڻ هو. مون جلديءَ ۾ کيس چيو ته ميرڻ ڊڄ نه...... ان کان پوءِ کيس ٿڌي ڪرڻ لاءِ مون ڪي ڳجها لفظ چيا، جيڪي اسان غازين کان سواءِ ڪير به ڪونه چوندو آهي. بندوق رکڻ کان اڳ در جو ڪڙو لٿو ۽ ميرڻ ٻاهر نڪري آيو، جنهن جي پويان هڪ نوجوان هو. ٻنهي کي بندوقون هيون. هو مون کي ڏسي کليو ۽ اڳتي وڌي ياڪر ۾ پريائين. ٻئي حر مون کي سلام ڪيو.

ان کان پوءِ کيڪارڻ لڳو: سائين رکيا! ڀلي آئين، جيءُ آئين، نچ آئين. جواب ۾ مون به کيس کيڪاريو ۽ خيريت جو پڇيو. پوءِ چوڻ لڳو ته تون اسان کان ڊڄي ته ڪونه ويو هئين؟ اسان اوپريءَ جوءِ ۾ آهيون تنهن ڪري ننڊ وقت به هڪ اک کليل هوندي آهي. مان سندس اهڙي بي گوندرائي ڪري ڏاڍو حيران هوس ۽ چيم ته مان اوهان جي لڱن چرڻ کان اڳ توهان جي جسمن کي ڇرن سان پروڻ ڪري ڇڏيان ها. مان ته اڌ ڪلاڪ تائين توهان کي ڏسندو ۽ اوهان جي سرين گهوگهرن جي مٺي آواز جو مزو وٺندو رهيس. ان کان پوءِ مون اوهان کي جاڳائڻ جو فيصلو ڪيو. مان جيڪڏهن تنهنجي هن باغ جو چڪر لڳائي اچان ها ته مون کي ڪير به

جهلڻ پلڻ وارو ڪونه هو.

منهنجيون اهي ڳالهيون ٻڌي چوڻ لڳو ته مان به هڪ رات تو وٽ ايندس ۽ پير ۾ پير پائي اندر تنهنجي خوبصورت سنگتياڻي جي ڳچي ۾ ڇهندي وجهندس. نه، نه، تون پريشان نه ٿيءُ. آءُ قبول ٿو ڪريان ته تون واقعي اسان کي ننڊ ۾ اچي سوگهو جهليو آهي، پر هتي ڏاڍو امن آهي. نه پوليس آهي نه ڪي جانور آهن. ڇڻ پيئرس جي راڻيءَ جو محلات آهي. مان ۽ حمزو رات دير سان موٽيا هئاسون. بازار نالي هڪ ڳوٺ ويا هئاسون جو مون کي ڪي زيور وڪڻڻا هئا، پر جنهن واٽئي سان مون ڳالهايو هو، سو آدي رات کان اڳ مون سان ملي ڪونه سگهيو. ان کان سواءِ منهنجا به ماڻهو هتي ڪونه آهن. جيڪڏهن ائين نه هجي ها ته مون کي ننڊ ۾ اچي سوگهو نه جهلين ها.

معلوم ٿيو ته الهه بچائي کي مليل اطلاع ته ميرڻ ۽ سندس ٽولي داؤد خان سان گڏجي ڦرلٽ ڪندي آهي سچو آهي. مان چپ رهيس ته ميرڻ جو ان ڳالهه بابت ڪهڙو خيال آهي؟ جنهن لاءِ آءُ وٽس لنگهي آيو آهيان. هن ريت رسم مطابق مون کان احوال پڇيو. مون به ڪيس رواج مطابق احوال ڏنو. هن پنهنجي ماڻهوءَ کي ٻيو واري گهر مان لسي وٺي اچڻ جو چيو، جيڪو هتان ميل ڪن پري هو. پاڻ به ڪٺون ٻاهر ڪڍي آيو ۽ پاڻ سان حقو به کڻي آيو. ڳالهيون ٻولهيون ڪندي، منهنجي اچڻ واري مقصد جي اوڏڙو پهتاسون. مان سندس پنهنجي ڪارروائين بابت ڪيس ٿورو ٿڪو ٻڌايو. ميرڻ دائود خان سان گڏجي ڌاڙن جا مختلف ڪارڻ ٻڌايا جيڪي هن جا رڳو بهانا هئا. هو چوڻ لڳو ته هن اهي ڪارروايون فقط ان ڪري ڪيون آهن، جو هتان بندوقون ڪٺجي وڃن. وڌيڪ چوڻ لڳو ته منهنجي اها ڪوشش هئي ته جيئن حرن واسطي ڪي سٺا دوست ڳولي لهان.

هو ورجائي چئي رهيو هو ته دائود خان به اسان جهڙو سچو ماڻهو آهي. هن جي زندگي ته اڳي ئي خطري ۾ آهي تنهن ڪري اسان کان غداري ڪرڻ ۾ ڪيس ڇا ملندو؟ سندس لڪڻ جي مڪيه جاءِ لاڙ کان پري ڪراچي ضلعي ۾ آهي. جيڪڏهن حر اتي ويندا ته سندن آجيان ڪئي ويندي ۽ اهي ساريءَ سنڌ کان وڌيڪ اتي محفوظ هوندا ۽ آرام سان گذاريندا. تنهنجي پناڻ صاحب جو خيال آهي ته منهنجيون دائود سان گڏجي ڪارروايون ڪرڻ فوج جا ڪن اپڙا ڪري ڇڏينديون ۽ هن امن واري جوءِ ۾ به ٻڙڌڪ مچي ويندو. جيڪڏهن هتي فوج نه پهتي ته اسپيشل پوليس ته ضرور اچي پهچندي. مان توکي يقين ٿو ڏياريان ته ڌاڙا دائود خان ۽ سندس ٽوليءَ جا ماڻهو هڻندا آهن ۽ اسان رڳو ساڻس گڏ هوندا

آهيون. جيڪڏهن سرڪار چاهي ها تہ اچي هن ملڪ ڪي ڌاڙن جي آزار کان آجو ڪري ها. ٻي ڳالهہ اها تہ پوليس هن ڳالهہ کي افواهہ سمجهي رهي آهي تہ حر دائود خان سان گڏ ڪاررواين ۾ گڏ آهن. اها ڳالهہ تہ رحيم ۽ مڪيءَ پرسان رهندڙ حر پائرن لاءِ سٺي آهي. جيستائين پوليس کي حقيقت جي سڌ ٿئي ۽ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي تيستائين اسان هلچل کي نئين سگهہ ڏيڻ جهڙا ٿي پونداسون ۽ پنهنجي مرضيءَ مطابق سائن مهاڏو ڏينداسون.

اهي ڳالهيون تہ قابل قبول هيون، پر هو پنهنجي نقطہ نظر ۾ غلط هو. جيتر حمزو لسي وٺي موٽي آيو تہ اسان انهن ڳالهين جو اڳ پوءِ جاچي ڏٺو ۽ مختلف نڪتن تي بحث ڪيو.

مون ڪائنس پڇيو تہ گهرڏٺي نظر ڪونہ ٿو اچي ڪاڏي ويو آهي؟ تنهن تي هن وراڻيو تہ رسول بخش ڪيس ڪارتوسن وٺڻ لاءِ حيدرآباد موڪليو آهي.

مان سندس ڳالهہ ٻڌي ہٺ ۾ اچي ويس. هو وڏيڪ چوڻ لڳو تہ هن هڪ نواب جي خاص ماڻهوءَ سان ٻانڌو ٻڌو آهي ۽ جيترا ڪارتوس مون کي گهربا آهن ڏيندو آهي. مال ڏاڍو سٺو ۽ تازو آهي. اهو وڏو ماڻهو هرڻن جي شڪار جو شوقين آهي پر وڏي گيج جا ڪارتوس بہ آڻائيندو آهي. هو اهو جاچي ڪونہ ڏسندو آهي تہ ڪيترا ۽ ڪهڙا ڪارتوس آهن يا ناهن؟ سندس اهو خاص ماڻهو منهنجي گهرج آهر ڪارتوس ڏيندو رهندو آهي. حقيقت اها آهي تہ اهو بيوقوف اسان جي ڪاررواين ۾ تمام گهڻي دلچسپي وٺندو آهي. هن امير ماڻهوءَ کي هن جوءِ ۾ موجود زمين جي سنڀال لاءِ هڪ ٻيو ڪمدار بہ آهي جيڪو ڏاڍو سپتيو ۽ سچو ماڻهو آهي. اسان جي حيدرآباد واري ماڻهوءَ کي ابڪو اچي لڳو آهي تہ ڪڏهن نہ ڪڏهن هي ماڻهوءَ پنهنجي مالڪ کي سڀ خبرون ٻڌائيندو تہ سندس ڪيسي کي ڪاٽ لڳل آهي. سو هن ڌوڪيباز همراهہ چا ڪيو آهي جو رسول بخش هٿ نياپو مڪو اٿائين تہ مون ٿي راتيون ساندهہ خواب ڏٺو آهي تہ دائود پنهنجي هن دشمن تي حملو ڪري ڪيس قتل ڪري ڇڏيو آهي. تنهن ڪري مان ڊجي ويو آهيان تہ متان ائين ٿي پوي ۽ مان ڪارتوس بہ پنهنجي بچاءَ لاءِ موڪليندو آهيان. ان وقت ميرڻ چيو مون کي هن ڪم ڪرڻ لاءِ واڪائي ڪانہ ٿي ملي. اها ڳالهہ ٻڌي حمزو وڏا ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳو.

هن چيو تہ اهي ڪارتوس تمام ڀلا آهن. دوست ٿيلهي ۾ رکيل ڪارتوس اڳين مان آهن. تو واري پٽي ۾ اڳيان پراڻا ڪارتوس آهن انهن کي ڦٽو ڪري سندن جاءِ تي نوان رک.

مون سمجهيو تہ اهو همراهہ بہ چريو پوک آهي جنهن جي ڳالهين ميرڻ کي بہ چريو ڪري ڇڏيو آهي. اهڙيون ڳالهيون ٻڌي مون کي ميرڻ تي ڪاوڙ اچڻ لڳي، پر سوچيم تہ جيڪڏهن مٿس ڪاوڙ ڪيم تہ لوٽي کان اپڻگ ڳورو ٿي پوندو. اها ڳالهہ بہ ظاهر ٿي پوندي تہ مون ميرڻ جي چالاڪيءَ کي سمجهي ورتو آهي. ان ڪري هو وڌيڪ هوڏ ڪري بيهي رهندو. تنهن ڪري مان سوچڻ تي مجبور ٿي پيس تہ مالڪ جي ڪارتوسن سان سندس هڪ ماڻهوءَ جي چوڻ تي انهيءَ ٻئي ماڻهوءَ کي قتل ڪرڻ لاءِ واندڪائي جو مِنهن بہ هڪ سنو پوڳ آهي. مون کي هن ڳالهہ ۾ ڏاڍو خطرو محسوس ٿيو ۽ ڇيومانس تہ رسول بخش تي اکيون ٻوٽي اعتبار ڪري حيدرآباد موڪلڻ سنو ڪونہ آهي.

منهنجي ڳالهہ تي هن وراڻيو تہ رسول بخش اهڙو من جو ميرو ڪونہ آهي.

پڇيو مانس تہ تنهنجا ٻيا ماڻهو ڪٿي آهن؟

اهي دائود خان سان گڏ آهن. اهي واپس ايندا تہ مان ۽ حمزو ويندا سون. سو حمزو ۽ مان واري تي ويندا آهيون. سائين رڪيا! اعتبار ڪر مان ڏاڍو خبردار رهندو آهيان. جن ڳوٺن تي دائود خان ڌاڙو هڻندو آهي تہ اتان جا ماڻهو چوندا آهن تہ ڌاڙي هڻڻ وقت فقط چار ماڻهو نظر آيا جيڪي سيئي اوپرا هئا. توکي خبر آهي تہ پوليس بہ ائين لکندي.

مان سوچڻ لڳس تہ هن شخص جي بيوقوفين جو تہ ڪو پروپاند ئي ڪونہ آهي. ميرڻ مون ڏانهن چتائي ڏسڻ لڳو ۽ وڌيڪ ڳنڀير ٿي چوڻ لڳو تہ رسول بخش قرلت جي مال مان پنهنجوحصو وٺندو آهي. هو هن باغ، زمين کي پسند ڪندو آهي ۽ ڪک پيچي ٻيٺو ڪونہ ڪندو آهي. جڪڏهن رسول بخش اسان سان دغا ڪندو ۽ جوٽي ڪٽندو تہ سائين رڪيا! اسان هتي واري تي فقط ٻہ رهندا آهيون ۽ ٻہ دائود خان سان گڏ هوندا آهن. موٽي اچڻ تي توکي خبر آهي تہ اهي ٻہ ڄڻا ڇا ڪندا آهن؟ رسول بخش جو گهر هتان کان ميل ٻن جي پنڌ تي آهي. سندس گهر ياتين مان وانگي بہ ڪونہ بچندو ۽ سندس دڙي ئي دُڦ تي ويندي. هي پاڻ بہ فقير آهي ۽ جيڪو غدارن سان حشر ٿيو آهي تنهن جي الف کان وٺي ي تائين ڪيس ساري خبر اٿس.

مون ڪيس ياد ڏياريو تہ سرڪار مخبرن جي گهر ياتين کي لڏائي اچي ٿاڻن پرسان ويهاريندي آهي. يا تہ ڳجهي خبر ٻڌائڻ کان پهريائين ائين ٿي ويندو آهي، يا خبر ٻڌائڻ شرط کين لڏائي محفوظ ماڳ تي آباد ڪيو ويندو آهي. پر هن ڪلي منهنجي ڳالهہ کي اڌ ۾ ڪٽيندي چيو تہ جيڪڏهن ائين ٿيندو بہ تہ ڇا ٿيندو؟ مون

وساڻ غدارن کي ٽاٽي جي يڪ ۽ وچ شهر ۾ هوندي ڇا ڪري ڏيکاريو... رحيم به فوجي ڪئمپ ويجهو آباد هنگوري غدار کي قتل ڪري آيو. تنهنجي الله بچائي گهڻين غدار عورتن جو ڪهڙو حشر ڪيو؟ جتي پٺاڻ فوج به سندس تاڙ ۽ گهاڙ ۾ ڪن ايڙا ۽ تارا پٽيون ويٺي هئي. سائين رکيا! تون شايد اهو وساري ويٺو آهين ته فقيرن جا پاڳ پلا آهن. تون شايد هاڻي تڏو ٿي ويو آهين ۽ پنهنجي نئين سنگتياڻيءَ جي عشق جي اري ۾ اڙجي ويو آهين. تون هاڻي مون وٽ رهي پؤ ته تون اڳي جيان ڪوپو ۽ ڪنڌار جوان بڻجي ويندين.

مون کي به جُڪي اچي وئي ۽ جهٽ ڏئي ميرڻ جي ڳچيءَ ۾ هٿ وجهڻ چاهيم. اهو پوڳ پڏي حمزو به پڏن ٺهڪن ۾ پئجي ويو. هو به جٽا مان هڪ، تنهن ڪري مان ڪيس چيم ته هن کي چؤ ته اندر وڃي ماني پچائي. جڏهن ڏٺم ته حمزو هليو ويو ته ميرڻ سان بحث ڪرڻ بدران ڪيس پير سائينءَ جا واسطا وڌم ته يار پنهنجي ڳالهه تان لهه. ڇاڪاڻ ته بحث ڪرڻ ۾ هو مون کان گهٽو هو. مان الله بچائي جو ڏنل پيو نياپو ڪيس ڏيڻ نه پئي چاهيو. مون سمجهيو پئي ته ميرڻ ڳالهه کي سمجهي چڪو هو ته پوئتي ڪهڙي رٽ رٽيل آهي. ٿوري وقت کان پوءِ حمزي ماني کائڻ لاءِ سڏ ڪيو. ان وقت ڏٺم ته هو ڄڻ پڇتائي رهيو هو.

ماني ڏاڍي سٺي هئي. ڪباب ہروچڪي طريقي سان پڪل هو. زردو ڪٽڪ جي ماني ۽ ماکي به موجود هئي. نيرن ڏاڍي سٺي ڪاڏي سون. ميرڻ کي ڄڻ ماٺ لڳي وئي. هن کان اڳ ته وات جهل ئي ڪانه ٿي ڏنس. اسان ماني کائي پوري ڪئي. مون هڪ به اوڳرائي ڏني. ماني به چٽي رهي هئي ته ايڏي تڪڙ نه ڪر. هن پوءِ حمزي ڏانهن منهن ڪري چيو ته سائين رکيو وزير صاحب الله بچائي جو نياپو کڻي آيو آهي. سندس خيال آهي ته اسان ٿوري وقت لاءِ وٽس هلي رهون. اسان جو هي ساٿي سياڻي هليو ويندو ۽ رسول بخش به اڄ شام نوان ڪارتوس کڻي ايندو. مان انهن ڪارتوسن مان ڪجهه پٺاڻ کي سوکڙي ڏيڻ ٿو چاهيان. اسان هتان سياڻي رات جو اسهنداسون.

مان پنهنجي اچڻ واري مقصد ۾ سوپارو ٿيو هوس. ماني سٺي ۽ گهٽي کاڌي هيم. اڳيئن رات جو اوجاڳو هو سو ڳالهائيندي اکيون ہوتجي ٿي ويون. تنهن ڪري ڪيس چيم ته يار مون کي ننڊ ٿي اچي. سو سمهڻ ٿو چاهيان. پر روزي ڏٺيءَ جي صدقي توهان ٻنهي مان هڪ جٿو ضرور پهرو ڏئي. تون چوين ٿو مان اڳي جيان بهادر نه رهيو آهيان. پر مان سمجهان ٿو ته تون فقيرن وارو اصول وساري ڇڏيو آهي ته: ”جتي به فقير هجن ته انهن مان هڪ پهري تي هجڻ کپي.“

هنن قسم کٹي چيو تہ اسان بلڪل خبردار رهنداسون تہ مان بہ ننڊ پئجي ويس. ميرڻ ڪراڙو ڏاند نار ۾ ٻڌي باغ ڪي پاٹي ڏيڻ لڳو. توريءَ گهڙيءَ کان پوءِ مکين بہ اچي يون يون لاتي، جڻ مون کي ننڊ ڪرائڻ لاءِ لولي ڏئي رهيون هيون.

مون کي ڪلهن تي ٿڦ ٿڦ ڪري جاڳايو ويو تہ مان هڪ دم وجي بندوق ۾ هٿ وڌو جيڪا منهنجي پاسي ۾ کٽ تي رکيل هئي.

ميرڻ چيو تہ "واه" هو منهنجي پرسان بيٺو هو. هاٹي توکي هيءَ بندوق ضرور استعمال ڪرٹي پوندي. مون ڪجھہ پوليس وارن کي ڏٺو آهي.

اسان اهو ڪڏهن بہ نہ ڏٺو جو هتان جا پوليس وارا سامان ڪٹي اچڻ لاءِ گهوڙن تي سوار ٿي اچن ۽ ان جاءِ وٽان اچي لنگهن جتي اسان جو ٿاڪ هجي. مون کي پهريون خيال هي آيو تہ جيڪڏهن هنن جو ڪم رسول بخش ۾ آهي تہ پوءِ هتيار ڪٽي لڪائجن ۽ اسان بہ ڪٽي لڪي وڃون. ان کان پوءِ مون ميرڻ جي منهن ڏانهن ڏٺو.

هن چيو تہ مون کي شڪ آهي تہ هو اسان جي ڳولا ۾ هتي آيا آهن. سائين رکيا، رسول بخش بابت تنهنجو خيال بلڪل صحيح هو. پر هي وقت ان سوچڻ جو نہ آهي تہ ڇو ٿيو ۽ ڪيئن ٿيو. تون دل نہ لاھہ اسان کين ڌوڪو ڏئي ويندا سون، پر جهٽ ڪر! اسان جا هٿ وجي پٽن ۽ ڪارتوسن جي دٻن تي پيا. حمزو بہ سهڪندو آيو. سندس اکيون ائين نظر آيون جو ڄڻ دوڏا ئڪاءُ ڏئي جهٽڪي سان مٿي مان ٻاهر اچڻ وارا هئا. هو گهبرائجي چوڻ لڳو تہ، "ميرڻ اهي گهٹا بلڪل گهٹا آهن. پنجاهہ سٺ تہ ٿيندا"

تنهن تي ميرڻ ڪيس ڪاوڙ مان وراٹيو تہ "گڏھہ هينگڻ ڇڏ. پوليس اتر کان اچي رهي آهي. سائين رکيو ۽ مان هتان نڪري الهندي رخ رکنداسون جيڪڏهن ياڳ يلا هوندا تہ اسان کي ڏسي نہ سگهندا. ان وقت تائين اسان سندن بندوقن جي مار کان پري نڪري چڪا هونداسون."

اسان گهاٽن وٹن سان چانيل ڪرٹي سان تيز ڊوڙندا اولهہ طرف وڌڻ لڳاسون. جڏهن اسان انبن جي باغ ۽ کلئي ميدان جي وچ تي ڏنل لوڙهي وٽ پهتاسون تہ ڏٺوسون تہ اسان جا ياڳ يلا ڪونہ هئا. ڏھہ ٻارهن فوجي ڏکڻ واري پاسي کان هڪ قطار ۾ اچي رهيا هئا جيئن سوئرن جي شڪار جو اوسر ڪٽبو آهي. ان وقت اهي لوڙهي کان سؤ وکون پري هئا. مان ۽ ميرڻ لڪي بيهي رهياسون پر حمزو ڊڄ ۾ وائڙو ٿي ويو هو جنهن اسان جي گارين جي پرواهہ نہ ڪندي وٹي ڪرٹين تي زور رکيو. لوڙهو پار ڪري وٹي ڏکڻ ڀڳو. ميرڻ پٽڪندي

چيو تہ "ڇٽ مري ويو." اسان ڪيس ڏسندا رهياسون ۽ اهو مقابلو ڏسڻ جهڙو بہ هو. هڪ فوجي سپاهيءَ ڪيس ڏسي ورتو ۽ وٺي رڙ ڪيائين. فوجي جٿي جي اڳواڻ ڪين فائر ڪرڻ جو حڪم ڪيو. سيئي بيهي رهيا ۽ پوءِ گولين جو وسڪارو شروع ٿيو. حمزو ڏاڍيءَ تيز رفتاريءَ سان ڊوڙي رهيو هو. گوليون سندس ڪڏهن پٺيان ۽ ڪڏهن اڳيان ڪري رهيون هيون ۽ اتان ڌوڙ اڏامي رهي هئي. هن هرڻ جيان ہہ ٽي ڇال ڏنا پر بندوقون تمام گهٽيون هيون. گهڙيءَ ڪن ڪان پوءِ هن جهٽڪوکاڌو ۽ ٿورو پنڌ هلي ڪري پيو ۽ ڌوڙ جو ڪڪر اڏامڻ لڳو پر اسان ڏٺو تہ سندس هٿ اڃا بہ بندوق تي رکيل هئا. ظالم فوجين اڳتي وڌي مٿس ڏهہ گوليون هلايون. انهيءَ ڪان پوءِ هنن سندس بندوق کنئي. اسان بہ ڇريا هئاسون جو آخري وقت تائين اهو واقعو ڏسندا رهيا هئاسون. ان وقت ميرڻ ڪي بہ ڪجهہ سمجهہ آئي ۽ پويان پير ڪري وٺي تيز ڊوڙياسون.

هن سهڪندي چيو تہ وڌي لوڙهي هيٺان هڪ ڳجهو رستو آهي. اسان لوڙهي جي ڏاڪڻي پاسهين سان ويجهو هلڻ لڳا هئاسون جيڪو اتاهون ۽ لنگهڻ جوڳو ڪونہ هو. اسان وڻ وڻ ڪان ٻچانگ ڏيندا اڳتي وڌي رهيا هئاسون تہ جيئن اتي امڪاني طور بيٺل فوجين جي چانوري ڪري اسان مٿان نظر نہ پوي، پر اتي ڪير بہ بيٺل ڪونہ هو. هي نهايت اهم گهڙي هئي. اسان ڪي سوچي ويچاري ۽ چنڊي ٿوڪي قدم ڪڻٽو هو. هن وقت اسان اوير پاسي اچي نڪتا هئاسون ۽ ڏٺوسون تہ اتي ووٽڻ جي وٽ ۽ لوڙهي جي ڪنڌيءَ سان فوجي قطار ڪيون بيٺا هئا جن جي اسان تي نظر ڪانہ پئي هئي. اسان هيٺ سمهي پياسون. اسان ان وقت ٻن فوجين ڪي هندستاني ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندي ٻڌو.

"سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ اها خبر شايد سچي آهي. ڪجهہ ڪوڙا سچا آواز تہ ٻڌاسون. يلا اها بہ ڪا شرافت آهي. پورا ٽيهہ ميل لاريءَ ۾ سفر ڪيوسون. ان ڪان سواءِ بدمعاش سنڌي رهبرن جي اڳواٽيءَ ۾ هيڏو سارو پيرين پنڌ. مٿان وري ساري رات جو اوجاڳو. هاٽي ڏسجانءِ تہ بنا ڪنهن نتيجي جي موٽي هلنداسون. مون ڪي تہ پهريان ئي شڪ هو تہ حر آهن بہ الائي نہ. ٽي سگهي ٿو تہ اهو اسان جي عملدارن جو من گهڙت قصو هجي تہ جيئن اسان جي سکيا ڪي آزمائي ڏٺو وڃي."

تنهن تي ٻئي فوجيءَ چيو تہ بندوقن جا نڪاءَ بہ ائين بنا ڪنهن مقصد جي هئا تہ شڪ ناهي پر مون ڪي ڊڄ آهي تہ ٻئي حصي ڪي ئي سڀ ڪجهہ ملي ويندو.

اها ڳالهہ ٻڌي ٻئي فوجيءَ وراٽيو تہ اسان وارو صوبيدار چئي رهيو هو تہ

جيڪي جوان هن موقعي تي شريڪ آهن تن کي حرن جي سرن تي مقرر انعام مان حصو ملندو.

"هان، تہ اسان واري صوبيدار ائين چيو هو!"

"هنن جي سرن تي ڪيترو انعام رکيل آهي؟"

"ڪيترو بہ هجي، پنج سؤ هجي يا پنج هزار هجي." ميرڻ ۽ مان هڪ ٻئي ڏانهن ڏسڻ لڳاسون. مون ڏٺو تہ سندس اکيون ڇڻ تہ نچي رهيون هيون. اسان هوريان هوريان اڳتي سرڪياسون ۽ لوڙهي ۾ اهڙي ڳتي وٺ پهتاسون جتان اسان سولائي سان ٿوڪيل سيٺهہ جهڙن تلهن فوجين کي ڏسي پئي سگهياسون. اسان هنن تي گڏجي فائر ڪيا ۽ ٻنهي ڄڻن وچي ڌرتيءَ ۾ چڪ هنيو. ان وقت مون اتي بيهي نعرو هنيو "ڀيج پاڳارا" ميرڻ بہ نعري ۾ گڏجي ٻيو ۽ چوڻ لڳو تہ شڪاري وڃاءِ. پوءِ اسان اٽڪل تي ٻين فوجين تي بہ بندوق جي ٻي نالي خالي ڪري ڇڏي ۽ ڏاڍو پلو تي ويو. فوجي واٽڙا تي ويا ۽ سمجهي رهيا هئا تہ دوزخ مان اچي ڪن جن هنن مٿان گوليون هلايون آهن. هنن پوئتي پڇي وچي ووئٽن ۾ پناهہ ورتي. اسان ٻڌو تہ ڪو سارجنٽ يا ڪو ٻيو اختياري وارو ماٺهو ڪين گاريون ڏئي رهيو هو. ان کان پوءِ ميرڻ مون کي جهٽ ڪري هڪ پراڻي ڪڙئي جي تري ۾ وٺي آيو. پوءِ رائفلن جي گولين جا وڏا واڪا ٻڌڻ ۾ آيا. اسان ڄڻ ڪنن کان ٻوڙا ٿي پيا هئاسون. گولين جي وسڪاري ڪري لوڙهي جي سڪن ڏينگرن مان ٺڙڪاٽن جا آواز اچي رهيا هئا. پراڻي ڪڙئي جا ڪپر اتاهان هئا تنهن ڪري اسان جو بچاءُ هو. خوشيءَ کان اسان هڪ ٻئي کي ٻکين پئجي وياسون.

"واهہ ميرڻ واهہ."

"واهہ سائين رکيا واهہ."

ان کان پوءِ اسان وڏي آواز سان نعرو هنيو "ڀيج پاڳارا" ڏٺوسون تہ وٽن جي جهڳٽي مان پڙاڏو ٿي رهيو هو.

توري وقت تائين فوج گوليون هلائيندي رهي. ڪي گوليون اسان جي مٿن کان ٿينديون وچي وٽن ۾ ڪتيون هيون.

تنهن تي ميرڻ کلندي چيو تہ فوجي انڌا آهن جو اسان کي پڪي سمجهي رهيا آهن ۽ سندن خيال آهي تہ اسان واهيري تي ويٺا آهيون. پوءِ هن ڪڙئي جي اتاهين ڪپرن تي چڙهي ڪين وڏي آواز سان چيو تہ "اي سڙيل پيٽُنِ جا پٽؤ! اسان کي پک ڪونہ آهن جو اسان پکين جيان هوا ۾ اڏامي هليا وينداسون. جيڪڏهن مڙس آهيو ۽ ڪوڏي ڦروَ تہ هليا اچو.

ان کان پوءِ وري گولين جو وسڪارو ٿي ويو. مان ميرڻ کي ٻانهن کان ڇڪي پوئتي هٽائي ويس. پوءِ ماٺ ڇانئجي وئي. گهڙيءَ کن کان پوءِ مون کيس چيو ته هتان نڪري وڃڻ جو هي سٺو وقت آهي.

تنهن تي هن ڪنڌ ڌوڻي انڪار ڪيو ۽ چيو ته اسان فوجين کي واڪڙو ڪري ڇڏيو آهي. ڪين اهو به پتو ڪونه ٿو پوي ته اسان جو تعداد ڪيترو آهي؟ هاڻي اهي اسان کي هر طرف جاچي ڏسندا. هنن جو تعداد به واقعي پنجاهه آهي. اسان جي بچاءَ لاءِ هيءَ جڳهه وڌيڪ سٺي آهي. هاڻي جلد ئي اونداهي ٿي ويندي تنهن ڪري اسان ڪين ان وقت تائين رڌل رکنداسون. چنڊ به آڌي تائين ڪونه ايرندو. مان اڪيون ٻڌي به باغ وارو رستو وٺي نڪري سگهان ٿو.

تنهن ڪري اسان ماٺ ڪري ويهي رهياسون. ميرڻ لوڙهي ۾ اکيون وجهيون ويٺو هو. مان وري باغ واري پاسي ڏانهن تڪي رهيو هوس. ٿوري وقت کان پوءِ مون کي محسوس ٿيو ته جڻ مڪ اچي ڪنهن پن تي ويٺي. گهڙيءَ کن کان پوءِ جڳهه کان پريان ڪنهن سرڪاري پاڙيتو ماڻهوءَ جي بوٽن جو آواز ٻڌم جيڪو ٻاجهريءَ جي پوک ۾ چرندڙ مينهن جيان ڏسڻ ۾ اچي رهيو هو. اسان ٻنهي پنهنجا مٿا اوچي ڪپر تي ايريل گاهن جي پاڙن کان مٿي ڪيا. پنهنجا پٽڪا سندرا ڪري چيلهه سان ٻڌا هئاسون. ٻن ماڻهن کي ڏسي منهنجي دل خوشيءَ وچان ٻهڪڻ لڳي جيڪي پير پير ۾ پائي ائين هلي رهيا هئا جيئن پرڏيل عورتون پنهنجي چڱهن سان ملڻ لاءِ هوريان هوريان ٻاهر نڪرنديون آهن. پر ڪنائڻ سان پايم ته سندن آواز ايترو هو جڻ ٻڪرين جو ڌڻ اچي رهيو آهي. مان ته اهو ڪري پئي سگهيس جو ته ٻڌا ٺهڪ ڏئي ڪونه ڪليس چو ته اهي هڪ ٻئي کي اشارا ڪري ان جڳهه ڏانهن وڌيا جيڪا هنن کان به ٽي گز پري هئي. انهن مان هڪ جڳهه جي دروازي ڏانهن ۽ ٻيو دريءَ ڏانهن وڌڻ لڳو هو. ڀهرئين ماڻهوءَ کي هڪ عجب جهڙي بندوق هٿن ۾ هئي ۽ سندس پٺيان حمزي واري دو نالي لڙڪيل هئي. ٻيو رائفل سان هٿيارٻند هو. مون ميرڻ جي ٻانهن تي هٿ رکيو. کيس روڪيم ته هو ڪنهن صحيح وقت لاءِ غلط اڳڪٿي نه ڪري. جڳهه اندر داخل ٿيندڙ فوجي ٻاهر موٽي آيو ڪنڌ لوڏي ناڪار ڪيائين. ميرڻ سرٻاٽ ڪندي چيو ته وڏا ياءُ! تون ڪوهه ڏانهن نڪ. اسان کي اچرج ٿيو جو هڪ ماڻهو واقعي اوڏاهين وڌڻ لڳو. ان کان پوءِ ٻئي ڇٽا هيڏانهن هوڏانهن لوٽا هڻندا اچي ڪڙٽي کي ويجها پيا هئا. اسان هوريان هوريان ڪري بندوقن جا گهوڙا مٿي چاڙهيا. پوءِ مون پنهنجو ڪنڌ ٿي ٿيرائي ڇڏيو ته متان اسان جي بندوقن جي آواز تي ٻين جو هيڏانهن ڌيان

ڇڪجي وڃي. سرباٽ ڪري ميرڻ ڪي ڇيمر تہ مان ٿلهي جو نشان ٿو وٺان. جڏهن هو ڏهن گزن جي وٿيءَ تي پهتا تہ مون ميرڻ کي اک هڻي ۽ پوءِ اسان بندوقون ڇوڙيون. منهجي بندوق فوجي کي ڳچي ۽ ڇاتيءَ ۾ لڳي. سو ڪڙئي جي تري ۾ ڪرڻ کان اڳ مون سندس مهاندبو ڏٺو جيڪو ڪنهن ڇرئي جيان تي لڳو. هو موقعي تي مري ويو. ان وقت پنهنجي روڪيل ڪل نروار تي. گهڙي ڪن لاءِ تہ مان آپي مان ٻاهر ٿي ويس. خوشقسمتيءَ جي ڳالهہ اها هئي تہ مون ٻئي تي فائر ڪونہ ڪيو. هو پنهنجي جذبن تي ضابطو رکي ڪونہ سگهيو هو ۽ سندس فائر هڪ اناڑيءَ جيان گذري ويو ۽ ڏڪ وڃي فوجيءَ جي ڪلهي ۾ لڳو جيڪو ٻارن جي لاٺونءَ جيان ڇوڏاري ڦري ويو. هن ٻيءَ ناليءَ وارو ڪارتوس فائر ڪيو، جيڪو فوجي جي وڃي ڪنڌي ۾ لڳو. ٻئي فوجي وڃي اونڌي منهن ڪريا هئا ۽ سندن منهن هڪ ٻئي جي ڪڙين وٽ پيل هئا ڄڻ ٻہ گهوڙا هڪ ٻئي جون مڪيون هڪليندا هجن ۽ اُهي ڄڻ تہ ڪلهہ مري ويا هئا. مان ڪين ڏسي پئي سگهيس. ان وقت مون کي هڪ جهنگلي جنون سوار ٿي چڪو هو. مون هڪدم بندوق ڀري تہ متان ڪي ٻيا ايندا هجن. پر اسان کي وٽن ۾ واءَ جي واڪي ۽ ٻاهر ٻنيءَ ۾ ڪنهن جهيڻي آواز ۽ ڊورن جي رنيڻ کان سواءِ ڪجهہ بہ ٻڌڻ ۾ ڪونہ آيو. ڇاڪاڻ تہ ڊور ان ويل وٺاڻن ڏانهن ڏوبي لاءِ وري رهيا هئا ۽ سج لهي چڪو هو.

ميرڻ چيو تہ اچ تہ هنن جون بندوقون ۽ بارود ڪٽون. تون پهرو ڏي تہ مان سڀ شيون توکي اچليندو ڏيندو ٿو وڃان. هو ڪڙئي جي ڪپرن تان سرڪي هيٺ لهي ويو. گهڙي ڪن کان پوءِ اها عجب جهڙي بندوق، رائفل، حمزي واري بندوق ۽ بارود اسان وٽ هو ۽ پنهنجا ٿيلها سرڪاري ڪارتوسن سان ڀري رهيا هئاسون. جيڪي فوجين جي ٿيلهن ۾ پيل هئا. ميرڻ جڏهن مئل فوجين جي کيسن جي تلاشي وٺي رهيو هو تہ ڪين خوب گاريون بہ ڏئي رهيو هو.

هنن جي کيسن مان رڳو ست ربيا ٻارهن آنا رقم نڪتي. معلوم ٿيو تہ هو سڪيءَ پگهار تي گذارو ڪري رهيا آهن پر هنن جي پيٽ ۾ پوليس وارن جا کيسا وڌيڪ سٽيا هوندا آهن. هنن جي کيسن مان ٻيو هي سامان نڪتو: هڪ ٿٽي جيڪا منهنجي ٿٽيءَ کان سٺي ڪونہ هئي، چپيل تعويذ جيڪي مڙسيءَ وينل ماڻهو پائيندا آهن جنهن جي اسان کي ضرورت ڪانہ هئي، کيسي وارو آئينو جيڪو ڪن ۽ نڪ صاف ڪرڻ لاءِ ڪم ايندو آهي، هڪ جپاني ريشمي رومال. هن مون کي سڏي چيو تہ سائين رکيا هي رومال تنهنجيءَ سهڻي سريت لائق آهي، مدراس جا سگريٽ، ها هي اسان جي ڇڪڻ جي ڪم ايندا، پر ٿورو ترس. هي ٿلهو فوجي تہ

ائين لڳي ٿو ڄڻ ڪو وڏو عملدار آهي پر ڪيس ڪارائي ۾ ٻڏل واچ ئي ڪانہ آهي.
ميرڻ دلشڪستو ٿيندي چيو هو. هو رومال ۾ ننڍيون وڏيون شيون ٻڌي ڪڙئي
جي اتاهين ڪپر تي چڙهي آيو. اسان ٻئي ڄڻا عجب جهڙي بندوق کي ڏسڻ
لڳاسون پر هيڏانهن هوڏانهن بہ ڏسي رهيا هئاسون.

ميرڻ کي چيم تہ اها مشين تي هلندڙ بندوق آهي جيڪا ڪنهن ہاتي ماڻهوءَ
جي هٿڪي ڳالهائڻ جيان لڳاتار فائر ڪندي آهي. هن سان ڪاهنڊ نہ ڪر تہ اوچتو
ڇٽي نہ پوي.

اسان لاءِ بهتر اهو آهي تہ هن کي هلائڻ سکي وٺون ۽ اهو اچرج جهڙو يوگ
ٿي پوندو تہ اسان هنن جي خاص دوا جو وزن وري بہ کين پياريون. اسان جي
بندوقن جي آوازن ڪري ٻيا بہ ڪي فوجي هيڏانهن سرڪي ايندا.

تنهن تي مون کيس چيو تہ جيڪڏهن هو هيڏانهن اچن تہ اسان کي اهي
هٿيار هلائڻ کپن، جن جو استعمال اسان ڄاڻندا آهيون. ميرڻ تون هرويرو ايڏو
اٻهرو نہ ٿيءُ جو جي کي جوکو رسي.

گهڙي کن ڪان پوءِ وڻن جي ڏکڻ ۾ کڙڪو ٿيو ۽ ڪا شيءِ اسان ڪان ويهہ
کن وکون پري زيڪو ڪري اچي هيٺ ڪري. ان ئي وقت ساڄئي طرف ڪان
گوليءَ جو هڪ ٺڪاءُ ٿيو پر اهو آواز ڪجهہ پري پنڌ ڪان ٿيو هو. ان وقت ويجهو
هڪ زوردار ڌماڪو ٿيو جو ٻوڙا ٿي وياسون. اسان هن آواز ڪان ڏاڍو ڌهڪائجي
وياسون. ان ڪان پوءِ ٻيو بہ اهڙو ئي زوردار ڌماڪو ٿيو ۽ اسان سرڪي وڃي
ڪڙئي جي تري ۾ لڪي ويناسون ۽ کليو ميدان اسان ڪان ويهہ وکون کن پري
هو. اسان پنهنجي هٿيارن کي نظر ۾ رکي سوچڻ لڳاسون تہ هاڻي ڇاڪرڻ گهرجي؟

مون ميرڻ کي چيو تہ اهي بم آهن. اسان کي ڪيڏانهن بہ چرڻ پرڻ نہ کپي.
فوجين جي مرضي ئي اها آهي تہ اسان پنهنجي ٺم مان ٻاهر نڪرون ۽ کين اسان
کي مارڻ جو وجهہ ملي وڃي.

تنهنجي ڳالهہ تہ سچي آهي پر جيڪڏهن اسان هن ڪڙئي جي تري ۾ ڳوهن
جيان لڪا ويٺا هونداسون تہ هو سرڪي اچي اسان جي مٿان ٻيهندا ۽ آهيڙن جيان
ٻيچ ڪان وٺي اسان کي گهلي ٻاهر ڪڍندا.

ان لاءِ اسان کي ڪن اپڙا ڪري ويهڻ کپي ۽ جيڪو هيڏانهن اچي تنهن کي
پيچي رکون.

منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي ميرڻ چيو تہ پهريائين تون ٻهرو ڏي. هن فقط ايترا لفظ
چيا مس تہ زوزاٽ ٿيو ۽ ان ڪان جلد ئي پوءِ زوردار ڌماڪو ٿيو ۽ ڪڙئي پرسان

ڏوڙ جو ڪکر اڏامڻ لڳو.

مان ٿورو مٿي ٿي چوڌاري ڏسڻ لڳس. ميرڻ اوچن ڪپرن جي اوٽ ۾ ڪروندڙو ٿي ويٺو هو. ماٺهو ٿوري وقت جي تجربي کان پوءِ هري ويندو آهي. مان پهريائين زوزات تي گوهي ڏئي گسائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي جيڪو وٹن جي ٿارين ۾ ٿيو هو. اڃليل سڀ بم ڪونه ڦاٽا هئا پر سيني ڪان زوردار ڌماڪو ووٹن ۾ ڪريل بم ڪيو هو ۽ ان ڪان پوءِ رڙيون ٿيون هيون.

مان ۽ ميرڻ ڪين سڏي چيو تہ اوهان کي اها خبر ڪانہ آهي تہ اسان ڪٿي آهيون؟ ان وقت اسان ۾ خوداعتمادي پيدا ٿي چڪي هئي. ان ڪان پوءِ ڪجهہ وقت ماٺ رهي.

هن چيو تہ شايد هو سيئي اسان مٿان ڪاهي اچڻ ٿا چاهين. مان سائس گڏجي هيڏي هوڏي ڏسڻ لڳس.

ان وقت اونداهي ٿي چڪي هئي ۽ اسان جي نظر ويجهي وڻ ۽ گاهہ ڪان پري ڪنهن شيءِ کي سڃاڻي ڪانہ ٿي سگهي. اسان آواز ٻڌڻ لاءِ ڪن ڪڙا ڪري ٻيهي رهياسون پر اسان ڪن منجهيل آوازن کي سمجهي ڪونہ سگهياسون جيڪي وٹن جي جهڳٽي ڪان پرٿين پاسي ڪان اچي رهيا هئا.

مون ميرڻ کي سرٻاٽ ڪري چيو تہ هو هتان شايد هليا ويا آهن تنهن ڪري اسان کي هتان نڪري ڪيڏانهن هلڻ کپي؟

نہ، هن وقت ٻاهر نڪرڻ صحيح ڪونہ ٿيندو. شايد اهي باغ ۾ موجود آهن پر اهي اتي آرام سان ويهن ۽ غلط جڳهن ڏانهن ڏسي ٻلي پنهنجيون اکيون ڪيريون ڪن. سو هاڻي هوڙهائي ڪرڻ ٻاراڻي ڳالهہ ٿيندي.

اسان ٻہ ٽي ڪلاڪ ماٺ ڪري ويهي رهياسون ۽ پوءِ ميرڻ مون کي سرٻاٽ ۾ چيو تہ هاڻي ٻاهر نڪرڻ گهرجي. مان لوڙهي واري سوري ڏانهن وڃان ٿو جنهن کي ٿورا گهٽا ڊينگر ڏئي هلڪو سلڪو بند ڪري ڇڏيو اٿم، تنهن کي کولي ٻيءَ پر ڏسندس تہ ڇا آهي؟ منهنجي موٽي اچڻ تائين سڀ شيون ميڙي چونڊي گڏ ڪري رکجانءِ. هان وٺ هي پٽڪو. هر شيءِ منهنجي ۽ پنهنجي پٽڪي ۾ ٻڌي سوگهي ڪر. هتان نڪري هلون تہ پوٺتي اسان جو ڪوبہ نشان نہ هئڻ گهرجي. بندوقون بہ پري ڇڏجانءِ پر گهوڙا چڙهيل نہ هجن. پوءِ هو پاڇي جيان ڪسڪي هليو ويو. ٻاهر ماٺ هئي ۽ ڪنهن هڪ ماٺهوءَ جي چرڻ پرڻ جو آواز اچي رهيو هو. مون للڪارڻ جا آواز ٻڌا جيڪي بلڪل هوريان هئا. جن ڪان پوءِ وري خاموشي ڇانئجي وئي ۽ جيڪڏهن ميرڻ کي جهلي وڃن ها تہ فوجي سپاهين جو

هڪ ٻئي کي سڏڻ جو آواز اچي ها. مون سمجهيو تہ منهنجي رات ائين گذري ويندي ۽ منهنجو سنگتي پاڻ کي بچائڻ واسطي مون کي ڏوکو ڏئي هليو ويو آهي. پر موٽي اچڻ کان پوءِ سرہاڻن ۾ چوڻ لڳو تہ سڀ ڪجهہ ٺيڪ آهي. لوڙهي جي سري جي ٻئي پاسي اٽڪل پنج قدم پري وڻن ۾ هڪ فوجي سپاهي موجود آهي. لوڙهي هيٺان موجود اڌ وارو ترو هن کي ڏسڻ ۾ ڪونہ آيو. اسان کي نهايت خبرداري ۽ هوشياريءَ سان انهيءَ تري مان سرڪي هلڻو پوندو. مون دير انهيءَ ڪري ڪئي هئي تہ هڪ عملدار چڪر تي نڪتو هو ۽ پهري تي بيٺل فوجين کي خبردار ڪري هليو ويو. هو اوچتي اچڻ لاءِ پيرين اگهاڙي آيو هو. هن اچي ڪيس هوريان گاريون ڏنيون هيون جيڪي تو پاڻ ٻڌيون هونديون. ياڳ پلا هئا جو ان وقت آءٌ لوڙهي واري سوري ۾ موجود هوس پر آءٌ ان مان سڀ ڊينگر لاهي چڪو هوس. سوريءَ جي منهن وٽ بيٺل گاهہ بہ هيٺ جهڪايو هيم، پر ان عملدار کي ڏسي سمهي پيم. ان وقت مون وٽ ڪو هٿيار ڪونہ هو تنهن ڪري ڏاڍو برو سمجهيم. ان عملدار کي ٻڌم جيڪو فوجي سپاهيءَ کي چئي رهيو هو تہ هن جاءِ وٽان ترُ بہ ڪاڏي نہ چرجانءِ. هر هڪ پاسي نظر رکجانءِ ۽ ڪن اپڙا ڪري هر آواز ڏانهن ڪنائيندو رهجانءِ. هو پلي چُپي ٽيڻ تائين ڏسندو ۽ واجهائيندو رهي. هي اسان کي ويندو نہ ڏسي سگهندو اسان پنهنجو سارو سامان سڪ ڪري ٻڌو. لوڙهي هيٺان واري سوري اڌ هٿ ڪن ويڪري ۽ اونهائي هٿ کان ننڍي هئي. ميرڻ پهريان انچ جيترو سرڪندو سوري مان ٻاهر نڪري پوئتي منهن ڪري مون کان ٻڌل هڙون ورتيون جيڪي اهڙي نموني هوريان هوريان سندس حوالي ڪيم جو جڻ انهن ۾ چڙيون ٻڌل هيون. اسان جا ياڳ پلا هئا جو ٻاهرئين پاسي وارو اڌ جو حصو ڪجهہ وڌيڪ اونهو هو. مون سرڪڻ لڳس تہ بندوق ۽ هڙ رنڊائي رهي هئي جنهن ۾ منهنجو بوٽ ۽ بارود ٻڌل هو. مان سرڪڻ کان پهريائين پنهنجي بندوق کي اڳتي سرڪائي رهيو هوس. هڙ منهنجي ٻنهي گوڏن جي وچ ۾ جهليل هئي. ٿورو اڳتي هلڻ کان پوءِ محسوس ڪيم تہ هيٺان ووڻن جا پن اچي رهيا آهن. ووڻن جون ڏاريون مون مٿان بہ وريل هيون. منهنجو نڪ وڃي ميرڻ جي ڪڙين ۾ لڳو. مان اڳتي وڌي ساڻس گڏ سرڪڻ لڳس. هن سان گڏ ائين سمهي پيس جهڙيءَ ريت بہ عاشق هڪ ٻئي سان هڪ بستري ۾ سمهيل هوندا آهن. پوءِ هن پنهنجا چپ منهنجي ڪن پرسان آڻي سرٻاٽ ڪري چيو تہ هي اڌ ٿورو پنڌ اڃا بہ آهي. ان کان پوءِ سڌا ٽي هلنداسون. هي ڏاڍو ڏکيو حصو آهي پر آهي ٿوري فاصلي تائين.

ووٺڻ ڏاڍا گهاٽا هئا ۽ اسان سڀ يا ڪوڏ جيان هوريان هوريان سرڪي رهيا هئاسون. اڳتي وڌڻ کان پهريان هر هڪ پن کي جاچي ڏسندا ٿي رهياسون. اسان لاءِ سامان جيءَ جو جنجال بڻجي ويو. خوشقسمتيءَ سان ووٽڻ کي تازو پاڻي ڏنل ڪونہ هو تنهن ڪري زمين آلي ۽ گپ ڪانہ هئي. ٿوري پنڌ کان پوءِ هڪ ڪڙيو آيو جنهن ۾ پاڻي وهي رهيو هو. اسان ڏاڍا اجارا هئاسون. ڪيترن ڪلاڪن کان نڙي ئي سڪي وئي هئي. موت ۽ اسان ۾ ڪا بہ وٿي ڪانہ هئي، تنهن ڪري اسان تيز رفتاريءَ سان اڳتي وڌڻ لڳاسون. اسان هن خطري کان دور هئاسون. ووٽڻ ٽپي اڳتي ٿياسون تڏهن مس وڃي چيلهہ سڌي ڪئي سون ڇاڪاڻ تہ ان وقت اسان جي ۽ فوج جي وچ ۾ ووٽڻ واري پوک موجود هئي.

ميل کن پنڌ ڪيوسون. اڳ ۾ ميرڻ ۽ پنيان مان هوس. مون ڪيس چيو تہ جڏهن هرڻ ڪوڙڪيءَ مان ڇڏائجي ويندو آهي تہ شڪاري انهيءَ جا پير کڻندا آهن، تنهن ڪري هاڻي اسان کي ڪتان گهوڙا هٿ ڪرڻ گهرجن.

سائين رکيا تون بلڪل صحيح آهين. مان هيڏي بار سان پنڌ ڪري ڏاڍو ٿڪجي پيو آهيان. ان کان سواءِ اسان جهڙن ڇگن مڙسن لاءِ پنڌ ڪرڻ لڄ جهڙي ڳالهہ بہ آهي. هتي ڏکڻ پاسي هڪ ڳوٺ آهي. اڄ تہ ان جي اوسي پاسي پوک جي ناڙن ۾ واجهائي ڏسون.

اسان جا پاڳ پلا هئا، پرواري ٻاجهريءَ ۾ هڪ ڪراڙي گهوڙي کي ڏانوڻ هڻي چرڻ لاءِ ڇڏيو هو. وقت بچائڻ لاءِ اسان مٿس ٻيلهہ چڙهي پياسون. اڙيون ۽ رڳها هڻي ڪيس ڊگَ ۾ هنيوسون. وروڪڙ ڪندا نيٺ هن جون واڳون الهہ بچائي واري ٿم ڏانهن موڙيون سين. چند ڪڙي چڪو هو ۽ اسان ڪلڻ جهڙا لڳي رهيا هئاسون. ميرڻ اسان جي سوڀ کان ڏاڍو خوش هو ۽ چئي رهيو هو تہ الهہ بچائي وٽ پهچڻ وقت هن ڊڍي تي سوار هجڻ بدران ڪنهن اهڙي پلي گهوڙي تي سوار هجون ها جيڪو دلدل جهڙو هجي ها. تنهن تي مون ڪيس ورائيو تہ هن پسوڻ اسان کي وچ دشمن مان ڪڍي بچائي خير سان آٿي هٽ پهچايو آهي. مان ڪيس اهو بہ چيو تہ گهوڙي جا پير بہ ماڻهوءَ جي پيرن جيان کڻڻ ۾ ڏاڍا سولا هوندا آهن. اسان کي هتان اڃا بہ هڪ ميل اڳتي پنڌ ڪرڻو هو تنهن ڪري هڪ واهہ جي ڪپر تي هن گهوڙي تان لهي پياسون ۽ بہ تي ڏک هڻي ڪيس موٽائي ڇڏيوسون. پوءِ اسان پاڻيءَ ۾ لهي لهنواري طرف هلڻ لڳاسون. اٽڪل بہ ٽي سؤ قدم پاڻي ۾ هلي هڻي پاسي ٻاهر نڪتاسون ۽ اتان سڌو ڳوٺ روانا ٿياسون.[1]

1. هيءَ ويڙهاند حيدرآباد ڊويزن جي مشهور شهر ماتليءَ پرسان تاريخ 13 سيپٽمبر 1945 ۾ ٿي هئي.

## [17]

اسان کي توقع هئي تہ الهہ بچايو اسان جي هن ڪاميابيءَ تي ڏاڍو خوش ٿيندو. هن پنهنجي لڪڻ جي جاءِ بدلي وجي ڪنهن ٻي هنڌ ڪئي. اها هڪ فطري ڳالهہ هئي تہ هو اسان سان ساڙ ڪري رهيو هو. حقيقت تہ اها هئي تہ اسان جي هن سوڀ ڪري ساري ملڪ جي حر جماعت کي خوش ٿيڻ ڪپي ها. اسان کي پڪ آهي تہ پير سائينءَ جي ڪرامت اسان کي همت ڏني هئي. سوچڻ جي ڳالهہ اها آهي تہ اسان جي جوڙي پنجاهہ فوجين سان مقابلو ڪيو هو ۽ انهن مان فوج جو ننڍو عملدار ۽ سپاهي مري ويو هو ۽ ٻي زخمي ٿيا هئا. اهڙي خبر اسان کي ڪجهہ وقت پوءِ پئي هئي. ان کان سواءِ هڪ مشين گن، هڪ رائفل ۽ ڪوڙ بارود هٿ لڳو هو. اسان جي طرفان هڪ حمزو شهيد ٿيو سو بہ پنهنجي ابهرائيءَ سان، پر اسان سندس بندوق ۽ ڪارتوس بہ ڪانئن هٿ ڪري ورتا هئا.

تنهن تي ميرڻ چيو هو تہ اهي حمزي جو اڏ بہ ڪونہ لهن. هو ڪو ڪانئر ڪونہ هو پر ارڏو ۽ اڙبنگ جوان هو. اهڙي جهيڙي ۾ انهن ماڻهن جو ڪم نہ هوندو آهي. اهو ڦاٿل تترن جيان وائڙو هوندو آهي جنهن کي ڪانئچ جي ور ۾ بہ ٻي ڪلاڪ رکڻ کان پوءِ شڪاريءَ کي خوش ڪرڻ لاءِ هوا ۾ اڏاريو ويندو آهي، جيڪي ڦٽ ڦٽ ڪري شڪاريءَ جي بندوق جي منهن ۾ اچي ويندا آهن.

هڪ ڏينهن اسان پراڻ ڊوري واري لغارين جي ڳوٺ جي اوير طرف وجي رهيا هئاسون. اسان تہ سوال سٽي جي گهوڙن تي سوار هئاسون. الهہ بچائي کي پنهنجي سنگتيائي ساڻ هئي جيڪا هن سان اٺ تي پيلهہ سوار هئي. مان بہ پنهنجي سريت سان جهيڙي جي شروعات کان پوءِ ڪونہ مليو هوس. اهڙو مون کي ڏک بہ ڪونہ هو. پياريءَ عورت کان هميشہ لاءِ موڪلائي اچڻ بہ سور هوندو آهي، پر اسان جي آڏو اهم ڪم هو جنهن جو واسطو ميرڻ جي مستقبل جو هو. اهو معاملو مشين گن جي حقن بابت هو. مشين گن واري فوجيءَ کي فائر ڪري مون قتل ڪيو هو ۽ ان تي دعويٰ منهنجي هئي پر مون اها الهہ بچائي کي ڏيڻ پئي چاهي. تنهن بابت ميرڻ مون کي چيو تہ سائين رکيا! تون اها ڳالهہ ضرور قبول ڪندين تہ ان جهيڙي جون هدايتون مان ڏئي رهيو هوس. ان جهيڙي جي باهہ مان ڪڍيو بہ

توکي مون هو. جيڪڏهن اسان اٿين نہ ڪريون ها تہ اها بندوق اسان کي هٿ ڪانہ لڳي ها. جيڪڏهن مشين گن تون پاڻ وٽ رکين تہ منهنجيون اکيون ٽڏيون پر مان نٿو سمجهان تہ تنهنجي پناڻ کي انهيءَ بندوق تي ڪو حق آهي. ڪيس هن قسم جي هٿيارن جي ضرورت آهي تہ انهن لاءِ پاڻ ڪوشش ڪري. مان هن جي هيٺ ڪم ڪرڻ لاءِ تيار بہ ڪونہ آهيان. هر ڪنهن کي خبر آهي تہ هو مون کي تہ ڏني بہ ڪونہ وٺندو آهي. ساڳيءَ ريت مان بہ ڪيس ڪک ۾ ڪندبو آهيان. ڏس فقير سائين رکيا! اسان ٻئي ڏاندن جي ڀلوڙ جوڳ جيان آهيون. هيءَ ڪارروائي ڪري مان پنهنجي ڳالهہ بيهاري ۽ ڏاڪ ڇمائي ڇڏي آهي. مون سان گڏ بہ ماڻهو ٻيا بہ آهن. جڏهن اسان گڏجي ڪم ڪرڻ لڳنداسون تہ ٻيا بہ پاڻهين سرڪي اچي اسان سان ملندا. الهہ بچايو تو ڪان سڙي ٿو. اچ ڪان پوءِ هو تو سان ڏاڍو اٿانگو هلندو ۽ تنهنجي خوبين سان ڪڏهن انصاف ڪونہ ڪندو. تنهن ڪري اچ تہ پنهنجي هڪ تار ٽولي ٺاهيون. جيڪڏهن ان جو تون اڳواڻ ٿيندين تہ مان بلڪل راضي آهيان ۽ مان تنهنجو نائب ٿي ڪم ڪرڻ لاءِ بہ تيار آهيان ۽ تون منهنجي اها ڳالهہ قبول ڪر.

مون کيس مختصر جواب ڏنو تہ الهہ بچايو منهنجو اڳواڻ آهي. جيستائين جيئرو آهي تيستائين مان ڪيس ڪونہ ڇڏيندس. اٿين چئي مان گهوڙي جي واڳ موڙي ٻئي ساٿيءَ سان گڏجي سفر ڪرڻ لڳس.

مون اهو توکي ڪونہ ٻڌايو تہ اسان اهو سفر ڏينهن ڏني جو ڪري رهيا هئاسون ۽ ڇج جي صورت ۾ اڳتي وڌي رهيا هئاسون. سيني ماڻهن کي پلا ۽ پٽ جا وڳا پاتل هئا. الهہ بچائي جي سنگتياڻيءَ کي اسان ڪنوار بڻايو هو. پرسان هلندڙ اٺ تي ڪجائو هو، جيڪو ڍڪيل هو. انهيءَ لاءِ تہ جيئن ڏسڻ وارا سمجهن تہ انهيءَ ۾ عورتون سفر ڪري رهيون آهن. دراصل اهو ڪجائو بندوق ۽ بارود سان ڀريل هو ۽ منجهس اسان جا بہ ڪي ٽپڙ ٽاڙي رکيل هئا. ٽوليءَ جا ماڻهو جاجي هجڻ ڪري هڪ ٻئي سان ڀوڳ ڪري کلندا کجندا ٿي هليا پر الهہ بچايو گهوٽ بڻجي ڄڻ ماٺ ۾ اچي ويو هو ۽ خوش ڪونہ هو. اسان بہ ڪيس گهوٽ هئڻ ڪري سانس چرچا گهڻا ڪري رهيا هئاسون. نہ تہ اسان کي سانس ڀوڳن چرچن ڪرڻ جي جرئت ڪانہ ٿيندي هئي. ميرڻ ۽ مان بہ چپ هئاسون ۽ چپ سجايو پئي هلياسون.

اسان لغارين کي پنهنجي اچڻ جو اطلاع اڳوات ئي هڪ ماڻهو هٿ موڪلي ڏنو هو تہ هو اسان جي آجيان لاءِ تيار هجن. اها جاءِ پراڻ ۾ ڊوري جي ڪنار سان

هئي. هن جاءِ وٽ هي ڊورو گهٽو ويڪرو آهي ۽ پاڻي بہ منجهس جام هو. چوڌاري لون جا ڍگها وڻ هئا. ڏسڻ ۾ چڻ مڪيءَ جهڙو هو. اسان ڏاڍا خوش ٿياسون. مون کي ڏاڍي چنتا هئي تہ ميرڻ ۽ الهہ بچائي جون هڪ ٻئي لاءِ دليون ڪوسيون آهن ۽ ان جو نتيجو الائي ڇا نڪرندو؟ ميرڻ مون کي ٻڌايو هو تہ هو سندس ماٺهن اچڻ تائين اسان سان رهندو. هن اسان جي اڳئين ميزبان سان صلاح مشورو ڪيو هو ۽ ڪيس ڪجهہ هدايتون بہ ڏنيون هئائين. هن اسان جي روبرو الهہ بچائي کي چيو تہ پٺاڻ! مان تو وٽ ٿورو وقت مهمان طور رهندس. سندس هنن لفظن تي ڪير بہ خوش ڪونہ ٿيو هو پر ميرڻ جي خيال مان لڳي رهيو هو تہ الهہ بچايو ڪيس مهمان تصور ڪري رهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ مٿس ائين حڪم ڪونہ ٿو هلائي جيئن هو باقي ٻين ماڻهن تي هلائي رهيو آهي، تنهن ڪري ڪيس معلوم ٿي رهيو هو تہ هن کي الڳ ٽوليءَ جي اڳواڻ طور تسليم ڪيو ويندو، پر الهہ بچائي چيو تہ اسان توکي پنهنجي ٽوليءَ ۾ نئين داخل ٿيندڙ ماڻهو طور تسليم ڪريون ٿا. تون بروچ آهين. توکي اها خبر هوندي تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن قبيلي ۾ داخل ٿي ويندو آهي تہ هو ڪي حق حاصل ڪندو آهي. ان ڪري مٿس ڪي فرض بہ لازم ٿي ويندا آهن. هاڻي تون اسان مان هڪ آهين. ميرڻ سندس ڳالهيون ٻڌي ٽپ ۾ پئجي ويو پر هن جي ڪجهہ چوڻ کان اڳ الهہ بچائي اسان ڏانهن منهن ڪري چيو تہ اسان جي ٽولي هڪ ماڻهوءَ جي شامل ٿيڻ سان بي انتها سگهاري ٿي ويندي. جنهن ميرڻ مريءَ جي روپ ۾ همت، بهادري ۽ پير سائين جي مقصد لاءِ جان نثاريءَ جو ثبوت ڏنو. اهو منهنجي لاءِ هڪ وڏو اعزاز آهي. اهڙو هڪ وڏو فقير منهنجيءَ ڪمانڊ هيٺ ڪم ڪري رهيو آهي. جاڏي ڪاڏي واهہ واهہ ٿي وئي. ڪن وڏي وجي ميرڻ کي مبارڪون ڏنيون. ميرڻ جي ڪجهہ ڳالهائڻ کان اڳ الهہ بچايو پنهنجي رهڻ واري جوءِ ڏانهن هليو ويو. ميرڻ مون سان ملڻ جي ڪوشش ڪئي پر مان بہ کسڪي نڪري هليو ويس. رات جو دير سان الهہ بچائي مون کي پاڻ وٽ سڏايو ۽ چيائين تہ سائين نا (سائين رکيا) منهنجو توتي وڏو ويساهہ آهي.

مون ڪيس وراڻيو تہ سائين اڪين تي پر مان ڪنبي ويس تہ هو مون کان هاڻي الائي ڪهڙو ڪم وٺندو؟

ٻڌاءِ منهنجو هي اندازو صحيح نہ آهي تہ ميرڻ توکي مون کي ڇڏڻ ۽ پنهنجي ٽوليءَ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ چيو هو؟

هو جوهہ وجهي منهنجي اکين ۾ نهارڻ لڳو ۽ مون ڪند ڌوڻي ها ڪئي.

منهنجي اها ڳالهه ٻڌي الهه بچائي رکو ٿي چيو تہ تو انڪار ڪيو يا مان غلط آهيان؟ مون اها ڳالهہ ڪنهن کان پڇي ڪانہ آهي پر منهنجو دماغ ائين چوي ٿو. تنهن ڪري انصاف جي تقاضا اها آهي تہ هن شخص کي قتل ڪيو وڃي. هن کي پنهنجي شهرت وڌائڻ جي لوري لڳل آهي. ان کان سواءِ ٻي ڪا ڳالهہ نظر ئي ڪانہ ٿي اچي. ان مقصد جي ماڻڻ لاءِ حر جماعت جي مفادن کي ڌاڍو هاڃو رسائيندو. جيڪڏهن هن کي پنهنجي ڳالهہ اڳي ڪرڻ جي ڇڙواڳي ملي وئي تہ هو اسان سيني کي نهوڙي نيندو. هن پنهنجي ڳالهہ تي زور ڏيندي وڌيڪ بيان ڪيو تہ ڪي جاهل حر هن کي ڪڳي مان يقين شاهہ سمجهندا. منهنجي ٽوليءَ ۾ بہ ڪي ماڻهو آهن، جيڪي ڪيس سورهين جو سورمو سمجهن ٿا. جيڪڏهن هو هتي رهندو تہ ٽوليءَ ۾ ڏول ۽ ڏقيڙ وجهندو. جيڪڏهن هو اسان کي ڇڏي آجي نموني ڪم ڪرڻ لڳو تہ ڪي اهنڌايون ۽ هوڙهيائيون ڪري اسان سيني کي تباهہ ڪري ڇڏيندو، تنهن کان هي مٺو پلو آهي.

هو گهڙي ڪن ماٺ ٿي ويو. مون ٻڙڪ بہ ڪانہ ٻولي. هن وري چوڻ شروع ڪيو، پر سندس آواز ۾ تيزي ۽ کهرائي ڪانہ هئي.

اسان جي حر جماعت ۾ بهادر دل وارا ماڻهو تمام ٿورا آهن تنهن ڪري اسان هنن کي وڃائڻ ڪونہ ٿا چاهيون. هو جيڪڏهن سڌين واٽ تي اچي وڃي تہ اسان جون اکيون ٺڌيون. تنهن تي مون ڪيس وراڻيو تہ پناڻ محبت جي ڇٽي آکي ۾ آهي. محبت کي وري تون اهڙيون ڳالهيون سمجهائيندين.

محبت ڪٿي آهي يا هو ڪڏهن ايندو، تنهنجي تہ ڪنهن کي ڪل ڪانہ آهي. هفتن کان وٺي مان ساڻس رابطي پيدا ڪرڻ لاءِ متامونا ڏئي رهيو آهيان تہ مون کي تيار ڪيل رٿابندي جي اجازت ملي، پر سندس ڪٿي بہ پتو پرو ڪونہ ٿو پوي بهرحال هيءَ معاملو اڪ چنبي ۾ اڪلائڻ گهرجي. مان چاهيان ٿو تہ هر مونجهاري کي تنهنجي صلاح مشوري سان نبيري ڇڏيان.

مون ڪيس وراڻيو تہ منهنجو خيال آهي تہ ميرڻ اسان سان ان وقت ماٺ ڪري گذاريندو، جيستائين هن جا ماڻهو اچي ساڻس نہ گڏبا. پوءِ هو پلاند ۾ رسول بخش يا سندس ڪٽنب کي قتل ڪندو.

مون ڪيس اهو بہ چيو تہ اهو ڪم تہ حر جماعت جو آهي. منهنجا اڳواڻ! هيءَ ڳالهہ بہ ٻڌ تہ جيڪڏهن تون سمجهين ٿو تہ رسول بخش کان پلاند وٺڻ فقط ميرڻ جي ذميواري آهي تہ اها تنهنجي ڀل آهي. مان بہ تنهنجي چوڻ تي اوڏانهن ويو هوس. ان ڪري پلاند وٺڻ مون تي بہ فرض آهي. جيڪڏهن مان ميرڻ سان پلاند

وٺڻ ۾ پاڻهن ٻيلي ٿيندس تہ هو منهنجو ٿورائتو ٿيندو. هي اهڙو ماڻهو آهي جنهن تي حڪم هلائي نہ، پر پيار سان ان کي مڃائي سگهجي ٿو. ڪيتري وقت کان پوءِ اسان کي غدار ۽ ان جي آڪهہ کي قتل ڪرڻ جو سونهري وجهہ مليو رهيو آهي. ان وقت تائين ميرڻ تنهنجا حڪم ضرور مڃيندو. تيستائين ضرور محبت بہ اچي ويندو ۽ اهو اچي ميرڻ جي مستقبل جو فيصلو ٻڌائيندو ۽ ڪيس اهو قبول بہ ضرور ڪرڻو پوندو. محبت فقير جڏهن حڪم ڪندو تہ ڪنهن کي ميرڻ جي پاسي وٺڻ جي جرئت ئي ڪانہ ٿيندي.

الهہ بچائي ٿوري نہ مان، نہ مان، کان پوءِ چيو تہ پلي تون انهيءَ منصوبي تي ڪم ڪر.

مون کي اڍڪو هو تہ ميرڻ منهنجي ڳالهہ ڪونہ مڃيندو پر هن منهنجي گذارش کي مان مرجاتا ڏني. ان خوشيءَ ۾ الهہ بچائي اسان سيني کي دعوت ڏني. هن پنهنجي ڪيسي جا پئسا پري رڍ خريد ڪئي ۽ مٺائي آڻڻ لاءِ ڳوٺاڻن کي بازار موڪليو. هيءُ ميرڻ تي ڏاڍو مهربان هو. هن اعلان ڪيو تہ اسان هاڻي پلاند ۾ رسول بخش، سندس آڪهہ ۽ ٻين اهڙن ماڻهن کي قتل ڪنداسون، جن اسان سان غداري ڪئي آهي. هن وڌيڪ چيو تہ مون اعلان ڪيو هو تہ ميرڻ منهنجي ٽوليءَ ۾ نائب جي حيثيت ۾ ڪم ڪندو سو پوڳ هو.

هن اهو بہ چيو تہ هڪ مٺ ۾ بہ گدرا ڪونہ ايندا آهن. سو ميرڻ جيستائين تون اسان سان آهين توکي منهنجي حڪم جي پوئواري ڪرڻي پوندي ۽ اهو غازين جو اصول آهي. پير سائين جي مقصد لاءِ ٿيندڙ ڪم ڪنهن منظم نموني سان هلڻ کپي. چوندا آهن تہ گهٽين مڙسين هرُ نہ هلي.

ميرڻ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ خطري کان سندس ڪن بہ ڪڙا ٿي ويا. چوڻ لڳو تہ پنهنڻ تون ڏاڍو پلو مڙس آهين. مان بہ فقير جيان خالي هٿين ڪونہ آيو آهيان. سائين رکئي کي خبر آهي تہ مان توکي نوان ڪارتوس سوکڙي طور ڏيڻ پيو گهران، پر جيڪڏهن اوهان پنهنجي لاءِ حمزي واري بندوق وٺڻ قبول ڪندؤ تہ اوهان جي مهرباني سمجهي ويندي.

اها ڳالهہ ٻڌي الهہ بچائي سندس ٿورا مڃيا. هن بارود کان سواءِ رائفل ۽ مشين گن بہ هٿ لڳي هئي ۽ اهي شيون هن وقت اسان جي آڏو پيون هيون.

اسان جي اڳواڻ ميرڻ کي چيو تہ تنهنجا پاڳ پلا آهن جو تون سرڪاري رائفل جو مالڪ ٿي ويو آهين. هنن رائفلن لاءِ بارود هٿ ڪرڻ ڪو مسئلو نہ آهي. سائين رکئي مشين گن آندي آهي سا سهڻي تہ ڏاڍي آهي، پر اسان جي ڪم جي

ڪانہ آهي. هن رائفل جي گولي مشين گن ۾ وجهندي چيو تہ ڏسو تہ هيءَ گولي مشين گن ۾ ڪم ڪري ڪانہ سگهندي، تنهن ڪري هن لاءِ خاص قسم جي بارود جي ضرورت آهي. هن سان گڏ هڪ اضافي مئگزين بہ آهي. اسان هنن گولين ڪپڻ تائين مشين گن کي ڪم آڻينداسون ۽ وڌيڪ گوليون هٿ ڪرڻ لاءِ جاکوڙينداسون ۽ هيءَ انعام طور سائين رکئي وٺ رهندي.

ان ڪان پوءِ هن اها مشين گن مون کي موٽائي ڏني ۽ هن تي ٽيندڙ جهڳڙو پائمرادو نبري ويو. اسان رسول بخش، سندس آکهہ ۽ ٻين ماڻهن جي پتي لڳائڻ لاءِ پنهنجا جاسوس موڪلي ڇڏيا هئا. ٻئي ڏينهن مون کي الهہ بچائي پڌايو تہ ميرڻ مون کي رومال ۽ آئينو پنهنجي سنگتياڻيءَ کي سوکڙي ڪري ڏيڻ جي گذارش ڪئي آهي، جيڪا اسان فوجين وٽان هٿ ڪئي هئي.

ان وقت اسان کي هڪ ڏکوئيندڙ خبر پهتي جيڪا حر جماعت کي اڳي پهتل نقصانن کان وڌيڪ نقصانڪار هئي. محبت فقير بيهڻ سان غداري ڪئي وئي هئي جيڪو هاڻي حڪومت جي هٿن ۾ هو.

اسان سمجهي چڪا هئاسون تہ اهڙي ڪريت پٺسي ڏوڪڙ جي ڪنهن جهڙي تهڙي ماڻهوءَ کانہ ڪئي هوندي، پر اهو ڪوجهو ڪم خليفي محمود لغاريءَ ڪيو هوندو جيڪو حر جماعت جي پايي وجهندڙ فقير جي اولاد ۾ نمائندو هو. اسان جي مٿان ڏک جا ڏونگر ڪري پيا هئا. لڄي بہ ڏاڍا هئاسون تہ ڪاوڙ بہ تمام گهڻي هئي. توکي ياد هوندو تہ هن خليفي کي اسان جي لاڙ اچڻ کان ٿورو اڳ ۾ گرفتار ڪيو ويو هو، جيڪا سندس جنم واري جوءِ هئي. هيءُ پير سائينءَ جي صلاح ڪاري واري عهدي تان لهڻ کان پوءِ وچي ڪانياواڙ رهيو هو. ڪيس گرفتار بہ اتان ڪيو ويو هو. اهو واقعو ليمبرڪ جي لاڙ واري گشت ڪرڻ کان پوءِ ٿيو هو، جنهن دوران هن سندس ڏاڏي پڇا ڳاڇا ڪئي هئي. سندس گرفتاريءَ لاءِ اسپيشل ڊپٽي شفيع محمد کي اوڏانهن موڪليو ويو هو، جيڪو ڪيس جهلي حيدرآباد وٺي آيو هو. اسان سندس گرفتاريءَ کي تيج سمان سمجهيو هو ڇاڪاڻ تہ فقيرن جي اڳواڻن سان سندس لڳ لاڳاپا ختم ٿي چڪا هئا، پر هن کي مهر علي جيان ڳجهہ ڳوهہ ۾ آزاد ڪيو ويو هو، جنهن جي اسان کي خبر ڪانہ هئي. هو راجپوتن جي ملڪ ڏانهن پڻ ڪيترا پيرا ويو هو. ڪيس حڪومت طرفان ڪنهن انعام جي لالچ نہ هئي ۽ نہ وري ڪيس ڪو پوءُ هو، پر هو ان ماڻهوءَ کان پلاند ڪرڻ لاءِ آتو هو جيڪو سندس نااهليت ڪري هن جي عهدي تي ڪم ڪري هيو هو.

هن وقت اهي ٻئي حيدرآباد ۾ هئا. محبت فقير سينٽرل جيل ۾ قيد هو ۽ هي ڪارمنهون فوجي ڇانوڻي پرسان رهندو هو ۽ متس پوليس جو اٺ ئي پهر پهرو بيهاريل هو. في الحال متس حملي ڪرڻ جو موقعو ڪونہ هو، پر ميرڻ جو هن ڳالهہ تي زور هو تہ ڪاٺياواڙ جي دنگ سان رهندڙ ماڻهو اسان کي ٻڌائي تہ خليفي محمود جا ٻار ٻچا ڪٿي رهندا آهن؟ خبر آئيندڙ مذڪوره ماڻهو اسان جي ميزبان جو ويجهو مائٽ هو. ميرڻ جي مرضي هئي تہ هن وهاڻيل وڻ جي ڏارين کي نهوڙي ناس ڪجي پر الهہ بچائي اعتراض ڪيو.

محبت فقير پاڻ اهو فيصلو ڪيو هو تہ تر ۽ ان کان پار وارو علائقو رحيم بادشاهہ جي اختيار هيٺ هئڻ گهرجي. رحيم سنڌ اندر مون واري ايراضيءَ ۾ ڪا بہ دخل اندازي ڪونہ ڪري رهيو هو، تنهن ڪري اسان سندس علائقي ۾ دست اندازي ڪرڻ ڪانہ پئي چاهي، پر جيڪڏهن اسان کي سندس علائقي ۾ ڪارروائي ڪرڻ جي ضرورت پئي تہ پهريائين ڪانئس اهڙي اجازت ضروري وٺي پوندي.

سو هن رحيم ڏانهن اهڙو قاصد روانو ڪيو جيڪو ڪيترن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ مس وٽانئس جواب ڪٺي آيو. جنهن ۾ هن چيو هو تہ اهو ڪم مان پاڻ ڪندس پر ان وقت تائين ان ڪم ۾ هٿ ڪونہ وجهندس، جيستائين تون موٽي سانگهڙ ۾ سنجهوري واري جوءِ ۾ نہ پهچندين. توکي هتي رهندڙ فوج ۽ پوليس جو ڏيان ٻئي پاسي ڇڪائڻو پوندو، جيڪا هاڻي مون کي ڏاڍو پريشان ڪري رهي آهي. ان وقت اسان جو حيدرآباد ڏانهن موڪليل ماڻهو جاسوس حر عورت وٽان خبر ڪٺي آيو جيڪا ڪمشنر کي درخواست ڏيڻ جي بهاني سندس باغ ۾ ويئي هئي تہ ميرڻ خلاف معلومات ڏيڻ واري ڏينهن رسول بخش آفيس ۾ ڪونہ هو، پر هو ڏهاڙي اسپيشل ڊپٽي شفيع محمد جي آفيس ۾ ڏسبو آهي ۽ رات جو وچي پوليس لائن ۾ ٽڪندو آهي پر اسان وٽ هن نياڳي کي سزا ڏيڻ جو وقت ڪونہ هو. ڳوٺ ڏانهن ورڻ کان پهريائين الهہ بچائي مون کي چيو تہ جيڪڏهن رحيم منهنجي صلاح مڃي تہ مان ڪيس چوندس تہ اسان جي نگراني ۾ ميرڻ کي لاڙ وارو علائقو حوالي ڪيو وڃي. تيستائين اسان هتي گڏجي ڪارروايون ڪنداسون. ميرڻ لاڙ پهچي پهريون ڪم اهو ڪندو جو جاچ پڙتال ڪري رسول بخش کي ختم ڪري ڇڏيندو.

اسان نهايت تيزي سان سفر ڪرڻ لڳاسون. ڏينهن جو پراڻي واهہ جي پيٽ ۾ ٿم ڪيوسون ۽ ٻئي ڏينهن خير سان موٽي اچي پنهنجن پراڻن ٿا ڪن تي ٿياسون.

اسان جلد رحيم سان ملي ڪونہ سگهياسون. حر جاسوس ٻڌايو تہ هو گذريل ٻن ڏينهن جي ڪيل حملن ۾ وار جي وٿيءَ تان بچي ويو آهي. ڪيس اها خبر پئي هئي تہ فوج جو خيرپور ميرس جو مخبر ٽر ڏانهن پنهنجي ڳوٺ ويو آهي. ڪيس اغوا ڪري قتل ڪرڻ جو اهو سونهري موقعو هو. جبي ۾ رهندڙ ميرصاحب جي پوليس ڪي رحيم جي چرپر جو پتو پئجي ويو هو. رحيم موٽ تي جڏهن مکيءَ کان ويهہ ميل پري هوتہ پوليس سندس ڪڍ لڳ پئي. پڇاڙيءَ واري منزل جو پيڇو نهايت تيز هو. هڪ پوليس وارو پنهنجي مکيہ حصي کان ڇڄي اڳتي نڪري آيو هو ۽ اچي رحيم جي ويجهو پيو هو جيڪو ان وقت سائو نارو اڪري رهيو هو. رحيم جهنگل ۾ وڃي پنهنجي بچاءَ جي پرواهہ ڪانہ ڪئي. هو ان پوليس واري جي تاڙ ۾ ٻوڙن ۾ لڪي ويهي رهيو ۽ ڪيس قتل ڪري سندس رائفل لاهي سڄو بارود ڪٺي ورتو. اهو واقعو پوليس جي اکين آڏو ٿيو ۽ سندس گولين جي وسڪاري دوران ٿيو. پنهنجي اڳواڻ جون اهڙيون ڳالهيون ٻڌي منهنجي دل خوش ٿيڻ لڳي هئي. ٿورن ڏينهن کان پوءِ هن ڏينهن جو ڪن انن ڪي مهار کان جهلي ورتو جيڪي سانگهڙ کان اوير روڊ ڏئي وڃي رهيا هئا، جن تي ان لڏيل هو ۽ انهن ڪي ڪاهي ناري کان اوير حرن جي ٽاڪن تي آندو ويو هو. ان وقت هن سان فقط هڪ ماڻهو گڏ هو ۽ پوليس ڪين ان مهل پهتي جڏهن هو ناري اڪري رهيا هئا. هن گهٽا اٺ تہ ڇڏي ڏنا. وڌيڪ خراب ڳالهہ اها هئي جو هڪ سرڪاري رائفل وٽس هئي جيڪا هن گولين جي وسڪاري دوران پوليس واري کي قتل ڪري هٿ ڪري ورتي هئي. ان وقت بہ هو گولين جي منهن ۾ نارو اڪري پار ٿيو هو. سندس ياڳ پلا هئا جو ڪيس هڪ رهڙ بہ ڪانہ آئي هئي.

اسان رحيم جون ڳالهيون ڪري رهيا هئاسون جو الهہ بچائي چيو تہ اهو رحيم جي لاءِ سٺو تہ ڪونہ ٿيو. ڪيس پنهنجي طلسمي حياتيءَ بابت پڪ آهي تڏهن تہ هڪ ڪاميابيءَ تي خوش ڪونہ ٿو ٿئي. هو سرڪار خلاف نفرت جي اظهار لاءِ پنهنجي هر شيءِ خطري ۾ وجهي ٿو ڇڏي. مان هن جي خطرناڪ ڪارروائين ڪري ڏاڍي عزت ڪندو آهيان، پر سندس اهڙين ڳالهن جي ڪري هن جي ياڳ وارو فرشتو ٿڪجي نہ پوي ۽ ڪيس ڇڏي نہ ڏئي. مان جلد ئي هڪ گڏجاڻي ڪوٺائي رهيو آهيان. اسان کي گهرجي تہ سندس پريشانيون ڪجهہ هلڪيون ڪريون.

الهہ بچائي جي مرضي هئي تہ حر جاسوس اها خبر مشهور ڪن تہ هو ۽ سندس ٽولي واپس پهچي چڪي آهي. ان کان سواءِ هن اسان کي ٻن ۽ ٽن ٽولين

جي صورت ۾ خاڪي لباس ۾ شهدادپور جي اوسي پاسي گهمڻ گهتڻ جو حڪم ڪيو هو. اسان مان ڪي شاهپورچاڪر ٻه هليا ويا هئا انهيءَ لاءِ ته جيئن فوج ڪي منجهائي سگهجي.

ان وقت الهه بچايو هڪ پنجابي مستري سان وڃي مليو جيڪو ڪيس خراب ٿيل بندوقون ٺاهي ڏيندو هو. هي سميجن جو خاص ماڻهو هو، جيڪو باڪوڙي ۾ رهندڙ فوج جي هٿيارن کان گهڻو واقف هو. ڪيس اها خبر هئي ته سرڪار جون مشين گنون ڪهڙيءَ ريت ڪم ڪري رهيون آهن؟ اسان موٽي اچي مڪيءَ جي خاص ماڳ تي پاڻ ۾ ملياسون ۽ مستريءَ اسان کي ٻڌايو ته هٿ آيل مشين گن ڪهڙي طريقي سان ڪم آڻي سگهجي ٿي؟

ان وقت الهه بچائي مستريءَ کان پڇيو ته اهم ڳالهه اها آهي ته مشين گن هڪ وقت هڪ گولي ڪهڙي طريقي ڇوڙي سگهندي آهي. ڇاڪاڻ ته اسان وٽ فقط هڪ مئگزين آهي، جيڪڏهن تون باڪوڙي ۾ رهندڙ پنهنجن دوستن کان وڌيڪ گوليون هٿ ڪري ڏيندين ته اسان هن مشين گن کي ڪن موقعن تي استعمال ڪري سگهنداسون.

پنجابي مستري ٻڌايو ته هن مشڪلات کي ڪهڙي طريقي سان حل ڪري سگهجي ٿو. هڪ قسم جي روالور ۾ اهڙيون گوليون ڪم اينديون آهن، جن جي ڪنارن کي جيڪڏهن ٿورو رڳڙبو ته مشين گن ۾ ڪم اچي سگهن ٿيون. خوشقسمتيءَ سان اسان وٽ اهڙو بارود ته تمام گهڻو هو، جيڪو اسان ڪن وڏيرن کي قتل ڪري هٿ ڪري ورتو هو ۽ اهو اسان جي ٿمن ۾ ڪٽي لڪائي رکيو ويو هو ۽ بيڪار پيو هو. اسان هڪ ماڻهوءَ کي هن ڪم سان لڳايو ته هو انهن گولين کي رهڙي مشين گن ۾ استعمال جوڳو بڻائي. اسان هن وقت ڏاڍو خوش هئاسون ۽ اوسي پاسي پنهنجي پراڻن لاڳاپيدارن سان ملي رهيا هئاسون ته جيئن اسان ۾ سندن اعتماد بحال ٿئي.

اسان رحيم سان ساڏوريءَ وڃي ملياسون. مان هن ماڳ بابت توکي اڳ ۾ ئي ٻڌائي آيو آهيان. الهه بچائي سان گڏ مان ۽ ميرڻ هئاسون. رحيم سان پنهنجي ٽوليءَ جا ڪي سورما گڏ هئا. جڏهن اسان جو قداور اڳواڻ ۽ بلڪل نِنڍڙي قد وارو رحيم پاڻ ۾ مليا ته اهو ڏسڻ جهڙو ڏيک هو، جنهن کي آءٌ اڄ تائين وساري ڪونه سگهيو آهيان. ان وقت باقي ٻين زور سان نعرا هڻڻ شروع ڪيا هئا:
"ڀيج پاڳارا"

ڏنڊ ۽ چوڌاري ٻيٽن ۾ پڙاڏا ٿيڻ لڳا. معلوم ائين ٿي رهيو هو ڄڻ اهي ٻه پير

سائين پاڳاري واسطي نعرن ۾ اسان سان گڏجي پيا هئا. مون کي انهن غازين جا آواز به ٻڌڻ ۾ آيا جيڪي ٽي چار سال اڳ هتي اچي گڏ ٿيا هئا، جن مان کي شهيد ڪيو ويا ته ڪن کي جيل ۾ ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو هو. مان سمجهان ٿو ته اهي هاڻي بهشت ۾ آهن ۽ اسان ٻن چئن ماڻهن ڏانهن تڪي رهيا آهن، جيڪي پير سائين لاءِ سر ترين تي رکي ڪارروائين ۾ رڌل آهن. منهنجوفخر کان ڳاٽ اوچو ٿي ويو ته هن وڏي ذميواريءَ جو ڪجهه حصو منهنجي ڪلهن تي به آهي.

اسان پراڻين يادگيرين ۾ گهڻو وقت ڪونه گذاريو. پوءِ موجوده دور جي هلندڙ ۽ مستقبل ۾ ٿيندڙ ڪارروائين تي بحث ڪرڻ لڳا هئاسون. مان هنن سيني گڏجاڻين ۾ شريڪ ڪونه ٿي سگهيو هوس. مان، ميرڻ ۽ ٻيا ماڻهو واري سان پهري تي بيهي رهيا هئاسون. مان ٽيهارو ڪون مس هليو هوندس جو مون کي فوجي بوٽن ۽ انن جي پيرن جا نشان ڏسڻ ۾ آيا، جيڪي به ڏينهن پراڻا هئا ۽ پر وارين پٽن ڏانهن ويندا نظر اچي رهيا هئا. مون رحيم کي هوريان سڏ ڪيو ۽ ڪيس اها ڳالهه ٻڌائي.

تنهن تي هن چيو ته هاڻو خبر اٿم. اهو جمعدار امرسنگهه هو. ڊنڊ جي ٻئي پاسي وري توکي پٺاڻن فوجين جا سئنڊلن وارا پير به ڏسڻ ۾ ايندا. اهي هاڻي مون کي ٽرتلي ۾ وجهي رهيا آهن. اهي چاڻ موٽيا. تنهنڪري ڪن اپڙا ڪري بيهجانءِ.

مان سوچي رهيو هوس ته باهه جو دونهون جنهن تي ڏاند جي ران اسان لاءِ پچي رهي آهي، تنهن کي ڏسي فوج، پوليس ۽ ٻيا سرڪاري ماڻهو چاڻ هن ڏُٺيءَ تي پهتا، پر رحيم جي اها پراڻي هير هئي ته هو سرڪار کان نفرت جو مظاهرو ضرور ڪندو پوءِ ڪٿي انهيءَ مان ڪيڏو خطرو هجي ۽ پنهنجن ماڻهن کي حڪم ڪيو هئائين ته اسان جو آدرياءُ شاهاڻي نموني ڪيو وڃي. ان وقت رحيم چوڻ لڳو ته: "پر ڏک جهڙي ڳالهه اها آهي جو اسان سيئي گڏجي ماني ڪائي ڪونه سگهياسون پر اسان کي اڻ ڪوئين مهمانن جو هتڪتو ضرور هٿڻ ڪپي. پٺاڻ! مون توکي هيءَ جڏي سڏي دعوت ڏني آهي پر اها جهجهي ۽ نرالي آهي. گوشت، کير ۽ ماکي ماڻهوءَ کي تمام گهڻي سگهه ڏيندا آهن. سرڪاري فوج پالڪ ۽ ٻيون اهڙيون شيون کائي پيٽ ڀريندي آهي.

اسان جي هيءَ گڏجاڻي بنا ڪنهن رنڊڪ جي جاري رهي هئي. فيصلو اهو ڪيو ويو هو ته رحيم سانگهڙ پرسان هڪ ڳوٺ ۾ ڪارروائي ڪرڻ کان پوءِ هو پنهنجي ساري ٽوليءَ سميت محبت جي پلاند ۾ شريڪ ٿيندو ۽ محمود لغاري، سندس ڪٽنب ۽ ٻين کان پائيءَ پائيءَ جو حساب وٺندو. ان ڪري راجپوت

حڪمرانن جي ملڪ وچان هڪ ڏگهو سفر ڪرڻو هو. ان ڪان سواءِ ٻين ٻه ننڍين وڏين رياستن مان هلي، ڪاهل ۽ آرسي حرن کي به جاڳائڻو هو. ميرڻ کي لاڙ ويڙهو هو جتي هو الهه بچائي جي اچڻ تائين ان علائقي ۾ مڪمل بااختيار هو. وچ واري سنڌ جو سارو اختيار الهه بچائي جي هٿ ۾ هو. اهو علائقو ٿر ڪان وٺي سنڌو درياه تائين هو. رحيم هنن کي اختياريءَ جا اهڙا خط لکي ڏنا هئا ته انهن علائقن ۾ رهندڙ حر هنن سان ساٿ ڏين ۽ سندن اطاعت، فرمانبرداري ڪن. اسان جڏهن موڪلائي هلڻ لڳاسون ته هي چوڻ لڳو ته مون کي اوهان تي اعتماد آهي ته اوهان ڪڏهن ويسلا ٿي ڪونه ويهندا. توهان کي پڪ هئڻ کپي ته اسان جي ڪارروايون کان پوءِ سرڪاري ڏر اسان جا پير کٽي ڪامياب ڪانه ٿيندي آهي، پر اها سوپاري تڏهن ٿيندي آهي، جڏهن اسان پنهنجا سڪيل اصول ۽ ضابطا وساري ويهندا آهيون. اسان کي سڀ کان وڌيڪ ڀو انهن بي ايمان حرن مان آهي، جيڪي سرڪار کان وڏيون وٺي اٿو ٻڌي اسان جي ڪڍ لڳي پيا آهن. اهي ماڻهو اسان جا مخبر هوندا آهن. اهڙيون عورتون اسان جون سڄڻ بڻجي اسان لاءِ ماني ٽڪي به کڻي اينديون آهن ۽ اسان تي اڪيون ٻوٽي مٿن ويساهه ڪندا آهيون. ڪنهن تي به اعتبار نه ڪريو. ڪنهن به جاءِ تي هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات کان وڌيڪ ٽڪي نه پئو. جنهن ۾ اوهان کي غداريءَ جو شڪ هجي، تنهن کي ڪوشش ڪري قتل ڪريو. پير سائينءَ جي محلات جا ڪيترا ستون ڪيرايا ويا آهن يا ڪري پيا آهن. جيستائين انهن جي اڏاوت ٿئي ان وقت تائين سارو بار اسان تي آهي. اوهان جي دلين ۾ دليري، ڦهر ۽ ڪيس هجي پر اوهان جي دماغن ۾ شان ۽ وقار هئڻ کپي. پير سائين اسان جو تحفظ ڪندو. چڱو الوداع. جڏهن اسان مڪيءَ ڏانهن موٽي رهيا هئاسون ته سج لهڻ وارو هو. اسان جي آڏو جهنگل اونداهو ٿي چڪو هو ۽ ٻوٽي چڙي آيل پٽن جون چوٽيون سونهري نظر اچي رهيون هيون. مون پوٽي نهاري ٽڏو ساهه کنيو ته مان رحيم سان گڏ ڇو نه ويس؟ ان وقت مون کي پنهنجا اڳيان ڏوڙ ياد اچڻ لڳا ۽ شروعاتي دؤر واريون ڪارروايون هيانءَ تي تري آيون. ٿر ياد آيو ۽ "حياتي" به ياد آئي جنهن سان حياتيءَ جون ڪجهه گهڙيون هڪ چؤنري ۾ ڏاڍيون خوش گذاريون هيم. اهو به سوچڻ لڳو هوس ته مان پنهنجي ملڪ ۽ سائين کي ڪانئر جيان چڙي پٺي ڏئي هليو وڃان. مون ٻڌو هو ته جڏهن ڪا برائي ٿيندي آهي ته ان جا اڳوات پرون پوندا آهن، پر ماڻهو پنهنجي مقدر کي ڦيري ڪونه سگهندو آهي. مان سائي ناري واري پاسي کان دونهين جهڙو ڌنڌ ڏٺو ۽ پٽڻ تان اکرڻ مهل ڏکي ويو هوس.

صورتحال مان ائين نظر اچي رهيو هو تہ اسان جي موٽي اچڻ کان پوءِ اسان خلاف ڪارروايون شدت اختيار ڪري ويون هونديون. اسان جا بيشمار حر ساٿي جيڪي ڪجهہ وقت اڳ سرڪار کان پاڻ بچائي ڪارروائن ۾ رڌل هئا، سي گرفتار ٿي چڪا هئا، پر اجا بہ ڪي ماڻهو ۽ ماڳ اهڙا بہ هئا جن کي حڪومت هٿ ڪونہ لاتو هو. اسان وارو پيارو ڳوٺ بہ اسان لاءِ ڪليل هو، جيڪو اسان جي سنگتياڻين سان ڀريو پيو هو، پر اسان ان ڏانهن ڌيان ڪونہ پئي ڌريو، ڇاڪاڻ تہ اسان کي ڦاسائڻ لاءِ سرڪار اتي ضرور چار پڪيڙي چڙهيا هوندا. جيڪي ماڻهو اسان لاءِ ماني کڻي ايندا هئا، تن کي چوندا هئاسون تہ اها جهنگل جي ڪنهن مقرر هنڌ رکي پاڻ هليا وڃن. خاص معلومات لاءِ پنهنجن مخبرن کي بہ چيل هو تہ هو ڪنهن خاص جاءِ تي اچن، پر اسان ڪين وچي ٻيءَ جاءِ تي ملندا هئاسون تہ متان سندن ڪو ڪڍ ايندو هجي. غدارن جو تعداد اسان جي گهٽگهرن جي پيٽ ۾ آگرين تي ڳڻڻ جيترو هو. منهنجو ڪارمُنهون سوٽ سچل ڪانبو ٻڌي اسان حرن جي ڪڍ لڳي پيو هو ۽ اسان جي مرشد جي دشمن جي هشيءَ تي سڀ ليڪا لتاڙي ويو هو، اسان کي ۽ حر جماعت کي نهوڙي ناس ڪرڻ تي لاهي پاهي ٻيهي رهيو هو. اسان وري غدارن جي جَڻ ٻچي رلائڻ لاءِ آتا ۽ اتاولا هئاسون. ان کان سواءِ حرن ۾ بہ هڪ ٻئي جي جوٽي ڪٽڻ ۽ الزام هڻڻ جي عادت بہ تمام گهٽي پئجي وئي هئي. اسان کي جانثار حرن جي همت افزائي لاءِ غلط ماڻهن کي قتل ڪرڻو هو. تنهن ڪري اسان اهڙي قسم جي ڪارن ڪڪرن کي دور ڪرڻ لاءِ سرڪار خلاف جلد ئي ڪارروائي ڪرڻ جو فيصلو ڪري ورتو هو. انهيءَ لاءِ تہ جيئن راهہ ڀليل ماڻهن کي سنئين دڳ تي لائي سگهجي. انهيءَ طريقي سان غدارن جو پتو لڳائڻ بہ سولو هو.

توکي ياد هوندو تہ ڪارمُنهين انسپيڪٽر محمد اسلم جي ٻنيءَ کي ٻوڙڻ لاءِ اسان روهڙي ڪئنال کي ڪنڌ هنيو هو. ان جو نتيجو اهو ٿيو هو تہ واهہ جي ان حصي کان هيٺ وارا فصل سڙي پينگ تي ويا هئا. ڪنڌ جي مرمت لاءِ سرڪار کي منهن ڏيٺو پيو ۽ اڳنا واسطي واهن کي بچائڻ واسطي حڪومت کي ڪي قدم کڻڻا لازمي ٿي ويا هئا. ان کان پوءِ روهڙي ڪئنال جي هر پل تي ۽ هر ريگيوليٽر تي چبوترو ٺاهي پوليس چوڪي ويهاري وئي هئي. انهيءَ ڪري اسان خوش ٿي ويا هئاسون. اهڙيءَ طرح اٽڪل بہ سؤ پوليس وارا لڳايا ويا هئا. اسان انهن پلين کي ڪتب ڪونہ آڻيندا هئاسون. انهن پوليس وارن اوسي پاسي جي ماڻهن جي توٽي تپائي ڏني. ڇڻن ڏوڪڙن ڏيڻ کان سواءِ ڪنهن کي لنگهڻ ڪونہ ڇڏيندا هئا ۽

ڳوٺاڻن کان هر شيءِ زوري يا مفت ۾ کڻي ويندا هئا.

الهه بچائي اهڙي هڪ چبوتري تي حملو ڪري سيني پوليس وارن کي قتل ڪرڻ ۽ ريگيوليٽر جي دروازن کي هيٺ ڪري واهن کي ڪنڌ هڻڻ جو پڪو پهه ڪيو هو. اهڙيون ڪارروايون اسان اڳي به ڪري چڪا هئاسون. اسان جي ڌمن ٽاڪن جي پر وارن چبوترن تي نظر رکڻ لاءِ اعليٰ عملدار جلد جلد پيا ايندا رهندا هئا. اسان اهڙي ڪارروائي اتي ڪرڻ پئي چاهي، جتي ملڪ ۾ امن وامان هو. الهه بچايو ۽ مان اهڙن ماڳن جي جاسوسي ڪندا رهندا هياسون. اسان اهڙي ماڳ جي چونڊ ڪئي. قسمت ڪونه پڙايو ۽ اسان جي اها جاکوڙ بي سوبي ٿي پئي. مان پڪ سان چئي سگهان ٿو ته اسان کي ڪاميابي ضرور ٿئي ها، هي ماڳ پراهون هو، اتي مقرر ڪيل پوليس وارا اوجهڙ جوءِ ڪري تتا وينا هئا. پوليس هفتن تائين اٿين نڪمي ٿي ويني هوندي هئي تنهن ڪري جنگهه جنگهه تي چاڙهيو ويسلا وينا هوندا هئا. اسان به اهڙن مناسب ڏڳن جي چونڊ ڪري ورتي هئي، جن تان اسان کي وجهُو ۽ ڪارروائي ڪري موٽڻو هو. انهن رستن تي نه پوليس ويهاريل هئي ۽ نه وري پيرا کڻڻ جو ڪو امڪان موجود هو. اسان جهنگ ۾ ڪاڏي خوراڪ جو به بندوبست ڪري ڇڏيو هو ته جيئن اسان کي اوٺ موٽ تي ڪاڏي جي اڻ تڻ نه هجي. ڪابه شيءِ ڪونه وساري هئي سون پر اهڙيون شيون تقدير جي رخ کي ته ڪونه موڙي سگهنديون آهن.

هن مهم جو پنڌ ڏگهو هو، تنهن ڪري گهوڙن جو به بندوبست ڪرڻو هو پر اهڙو بندوبست آخري گهڙيءَ تي ڪيو ويو هو. اسان اهڙين ڪاررواين جي مقصد سان پنهنجا گهوڙا ڪونه رکيا هئا. پنهنجن وفادار دوستن وٽ گهڻي وقت تائين گهوڙا رکي به ڪونه ٿي سگهياسون. اهڙي مقصد لاءِ ڪنهن راهه ويندڙ مسافر کان گهوڙو ڦرڻ به قسمت جي ڳالهه آهي. الهه بچائي سواري جي وٺڻ جو بندوبست مون تي رکيو هو. مونکي سنڌوءَ جي ڪنار سان هڪ اهڙي جاءِ سُجهندي هئي، جيڪا هڪ گهاٽي ٻيلي ويجهو هئي جتي هڪ زميندار جا پلا گهوڙا بيٺا هوندا هئا. اسان فيصلو ڪيو ته ان جاءِ تي اوچتو ڇاپو هڻي گهوڙا ڪڍي وري ٻيلي ۾ هليو وڃجي. انهيءَ لاءِ ته جيئن اهو سمجهيو وڃي ته اسان سنڌوءَ واري طرف کان اچي اها ڪارروائي ڪئي آهي، جتي عام طور تي ڏڪي چور رهندا هئا. انهيءَ جوءِ ۾ بروچڪيءَ کان سواءِ ٻي ٻولي ڪانه ڳالهائي ويندي آهي. اسان جي ٽوليءَ مان ڪن جي اها مادري زبان هئي، تنهن ڪري سمجهيو ويندو ته اسان بروچ جي ٽوليءَ جا ڌاڙيل آهيون، جيڪي اجا به آزاد آهن ۽ درياهه پار ڪارروايون ڪندا وتندا

آهن. اسان اوڻ موٽ وارو رستو بہ اهو اختيار ڪيو هو. ٻيلي ۾ پيرا وجائڻ کان پوءِ ٿورو اتر وڪڙ ڪري سڌو ان چبوتري تي حملو ڪنداسون، جيڪو اسان پنهنجي لاءِ چونڊيو هو. اسان کي خاڪي ڪپڙا پاتل هئا ۽ بندوق بہ ڪليون ڪٽي وجهيون هيون. باقي مشين گن ۽ رائفل کي ڍڪي رکيو هو، جهڙي نموني وڏيرا ڪندا آهن. جڻ ائين معلوم ٿئي تہ اسان شڪاري آهيون. رحيم وٽ بندوق رکڻ جو فوج طرفان ڏنل هڪ ليسن هو جيڪو هن کي هڪ ماڻهوءَ جي ڪيسي مان هٿ لڳو هو جنهن کي هن قتل ڪيو هو. هن اهو ليسن ٿوريءَ ڦير گهير کان پوءِ الهہ بچائي کي ڏئي ڇڏيو هو، چاڪاڻ تہ رستي ۾ فوج ۽ اسپيشل پوليس کان سواءِ ڪنهن سرڪاري ماڻهوءَ جي منهن پوڻ جو امڪان هو. پر جنهن پاسي اسان وڃي رهيا هئاسين، تنهن پاسي اهڙيون چوڪيون موجود ڪونہ هيون، تنهن ڪري اسان کي پڪ هئي تہ اسان جي هيءَ ٽڪي ڪامياب ويندي.

ڀيريائين تہ سڀ صحيح نموني پئي هليو. حقيقت اها هئي تہ اسان کي جڳهہ جي مالڪ کي ان وقت قتل ڪرڻو هو، جنهن وقت هو بندوق لاءِ ڊوڙيو هو ۽ پنهنجي ماڻهن کي منهن ڏيڻ لاءِ سڏيو هئائين. اسان بہ ماڻهو زخمي ڪري گهوڙا ڪڍي هليا وياسون. ڪابہ تڪليف ڪانہ آئي ۽ نہ وري اسان جو ڪو ماڻهو مئو ۽ صحيح نموني سان ٻيلي ۾ داخل ٿياسون ۽ خيرن سان نڪري بہ وياسون. باک ڦٽيءَ مهل اسان گهٽو پري اتر پهچي وياسون. اسان جا هڪ پيرو حوصلا بلند ٿي ويا هئا. الهہ بچائي اهڙي ڳالهہ ڪانہ وساري هئي جنهن مان اسان شڪاري نہ لڳون. اسان کي اهڙا سيئي جواب ياد هئا تہ اسين ڪير آهيون؟ ڪٿان آيا آهيون؟ ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيون؟

شام جو اسان نواب شاهہ جي اولهہ کان موٽي رهيا هئاسون جو هڪ زميندار گهوڙي تي سوار مليو، جيڪو شهر وڃي رهيو هو. ان سان اليڪ سليڪ ٿي. خبرون چارون ڏنيون ورتيون سين. الهہ بچايو اهو ساڳيو ئي ڪردار ادا ڪري رهيو هو جنهن بابت اسان اڳي ئي رٿابندي ڪئي هئي. ماڻهو ڳالهين جو ڳهير هو ۽ وري الهہ بچائي کان سوال جواب ڪرڻ لڳو جيڪو ڪيس مختصر جواب ڏئي رهيو هو ۽ ڪجهہ پريشان ٿي جلدي هلڻ لڳو. تنهن تي مون الهہ بچائي کي چيو تہ هي ماڻهو ڪو ڏنڊوڙي ٿو لڳي تنهن ڪري ڪيس ماري ڇو نہ ڇڏجي.

پر ان وقت ڪي ٻيا راهہ مسافر ويجهو اچي رهيا هئا ۽ اسان جي اڳواڻ اڳتي رڌڻ جو اشارو ڪيو. ٿوري وقت کان پوءِ اهو رستو ڇڏي ٻئي دڳ کان هلڻ جو حڪم ڪيائين جيڪو اسان ڪارروائي کان پوءِ موٽ لاءِ چونڊيو هو.

اسان رات ﭘهرن جي هڪ هُڙيءَ ۾ گذاري ۽ ﭘئي ڏينهن مقرر وقت تي اٿي سفر سڌاريو. جيڪڏهن هن وڏيري کان شڪي ماڻهن بابت پوليس کي ﭘڌايو ته اها ضرور ان طرف ويندي، جنهن جو مٿي بيان ڪيو ويو آهي. اسان کي سفر هوريان ڪرڻو هو ته جيئن گهوڙا ٿڪجي نه پون. رات جو ڪين داڻو به ڪونه مليو هو جيڪو اسان جي چونديل اصلي دگ سان ٺڪڻ واري جاءِ تي لڪائي رکيو ويو هو. ان ڪري اسان هڪ ماڻهوءَ کي داڻي خريد ڪرڻ لاءِ هڪ ڳوٺ موڪليو جيڪو دگ کان گهڻو پري ڪونه هو. ان هوندي به پنهنجي مقصد واري جاءِ تي پهچڻ واسطي گهڻو وقت پيو هو. منجهند لڙي چڪي هئي. اسان کي محسوس ٿيو ته پيڇو ڪيو پيو وڃي. ڪارروائي کان پوءِ جيڪو ماڻهو مڪيءَ پرسان يا ڪنهن ﭘيءَ پناهه واري جاءِ تي پنهنجي بچاءَ لاءِ ڪن اپڙا ڪيون گهمندو آهي، تنهن کي پنهنجي پيڇي جو هڪدم احساس ٿي ويندو آهي، پر هتي اسان کي ڪنهن ڪم لاءِ اڳتي وڃڻو هو. جوءِ به اوپري ۽ اڻ ﭙُنئي هئي. چوڌاري ڳوٺ ۾ ڪو ڏٺل وائٺل ماڻهو به ڪونه هو. اسان جي آٿت اجهي ۽ سوچ ويچار لاءِ رات هوندي آهي جيڪا اجا پري هئي.

اسان جو پيڇو ڪندڙ ماڻهو ٿورا هئا، جن ۾ ڪجهه پوليس وارا ۽ ڪجهه پاڳي هئا. سندن گهوڙا به اسان جن گهوڙن کان تازا توانا هئا. اهي تازا توانا گهوڙا ڪاٺڻِ ڪسي ته ڪونه ﭘئي سگهياسون، پر جيڪڏهن هو چاهن ته اسان کان به کسي ﭘئي سگهيا. الهه بچائي ڪين چتاءُ ڏئي منجهاڻ جو فيصلو ڪيو. ميل جيترو سفر ڏاڍي تيز رفتاريءَ سان ڪيوسون ۽ وڻن جي هڪ جهڳٽيءَ کان پوءِ طرف ئي بدلائي ڇڏيوسون. هن مٿن اوچتي حملي لاءِ هڪ مناسب ۽ ويجهي جڳهه چونڊي. عيسيٰ خاصخيليءَ کي پاڻ سان گڏ ويهڻ لاءِ چيائين. هنن به تازا توانا گهوڙا پنهنجي لاءِ رکيا ۽ مشين گن ۽ سرڪاري رائفل به کنيائون. مان ٽوليءَ جي باقي ماڻهن جي اڳواڻ طور نصرت واهه سان اتر ڏانهن وڌڻ لڳس.

ٿوري وقت کان پوءِ اسان کي مشين گن جي ڪٺ ڪٺ ۽ رائفل جو ٺڪاءُ ڪن تي پيو. انهن جي جواب ۾ ﭘيا ٺڪاءَ به ﭘڌڻ ۾ آيا. پنهنجي اڳواڻ کي دشمن سان وڙهندو ڏسي پهچڻ ڪونه ﭘئي چاهيم پر لاچار اڳتي وڌڻو هو. ڪلاڪ کن کان پوءِ فائرنگ بيهي رهي ۽ اسان جي پويان انسپيڪشن پاٽ سان ڊوڙ جا ڪکر اڏامڻ لڳا. اسان جڏهن الهه بچائي ۽ عيسيٰ کي سڃاتو ته اسان به سرگرم ٿيڻ جي تياري ڪرڻ لڳاسون. پوليس هنن جي ويجهي اچڻ کان ڪيٻائي رهي هئي. وٽن پليتي دار بندوقون هيون جن جون گوليون اسان جي همراهن تائين پڄي به ڪونه

پئي سگهيون، جيڪي اٽڪل ڇهہ سؤ کن وڪون پري فائر ڪري رهيا هئا. اسان جا گهوڙا سفر ڪري ڏئي وٺي بينا هئا. تنهنڪري اسان واهہ سان سفر ڪرڻ مناسب ڄاتو. اسان ڇهہ ست ميل سفر مس ڪيو تہ پويان ڏوڙ جا ڪڪر ڏٺاسون. سمجهيو سون تہ اهي ماڻهو بہ اسان جو پيڇو ڪري رهيا آهن. تنهن تي الهہ بچائي واهہ اڪري اوير ڏانهن هلڻ جو حڪم ڪيو. ان جڳهہ وٽان واهہ ويڪرو ۽ اونهو هو. ويجهيءَ ڇڪ ۾ پويان يا اڳيان ڪوئي ٽڙڊو بہ ڪونہ هو. گهوڙا تاري اڪري تہ سگهياسون پئي پر واهہ بہ تڪ جيان سڌو هو تنهنڪري پوليس اسان کي ڏسي پئي سگهي. پوليس بہ هلندي اچي ان جاءِ تي بيهي رهي، جتي اسان جا پير گم ٿي ويا هئا. ڏٺوسون تہ هڪ عملدار، ٽي پوليس وارا ۽ ٻہ ماڻهو ٻيا هئا جن کي ڪارتوسن واريون بندوقون هيون.

مون چاهيو پئي تہ ان جاءِ تي سندن مقابلو ڪجي، پر الهہ بچائي جو خيال هو تہ انهن کي هيڏانهن اڪري اچڻ جي وٺي ڏجي. انهيءَ طريقي سان اسان هڙني کي ماري ناس ڪري سگهنداسون. سندن گهوڙا بہ هٽ اچي ويندا. هتي جي پٺيان واهر لاءِ پوليس جو ٻيو جٿو بہ اچي رهيو هو، جنهن کي هن طريقي سان منجهائي بہ سگهجي ٿو تنهن ڪري اسان اتان نڪري هڪ ڪڙئي جي وڻن ڪپرن جي اڙ ڏئي بيهي رهياسون. اهو جڻ اسان جو هڪ مضبوط مورچو هو.

انهن پوليس وارن ڏاڍي دليري ڏيکاري هئي. جڏهن اسان مٿن بندوقون هلايون تہ هنن پوئتي موٽڻ جي ڪانہ ڪئي. هي گهوڙن تان لهي جهٽ سمهي پيا ۽ جوابي فائرنگ ڪيائون. ڪين ڪا اڙ ڪانہ هئي تنهن ڪري سڀ جا سڀ گهائجي پيا هئا. اسان ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ چوٽ هلي رهي هئي جو سج بہ جهڙڪيون ڏيڻ لڳو هو. ان وقت انسپيڪشن پاٽ ڏئي فوج جون لاريون بہ اچي اتي بيٺيون. فوج لهڻ شرط پوليس وارن سان گڏجي فائر ڪرڻ لڳي. ڪن فوجي سپاهين ان ڪڙئي ڏانهن بہ وڌڻ شروع ڪيو جنهن جي اڙ ۾ اسان بيهي مقابلو ڪري رهيا هئاسون. الهہ بچايو بہ سرڪي وڃي ڪڙئي جي انهيءَ پاسي بيٺو، جنهن مشين گن سان ڪيترن ئي فوجين کي ماري ۽ گهائي رکيو هو، جيڪي وڻن جي اوٽ ڏيندا ٽپ ڏيندا اڳتي وڌي رهيا هئا. اها جنگ بہ واهہ جي هئي. گوليون ڳڙي جيان وسي رهيون هيون. هڪ طرف کان اسان فوج ئي پوئتي هٽائي مس ٿي چڏي، تہ وري ٻئي پاسي واري فوج کي منهن ڏيڻو ٿي پئجي ويو. فوج اسان تي ٽنهي پاسن کان ڪڙو چاڙهي چڏيو هو، پر پوئتي هٽڻ لاءِ اوير وارو طرف خالي هو. اوڏانهن رات کان اڳي نڪرڻ موت کي نيند ڏيڻ هو ۽ اسان مان ڪو وانگي بہ ڪونہ بچي

سگهي ها. اسان ڪڙئي جي اوچي ڪڙ سان ڇمي ٻيهي مهاڏو ڏيڻ لڳاسون، پر اسان فوجين کي منجهائڻ لاءِ ڪپرن تي مٿي پنهنجيون جڳهون مٽي رهيا هئاسون. اوندهه ٿيڻ شرط فوج اسان مٿان ٻه وسائڻ شروع ڪري ڏنا هئا. مون کي اهڙيءَ جنگ جو اڳي به تجربو هو. هڪ ٻم اسان جي مورچي ۾ اچي ڪريو، جنهن جي نتيجي ۾ منهنجو جگري يار عيسو شهيد ٿي ويو. لوهه جا ٽڪر چوڏس اڏامڻ لڳا، جنهن ڪري اسان مان ٻه ٻيا ڪونڌر به ڪسي ويا. ان وقت الهه بچائي مون کي حڪم ڪيو ته "پوئتي هٽڻ لاءِ جاچ پڙتال ڪر." مان اڳتي وڌي جاچي ڏٺو. ان ڪڙئي جي هڪ چاڙهه اوپر ڏانهن وڃي رهي هئي، جنهن جا ڪپر اسان جو فقط هڪ طرف کان بچاءُ ڪري ٿي سگهيا. سندس اتريون پاسو ڪليل هو، پر اسان ائين فوج جي ڪڙي چاڙهڻ کان اڳ ڪري پئي سگهياسون. مون الهه بچائي کي چتاءُ ڏنو ته مون کي شڪ آهي ته فوج ائين ڪري ڇڏيو آهي.

اسان گهوڙن کي اتي ڇڏي ڏنو ڇاڪاڻ ته سندن آواز ڪري اسان واٺکا ٿي پئون ها، پر اهي جانور ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي جاءِ بدلائي رهيا هئا، جنهن جي آواز ڪري فوج سمجهي ها ته اسان اجا به ساڳي جاءِ تي موجود آهيون. پوئتي هٽڻ کان جلد ئي پوءِ اسان سمجهيو ته فوج هوريان هوريان اسان جي ٻنهي پاسن کان اڳتي وڌي رهي آهي پر اسان روح جيان بي آواز نڪري هليا وياسون.[1]

1. الهه بچائي واري ٽوليءَ سان مقابلي ۾ هڪ فوجي مئو ۽ ڇهه زخمي ٿيا هئا.

## [18]

ڪيترن ميلن جي سفر کان پوءِ الھ بچايو ٽڙندو ٽاھڙندو وڃي هيٺ ڪريو، پر پوءِ پاڻ سنڀالي ويهي رهيو. ڪيس ڇنگهہ ۾ گهرو گهاءُ رسيو هو. سندس ڪائنچ رت ۾ جهڳڙ ٿي وئي هئي پر هن ٻڙڪ بہ ڪانہ ٻاقي هئي تہ ڪو زخم رسيو آهي. هن سور جي بہ ان وقت دانهن ڪئي، جڏهن اسان خطري کان ٻاهر نڪري چڪا هئاسون. هن اسان کي چيو تہ توهان هتان نڪري هليا وڃو ۽ مون کي هتي ڇڏي ڏيو متان مون کي بچائڻ خاطر پاڻ جهلجي نہ پئو. هو وڏيڪ چوڻ لڳو تہ پوليس اسان جا پيرا کڻي اچي هتي ضرور پهچندي. توهان پڪ سمجهو تہ مان هنن بندوقن سان گهٽ کي ماري پوءِ مرندس.

پر اسان سندس چوڻ ڏانهن ڪو ڌيان نہ ڏنو. پوءِ اسان کيس ڪنيو ۽ واري واري سان هن کي ڪلهدا اڳتي وڌياسون. ٿوري پنڌ کان پوءِ اسان جي هڪ اٺ تي نظر پئي جيڪو ڏانوٽيل هو ۽ روڊ ڀرسان چريٰ رهيو هو. پنهنجي اڳواڻ کي هن اٺ تي سوار ڪيوسون ۽ روڊ سان سفر ڪرڻ لڳاسون. ٿوري پنڌ کان پوءِ هڪ وڏي ڳوٺ وٽان ٽپياسون. اميد هئي تہ صبح جو سوير هن ڳوٺ جو چوپايو مال ۽ ٻي آمد ورفت اسان جا پيرن جا نشان ڊاهي ڇڏيندي. هڪ ننڍاڪڙي ماڻهوءَ اسان کان پڇيو تہ ياٺو ڪهڙا آهيو؟ مان پنهنجي ساٿين کي اهڙو جتاءُ ڏئي ڇڏيو هو، جن سرائڪيءَ ۾ چيو تہ ياٺو! اسان جت آهيون. هڪ اٺ جي ڪڍ ويا هئاسون، مس ڪري لڌو آهي سو ڪاهيو پيا وڃون. اسان جا ياڳ پلا هئا. گهگهہ اونداهي هئي ۽ هن پٽ جا ماڻهو وڏيڪ پڇا ڳاڇا ڪونہ ڪندا آهن. ٿوري پنڌ کان پوءِ رستو ڇڏي ائين ڪٽي اوير تي سڌ ڪيوسون ۽ اوير ڏانهن وڌڻ لڳاسون.

اسان جي ٽوليءَ جو هڪ ماڻهو هن جوءِ کان گهڻو واقف هو. واريءَ جي ڊِڀن جي وٽ ڏئي ڏکڻ ڏانهن هلڻ لڳاسون. اسان جو خيال هو تہ ساري ڏينهن جي سفر کان پوءِ شاهپورچاڪر پهچبو. ان کان پوءِ مکي. مکيءَ – سنڌوءَ جي وچ تي پنهنجن ٿمن ۾ (سائين رکئي شايد ناري کي سنڌو سڏيو آهي – مترجم) سولائي سان پهچي سگهجي ٿو پر اسان سخت زخمي ماڻهو کي ان جوءِ مان لڳاتار سفر ڪري ڪٽي ڪونہ پئي سگهياسون، جتي فوج ڏينهن رات گشت ڪري رهي هئي.

ڪن دوستن جي صلاح هئي تہ وارياسي مان سر اوپر پنڌ ڪري هلي ناري پهچجي، جيڪو ان جوءِ مان خيرپور رياست جي حدن مان وهندو آهي. خيرپور سرڪار بہ ان جي ڪنڌيءَ سان فوجي چؤنڪيون قائم ڪري ڇڏيون آهن، پر ان پوليس جون اڪيون جبي واري ٿر ۾ هونديون تہ متان ان جوءِ جا حر رياست جي حدن ڏانهن هليا اچن. رحيم بادشاهہ پنهنجيون ٿهري ڪارروايون ڪري هن جون متيون ئي منجهائي ڇڏيون هيون. ناري جي ڪڙ ۽ ڍندن سان ڪيترا ڳوٺ ۽ وسنديون آباد آهن جتي اسان کي پروسي جوڳي پناهہ ملي ويندي. گل خان نظامائي بہ ڪيترن ڏينهن کان پنهنجي ائن سميت پڻ اچي هتي پناهہ ورتي هئي ۽ هتان جي پوليس کي چار ڏوڪڙ ڏئي آرام جي زندگي گذاري رهيو هو. اسان ننڍي ٿهيءَ وارن فقيرن کيس گهٽي کاپاري ۾ ڪونہ وڌو هو ڇاڪاڻ تہ خود پير سائين بہ هن کي عزت ڏيندو هو. هن کي هڪ اڳواڻ طور مڃيو ويندو هو. ان جو ڪارڻ اهو هو تہ هن شروعاتي عرصي ۾ تمام گهڻو ڪم ڪيو هو. هي هاڻي تمام گهڻو ٿلهو ٿي ويو هو، تنهن ڪري ڪوبہ ڪم ڦڙتائيءَ سان ڪري ڪونہ سگهندو هو. اسان فيصلو ڪيو تہ سوڙهہ پئي تہ پڇي وڃي گل خان وٽ پناهہ وٺبي. هاڻي تہ الهہ بچايو گهائجي پيو هو. مون چاهيو پئي تہ هي چڱي پلي ٺيڻ تائين وٽس رهي پوي ۽ سندس ٿهل ٺڪور لاءِ مان بہ ساڻس گڏ هجان. ٽوليءَ جا باقي ماڻهو وڃي اسان جن ٿمن ۾ گذارن يا ڪيڏانهن ڪنڊڙي پنڊڙي وڃن ۽ اسان سان ڪو بہ لڳ لاڳاپو نہ رکن، نہ وري تيستائين پاڻ ۾ ملڻ جي ڪوشش ڪن، جيستائين مان اچي وري گڏ ٿيڻ لاءِ کين خاص اشارو نہ ڏيان. اسان جي اڳواڻ اٿي ويهي ٽوليءَ جي سيني ماڻهن کي شاباس ڏني، ڇاڪاڻ تہ هنن خطرناڪ مهم کي مڙسي سان منهن ڏئي فرض نڀايو هو. ان کان پوءِ هئي حڪم تائين جدا ٿيندڙ ماڻهن کي هدايت ڪيائين تہ توهان هرويرو ڪنهن ڏچي ۾ نہ پئجو ۽ وڏ کان وڏ معلومات حاصل ڪندا رهجو ۽ ڪنهن هئي جي هٿ وس تي نہ رهجو پر سڀ کان وڌيڪ اهم ڳالهہ تہ اوهان فقير جماعت جي اصولن تي پوئواري ڪجو. هيءَ ڳالهہ بہ ياد رکو تہ هٿ جون سڀ آڱريون برابر ڪونہ هونديون آهن. مون کي اميد آهي تہ مان هٿ سڄي سان ئي وري اوهان جي اڳواڻي ڪندس، پر سدائين جٿرو رهڻ بہ ڪنهن لکي ڪونہ لڌو آهي.

پيو جيڪڏهن مان مري وڃان تہ سائين رکئي کي پنهنجو اڳواڻ ڪري مڃجو ۽ سندس فرمانبرداري بہ ائين ڪجو جهڙيءَ ريت منهنجي ڪندا آهيو. اهڙيءَ وفاداريءَ جو قسم کڻو تہ مان پنهنجي ڪنن سان ٻڌان.

توکي خبر هئڻ گهرجي تہ الهہ بچائي کي راضي ڪرڻ منهنجي دل جي تمنا هئي. هنن ڳالهين مان توکي محسوس ٿيندو تہ مان پنهنجي هن ارادي ۾ توقع کان وڌيڪ سوڀارو ٿيو هوس. سندس ٽوليءَ ۾ ڪي اهڙا بہ ماڻهو هئا جن هن جي اڳواڻي ۾ مون کان بہ گهڻو عرصو ڪم ڪيو هو. حقيقت اها هئي تہ منهنجي دل فخر، سندس احسان ۽ ڏک ڪري ڀرجي آئي هئي، ڇاڪاڻ تہ هي موقعو هيو بہ اهڙو. گهڻن لفظن چوڻ جو بہ وقت ڪونہ هو. منهنجي عزت افزائي ڪرڻ سبب مان سندس ٿورا مڃيا ۽ ان سان گڏ اهو بہ چيو تہ مان ۽ اسان جي ٽوليءَ جا سڀ ساٿي چون ٿا تہ الله ائين نہ ڪندو. اميد آهي تہ ڇاڪ چڱو ڀلو ٿي پير سائين جي اچڻ تائين اسان جي اڳواڻي ڪندو رهندين.

باک ڦٽيءَ مهل اسان جا ساٿي موڪلائي روانا ٿي ويا. مون اٺ هشائي الهہ بچائي کي سوار ڪيو ۽ پاڻ پنيان ٿي ويهي رهيس. مَيي جون مهارون تر ڏانهن موڙيم جيڏانهن لاکيءَ باک جا نشان پڌرا هئا. اسان جي هڪ ساٿيءَ ٻڌايو تہ وچ رڻ تي فقط هڪ کوهہ آهي، جيڪو ٽيهارو کن ميل ڏور آهي، پر اسان ان کوهہ کان ٿورو اتر موٽڻ جو سوچيو هو. هن جوءِ جي پٽن تي فقط لاڻي جا ٻوٽا نظر آيا. هي علائقو ناري کان اوپر واري تر کان وڌيڪ خشڪ ڏسڻ ۾ پئي آيو پر سياري جي رُت هئي جت پنهنجا اٺ چاريندا ڏسڻ ۾ ايندا آهن. اسان انهن کان لنوائڻ پئي گهريو. اسان جو اٺ لاڏو هو مهري ڪونہ هو ۽ هلڻ ۾ ڍاڍو ڏکيو هو. سوٽن ٻاٽن هٽڻ کان پوءِ لس کان مٿي ڪونہ ٿي هليو. پوءِ اسان جا پاڇا ڇِٽا ڏسڻ ۾ آيا ۽ ناري جي ڪڙ وارو ڇهچ سائو جهنگ ڏسي اسان جون اکيون ٺري پيون.

اسان هڪ ننڍي ڍنڍ جو پاسو ڏئي ڦيرو کاڌو جيڪا پٽن ۽ ڏهر جي وچ تي موجود هئي. پرسان ئي هڪ وڏو ڪبڙ نظر آيو. اسان سرڪي وڃي انهيءَ جي هيٺان ڏاڀو ڪيو. هن وڻ جي ڏگهين لامن اسان کي ڪنهن منظر ڏسڻ کان ڍڪي ڇڏيو هو. اٺ کي ڏانوڻ ڏئي چرڻ لاءِ هڪلي ڇڏيم. الهہ بچائي جي جنگهہ گهٽي سڄي وئي هئي. هو سمهيو تہ ڪيس ڪجهہ آرام آيو ۽ ان جو رت وري جسم ڏانهن موٽڻ لڳو. مون سندس جنگهہ کي پاڻي هٽي ٽڏو ڪيو. پهريائين مان سمجهي ڪونہ سگهيو هوس تہ ڪٿي آهيون؟ ڪاٺڻ لاءِ بہ ڪجهہ ڪونہ هو پر اسان کي مانيءَ کان وڌيڪ ننڊ جي ضرورت هئي. الهہ بچائي چيو تہ زخم جي ڪري مون کي ڏاڍو سور آهي، تنهن ڪري مون کي ڪجهہ وقت لاءِ ننڊ ڪانہ ايندي. سو تون سمهہ تہ آءٌ ٿو پهرو ڏيان. جڏهن هن مون کي اٿاريو تہ نکٽ نهاري مون سمجهيو تہ هن رات جو وڏو حصو جاڳي پهرو ڏنو آهي، پر مون کي چيائين تہ باک

ڦٽڻ شرط جاڳائجانءِ.

مان الھہ بچائي کي آرام ڪرڻ لاءِ ڇڏي اڳتي نڪري ويس ۽ ھڪ پير چارو ڏنم ۽ پاسي وارن ٻوڙن ۾ لڪي ويھي رهيس. مون تي واٺڙو ڏنا. سندن ڳالهائڻ مان لڳي رهيو هو تہ مهاڻا هئا جيڪي مڇي مارڻ لاءِ وڃي رهيا هئا. هي ماڻھو پروسي جوڳا ڪونہ آهن، تنهن ڪري مون ساڻن ڳالهائڻ ڪونہ چاهيو. پوءِ مون کي ٻڪرين سان هڪ ڇوڪرو ڏسڻ ۾ آيو، جيڪو منهن مهانديءِ مان ڪجھہ موڳو نظر اچي رهيو هو. مان پيچرو اڪري سندس پٺيان ويس ۽ کيس سرائڪي ۾ چيم تہ پٽ! تو منهنجو اٺ تہ ڪونہ ڏٺو؟ هتي چري رهيو هو. رنگ ڳاڙهو اٿس ۽ سندس پنهي رانن تي ٽئين چنڊ جهڙا ڏنڀ جا ٻہ نشان اٿس.

"نہ مون تہ ڪونہ ڏٺو."

"ڪنهن جو پٽ آهين؟"

هن پنهنجي پيءُ جو نالو ٻڌايو.

"توکي هي ٻڪريون پنهنجيون آهن يا چارائي تي چارين ٿو؟"

"اهي وڏيري جون آهن."

اهڙيءَ ريت اسان ڳالهائيندا رهياسون، پر مون کيس اهو محسوس ٿيڻ ڪونہ ڏنو تہ مان ڪو ڪانئس خاص معلومات حاصل ڪري رهيو آهيان. پوءِ مون کي جلد ئي پتو پئجي ويو تہ اسان ڪٿي آهيون؟ اسان ان وقت ان جوءِ ۾ هئاسون، جنهن بابت مون کي منهنجي ساٿيءَ ٻڌايو هو. هتان ڪان گل خان نظامائي وٽ پهچڻ سولو هو جيڪو هن ماڳ کان فقط ٽي ميل پري هو.

مون ڇوڪري کي وچايل اٺ جي ڳالھہ ٻڌائي هئي ۽ ڇوڪري ماني کائڻ جي صلاح ڪئي. مون بہ سمجهيو تہ اهڙي آڇ قبول ڪرڻ ۾ ڪو ڀؤ ڀولو ڪونہ آهي. پوءِ هو مون کي پنهنجي ڇونري ڏانهن وٺي ويو. عورت ڏاڍي چڱڙي هئي، جنهن ٿوري اچرج کان پوءِ ماني ڏني. کائڻ کان پوءِ ڪجھہ ماني ڏنائين جيڪا مون پٽڪي جي پلاند ۾ ٻڌي. مائي سمجهيو هيو تہ آءٌ وڃايل اٺ جي ڪڍ آهيان سو متان ڪٿي رات پئجي وڃي. مان سارو وقت ائين پئي ڳالهايو جڻ ڪو سچو پچو جت هجان. پوءِ جلد ئي ڇوڪري کان موڪلائي جهنگ مان وروڪڙ ڪري اچي الھہ بچائي کي ماني ڏنم. بعد ۾ سندس نياپو ڪٺي گل خان ڏانهن هليو ويس.

هي ڪراڙو هڪ ننڍڙي پٽ جي چوٽيءَ تي لڏو لاهي ويٺو هو جنهن هيٺان لوَن ۽ ڪبڙن جو وڏو جهنگ هو. وٽس ڏاچين جو وڳ هو جنهن جي چاري لاءِ اچي هن جوءِ ۾ ويٺو هو ۽ نالو بہ بدلائي ٻيو رکيو هيائين.

مون جيترو ٻڌو هو اوترو ئي کيس ٻڌايو. ان وقت هو پنهنجي چوٽري
آڏو ويٺو هو. سندس وڏو پيٽ هن جي سٿرن تي پيو هو ۽ هڪ عورت سندس
وارن مان جُونئان ڪڍي رهي هئي. مون کيس سڏ ڪيو.

”منهنجا سائين، مون ٻڌو آهي تہ تو وٽ ڏاچين جو وڳ آهي. مان غريب
جت آهيان ۽ پري کان اها آس ڪري آيو آهيان تہ مون کي اوهان پاڻ وٽ جت
ڪري رکو تہ دعائون ڪندس.“

جهونڙي مٿي نهاريو. سندس منهن ڦري ويو. هن جا چپ ڦڙڪڻ لڳا ڄڻ گار
ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندو هجي. ان وقت مون هڪ ڳجهو لفظ چيو، جيڪو اسان پنهنجي
سڃاڻپ لاءِ ٻئي حر کي چوندا آهيون. پوءِ هن اچرج ۽ ڪاوڙ وچان چيو تہ هل هن
وڻ هيٺ هلي ويهہ تہ پوءِ مان توسان ڳالهايان ٿو.

ٿوري وقت کان پوءِ هن عورت کي ٻئي پاسي موڪليو ۽ مون کي پاڻ وٽ
سڏيائين. مون کيس سيني سوالن جا جواب ڏنا ۽ کيس عرض ڪيم تہ الهہ بچائي
جي ڪا واهر ڪري. هن پنهنجي تڪليفن جي وٺي ڪندي کولي ۽ هتان جي سب
انسپيڪٽر جي رشوتن جو هڪ ڊگهو قصو ٻڌايو، جيڪو سندس هتي واري
موجودگيءَ کان ڪن تار ڪيو ويٺو هو. ان کان پوءِ هن اظهار ڪيو تہ مان وڏيڪ
ڏچن ۽ ڏکن ۾ پوڻ ڪونہ ٿو چاهيان. پوءِ مان سندس چاپلوسي ۽ خوشامد ڪرڻ
۾ لڳي ويس ۽ کيس چيم تہ تون پير سائين لاءِ سر تريءَ تي رکي قربانيون ڏنيون
آهن سي ڪنهن کان ڳجهيون ڍاڪيون ڪونہ آهن ۽ الهہ بچايو بہ پير سائينءَ جو
جانثار غازي آهي ۽ سندس مقصد واسطي دشمن سان وڙهندي گهائجي پيو آهي
تنهن ڪري واهر ڪرڻ ضروري آهي.

منهنجي هن ڳالهہ تي چوڻ لڳو تہ اوهان جوان ماڻهو هن مامري کي منجهائڻ
ٿا چاهيو. مون جهڙي مڙهي کي وري ٿا ٻوهي ۾ ڏيو. مس تہ ٺري ڪو لولو ڪاڏو
اٿم، پر مان توکي چوندس تہ هن ڏچي کي قادر بخش منهن ڏئي سگهي ٿو. هي
ڪنير آهي پر ڏاڍو ڏاهو آهي. ناظم واري ويڙهہ ۾ اسان جا الاهي ماڻهو گهائجي
پيا هئا، جيڪي هن چيني وهلو ئي چڱا ڀلا ڪري ورتا هئا. اهو هاڻي بہ ساڳيءَ
جاءِ تي رهي ٿو. چڱو ٿيندو جو اوهان سياڻي انهيءَ وٽ هڪلي وڃو. مان بہ
ڏانهس سنيهو ٿو منجان.

ان کان پوءِ مان هن کي راتوڪي رات جي اجهي ڏيڻ لاءِ نماڻائيءَ سان
ٻاڏايو. تنهن تي هن چيو تہ سندس زال تہ ابوجهہ عورت آهي پر سندس پٽ ڦڙت ۽
چالاڪ آهي جيڪو حرن جون ڳالهيون ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيندو آهي. ٿي سگهي ٿو

تہ اهو اوهان جي ڪنهن ڪم اچي.

مان موٽي وجي الهہ بچائي کي سارو احوال ٻڌايو جيڪو پاڻ بہ گل خان وٽ هلڻ کان ڪيٻائڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ هي ماڻهو بہ ٻين ڪراڙن جيان اڳين ڳالهين تي ڏاڍي ٻناڪ هڻندو آهي، پر هي اهڙو ڪو بهادر ڪونہ آهي. ناظم واري چوٽ ويل مان سندس بهادري ڏسي چڪو آهيان. مان هن جي خيال ڪيَ سمجهي چڪو هوس تہ جڏهن هو سائس ڳالهائي تہ مان هن جي ڳاڙهين اکين ڏانهن تڪيان جنهن مان سندس ڪوڙ سچ سمجهي وٺان. جڏهن الهہ بچائي گل خان جي بهاديءَ جي بي انتها تعريف ڪئي تہ ڪل ڪونہ بيٺي چاڪاڻ تہ هو ان وقت پنهنجي بهاديءَ جي ٻناڪ هٽي رهيو هو ۽ چئي رهيو هو تہ هن پنهنجي سائين کي بچي نڪرڻ واسطي موقعي ڏيڻ لاءِ اڪيلي سر هڪ وڏي فوجي حملي کي ناڪام ڪري ڇڏيو هو. ان کان پوءِ فوج جي گهيري ۾ آيل غازي موقعو وٺي هرٽن جيان چال ڏيندا فوج کان نڪري ويا هئا. مون کي خبر آهي تہ اهو مقابلو ناري پرسان ٿيو هو جيڪو نهايت معمولي قسم جو هو. غازي فوج تي اوچتي حملي ڪرڻ جي مقصد سان لڪي ويٺا هئا، پر فوجي حڪمت عمليءَ جي ڪري ڪانئن دير ٿي وئي ۽ هنن پڇڻ ۾ بہ دير ڪانہ ڪئي هئي ۽ ڪين ڪو بہ نقصان ڪونہ ٿيو هو. فوج سندن پيڇو ٻئي ڏينهن ڪيو هو. گل خان اهو قصو ٻڌائي ڏاڍو خوش ٿي رهيو هو ۽ مان سندس مخالفت ڪري ڪيس ناراض ڪرڻ ڪونہ پئي چاهيو. ٻئي ڏينهن صبح جو جڏهن چوڪري کي خبر پئي تہ اسان مشهور حر آهيون تہ هو وائڙو ٿي ويو ۽ خوشيءَ سان قادر بخش ڪنير ڏانهن سونهون ٿي هليو، هي ڪنير هن جوءِ جو ڏاڍو ڏاهو ماڻهو سمجهيو ويندو هو. اسان بہ مناسب اهو سمجهيو تہ الهہ بچايو هن ڏاهي کان ڪجهہ ڏور رهي تہ پلو. پوءِ چوڪري ۽ مون الهہ بچائي جي رهڻ واسطي جهنگ ۾ تڙ تڪڙ ۾ هڪ مَنَهن ناهي ورتو.

قادر بخش بہ پير سائين جو مريد هو ۽ سندس تعلق سالم جماعت سان هو ۽ جيڪو بہ اوسي پاسي وهي واپري رهيو هو تنهن جي ڪيس پيرائتي جاڻ هئي. هن کان رحيم بابت بہ جاڻ ملي تہ هن ٿر ۾ ڪهڙيون ڪارروايون ڪيون آهن؟ اسان کي اڳي ئي پتو پئجي ويو هو تہ غدار خليفي جي گهر ياتين کي ڏج هو. تنهن ڪري انگريز سرڪار جي وچي پناري پيا هئا، پر رحيم سوچيو تہ ماڻهو پير سائينءَ جي اصلي طاقت کان ڏج ڪن تنهن ڪري هن راجپوت حڪمرانن جي ملڪ ۾ دهشت ۽ ڏهڪاءُ پکيڙي اتر طرف دائود پوٽي نواب جي رياست ۾ بہ وچي سندس پوليس وارن کي قتل ڪري ڇڏيو، جنهن ڪجهہ وقت اڳ عادل راڄڙ کي

جهلي انگريزن جي حوالي ڪري ڇڏيو هو. هو هاڻي اسان سان گڏ ڪجهہ اڳتي هڪ ڪوليءَ ۾ بند آهي. سندس هن قسم جي ڪاررواين ڪري حرن جون دليون وڏي ويون هيون. ڪي وڃي سندس ٽوليءَ ۾ شامل ٿيا هئا. ان ڪان پوءِ هن روهڙيءَ وارين انگريزي حدن ۾ ڪاررواين جي ڌم مچائي ڏني هئي. جڏهن دائود پوٽي نواب ۽ انگريزي فوج اچي ڪيس سوڙهي پئي تہ اتان ٽڪڙو وڃي راجپوتن جي رياست ۾ پهتو ۽ اهڙيون سخت ڪارروايون ڪيون جو سارو ملڪ ڏهڪائجي ويو هو.

اسان مصيبت ۾ هئاسون پر سندس ڪارروائين جون اهڙيون خبرون ٻڌي ڏاڍا خوش ٿي رهيا هئاسون. الهہ بچائي جي جنگهہ جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ خراب ٿيندي ٿي وئي ۽ زخم وڌيڪ ڪارو ٿي ويو هو پر قادر بخش چيو تہ ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيندو. پوءِ هو نم جا پن ڪاڙهي ان جي پاڻيءَ سان ڦٽ صاف ڪندو رهيو ۽ ڪپڙي جي وٽ ٺاهي زخمن ۾ اندربها رکندو هو. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ سوج جهڪي ٿي. هي ماٺهو ڏاهو تہ هو پر پڻانڻ بہ پڪو پهہ ڪيو هو تہ هو پير سائين جي مقصد واسطي دشمن سان مڙس ٿي مهاڏو ڏيندو، تنهن ڪري هو جهٽ ئي چڱو پلو ٿي ويو. جڏهن ڪيس هن چڪڻ مان چڙهي اٺڻ جي پڪ ٿئي تہ مون ڪي پاڻ واري جوءِ جي خبرچار لهڻ لاءِ موڪليائين ۽ اهو بہ چيائين تہ پنهنجي ساٿين ڪي تيار رهڻ لاءِ چوان.

مان توڪي سانگي سان هيءَ ڳالهہ بہ ٻڌائيندو هلان تہ ميرڻ مري لاڙ ۾ ڏاڍو سرگرم هو. هن حيدرآبار پوليس ۽ فوج جي مقابلي ڪان پوءِ هن جوءِ جي ڌرتي ٽامون ڪري ڇڏي هئي ۽ غدارن جي ڇنن ڪي ٽاندا ڏئي ڇڏيا هئائين. هڪ ڀيري ڇا ٿيو جو فوج اچي هڪ جڳهہ ڪي ڪڙو چاڙهيو، جيڪا ڪجهہ وقت اڳ ميرڻ ڇڏي چڪو هو. اسپيشل پوليس جي هڪ انسپيڪٽر غلطيءَ وچان هڪ فقير ڪي ميرڻ مري سمجهي فوج هٿان مارائي ڇڏيو هو. هن ڪارروائي جي ڪري ان عملدار جي ڇڻ مينهن ويامي پئي هئي. هو ڏاهو ماٺهو هو ۽ مٿن وڌيڪ دباءُ رکڻ لڳو هو، جنهن جي نتيجي ۾ پوليس گوشنات ڪرڻ لڳي ۽ فوج ڪان پاسيري رهڻ لڳي هئي. ميرڻ مريءَ پنهنجي ڪارروائن ۾ وڌيڪ تيز رفتاري آڻي ڇڏي هئي. ڪڏهن پنهنجي پراڻي دوست دائود خان سان گڏجي وڃي ڪارروايون ڪندو هو. هنن ٻنهي ڄڻن ڪي ان تر جي هڪ وڏيري جي پٺڀرائي حاصل هئي ڇاڪاڻ تہ هنن سندس چوڻ تي سندس هڪ دشمن وڏيري ڪي قتل ڪيو هو، جيڪو سندس پراڻو ويري هو ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي اليڪشن ۾ سندس مقابلو ڪري رهيو هو.

مان پوئتي جمڙائو واري جوءِ ۾ وڃي ڏٺو تہ سرڪار جي ننڍ حرام هئي، جنهن هتي چوڏس چاري بيهاري ڇڏيا هئا، پر رحيم بادشاهہ ۽ ميرڻ مري ٿهري ڪارروائين ذريعي سرڪار کي منجهائي واڙو ڪري ڇڏيو هو. اسان جي ٽوليءَ جي ماڻهن الهہ بچائي جي حڪمن کي اکين تي رکيو پر اهي سڀ هڪ جاءِ تي موجود ڪونہ هئا، تنهن ڪري هڪ کان ٻئي جهنگل تائين وڙڪندو وتندو هوس. فوجن کي گشت ڪندي ڏسندو هوس ۽ واٽهڙن جي واتان بہ خبرون چارون ٻڌندو هوس. ان کان سواءِ لڪي ڇپي وڃي ٽاڻن جي اوسي پاسي ڀڄي ويندو هوس. ڪڏهن اسپيشل پوليس جي عملدارن جي گهرن جي پرسان وڃي اهو بہ ڏسندو هوس تہ اتي ڪهڙا ماڻهو اچي وڃي رهيا آهن. جهونجهڪڙي ويل اچي ڪنهن ڳوٺ جو پاسو وٺندو هوس، جتي منهنجا دوست هوندا هئا، جيڪي ماني ڳيو ڪارائيندا هئا. ڪين ڪن ٽمن ڏانهن بہ موڪليندو هوس. ڪڏهن ڪن حرن کان گس پنڌ ۾ ڳالهہ ٻولهہ بہ ٿي ويندي هئي. مان اونو ڪري ڪنهن بہ هڪ جاءِ تي ڪلاڪ کان وڌيڪ ڇهجي ڪونہ پوندو هوس. رات جي وڳڙي ۾ گهمندو وتندو هوس. ڏينهن جو وڏو حصو ڪنهن گهاٽي جهنگ ۾ ننڊ ڪري وٺندو هوس، جهڙيءَ ريت جهنگ جا جانور ڏينهن جو پنهنجن ڏرين ۾ وڃي لڪندا آهن. گهڻا ڳوٺ اهڙا بہ هئا، جتي حُر جماعت جا ويري ۽ حڪومت جا چاڙتا رهندا هئا ۽ سرڪار طرفان هٿيارين ڀري هيٺ گذاريندا هئا. مان بہ لڪي چوري ڪين اک ۾ رکندو هوس ۽ ڪين بکين اکين سان ڏسندو هوس. مون ڏٺو تہ ڌرتيءَ تي اهڙا ڪيترا ئي غدار هئا، جن تي سولائي سان اوچتو حملو ڪري سگهجي ٿو.

اها خبر بہ ٻڌم تہ نئين فوج کي سانگهڙ ۾ مقرر ڪيو ويو آهي تنهن ڪري مان سندن ڪئمپ ڏسڻ هليو ويس. اڳئين فوج جيان هن بہ سرڪاري بنگلي کي هيڊ ڪوارٽر بڻايو هو. مون ڏٺو تہ شهر جا ڇوڪرا هاٿي وڏا ٿي جوان ٿي ويا هئا. اُهي هڪ چؤديواري اندر تعجب جهڙين انجڻين وٽ ميڙ ڪيون بيٺا هئا، جيڪي لارين ۽ سواري جي ٻين وسيلن کان مختلف هيون. مون هنن جي ڳالهين مان ٻڌو تہ هي مشينون مڪيءَ وڃان روڊ تعمير ڪرڻ جي مقصد سان هتي آنديون ويون آهن. مان هڪدم سمجهي ويس تہ انهيءَ وسيلي اسان کي فوج کي تنگ ڪرڻ جي هڪ وڏي سهولت ملي پوندي. مان هنن جي سرگرمين ڏسڻ لاءَ مڪيءَ هليو ويس. اهو روڊ هڪ وڏي جهنگل جي بلڪل وچان ٿي رٽيو ويو هو. مان مشين کي ڪم ڪندو ڏسي واڙو ٿي ويس. هر هڪ مشين ٻن هاٿين جيتري وڏي هئي، جنهن تي فقط هڪ فوجي سپاهي ويٺو هو ۽ ان جي آڏو هڪ وڏو حصو هو جيڪو نہ رڳو

ہوڙن کي پٽي رهيو هو پر ٽيهہ ٽيهہ هٽ ڊگها ۽ وڏا وڻ بہ اک چنبي ۾ هيٺ ڪيرائي رهيو هو. مان تہ واٽڙو ٿي ويس. اهو ڏسي اکين تي اعتبار ئي ڪونہ آيو. پهري لاءِ جهنگ ۾ چوڌاري پوليس بيٺي هئي. هڪ ماڻهو فوجي ڊرائيور سان ڳالهائي رهيو هو، جنهن کي چوندي ٻڌم تہ ڪم ڪيئن هلي رهيو آهي؟

هن چيو تہ بلڪل صحيح پيو هلي پر اونهاري ۾ هي مشينون ايترو گهٽو ڪم ڪري ڪونہ سگهنديون آهن. اسان کي هاڙهہ جي ڪاڙهہ کان اڳ هيءَ ڪم پورو ڪرڻو آهي.

”تون هن ڪم ۾ ڪيترو وقت لڳائيندي؟“

”يعني پيپري پٽ تائين مکيءَ جو سارو جهنگ؟“

اها ڳالهہ ٻڌي منهنجو هيانءُ ٻڏڻ لڳو ۽ محبت جا چيل لفظ ياد اچي ويا. هن چيو هو تہ جيستائين انگريز وڻن ڪاتن واريون مشينون آڻي مکيءَ جو سارو جهنگ صاف نہ ڪندا، تيستائين اسان ڪاٽڻ چو ڊچون؟

ٻئي ڏينهن مان وڃي پنهنجي هڪ پراڻي دوست سان مليس جيڪو تازو حيدرآباد سينٽر مان آزاد ٿيو هو. مون ڪانئس پنهنجي پٽ جي خير صلح جو پڇيو. تنهن تي هن چيو تہ تنهنجو پٽ پنهنجي ماءُ سميت هڪ نئين لوڙهي ڏانهن موڪليو ويو آهي، جيڪو ڪمشنر جي حڪم مطابق الهندي پاسي پٽن طرف ٺاهيو ويو آهي. پر مون کي تہ اڳي ئي پرون پئجي ويا هئا تہ ضرور ائين ٿيندو.

اهو تہ چڱو ٿيو. اهو لوڙهو دکن ڪان تہ وڌيڪ ڀلو آهي. ڪيس اتان ڪڏي اچڻ وڌيڪ سولو آهي.

پر فقير مان سمجهان ٿو تہ اهي اجا اتي پهتا ڪونہ آهن. اهي افواهہ هئا تہ تنهنجي گهر واري سچل سان هڪ ٿي بيٺي آهي، جيڪو اسپيشل ڊپٽي جو يار آهي. هن ڪيس عرض ڪيو هو تہ هن عورت کي ڪڏي سندس حفاظت ۾ ڏنو وڃي چاڪاڻ تہ اها سندس ويجهي مائٽياڻي آهي.

مان پاڻ کي هڪ اهڙو ملهہ سمجهي رهيو هوس جنهن کي اوچتو جاتو هٽي هيٺ دسيو ويو هو. مان ائين سمجهي رهيو هوس تہ جڻ منهنجي جُسي مان ساهہ ئي نڪري ويو هجي.

سچل ڪارمُنهون غدار؟ ويجهو مائٽ. منهنجو پنهنجو هڏ رت. متس لک لعنتون هجن؟ مان ڀانهن ٻيٽي ڪري بہ هن کي جهنم موڪليندس؟ اهي وٽس آهن؟ سنجهوري ۾؟ مان ڏهہ ڏينهن اڳ سنجهوري ۾ هوس پر انهن بابت مون تہ ڪجهہ بہ ڪونہ ٻڌو هو؟ ان حر مون کي چيو تہ، ”ٽيون ڏينهن جڏهن ٿاڻي ۾ حاضري ڏيڻ

ويس تہ مون کي خبر پئي تہ اهي هاڻي پهتا آهن."

ان ڳالهہ ٻڌڻ کان پوءِ مون کي تہ ٻيهڻ ٿي نہ پئي آيو. ان ماڻهوءَ جي چوڻ مطابق واليڏنو بدمعاش سان گڏ وڃي رهيو آهي. هيءَ پاڻ نپٽو آهي. تنهن ڪري هو ڪيس پنهنجو پٽيلو ڪري پاليندو. ڪيس يقين آهي تہ مان هاڻي جلد ماريو ويندس. منهنجي زال کي بہ پڪ هوندي تہ مان ڪيترو وقت اڳ مري چڪو هوندس. ڇاڪاڻ تہ مان حڪومت جو باغي آهيان. هيءَ بي ايمانن جي هن راجا جي ٿين يا چوٿين زال ٿيندي. انهيءَ کان تہ ڀلو هو تہ هو ڪنهن جانثار حر جي سنگتياڻي هجي تہ پوءِ بہ مان صبر سان اها ڳالهہ سهي وڃان ها. پر منهنجي هيءَ بيعزتي سهڻ کان گهٽي آهي.

منهنجي دل ۽ دماغ کي جڻ چوچڙي لڳي وئي هئي. پر مان پنهنجي فرض کان غافل نہ هوس ۽ پنهنجي ٽوليءَ جي ڪيترن ماڻهن سان تعلق پيدا ڪري چڪو هوس. باقي ڇڙائو جا بہ ماڻهو هئا جن سان منهنجو رابطو قائم نہ ٿي سگهيو هو. مون پڪو پهہ ڪيو هو تہ ساڻس ملي ڪين الهہ بچائي جو نياپو ڏيندس. ان کان پوءِ ٻن غدارن خليفي محمود لغاري ۽ رسول بخش جي پٽي ڪرڻ لاءِ حيدرآباد بہ ويٺو هو. پوئين ماڻهو ميرڻ سان ڏوڪو ڪيو هو. مون کي انهن بابت اها جاسوسي ڪرڻي هئي تہ اهي ڪهڙي جڳهہ تي رهيل آهن. ان کان سواءِ هيءَ خبر بہ لهڻي هئي تہ محبت فقير تي ڪهڙيءَ ڪورٽ ۾ ڪيس هلي رهيو آهي. تنهن ڪري هڪ چانڊوڪيءَ رات جو الهہ بچائي ڏانهن ورڻ کان اڳ حيدرآباد واري سفر تي نڪري پيس. ڪيس ڇڏئي پريو مهينو ٿي ويو هو. مون پنهنجي ڪنهن کي بہ خبر چار نہ ڏني هئي. واٽ ويندي هڪ ٻنيءَ جي وٽ پاسي کان لنگهيس تہ ڇنڊي ڦوڪي وک کڻڻ لڳس. هيءَ ٻني اوچن ڪپرن واري ڪڙئي ۽ جهنگل پرسان هئي ۽ گهٽي پند تائين اتر هلي تي وئي. ان وقت منهنجو ڌيان هڪ ڇهڇ سائي وڻ ڏانهن ڇڪجي ويو، جنهن پٺيان چمڪندڙ آسمان جو پس منظر هو. اهو ڄڻ منهنجي ڪنهن خواب جو روپ هو. ٻيون ڪيتريون ڏٺل واٺل شيون بدلجي ويون هيون. منهنجي مٽن نظر ان وقت پئي جڏهن مان رستي جو وڪڙ ڦري اڳتي ٽيو هوس. بہ پراڻيون وحشتناڪ جايون بہ ڏسڻ ۾ آيون، جيڪي ڪنهن گمنام آواز جيان ڪجهہ وٿلي رهيون هيون ۽ اهي ڄڻ ڪن ناس ٽيل گهرن جا ڪندر هئا. هڪ منهنجي ٻالجتيءَ جو گهر هو جيڪو ڪچو هو باهہ ڏيڻ ڪري ڪٽان ڪارو ۽ ڪٽان ڳاڙهو هو. وچ واري ٿنڀ جي چوڌاري رک جو ڍير هو. مان اڪيون ٻوٽي ٻڌائي سگهان ٿو تہ ان سڙيل گهر ۾ اها ٺلهي ڪهڙي پاسي هئي جتي منهنجي

جيجل منڙي امڙ صندوقون رکندي هئي ۽ پاسي کان هنڌ ويڙهي سٿو ڪيو ويندو هو. مون کي ياد آهي تہ هڪ پيري مان انهن ٿانون مان پڳل وٺيءَ ۾ پاٿي بہ پيتو هو جيڪي منهنجي پيرن واري پاسي رکيل هئا. ورانڊو ڏاڍو صاف ۽ لسو هوندو هو جنهن جو اڌ مينهن جي ڪري ڊهي ناس ٿي ويو هو. باقي اڌ ۾ لوڻ جا تهہ لڳا پيا هئا. بابي پنهنجي هن ڪڙئي جي ڪپر تي ٻہر جي چڪي هنئي هئي سو هاڻي وڏو وڻ ٿي چڪو آهي جنهن جو اڌ تہ الائي ڪير وڍي ويو آهي. باقي ٻيا ننڍا وڏا وڻ گهر سڙڻ مهل پڇري رک ٿي ويا هئا. مان وري هتي انب پوکيو هو سو بہ سڪي ويو آهي. ڪانڊيرا جيڪي اڳي فقط اسان جي لوڙهي ۾ هوندا هئا سي هاڻي چوڌس ڇاوا بيٺا آهن. اسان جي ٻني بہ جِهل ٻوٽيءَ ۽ اڪن سان ڍڪجي وئي آهي.

مان ساهي پٽڻ لاءِ پنهنجي گهر جي هڪ پڳل يٽ تي ويهي رهيس. سال کن ٿيندو جو آئون هتان موٽيو هوس. مون کي اهو وهم گمان بہ نہ هو تہ مان گهر ياتين جي قيد تي وڃڻ کان پوءِ وري ڪو پنهنجو برباد ٿيل گهر اچي ڏسندس. جنهن جو الهہ تلهہ فوج ۽ ان جا رهبر ڦري لٽي کٽي ويا هئا ۽ باقي رهيل خالي گهر بہ سهي نہ سگهيا ۽ ان کي بہ چوچڙي ڏئي ساڙي پينگ ڪري ڇڏيو هئائون. مون کان تہ اهي ڏينهن وسري ويا آهن تہ جنگ کان پهريان هن گهر ۾ ڪهڙي نموني سان سکيا ستابا ۽ ريان کيان رهندا هئاسون. پير سائينءَ جي غازيءَ جا اڌما ۽ امنگ بہ هڪ عام ماڻهو جهڙا هوندا آهن. پر جڏهن ڪيس ڪنهن ڪم لاءِ سڏ ڪيو ويندو آهي، تہ ڪانئس گهر گاٽ مٽ مائٽ ۽ ٻار ٻچا وسري ويندا آهن. مان امڙ سائڻ ۽ بابا سائينءَ جو ٿورائتو آهيان، جن مون کي هڪ حر جيان پالي وڏو ڪيو. اڄ مان هن سڙي رک ٿيل گهر وٽ بيٺو آهيان، جيڪا امٽ ثابتي آهي تہ اسان گهر جا سڀ ڀاتي جانثار حر آهيون. پر منهنجي دل مان جيئنديءَ جو سور اجا نہ ويو آهي. منهنجي ان ڪمزوريءَ کي معاف ڪيو وڃي. مون کي سندس پاڪدامنيءَ جي خبر هن جي قتل ڪرڻ کان پوءِ پئي. هن اسان جي گهر جي عزت مٽيءَ ۾ نہ ملائي هئي. اهو سڀ ڪجهہ منهنجي لعنتي سوٽ سچل جو پوتاميل هو. منهنجي زال کي غلط رستي سان بہ ان لڳايو هو ۽ هاڻي منهنجي پٽ کي بہ ٻنهي جهانن مان ڪڍي ڇڏيندو. هن نہ رڳو منهنجي روح کي رنجايو آهي، پر پير سائين جي مقصد لاءِ بہ ضروري آهي تہ ڪيس ضرور قتل ڪجي. واليڏنو مون سان جهنگل جهاڳڻ جهڙو ڪونہ آهي پر مان ڪيس ان عورت وٽ ڇڏيندس جيڪا هڪ حقيقي ماءُ هوندي. تر ۾ بہ سندس هڪ ياءُ يا ڀيڻ هوندي. پتو نہ آهي تہ مان پير سائين جي موٽي اچڻ تائين جيئرو رهان الائي نہ رهان؟ جيڪڏهن زنده نہ رهيس تہ

مرشد اچي بادشاهي ماٺيندو تہ منهنجو اولاد سندس جان نثار حرن مان هوندو.

منهنجا سڄڻ، مون کي پڪ آهي تہ تو پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ اهو ضرور ڏٺو تہ انسان کي ڪڏهن پنهنجو مستقبل ڏاڍو اونداهو ڏسڻ ۾ ايندو آهي. تنهن هوندي بہ پير سائينءَ خاطر پنهنجن ادمن ۾ ذري جيتري بہ گهٽتائي محسوس ڪانہ ڪبي آهي. تو ايمان جي اهڙي انعام ملڻ کان پوءِ هن ڳالهہ کي ضرور محسوس ڪري ورتو هوندو. اپ ۾ پهرئين جيترا ڪارا ڪڪر ڇانيل ڪونہ هئا. حقيقت اها آهي تہ اڳيون ڪارو ڪارونيار لوڻ پاڻي ٿي ويو آهي. پير سائين جي هنن ڏکين ڏينهن دوران مون سان بہ ائين ٿي گذريو آهي.

مان پنهنجي ٽوليءَ جي ڇڙائو سان تعاتي رکندڙ ماڻهن سان ملي پوءِ حيدرآباد پهتو هوس. جن خيالن سان آءٌ هتي پهتو هوس، سي خبرن ملڻ کان پوءِ ختم ٿي ويا هئا. مان توکي هيءَ ڳالهہ ياد ڏياريندس تہ اسان مرشد سائينءَ جي آزادي لاءِ سرڪار خلاف جنگ شروع ڪرڻ کان گهڻو اڳ گانڌيءَ جي ڪانگريسي ڪارڪنن کي وني هندستان جي گهڻن حصن ۽ دکن ۾ وڳوڙ شروع ڪيا هئا. سندن مقصد هو تہ انگريزن جي هندستان مان هلي وڃڻ کان پوءِ حڪمراني کين ملي. اسان اهو ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا هئاسون تہ سرڪار اهڙي ڪارروائين کان پريشان ٿي ويندي. اها ڄڻ اسان جي سگهہ هئي، پر هندن جي اهڙيءَ هلچل اسان کي ڪوناؤ ڪونہ ڏنو. ان سان گڏ سندس وزير ۽ ٻين اهم ڪارڪنن کي پڻ اندر ڪيو ويو هو. سندن نہ هئڻ ڪري هنن جي پوئلڳن ۾ ڪو رابطو ڪونہ رهيو هو، تنهن ڪري سندن هلچل ختم ٿي وئي. هن قسم جي انگريز مخالف سگهہ ختم ٿي وڃڻ کان پوءِ سرڪار پاڻ کي وڌيڪ سگهارو سمجهڻ لڳي هئي. ڇاڪاڻ تہ اسان کي خبر پئجي رهي هئي تہ بمبئي ۽ لکنؤ ۾ انگريز اڳئين جيان سنڌ وانگي بنا وزيرن ۽ مشيرن جي حڪومت ڪري رهيا هئا. ان کان پوءِ اهي خبرون بہ اچڻ لڳيون تہ انگريزن يورپ، جرمنيءَ ۽ بنگال ۾ جپان کي شڪست ڏني آهي. ٿوري وقت کان پوءِ اخبارن ۾ هيءَ خبرون بہ اچڻ لڳيون هيون تہ جپان آڻ مڃي آهي. انگريزن کي اهو بہ معلوم ٿيو تہ سندن هزارن جي تعداد ۾ هندستاني جنهن کي ڪجهہ وقت اڳ جپان جنگي باندي بڻايو هو، سي جپانين سان گڏجي انگريزن سان وڙهي رهيا آهن. انگريز سرڪار انهن بدمعاشن ۽ نمڪ حرامن کي گوليون هڻي مارڻ بدران واپس آڻي دهليءَ ۾ مٿن ڪيس هلايو هو، ڇاڪاڻ تہ انهن هندستاني فوجين مقرر ٿيڻ مهل انگريز نمڪ حلال ٿيڻ جو قسم کنيو هو. ان کان پوءِ جيڪي ڪجهہ انگريزن ڪيو تنهن مان سمجهہ ۾ ائين اچي رهيو هو تہ هو

پنهنجا حوصلا هاري وينا هئا. هنن گانڌي، سندس وزير ۽ ڪانگريس جي ٻين مک ماڻهن کي آزاد ڪيو جيڪي سڌو اچي دهليءَ پهتا هئا. هنن مان ڪيترا وڪيل هئا. هنن ڪورٽن ۾ وڃي هندستاني فوجين جي وڪالت ڪئي هئي. جن جيلن ۾ ٻين هندستاني ماڻهن کي ايذاءَ ڏنا هئا ۽ پيون به جنيون ڪيون هيون. ٻين قيدين کي هو پاڻ سان ٻاهر وٺي ويا هئا ته هو به سندن نقش قدم تي هلي انگريزن خلاف جنگ ڪن.

ڪانگريسي وڪيلن، دشمن سان ملي ويندڙ هن فوج کي سورما ڪري پيش ڪيو هو. هنن قسم پڄندڙ ۽ ڇڀان جو پاسو ڪٽندڙ فوجين لاءِ چيو هو ته هنن ائين ڪري صحيح قدم کنيو آهي. اهي سڀ رپورٽون اخبارن ۾ آيون هيون. مان سمجهان ٿو ته تو به اسان جيان اهي خبرون ضرور پڙهيون هونديون.

مان هاڻي هنن ڳالهين ڏانهن اچان ٿو جن جو واسطو پير سائينءَ ۽ حر جماعت سان آهي، جيڪي مان حيدرآباد جي بازار ۽ هوٽلن ۾ عام ماڻهن جي واتان پڙهيون آهن ته جڏهن اسان نصرت واهه وٽ فوج سان مقابلي ۾ مشغول هئاسون، يا وري ٿورو پوءِ ناري پرسان گل خان نظاماڻيءَ جا مهمان هئاسون ته گانڌيءَ جو وزير نهرو دهليءَ کان سنڌ آيو هو. هن حيدرآباد ۾ ڪيترن جاين تي تقرير ڪرڻ دوران حرن جي تعريف ڪئي هئي، جن انگريزن خلاف ڪاررواين ۾ پنهنجي طاقت جو مظاهرو ڪيو آهي. ان سان گڏ لوڙهن قائم ڪرڻ واري قانون جي سخت مذمت ڪئي هئي.[1] سنڌ جو ڪانگريسي ليڊر ڪيترن سالن کان ڪجهه به ڪري ڪونه سگهيو هو، تنهن به هن وقت ساڳيون ڳالهيون چيون. اخبارن به بهادريءَ جو مظاهرو ڪيو، لکيو هئائون ته سرڪار، بي ڏوهن ۽ ابوجهه ماڻهن تي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ ڪري رهي آهي.

مون کي اچانڪ ياد اچي ويو ته ٻه ٽي سال اڳ جڏهن پير سائين هتي موجود هو ته هن ڪانگريس جي وڏي مدد ڪئي هئي ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ ڪري ڪيس گهٽ فائدو ملي رهيو هو. اهڙيون ڳالهيون مون کي محبت فقير سمجهايون هيون. ڪجهه ڳالهيون ياد ڪري مون کي ڄڻ شرم محسوس اچي رهيو آهي، ڇاڪاڻ ته ان وقت محسوس ڪري رهيو هوس ته ڪانگريس پير سائينءَ کي ڏوڪڙ ڏئي رهي آهي ۽ اها ڪنهن به ڪم جي نه آهي. هاڻي ڏسون ٿا ته پير سائين اهڙيون سنيون ڳالهيون ڪيترا سال اڳ سوچي چڪو هو. ان وقت ماڻهو چئي رهيا هئا ته ساري

1. پنڊت جواهر لال نهروءَ سنڌ جو هي دورو جنوريءَ جي منڍ ۾ سن 1946 ۾ ڪيو هو.

دنيا جو حاڪم لاٽ صاحب آهي جيڪو راڻي وڪٽوريا جو نمائندو آهي.[1] اهو هاڻي جلد گانڌيءَ جي وزير نهرو ۽ ٻين ڪانگريسن کي پنهنجيءَ ڪائونسل ۾ وزير مقرر ڪري رهيو آهي. ساڳئي وقت مسلم ليگ به تازي چونڊن کان پوءِ گهٽي سگهاري ٿي وئي هئي. اهو جڏهن ڪانگريس کي ائين چوڻ برابر هو ته اها هاڻي سنڌ ۽ پنجاب جي معاملن ۾ ٽنگ نه اڙائي. محبت مون کي ٻڌايو ته پير سائين مسلم ليگ کي ڪجهه به نه سمجهندو هو. هاڻي هن ڳالهه ڪري به مان پير سائينءَ جي ڏاهپ کان گهڻو متاثر ٿيو هوس جنهن جو اڳواڻ جناح آهي جيڪو پڻ وڪيل آهي. پير سائينءَ تي جڏهن پهريون ڪيس هليو هو ته بچاءَ لاءِ ڪيس وڪيل ڪيو ويو هو پر هو جڏو وڪيل هو ۽ ڪجهه به ڪري ڪونه سگهيو هو. هاڻي ته پير سائينءَ لاءِ سڀ سيون ٿي رهيون آهن ۽ بزرگن کي پيشن گوئي ڪرڻ جي ضرورت ڪانه آهي پر هن ڏکين ڏهاڙن ۾ مان ته گهڻو سوچي رهيو هوس ته محبت فقير جهڙو سياڻو جيل ۾ هو. ڪيس چڱيءَ ريت چاڻ هئي ته هن مشڪل حالتن ۾ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ اميد هئي ته هن جي اڻ هوندي ۾ الهه بچايو حالتن کي چڱيءَ ريت سمجهي سگهي ٿو. هن وايو منڊل ۾ رحيم بادشاهه سان صلاح مشورو ڪرڻ ڏاڍو مشڪل هو، جيڪو هتان کان تمام پري راجپوتانا ۾ پنهنجن ڪاررواين ۾ مصروف هو. هنن معاملن تي سوچي ويچاري رهيو هوس جو هيون به ڪي اهم خبرون ٻڌڻ ۾ آيون جن مان هن ڳالهه جي تصديق ٿي رهي هئي ته انگريز هاڻي هتي حڪمراني ڪري ڪونه سگهندا ڇاڪاڻ ته ڪراچي جي سامونڊي فوج بغاوت ڪئي هئي. هنن پنهنجي اعليٰ عملدارن کي يرغمال ڪري جهازن تي فائر ڪيا ۽ شهر جي وڏين جاين تي گولا وسايا، جن مان ڪيتريون تباهه ٿي ويون هيون[2] مون کي خبر نه آهي ته ان بغاوت جو انت ڇا ٿيندو؟ اها مستقبل لاءِ ڏاڍي خوشيءَ جي ڳالهه هئي. پوءِ مان نهايت خبرداريءَ سان انهيءَ جڳهه ڏانهن وڃڻ لڳس جتي پنهنجي ٽوليءَ جي اڳواڻ کي ڇڏي آيو هوس.

---

1. لاٽ صاحب معنيٰ لارڊ صاحب. هندستان جي انگريزي ٻولي کان اڻ ڄاڻ ماڻهو وائسراءِ يا گورنر جنرل کي لاٽ صاحب ڪري ڪوٺيندا هئا.
2. رايل انڊين نيويءَ جي اها بغاوت ڪراچيءَ ۽ بمبئي ۾ ٿي هئي جيڪا 1946 ۾ 18 کان 23 فيبروري تائين هلي هئي.

## [19]

مان اتي پهتس تہ ڏنم تہ الهہ بچائي جو گهاءُ چٽي چڪو هو. منهنجي وڃڻ کان ستت ئي پوءِ سندس سنگتياڻي بہ اچي وٽس پهتي هئي. اسان جي ٽوليءَ جي هڪ ماڻهوءَ ان عورت کي الهہ بچائي جي زخمي ٿيڻ ۽ رهڻ واري جاءِ جو پتايو هو پر منهنجي واپسي کان ٿورو اڳ واپس ٿي وئي ۽ رستم نظامائي کيس ڇڏي آيو هو. اڄڪلهہ جهڙي ڳالهہ اها هئي تہ ڇيتو ويڙهاڪ منهنجي هيٺان ڪم ڪرڻ لڳو هو.

هفتي تائين الهہ بچايو مون سان گڏ گهمندو ۽ ٻوڙندو رهندو هو تہ جيئن ڪنهن سخت ڪم ڪرڻ لاءِ سندس جنگهہ ۾ سگهہ اچي وڃي. مون سندس مليل معلومات بابت گهڻو بحث مباحثو بہ ڪيو. الهہ بچائي منهنجي هيءَ ڳالهہ قبول ڪئي تہ گانڌي جي وزير نهرو سان رابطي پيدا ڪرڻ لاءِ ضرور جتن پيدا ڪيا وڃن، جنهن ماڻهن اڳيان اسان جي هلچل کي صحيح مڃيو هو، پر جيئن تہ سنڌ ڪائونسل ۾ مسلم ليگ کي برتري حاصل آهي ۽ ٻين هنڌن تي ڪانگريس جي گهٽائيءَ کان سڙي رهي آهي، تنهن ڪري اڪيون پوڻي سنڌ ڪانگريس تي اعتبار ڪرڻ صحيح ڪونہ آهي. هو رحيم بادشاهہ سان صلاح مشوري کان سواءِ ڪنهن قدم کڻڻ لاءِ تيار ڪونہ هو. اهڙي گڏجاڻي هفتن لاءِ تہ ممڪن ئي ڪانہ هئي تنهن ڪري هن ڪنهن اهم ماڳ وٽ پهچي منهنجي ٻڌايل معلومات جي پاڻ تصديق ڪرڻ ٿي گهري. ان وقت اسان ڏاڍ ۽ ڍهڪاءَ وارين ڪارروائين مان هٿ ڪڍي ويا هئاسون، پر ميرڻ تي اهڙي ڪابہ پابندي ڪانہ هئي. لاڙ ۾ سندس ڪارروائين ڪري سرڪار جو جمڙائو واري علائقي کان ڌيان هٽي ويو هو. مون الهہ بچائي جو مکيءَ ۾ هلندڙ سرڪاري ڪم ڏانهن ڌيان ڇڪايو. مون ڏٺم تہ هو مون جيان پريشان ڪونہ هو. سندس خيال هو تہ اهي وڏيون مشينون سيني پٽڻ کي هيڏي هوڏي ڪري سئون سڌو ڪري ڪونہ سگهنديون ۽ نہ وري هتي سارين ڍنڍن کي سڪائي سگهنديون. هن وڌيڪ چيو تہ جيڪڏهن مناسب هنڌ تان ناري کي ڪنڌ هٽبو تہ هلندڙ ڪم ڪيتري وقت تائين بيهي ويندو وري ساڳيو جهنگ ٿي ويندو.

ان کان سواءِ سندس هي ويچار هو تہ نئين حڪومت باقي رهيل حرن کي ڇڏي ڏيندي، جيڪي سالن کان اجا سوڌو جيلن ۾ واڙيل آهن. مسلم ليگي وزير پير سائين جي آزادي جي ضرور مخالفت ڪندا ڇاڪاڻ تہ اهي ڪانگريس جا مخالف آهن. ان حالت ۾ اسان کي ساري ملڪ ۾ اهڙي باهہ ٻارڻي پوندي جو اسان اڳي ڪڏهن بہ ڪڙي ڪانہ ڪئي آهي. اسان کي اهڙيون ڪارروايون تڏهن ڪرڻ گهرجن، جڏهن حاضريءَ وقت گرفتار ٿيل حر آزاد ٿي وڃن. انهن مان هر هڪ ماڻهو اسان جي سڏ کي ورجائيندو. مون سندس هن حقيقت ڏانهن ڌيان ڇڪايو تہ هاڻي سوين اجان بہ هزارين حر گڏ ڪري سگهجن ٿا. اسان وٽ ويڙهہ جي شروعاتي دور جي ڀيٽ ۾ اڄ هٿيار تمام گهٽا آهن تنهن ڪري اسان انهن کي چڱيءَ ريت هٿيار بند بہ ڪري سگهون ٿا. هن حيران ٿي مون ڏانهن تڪيو ۽ چوڻ لڳو تہ سائين رکيا! ڀهريائين ان ڪم ۾ جانثاري جو جذبو هئڻ کپي. تنهنجي هلي وڃڻ کان پوءِ مون گل خان سان ڇنڊي ڳالهايو هو. پير سائينءَ جو هن اڳواڻ تي گهڻو ڀروسو هو. اها قسمت جي ڳالهہ آهي جنهن مون کي ڇڪي آڻي هتي ڪڍيو آهي. دلجاءِ ڪر سائين رکيا تہ اسان جي ويڙهہ هاڻي شروع ٿيڻ واري آهي. تنهن تي مون کيس ڪولي سمجهائڻ لاءِ چيو تہ هن وراڻيو تہ ٿورو ترس.

ڪٽڪون لابارن تي هيون. اسان ٻئي ڄڻا جمڙائو واري سدا سائي ڊائي جوءِ مان مٿي رهيا هئاسون جتي جو هر ڏيک اسان جي بهادريءَ جو نشان بڻيو بيٺو هو.

الهہ بچائي عثمان هنگوري جي ڳوٺ ٽڪڻ جو خيال ظاهر ڪيو ۽ مان پنهنجي ٽوليءَ جي ماڻهن کي گڏ ڪرڻ ڇڙائو هليو ويس. عثمان پير سائين جو مريد هو. وڏو زميندار هو تنهن ڪري اسان جي هن هلچل ۾ ڪنهن طريقي سان بہ هٿ ڪونہ ونڊايو هئائين. سندس زال جان نثار حر عورت هئي جنهن عثمان تي زور رکيو تہ هو پنهنجي لاڳاپي وارن کي چوي تہ اسان کي ضرور تحفظ ڏين ۽ اوکيءَ ويل واهر بہ ڪن، پر هن شرط رکيو تہ توهان اسان واري ڳوٺ مان اٿي ڪارروائي نہ ڪندا نہ وري ڪارروائي ڪري موٽي اچي هن ڳوٺ ۾ رهندا. الهہ بچائي واري سنگتياڻي هن عورت جي ساهيڙي هئي، جنهن جي چوڻ تي مهيني کان پوءِ الهہ بچائي اوڏانهن وڃڻ جو فيصلو ڪيو هو. مون کيس هن جاءِ لاءِ ڪونہ چيو هو. سرڪار کي عثمان ۾ يا ڳوٺ جي ماڻهن ۾ ڪو شڪ و شبهو ڪونہ هو. هي ڳوٺ ڏاڍو سهڻو هو. پڪ سريون جايون ۽ اچي عاليشان مسجد هئي. ڏکڻ اولهہ پاسي ڀيلن جا گهر هئا، جيڪي اسان بابت ڪنهن سان بہ ٻڙڪ ڪونہ ٻوليندا هئا. چوڌاري فصل هئا. ٺم لاءِ تہ واقعي هيءَ سٺي جاءِ هئي، جيڪا الهہ بچائي جي

پوليس وارو سندن رهبري ڪري ڪين ان جاءِ ڏانهن وٺي وڃي رهيو هو، جتي ٻيا ماڻهو گڏ ٿيا ويٺا هئا. سيني هارين نارين جي گڏ ٿي وڃڻ کان پوءِ کين قطار ۾ ڪري ويهاريو ويو. هنن مٿان پوليس وارا بندوقون کڻي بيهي رهيا.

مان هن صورتحال کي ڏسي الهہ بچائي کي چيو تہ اسان پنهنجون بندوقون هڙن ۾ لڪائي هنن ماڻهن سان رلجي ملجي ٻاهر نڪري هلون ۽ جڏهن پوليس واري جي قطار پرسان پهچون تہ تيز رفتاريءَ سان اڳتي وڌون. اهڙي مونجهاري ۾ اسان جي ڀڄي نڪرڻ جو ڪجهہ امڪان آهي.

الهہ بچائي منهنجي ڳالهہ ٻڌي انڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو ۽ چيو تہ اهي ڳوناڻا ئي اسان جي هٽ ڏس ڪندا. ڪين اهو پتو آهي تہ اسان هتي موجود آهيون، تنهن ڪري مٿن ايڏو ويساهہ ڪرڻ نہ گهرجي پر جيڪڏهن ائين نہ تہ هن کلئي ۽ وسيع ميدان ۾ هيترين سارين گولين کان بچي سگهندين؟ پڪ سمجهہ تہ اسان کي مرڻو آهي. پوءِ اسان هتان نڪري اوٺ ۽ اڙ جو فائدو هٿان ڇو وڃايون؟ مون کي ويساهہ آهي تہ هتي اڙ ۾ ويهي ڪيترن دشمنن کي جهنم رسيد ڪري سگهون ٿا. اسان هتي ويهي وڙهنداسون ۽ واهہ جو وڙهنداسون.

تنهن تي رستم ڪيس وراڻيو تہ وڏيءَ بهادريءَ سان وڙهي مون کي بہ مرڻ جو ڀؤ ڪونہ آهي. موت کي مون الائي ڪيترا ڀيرا ڏٺو آهي پر مرڻ ۾ شان ۽ وقار هجي. ان وقت مون کي اوچتو غازي ٽيڻ وارو منظر اکين آڏو اچي ويو. پير سائينءَ جو آواز بہ ٻڌڻ ۾ آيو جيڪو اسان جي جنازي جي نماز پڙهائي رهيو هو ۽ اسان اونڌي منهن هيٺ ڌرتيءَ تي مئن جيان سمهيا پيا هئاسون. هاڻي هر شيءِ تيار هئي ۽ اسان سڌا سوان بهشت ۾ وڃي رهيا هئاسون. پر دل ۾ هڪ ادڪو هو تہ متان سرڪاري ماڻهو اسان جي لاشن کي باهہ ڏئي ساڙي رک نہ ڪري ڇڏن.

الهہ بچائي وري ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ چيو تہ اسان اڳي بہ دشمن سان ڪونڌ جوانن جيان ڪيڏارو ڪيو آهي. هاڻي بہ رُڪ رڙندا پر هن وقت اسان کي پنهنجي اڳين ڳالهہ بيهارڻ کپي. اسان ثابت قدم رهيا آهيون ۽ هاڻي بہ ثابت قدم رهنداسين. اسان هن کان اڳ بہ ڪيترن ڏکن ڏاڪوڙن کي منهن ڏنو آهي پر سوال اهو آهي تہ ويريءَ سان جهونجهارن جيان جهيڙو ڪجي ۽ مرڻ مهل اسان جي منهن تي مرڪ هئڻ کپي.

ٿوري وقت گذرڻ کان پوءِ هن رڙ ڪئي ۽ اسان جو ڇرڪ نڪري ويو. هو چوڻ لڳو تہ مان ڇا چئي رهيو آهيان؟ منهنجي سوچ ۽ ڳڻ ڳوٺ ڪاڏي هلي وئي؟ سائين رکيا ۽ رستم اسان مان هڪ جيئرو بچڻ کپي. مان اوهان کي هيءَ ڳالهہ

اڳي ئي ٻڌائڻ پئي گهري پر ٽوليءَ جي ماڻهن جي گڏ ٽيڻ تائين ترسيو ويٺو هوس. جڏهن مان گل خان نظاماڻيءَ وٽ اڪيلو رهندو هوس تہ هن مون کي هڪ تعويذ ڏنو هو جيڪو اصل ۾ محبت فقير جو هو ۽ ان سفر تي رواني ٿيڻ کان اڳ هتي رکي ويو هو، جنهن تان هو واپس وري ڪونہ سگهيو آهي. ان تعويذ ۾ هڪ ڪاغذ رکيل آهي جنهن ۾ پير سائين جي خزانن ۽ هٿيارن جو تفصيل آهي تہ اهي ڪٿي ڪٿي رکيل آهن ۽ انهن شين سان گڏ ٻيو ڇا ڇا آهي؟ سرڪار انهن شين جي ڏهين پتي مس حاصل ڪري سگهي آهي، ڇاڪاڻ تہ هر جڳهہ لاءِ جدا جدا ماڻهو مقرر ڪيو ويو آهي. انهن ماڻهن مان ٻہ ٽي ڪي غدار ٿي چڪا آهن ۽ باقي ٻيا مري ويا آهن يا جيل ۾ بند آهن. انهن ماڻهن جي محبت فقير کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي خبر نہ آهي. گل خان هي تعويذ رحيم بادشاهہ جي حوالي ڪري ها، پر ڪنهن ڪيس ٻڌايو تہ هيءُ ڪيس هڪ نہ جهڙو ماڻهو سمجهي ٿو ۽ چوي ٿو تہ مان گل خان جهڙي بيڪار ماڻهوءَ سان ملي وقت حرام ڪونہ ڪندس تنهن ڪري هن اهو تعويذ منهنجي حوالي ڪرڻ پسند ڪيو پر مان ڪيڏو نہ موکو آهيان؟ ساريءَ ويڙهہ جا وسيلا تہ هن تعويذ ۾ بند آهن. هيءُ تعويذ گم ٿي وڃڻ نہ کپي ۽ نہ وري سرڪار کي هٿ اچڻ گهرجي ۽ ڪنهن بہ حالت ۾ رحيم بادشاهہ وٽ پهچائڻو آهي. انْ بابت مون کي ٿورو سوچڻ کپي.

ٿوري وقت کان پوءِ هن چيو تہ هائو، سائين رکيا جلدي ڪر. هن کي ويڙهي سيڙهي وات ۾ وجهي ڳهي ڇڏي ۽ بنا هٿيارن جي نڪري وڃ ۽ ماڻهن جي پيهہ سان گڏجي وڃ. عثمان جي زال ۽ سندس نوڪرن کان سواءِ توکي ڪنهن بہ نہ ڏٺو آهي تنهن ڪري ڳوٺ جي ماڻهن مان ڪير بہ توکي ڪونہ سڃاڻي سگهندو. سو تون ڪيئن بہ ڪري رحيم وٽ پڄي هيءُ تعويذ سندس حوالي ڪر جيڪڏهن تون گرفتار ٿي وڃين تہ پهريائين هو توکي سانگهڙ يا سنجهوري واري سب جيل ۾ رکندا. انهن ٻنهي جيلن اندر ڪيترا ئي جانثار حر هوندا. تون اهڙي ماڻهوءَ جي تاڙ ۾ رهجانءِ جنهن کي لوڙهي ڏانهن موڪليو ويندو هجي. اهو ماڻهو هن تعويذ کي پاڻهئين اڳتي روانو ڪري ڇڏيندو پر توکي سوچي سمجهي ڪنهن سچار حر جي چونڊ ڪرڻي پوندي ۽ ان کي ٻڌائجانءِ تہ جيڪڏهن هو ان مقصد ۾ ڪامياب نہ ٿيو تہ مان قبر مان اٿي سندس جڻ ڇپو رلائي ڇڏيندس. هاڻي جلدي ڪر.

هو مون کي ڏاڪڻ ڏانهن ڇڪي ويو. مان تہ ڏڙندو ڏاهڙندو ٿي ويس جڻ تہ خوابن جي دنيا ۾ آهيان. رڙ ڪندي مون ڪيس چيو تہ اڳواڻ مون کي اوڏانهن نہ موڪل. مان توسان گڏجي مرڻ ٿو چاهيان. انهيءَ ڪم لاءِ رستم کي روانو ڪر.

مان دشمن سان توسان گڏجي جهيڙڻ ٿو چاهيان.

منهنجي دل پرجي آئي هئي. مان قبول ٿو ڪريان تہ مان ٻارن جيان رنو هوس. الهہ بچائي اڪيون ڳاڙهيون ڪري مون کي چيو تہ بيوقوف، توکي پير صاحب جو ڪم ڪرڻ گهرجي پوءِ اهو کهڙو بہ هجي. مان تنهنجو اڳواڻ آهيان. توکي منهنجي هر حڪم جي اکيون ٻوٽي اطاعت ڪرڻ کپي. هي منهنجي زندگيءَ جو توکي آخري حڪم آهي. مان توکي وري ڪڏهن بہ حڪم ڏئي ڪونہ سگهندس، پر هيءَ ڳالهہ نهايت اهم آهي. تون مون کي زندگيءَ جي پڇاڙيءَ واري پهر ۾ مايوس ڪرڻ ٿو چاهين؟

مون کيس هٻڪندي چيو تہ پناڻ رستم جان نثار حرن مان آهي. اهو ڪم سندس حوالي ڪر. مان توسان زندگي جي آخري گهڙي ۽ خون جي آخري قطري تائين گڏ وڙهڻ ۽ توسان گڏ مرڻ ٿو چاهيان.

ڳالهائڻ لاءِ هينئر ڪو وقت ئي ڪونہ بچيو آهي. رستم سنو ويڙهاڪ آهي ۽ پلوڙ حر آهي پر تون منهنجو ساڄو هٿ آهين. اهو بہ ويچار ڪر تہ جيڪڏهن تون موت کان بچي وئين تہ مون کان پوءِ تون ٽوليءَ جو مک آهين ۽ ٽوليءَ جي سيني ماٿهن تنهنجي حڪم مڃڻ جو قسم ڪنيو آهي. جيڪڏهن گرفتار ٿي بہ پئين تہ ڇا ٿيندو؟ تو هميشہ پير سائينءَ لاءِ اهم فرض نڀايا آهن. هاڻي هي اهم ڪم بہ توکي مڙس ٿي نڀائڻو آهي پر اسان توکي ڪنهن ٻئي روپ ۾ روانو ڪنداسون.

ٿوري گهڙي کان پوءِ الهہ بچايو ۽ رستم منهنجي جسم تان ڪوٽ پٽڪو ۽ قميص لاهڻ لڳا. انهن بدران اسان وٽ رکيل ٻيا ڪپڙا پارايائون ۽ مان ماٺ ڪيو وٺو هوس. پڇاڙيءَ ۾ الهہ بچائي مون کي تعويذ ڏنو جنهن کي مان ڳهي ڪونہ سگهيس. ڏک ڪري منهنجي نڙي سڄي وئي هئي. پوءِ هن ان تعويذ کي مٺي تيل ۾ ٻوڙيو ۽ بس جيئن تيئن ڪري ڳهي ڇڏيم.

پناڻ مون کي سمجهائيندي چيو تہ جيڪڏهن توکي گولي ٿي لڳي ۽ سمجهين ٿو تہ مري رهيو آهيان تہ پوءِ پوليس وارن کان پاسو ڪري مخصوص ڳجها لفظ اچارجانءِ تہ ڪو نہ ڪو جان نثار حر اچي تنهنجي پرسان ٻيهندو. تون کيس وفادار رهڻ لاءِ پير سائينءَ جو قسم ڪٽائجانءِ ۽ چئجانس تہ منهنجي لاش کي دفن ڪرڻ کان اڳ ڳجهہ ڳوهہ ۾ چيري اهو تعويذ ڪڍي رحيم کي پهچائي ڇڏي. جيڪڏهن تون اسپتال پهچي ٿو وڃين تہ اهڙي مناسب موقعي جي تاڙ ڪندو رهجانءِ پر جيڪڏهن تون بنا زخمي ٿيڻ جي جهلجي ٿو پوين تہ توکي سب جيل ۾ اهڙا ڪيترا موقعا ملي ويندا، پر تون رڳو اها پڪ ڪجانءِ تہ جنهن ماڻهوءَ کي تون

اهو اهم تعويذ حوالي ڪري رهيو آهين، سو سُپتيو ۽ سچو هجي ۽ ان کي بہ چئجانءِ تہ اهو تعويذ ڳهي ڪٽي وڃي. هڪ گهڙي بہ ضايع ٿيڻ نہ کپي. اڄ تہ هاڻي ياڪر پائي هڪ ٻئي کي آخري الوداع چئون. رستم تون بہ هن ڪان موڪلاءِ ۽ پڪ ڏيارينس تہ تون مون سان گڏجي آخري وقت تائين وڙهندو رهندين. سائين رکيا تون ڪو الڪو نہ ڪر. هي اجا تائين ڪنواريءَ جو جهونجهار ۽ سورمو آهي. هن جي بهادري جون مون کي تون الائي ڪيتريون ڳالهيو ٻڌايون آهن! هي بہ موت سان ائين ملندو جهڙيءَ ريت ڪو ڳاڙهو گهوٽ پنهنجيءَ ڪنوار سان ملندو آهي.

پوءِ رستم مون سان ياڪر پاتو ۽ هن مون سان ڪجهہ ڳالهايو. ان ڪان پوءِ مان الهہ بچائي جي ٻانهن ۾ ڪري پيس. گهڙيءَ ڪن لاءِ ڪيس ڇاتيءَ سان لائي بيهي رهيس. موڪلائي مليس تہ ٿاٻڙجي پيس. الهہ بچائي مون کي سڏ ڪري چيو تہ هاڻي تون پنهنجو نہ پر پنهنجي فرض نڀائڻ جو خيال ڪجانءِ. پير سائين جي مقصد جو دارومدار هاڻي فقط توتي آهي. هاڻي تنهنجو ڪم اسان واري هن ڪم ڪان وڌيڪ افضل ۽ اهم آهي. الله واهي پر ايمان کي بچائيندو رهجانءِ.

تنهن تي مون ڪيس وراڻيو تہ اکين سان. هاڻي فقير سائين الوداع. منهنجا پناڻ هي آخري موڪلاڻي. مان پنهنجي اڳواڻ ڏانهن ڏٺو اهو سندس جيئري جاڳندي جو آخري ديدار هو. هو مون ڏانهن ڏسي مرڪيو. منهنجي دل ڦاٽي رهي هئي. پنهنجي پٽڪي جو پلاند منهن تي رکي نڪري هليو ويس.

ان وقت ڳوناڻن جو آخري ٽولو پنهنجي گهرن مان نڪري ٻاهر وڃي رهيو هو ۽ مان ڪسڪي وڃي ساڻن مليس. ان ويل هرڪو پنهنجي ۾ پورو هو. مون ڏانهن تہ اک کڻي بہ ڪونہ ڏٺائون. ڪن کي هڙون مٿن تي هيون ۽ ڪي وري ٻنل چوپائي کي ڪاهيندا پئي ويا. عورتون پوُ ڪري رڙيون ڪري رهيون هيون. ٻار بہ انهن سان گڏ روئڻ ۾ پورا هئا. گهوڙيسوار پوليس زور سان هڪ پيرو وري ساڳيا لفظ اچاريا تہ جلدي ڪريو ۽ قطار ڪري بيٺل پوليس وارن ڏانهن هلڻ لڳو. منهنجي اکين ۽ دماغ جو جيڪو ڏنڊ هو سو هاڻي ڇٽو ٿي ويو هو ۽ منهنجا حواس بلڪل تيز ٿي چڪا هئا. هي سارو ڏيک سچ ڪان وڌيڪ اجرو ڏسڻ ۾ اچي رهيو هو، جيڪو پوليس وارن جي رائفلن ۾ لڳل بٽڻن (سنگينن) ۾ پڻ تجلا ڏئي رهيو هو. مان پوليس وارن جي قطار ڪان گهٽو پري هوس جو منهنجي نظر وڃي پنهنجي ازلي ويري پوليس انسپيڪٽر شيردل خان تي پئي، جنهن سان گڏ سانگهڙ ۽ سنجهوري جي اسپيشل پوليس هئي. ہہ بروچ نگ بہ هنن سان گڏ هئا. هنن ڪجهہ وقت اڳ وچ مڪيءَ ۾ اچي غريب حرن جي زمين خريد ڪئي هئي. پر اسان ڪين

ڏندا هٽي ڊوڙائي ڪڍيو هو. هنن سان گڏ باڪوڙي جا ميربحر به هئا جن جي مائٽن کي اسان غداريءَ جي ڏوهه ۾ سزائون ڏنيون هيون. ان کان سواءِ ڪيترا پوليس وارا ۽ پيراڊيو به ڏسڻ ۾ آيا. هتان بچي نڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هو ڇاڪاڻ ته هنن مان گهڻا اسان کي سڃاڻيندا هئا.

جڏهن مان ويجهو پهتس ته مان سندن تيز نظرن کان پاسو ڪري ويس ۽ ڪن برائل ڊورن جي ڪڍ لڳي پيس جن کي ڪو ماڻهو ڪاهي وڃي رهيو هو. جڏهن ماڻهن جي قطار وٽ پهتس ته پنهنجي جاءِ تي ويهي رهيس. اسان جي پٺيان ۽ هر پاسي کان پوليس وارا بيٺا هئا جن جي رائفلن تي بئنيٽ لڳل هيون. هتان کسڪي نڪرڻ به بيڪار هو. ٿوري گهڙيءَ کان پوءِ هرڪو پرسان ويٺل ماڻهن ڏانهن تڪڻ لڳو پر ڪين ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي جرئت ڪانه هئي. مان پاڻ کي هڪ چرئي جو روپ ڏئي ڇڏيو. مون کي پڪ هئي ته مان سچ پچ ۾ چريو معلوم ٿي رهيو هوس. ان کان پوءِ رائفل بردار پوليس کي اڳتي وڌڻ ۽ ڳوٺ جي ان ڪنڊ تي فائر ڪرڻ جوحڪم مليو جتي الهه بچايو ۽ رستم ويٺا هئا. مان ڏٺو ته هو ڪهڙي طريقي سان رائفل وسيلي بم هلائي رهيا هئا. نه ته اڳي مان سمجهندو هوس ته بمن کي ڇوڙڻ لاءِ ڪي خاص قسم جون توبون هونديون. هنن جي جواب ۾ الهه بچائي واري مشين گن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ان کان پوءِ سپاهين کي هيٺ سمهي پوڻ جو حڪم مليو ۽ انهن جي پٺيان سپاهين جي ٻي قطار بيهي رهي. مان ٻن پوليس عملدارن کي ڏٺو جن مان هڪ شهداد پور جو پنجابي ۽ ٻيو سانگهڙ جو افغان خان صاحب هو، جيڪي پاڻ ۾ ڪنهن ڳالهه تي بحث ڪري رهيا هئا. ان کان پوءِ رائفل بردار پوليس وارن سان گڏ پشاور ڪنسٽيبلريءَ کي به بيهاريو ويو جيڪي ڏکڻ پاسي وڌڻ لڳا. هنن جي اڳيان سندن ڪئپٽن هو ۽ اهي ڊوڙندا ڳوٺ ڏانهن وڌي رهيا هئا. انهن مان ڪي سندس بچاءَ لاءِ فائر ڪري رهيا هئا. نيٺ اهي وڃي انهيءَ جاءِ وٽ پهتا. دشمن جي ٻانهين ۾ ويهي حالتن جو جائزو وٺڻ ڪنهن دلچسپيءَ کان خالي ڪونه هو. مون ڏٺو ته سپاهين مان ڪير به هيٺ ڪونه ڪريو. ڏاڍو ڏک ٿيم. دل ۾ چيم ته جيڪر پڪي تي اڏامي وڃي پنهنجي اڳواڻ وٽ پهچان ۽ کيس ٻڌايان ته ڪٿي فائر ڪيا وڃن؟

مون کي اوچتو محسوس ٿيو ته پولس انسپيڪٽر منهنجي پرسان اچي بيٺو جنهن جي اڳيان عثمان هنگورو پاڻ هو، جيڪو ڳوٺ جو وڏيرو هو ۽ پنهنجي ڳوٺ جا ماڻهو هڪ هڪ ڪري سڃاڻي رهيو هو. هنن جي پٺيان بدمعاش پيراڊيو به هئا. مون اڃان ڪين ڏٺو ٿي ڪونه هو جو منهنجي سڃاڻ جو وارو اچي ويو.

انسپيڪٽر حڪم ڪندي چيو تہ هيڏانهن ڏس. مون ڏانهس اعتماد سان ڳوري ڏٺو.

"ڪير آهين؟"

"هنگورو" مون ڪيس بنا ڊڄڻ ورائيو.

"نالو؟"

"محمد صادق"[1]

"ڳوٺ؟"

مون هڪ هنگوري ڳوٺ جو نالو ٻڌايو جيڪو حيدرآباد ويجهو هو. مان سمجهيو تہ ايتري پري پنڊ جي ماڻهوءَ کي ڪير بہ سڃاڻي ڪونہ سگهندو.

"هن وري مون کان پڇيو تہ ڪنهن جو مريد آهين؟"

"بادشاهہ پير جو"

مان سمجهان ٿو تہ ان جو مطلب ڇا آهي؟ انسپيڪٽر چيو. هتي ڪو مڪيءَ جو ماڻهو آهي جيڪو هن کي سڃاڻي؟

بہ ٻروچ نڪري آيا.

هڪ چيو تہ هي ڪجهہ ڏٺل لڳي ٿو.

ان کان پوءِ سندس ياءُ چيو تہ هن کي گهمايو تہ سندس پيرا ڏسان ۽ پوءِ مان پڪ سان چئي سگهندس تہ هي ڪير آهي؟

پر اتي هڪ بدمعاش ميربحر ويٺو هو، جنهن رڙ ڪري چيو تہ سائين اوهان وڌيڪ ڏچي ۾ نہ پئو. مان هن کي سڃاڻان ٿو تہ هي سائين رکيو بيهڻ آهي. ٽي سال اڳ جي ڳالهہ آهي تہ اسان هن، رحيم ۽ الهڏني کي جهلي ورتو هو. مان هن کي چڱيءَ ريت سڃاڻان. انسپيڪٽر صاحب اوهان کي مبارڪون هجن.

شيردل خان عثمان پرسان بيٺل هڪ نوجوان کان پڇيو تہ هي الهہ بچائي سان گڏ تہ ڪونہ آيو آهي؟

مون هن کي ڪونہ ڏٺو آهي. هي شايد گذريل رات آيو هوندو پر اها پڪ ضرور آهي تہ آهي سندس ماڻهن مان.

مان سندس منهن ۾ جوه وجهي ڏسڻ لڳس ۽ اندازي مطابق سمجهي ويس تہ اسان خلاف پوليس کي خبر ڏيڻ وارو ماڻهو هي ٿي سگهي ٿو. مون کي هڪدم ٻڌي سوگهو ڪيو ويو ۽ مٿان پهريدار رکيو ويو. فطري طور سوچڻ ويچارڻ لڳي

1. هن نالي وارو ماڻهو عثمان هنگورو ڳوٺ ۾ ويڙهہ کان اڳ پيش پيو هو. هي مقابلو 25 مارچ 1946 تي ٿيو هو.

ويس. اڪيون ڦوٽاريون ۽ ڪن اپڙا ڪري ڏسي رهيو هوس تہ ڏسان تہ اڳتي ڇا ٿو ٿئي؟ ٿوري وقت ڪان پوءِ پنڌ سپاهي باغ ڪان ٻاهر آيا جيڪي پنهنجن ماٺهن جا لاش کڻي آيا هئا. فائرنگ هلي رهي هئي. ٿوري دير ڪان پوءِ مشين گن جو آواز ٻڌڻ ۾ ڪونہ آيو. ڪيترا ئي ماڻهو باغ ۾ اچي وڃي رهيا هئا. ان وقت پوليس انسپيڪٽر سڏ ڪري چيو تہ هاٿي عثمان جي ڪتن جو ڪم آهي. ٿوريءَ دير ڪان پوءِ ٽي ماڻهو پوليس وارن سان گڏجي باغ اندر ويا جيڪي جلد ئي موٽي آيا. هڪ پوليس واري ڪي مشين گن هٿ ۾ هئي ۽ هواءِ ۾ لوڏي ڏيکاري رهيو هو. گهڙيءَ کن ڪان پوءِ ڳوٺاڻا ظاهر ٿيا جيڪي هڪ لاش کڻي اچي رهيا هئا. مون ان ڪي ڏسي زور سان نعرو هنيو.

"پيج پاڳارا"

پوليس وارن مون ڪي ڇڪي هيٺ ڪيو. مڪن ۽ لتن جو وسڪارو لائي ڏنائون. هڪ پوليس واري بندوق جا بٽ هنيان ۽ آءٌ ذري گهٽ اوراتجي ويو هوس. جڏهن سامت آئي تہ ڏٺم تہ اهو رستم جو لاش هو ۽ درهري نڪري وئي. سمجهيم تہ شايد مشين گن هلڻ ڪان بيهجي وئي هجي. پوءِ سوچيم تہ اتي رائفل تہ موجود هئي پوءِ ڇو نہ ڪم آندي وئي؟ ان ڪان پوءِ بندوق جو آواز ٻڌم ۽ سچاٽي ورتم تہ منهنجو اڳواڻ اجا جيئرو آهي ۽ دشمن سان جنگ جاري رکيون بيٺو آهي، جوش ۾ نعرو هڻڻ ٽي هيس، پر مون سان هڪ مقدس امانت هئي. جيڪڏهن نعرو هنيم تہ پرسان بيٺل سپاهي ٽپ ماري چڙيندو، تنهن ڪري مان وات ۾ ڪاني ڏئي ماٺ ڪري ويٺس.

هيڏانهن هيترا سارا سرڪاري ماڻهو موجود هئا ۽ هوڏانهن هڪ خالي ڳوٺ ۾ فقط هڪ فقير هو. پر هو الله بچايو خاصخيلي هو. ڏگ جوان، ڪنڌار جهونجهار ۽ ذهن مٿير مڙسن جو مت هو. دل ڏاڍو خوش هئي تہ هن اڪيلي سر ڪيترن فوجين ۽ پوليس وارن ڪي ٽوٽا چٻائي ڇڏيا آهن ۽ گهٽي وقت ڪان وٺي ڪين اڳتي وڌڻ ڪان روڪيو بيٺو آهي. ٻن زخمي سپاهين ڪي ٻاهر کڻي آيا هئا ۽ جوان جو مقابلو اجا جاري هو. ان ڪان پوءِ ڪيترا بم وسايا ويا پر پوءِ بہ ٻارنهن بور واري بندوق اجا بہ رعد جيان گجي رهي هئي. ڳوٺ جي اڌ گهرن مان باهہ جون جهيون ۽ دونهون اٿڻ لڳو هو ۽ بي گناه پيلن جون پيهون سڙي رهيون هيون. پر جو جوان اجا بہ جهيڙو ڳنڍيون بيٺو هو. مان ڪيس پنهنجي دل جي اکين سان ڏسي رهيو هوس، جيڪو ڊوڙ پائي پنهنجون جڳهون بدلائي رهيو هو. ڪڏهن هو ڇت ٽي هو ڪڏهن پٽ جي اڙ ۾ بيهي فائر ٽي ڪيائين. ڪڏهن هوڏانهن ڪڏهن هوڏانهن. سو

نيٺ هن کي هڪ جاءِ تي سوگهو ڪري قتل ڪيو ويو. هن دشمن جا الائي ڪيترا سپاهي گهائي ڇڏيا، جن مان هڪ پشاور ڪسٽيبلريءَ جو ۽ ٻيو رائفل بردار پوليس جو عملدار هو. هڪ سپاهيءَ کي رستم بہ ڏکي وڌو هو جيڪو نہ بچندو. اهو ڏسي مون کي خوشي ٿي رهي هئي.

جڏهن سارو معاملو ختم ٿي ويو تہ مون کي هڪ جاءِ تي آندو ويو جتي فوجي لاريون بيٺيون هيون. مون کي بہ هڪ ۾ ويهاريو ويو. جتي منهنجي ساٿين جا لاش رکيل هئا. مون ڏٺو تہ الهہ بچائي جي منهن تي اها ئي مرڪ هئي، جنهن سان هن مون کان آخري پيرو موڪلايو هو. سندس جسم تي ڪيئي آر پار گهاءَ هئا، پر سندس بهادريءَ واري جذبي جڻ موت کي مات ڏئي ڇڏي هئي. مان سندس ٿڌي هٿ تي ٿڦ ٿڦ ڪئي ۽ پڪو پهہ ڪيم تہ مون کي سپرد ڪيل امانت اصل مالڪ کي ضرور پهچائي ويندي. پر منهنجو اهو عمل ڪنهن بہ نہ ڏٺو. لاري سنجهوري ڏانهن وڃڻ لڳي ۽ سپاهي پنهنجي ٺٽاڪن ۾ پورا هئا. ان کان پوءِ منهنجي جهڙتي وٺي سب جيل ۾ بند ڪيو ويو بلڪل ائين جهڙيءَ ريت ڪجهہ وقت اڳ الهہ بچائي ٻڌايو هو. مون کي خوف هو تہ جيڪڏهن مون کي ٻين قيدين کان الڳ رکيو ويو تہ پوءِ ضرور عورتن واري حصي ۾ رکيو ويندو. پر اتي ٽي چار قيدي عورتون موجود هيون. تنهن ڪري مون کي اهڙي ڪوليءَ ۾ رهايو ويو جتي الائي ڪيترا حر واڙيل هئا جيڪي ڏڱي چور ۽ ٻين ڏوهن جا ڏوهي هئا.

جلد ئي مون کي اهڙو ماڻهو ملي ويو جنهن جي مون کي ضرورت هئي. هن سان منهنجي پراڻي سڃاڻ هئي. اسان ٽاڻن تي حاضريءَ وقت بہ گڏ هوندا هئاسون. ان کان پوءِ کيس گرفتار ڪري ٽن سالن لاءِ سکر جيل ۾ رکيو ويو هو. هاڻي کيس نئين نهيل لوڙهي ڏانهن موڪليو پئي ويو ۽ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ سندس دل دکي رهي هئي تہ پير سائين جي مقصد لاءِ ڪجهہ ڪرڻ گهرجي. هو حر ڪاروائين کان پري رهي ۽ اسان جون بهادريءَ واريون ڳالهيون ٻڌي جڻ بيقرار ٿي پيو هو. چاڪاڻ تہ هو مون سان گڏ غازي ٿيو هو ۽ پير سائين تان جڻ تہ قربان ٿي چڪو هو. ٿوري ڳالهہ ٻولهہ کان پوءِ منهنجو منجهس ويساهہ ويهي ويو هو تہ هي اعتبار جوڳو ماڻهو آهي. تنهن ڪري هڪ رات آديءَ جو سندس ڪن ۾ سرٻاٽ ڪري کيس پنهنجي اندر جو اوڳر ڏنم. تنهن تي هن پير سائينءَ جي سر جو قسم کڻي چيو تہ هو رحيم کي سارو احوال ڪندو تہ هن واقعي ۾ منهنجو ڪردار کهڙو رهيو آهي. ٻئي ڏينهن صبح جو هي اڳهائي جو گهيگهہ ڪري پنجي رهيو ۽ ڊاڪٽر کان دارون درمل ورتائين. مون کي بہ سونهري وجهہ ملي ويو ۽ تعويذ سندس

حوالي ڪري ڇڏيم. منجهند جي مانيءَ وقت ڪيس ان تعويذ کي تيل مکڻ جو موقعو ملي ويو ۽ سولائيءَ سان تعويذ ڳهي ويو. پٺي ڏينهن ڪيس نئين ناهيل لوڙهي ڏانهن موڪليو ويو.

ان کان پوءِ مون سمجهيو ته هاڻي ذميواريءَ کان آجو ٿي ويو آهيان ۽ پڪ ٿي وئي ته اهو تعويذ خير سان وڃي رحيم کي ملندو. جلد ئي پوءِ هڪ وڏي مصيبت سان منهن ڏيڻو پئجي ويو. منهنجو اشارو اسپيشل پوليس جي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ ڏانهن نه آهي، جنهن جي روبرو مون کي اڪيلو پيش ڪيو ويندو هو ۽ گهڻو ڇيچلايو ۽ عذاب ڏنو ويندو هو. انهيءَ لاءِ به ڏهڪائجي ڪونه ويو هوس، متان هر ڪيل ۽ نه ڪيل ڏوهه باسي ويهي رهان. اهڙين ڳالهين جي مون کي ته ڪا پرواهه ئي نه هوندي هئي. مان مار جو به ڏاڍو پڪو هوس. اجايا آسرا ۽ ڪوڙ ڳالهائي پيو وقت ٽپائيندو هوس. مون کي اهو به پڪ نه هو ته مون تي ڪورٽ ۾ ڪيس هلائي ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويندو، ڇاڪاڻ ته مان سمجهي چڪو هوس ته منهنجي حر پائرن به اهو ساڳيو درس دڳ ڏئي ڦاسيءَ چڙهي شهادت ماڻي هئي ۽ چيم پئي ته جيڪڏهن هنن وانگي مون کي به ڦاهيءَ تي لٽڪايو ويو ته پوءِ باقي وڌيڪ مون کي ڇا گهرجي. ائين سمجهندس ته چڻ مان دشمن سان وڙهندي مارجي ويس.

پر سب جيل اندر موجود قيدين جو مون سان رويو ڏاڍو خراب هو. هتي حيدرآباد سينٽر جيل ۾ مون پنهنجي اکين سان پاڻ ڏٺو ته مون سان کهڙي جٺ آهي. هتي پهچڻ کان جلد ئي پوءِ عثمان هنگوري واري واقعي جي ڳالهه هتي سپاهين ۽ ڪولين ۾ موجود ماڻهن وسيلي غلط سلط پکڙجي وئي هئي. هاڻي لوٽي کان ابنگ ڳورو ٿي پيو آهي. ڪوليءَ ۾ به مون ڏانهن هرڪو ترڇي نگاهه سان پيو ڏسي. پوليس مون کان سوال جواب ڪرڻ وقت منهنجي بي عزتي ڪئي ۽ گاريون ڏنيون ۽ چيو ته تون گيدي ۽ ڪانئر آهين. تون پنهنجي اڳواڻ کي مصيبت جي مهل ۾ اڪيلو ڇڏي پڃي آئين. اهي پوليس وارا مون کي گمراهه ڪرڻ لاءِ سچل کي به مون وٽ وٺي آيا هئا، جنهن به پنهنجي پر ۾ ننهن چوٽيءَ جا زور لاتا. مان ته ڪيس ڪا ورندي ڪانه ڏني ۽ ماٺ ڪري ڏانهس گهوري ڏسندو رهيس. ان کان پوءِ هو منهنجي آڏو ڏکڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو ته مان پنهنجي اڳوائن جو قصور وار آهيان. وڌيڪ چيائين ته چريائي هر دوا دارون ڪونه هوندي آهي. ڪانئس ڏاڍي نفرت ۽ ڪاوڙ هئي تنهن ڪري مون کان هڪ اکر به ڪونه اڪلائي سگهيو هو. حقيقت اها آهي ته اهڙين ڪميڻن ماڻهن جا وڏا دل ڪي ڪونه گهائيندا آهن. اهڙا ماڻهو سب

سائين جا دشمن آهن، جن کي مون پريشان ۽ وائڙو ڪري ڇڏيو هو، پر جڏهن آزمائش واري دور ۾ هو مون کي پنهنجي چار ۾ ڦاسائي نہ سگهيا تہ هو ڪوليءَ ۾ بند منهنجي ساٿين کي هڪ جون ٻيون ٻڌائي مون مٿان باهہ ڪري ڇڏيو آهي. منهنجا دوست بہ انڌا آهن جو اهو ڪونہ ٿا ڏسن تہ مان بہ هنن جيان ڪوليءَ ۾ بند آهيان.

انسپيڪٽر بہ سب جيل سامهون ۽ ڪوليءَ جي آڏو ڪرسي رکي ڪتي جيان زبان ڪولي گارين جا ڏوڙيا لائي ڏيندو آهي ۽ هڪ ڏينهن چيائين تہ سالم جماعت جا پير سائينءَ جا مريد بہ سادا هوندا آهن. توهان فقيرن واسطي پنهنجيون زندگيون داءَ لڳائي ڇڏيندا آهيو ۽ سمجهندا آهيو تہ ويساهہ ڪرڻ لائق آهن. هتي اسان وٽ هڪ حر سورمو آهي، جيڪو پاڻ کي ڇيتو سمجهندو آهي. جڏهن ڏکن ڏوجهرن ۾ وڪوڙجي ويندو آهي تہ مرد ۽ عورتون قتل ڪرڻ شروع ڪري ڏيندو آهي. پر جڏهن سچي پچي ويڙهہ شروع ٿي ويندي آهي تہ پڙ ڇڏي ائين ڀڄندو آهي جڻ ڪتيءَ ڪن وڍايا. ڪيس ڪڪڙ جيتري بہ دل ڪانہ آهي جيڪا شڪري سان وڙهي پنهنجي ٻچن کي بچائيندي آهي ۽ هن نفرت وچان هيٺ ٽڪ ٿڪي ڪئي.

هن وڏيڪ چيو تہ مون کي الهہ بچائي جو ڏک آهي. چوندا آهن تہ شل ڏيهہ ۾ مڙسن جو ڏڪار نہ پوي. هن واهہ جو ويڙهہ ڪئي پر ڪيس مڙس مڙس جي سڃاڻ ڪانہ هئي. هن تہ سائين رکئي جهڙو ماٺو پاڻ سان ڪنيو جيڪو ائين چڻ نہ دشمن کي پؤ نہ سڄڻ کي آسرو. پر سهٽو ڏاڍو آهي. سمجهان ٿو تہ ڇُتون آهي. تي سگهي ٿو تہ مان غلط هجان.

مان ڪيس ڪهڙي ورندي ڏيان؟ مِني بہ ماٺ تہ مُني بہ ماٺ. سندس اها ڳالهہ ٻڌي اسان جا دوست ڀٽڪڻ ۽ مون ڏانهن گهوري ڏسڻ لڳا. مان وسوڙجي ويو هوس ۽ ماٺ ڪري ڪنڌ ۾ ويٺو هوس. گار بدلي گار ڏيڻ بہ ڪو مڙس جو ڪم آهي؟ انسپيڪٽر شيردل اسان سان ڪيئي پڙ ڪيا هئا. هو اٿي ويو تہ حر مون ڏانهن اُنڊ اُجلَ ڏئي پاڻ ۾ ڳالهائڻ لڳا. سندن واتان پنهنجي لاءِ اوٺيون پوٺيون ڳالهيون ٻڌي بہ ڪين اهو بہ ڪونہ چيم تہ اوهان جي منهن ۾ بہ اکيون. وات ۾ مگَ وجهي چپ ساڌي ويهي رهيس. جڏهن گند داڻي چيهہ ڪيائون تہ پوءِ وري مون کان پڇڻ لڳا، پر واتان ورائي ڪجهہ بہ ڪونہ چيومانِ. دل ۾ چيم تہ يار اوهان جي ئي سرنهن گهاڻي. منهنجي پرسان ڇوڪرات ويٺو هو تنهن هم ڪئي نہ تم ائين ڪٺي ٽڪ منهنجي ڏاڙهيءَ ۾ هنيائين. هٺي پيري بہ هن گهٽ وڌ ڳالهايو. ڪاوڙ آئي تہ جيڪر سندس ڳتر ڪان جهلي ساهہ ڪڍي ڇڏيانس ۽ اکين جا دوڏا

ڪدي ڇڏيائنس. مون کي به ڪاوڙ ڪندي تي چڙهي وئي. پر ڪدائي هٿڪڙي هنيل هٿن جون به جاڙيون مُڪون رکيون مانس ته وجي پوئتي ڪريو، پر وڌيڪ ڪجهه به ڪونه ڪيم. سمجهيم ته منهنجي سگهه نڪري وئي آهي. ڪوليءَ جي بي ڪنڊ ۾ پري ماڻهن ته چاڙي پٺي هٿين پر پر وارا چپ ٿي ويا هئا چڻ ڪڪڙ تي مينهن. مان ڪين ورندي ڏيان به ڪهڙي؟ مان قسم کڻي آيو هوس ته مان پاڻ وٽ رکيل امانت بابت ٻڙڪ به ڪونه ٻوليندس. جيڪڏهن مان پنهنجي سچائيءَ جو راز سلي ڳجهه تان پاند کڻان ها ته اها چڻ پنهنجي اڳواڻ جي حڪم جي انحرافي هئي، جنهن مون تي اڻ ميو ويساهه ڪري اهڙي اهم امانت منهنجي حوالي ڪئي هئي. مان ڪين ڇا سمجهايان؟ مون امانت ۾ خيانت ڪري پاڻ کي سچو حر ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي.

هن وقت مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو جو ميرڻ مري کي پنهنجي چيل لفظن جو ڏاڍو سور ٿيو هوندو جن جي جواب ۾ هن چيو هو ته الله بچايو جيتر جيئرو هوندو تيستائين سائين رکيو ڪيس اوس به ڪونه ڇڏيندو. اڄ هو دشمن سان هٿيارٻند ويڙهه ۾ رڌل آهي. مون کي ان کان وڌيڪ اوچتو هي خيال آيو ته جنهن ماڻهوءَ کي امانت سپرد ڪئي هيم تنهن الائي ڇا ڪيو ۽ ڇا نه ڪيو؟ پنهنجي رتابنديءَ موجب اها امانت رحيم وٽ پهچائڻ لاءِ ڏنائين الائي نه؟ ڪيترن سببن جي ڪري هو پنهنجي مقصد ۾ سوپارو نه به ٿي سگهي ٿو. هو لوڙهي کان پڇي نڪرڻ واسطي ڪنهن مناسب موقعي جي تاڙ ۾ هوندو. توکي خبر آهي ته حر جماعت ۾ ڪابه خبر ڏاڍي جلدي پکڙجي ويندي آهي. منهنجي خلاف افواهه به ڏاڍي تيزيءَ سان پکڙجي ويا. چرائو وارن سائين جو به ڪو اڳواڻ ڪونه رهيو هو، سي به هن ڳالهه تي ويساهه ڪري انهيءَ افواهه کي تيز ڪرڻ ۾ پنهنجو اهم ڪردار ادا ڪندا، ڇاڪاڻ ته الله بچائي مون کي پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪري اسان جي ٽوليءَ مان گهڻن سائين کي مايوس ڪري ڇڏيو هو. ڪين ان تعويذ جو ته ڪو پتو ڪونه هو. گل خان نظاماڻي، مون ۽ ڪٺي وڃڻ واري ماڻهوءَ کان سواءِ ڪنهن وانگيءَ کي به ان تعويذ جي ڄاڻ ڪانه آهي. اهو ماڻهو به منهنجي ڳالهه ۽ مون تي شڪ ڪري سگهي ٿو. مون ته ڪيس قسم کڻايو هو، پر هو قسم به ته ڀڄي سگهي ٿو. هن کي هاڻي پورن ٽن سالن جي جيل جي سزا ڪاٽڻ کان پوءِ آزاد ڪيو ويو آهي. رحيم جي ڳولا ۾ انهيءَ وٽ پهچڻ به ڪا اڪ جي ماکي ڪانه آهي. سرڪار خلاف اسان واري تازي مقابلي جو ڪٿي مثال وٽ. جيڪڏهن مون وارو هي ماڻهو جان نثار حر هجي به ۽ حر جذبي خاطر اهڙا خوف خطرا به ڪٺي سر تي وسائي، پر

ان کان سواءِ بہ ڪيترا اتفاق ٿي سگهن ٿا ۽ مان انهن امڪاني اتفاقن تي ويچاريندو رهيس.

ان کان پوءِ منهنجي دل ڏکن ۾ پرجي ٽمٽار ٿي وئي ۽ منهنجي حياتي ڇڻ ڪومائجڻ لڳي هئي تہ منهنجو پٽ واليڏنو مون بابت سمجهندو تہ ڪانئر ۽ غدار آهي. ان ڪي جيڪو ڪجهہ مون سيڪاريو آهي، سو بہ توهڙ جيان تاري ڦٽو ڪري ڇڏيندو. سندس ماءُ مون خلاف ڪيس وِهُہ سان وهاڻي ڇڏيندي ۽ ساري حر جماعت کان ڪيس بِرُ ڪري ڇڏيندي. سچل بہ ڪيس ابتيون سبتيون پٽيون پڑهائي ڪيس پاڻي مان ڪڍي ڇڏيندو. هن بدمعاش جو نالو منهنجي لاءِ طعنو ۽ ويڻ بڻجي ويو هو، جيڪو سرگرم ۽ جان نثار حرن ڪي چوندو ٿو وتي تہ اسان ٻئي جاڙا پائر آهيون ۽ وڏيري جا ٻي نڪاحا پٽ آهيون. حياتيءَ جي ياد بہ ڏاڍي ستائڻ لڳي هئي. اسان کان پوءِ پٽ يا ڌيءُ هاڻي ٽن ورهين جو ٿي چڪو هوندو. هوءَ ڪيس منهنجو نالو ڪونہ ٻڌائيندي ۽ ڪيس چوندي تہ تون ڪنهن ماڻهوءَ جو پٽ آهين ڇاڪاڻ تہ ڪيس منهنجو نالو ٻڌائيندي شرم ٿيندو، پر انهن ڪي منهنجي نالي تي فخر ۽ خوشي محسوس ڪرڻ گهرجي. منهنجون سڀ سريتون مون سان هڪ بهادر هئڻ ڪري گهڻو پيار ڪنديون هيون ۽ منهنجن ڀاڪرن ڪي ياد ڪري ٿڌا ساهہ ڀرينديون هونديون. مان ائين ٻڌائي ڪونہ سگهندس تہ مان ڪهڙن سورن ۾ آهيان؟ اهي ڏک ڏاکڙا، سور ۽ سختيون منهنجي منهن بہ لکي سگهجن ٿيون.

جڏهن مون تي ڪورٽ ۾ ڪيس هلندو تہ مان پاڻ ڪي بچائڻ جا جتن ڪونہ ڪندس. مون تي قتل ۽ ڌاڙي جا ست ڪيس آهن. مان قبولي بيهندس تہ مون اهي ڏوهہ ڪيا آهن. ٻي ڏوهي هجڻ جو ڪوبہ بچاءَ جو شاهد بہ ڏئي ڪونہ سگهندس مون ڪي پڪ آهي تہ هو مون ڪي ڦاهي ڏيندا. حر سمجهن ٿا تہ منهنجو رويو اهڙ آهي ڇڻ مان هٿيار ڦٽا ڪري پاٺون جاٺون اڳي پيش پيو آهيان. اهو لينگهو فقط موت جي ڏچ کان لوءِ تي لاٿو اٿم. منهنجا دوست تون اها ڳالهہ لوهہ تي ليڪ سمجهہ تہ رحيم بادشاهہ تعويذ ملڻ شرط مون ڏانهن پهچ جو اطلاع ضرور موڪلي ڏيندو تہ امانت پهچي چڪي آهي. اهو اطلاع جيل جي اوسي پاسي سرڀاٽ ج روپ ۾ ٻڌي سگهبو، جنهن ڪي مون کان سواءِ ڪير بہ ڪونہ سمجهندو جيستائين اهڙو پيغام مون ڪي نہ ملندو تيستائين چنتو تہ ضرور رهندو سمجهندس تہ مان ان امانت ڪي اصلي مالڪ وٽ پهچائڻ ۾ ناڪام رهيو آهيان انهيءَ امانت ڪي اصلي ماڻهوءَ وٽ پهچائڻ لاءِ منهنجو زندهہ رهڻ مون تي فرض هـ جيڪڏهن مان مري وڃان ها تہ منهنجي روح ڪي ڪڏهن بہ سڪون ڪونہ ملي

پر بهادريءَ جي ان موت ڪري منهنجو فقط نالو ماڻهن وٽ زنده هجي ها. ڪيترا ماڻهو هن جيل مان ڀڄي ويا آهن. مان انهن سيني ڀڄي ويندڙن کان ذهين ۽ بهادر آهيان. مان الله بچائي جي چوڻ موجب سندس جاءِ نشين آهيان. اسان جي ٽوليءَ جا ماڻهو پکڙيائين ته مون کي پنهنجو ٿي ڪونه ڪندا. جيڪڏهن صورتحال اهڙي ٿي پئي ته مان وڃي رحيم جي ٽوليءَ ۾ ڪم ڪندس، ان ناتي منهنجي اڳين عزت بحال ٿي ويندي. اهو ڪٿي منهنجو هڪ خيال آهي. هن کان سواءِ ٻيا به ڪي ڪارڻ آهن جن ڪري مان پنهنجي ڦڳيءَ ۾ سرڪڻ ڦاهي وجهڻ ڪونه ٿو چاهيان. هڪ سچي حر جو ڪم آهي ته وس آهر سرڪار کي سدائين هر محاذ تي شڪست ڏئي. پوليس منهنجي ڦاهيءَ لاءِ ننهن چوٽيءَ جا زور لاتا آهن. مون به پڪو پهه ڪيو آهي ته سندن دل جون مرادون پوريون نه ٿين. مان چاهيان ٿو ته اهي کهڙي نموني سان به ناڪام ٿين.

فوجي قانون مطابق مون هٿيار ڪٿي ڦاهيءَ جهڙو ڏوهه ڪيو آهي، پر مان سندن آڻ نه مڃي آهي، پر اهو قانون گهٽي وقت کان ختم آهي. حسن ۽ عادل ته منهنجي بچاءَ ۾ شاهدي ڏين ها، پر پوءِ به مون کي اڻ ٻڌيو ڦاهي ملي وڃي ها. اهي به ڦاهيءَ لاءِ تيار وينا آهن. جن ڏوهن جو مون کي مجرم بڻايو ويو آهي، سي گهڻا پراڻا آهن جن ۾ سرڪار طرفان مقرر ڪيل شاهد اسان هوريان هوريان قتل ڪري ڇڏيا آهن.

ڪورٽ ۾ شاهد طور پيش ٿيندڙ ماڻهو پنهنجي شاهدي ڏئي مون کي تباهه ڪري ڇڏن ها، پر پوليس وارن هن کي ڏاڍو ماريو آهي. هاڻي فقط اسپيشل پوليس جو اڪيلو ڊپٽي جج اها شاهدي ڏئي سگهندو ته خاصخيلي ڳوٺ ۾ جنهن ٽوليءَ لڳ ڪاراتيندڙ واقعو ڪيو تنهن ۾ هي ماڻهو به شامل هو، جنهن جو اطلاع سپائيءَ ڪيو هو.[1] پر اتي مون ڪوبه قتل ڪونه ڪيو هو. ان کان سواءِ پيرادن به ٻڌايو هو ته اسان سائين رکئي جي پيرن کي سجائون ٿا. جهڙيءَ ريت عاشق پنهنجي محبوب کي سون مان سجائي وٺندو آهي. اهي پير هٿ گهندن ۾ ڏنا هئا. جتي عورتن کي قتل ڪيو ويو هو. ان سان گڏ ڪن ٻين وارداتن ۾ هٿ منهنجا پير ڏنا هوندا پر سندن اها شاهدي مون کي ڦاهي ڏيڻ لاءِ اڻ پوري آهي. ٻين ماڻهن جو بيان آهي ته هٿ مون کي الله بچائي سان گڏ ڪن واٽين کي قتل ڪندي ڏٺو هو، پر اهڙن شاهدن جا بيان هڪ ٻئي خلاف آهن. سندن چوڻ آهي ته واقعي واري رات چانڊوڪي هئي پر حقيقت اها آهي ته اها اونداهي رات هئي. اهڙن وارداتن ۾ جتي

1. اها ڳالهه سچل ٻڌائي هئي.

سرڪاري ماڻهو ماريا ويا هئا، تن ۾ منهنجو نالو موجود ٿي ڪونہ آهي. ان جو مثال اها ويڙهہ آهي جيڪا مون ميرڻ سان گڏجي وڙهي هئي.

جج جنهن وڪيل کي منهنجي بچاءَ لاءِ مقرر ڪيو آهي، سو مون کي بي گناهہ ۽ دشمنيءَ جو شڪار سمجهي ٿو، تنهن ڪري هرڪو ماڻهو منهنجي مدد ڪرڻ چاهي ٿو. هندو جج ڏاڍو سچو ۽ ايماندار ماڻهو آهي پر آهي هندو. هن مون کي فقط هن ڏوهہ ۾ سزا ڏني ته مون اشتهاري مجرم آهين ۽ جيڪي ٽوليون ڌاڙن ۽ قتلن جون ڏوهي آهن، تن ... گڏجي ڪم ڪندو آهين، تنهن ڪري مون کي عمر قيد جي سزا ٻڌائي وئي.

مون سان ڇا وهيو واپريو سي سڀ ڳالهيون تون ٻڌي چڪو آهين. جن فقيرن کي مان ياءُ سمجهيو سي بہ ويچارا ڦاهي چڙهي ويا ۽ آخري وقت تائين مون کي گاريون ڏيندا هئا تہ مان پير سائين جي مقصد خاطر ڪک ڀڃي بہ ويٺو ڪونہ ڪيو، پر ڪين اها خبر ڪانہ هئي تہ مان هن کان گهڻو وڌيڪ ڪم ڪيو آهي ۽ هن کان وڌيڪ ڀوڳيو آهي. رحيم کان بہ ورندي ڪانہ پهتي آهي. هن بابت اسان کي خبرون پهچي رهيون آهن تہ هو لڳاتار فتحون ماڻي رهيو آهي. مون کي اچي هورا کورا لڳي آهي تہ متان سندس مقدر ۾ ڪا ٻي ڳالهہ هجي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪيس گرفتار ڪيو وڃي يا ماريو وڃي ۽ ڪيس جنگ جي ٻي انتها وسيلن جو پتو ئي نہ پوي، جيڪي سندس پيرن هيٺان پوريل آهن. منهنجو نياپو بہ پهتو الائي ڪونہ پهتو، سا بہ خبر ڪانہ پئي آهي. هاڻي منهنجو جيل مان ڀڄي نڪرڻ جو ڪو امڪان بہ ڪونہ رهيو آهي. ڇاڪاڻ تہ هتي رهندڙ حرن کي گمراهہ ڪري منهنجي خلاف ڪيو ويو آهي، جن منهنجي صحت ۽ سگهہ کي ڏاڍو ڇيهو رسايو آهي. منهنجا دوست انهيءَ ڪري منهنجو فقط تو ۾ ويساهہ آهي. مون کي پڪ آهي تہ ٻن ٽن ڏينهن ۾ تون آزاد ٿي ويندين. مان توکي سارو احوال ڪري چڪو آهيان. مان سمجهان ٿو تہ تنهنجا سڀ اڳيان شڪ شبها دور ٿي چڪا هوندا. تون ڇؤ تہ تنهنجي دل هاڻي صاف ٿي چڪي آهي؟ مان توکي ان ماڻهوءَ جو نالو پار پتو ٻڌايان ٿو ۽ ان لوڙهي بابت بہ ٻڌايان ٿو، جنهن ڏانهن هاڻي تازو ڪيس موڪليو ويو آهي. مان توکي انهيءَ ماڻهوءَ جي ڳوٺ ۽ مٿن ماڻٽن جا ٻڻ نالا ٻڌايان ٿو. ڪاٺئن وڃي پڇجانءِ تہ هو ڪيڏانهن روپوش تہ نہ ٿي ويو آهي؟ مان توکي اهي مخصوص ۽ ڳجها لفظ بہ ٻڌائيندس جن وسيلي تون جماعت جي جان نثار حرن کان مدد حاصل ڪري سگهندين ۽ انهن وسيلي رحيم بادشاهہ سان بہ ملي سگهندين. تون پير سائين جو تجربيڪار فقير آهين ۽ باقي ٻيون ڳالهيون پنهنجي سوچ ويچار مطابق

طئي ڪجاڻ. جيڪڏهن مون تنهنجي طبيعت کي صحيح سمجهيو آهي تہ پير سائينءَ لاءِ هي ڪم ضرور ڪجاڻ چاڪاڻ تہ تون گهڻو وقت پري رهيون آهين ۽ چاهيندو هوندين تہ جيڪر وري بہ مرشد سائين جي ڪم اچان. هي ڪم مرشد سائين جي مقصد لاءِ نهايت اهم آهي تہ جيئن ڳجهي نموني رکيل سڀ هٿيار فقيرن جي سردار ۽ عزت واري فقير رحيم کي ملي وڃن.

هاڻ منهنجا دوست مون کي پڪ آهي تہ مرشد لاءِ شروع ڪيل هيءَ جنگ اسان جي سوڀ سان ختم ٿيندي. اسان کي اهي خبرون بہ پيون آهن تہ انگريز سرڪار اهو اعلان ڪيو آهي تہ اها ستت سنڌ ۽ هندستان مان نڪري وڃڻ واري آهي.[1] تنهن ڪري سارا انتظامي معاملا اسان جي ماڻهن جي هٿن ۾ اچي ويندا. مان سنڌ اسمبليءَ جي ماڻهن کي چاڻان ٿو جيڪي پير سائينءَ کي نظر بند رکي ڪونہ سگهندا. اهڙيءَ ريت اميد ڪري سگهجي ٿي تہ انگريزن جي وڃڻ کان پوءِ اهي عملدار فقيرن جي مخالفت ڪانہ ڪندا، جن جي حقن جي اهي فقير مخالفت ڪري رهيا آهن. سيني گورنرن، جنرلن، ڪمشنرن ۽ هڙني ڪئپٽن پنهنجي ڳالهہ تي ڳت ڏئي اسان جي لاءِ بي انتها مشڪلاتون پيدا ڪيون هيون. پنهنجي اقتدار خاطر اسان جي ملڪ جي ماڻهن کي گهڻو ڏهڪايو. هنن ماتحت عملدارن بہ ائين ڪيو آهي. سمجهہ ۾ ائين پيو اچي تہ اهي پير سائينءَ جو پاڇو بہ هن زمين تي ڏسڻ ڪونہ ٿا گهرن. هائي انگريزن جي حڪمرانيءَ جا ڏينهن پورا ٿيڻ وارا آهن. پلي هليا وڃن. پاهر وڃي پنهنجي مرضيءَ مطابق جنهن سان چاهن پلي وڃي وڙهن. تون ڏسندين تہ اسان جو محبوب مرشد هڪ ڏينهن موٽي اسان وٽ ضرور ايندو.

مان اهو سدرو ڏينهن شايد ڏسي نہ سگهان چاڪاڻ تہ مان پڇي پري رهيو آهيان، پر منهنجي دل ۽ جسم اڃا بہ جوان آهن. مون کي پڪ آهي تہ تون هي مقدس ڪم ضرور ڪندين ۽ اهو ڏسندين تہ اهو تعويذ رحيم بادشاهہ کي ملي چڪو آهي يانہ؟ کيس منهنجا گهڻا سلام چئجانءِ ۽ سمجهائجانءِ تہ مان امانت کي امانت سمجهي غداريءَ جو الزام سهي بہ هي فرض نڀايو آهي. تون پڇا ڳاڇا ڪري ڏسجانءِ تہ جيڪي ڳالهيون مون تو سان ڪيون آهن، سي سورهن آنا سچيون آهن. تون اندمان ۾ تعليم حاصل ڪئي آهي. تون منهنجو ہڌايل هي احوال لکي بہ سگهين ٿو. اميد اٿم تہ جڏهن پير سائين خيرن سان موٽي ايندو تہ هن

---

1. اهو اشارو مسٽر ائٽلي Mr.Attlee جي بيان ڏانهن آهي، جيڪو هن 20 فيبروري 1947 تي پارليامينٽ ۾ ڏنو هو.

احوال جو ڪجھ نہ ڪجھ حصو ضرور پڙھندو ۽ ڏسندو تہ سندس غازي رستم، منھنجي پيءُ واليڏني، شينھن جھڙي بهادر الھہ بچائي، نوري وسان، امام بخش، لقمان، ابراهيم ۽ ٻيا پنھنجا سر ترين تي رکي سندس آزادي لاءِ وڙهيا هئا. هنن مان ڪيترن جوانن سان گڏجي ڪم بہ ڪيو اٿم. تڏهن منھنجي قبر ڪنھن چؤديواري ۾ موجود هوندي ۽ ڪنھن کي بہ اها ڄاڻ ڪانہ هوندي تہ اندر ڪير ستل آهي؟ پير سائينءَ جي دعا انهن سيني گلا خورن جي زبان بند ڪري ڇڏيندي ۽ سائين رکئي فقير کي صبر نصيب ٿي ويندو ۽ سندس نالو عزت ۽ احترام سان ورتو ويندو.

# قلم تازو

جيتري قدر منهنجي معلومات جو تعلق آهي تہ پير صاحب جا لڪايل هٿيارن جا ذخيرا هٿ اچي ڪونہ سگهيا هئا، جيڪي اوير طرف سنڌ جي سرحد سان پوريا ويا هئا. اهڙي حقيقت صرف سائين رکئي کي ڏنل پيغام مان معلوم ٿئي ٿي جيڪو هن پنهنجي ڪوليءَ پرسان هڪ قيديءَ کي ڏنو هو. انهن ذخيرن جي مخصوص جڳهن جو ذڪر بہ فقط تعويذ ۾ نظر اچي ٿو. جيڪڏهن اهو پيغام ڪٺي ايندڙ فقير ڪن سببن جي ڪري رحيم سان ملي نہ سگهيو يا ان پيغام ملڻ کان پوءِ بہ اهو ذخيرو هٿ نہ اچي سگهيو، تنهن جو مطلب آهي تہ اهي هٿيار ڪائڻ ليي ڪونہ سگهيا ۽ وڃائجي ويا. اهڙو سچ ظاهر بہ ٿي ڪونہ سگهندو. اها ڳالهہ ڪٺي ڪيئن بہ هجي پر منهنجو خيال آهي تہ محبت فقير ۽ الهہ بچائي پاران انهن هٿيارن جي اصلي انگ کي گهٽو وڌائي اينگهائي پيش ڪيل ٿو يائنجي تہ جيئن حر جماعت جي هلچل کي حڪومت خلاف نفسياتي طور وڌيڪ طاقتور ڪري سگهجي.

اهو پتو بہ پئجي ڪونہ ٿو سگهي تہ رحيم فقير کي سائين رکئي جو موڪليل بيو پيغام پهتو هو يا نہ جنهن مان هٿيارن جي موجودگيءَ جي ڪنهن حد تائين تصديق ٿئي. ڪي اهڙيون حقيقتون بہ ٻڌائي ٿو جن وسيلي انهيءَ جي اصلي جڳهن جا نشان هن کان اڳ پڻ موڪليا ويا هئا. هن بهادر انسان پنهنجي ساري زندگي ڏاڍي جوش ۽ ولولي سان گذاري هئي. 3 جولاءِ 1946ع تي رحيم فقير ۽ سندس ٽوليءَ جا ماڻهو آمريڪي فوج جهڙيون ورديون ڍڪي سنڌ ۽ بهاولپور جي سرحد ويجهو نارٿ ويسٽرن ريلوي جي گڏنگ تي اچي ڇاپو هنيو هو ۽ ڪين بندوقن جي زور تي حڪم ڪيو هٿائين، تہ ريلوي لائن جون ڏهن ميلن تائين فش پليٽون ڍريون ڪري ڇڏن. سندن مقصد هو تہ هيٺ ويندڙ لاهور ميل کي ڪيرائي ڇڏجي. مٿو خاصخيليءَ بہ 16 مئي 1942ع تي اڏيري لال وٽان مٿي ويندڙ لاهور ميل کي ڪيرايو هو.[1] فقير رحيم بہ سندس نقل ڪري هيءَ واردات ڪئي هئي. هي واقعو منهنجي اسپيشل ڪمشنر سنڌ جي چارج ڇڏي بمبئي پهچڻ کان هڪ مهينو پوءِ

---

1. اهڙو ذڪر سائين رکئي هن ڪتاب جي باب نائين ۾ ڪيو آهي.

ٿيو هو، پر هڪ اهڙي اتفاقي ڳالهہ ٿي وئي جو هي حادثو ٿي ڪونہ سگهيو هو. هيءَ ميل بہ ڪلاڪ دير پهتي هئي. تنهن ڪري روهڙي ڪنٽر ولر هن کان اڳ هڪ مال گاڏي کي روانو ڪري ڇڏيو. نتيجي ۾ اها مال گاڏي انجڻ ۽ ٻين ڪيترن گاڏن سان گڏ ڪري پئي هئي. اتفاقي طور ان جو ڊرائيور وچي پاسي تي ڪريو ۽ زخمي ٿيڻ کان بچي ويو. هن ڊوڙي اڳتي وڃي اپ پسينجر ۽ اپ لاهور ميل[1] کي اڳتي وڌڻ کان روڪي حادثي کان بچائي ورتو هو. ڪجهہ وقت اڳ حرن بامبي ميل کي ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر اتفاق سان اها وري وقت کان اڳتي پهتي هئي ۽ ڪين وقت جي اهڙي تبديلي جي خبر ڪانہ هئي.

انگريز سرڪار کان پوءِ پاڪستان حڪومت بہ حرن خلاف قدم کنيا هئا. اها ڳالهہ واضح هئي تہ پير پاڳاري جي هن روحاني گاديءَ کي هميشہ لاءِ خالي رهڻو تہ ڪونہ هو. هيڏانهن وري حر باغين ۽ سندن مددگارن جو خيال هو تہ پير صبغت الله شاهہ اجا بہ حال حيات آهي تنهن ڪري سندس گاديءَ تي ڪير بہ ويهي ڪونہ سگهندو ۽ نہ وري ان کي پاڳارو تسليم ڪيو ويندو. سنڌ جي انگريز حڪومت کي بہ ڳڻتي هئي تہ هن گاديءَ جو جانشين ضرور هئڻ ڪپي. پير صاحب کي ٻہ پٽ هئا جن کي انگلينڊ ۾ اعليٰ تعليم ڏياري وئي هئي. جن مان وڏي کي اچي پاڳاري جي هيءَ گادي سنڀالڻي هئي. انهيءَ لاءِ تہ جيئن حر سندس فرمانبرداري ڪري قانون جي پابندي ڪن ۽ وڳوڙن کان پاسو ڪن. ٿوري وقت جي وقفي کان پوءِ پير صبغت الله شاهہ پاڳاري جي وڏي پٽ سڪندر شاهہ کي مريدن حقيقي وارث سمجهي پاڳارو ۽ مرشد تسليم ڪيو، جيڪو پوءِ پنهنجي وڏڙن جي روحاني گاديءَ تي ويٺو ۽ پاڪستان سرڪار بہ کيس پاڳارو تسليم ڪيو.

هن قسم جي بندوبست ٿيڻ کان ٿورو اڳ ۽ ٿورو پوءِ بہ ڪجهہ حر باغي پنهنجن وڳوڙي ڪاررواين ۾ رڌل رهيا ۽ خطرناڪ واقعا ڪري ساري علائقي ۾ مانڌاڻ مچائي ڇڏيو هيائون. انهيءَ دور ۾ سيني حرن جو گڏيل مکُ رحيم بادشاهہ هو. سن 1948ع جي منڍ ۾ هن هڪ وڏي حر ٽوليءَ جي اڳواڻي ڪري مير پور خاص ضلعي جي ٻن ڳوٺن تي وڃي حملو ڪيو. هن جي ٻهرينءَ ڪارروائي ۾ ٻہ پوليس وارا ۽ ويهہ ڳوٺاڻا مارجي ويا هئا. سندس ٻيءَ ڪارروائي ۾ اٺويهہ مريد ۽ عورتون ماريون ويون هيون.[2]

رحيم جي گرفتاريءَ کان پوءِ هيءَ تحريڪ ائين ختم ٿي وئي جهڙيءَ ريت

1. ڪراچيءَ جي اخبار "سنڌ آبزرور" ڇنڇر 6 جولاءِ ۽ خميس 11 جولاءِ 1946ع.
2. دي ٽائيمس لنڊن، 7 فيبروري 1948ع.

اڳئين تحريڪ 1896ع ۾ ختم ٿي وئي هئي. مان هتي ڪراچي مان شايع ٿيندڙ اخبـار ڊان جي 22 آڪٽوبر 1952ع جي ڇپيل هڪ خبر جو هڪ ٽڪرو پيش ڪري رهيو آهيان:

”پير پاڳاري جي فقيرن معرفت ڪيل شخصي اپيل جي نتيجي ۾ رحيم فقير جي ٽوليءَ جي ٽن ڄڻن 21 آڪٽوبر تي پاڻ کي گرفتاريءَ لاءِ پيش ڪيو هو. سنڌ جي آءِ. جي، پوليس کي ڳجهو اطلاع مليو ته رحيم فقير باکوڙي نالي هڪ ڳوٺ ۾ لڪو ويٺو آهي. هن علائقي جي پوليس کي مضبوط ڪڙي چاڙهڻ جو حڪم ڪيو. رحيم ڳوٺ پرسان هڪ جڳهه ۾ ننڊ ۾ ستل هو، جو پوليس مٿس وڃي اوچتو ڇاپو هنيو. ان وقت سندس عمر 38 سال هئي ۽ سندس ڏاڙهي رکيل هئي. وٺانئس به ريوالور ۽ ڪيتريون ئي گوليون هٿ آيون. ڪيتريون رائفلون ۽ بارود سندس ساٿين وٽان به مليو جيڪي پرسان ئي گرفتار ڪيا ويا. رحيم لاءِ چيو وڃي ٿو ته هو هڪ عامل هندوءَ جو پٽ آهي. اهو به ٻڌايو پيو وڃي ته صوبائي حڪومت جي شروع ڪيل حر گرفتاري جي مهم دوران هي گرفتار ٿيو. جيڪو پوءِ سنڌ پوليس جي تحويل مان نڪري ڀڄي ويو. مٿس پنجويهه هزار ۽ پنجويهه ايڪڙ زمين انعام رکيل هئي. خيرپور جي خبرن ۾ چيو ويو آهي ته رحيم رياست ۾ به ڌاڙن جون گهڻيون ئي ڪارروايون ڪيون ۽ ان ڪان پوءِ هو وري سنڌ هليو ويو. رحيم اهڙو اڪيلو اشتهاري ڌوهاري هو، جيڪو روپوش هو ۽ ڏهن سالن کان وٺي خونن ڌاڙن ۽ اغوائن جي ڪيسن ۾ گهربل هو. هي ماڻهو سنڌ جي مڪيءَ ڍنڍ واري ايراضي جو حقيقي بادشاهه هو. ان ايراضيءَ مان سرڪار ڊل يا ڪو ٻيو محصول ڪانه اوڳاڙي سگهندي هئي. هن پنهنجي طرفان به محصول نافذ ڪيو هو ۽ انڪار ڪرڻ واري کي قتل ڪيو ويندو هو. اعتبار جوڳن ذريعن جو اطلاع آهي ته هن ٻه سؤ خون ۽ هڪ هزار ڌاڙن ۽ هڪ سؤ اغوائن جون وارداتون ڪيون هيون. هن دشمن جا فصل به ساڙيا هئا. جن جي قيمت لکن رپين ۾ ٿيندي.

اي – پي – پي.“

هن بدنام ڌوهاريءَ کي قتل ۾ موت جي سزا ٻڌائي وئي هئي. هو ڦاسيءَ جي انتظار ۾ حيدرآباد جي سينٽرل جيل ۾ بند هو. ان کان پوءِ جو احوال لنڊن جي سنڊي ٽائيمس تان ڪنيو ويو آهي.

## هڪ باغيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ جيل تي حملو ٽن ڪلاڪن جي جنگ

**ڪراچي– آچر:** حر باغيءَ جي زال ٿر جي هڪ سؤ حملہ آورن جي

اڳوائي ڪري سنڌ سينٽرل جيل حيدرآباد تي صبح سويل حملو ڪيو آهي. هن عورت پنهنجي باندي مڙس محمد رحيم هنگوري کي آزاد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جيڪا ناڪام ٿي. هي ماڻهو ٻن قتلن جو مجرم هو. ٻنهي ڌرين ۾ ٽي ڪلاڪ ساندهه گولين جي ڏي وٺ ٿي. رحيم هنگورو هڪ ورت جي مدد سان پٽ تي چڙهي ويو هو ۽ بجليءَ واري تار جو جهٽڪو کائي هيٺ ڪري پيو. بعد ۾ هن جيل اندر لڪڻ جي ڪوشش ڪئي پر پوءِ ڪيس گرفتار ڪيو ويو.

(ائسوسيئيٽيڊ پريس)

حيدرآباد سينٽرل جيل تي هن اچرج جهڙي اوچتي حملي کان پوءِ رحيم هنگوري کي ڦاسي ڏني وئي. آخر هن پنهنجي ڪئي جو ڪيتو ڏنو. هي شهر حر طاقت واري علائي کان ٽيهه ميل پري آهي.

مون هن ڪتاب جي مهاڳ ۾ هن ڳالهه ڏانهن اشارو ڏنو آهي تہ حُر طاقت ۽ جذبي کي بهتر ڪم لاءِ بہ استعمال ڪري سگهجي ٿو.

هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ سيپٽمبر 1965ع ۾ جنگ ڇڙي پئي هئي. هندستان جو ڏرپور ريلوي لائن وسيلي سنڌ تي هملو ڪيو هو جيڪا ٿر وچان مٿيندي آهي. پاڪستان سرڪار جي گذارش تي پير پاڳاري حرن ڏانهن هڪ فرمان جاري ڪيو هو تہ جهڙي ريت اوهان منهنجي والد بزرگوار جي آزادي لاءِ دشمن سان جنگ جوٽي هئي، اهڙيءَ ريت هاڻي بہ دشمن سان جنگ جوٽيو. سندس اهڙي فرمان تي هڪ هزار حر عمرڪوٽ ۾ گڏ ٿيا هئا جن کي مليشيا طور درج ڪيو ويو هو ۽ رائفلون ۽ بارود سندن حوالي ڪيو ويو. ڪيترا حر تہ پنهنجا هٿيار بہ کڻي آيا هئا. جن کي هو اڳي بہ چڱيءَ ريت آزمائي چڪا هئا. هنن پاڪستان جي فوج کي سائن گڏجي وڙهڻ جو يقين ڏياريو هو. مون ٻڌو هو تہ فوجي ڪمانڊر حر اڳوائن کي فقط هي هدايتون ڏنيون هيون تہ دشمن فوج جي قبضي هيٺ آيل ايراضي ۾ لڪي ڇپي اندر هليا وڃو، هنن جي رسد واري سلسلي ۾ روڪ رنڊڪ وجهو، دشمن جي ڪئمپ تي وڃي راتاها هڻو ۽ گوريلا ويڙهہ ڪيو جيڪا اوهان انگريزن خلاف اختيار ڪئي هئي ۽ انگريزن کي چتو ڪري وڌو هو. ٿر وارو علائقو پٽون ئي پٽون آهن، جيڪو گوريلا جنگ لاءِ ڏاڍو مناسب آهي. هن علائقي ۾ باقاعده مشيني جنگ وڙهڻ ممڪن ئي نہ آهي. اها حقيقت مارشل لا واري دؤر ۾ انگريزن جي هندستاني فوج بہ محسوس ڪئي آهي. حُر اک ڇنڀ ۾ ائين چوڌس پکڙجي ويا جو ڪنهن کي بہ نظر ڪونہ آيا. حملہ آور فوج جا ڪمانڊر فوج جي پاسن کان ۽ پٺئين طرف ڏاڍو ڏيان ڏيندا هئا، پر پوءِ بہ هر رات هڪ

ناقابل توجهہ آواز ٿيندو هو. حملہ آوار اوچتو حملي ڪري ڪيڏانهن اڪ ڇنب ۾ گم ٿي ويندا هئا ۽ پهري تي بيٺل سنترين جو اهڙي نموني قتل ٿي ويندو هو جو هر ڪو وائڙو ٿي ويندو هو. مون کي ٻڌايو ويو هو تہ اهو حر گوريلن جي ڪاررواين جو نتيجو آهي جو هندستاني فوج سنڌ واري علائقي کان پوئتي هٽي وڃي پنهنجي اصلي سرحد وٽ بيٺي هئي. اهي ٻنهي ملڪن جي دنگ وٽ بيهي ڪونہ ٿي سگهيا. ڊيزرٽ حر گوريلن لاءِ مارواڙ وارو ٿر جڻ سندن ضابطي هيٺ هو ڇاڪاڻ تہ ٿر وارو علائقو سنڌ سان شامل آهي. مختصر تہ جڏهن پاڪستان ۽ هندستان عارضي صلح ڪيو تہ ان وقت حر گوريلن هندستان جو ٿر وارو ايترو حصو فتح ڪيو، جيترو هندستاني فوج پاڪستان جو لاهور وارو علائقو فتح ڪري چڪي آهي.

(گورنمنٽ آف پاڪستان پبليڪيشن –
ڪتاب ڇهون ص47 جنهن جو عنوان هو
"راجستان اور حر مجاهد")

مون کي اهو پڻ ٻڌايو ويو آهي تہ پاڪستان هندستان واري ٻيءَ جنگ 1971ع دوران فوجي هاءِ ڪمانڊ ٿر واري ساري علائقي ۾ پنهنجي ريگيولر فوج ڪانہ رکي هئي ۽ سنڌ جي سرحد جي بچاءَ جي ذميواري حرن حوالي ڪئي وئي هئي. هندستاني فوج 1965ع واري جنگ دوران سبق سکي چڪي هئي. هاڻي جڏهن ٻنهي ملڪن ۾ عارضي صلح ٿيو تہ اوير سنڌ جو گهڻو حصو هندستان جي قبضي هيٺ هو. (ايچ – ٽي – لئمبرڪ)



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ڀاڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمتائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻَ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چِو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽِر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)